More Books Visit : www.iqbalkalmati.blogspot.com



سنڌي لئنگويج اٿارٽيءَ جو ڪتاب نمبر (108)

سڀ حق ۽ واسطا محفوظ

# سنڌ جي قديم آثارن جي ڊائريڪٽري

ليکڪ: سيد حاڪم علي شاهه بخاري ۽ محمد عثمان ميمڻ

ڇاپو : پهريون

سال: 2008ع

تعداد : 1000

قيمت : 300/= روپيا

**Catalogue Reference**

Bukhari, Hakim Ali Shah &
Memon, Muhammad Usman.
Directory of Archaeological Sites of sindh
Sindhi Language

# Directory of Archaeological Sites of Sindh

| | |
|---|---|
| By: | Syed Hakim Ali Shah Bukhari & M. Usman Memon |
| Edition: | First 2008 |
| Quantity: | 1000 |
| Price: | 300/=, $ 15, 10 |
| Published by: | Sindhi Language Authority National Highway,<br>Hyderabad Sindh 71000, Pakistan. |
| Tel: | 022_9240050_53 |
| Fax: | 022_9240051. |
| Email: | sindhila@yahoo.com,sindhila1@hotmail.com |
| Website: | www.sindhila.org |
| Composed by: | Hussain Ahmed Memon & M. Ramzan |
| Printer: | Intel Communications Hyderabad. |

More Books Visit : www.iqbalkalmati.blogspot.com



# انتساب

سنڌ جي قديم آثارن تي پهرين وڏي ۽ گهڻي ڪم ڪندڙ قديم آثارن جي ماهر نيني گوپال ميجمدار جي نانءِ جنهن کي سنڌ ۾ ڪم ڪرڻ دوران ڪاڇي ۾ ماريو ويو هو.

**سيد حاڪم علي شاهه بخاري ۽**
**محمد عثمان ميمڻ**

More Books Visit : www.iqbalkalmati.blogspot.com

# فهرست

## قديم آثارن جي ڊائريڪٽري

"آ"

More Books Visit : www.iqbalkalmati.blogspot.com

More Books Visit : www.iqbalkalmati.blogspot.com

More Books Visit : www.iqbalkalmati.blogspot.com

More Books Visit : www.iqbalkalmati.blogspot.com

More Books Visit : www.iqbalkalmati.blogspot.com

More Books Visit : www.iqbalkalmati.blogspot.com

More Books Visit : www.iqbalkalmati.blogspot.com

More Books Visit : www.iqbalkalmati.blogspot.com

More Books Visit : www.iqbalkalmati.blogspot.com

More Books Visit : www.iqbalkalmati.blogspot.com

More Books Visit : www.iqbalkalmati.blogspot.com

More Books Visit : www.iqbalkalmati.blogspot.com

More Books Visit : www.iqbalkalmati.blogspot.com

More Books Visit : www.iqbalkalmati.blogspot.com

More Books Visit : www.iqbalkalmati.blogspot.com

More Books Visit : www.iqbalkalmati.blogspot.com

More Books Visit : www.iqbalkalmati.blogspot.com

More Books Visit : www.iqbalkalmati.blogspot.com

More Books Visit : www.iqbalkalmati.blogspot.com

More Books Visit : www.iqbalkalmati.blogspot.com

More Books Visit : www.iqbalkalmati.blogspot.com

More Books Visit : www.iqbalkalmati.blogspot.com

More Books Visit : www.iqbalkalmati.blogspot.com



## ناشر نوٽ:

سنڌ جي ڪنڊ ڪڙڇ ۾ هزارين اهڙا آثار ٽڙيل پکڙيل آهن جن جي اهميت ۽ قدامت بابت ڄاڻ حاصل ڪرڻ سان سنڌ جي قدامت ۽ عظمت جا ڪيئي داستان معلوم ٿي سگهن ٿا. اهڙي ڄاڻ حاصل ڪرڻ لاءِ وڏي جاکوڙ ۽ مستقل مزاجيءَ سان تحقيق ڪرڻ جي ضرورت هوندي آهي. اسان وٽ سنڌ ۾ ڪيترائي معتبر نالا اهڙا آهن جن محض ڪتابي معلومات تي ڀاڙڻ بدران فيلڊ ورڪ جي ذريعي قديم ماڳن مڪانن تان پيرا ڏنا آهن ۽ اکين ڏٺيون حقيقتون بيان ڪيون آهن. انهن ۾ سيد حاڪم علي شاهه بخاري، محمد عثمان ميمڻ، انور پيرزادو (مرحوم)، بدر ابڙو، ڪليم لاشاري ۽ ڪي ٻيا جاکوڙي شامل آهن. انهن فردن جي حيثيت ۾ اهڙو ڪم ڪيو آهي، جهڙو جيڪر وڏن وسيلن وارا ادارا ڪن. پر اسان وٽ عام طور تي ادارن بدران فرد ئي ڪم ڪندا آهن. ادارا به تڏهن ڪم ٿا ڪن جڏهن ڪي اهڙا فرد انهن سان لاڳاپجن ٿا.

اسان کي خوشي آهي ته سنڌي ٻولي اٿارٽيءَ پاران محترم حاڪم علي شاهه بخاريءَ ۽ محترم محمد عثمان ميمڻ پاران تيار ڪيل سنڌ جي قديم آثارن جي ڊائريڪٽري شايع ڪري رهيا آهيون. پڙهندڙ يقيناً سنڌن پيار سان ڪيل هن پورهيي کي گهڻو مان ڏيندا ۽ اميد ته وس وارا به پنهنجي ماضيءَ جي هنن شاندار اهڃاڻن جي سار سنڀال ۽ حفاظت لاءِ ڪي جوڳا اپاءَ وٺندا.

ڊاڪٽر فهميده حسين

چيئرپرسن

14 مئي 2008 ع

More Books Visit : www.iqbalkalmati.blogspot.com



## مهاڳ

# سنڌ جا قديم آثار

**قديم آثار**: قديم آثار ڪهڙي به صورت (وٿن، دڙن، عمارتن، پاڻن يا پڊن) ۾ هجن، جنهن ملڪ سان واسطو رکن ٿا، تنهن جا جنسي دستاويز آهن، جن مان ان ملڪ يا خطي جي اقتصادي، سياسي سماجي، تاريخي، مادي، هنري، موسمي، آبادياتي، نباتاتي، حيواناتي ۽ فني يا فڪري ڄاڻ کان علاوه ان جي خارجي تعلقات تي به روشني پوي ٿي. چوندا آهن ته ”آثارن کان سواءِ ملڪ ائين آهي جيئن يادگيريءَ ڌاران ڪو شخص“. آثارن جا ٻه قسم آهن: هڪڙا جن کي کڻي يا چوري سگهجي ۽ ٻيا جي اٽل هجن.

**سنڌ ۾ قديم آثار:** خوش قسمتيءَ سان، سنڌ قديم آثارن جي لحاظ کان دنيا جي ٻين ڪيترن خطن جي پيٽ ۾ شاهوڪار آهي. هتي پراڻي پٿر جي اوائلي دؤر کان وٺي انگريزن جي عهد تائين ۽ پوءِ جا به سوين آثار مختلف صورتن ۾ سڄي صوبي ۾ موجود آهن. انهن جي اپياس مان اسان کي سنڌ جي رنگ برنگي ماضيءَ جي املهه معلومات ملي ٿي. اجا به وڌيڪ ڄاڻ حاصل ڪرڻ لاءِ وسيلا موجود آهن. سوين اهڙا ماڳ آهن جي اجا به قديم آثارن جي ماهرن جو ڌيان ڇڪائيندا رهن ٿا. انهن جي کوٽاين مان جيڪي نوادرات حاصل ٿيندا، سي مزيد تاريخ سازيءَ لاءِ اهم ثابت ٿي سگهن ٿا. رڳو چند دڙن (آمري، ڪوٽڏجي، موهين، جهڪڙ، جهنگار، پنيور، برهمڻ آباد يا منصوره) جي کوٽاين تي نظر ڪبي ته انهن مان پنج هزار سالن کان وڌيڪ عرصي جي تاريخ جا ثبوت ملي ويا آهن. باقي رهيل سوين دڙن جي وِلاڙ ۽ وَلاڻ مان به ٻيا ڪيترائي تاريخي راز ظاهر ٿي سگهن ٿا. پلا جي وڌيڪ نه، ته به تاريخ جا ڪي خال پر ٿي سگهن ٿا ۽ رهيل سلسلا جڙي سگهن ٿا. مٿين سيني ۽ ڪجهه وڌيڪ کوٽاين جي نتيجي ۾ نڪتل نوادرات سنڌ جي مختلف عجائب گهرن جي ڊالين، پڇتين تي يا پائلن ۾ رکيل آهن، جي اسان لاءِ پنهنجي تاريخ جي اهڃاڻن کي کنهن به وقت ڏسي، ڇهي سگهڻ ۽ انهن مان حيرت، فخر ۽ مختلف قسمن جي ڄاڻ حاصل ڪري سگهڻ جو ذريعو آهن. جيتري قدر مختلف تاريخي عمارتن ۽ اڏاوتن جو تعلق آهي، اهي هزارن جي تعداد ۾ اڄ به بيٺيون آهن. هي جيئرا جاڳندا آثار اسان جي تقريباً ٻن سهسرن جا نشان آهن، جن سان اسان جا ٽن قسمن جا قدر وابسته آهن، ان ڪري انهن جو هر سطح تي تحفظ ڪرڻ اسان جي ذاتي، اجتماعي ۽ رياستي ضرورت آهي.

**(الف) ثقافتي قدر**: (1) دستاويزي قدر، (2) تاريخي قدر (3) وقت جو يا قدامتي قدر (4) سوپيائي قدر (5) فني قدر (6) بلدياتي قدر (7) ڏيساندري قدر

**(ب) استعمالي قدر**:(1) ڪارجي قدر (2) اقتصادي قدر (3) سماجي قدر (4) سياسي قدر

**(ث) جذباتي قدر**: (1) حيرت، حيراني جو قدر (2) شناختي يا سڃاڻپ وارو قدر (3) دوام يا تسلسل جو قدر.

جيڪڏهن اهي سڀ قدر خيال ۾ رکجن ته شايد اسان مان هر هڪ کي کنهن نه کنهن ريت انهن آثارن سان لاڳاپو سمجهه ۾ ايندو.

**سنڌ جا آثار ۽ انهن سان ويڌن**: سنڌ جي هزارين آثارن مان مورڳو سو سوا جي قريب اهڙا آثار آهن، جن جي سنڀال ۽ درست حالي جي ذميواري هڪ خاص قاعدي تحت مرڪزي سرڪار جي قديم آثارن واري کاتي قبول ڪئي آهي. باقي سڀ حالتن جي حوالي آهن، جيڪي محفوظ ڪيل آهن، تن کي ٽن درجن ۾ ورهايو ويو آهي. انهن ۾ اڌ کان به وڌيڪ آثار جي ٽئين درجي جا آهن، رڳو يادداشت ۾ شامل آهن. جن جي نه مرمت ڪرڻ آهي نه انهن تي ڪو چوڪيدار وغيره مقرر آهي. آثار محفوظ ڪيل هجن يا نه اهي ٻن مصيبتن

More Books Visit : www.iqbalkalmati.blogspot.com



جي ور چڙهيل آهن (I) فطرتي عمل: جنهن ۾ وري چار مکيه عوامل آهن: (1) وقت (2) آفتون (3) آبهوا (4) وڻ ٻوٽا ۽ جانور ۽ جيت ۽ ٻي مصيبت خود ماڻهو آهي، جو بيشمار سببن جي ڪري آثارن کي نقصان رسائي ٿو. هرمادي جي اجزائي ترڪيب ۾ ڪي ڪمزوريون رکيل آهن (ڪن مادن ۾ گهٽ ته ڪن ۾ وڌ) جي وقت گذرڻ تي مختلف ڪيميائي رد عملن ۽ يا ڳَلي (Technical) دٻاءَ سبب ڇڙوڇڙائپ جو شڪار ٿين ٿا، ان ڪري آثارن ۾ بگاڙ پيدا ٿئي ٿو. (II) قدرتي آفتون جن ۾، ٻوڏون، زلزلا، گدلاڻ يا طوفان وغيره شامل آهن. اهي آشوب جيتوڻيڪ عام نه آهن، تنهن هوندي به تمام وڏي تباهيءَ جو ڪارڻ ٿي سگهن ٿا. بلڪ لمحن ۾ لس ڪيو وڃن. (III) آبهوا جا اثرات قدرتي آفتن جيترا هاڃيڪار نه هوندا آهن پر لڳاتار هئڻ ۽ گهٽا هئڻ جي ڪري آثارن کي ڪمزور ڪرڻ جو مکيه ڪارڻ ڇئي سگهجن ٿا. گرمي پد، اضافي گهم، آڌوڪائي، هوا، گرمي، سردي، جبل، ماتريون، نسبتي اوچايون، ٻيلا، پاڻيءَ جي ويجهڙائپ وغيره اهڙا عنصر آهن، جيڪي وسيع آب و هوا ۾ محدود آب و هوا پيدا ڪن ٿا، جنهن ڪري نم گير (Hygroscopic) مادا جزوي طور اسفنج يا ڏوئي وانگر ڪم ڪن ٿا، تنهنڪري سوس ۽ ڦوندڙ جو عمل ٿئي ٿو، جنهن سان مادن جي طبعي ساخت متاثر ٿيڻ لڳي ٿي. چاڪاڻ ته منجهن ڳَلي (Mechanical) دٻاءُ پيدا ٿئي ٿو، ۽ پوءِ پچڻ، ٽٽڻ، ڏرڻ، چيرجڻ، ڦٽڻ، ٽڙڪڻ، مڙڻ يا جُهلڻ وغيره جهڙا عمل ٿيندا آهن. ٻيا عناصر آهن برسات ۽ پارو جن جي ڪري ڪيميائي رد عمل ٿئي ۽ نامياتي اوپڙ يا نشونما ٿئي، تنهن کان سواءِ اِنجماد يا بستگي (condensation) پاڻيٺ مٿي چڙهڻ خاصيت (Capillarity)، ڪلورائپ (Chlorination) ۽ آلودگي (Pollution) ۾ به اضافو ٿئي، جي بهرصورت آثارن لاءِ مضر هوندا آهن. ساهوارا، وڏا توڙي ننڍا، جيت، پکي، ڪيڙا ماکوڙا ڪوئا، چمڙا ۽ ٻيا انيڪ قسم سپ آثارن لاءِ هاڃيڪار آهن.

اسان جي مشاهدي ۾ ٻيا سپ هڪ پاسي، ماڻهو ٻئي پاسي. انسان به در حقيقت قدرتي قوت (Force) آهي، جنهن جو جوڙ ٽوڙ ۾ شايد برابر جو حصو آهي. اسان پاران آثارن جي تباهه ڪاري بهرحال، پڇتاءُ جوڳو عمل بلڪ ڏوهه آهي. ٻوڏ جي حوالي سان سنڌو سونهاري کي ئي ڏسو ته جتي اسان لاءِ آب حيات ۽ من وسلويٰ جهڙيون نعمتون آڇيندي رهي آهي، تتي هن جاين ۽ جُوءِ جهورڻ ۾ به ڪسر ڪانه ڇڏي آهي. بلڪ شايد ائين سمجهڻ واڌارو نه ٿيندو ته جيترا آثار اڄ اسان کي ڏسڻ ۾ اچن ٿا لڳ ڀڳ اوترائي سنڌوءَ جي وهڪري سان وهي سمنڊ تائين لڙجي ويا هجن. انهيءَ سلسلي ۾ جابلو نئين به گهٽ نه ڪئي آهي، ڪئي ماڳ لوڙهي ويون، جن جو هينئر ڪو نشان ۽ شايد نانءُ به اسان کي معلوم نه آهي. مشاهدي مان ظاهر آهي ته ٻيا سپ عنصر هڪ پاسي، ماڻهو ٻئي پاسي. درحقيقت ماڻهو به خود طبعي قوت (Force) آهي، پر هو مجبور محض نه آهي. ماڻهوءَ جو آثارن جي بدحاليءَ ۾ شايد برابر جو حصو آهي، جو بهرحال، پڇتاءُ جوڳو عمل بلڪ ڏوه آهي. انساني عمل اڪثر سوچيل سمجهيل، ورلي نه پهه، ڪنهن مقصد، عادت، لاڙي، جذبي، وقتي ڪيفيت تحت هوندو آهي، آثارن جي حوالي سان ان جا انيڪ طريقا ۽ نظير آهن. مثلاً: بگاڙڻ، بد زيبو ڪرڻ، ڦٽائڻ، ڊاهڻ، پٽڻ، ڪارڻ، لتاڙڻ، چورائڻ، ڪجهه ڪيڻ يا شامل ڪرڻ، نقصان ٿيندي ڏسندو رهڻ، سنڀال ۽ سنوار ۾ دير ڪرڻ، لاغرضي ڏيکارڻ، غلط يا اڻپورو ڪم ڪرڻ، ڪم ڪرڻ ڇڏي ڏيڻ وغيره وغيره. ان لاءِ جُهاري، سياح، عام ماڻهو ۽ ادارا جوابدار ٿي سگهن ٿا. ماڻهو آثارن کي اولڙ سمجهي پيا لتاڙين، وٽن کي ڪسيرڪ سمجهي پيا لُوئين، اڏاوتن کي واريل وهيون سمجهي انهن تي پيا رنڊا رهڙين. ڪانئن ڪچڻ پچڻ وارو ڄڻ ته خاطي آهي. 1850ع واري ڏهاڪي ۾ جنهن برطانوي انجنيئر مجبوري ۽ ڪجهه اڻ ڄاڻائي سبب ملتان، لاهور ريل جي رستي جي تعمير دوران هڙپا جي دڙي مان سرون Ballast، ڪڪري طور استعمال ڪرڻ لاءِ ڪڍايون هيون، سو ته اڄ تائين پيو لوئجي پر اسان قديم آثارن جي سرن ۽ مصالحي مان نه رڳو پنهنجون جايون جوڙايون پر سڄا ڳوٺ اڏي ڇڏيا. ماڻهن نهيل جڙيل آثارن ۾ پنهنجا گهر، اوطاقون آباد

More Books Visit : www.iqbalkalmati.blogspot.com



ڪيون پر ڪنهن کي بہ ڪجھ ڪونہ ٿيو. ڪن سرڪاري رٿائن تحت آثارن جي مٿان شهر ۽ ڪالونيون تعمير ڪرايون ويون. انهن مان ڪي واسطيدار ادارن جي آشيرواد سان نهيون، پر جي ڪنهن حفظ ماتقدم طور ڪو ڪيس يا فرياد ڪري وڌو تہ فيصلو فريادي جي ڪِچي ۾. قديم آثارن جي تحفظ جي بجاءِ جڻ تہ ناجائز قبضي ڪرڻ جي سند جاري ٿي وئي. ان ڪري ڪاهوُ جو دڙو، پراڻي بدين، لهم جو دڙو، پڪو قلعو، چوکنديءَ جا ڪنارا، مڪليءَ جا ڪي حصا، جهڪڙ جو پرپاسو غلط قبضن جي ور چڙهي ويا. ٻيا بہ ڪيترا آثار انهي لپيٽ ۾ اچڻ وارا آهن. سڀ کان وڏيڪ تباهہ ڪن انساني عمل، جنگ ۽ آتش زني آهن. سوال آهي تہ اهڙن انيڪ تباهہ ڪار سببن هوندي آثارن، جن کي پاستان شناس انهيءَ پيرسن پُرش جيان سمجهندا آهن، جنهن کي هڪ ئي وقت پرگهور، پرورش، مدارت ۽ دوا دارون جي ضرورت هجي ٿي، چا چا ڪري سگهجي پيو. ماڻهو تہ لالچ ۽ خود غرضيءَ جي ڪري دڙن تي ڪيڻ ڦيرائڻ، شهرن ۽ ٻهراڙين ۾ ڪُهنين عمارتن کي ڊاهي پٽ ڪرڻ ۽ اتي نيون جايون يا پلازا ڪڙا ڪرڻ جا منصوبا پيا ناهين. ان ڪري رهيل آثارن جي موجودگيءَ جو فائدو اسان کي تڪڙا سهنجا ۽ نسبتاً سستا قدم کڻي، انهن کي مڪمل دستاويزي صورت ۾ محفوظ ڪري سگهون ٿا. اهو ڪم سرڪاري ۽ غيرسرڪاري ادارا يا انجمنون ڪري سگهن ٿيون. انهن جي درست حالي يا مرمت رڳو انهن جي وجود کي ڪجھ وڏيڪ عرصي تائين قائم رکي سگهن ٿيون ۽ بس ڪن ملڪن ۾ دنيا ۾ جنگي يا ڪن ٻين آسماني آفتن سبب ڊٺل آثارن کي ساڳي ماپ ۽ شڪل ۾ توري تڪي مادي يا مصالحي جي ڦيرڦار سان وري ڪڙو ڪيو ويو آهي، پر اسان تہ اهڙو خواب ڏسي نٿا سگهون. البت ڪي ادارا اسان وٽ بہ مثالي ڪم ڪري چڪا آهن (مثال ملتان وغيره ۾).

في الحال ٽي صورتون آهن:

1. دڙن جي مڪمل يا ضرورت آهر ڪوتائي: هي ڪم واسطيدار محڪمہ، ملڪي يونيورسٽيون، قديم آثار جي تحفظ لاءِ تنظيمون يا ٻاهرين ملڪن جون ٻاريون يا وري انهن مان ڪي بہ گڏجي ڪري سگهن ٿيون، انهن مان نڪتل نوادرات کي موجوده يا نون قائم ڪيل عجائب گهرن ۾ تحقيق لاءِ رکي سگهجن ٿيون، ۽ انهن جي حالت بہ سڌاري سگهجي ٿي.

2. بيٺل عمارتن ۽ اڏاوتن جا تفصيل ۽ تصويرون تيار ڪري رڪارڊ تيار ڪجي ۽ سڄو مواد ڪتابي صورت ۾ آڻي ڇڏجي. اهو ڪم يونيورسٽيءَ ۾ زير تربيت ڪن شعبن جي شاگردن کان Tutorials مونوگراف (Monographs) خاص نوشتن جي صورت ۾ بہ ڪرائي سگهجي ٿو.

3. سڀ کان سستو ۽ سولو پر آخري حيلو اهو آهي تہ سنڌ جي سيني (ڪوشش ڪري) آثارن جا نالا، انهن جو مڪمل پتو، ماپون ۽ انهن جو صحيح يا اندازي موجب وقت ڄاڻائي اهڙيون ياداشتون تيار ڪجن ۽ انهن کي بہ ڪتابي صورت ڏجي. جن جون تصويرون هٿ اچن، سي بہ شامل ڪجن، ٻين جون ڪوشش ڪري ڪيرائي ونجن. هي ڪم ڪن درد رکندڙ يا لکڻ پڙهڻ وارن ڪيو آهي، پر اهو مختلف ڪتابن، رسالن اخبارن وغيره ۾ آهي ۽ شايد ڪنهن بہ هڪ هنڌ گڏ ٿيل ڪونہ هوندو. انهيءَ سڄي پڪڙيل ڪم کي سهيڙڻ ۽ ڇاپڻ سولو ڪم هجي بہ ڪٺي، پر وڏو ڪم بہ آهي: ڇاڪاڻ تہ سنڌ وڏي آهي ۽ آثار هزارين. نہ هڪ ماڻهو ڏسي سگهندو، نہ تفصيل ڪٺا ڪري سگهندو. اهڙو ڪم ادارا ڪري سگهن ٿا. سال ڪن جو ڪم ٿيندو، پر جي ڪنهن بہ ريت ٿي وڃي تہ اڳتي لاءِ بنياد جو ڪم ڏيندو.

انهيءَ آسري ۾ نهاريندي نهاريندي تہ من ڪو محڪمو، ڪو ادارو، ڪا جماعت ٻوٽو ٻاري، سٺ سالن کان مٿي عرصو گذري ويو، انهيءَ وچ ۾ انيڪ آثار زمين بوس ٿي ويا، جن مان ڪن جا تہ شايد اسان وٽ نالا بہ نہ هجن. ڪنهن کان بہ ڪو جامع ۽ سيبتو ڪم ٿي ڪونہ سگهيو.

بهرحال، هن ڪتاب تي ڪم شروع ڪرڻ کان اڳ، اسان واسطيدار ادارن سان ملڻ جي هڪ

More Books Visit : www.iqbalkalmati.blogspot.com



ناڪامياب ڪوشش ڪندي ڪانئن تعاون حاصل ڪرڻ جي لاءِ ملاقاتيون ڪيون، پر هر هنڌان جواب ھڪڙو مليو تہ ان ڪم لاءِ بجيٽ نہ هئي. خبر نہ آهي تہ ويچارن آثارن جي بجيٽ ثقافت جي ڪنهن خاني ۾ هوندي بہ آهي يا نہ. اسان ڪي ٻن ڪمن لاءِ تعاون گهربل هو. (1) سر زمين تي وجي آثار جي حالت ڏسي احوال لکڻ (2) موجود وسيلن جي مدد سان تصويرون، فلمون، نقشا وغيره تيار ڪرڻ تہ جيئن ڇپجڻ لاءِ مستند مواد ڪٺو ٿي سگهي. انڪار بعد اسان لاءِ بہ واٽون هيون (1) بس ڪري بجيٽ بابت سوچيون، 2. جهڙو تهڙو ڪم ڪري ونجي. پوئين واٽ اسان لاءِ نسبتاً سولي هئي. بس پوءِ ٿيو ائين، جو مختلف وقتن تي مختلف ليکڪن جون لکڻيون (ڪتابن، رسالن، اخبارن، مسودن وغيره مان) ڪٺي، بعضي انهن ۾ يا الڳ پنهنجي ٿوري ٿڪي ٻڌ سڌ ملائي مواد جمع ڪيوسون. اهڙين حالتن ۾ نہ رڳو معمولي سَهُون، پر غلطين جا امڪان رهجي ويندا آهن. ڪٿي ڪٿي وقتن، سنن، تاريخن، ماپن، طرفن، مفاصلن، وقوعہ يا هنڌن، رنگ، روپن، استعمال ٿيل معماري مسالن، نالن، اصطلاحن، وغيره ۾ مونجهارا ضرور هوندا. بعضي ساڳي شيءِ لاءِ مختلف ليکڪن جا تفصيل الڳ يا متضاد ٿين ٿا. ان وقت ڪنهن ڪي قائم رکجي سو مشڪل آهي. بهرحال، ڪي مضمون ڪارائتا بہ هوندا. ٻوليءَ ۾ اڪثر عبارتون زمان حال ۾ آهن، جڏهين تہ اهي سر زمين تي وجي لکيل نہ آهن، بلڪہ ڪتابن تان ڪنيل آهن، جي اڌ مني صدي يا ڪڏهين تہ ڪيترين صديون اڳ جون لکيل آهن. ڪن حالتن ۾ اهي آثار موجود ئي نہ آهن. ان ڪري خود هن ڪم تي بہ ڪم ڪرڻ جي گنجائش آهي. سو ان ڪري جو هي ڪم اختصار جي صورت ۾ آهي.

انهن سڀني ڪمزورين جي باوجود، هن مواد ۾ ڪيترائي نوان يا اڳ اڻ ڄاتل اسم بہ شامل آهن ۽ باقي بہ گهٽ ۾ گهٽ هڪ هنڌ ڪٺا تہ ٿيا آهن. ان ڪري اميد آهي تہ هي ڪتاب اڳتي اهڙي قسم جي ڪم ڪندڙن لاءِ ڪنهن حد تائين ڪارڪر ثابت ٿيندو.

سيد حاڪم علي شاهہ بخاري
محمد عثمان ميمڻ

More Books Visit : www.iqbalkalmati.blogspot.com



**ماڳ جو نالو:** **آباد وارو دڙو.**
ماڳ جو قسم: دڙو.
ماڳ جو هنڌ: 55" 10' 69° اوڀر 0" 36' 27° اتر_ ڳوٺ آباد، تعلقو روهڙي ضلعو سکر.
ماڳ جو دور: سنڌو تهذيب/ ڌاتو پاهڻي دوَر

هي ماڳ دڙي جي صورت ۾ ڳوٺ سهتيجو کان ڏيڍ کلو ميٽر اتر ۾ ڳوٺ هتري کان 2 کلوميٽر اتر_ اولهه ۾ ۽ 35 کلو ميٽر روهڙي جي اوڀر ۾ آهي. دڙو 590 ميٽر ڊگهو ۽ 150 ميٽر ويڪرو آهي. ٺڪر جي وٿن ۾ هڪ ٺڪر تي اٺ جي خوبصورت شڪل کان سواءِ ٻين جانورن جي شڪلين جو ٺڪرائو مليو آهي. پٿر جون وٿون ٽامي ۽ ڪنجهي جي وٿن سان گڏ ملن ٿيون. ان کان سواءِ سرن جا ٽوٽا، چلمن جا ٽڪرا، پڪل چوڙيون، ڪنن جون واليون وغيره ملن ٿيون.

**ماڳ جو نالو:** **آدم ڏر**
ماڳ جو قسم: قديم غار
ماڳ جو دور: ڌاتو پاهڻي(؟)
ماڳ جو هنڌ: رني ڪوٽ جي موهن گيٽ کان اولهه اوتر ۾ اٽڪل 8 کلو ميٽر پري ڏاڦري جابلو سلسلي وٽ.

هيءَ هڪ قدرتي غار آهي، جنهن جي مُنهن تي آمريءَ دوَر جو ٺڪرائو موجود آهي. توڙي هتان ڪوبہ پٿري چاقو ڪونہ مليو، پر اتي ئي گوربندي جبل ۾ تاريخ کان اڳ جو هڪ گبربند مليو آهي. اتان پٿر جو چاقو مليو آهي. گوربندي ۽ آدم ڏر جي وچ ۾ ٽن ڪلوميٽرن جو فاصلو آهي. هي غار هن وقت ڪنهن بہ ڪم جو ڪونہ آهي، سواءِ ان جي تہ اوچتي برسات ۾ اس کان چپر ڇانءَ مهيا ٿئي.

**ماڳ جو نالو:** **آدم خان مريءَ جو مقبرو**
ماڳ جو قسم: مقبرو
ماڳ جو دوَر: 1211 ھ
ماڳ جو هنڌ: کپري کان اٽڪل پنج ميل ڏکڻ طرف ڳوٺ ڪاٽي راجڙ ڏانهن ويندڙ رستي تي.

احوال: ٽنڊي آدم جي باني آدم خان مريءَ جو مقبرو کپري کان پنج ميل ڏکڻ طرف آهي. قبي جي اندران توڙي ٻاهران بهترين چٽساليءَ جو ڪم ٿيل آهي. چوڌاري ڪلر سبب پاڙون ڪاڄي ويون آهن. اندران ڪلمہ طيبہ ۽ قرآني آيتون سهڻي نموني لکيل آهن. چٽسالي ڪندڙ حاجي محمود نقاش آهي، جيڪو هالا ڪندي جو وينل هو. قبي جي اندر اولاهين پاسي ڪم جي نگراني ڪندڙ حافظ عبدالشڪور جو نالو لکيل آهي. دروازي تي ڪاشيءَ جي سرن جو ڪتبو لڳل آهي، جنهن تي سن 1211 ھ لکيل آهي. قبي جي اندر ٻہ قبرون آهن. قبي جي مٿان ۽ پٽين تي چن جو پلستر ٿيل هو، جيڪو سڄو لهي چڪو آهي.

**ماڳ جو نالو:** **آدم شاھ جو مقبرو**
ماڳ جو قسم: مقبرو
ماڳ جو دور: ڪلهوڙا دور
ماڳ جو هنڌ: آدم شاھ جي ٽڪري، تعلقو ضلعو سکر.

احوال: آدم شاھ ڪلهوڙو، ڪلهوڙن جي سياسي زندگيءَ جو وڏو معتبر نالو آهي. جيڪو ڪافي عرصو مغلن وٽ قيد رهيو ۽ ڪيس قتل ڪيو ويو. سندس مڙھ ملتان مان آڻي هن ٽڪريءَ تي دفنايو ويو، جنهن کي بعد ۾ آدم شاھ جي ٽڪري ڪري سڏيو ويو. مقبرو چوڪندو آهي. ٻاهران ٻاهران سندس ماپ 8' 29° 8x 29° 29 فوٽ آهي، ۽ اوچائي

More Books Visit : www.iqbalkalmati.blogspot.com



$6^{0\,'}$ 42 فوٽ آهي. مقبرو ڏکڻ منهن آهي. دروازي جي ماپ $5^{0\,'}$ 8 فوٽ آهي. ڪلهوڙا دور جي هيءَ اڏاوت ميان غلام شاهه ڪلهوڙي جي ٺهرايل آهي. ملتان جي نواب محمد آقا، ميان صاحب کي 1598ع ۾ شهيد ڪرايو. انگريزن طرفان 1890ع کان 1914ع تائين هن زيارتگاهه تي بندش پيل هئي. هن مقبري جي وقت به وقت مرمت ٿيندي اچي ٿي. مقبري ۾ اندر ٽي قبرون ٻيون به آهن. آدم شاهه جي قبر جي اڀرندي طرف اڪرم شاهه جي قبر آهي، چون ٿا ته اڪرم شاهه آدم شاهه جو پاءُ هو. ٻي قبر تي ڪتبو ڄام فيروز ٽالپور جي نالي جو لڳل آهي، جنهن تي وفات تاريخ 1214ھ لکيل آهي. ٽين قبر شهباز خان "گل انداز" جي آهي، جيڪو اصل حيدرآباد جو وينل هو.

**ماڳ جو نالو:** **آڏت جو دڙو/ آدات جو دڙو**

ماڳ جو هنڌ: $190^{'}$ $270^{0}$ اتر ويڪرائي ڦاڪ $68^{'}$ $01^{0}$ اوڀر ڊگهائي ڦاڪ. باڊهه شهر کان ڏکڻ اولهه هڪ ڪلوميٽر ضلعي لاڙڪاڻي، ميهڙ- باڊهه رستي تي.

ماڳ جو دور: هڙاپا دور.

تعارف: دڙي جي صورت ۾ آهي. مسٽر ڊڪشت 1925ع ۽ مسٽر مجمدار 28- 1927ع ۾ کوٽائي ڪئي. هتان اڏاوتن جا نشان ڪونه مليا آهن. ڪي وٿون مليون آهن، جيئن عقيق جا مڻڪا، ٺڪرانو، ٺڪر تي ڪُتي جي تصوير وغيره. هي ماڳ هڙاپا دور جو ليکجي ٿو. هي دڙو 20 فوٽ اوچو آهي. ٺڪر چٽيل مليو آهي. ٽامي جي تار ۽ آر ٺڪر جون چوڙيون، ٺڪر جون مورتيون ملن ٿيون. تازي قبرستان جا نشان به آهن.

**ماڳ جو نالو:** **آدي خان ٻيدي خان جو مقبرو**

ماڳ جو قسم: مقبرو

ماڳ جو دور: ڪلهوڙن جي صاحبي

ماڳ جو هنڌ: ميان نور محمد ڪلهوڙي جو قبرستان- ڳوٺ ۽ ديهه ميان نورمحمد تعلقو دولتپور، ضلعو نوابشاهه. هن جي ڏکڻ ۾ اٽڪل هڪ ڪلوميٽر پنڌ تي نم جو ڳوٺ آهي. هن جي اوڀر ۾ اٽڪل هڪ ڪلو ميٽر جي پنڌ تي لنڊ کي ڪئنال وهي ٿو. اولهه ۾ ٻن ڪلو ميٽرن جي پنڌ تي ڳوٺ مقيم ڏاهري ۽ موري جو شهر، اٽڪل 16 ڪلو ميٽر نورمحمد ڪلهوڙي جي قبرستان کان پري آهي. هي ماڳ اتر ويڪرائي ڦاڪ $50^{"}$ $32^{'}$ $26^{0}$ ۽ اوڀر ڊگهائي ڦاڪ $48^{"}$ $4^{'}$ $68^{0}$ ڊگرين تي واقع آهي. هي مقبرو ڊيگهه ۽ ويڪر ۾ هڪ جيترو 5.65x5.65 ميٽر آهي، جڏهن ته وڌ ۾ وڌ اوچائي 10 ميٽر ماپي وئي. اڏاوت ۾ پڪيون سرون، گل گارو، گچ گارو، ڪاشيءَ جون سرون ۽ چن استعمال ٿيل آهي. مقبرو رٿ ۾ چوڪندو آهي. چار ڪندي ونگائين لنگهه مٿان گهڻ- راسيون ونگون پانيلن تي ٺهيل آهن. مهاڙي گهڻ- راسين ونگن ۽ مستطيل پانيلن سان ٺهيل آهي. هر پاسو مستطيل ۽ گهڻ- راسين ونگاون پانيلن سان مزين آهي. چار عدد برجيون مهاڙي واري پٽ تي، رنگين ڪاشيءَ جي سرن سان ۽ ٻيڙ ٻنو ڪنگرن سان سجايل آهي. اٺ ڪندي ڳچ (Drum) جي پلويڙن تي ڪاشيءَ جون ڪنگريون ٺهيل آهن. ڳچ جي مٿان اڌ گول گنبذ رکيل آهي، جنهن جي مٿان ڪوٽيءَ جو ابتو ٿيل گل ۽ ان گل جي مٿان ڪلس ٺهيل آهي، جنهن تي به ڪاشيءَ جو ڪم ڪيل آهي. اندر سڄي سجاوٽ پانيلن ۽ گهڻ راسين جي آهي. محراب جهڙا طاق اندر تي اوپر کان سواءِ هر طرف ڏنل آهن. مقبري جي گنبذي ڇت جو (Drum) ڳچ اٺڪندو آهي، جنهن جي هر ڪنڊ تي برجي آهي. مقبرو اندران روغن ٿيل آهي. گنبذ هن وقت سٺي حالت ۾ آهي. لنگهه وارو دروازو ۽ ڪنگرا ڪٿان ڪٿان ڊهي پيا آهن. هي مقبرو محڪمه آثارِ قديم وارن محفوظ ڪيو آهي.

**ماڳ جو نالو:** **آراڙو قبرستان**

ماڳ جو قسم: قبرستان

More Books Visit : www.iqbalkalmati.blogspot.com



ماڳ جو دور: ڪلهوڙا دور ۽ اڳ / 17 صدي عيسوي جو وچ.

ماڳ جو هنڌ: ديهہ آراڙو، تعلقو جوهي، ضلعو دادو، تپو بکر شهيد

هن ڪي پٿر قبا بہ چوندا آهن. هي قبرستان واهي پانڌي _ جو هي روڊ سان آهي. جوهي کان اٽڪل 13 ڪلوميٽر اولهہ ۾ پٽ سليمان کان اٽڪل 2 ڪلو ميٽر اتر تي آهي. روايت آهي تہ هتي ميان وال تحريڪ جا بہ سپوت عالم خان ۽ گنهور خان ٻئي ذات جا لنڊ دفن ٿيل آهن. تاريخ ۾ هن ماڳ جو ذڪر هيئن ٿيل آهي، تہ هي ماڳ ڪلهوڙن کان اڳ موجود هو. هتي ڪل نوَ مقبرا اڃا موجود آهن. جن مان پنج مقبرا پڪ سرا آهن. جڏهن تہ چئن جي مٿان گنبذ موجود ڪونہ آهي. صرف هڪ رانڪ مڪمل نظر آئي جيڪا گنبذ سان ۽ لِتّل آهي. پنجن پڪ سرن مقبرن جا رڳو بنياد بچيا آهن. مڪمل رانڪ ۾ اندر بہ قبرون هيون، جيڪي چن گاري سان لَتل هيون. اندر گل چٽ نڪتل آهن. اندران ڪنڊ جوڙون (squinches) زمين کان مٿي چٽ ڏانهن نڪرن ٿيون. فرش بہ چن گاري سان لتل آهي.

هيون بہ ڪيترين قبرون چن گاري سان لتل ٺڙيل پڪڙيل آهن، جن تي گلڪاري ۽ نقش نڪتل آهن.

**ماڳ جو نالو:** **آري چنگهڻ (لٺ)** _ 1

ماڳ جو قسم: پاهڻي منارو

ماڳ جو دور: اسلامي (؟)

ماڳ جو هنڊ: ديهہ مول تعلقہ ٺاٺو بولاخان ضلعو ڄامشورو، اتر ويڪرائي ڦاڪ "30',68 $25^{0}$ اوڀر ڊگهائي ڦاڪ "70 27' $67^{0}$ تي واقع موجود آهي.

هي ماڳ هڪ پٿر جو اڻ گهڙيل منارو آهي، جيڪو 40 . 3 ميٽر اوچو ۽ ان جي ويڪر 30 . 1 ميٽر (قطر) آهي. هي ماڳ اڻ سروي زمين ۾ آري پير قبرستان کان اولهہ ۾ تقريبا ٻن ڪلو ميٽرن تي آهي ۽ ڏکڻ ۾ نئين مول اٿس. هي گول قسم جو، ڪتل پٿر آهي، جنهن تي عربي زبان ۾ ڪجهہ لکيل آهي. هندي ۾ بہ ڪا لکت اٿس. عربي لکت ڪوفي خط ۾ آهي. اصولي طور اِهو قبل از تاريخ جو هجڻ ڪپي پر عربي واري لکت هن مينار جي قدامت تي اثرانداز ٿئي ٿي. وڏي ڳالهہ تہ پٿر پر ۾ نهيل ڪروٽ جي اولهہ ۾ ليک آهي. عربي ۽ ٻين هندي اکرن تي تحقيق جاري آهي. بدر ابڙي صاحب سان گڏ هي ماڳ ڏٺو ويو. تحقيق هلي رهي آهي. اڳ ۾ هن ماڳ جو ڪٿي بہ ذڪر ٿيل ڪونہ آهي. (Dec 2006)

**ماڳ جو نالو:** **آري چنگهڻ (لٺ)** _ 2

ماڳ جو قسم: اڻ گهڙيل اُڀو ڪتل پٿر

ماڳ جو دور: قبل از تاريخ

ماڳ جو هنڌ: ديهہ مول، تعلقو ٺاٺو بولاخان، ضلعو ڄامشورو.

هي ماڳ آري چنگهڻ _1 کان اڌ ڪلو ميٽر جي پنڌ تي، هي هڪ وڏو قدرتي پٿر زمين ۾ ڪتل آهي، جنهن جو قطر 55 . 1 ميٽر ۽ اوچائي 0 . 28 ميٽر بيهي ٿي. مقامي ماڻهو هن ڪي روهي بہ چون. هن تي ڪابہ لکت وغيره ڪونہ آهي. هي ڇو ۽ ڇا لاءِ ناهي وئي، ان جو ڏس پتو نٿو ملي. هي ۽ ٻيون اهڙيون پٿر جون ڪتل لٺيون محققن لاءِ مواد آهن. اهڙن يادگارن لاءِ انگريزيءَ جو لفظ Menhir استعمال ڪري سگهجي ٿو.

**ماڳ جو نالو:** **آري پير چنگهڻ (لٺ)** — 3

ماڳ جو قسم: پاهڻي لٺ

ماڳ جو دور: قبل از تاريخ

ماڳ جو هنڌ: ديهہ مول، تعلقو ٺاٺو بولاخان، ضلعو ڄام شورو، اتر ويڪرائي ڦاڪ "62 30' $125^{0}$ اوڀر "68 28' $27^{0}$ 27

تي واقع موجود آهي. ماڳ آري پير مقام کان 3 _ 4 فرلانگ اتر_ اولهہ پاسي آهي.

هي پڪو پٿر مناري نما (لٺ) جنهن جي اوچائي 80 . 1 ميٽر، بنياد وٽ ويڪر 45 . 1 ميٽر چوٽي 15 . 1 ميٽر ٿولهہ 10 . 0 ميٽر ماپ جو زمين ۾ کتل آهي. چوڏاري ڪنڊن وارا ہوتا اٿس. هن تي ہيو ڪوبہ ثقافتي نشان ڪونہ هو. هنن منارن جي بابت اجا پوري ڄاڻ ڪانہ پئي آهي تہ اهي ڇو ۽ ڇا لاءِ کوڙيا ويا آهن. تحقيق جاري آهي.

**ماڳ جو نالو:** **آري پير قبرستان**

ماڳ جو دور: سترهين ارڙهين صدي عيسوي

ماڳ جو قسم: قبرستان

ماڳ جو هنڌ: ديهہ پتو مول، تعلقو ٺٽو بولاخان، ضلعو ڄام شورو. اتر ويڪرائي ڦاڪ 25°30'46" اوڀر ڊگهائي ڦاڪ 67°28'50" تي واقع موجود آهي.

هي قبرستان مول ڳوٺ جي اتر ۾ نون ميلن جي فاصلي تي موجود آهي. ويجها ڳوٺ جان محمد دريش ۽ شير محمد سهنو اٿس. هتي ڪجهہ قبرن تي اڪر جو ڪم ٿيل آهي جيڪي پٿرايون آهن ۽ ٻيون عام قبرون بہ آهن. 5 قبرون هڪ ٿلهي تي ٺهيل آهن. جن تي گل ٻوٽا چٽيل آهن. هن وقت نيون قبرون ۽ قبا جڙي رهيا آهن. قبرستان اٽڪل ڇئن ايڪڙن تي پکڙيل آهي.

**ماڳ جو نالو:** **آسورن جو دڙو**

ماڳ جو قسم: دڙو

ماڳ جو دور: قبل از تاريخ/ سنڌو تهذيب

ماڳ جو هنڌ: بدين شهر کان 5 ميل اتر_ اولهہ. ديهہ پنو، تپو پنو، لڳ ڳوٺ حاجي لڪانو ساريو.

هي ماڳ آسورن جي نالي پويان آهي، هي اصلي دراوڙ هئا ۽ آرين سان مهاڏو اٽڪايو هئائون. رگويد ۾ هنن لاءِ آرين برا لفظ ڪتب آندا آهن. هي دڙو زمين کان چار فوٽ مٿي ۽ ايڪڙ ڪن جي ايراضيءَ ۾ پکڙيل آهن. هي شهر رڻ دريا جي ڪناري تي آباد هو. مٺاڄري ٺان سرن جا اڏڙ، ٺڪرائون ٽامي جا ڪٽيل سڪا ۽ اگر جهجهي تعداد ۾ مليا آهن. هي بستي ڪلهوڙن جي ڏينهن ۾ ڦٽي. اگرن جو گهڻو تعداد ٻڌائي ٿو تہ هن شهر ڪي باهہ ڏنل آهي.

**ماڳ جو نالو:** **آسو ڪاجي ٽڪري**

ماڳ جو قسم: دڙو

ماڳ جو دور: ٻڌ ڌرم

ماڳ جو هنڌ: ديهہ تپو انڙپور، تعلقو ڪوٽڙي، ضلعو ڄام شورو.

هي دڙو انڙپور کان هڪ ميل جي مفاصلي تي آهي. هتي ماٺهو وڃڻ کان ڊڄن ٿا ڇو جو مقامي ماڻهن روايتون قائم ڪري رکيون آهن تہ هتي جيڪو ويندو اهو مري ويندو. جيئن نالي مان ظاهر آهي تہ هي ٻڌ ڌرم جو ماڳ آهي. هتي چوڌاري ٺڪرائو پکڙيل آهي. هن وقت هتي قبرستان ٺهي چڪو آهي. ان لاءِ دڙو ختم ٿيندو پيو وڃي.

**ماڳ جو نالو:** **آگياري** (Tower of Silence)

ماڳ جو قسم: زردشتي مذهبي مقام

ماڳ جو دور: 1847ع _ 1875ع

ماڳ جو هنڌ: هڪ آگياري پاڪستان چوڪ ۽ ٻي صدر ڪراچيءَ ۾.

هيءَ اها جڳهہ آهي، جنهن کي پارسي پنهنجي مردن لاءِ آخري آرام گاهہ طور استعمال ڪندا آهن. هي هڪ گول پليٽ فارم آهي، جنهن جي درمياني گولائي 300 فوٽ ٿئي ٿي. ان جي سطح پٿرن جي بلاڪن ۽ سيمنٽ سان تيار ڪئي ويندي آهي. ان گولائي کي ٽن حصن ۾ ورهايو ويندو آهي. پهرين مردن لاءِ، ٻي عورتن لاءِ ۽ ٽين ٻارن لاءِ. پليٽ فارم تي چڙهڻ لاءِ هڪ رستو

More Books Visit : www.iqbalkalmati.blogspot.com



فوٽ پاٽ نموني جو ٺئي ٿو. انهيءَ پليٽ فارم جي وچ ۾ هڪ اونهو کوهه ٺهيل آهي، جنهن جي اونهائي 150 فوٽ ٿيندي آهي. ان جون پٽيون ۽ فرش پڪي بلاڪ جو ٺهيل هوندو آهي. کوهه جي اندروني سطح تي سوراخ موجود هوندا آهن. جتان مينهن جو پاڻي اندر داخل ٿيندو آهي ۽ پوءِ اهو پاڻي زير زمين موجود چٽن نالين سان ڳنڍيل هوندو آهي، جيڪي وري چٽن کوهن سان ڳنڍيل ٿين. جنهن جي هيٺين سطح تارڪول ۽ واري سان ڍڪيل هوندي آهي. مذڪوره کوهه جي مٿان مردي کي بنا ڪپڙن جي رکيو ويندو آهي. ٻن ٽن ڪلاڪن ۾ ڳجهون ان جو ماس پٽي وينديون ۽ هڏين کي کوهه جي سوراخن ۾ اڇلايو ويندو آهي.

هتي ڪراچيءَ ۾ اهڙيون ٻه آگياريون آهن. هڪ ننڍي ۽ ٻي وڏي. ڪراچي ۾ 2000 ڪن زردشتي رهن ٿا.

**ماڳ جو نالو:** **آمري**

ماڳ جو قسم: دڙا.

ماڳ جو هنڌ: 10' 26⁰ اتر ويڪرائي ڦاڪ 01' 68⁰ ڊگهائي ڦاڪ تي آمري شهر کان اتر_ اتر اولهه اٽڪل 250 ميٽرن تي سيوهڻ_ ڪوٽڙي روڊ جي پرسان ڄامشوري ضلعي ۾. انڊس هائي وي جي ٻنهي پاسي.

ماڳ جو دور: صفا مٿيون تهه اسلامي دور_ گهٽو ڪري مغل دور. ٻئي تهه ۾ جهڪر ۽ جهانهون دڙي / سنڌو سڀيتا. ٽيون تهه آمري ثقافت سان لڳاپيل.

تعارف: فرانس جي قديم آثارن جي ڄاڻن پاڪستاني قديم آثارن جي محڪمي جي تعاون سان 1959ع کان 1962ع تائين کوٽايون ڪيون. اوپر واري دڙي مان ٽي رهائشي تهه کوٽيا. صفا مٿئين تهه مان اسلامي خاص طور تي مغل دور جا آثار مليا آهن. هن دور جون اڏاوتون گهٽو ڪري ڪچين سرن جون آهن، پر پڪيون سرون به مليون آهن. ٻئي تهه مان ٽئين سهيسر ق_ م جا آثار ملن ٿا. مٿان مليل ٺڪراني کي جهڪر ۽ جهانهون جي ٺڪراني سان پيتي سگهجي ٿو. ٽئين تهه مان ساماٽل سنڌو سڀيتا جي وٽن جهڙيون وٽون مليون آهن. هنن آثارن سان گڏ پڪين سرن جو هڪ خانو مليو آهي. جيڪو ڪوري طور ڪم آندل ٿي ڏٺو. هن کان هيٺ جيڪي شيون مليون آهن، تن کي آمري ثقافت سان لاڳاپيل سمجهجي ٿو. آمري دور جو ٺڪرانو گهٽو ڪري چڪ تي لٿل آهي. پر ڪجهه هٿ سان ٺهيل ڪينگو ٺڪرانو به ملي ٿو. ڪوري زمين جي مٿان موجود ثقافتي ڪٽي کي ڇڏي، باقي مڙني تهن ۾ اڏاوت جا آثار ملن ٿا. هتي اهڙيون اڏاوتون به مليون آهن، جيڪي چوڌاري بند آهن. نه در نه دري. هي شڪل ۾ چورس آهن. هنن ڪوٺين ۾ هڪ ٿلهي ۽ کهري نادي رکيل هئي، جنهن جي تري ۾ رک، جيڪا ڄمي سيمنٽ ٿي وئي؛ سا پيل هئي. ناديون گهٽو ڪري پڳل هيون. ان مان سمجهجي ٿو ته شايد ڪي ساميون هيون جن جي نادين ۾ رکيل هاني هوندي.

ٻئي تهه مان ملندڙ ٺڪرانو ڳاڙهي رنگ جو جنهن تي ڪاري_ تي ڳاڙها پٽا آهن. اهو مشهور سنڌوءَ وارو ٺڪر آهي. ان کان سواءِ سنهي پٽ سان، ننڍي ڳچيءَ واري ٿانون جو ٺڪر، ڳاڙهسري_ ناسي پٽن سان، اندران چاڪليٽي ليڪون ٺڪتل ٿانون وارو ٺڪر ملي ٿو. دنيا ۾ "آمري ٺڪر" کي الڳ سڃاڻپ آهي. هن قسم جو ٺڪر بلوچستان جي به ڪيترن ماڳن تي مليو آهي. ميٽوڙي رنگ (Pale) جو ٺڪر جنهن تي مختلف نموني جا چٽ ٺڪتل هجن سو آمرڙ: ٺڪر طور سڃاپجي ٿو. هي ٺڪر چڪ تي لٿل آهي. هتي مسٽر ميجمدار به کڏا کوٽيا هئا.

**ماڳ جو نالو:** **آمريءَ جو مقام**

ماڳ جو هنڌ: ڊگهڙيءَ کان 16 ڪلو ميٽر ڏکڻ اوپر دريائي ڦاٽ پراڻ جي ڪپ تي

ماڳ جو قسم: قبرستان

ماڳ جو دور: 11 صدي عيسوي/ مسلم دور

احوال: 11 هين صدي عيسويءَ ۾ هن علائقي تي قرامطي خاندان جي حڪومت ملتان تائين هئي. هي

More Books Visit : www.iqbalkalmati.blogspot.com



ماڳ مڪليءَ کان 300 سال پراڻو آهي. روايت آهي تہ محمود غزنوي هتان، سکر ۽ شڪارپور کان ٿيندي موٽيو هو تہ سندس لشڪر ۾ وبا پکڙجي وئي ۽ هزارين فوجي مري ويا، جن کي اجتماعي قبرن ۾ دفنايو ويو. غوث بهاءُ الدين ذڪريا هتي چلو بہ ڪڍيو. گدامڙيءَ جو وڻ ڪنهن بزرگ لڳايو هو، جنهن جي اڳتي هلي پوڄا ٿي تہ عبدالرحيم گرهوڙي ان کي وڍائي ڇڏيو. مشهور هندو پڳت هنس نارائڻ جي سماڌي ۽ مندر بہ هتي آهي.

قبرستان جي حالت زبون آهي، ڪنهن بہ اداري جي سنڀال هيٺ ڪونہ آهي. ڪلر جي ڪري هتان جون سڀ تربتون ۽ مقبرا ختم ٿي ويا آهن. هڪ مقبرو ڪجهہ حال ۾ آهي، جنهن اندر چتساليءَ جا نمونا بيٺل آهن. هن قبرستان ۾ ستن ماموين جون قبرون پڻ موجود آهن، جن تي ڦرهي (ٻارن واري) جا نشان اڪريل آهن. هتي شاهہ ڪريم جي دور جو ميهار فقير نوهڙي بہ دفن آهي. هي قبرستان 10 بلاڪن تي پکڙيل آهي.

**ماڳ جو نالو: ابڙا قبو**

ماڳ جو قسم: مقبرو

ماڳ جو دور: ڪلهوڙا دور

ماڳ جو هنڌ: هي مقبرو محمد خان وگهيو ڳوٺ، ديهہ 33 داد تعلقو ۽ ضلعي نواب شاهہ ۾ آهي. مقبري جي اوڀر ۾ ٻن ڪلو ميٽرن تي ڳوٺ الهہ رکيو ڪانيو، الهندي ۾ 200 ميٽرن تي قاضي احمد_ نواب شاهہ روڊ، ان جي اتر ۾ هڪ ڪلو ميٽر پنڌ تي غلام حسين وگهيو ڳوٺ ۽ 9 ڪلو ميٽر اولهہ ۾ قاضي احمد جو شهر اٿس. هي ماڳ اتر ويڪرائي ڦاڪ 2 152 26 ۽ اوڀر ڊگهائي ڦاڪ 4 124 68 ڊگرين تي موجود آهي. هي مقبرو اتر ڏکڻ ڊيگهہ ۾ 90 .4 ميٽر ۽ اوڀر اولهہ ويڪر ۾ 90 . 4 ميٽر، وڏ ۾ وڏ اوچائي 8 ميٽر اٿس. اڏاوت ۾ پڪيون سرون، گل گارو، ۽ چن گارو استعمال ڪيل آهي. مقبري کي اوڀر ۾ ونگائون سينگاريل لنگهہ آهي. مهاڙي سميت چارئي پاسا ونگاون پانيلن سان آهن. هر ڪنڊ تي هڪ برجي ٺهيل آهي، ٻيڙ ٻنا ڏنل آهن. گنبذ اٺڪنڊو آهي، جنهن جي مٿان ابتي ڪنول جهڙي اڏاوت ٿيل آهي. اندران توڙي ٻاهران گنبذ چن سان لنبيل آهي. ان تي ٿيل رنگ ۽ روغن وقت گذرڻ سان جهڪو ٿي ويو آهي. مقبري ۾ اندر ٽي جارا ٽن پانيلن سان اتر ۽ اولهہ ۾ ٺهيل آهن. هر ڪنڊ تي هڪ اڏاوت ٺهيل آهي جنهن جي ڪري گنبذ اٺڪنڊو ٿي بيٺو آهي نہ تہ هجرو ڏيک ۾ رٽ ۾ چوڪور آهي. ڪنڊن جوڙون (squinches) ۾ خصي ونگون مختلف آلو رنگ (fresco) سان سينگاريل آهن. اندر کي آبي رنگ سان تصويرون نڪتل آهن. هڪ تصوير ۾ جنگ جو ميدان ڏيکاريو ويو آهي، جتي هڪ ماڻهو هڪ هٿ ۾ تلوار ۽ ٻئي هٿ ۾ ڍال سان ڏيکاريل آهي. پس منظر ۾ ڪجهہ لاشا ڏيکاريل آهن. ٻي تصوير ۾ هڪ ماڻهو نغارو ۽ ٻيو ماڻهو توتارو وڄائي جنگ جو اعلان ڪري رهيا آهن. گلڪاري، وڻڪاري ۽ ڪجهہ پکين جون تصويرون بہ چٽيل آهن. هن وقت مقبري جي حالت سٺي ڪونہ آهي جو ان جي سار نہ لڌي ويئي آهي. جتان ڪٿان پلستر اکڙي ويو آهي. خاص قسم جون تصويرون اجڙي رهيون آهن.

**ماڳ جو نالو: ابل ويسر وارو دڙو**

ماڳ جو قسم: دڙو

ماڳ جو دور: اسلامي دور

ماڳ جو هنڌ: ٺريءَ جي ڳوٺ کان ٽن ميلن تي ديهہ سانيو، تعلقو ميرواهہ ضلعي خيرپورميرس ۾ .

هي هڪ وڏو دڙو آهي، جيڪو اوچائيءَ ۾ 15 کان ويهہ فٽ ٿيندو. ٽن ڇئن ايڪڙن تي ڦهليل آهي. گهڻو حصو زرعي آباديءَ هيٺ اچي چڪو آهي. مٿاڇري تي ٺڪراٺو اسلامي دور کان ٿورو اڳ ۽ اتي جي شروع واري زماني سان پيٽي سگهجي ٿو. هن جي کوٽائي ٿيل ڪانہ آهي.

**ماڳ جو نالو: ابوالحسن مسجد.**

ماڳ جو قسم: اڏاوت

More Books Visit : www.iqbalkalmati.blogspot.com



ماڳ جو دور: ٻارهين صدي هه جو وچ

ماڳ جو هنڌ: مخدوم ابوالحسن جو مقام ـ ديهه اين ـ 69، تعلقو ۽ ضلعو نواب شاهه. هن جي اوڀر ۾ حاجي عمر سيٺار ڳوٺ، هن جي اتر ۾ 300 ميٽرن تي غلام حسين ڏاهري ڳوٺ ـ اولهه ۾ 11 ڪلو ميٽرن تي دوست محمد پنهور ڳوٺ ـ نوابشاهه جو شهر هن جي اتر ۾ 35 ڪلو ميٽرن تي ڏکڻ ۾ ـ ڏکڻ ۾ ابوالحسن مائيز به آهي. هي ماڳ اتر ويڪرائي ڦاڪ 26° 30' 20" ڊگريون، اوڀر ڊگهائي ڦاڪ 68° 16' 50" ڊگرين تي آهي. هن جي ڊيگهه 40 . 7 ميٽر، ويڪر 10 . 6 ميٽر ۽ اوچائي 8 ميٽر آهي. هن جي اڏاوت ۾ پڪيون سرون، ڪچيون سرون گارو ۽ بهه استعمال ٿيل آهن. مسجد سڄوري مستطيل آهي. مسجد کي لنگهه اوپر ۾ هڪ نوڪدار ونگ سان هڪ مستطيل چوڪاٽ ذريعي ڏنو ويو آهي. مهاڙي ۾ لنگهه وٽ تي ڪڻ ونگاوان مستطيل ۽ تي سڌا پانيل ٺهيل آهن. هر پاسو سادو ۽ درين سان آهي. ٻيڙ ٻني تي برجيون ٺهيل آهن. اڌ پيالي جهڙو ننڍو گنبذ، ڳچ (Drum) جي مٿان ٺهيل آهي. هن قسم جو گنبذ امير محمود خان مسجد ٺٽي ۾ ٺهيل آهي: جيڪو 1629ع ۾ ٺاهيو ويو هو. مسجد ٻاهران بهه گاري سان لنبي وئي آهي. حجرو اندر مستطيل آهي. هن کي اتر ـ ڏکڻ وارين ڀتين تي اونها ڪڻ ونگاو (Recessed arch) پانيل ڏنل آهن. جڏهن ته اوپر ۽ اولهه وارين ڀتين تي خصي ونگن (Blind arched) سان پانيل ٺاهيا ويا آهن. ڪنڊن تي ڪنڊ ـ جوڙ (squinches) ٺاهي مقبري کي اٺڪنڊو ڪري مٿس ڳچ، (Drum) ٺاهيو ويو آهي. اندر به مسجد بهه گاري سان لنبيل آهي. مسجد ٻارنهين صدي هجري جي وچ ڌاري جي ٺهيل آهي، جو ابوالحسن جو مقبرو به انهي دور سال 1165 هه ۾ ٺاهيو ويو هو. هن وقت مسجد زبون حاليءَ جو شڪار آهي. ضروري مرمت گهري ٿي.

**ماڳ جو نالو: ابوالقاسم سلطان، مير جي مزار**

ماڳ جو قسم: اڏاوت / مزار

ماڳ جو دور: ارغون ترخان

ماڳ جو هنڌ: نوزڪي قبرستان

احوال: مير ابوالقاسم جي مزار سندس والد امير شاهه قاسم خان زمان جي پهلو ۾ آهي ۽ پيلي پٿر جي پڪ سرائين تلهي تي ٻڌل آهي. پيراندي کان لکيل تعويذ تي وفات جو سن لکيل آهي. "مير ابوالقاسم ولد مير شاهه قاسم خان بيگلار 1039 هه". هن صاحب ترخان دور تي هڪ تاريخ بيگلار نامو لکي، جيڪا انهيءَ دور بابت لاڳائتي آهي.

**ماڳ جو نالو: اوٺڪا/ اٺاڪا ـ دڙو**

ماڳ جو قسم: دڙو

ماڳ جو دور: هڙاپا دور

ماڳ جو هنڌ: 27° 21' 20" N 69° 10' 50" E ڳوٺ لنڊاهو، تعلقو روهڙي ضلع سکر. هي سنڌو تهذيب جو ماڳ آهي، جيڪو ڳوٺ لنڊاهو جي ڏکڻ ۾ 30 . 4 ڪلو ميٽرن، ڳوٺ ٻهن واري ۽ لنڊاهو روهڙي شهر کان ڏکڻ ـ اتر تي 64 ڪلو ميٽرن جي فاصلي تي آهن. ڪا تيل ڪمپني اتي رستو ٺاهي رهي آهي. ٿر جي رڻ ۾ هي دڙو 225 ميٽر اتر ـ ڏکڻ ڊيگهه ۾ ۽ 180 ميٽر اوپر اولهه ماپ ۾ آهي. مٿاڇري تي ڪافي ثقافتي وٿون ٿڙيل آهن. مليل وٿن مان سنڌو لکت جي ابرقي مهر، ڊٻي جي سجاتل تصوير واري مُهر، چوڙين جا ڀڳل ٽتل ٽڪرا جن تي (7777) قسم جي نقاشي ٿيل آهي. عقيق جو مٽيو جنهن تي خوبصورت نقش و نگاري ٿيل آهي. مٽين جا گولرا ۽ ٽڪرا جيڪي مختلف ماپن جا آهن. ابرقي مهرون جن جي ماپ 2.2X2.3X0.5 سينٽي ميٽر آهي، جن تي ڊٻي ۽ سنڌو جون جاتل لکتون آهن، شيشي جا ٽڪرا، ڀڳل چوڙيون وغيره ملن ٿيون. ٽڪراٺو جهجهي تعداد ۾ سادو ۽ لڪيرن سان ملي ٿو. ٺڪري سنهي ڳاڙهي ۽ ڪافي نازڪ آهي. ان کان سواءِ سڌو ۽ ٽنگر ٿانوءُ

More Books Visit : www.iqbalkalmati.blogspot.com



ٻه مليو آهي. سنڌو تهذيب جي هن اهم ماڳ کي تيل ڪمپني وارا کوٽائي ڪري رهيا آهن. ۽ مٿان والار ٻه تي چڪي آهي. پر پوءِ ٻه هن ماڳ کي بچائي سگهجي ٿو.

**ماڳ جو نالو:** **ارڙ فقير جو مقبرو**

ماڳ جو قسم: مقبرو

ماڳ جو دور: ارغون_ ترخان دور

ماڳ جو هنڌ: ٻنوري اسٽيشن کان 7_8 ڪلوميٽر پري ڪنيري واري مسجد کان اولهه ۾ _ ديهه جانيو ڪنڊي.

احوال: پراڻي دور جي هڪ بزرگ جي مزار آهي ۽ مزار جي آس پاس وڏو قبرستان آهي، چنه قوم جا چور ذات وارا هتي رهن ٿا. مقام ٻه سنڌن آهي. عام روايت آهي ته چور قوم جا ماڻهو ڪلهوڙا عهد ۾ هتي آيا ته هي مزار اڳ ۾ هتي موجود هئي. جيڪا ان وقت ٻه پراڻي حالت ۾ موجود هئي. ممڪن آ ته ارغون ترخان دور جو ڪو شهيد بزرگ هجي؟

**ماڳ جو نالو:** **احدي جو پڙو**

ماڳ جو قسم: دڙا

ماڳ جو دور: ڪلهوڙا دور

ماڳ جو هنڌ: ٽنڊي آدم تعلقي ۾ ديهه احدي، سنڌو جي پراڻي وهڪري لهاڻي ڊوري جي ڪپ تي.

ماڳ جي ماپ: اٽڪل چئن ايڪڙن ۾ 5_ 6 فوٽ اوچائي.

احوال: دڙي تي ٺڪرين ۽ سرن جي ٽڪرن کان سواءِ ٻي ڏسڻ جهڙي ڪابه وٽ مٿاڇري تي نظر نٿي اچي. عوامي روايتن موجب احدي جوٽيجي جو آباد ڪيل شهر آهي، جنهن کي ڪلهوڙن مقرر ڪيو هو. هو ظالم طبع هو ۽ سندس تڪرار لطيف سائين سان ٻه ٿيو هو. روايت آهي ته ان لاءِ لطيف هڪ شعر ٻه چيو:

احدي نڪي آگرو، نڪي واهه وهن،
ڪامون ٽنڊي مناخان ۾ ٽڙڪا ڪيو ڪرن،
تنهان پَر وجن، هتي هڪڙو هجي ڪين ڪي."

پر هن بابت اهو چئي نٿو سگهجي ته ڪو پتائي جو شعر آهي ٻه يا نه! دڙي جي کوٽائي ٿيل ڪانه آهي.

**ماڳ جو نالو:** **احمد شاهه**

ماڳ جو هنڌ: هي ماڳ 25° 34' 72" اتر ويڪرائي ڦاڪ 67° 50' 72" اوڀر ڊگهائي ڦاڪ تي باراڻ ماتر جي ايرندي پاسي، آريجو ڳوٺ کان اوڀر طرف ڄام شوري ضلعي (ڪوهستان) ۾ واقع آهي. هي ماڳ تي ميل ٽاڻو عارب کان ڏکڻ ۾ آهي.

ماڳ قسم: دڙو

ماڳ جو دور: ڏاتو پاهڻي دور. Chalcolithic دور جا نشان ملن ٿا. (فليم)

تعارف: هتي پٿر جي اڏاوت جي رهت ملي ٿي. نئن جي ڪپ تي کوٽائي مان توڙي مٿاڇري تان ڪوبه ڪهنو آثار ڪونه مليو آهي. البت هتان کان اٽڪل ڪلو ميٽر اتر اولهه ۾ احمد شاهه جي ڊوري نالي نئن جي حصي تي ڏاتو پاهڻي دور جي هڪ ماڳ جو واضع نشان مليا آهن. جتان مجمدار ڪجهه کوٽائي ڪئي آهي. هتي هينئر نئون قبرستان ٺهي چڪو آهي.

**احمد حسن داني** (Ahmed Hasan Dani) (**شخصيت**).

احمد حسن داني 1920ع ۾ ڄائو. پاڻ پاڪستان جي قديم آثارن جو وڏو ڄاڻو، سنسڪرت جو پاڪستان ۾ واحد عالم، پشاور يونيورسٽيءَ ۾ آرڪيالاجي پروفيسر ۽ ڏکڻ ايشيا جي ملڪن جي قديم آثارن جو ماهر سمجهيو وڃي ٿو. هي

More Books Visit : www.iqbalkalmati.blogspot.com



اسلامي اڏاوت Islamic Architecture تي وڏي مهارت رکي ٿو. پاڻ ٽيڪسلا انسٽيٽيوٽ آف ايشين سولائيزيشن جو ڊائريڪٽر آهي. هي پهريون مسلمان هو جنهن بنارس هندو يونيورسٽيءَ مان گريجوئيشن ڪئي. ڪيس مجتا طور پاڪستان سرڪار طرفان هلال امتياز عطا ڪيل آهي. سندس ڪوڙ مقالا ۽ ڪتاب ڇپيل آهن. جن ۾ مڪلي جي اڏاوتن تي اعليٰ ڪتاب لکيل آهي.

**ماڳ جو نالو: احمد خان ماڙي جو مقبرو**

ماڳ جو هنڌ: ڳوٺ خالي پٽ_ عمرڪوٽ کان 14 ميل

ماڳ جو دور: ميرن جو دور

ماڳ جي ماپ: 16X16 فوٽ اوچائي 30 فوٽ.

احوال: مقبري چوڏاري ڪوٽ ڦريل هو. مقامي سردار هو. مقبرو پڪ سرائون چن سان اوساريل آهي.

**ماڳ جو نالو: اڏيري لعل جو قبو**

ماڳ جو هنڌ: اڏيرو لعل شهر

ماڳ جو قسم: قبو

ماڳ جو دور: 1044هه

ماپ: 30X28 فوٽ.

احوال: اڏيري لعل لاءِ ڪيئي راويتون آهن. هندو توڙي مسلمان هن درگاهه تي اچن ٿا. اڏاوت پڪ سري آهي. پيڙهه پٿر جي ٻڌل اٿس. سنهين ڪاشيءَ جي سرن سان فرشبندي ٿيل آهي. هي قبو 1044هه ۾ بندرنگ ولد گهن داس جوڙايو. اوپر ۾ شيخن جا گهر، اولهه ۾ ٻگل عمارت، اتر ۾ مسجد ۽ ڏکڻ ۾ گهٽي آهي.

**ماڳ جو نالو: اروڙ/ الور**

ماڳ جو قسم: تخت گاهه/ قلعه /بندر

ماڳ جو هنڌ: روهڙي ضلعي سکر کان پنج ميل پري ڏکڻ اوپر ۾ ٽڪريءَ تي. هي ماڳ اتر 27° 40' ۽ اوپر 68° 56' ڊگريون.

ماڳ جو دور: قبل از تاريخ کان چوٿين صدي هجري تائين.

احوال: ٻڌ ڌرم وارن جو هتي ڪافي زور هو. ان کان اڳ واري نئين پٿر جي دور جا آثار به ملن ٿا. ويدن واري زماني ۾ به هي شهر چڱو آباد هو. اروڙ ونسي راجائن 450 کان 642ع تائين حڪومت ڪئي. جن کي راءِ گهراڻو سڏيو وڃي ٿو. چندرونسي گهراڻي 1100 قبل مسيح ۾ به هن شهر تي حڪومت ڪئي. سڪندر جي ڪاهه وقت هتي جو راجا ماسڪانور هو. راءِ ساهسي جي وقت ۾ نيمروز ايرانيءَ ڪاهيو. هي هڪ وڏو بندرگاهه هو جنهن کي مضبوط حصار ڏنل هو. عربن جي وقت به هي شهر اوج تي هو. عربن جي وقت ۾ توڙي هي شهر تختگاهه نه رهيو، پر وڏو بندرگاهه ضرور هو. هي سنڌوءَ جي هاڪڙي ڪپ تي ٻڌل هو. چوٿين صدي عيسوي ۾ هاڪڙي جي رخ مٽائڻ ڪري هي بندر ڦٽڻ لڳو. هاڻي هي بندر، تختگاهه، قلعو، هڪ ننڍي ڳوٺ جي صورت ۾ موجود آهي. اروڙ ماضيءَ جو بهشت برين هو. جنهن جي تعريف ابن خردابه 250 هه، مسعودي 942ع، ابن حوقل 343هه، ۾ بيان ڪئي آهي. برصغير جي پهرين مسجد محمد بن قاسم هتي ٺهرائي هئي.

**ماڳ جو نالو: اسماعيل شاهه بخاري جي درگاهه**

ماڳ جو قسم: مقبرو

ماڳ جو هنڌ: توري قبرستان (نصرپور لڳ)

ماڳ جو دور: ارغون ترخان

احوال: ميبين ونهين جي مقبري کان اولهه ۾ هڪ سفيد قبو، اسماعيل شاهه بخاريءَ جي مزار آهي.

More Books Visit : www.iqbalkalmati.blogspot.com



ڪوبہ ڪتبو وغيره لڳل ڪونہ آهي. مزار جي دروازي تي نهايت نفيس ڪم ٿيل آهي. سيد سگهورو متيارين جو ويٺل هو. ميين ونهين جو هم عصر هو. ميين ونهين جي وفات کان پوءِ هن بزرگ بہ جهان ڇڏيو. هر سال ميلو لڳندو آهي.

**ماڳ جو نالو: اسلام ڳڙهہ جو قلعو**

ماڳ جو هنڌ: منيءَ کان 28 ميل پري.

ماڳ جو دور: ميرن جو دور 95/ 1790ع مير فتح خان

احوال: هي قلعو مير فتح علي خان ٺهرايو. تعمير تي 12 لک خرچ آيو. قلعي جي چئني ڪنڊن تي پهڻ استعمال ڪري ٺل ٺاهيا ويا. انهن پهڻن جي ڊيگهہ گهٽ ۾ گهٽ ڏيڍ فوٽ، وڌ ۾ وڌ 3 فوٽ آهي. قلعي جي ڊيگهہ 120 فوٽ ۽ ويڪر 100 فوٽ آهي. سرحد کي ويجهو هئڻ سبب پتيون مضبوط آهن. روايت آهي تہ قلعي اندر سوا سؤ سپاهين جي مستقل رهڻ جون جايون ٺهيل هيون. ان کان سواءِ بارود خانو الڳ. هڪ جيل بہ ٺهيل هو. ڪوٺائي دوران (1884ع) توبن ۽ بندوقن جا ڀڳل ٽڪرا هٿ آيا.

ديوارون 30 فوٽ اوچيون_ ڪنڊن تي برج ٺهيل. هڪ برج تي گيٽ بہ ٺاهيو ويو هو. گيٽ اوڀر طرف هيو. مير صوبدار خان پنهنجي چاچن جي خلاف بغاوت ڪئي، تڏهن اسلام ڪوٽ ۾ ويهي جنرل هوش محمد جي معرفت لشڪر گڏ ڪرڻ لڳو. 1932ع ۾ ڪوسن ڪوٽ کي ڦريو. وري 1922ع ۾ ميرخان ڪوسي ڪوٽ کي لٽيو. هاڻي اسلام ڪوٽ جو اسڪول هن هنڌ ٺهيل آهي.

**ماڳ جو نالو: اصحابي واري سير (اصحابو محمد علي گبربند)**

ماڳ جو قسم: گبربند

ماڳ جو دور: قبل از تاريخ

ماڳ جو هنڌ: ديهہ ڏيسوئي، تعلقہ ٽاڻو بولاخان ضلعو ڄامشورو اتر ويڪرائي ڦاڪ 25°18'52" اوڀر ڊگهائي ڦاڪ 67°54'26" ۾ موجود آهي.

هي سرڪاري اڻ سروي زمين ديهہ ڏيسوئي، هڪ ڪلوميٽر چوهر پاري کان اتر ۾ آهي. هي بہ گبر بند آهي. جيڪو پاڻي جي جهل لاءِ آڳاٽن لوڪن ٺاهيو هو. هي گبر بند 74 ميٽر ڊگهو هو، جنهن مان 37 فوٽ ڊهي پيو آهي، جنهن جو بنياد 10 ميٽر ۽ مٿين ٽاپ 60 . 2 ميٽر ٿئي ٿي. اوچائيءَ ۾ ساڍا ست ميٽر آهي. هن وقت استعمال هيٺ ڪونہ آهي. هن ماڳ جو اڳ (Dec: 2006) ذڪر ٿيل ڪونہ آهي.

**ماڳ جو نالو: اصحابين جون قبرون**

ماڳ جو قسم: قبرستان

ماڳ جو دور: اسلامي

ماڳ جو هنڌ: ميري ڪوٽ کان اوڀر ۾ 60. 2 ڪلوميٽر هڪ نئن ڪناري. رني ڪوٽ ضلعو ڄامشورو.

هي ٽيون قبرستان ميري ڪوٽ جي اوڀر ۾ آهي. هن قبرستان ۾ هڪ قبر 33 فوٽ ڊگهي آهي. قبرستان ۾ هر قسم جون ساديون، ڪچيون يا چوڪنڊي نموني جون قبرون بہ آهن، پر هيءَ خاص قسم جي قبر آهي. بلوچستان، سنڌ ۽ ملڪ جي ٻين حصن ۾ بہ اهڙيون قبرون مليون آهن. ٻين سيني قبرن جو رخ مسلمانن جي روائتي انداز اتر_ ڏکڻ آهي، پر ٻن قبرن جو رخ اتر اوڀر کان ڏکڻ اولهہ طرف آهي. ائين چو آهي؟ ڪجهہ بہ چئي نٿو سگهجي. ان لاءِ ٻہ اندازا آهن: هڪ تہ پورڻ وقت انهن کي اندازو ڪونہ هو يا اهي مسلمانن جون قبرون ناهن. سڀ قبرون پراڻيون، گول پٿرن کي هڪ ٻئي مٿان سٽي رکيو ويو آهي. اتي هڪ گنبذ نما پٿرن جو ڍير ٺهيل آهي. اها ترتيب هترادو آهي. اهو دائرو آهي اهڙا دائرا سجي ڪوهستان ۾ ملن ٿا. هن جي اوچائي 7 فوٽ کن آهي، هڪ مخروطي مينار وانگر آهي. ڪي هن کي سروي جي نشاني بہ چون ٿا. قلعي کان ٻاهر بہ اهڙا مخروطي مينار ٻڌايا

More Books Visit : www.iqbalkalmati.blogspot.com



وجن ٿا، جيڪي هڪ ٻئي کان ٻن ٽن ميلن کان وٺي ڏهن ٻارنهن ميلن جي فاصلي تي آهن. مقامي ماڻهو ان کي ”ماهي“ سڏين ٿا. هي اندران پوريون آهن. زميني گهيرو 22 فوٽ آهي.

**ماڳ جو نالو: اڪبر جي جمڻ جو هنڌ**

ماڳ جو قسم: ڇٽي

ماڳ جو هنڌ: عمرڪوٽ قلعي جي اتر ۾ هڪ ميل ڏور

ماپ: موجوده وقت اڪبر جي جنم واري هنڌ مٿان جيڪا ڇٽي ٺهيل هئي سا ڪري پئي آهي. صرف ٻه ٿنڀا بيٺا هئا. ڇٽي پڪين سرن ۽ مٽيءَ جي گاري سان ٺهيل هئي. سرن جي ماپ 12X6X3 انچ آهي. هڪ سنگ مرمر جي تختي اوچائي ۾ 15 انچ ۽ 19 انچ آهي. ان تي لکيل آهي ته ”هن هنڌ اڪبر بادشاهه جائو سنه 963هه“. جيئن ته ڇٽي ڊهي چڪي آهي پر حاڪم علي شاهه بخاري پنهنجي مضمون ”اڪبر جي جاءِ پيدائش عمرڪوٽ“ ۾ ماپون هي ڏنيون آهن. زمين کان ڇٽي جي گبند تائين اوچائي 14 ڪن فوٽ ڊيگهه ويڪر 10x10 فوٽ، ٿنڀن جي ٻاهرين موڪر 7 . 1 فوٽ ۽ اندرئين پاسي کان 15 انچ. ڪنڊ ڪٽيل اٿس. هرهڪ ٿنڀو 6 . 6 فوٽ بلند آهي. جنهن تي 4 انچ ٿلهي ڇت مٿان 4 فوٽ ڪن بلند گنبذ رکيل آهي.

ماڳ جو دور: اڪبر بادشاهه 5 رجب 969 ع (1543) تي همايون کي حميده بانو مان جائو. انهي هنڌ تي يادگيريءَ لاءِ ميان سيد مهرشاهه ڪيجاراڙيءَ واري اهو قبو سن 1898 ع ۾ جوڙايو.

**ماڳ جو نالو: اَڪ ڀِٽي دڙو**

ماڳ جو قسم: دڙو

ماڳ جو دور: قبل از تاريخ؟

ماڳ جو هنڌ: تعلقو ٽاٽو بولاخان ضلع ڄامشورو. اتر ويڪرائي ڦاڪ 25° 48' 27" اوڀر ڊگهائي ڦاڪ 67° 33' 28" ۾ موجود آهي.

هي ماڳ ڳجهڙي ڍوري جي ڏکڻ ۾ ۽ ڳوٺ مير حسن گبول ۽ ڳوٺ جڙيو ڇتو وٽ هڪ ٽڪري جي لاهيءَ تي آهي. دڙي تي قبل از تاريخ ۽ قديم تاريخي دور جون ڪجهه وٿون ملن ٿيون. سجو دڙو ڌاراوتون ڳوليندڙن کوٽي ڦٽو ڪيو آهي. ان لاءِ هي ماڳ ضعيف حال ۾ آهي. هن جي آرڪيالاجي کاتي طرفان ڪوتائي ٿيڻ گهرجي. هن ماڳ جو اڳ ڪنهن به ذڪر ڪونه ڪيو آهي.

**ماڳ جو نالو: اگهم ڪوٽ/ اگهاماڻو**

ماڳ جو قسم: دڙا ــ قبرستان

ڏس پتو: هي ماڳ حيدرآباد کان 25 ميل ڏکڻ اوڀر طرف تعلقي ماتلي ۾ چمبڙ کان چار ميل پري ڏکڻ ۾ غلام علي روڊ کان ٽي فرلانگ اولهه طرف. ضلعو بدين.

ماڳ جو دور: هندو دور ۾ اوج تي هو.

ڪوآرڊينيٽس: اتر 25° 13' 50" ۽ اوڀر 68° 46' 20" ڊگرين تي.

احوال: هن وقت شهر جا دڙا ۽ قبرستان ٻه سؤ کن ايڪڙن ۾ ڦهليل آهن. راجا اگهم. راءِ گهراڻي جي حاڪم راءِ سهيرس جي دور ۾ لوهاڻي پرڳڻي جو حاڪم هو. تنهن ڪري اهو ماڳ اگهم لوهاڻي جي نالي پويان سڏجي ٿو. تاريخ موجب اگهم ڇچ جي تعبيداري قبول نه ڪئي هئي. شاهي فوج سان پڄي نه سگهيو ۽ قلعي ۾ آخري پساهه ڪنيائين. عربن جي وقت هي شهر پنهنجي اوج تي هو. محمد بن قاسم به هن شهر کي فتح ڪيو. هن شهر جي تباهيءَ جا ڪارڻ معلوم ناهن. پر نادرشاهه جي حملن ۽ سنڌو وهڪري جي ڦيرگيرين جو هٿ ڏسڻ ۾ اچي ٿو.

قبرستان ۾ مخدوم محمد اسماعيل سومري جو مقبرو اهم آهي. شاهه محمد سهروردي، اسلم شاهه، اشرف شاهه قادري جي قبرن کان سواءِ تحفه الڪرام ۾ جنهن شيخ اسحاق بن سلطان بن بهلول قادريءَ جو ذڪر ٿيل جيڪو حضرت

More Books Visit : www.iqbalkalmati.blogspot.com



عبدالقادر جيلاني رحہ جي اولاد مان هو ان جي قبر پڻ هتي آهي. مخدوم محمد اسماعيل جي مقبري جي ڏکڻ ۾ ته۔ قبائين مسجد جا کنڊر ملن ٿا. ڪجھ ماپون مسجد جون صفحو 40x15 فوٽ صفي جي ڏاکڻي پت پکڙل. مسجد جو ورانڊو 12 فوٽ کن ويڪرو مسجد جي دروازي تي هڪ ڪتبي هجڻ جا نشان آهن. جيڪو فارسيءَ ۾ لکيل آهي. مسجد ٺهڻ جو سن 647 ھ ڏنل آهي. جڏهن ته مخدوم محمد اسماعيل جن جي وفات جو سن 998 ھ آهي. معنيٰ مخدوم صاحب جي وفات کان ٻه ٽي سادا ٽي سؤ سال اڳ جي تعمير ٿيل آهي. مخدوم اسماعيل جي مقبري جي اتر طرف مخدوم پير حسين شاھ جي چوکنڊي آهي.

سڀ مزارون خسته حالت آهن. دڙي تي ڪابه کوٽائي ڪانه ٿي آهي. کوٽائي ڪجي ته معلوم ٿئي.

**ماڳ جو نالو:** ***الھڏنو (نل بازار)***

ماڳ جو هنڌ: هي ماڳ $57^{0}$ $24'$ اوتر ويڪرائي ڦاڪ $10^{0}$ 67 اوپر ڊگھائي ڦاڪ تي ڪراچيءَ کان ہتيھ ڪلو ميٽر اتر طرف آهي.

ماڳ جو دور: سنڌو تهذيب ۔ هڙاپا.

هتان ٽن دورن جا آثار ملن ٿا. هتان ملندڙ وٿون سنڌو تهذيب ۽ هڙاپا دور سان تعلق رکن ٿيون. وٿن ۾ اڏاوتون مليون آهن جيڪي پٿر ۽ ڪچين سرن جون ٺهيل آهن. هي ڪنهن کهني شهرجا آثار آهن. هتان سون ۽ چانديءَ جون وٿون به هٿ آيون آهن.

هي دڙو زمين جي سطح کان چار ميٽر اوچو ۽ هڪ سؤ چورس ميٽر جي پکيڙ ۾ آهي. هي دڙو 100 فوٽ ڊگھو ۽ 100 فوٽ ويڪرو آهي.

**ماڳ جو نالو:** ***الهيو بندر***

ماڳ جو قسم: قتل بندر جا نشان

ماڳ جو دور: اسلامي دور

ماڳ جو هنڌ: تعلقي جاتي ۾ ڪلڪان چاڙيءَ کان ارڙهن ڪلو ميٽر ڏکڻ ۾.

هي بندر الهيہ خواجي جي نالي پٺيان سڏجي ٿو. جيڪو ديرائي خواجن مان هيو. هُو هڪ وڏو واپاري هو، سندس واپار بحرين، مسقط ۽ بمبئيءَ سان هلندو هو. اهو بندر اورنگا بندر کان اٽڪل پنجاھ سال اڳ تائين آباد هو. جتان مقامي مال ٻاهر موڪليو ويندو هو. هاڻي دڙن جي صورت ۾ آهي.

**ماڳ جو نالو:** ***الياس محمد ڪلهوڙي جو مقبرو***

ماڳ جو قسم: مقبرو

ماڳ جو دور: ڪلهوڙن جي صاحبي

ماڳ جو هنڌ: ديھ فريد آباد، تپو مڏ باهو، تعلقو ڏوڪري ضلعو لاڙڪاڻو. ڪجھ تاريخن ۾ هن مقبري جو هنڌ انڙ آباد لکيو ويو آهي. هي ماڳ باقراڻي ڳوٺ کي ويجهو آهي، جو اتان هڪ پڪو رستو به نڪري ٿو. هي باقراڻي۔ نوآباد روڊ تي آهي. نو آباد هن کان اتر ڏکڻ 5 ڪلوميٽرن جي پنڌ تي آهي. مقبري جي اڏاوات ۽ ٺهرائيندڙ بابت به تاريخون خاموش آهن. ڪن تاريخن ۾ سندس مدفن گهاڙ واھ ڏيکاريل آهي. باقراڻي ويجهو گهاڙ واھ آهي ئي ڪونه. الياس محمد خان، شاهل محمد ڪلهوڙي جو وڏو پاءِ هو. سندس کان پوءِ اڳواڻي شاهل محمد ڪئي.

مقبري کي اڳيان حاطي طور پڪين سرن جي پت ڪنگرن ۽ چن گاري سان لنبيل آهي. دروازو، هڪ ڪمري وانگر اڏاوت ۾، جنهن جي ہيڙ ہني تي برجيون هيون سو اسان 1977ع ۾ ڏٺو هو. پرجڏهن 1995ع ۾ ٻيھر وياسون ته اهو دروازو ڪونه هو. اهو اوپر طرف هو. هاڻي احاطي واريون پٽيون هنڌان هنڌان ڪري پيون آهن. صرف ٽن نوڪدار ونگن سان دروازو ٺهيل آهي: جنهن جي پاسي ۾ اپين ونگن سان پانيل ٺهيل آهي. وڏي ونگ جي هيٺان هڪ ننڊي ونگ ۾ ڪاٺ جو دروازو لڳل آهي، جيڪو 7.9 فوٽ اوچو آهي. وڏي ونگ تي ٻئي پانيل تي دروازي جي مٿان ڪاشيءَ جون سرون لڳل آهن. حاشيي کان مٿي مهاڙي، اپين

More Books Visit : www.iqbalkalmati.blogspot.com



۽ سڌين ڪاشيءَ جي سرن سان سينگاريل آهي. مهاڙيءَ واري وڏي ونگ 13.9 فوٽ اوچي ۽ 5 فوٽ ڪن ويڪري ۽ 2.9 فوٽ اندر تي لڳل آهي. روضو چورس 24.6 فوٽ هر پاسي، ۽ پاسي واريون پٽيون 25.10 فوٽ ۽ مهاڙي اوچائي ۾ 22.6 فوٽ آهي. ڪنڊن وٽ لڳل برجين جي ماپ 3.8 فوٽ آهي. مقبري جي پاسي ۾، ٽن سڌين قطارن ۾ 7 پانيل مستطيل نموني جا ٺهيل آهن. ڇت تي گنبذ اڌ گول نموني جو، انڪنڊي ڳچ (Drum) جي مٿان ٺهيل آهي. گنبذ جي گهيري جي ماپ 64.6 فوٽ آهي ۽ اوچائي 4.9 فوٽ آهي. گنبذ جي مٿان فانوس ۽ ان جي مٿان ڪلسو ڏنل آهي. هن قسم جو فانوس ڪلهوڙن جي اڏاوتن ۾ پراڻي ۾ پراڻو آهي. حجرو چورس جنهن جو هر پاسو 16 فوٽن جو آهي. هيٺان فرش ڪان گنبذ تائين جي ماپ 29.6 فوٽ آهي. هر ڪنڊ تي ڪنڊ_ جوڙ (squinches) ٺاهي چورس حجري کي انڪنڊي نموني جو ڪري مٿس ڳچ ٺاهيو ويو آهي. وقت به وقت جي مرامت مقبري جا اصل وَسب (Feature) ختم ڪري ڇڏيا آهن. پوءِ به جوڙ_ ڪنڊن، رهيل پٽين ۽ گنبذ جي اندرئين حصي تي آلو ڇٽ (Fresco) اجا به سهٽو بيٺل آهي. روضي ۾ ڪل ٽي قبرون آهن. انهن مان اولهه طرف ڪجهه وڏي قبر ميان الياس محمد ڪلهوڙي جي، باقي به اپرندي طرف واريون قبرون سندس پٽن يارمحمد ۽ تاج محمد جون آهن.

**ماڳ جو نالو:** **امام بارگاهه**
ماڳ جو قسم: اڏاوت
ماڳ جو دور: ميرن جي صاحبي
ماڳ جو هنڌ: خيرپورميرس

هتي مير سهراب خان، سيد بنده علي شاهه کي شهر ۾ هڪ خوبصورت امام بارگاهه ٺهرائي ڏني هئي. جتي عزادار عزاداري ڪندا هئا. ان جي پرسان ڪجهه تجرون به ماتمين لاءِ ٺهرايون هئائين. اجڪلهه امام بارگاهه ۾ ڪهنبي ۽ اوٺي جو ماتم ٿيندو آهي. اهو ايوان علي رضا شاهه جو تلهو ڪري به سڏبو آهي.

**ماڳ جو نالو:** **امام ڳڙهه جو قلعو**
ماڳ جو قسم: قلعو/ اڏاوت
ماڳ جو دور: مير رستم خان
ماڳ جو هنڌ: خيرپور ضلعي ۾ ڪوٽڏجيءَ پرسان قومي شاهراهه ڪان نڪرندڙ نارا روڊ وسيلي نارا گيٽ، تجل ۽ لڪ جي ڳوٺن ڪان پوءِ، جروئي ۽ مني ڳوٺ پهچي اتان اوپر ڏکڻ 142 ڪلو ميٽر جي فاصلي تي (هندوستان پاڪستان جي سرحد)

احوال: امام ڳڙهه جي قلعي جو ذڪر مير رستم خان ۽ مير علي مراد جي پڳ جي جهيڙي ڪان پوءِ تاريخ ۾ ملي ٿو. پوڙهو حاڪم مير رستم خان، علي مراد خان ۽ چارلس نيپئر جي ڊپ ڪان پنهنجي زال ۽ ٻن ٻانهين سان، پڳ، حڪومت ۽ ملڪيت ڇڏي امام ڳڙهه جي قلعي ڏانهن هليو ويو هو. رستي ۾ برساتن پوڻ ڪري سندس زال اٺ تان ڪري پئي هئي ۽ ان جي ٻانهن پچي پئي، جڏهن ته ٻانهيون ٻئي مري ويو. مير رستم خان کي گهڻي تڪليف پهتي. مير مراد علي جون اکيون حڪومت ۾ هيون ۽ پاڻ نيپئر وٽ پهتو ته مير رستم پڳ تان دستبردار ٿي ويو آهي. زمينون به ڇڏي ويو آهي. هاڻي مون کي حاڪم بناءِ. مگر نيپئر مير رستم کي راهه سان هٽائڻ ٿي چاهيو. ان ڪري هن مير علي مراد کي شهه ڏني ته امام ڳڙهه جو قلعو به هاڻي تنهن جي ملڪيت آهي. مٿان مير رستم اڳتي هلي فوجي طاقت امام ڳڙهه ۾ ڪٺي ڪري. ان لاءِ امام ڳڙهه تي حملو ڪيو وڃي. ان ڪري مير علي مراد خان کي نيپئر سونهون ڪري 12 جنوري 1842ع تي امام ڳڙهه پهتو. ساڻس ساڍا ٽي سؤ پيادا ۽ چوويهن پائونڊن واريون به توبون ۽ پنجاهه گهوڙي سوار گڏ هئا.

ليمبرڪ جي لکڻ موجب امام ڳڙهه جو قلعو مڪمل طور تباهه ڪيو ويو. نيپير لکي ٿو ته امام ڳڙهه جو قلعو بارود جي ڏهه هزار پائونڊن سان ڏريون ڏريون ٿي چُڪو آهي. اها به تاريخي حقيقت آهي ته جڏهن نيپيئر قلعو زبون ڪري موٽيو ته اڃڙي ٽر جي

More Books Visit : www.iqbalkalmati.blogspot.com



زمين ڪانئس سنو انتقام ورتو، هُو لکي ٿو تہ اسان جون اکيون ڪن، وات ۽ ڏند واري جي تهن چڙهڻ ڪري، ڪيترائي ماڻهو بيمارين جو شڪار ٿي پيا. ياد رهي تہ رستم علي ٽالپر مير مراد علي ٽالپر جو وڏو پاءُ ۽ مير سهراب خان جو وڏو پٽ هو.

قلعي جا کنڊر موجود آهن، پر پهچڻ مشڪل آهي.

**ماڳ جو نالو: امپريس مارڪيٽ**

ماڳ جو قسم: اڏاوت

ماڳ جو دور: انگريزن جو دور:

ماڳ جو هنڌ: ڪراچي، پريڊي اسٽريٽ

ڪراچيءَ جي وڏي مارڪيٽ جي بنياد جو پٿر سال 1884ع ۾ رکيو ويو هو پر پيسن جي نہ هجڻ سبب ڪم جي شروعات سال 1889ع ۾ مڪمل ٿي. هن جو نقشو جيمس اسٽريچن جو ٺاهيل، رهائشي گوٿڪ طرز جو هو. مارڪيٽ جو دروازو، مهاڙيءَ طور پريڊي اسٽريٽ طرف 231 فوٽ اوچو آهي" ان جي چوڌاري چار گيلريون هرهڪ 40 فوٽن جي ٺهيل آهي. وچون حاطو 130x100 فوٽن جو آهي. بالڪوني ڪي پٿر جون گهوڙيون ڏنل آهن. هن تي ڪيترائي نقش نڪتل آهن. وچون ٽاور 140 فوٽ اوچو آهي. جنهن تي خوبصورت گهڙيال لڳل آهي، جيڪو چوويهہ ڪلاڪ هلندو رهي ٿو. هي گهنٽا گهر ڪرافورڊ بمبئي واري گهڙيال گهر کان 12 فوٽ اوچو آهي. گهڙيال چئني پاسن تي لڳل آهن. هتي هڪ باغ بہ ٺاهيو ويو هو، جيڪو هينئر اسٽال هٽندڙن جي قبضي ۾ اچي ويو آهي. ايمپريس مارڪيٽ جي نهڻ کان پوءِ هي ڪراچيءَ جي ستن مارڪيٽن مان هڪ هئي. هتي ڪل 280 دڪان ٺاهيا ويا هئا.

**ماڳ جو نالو: امرڪوٽ_ عمرڪوٽ**

ماڳ جو قسم: وَسندي/ شهر

ماڳ جو هنڌ: عمرڪوٽ $22^0$ 25 اتر ويڪرائي ڦاڪ 47' $69^0$ اوڀر ڊگهائي ڦاڪ تي ۾. ميرپورخاص کان 46 ميل

هي شهر پنهنجي قلعي ڪري مشهور آهي؛ جيڪو پرمار سوڍي تعمير ڪرايو. هن تي پوءِ سومرن قبضو ڪيو. وري 1226ع ۾ سوڍن جي هٿ ۾ هي شهر رهيو. راجپوتن، همايون کي هتي پناهہ ڏني. ۽ اڪبر بادشاهہ جو جنم ٿيو. ڪلهوڙن جي دور ۾ عمرڪوٽ ميان نورمحمد جي قبضي هيٺ هو، جنهن کي ڪلهوڙن جوڌپور جي راجا کي وڪيو. 1813ع ۾ ميرن هي شهر واپس ورتو. سنڌ تي انگريزن جي حڪومت دوران، هن کي ضلعي هيڊ ڪوارٽر جو درجو مليو. قلعو سرڪاري سنڀال هيٺ آهي.

**ماڳ جو نالو: امير سلطان محمد جو مقبرو**

ماڳ جو قسم: مقبرو/ اڏاوت

ماڳ جو دور: 1556ع

ماڳ جو هنڌ: امير سلطان محمد جو مقبرو، سلطان ابراهيم جي مقبري لڳ ۽ عبدالله شاهہ اصحابي جي ڏکڻ ۾. مڪلي ضلعو ٺٽو.

مهاڙيءَ ۾ پٿرائون دروازو، جنهن تي پهچڻ لاءِ تي ڏاڪا تعمير ٿيل آهن. دروازي سان ٻنهي پاسي چاربدار دريون آهن. هي ٿلهي تي ٺهيل اڏاوت سڄي پيلي پٿر جي آهي. احاطي ۾ اندر ٽي قبرون آهن ۽ هڪ جنهن کي وڏو تاج لڳل آهي، اها امير سلطان جي قبر آهي. عربيءَ ۾ لکت موجود اٿس، جنهن ۾ اڏاوت جو سال 963 هہ لکيل آهي. مقبري کي ٿلهي کان مٿي چوڌاري پٿرائين واڏو وڙي چوڦير ڏنل آهي. ڇت ڪانہ اٿس.

**ماڳ جو نالو: اميرخاني قبرستان**

ماڳ جو قسم: قبرستان

ماڳ جو دور: ترخان دور

More Books Visit : www.iqbalkalmati.blogspot.com



ماڳ جو هنڌ: جان بابا جي مقبري کان سَر اتر_ فرلانگ پنڌ تي، مڪلي ضلعو ٺٽو.

هن وقت اميرخاني ساداتن جو قبرستان تمام زبون حال ۾ آهي. سواءِ چند قبرن جي باقي قبرون ڊهي ويون آهن. اتي ڪيترا شاعر، منصبدار ۽ عالم مدفون آهن. ڪالهه جن جي آڏو سوين نوڪر چاڪر ڦرندا هئا اهي اڪيلا سُتل آهن. نه ڪو دوست اٿن نه احباب. جان بابا جي مقبري ڇتي کان سَر اتر هلبو ته اهو قبرستان فرلانگ پنڌ طئي ڪرڻ کان پوءِ ايندو. قبرستان تائين پهچڻ کان اڳ هڪ نيشبي ٽڪري ۾ اڪيلي قبر ڪسمپرسي جي حالت ۾ ملندي، ان جي پيراندي کان هي ڪبتو نظر ايندو.

ابو محمد فاضل العلوم الهروي_ سن 1000 هه.

قبرستان ڪيترن حصن ۾ ورهايل آهي. مرڪزي قبرستان هڪ چوديواريءَ جي اندر آهي، جنهن جي اولهه کان مسجد هئي جيڪا هاڻي زبون آهي. صرف ڇت تي ڪاشيءَ جي سرن مان مسجد جي خوبصورتيءَ جو اندازو ٿئي ٿو. هي مسجد ابوالبقا جي ٺهرايل آهي. مسجد جي اترئين ۽ ڏاکڻين پهلوءَ ۾ به حجرا آهن. جن ۾ زنانيون قبرون آهن. مسجد جي ايوان ۾ چوديواري اندر ڪيئي قبرون آهن جن مان به قبرون خاص توجهه ڇڪائين ٿيون. انهن مان هڪ قبر تي ڪتبو لڳل آهي. هنري ڪزنس جو چوڻ آهي ته اها قبر امير خان ابوالبقا جي آهي. قبر نهايت خوبصورت آهي، چوڌاري نفيس خط ۾ قرآني آيتن جي اکر ٽيل اٿس. انهيءَ ايوان جا اوپر وارا داخلي دروازا نهايت شاندار آهن. انهي دروازي کان قبرستان جو ٻيو طبقو آهي. هڪ ٿلهي تي امين خان ۽ متين خان جون قبرون آهن. سيراندي کان سندن اولاد جون قبرون آهن. امين الدين جي قبر پٿرائين ۽ نقش ٽيل آهي. متين خان جي قبر به پٿر جي اکر سان لوڙهه جي چوڌاري آيتون اڪريل آهي. اتي ئي مرزا محمد ”گدا“ جي قبر آهي، ڪتبي جا حصا پڙهي نٿا سگهجن. ان سان گڏ هڪ ٻار جي قبر پوءِ مرزا محمد عطا جي مزار آهي، جنهن جي سراندي کان پٿر جي اڀي سر تي سال 1178 هه جو ڪتبو لڳل آهي. انهي ٿلهي جي اتر کان چوديواري جو هڪ حجرو آهي، جنهن ۾ زنانيون قبرون آهن. انهيءَ حجري جي اتر ئين دروازي مان نڪربو ته مرڪزي قبرستان جي احاطي واري ديوار ايندي ان سان لڳ ساڳئي خاندان جو نئون ۽ ڪجهه پراڻو قبرستان آهي، جيڪو مختلف حصن ۾ ورهايل آهي. قبرون پٿر جون ۽ اکر جو ڪم ٽيل اٿن، پر ڪوبه ڪتبو وغيره ڪونه آهي. اهڙي نموني قبرستان ڦرندو مسجد جي اولاهينءَ ديوار تائين آيو آهي. اتي به قبرون آهن. جدا ٿلهي تي چار قبرون آهن. جن مان هڪ سيد ڪمال الدين اميرخاني وفات 1230 هه. انهي ٿلهي تي اولهه ۾ ٽي قبرون آهن انهن مان هڪ قبر جيئدل شاهه اميرخاني وفات 1227 هه. مٿين قبر کان اتر تي ڪجهه قبرون آهن جن مان هڪ تي سن 1321 هه لکيل آهي. ساڳي مجموعي مان هڪ قبر جي ڪتبي تي وفات سيد ابراهيم شاهه بن غلام حسين شاهه وفات جي تاريخ 11 ماهه ذوالحج 1210 هه. ٻي قبر سيد مراد علي شاهه بن اشرف علي شاهه 1257 هه. گلشاهه ۽ موليڏني شاهه جون قبرون آهن. جن مان ڪي پٿر جون ۽ اکر جو ڪم ٽيل اٿن. مسجد جي ڏکڻ واري ديوار کان پنجاهه فوٽ ڪن ڏکڻ_ اولهه جي ڪنڌ تي، هڪ جدا خوبصورت مزار آهي، جنهن جي لوڙهه نهايت خوبصورت آيتن جي اکر سان مزين آهي. مزار جو قبو ۽ احاطو وغيره ڊهي ويو آهي. زمين کان 8 — 9 فوٽ مٿي آهي. گمان آهي ته اها قبر اميرعبدالڪريم جي آهي.

قبرستان ۾ اڄاتائين اميرخاني سادات پنهنجا فريق دفن ڪندا اچن.

**ماڳ جو نالو:** ***امير پير جي مزار***

ماڳ جو قسم: مزار

ماڳ جو دور: اسلامي

ماڳ جو هنڌ: مزار ڳوٺ اميناڻي، دادو کان اٺ ميل اوڀر_ ڏکڻ ڪنڌ دادو ڪئنال جي وٽ سان اوڀر ۾.

امير پير کي ”راجل وير“ ڪري سڏيندا آهن. پاڪستان ٺهڻ کان اڳ هن درگاهه تي گهٽو انگ هندن جو هو. قبو پڪو ٺهيل آهي ۽ وقت به وقت مرمت هيٺ آهي، ان لاءِ اصل آثار مٽجي ويا آهن. هينئر ميناڻين جي سيدن وٽ هيءَ گادي آهي. روايت

More Books Visit : www.iqbalkalmati.blogspot.com



آهي ته سندس والد جو نالو نواب آٽڙو آهي. جنهن جي مزار پڻ دادوءَ شهر جي اولهه ۾ چئن ميلن تي ٿيندي. ذات جو پنهور ڄاڻائجي ٿو. وڌيڪ ڪابه خبر نٿي پوي.

**ماڳ جو نالو: امير شاهه قاسم زمان جي مزار**

ماڳ جو قسم: مقبرو

ماڳ جو هنڌ: توڪري قبرستان.

ماڳ جو دور: ارغون ترخان

احوال: ميين ونهين جي مقبري کان اٽڪل هڪ سؤ قدمن تي امير شاهه قاسم جي مزار پيلي پٿر جي، پڪين سرن جي ٿلهي تي ٺهيل آهي_ ٿلهي تي جملہ چار قبرون آهن. ٻه قبرون اتر ۾ ٻه قبرون پيرانديءَ کان. شاهه قاسم جي مزار مٿن کان اوڀر ۾ آهي. خوبصورت نقش نگار ٿيل اٿس. آيت الڪرسي چٽيل ۽ ٻيون آيتون اڪريل آهن. انهيءَ قبرن جي ٿلهي جي چوگرد احاطي جي ديوار نڪتل هئي. جا پوءِ ڍهي وئي. ارغون ترخان دور جو مشهور امير ۽ نصرپور جو جاگيردار هو.

**ماڳ جو نالو: انڙ ڪوٽ / ڪيرٿين ڪوٽ**

ماڳ جو هنڌ: انڙ ڪوٽ جي بيهڪ 62 $^{0}$68 اوڀر ۽ 63 $'$24 $^{0}$ اتر ۾ آهي. هي ڪوٽ بدين ضلعي گولاڙچي تعلقي جي ديهه ڪيرٿين سروي نمبر — 456_ 449، جاتي ڪور واهه رستي تي لغاري سم نالي سان چار پنج ڪلوميٽرن جي فاصلي تي آهن.

ماپ: ڪوٽ زمين جي سطح کان 15 فوٽ کن مٿي ڊيڊ بلاڪ ۾ ورهايل آهي. هن چوڪنڊي ڪوٽ جو هر پاسو 800 فوٽ ڊگهو آهي. ڪوٽ ۾ 28 برج آهن. ڪوٽ جي پٽ جي ويڪر 8 فوٽ آهي. ڪوٽ ۾ ٻن پاسن کان دروازن جا نشان ملن ٿا. اوڀر پاسي وارو دروازو ويڪر ۾ ٻن ڏاند گاڏين جي لنگهڻ جيترو آهي. ٻئي دروازي جا اولهه پاسي نشان آهن. ڪوٽ ۾ هڪ کوهه جا آثار اوڀر اتر ڪنڊ تي بيٺا آهن. کوهه جو قطر ڏهه ٻارنهن فوٽ ٿيندو. سرن جي ماپ 2x8_ 13x1/2 انچ آهي.

ماڳ جو دور: هي قلعو سمن جي پهرين بادشاهه ڄام فيروز الدين جي دور جو چئجي ٿو. جنهن کي شاهه لطيف ڄام انڙ جي نالي سان ڏاتار ۽ سورهي طور ڳايو.

تعارف: سومرن جي آخري حڪمران همير سومري کي قتل ڪرڻ کان پوءِ ڄام انڙ سمن جو پهريون سردار ٿيو. اهو 51_ 1350ع جو واقعو آهي.

**ماڳ جو نالو: انگهه دڙو**

ماڳ جو قسم: دڙو

ماڳ جو دور: اسلامي وچون دور

ماڳ جو هنڌ: شهدادڪوٽ، ميروخان روڊ ضلعو قمبر شهدادڪوٽ. ماڳ اتر ڊگهائي ڦاڪ $''$20 $'$51 $^{0}$27 ڊگرين ۽ اوڀر ويڪرائي ڦاڪ $''$00 $'$59 $^{0}$67 ڊگرين تي واقع آهي. هي دڙو 125x130 ميٽر ڊيگهه ويڪر ۽ 6 ميٽر اوچو آهي. هتان مليل وٿن مان معلوم ٿئي ٿو ته هي وچين اسلامي دور جو ماڳ آهي. هن جي کوٽائي ٿيل ڪانه آهي. هي ماڳ هوريان هوريان ختم ٿي رهيو آهي جو زرعي زمين جي والار ۾ اچي ويو آهي. هيٺ خبر ناهي پاڻ سان ڪهڙي تاريخ رکي ٿو.

**ماڳ جو نالو: اٽراهه جي پٽي**

ماڳ جو قسم: دڙو

ماڳ جو دور: هندو/ اسلامي

ماڳ جو هنڌ: محراب پور شهر ۽ ٽنڊو مير عالي جي وچ تي ضلعو خيرپورميرس.

More Books Visit : www.iqbalkalmati.blogspot.com



دڙن جي ايراضي ٻن ميلن ۾ پکڙيل آهي. اوچائيءَ ۾ دڙا 5 کان 10 فوٽ اوچا آهن. اڳي اجا وڏي ايراضي هوندي، پر گهڻو حصو زرعي آباديءَ هيٺ اچي چڪو آهي. لڳي ٿو ڪا کهني بستي آهي. مٿاڇري تي ٺڪرائو هندو ۽ اسلامي دور سان پيٽڻ جهڙو آهي. هيٺين تهن ۾ ڪو وڏو تاريخي دفينو دفن ٿي سگهي ٿو. ٿورو هيٺ کوٽڻ سان ٽامي جا سڪا ۽ ٻيون وٿون ملن ٿيون. کوٽائي ٿيل ڪانه آهي.

**ماڳ جو نالو:** **اڻ سجاتل مقبري لڳ ڏنگراج مقبرو**

ماڳ جو دور: (؟)

ماڳ جو قسم: مقبرا

ماڳ جو هنڌ: ديهه ڪوٽ چانديا، پتو ڪنوري (kanoori) تعلقو ڏوڪري ضلعو لاڙڪاڻو. هي مقبرا ڪڇي جي علائقي ۾ آهن.

هتي شيخ الياس محمد ڏنگراج جي مقبري کان سواءِ ٻه مقبرا زبون حالت ۾ موجود آهن. روايتون آهن ته هتي 8_ 7 مقبرا هئا، جيڪي ڊهي چڪا آهن. انهن ٻنهي تي ڪتبه هئا. جيڪي هاڻي (1992ع) ۾ ڏسڻ ۾ ڪونه ٿا اچن. هڪ مقبرو ڏنگراج مقبري جي اتر ۾ وڏو پر سجو ڊٺل آهي. ان تي ڪجهه لڪتون آهن، پر پڙهڻ جهڙيون ڪين آهن. ٻيو مقبرو ڏنگراج مقبري جي اوپر اتر ۾ آهي جيڪو به تمام زبون ٿي چڪو آهي. هن جو ڪجهه پتيون بيٺيون آهن، پر گنبذ (Dome) ۽ ڳچ (Neck) ڊهي ويا اٿس. پاڻ به ڪرڻ تي آهي. ٻنهي روضن تي ٽائلس جو ڪم ٿيل آهي. اندر سڪو چٽ ۽ ٻي چترڪاري به نظر اچي ٿي. پرجتان ڪٿان ڏري پيا آهن. هتي روضي تي ٺهيل پانيل وڏا آهن. جن مان ٻن جي ماپ درج ڪجي ٿي. 31x171 / 19x4 ۽ ٻيو 22x17x7 س_ م. ماڳ اڪثر ڪري ٻوڏ جي اثر هيٺ رهي ٿو.

**ماڳ جو نالو:** **اوٺن جو دڙو**

ماڳ جو قسم: دڙو

ماڳ جو دور: اسلامي دور

ماڳ جو هنڌ: ديهه سيهرات، تپو ماتلي_ ماتلي کان ڦلڪار ويندڙ رستو وچان لنگهي ٿو. ضلعو بدين.

هي دڙو زمين جي سطح کان 5 فوٽ ڪن مٿي آهي. مٿاڇري تي ٺڪرائو عام آهي، جيڪو گهڻو ڪري اسلامي دور سان واسطو رکي ٿو. هينئر اتي قبرستان آهي. سانوڻ فقير ٻيتن جو وڏو شاعر به اتي دفن ٿيل آهي. مٿي وچ ۾ هڪ مسجد جا آثار نظر اچن ٿا. دڙو کوٽائي ٿيل ڪونه آهي. چون ٿا ته هي ڏاڍو ستابو شهر هو.

**ماڳ جو نالو:** **اورنگا بندر**

ماڳ جو قسم: سامونڊي ڦٽل بندر جا نشان

ماڳ جو دور: 1060هه (تذڪره اميرخاني) 1650ع (سيوهڻ صدين کان)

ماڳ جو هنڌ: تعلقو جاتي پڪار سير جي ڪپر تي.

احوال: مختلف تاريخدانن هن بندر کي جدا جدا نالن سان سڏيو آهي. اورنگا بندر جو بنياد 1650ع ۾ اورنگزيب وڌو هو؟ بزرگ ابراهيم عرف ميان غوث البغوي والحموي ٺٽر درائي جنهن حضور جن جو وار مبارڪ آندو هو، جيڪو اجان تائين شاهبندر جي ويران شهر ۾ موجود آهي؟ ان جا وڏا 995 هه تائين ديري ۾ رهيا ٿي. سي سن 1012 هه ۾ اورنگا ۾ اچي آباد ٿيا (سنن جو فرق تاريخدانن لاءِ توجهه طلب آهي) 1699ع ۾ اليگزنڊر هئملٽن جڏهن نٽي آيو هو ته ان وقت بستا بندر ۽ اورنگا بندر سنڌ جا مکيه بندر هئا.... جهاز رانن کي سختيءَ سان حڪم هو ته پنهنجا جهاز نئين بندر تي آڻين. نئون بندر ڪن نيڪ ماڻهن لاءِ به ڪشش جو باعث بنيو، پير لاکو، قاضي قطب الدين، حاجي قائم ۽ گل شاهه درويشن جا آستانه ۽ مقبرا اتي آهن. 1941ع تائين هن شهر جا کنڊر چڱي حالت ۾ هئا. (نٽو صدين کان)

More Books Visit : www.iqbalkalmati.blogspot.com



اورنگا بندر جنهن کي عالمگير (40 ـ 1041هه) جي مابين، سمنڊ مان نٽي ڏانهن هيٺ اينڊز شاخ مٿان نهرايو هو، سو غلام شاهه ڪلهوڙي جي زماني تائين آباد هو. ۽ ربيع الثاني 1172 هه (ڊسمبر 1758ع) ۾ هن شاهه ڳڙهه ۽ شاهه بندر آباد ڪيا، ان وقت اورنگا بندر کي ڦٽائي اتي جي ماڻهن کي وٺي اچي پنهنجي نو آباديءَ ۾ ويهاريو. (اميرخاني)

اهو بندرگاهه درحقيقت عالمگير اندروني وڳوڙن کي سامونڊي رستي سان مُنهن ڏيڻ لاءِ آباد ڪيو هو ۽ اهو خيال به هئس ته نفعو به ڪمائجي. عالمگير پنهنجو ذاتي جهاز هلائڻ شروع ڪيو هو، جنهن تي سنڌس مخالفن ۽ ڪانئس باز پرس ٿي.

**ماڳ جو نالو:** ***اورنگي***

ماڳ جو هنڌ: ڪراچي جي صنعتي علائقي اورنگي ۾ . ستين ڪراچي، منگهو پير ميل جي پٽروٽ

ماڳ جو دور: قبل از تاريخ

ماڳ جو قسم: رهتون/ دڙو

احوال: اورنگي ۾ منگهي پير واري چشمي جي ڏکڻ ـ اوپر ۾ بنجر ۽ وارياسي زمين جي ٽڪري ۾ ڪي وٿون مثلاً چقمقي پهڻن جي اوزارن جا ٽڪر ۽ ٺڪرانو وغيره مليا ٿا. جيڪو قبل از تاريخ سان واسطو رکي ٿو. اڻ چٽيل ٺڪرانو ۽ ٽانئو گهٽي تعداد ۾ ملن ٿا. کوٽائيءَ کان سواءِ هن ماڳ جي وقت جو تعين ڪرڻ ڏکيو آهي.

**ماڳ جو نالو:** ***اورنگزيب مسجد***

ماڳ جو قسم: مسجد

ماڳ جو دور: مغل دور

ماڳ جو هنڌ: روهڙي ضلعو سکر

احوال: روهڙي شهر جي ڏکڻ ۾، روهڙي ريلوي اسٽيشن جي اوپر ۾ مٽيءَ جي قلعي ۾ هڪ مسجد جا ڊنل آثار ڏسجن ٿا. جيڪا اورنگزيب مغل جي حڪم تي مزار يعقوب علي شاهه رضوي نهرائي. ٽڻي جي جامع جيتري ٿي ماپ 150x100 فوٽ ڊيگهه ويڪر ۾ آهي. هن مسجد ۾ 2x2x1 جون ڪچون سرون ڪتب آندل آهن. مسجد ٻن حصن ۾ ورهايل آهي. اندريون حصو وري ٻن حصن ۾ ورهايل آهي. مسجد جي مٿان 3 خوشنما گنبذ هئا، جيڪي ڊهي چڪا آهن. خوبصورت محراب ۾ ڪاشيءَ جو ڪم ڪٿي ڪٿي نظر اچي ٿو. مسجد کي ڪل چار منارا هئا، جيڪي به ڊهي ويا آهن. Ancient sindh ۾ لکيل هڪ مقالي ۾ محترمه مستور بخاريءَ لکيو آهي ته 1980ع ۾ مسجد ڪافي ڊهي چڪي آهي. پر هڪ حصو اجا ڏسڻ جهڙو هو، پٽين تي چهن محرابن جا نشان، ۽ انهن جون ونگون سلامت هيون. پر 1998ع ۾ مسجد کي وڏو نقصان ٿيو هو. رهيل پٽ جو ڪجهه حصو به ڪري چڪو هو صرف هڪ محراب ونگ سان موجود هو (مستور بخاري)

***ايس ـ پي گپتا (شخصيت)***

گپتا هندوستان جي قديم آثارن ۽ آرٽ جي تاريخ جو وڏو عالم هو. پاڻ 1931ع ۾ ڄائو. هن جو سنڌو ماٿري جي تهذيب سان گڏ سڄي ڏکڻ ايشيا جي قديم آثارن تي گهرو مطالعو ۽ مشاهدو هو. هن انڊين آرڪيالاجيڪل سوسائٽيءَ طرفان ڪيترن جرنلس کي ايڊٽ ڪيو. کيس مارٽيمر ويلر انعام سان نوازيو ويو آهي. سنڌس لکيل ڪتاب ۽ آرٽيڪل هي آهن:

1_ Elements of Indian Art: Including temple architecture, iconography and Iconometry
2_Frontiers of Indus civilization

هي ڪتاب 1984ع ۾ بي بي صاحب سان گڏجي لکيائين.

3_ The lost Sarsavati and Indus civilization
4_ Disposal of Dead and Physical Types in Ancient India. (1975)
5_ Tourism, Museums and Monuments. (1975)
6_ Archaeology of Soviet Central Asia and the India Border lands (Two parts) 1978.
7_ The Dawn of Civilization.

More Books Visit : www.iqbalkalmati.blogspot.com



ستون نمبر سندس سنڌو تهذيب تي مشهور ڪتاب آهي، جيڪو سينٽر فار اسٽڊيز اِن سولائيزيشن دهليءَ مان 1999ع ۾ شايع ٿيو.

**اليگزنڊر ڪننگهام** (Alexander Cunningham)

(جنم 23 جنوري 1814 وفات 28 نومبر 1893ع)

سر اليگزنڊر ڪننگهام فوج ۾ انجنير هو. پر ڪيس هندوستان جي آرڪيالاجيءَ جو ابو تصور ڪيو وڃي ٿو. پاڻ لنڊن ۾ ڄائو. سندس والد جو نالو ايلن ڪننگهام هو، جيڪو پڻ اسڪاٽش زبان جو شاعر ليکبو هو. پاڻ 19 سالن جي ڄمار ۾ بنگال جي انجنيري کاتي ۾ داخل ٿيو. هن 28 سالن تائين فوج ۾ رهي خدمتون سرانجام ڏنيون. پاڻ ميجر جنرل جي عهدي تان 1861ع ۾ رٽاير ٿيو. ڪيس قديم آثارن ۽ خاص طور انڊيا جي قديم آثارن سان گهڻي دلچسپي هئي. آرڪيالاجيڪل سروي آف انڊيا کي جڏهن منظم ڪيو پئي ويو ته وقت جي وائسراءِ چارلس جان ڪيننگ سان رابطو ۾ هو. هن ڪيس آرڪيالاجي کاتي جو پهريون ڊائريڪٽر مقرر ڪيو. پاڻ 1861ع کان 1865ع تائين انهيءَ عهدي تي رهيو. 1865ع ۾ ڪن سببن جي ڪري آرڪيالاجي کاتي جو ڪم روڪيو ويو. 1867ع ۾ ڪيس سر جو خطاب ڏنو ويو. جڏهن 1870ع ۾ آرڪيالاجي کاتي ٻيهر ڪم شروع ڪيو ته هُو واپس آيو ۽ سال 1885ع تائين کاتي جو ڊائريڪٽر رهيو. ڪننگهام سال 1893ع ۾ لنڊن ۾ وفات ڪري ويو. سندس گڏ ڪيل سڪا جيڪي برٽش ميوزم ۾ رکيل آهن، سي تحقيقدانن لاءِ وڏو سرمايو آهن. هن هندوستان (گڏيل) ۾ کيتريون کوٽايون ڪرايون، جن ۾ سارناٿ، سانچي ۽ مهابوڌي ٽيمپل اهم آهن. سندس مشهور لکڻي "Ancient geography of India" آهي. ان کان سواءِ به هن ڪجهه ڪتاب لکيا، سي هي آهن:

1_ Bhilsa Topes (1854), a History of Buddhism.

2_ Coins of Ancient India (1891)

**ماڳ جو نالو:** ***ايراني پير/ نوندو ماڳ***

ماڳ جو قسم: پٿر ڪمائڻ جي فيڪٽري

ماڳ جو دور: پيليوليٿڪ دور

ماڳ جو هنڌ: هي ماڳ پيرنوندو درگاهه کان ڏيڍ ڪلوميٽر اتر ۾ روهڙيءَ واري ٽڪر ۾، ضلعو سکر.

هن ماڳ جي اتر اولهه ۾ هڪ ڪلو ميٽرن جي پنڌ تي ايراني پير آهي. هن ماڳ تائين پهچڻ لاءِ خيرپور کان لونگ فقير ۽ شادي شهيد واري واٽ وٺڻي پوندي. لونگ فقير، خيرپور کان 13 ڪلوميٽر اوڀر ۾ آهي، جتان شادي شهيد هڪ ميل، درگاهه چتن شاهه ان کان به اڳتي هڪ ميل، ۽ ذڪر هيٺ آيل ماڳ به ميل اوڀر ۾ آهي. هتي اٽليءَ جي آرڪيالاجسٽن ڪم ڪيو آهي. هن ٽاڪرو چٽ تان پٿرن جون ڪورون (cores) مليون آهن جن تان گهڻي نفاست ۽ مهارت سان ننڍيون وڏيون ڇريون (Blades) ڇلي لاٿيون ويون هيون. ڇريون ڇلڻ کان پوءِ انهن ڪورن جي صورت بندوق جي گولين جهڙي ٿي پوي ٿي. ساڳي ٽڪريءَ جي ڏاکڻي موڪري چٽ تي پٿر جي اوائلي دور جي اڻ ڇهيل سائيٽ ملي آهي. جتان ڪجهه هٿ ڪهاڙيون، بي شمار ڇٽا، ڪرچڻا، آڇر، چتڙ ۽ ڪورون (cores) مليون آهن.

**ماڳ جو نالو:** **بابا سري چند جي دربار**

ماڳ جو قسم: سمادي/ هندو ڌرم ۾

ماڳ جو دور: باقي بيگ ترخان

ماڳ جو هنڌ: ٺٽي شهر کان به ميل سنڌو ڪناري. فقير جي ڳوٺ ۾.

بابا سري چند، سکن جي گروءَ، گرونانڪ جو فرزند آهي. پاڻ صوبہ پنجاب جي شهر تلونڊي (موجوده نانڪاڻہ صاحب) پاڪستان ۾ 1696ع/ 1108هه ۾ ڄائو. هن جي شڪل پکيہ نومي ٽٽ تي شنڪر وار يعني جمع جي ڏينهن پنجين گهڙي چڙهڻ

More Books Visit : www.iqbalkalmati.blogspot.com



تي ٻڌي جي مهيني ۾ نروار ٿي. جمڻ جي وقت پاڻ شنڪر ڀڳوان جي روپ ۾ هو. سندس طبيعت فقيري هئي. سري چند ڪجهه عرصو ڪرتار پور ۾ رهي، پوءِ نانڪاڻا صاحب کان ٿيندو سنڌ ۾ آيو ۽ نئين شهر کان ٻه ميل اوپر طرف سنڌو دريا جي ڪپ تي آستانو ٺاهي ويٺو. اهو ترخانن جي محمد باقيءَ جو دور هو. هندو جاتي لڪي لڪي ساڻس ملڻ لڳي، ته هن هندن جي ان وقت ٿيندڙ زيادتين تي ڏک جو اظهار ڪيو ۽ پرارٿنا ڪئي، جڏهن محمد باقي کي خبر پئي ته هن چيو. هي شخص چريو آ ڇڏي ڏيوس. باقي جي انهيءَ ڳالهه ٻڌڻ تي درويش مرڪيو ۽ چيائين، اهو پاڻ چريو آهي. ترت مرزا باقي پنهنجو ذهني توازن وڃائي ويٺو ۽ خودڪشي ڪيائين. پوءِ مرزا جاني بيگ بابا سان ٺاهه ڪيو. ۽ هندن سان به سٺي هلت هليو. اها خبر ڪانه ٿي پوي ته بابا هتي ڪيترو عرصو رهيو. هن وقت هندو سندس آستان تي پوڄا پاٺ لاءِ ڪافي تعداد ۾ گڏ ٿيندا آهن. هن وقت سندس سمادي جو سنڀاليندڙ سائين ڄيئانند آهي (2002ع).

**ماڳ جو نالو:** **بابا صلاح الدين جو مقبرو**

ماڳ جو دور: پاڪستاني دور

ماڳ جو قسم: مقبرو

ماڳ جو هنڌ: ڪوٽڙي شهر ۾ انڊس هاءِ وي ڪوٽڙي ـ ٺٽو روڊ تي. رندن جي گهرن وٽ.

هي ڪو تاريخي ماڳ ڪونه آهي. بابا صلاح الدين اصل چترال جو هو. پاڻ علي ڳڙهه جو پڙهيل هو. عربي فارسي انگريزي سٺي هيس. مذهبي لاڙي سبب عبدالله شاهه اصحابي ۽ ٻين جي مزارن تي ويندو هو. اصل ۾ رهندو سيوهڻ ۾ هو. آخري وقت درگاهه قلندر تي وفات ڪيائين. جتان سندس عقيدتمندن کيس ڪٽي اچي اتي پوريو. سندس وفات 1963ع ۾ ٿي. پاڻ 1902ع ۾ ڄائو. سندس مقبرو ڪوٽڙي شهر جي ڏکڻ ۾ آهي. مقبرو پڪو سيمنٽ جو ٺهيل آهي. جنهن کي موجوده دور جي رنگن سان سينگاريو ويو آهي. مقبرو ٻه ماڙ آهي. ڪنڊن تي مينار ٺهيل آهن. مٿان خوبصورت گنبذ ٺهيل اٿس. قبر کي چوڌاري وڏو ڪٽهڙو ڏنل آهي. هيٺ فرش ماربل جي سرن جو ٺهيل آهي. هن مقبري جو ڪم 1975ع تائين هليو.

**ماڳ جو نالو:** **باقي بيگ ازبڪ جو مقبرو**

ماڳ جو دور: ارغون ترخان دور

ماڳ جو قسم: مقبرو

ماڳ جو هنڌ: تغرل بيگ ۽ عيسيٰ خان ثاني جي مقبرن جي وچ تي. مڪلي ضلعو ٺٽو.

هي مقبرو پڪ سرائون، مرزا باقي بيگ ترخان جي مقبري وانگر آهي. فرق رڳو اِهو آهي جو ترخان جو مقبرو پٿر جو آهي، هي مقبرو سرن جو ٺهيل آهي. هي هڪ پٿرائين پليٽ فارم تي ٺهيل آهي. مقبري جي اندران اندر ماپ 75x69 فوٽ آهي. پٿيون 2 کان ساڍا ٽي فوٽ ويڪريون آهن. احاطي جو لنگهه اوپر ۾ وڏين ونگن جي دروازي سان آهي؛ جتي هڪ چوڪور فريم لڳل آهي، جنهن تي ڪاشيءَ جون چمڪندڙ سرون لڳل هيون. جيڪي هينئر موجود ڪونه آهن. ٻه لنگهه اتر ۽ اوپر وارين پٿين ۾ ٻه آهن. انهن مصنوعي لنگهن واري پٽ ۾ چار ونگن واريون دريون ۽ ڪنڊ ۾ اڌ ـ اٺ ڪنڊو محراب اندرين پاسي آهي. اصل اوپارين مهاڙي نيري ڪاشيءَ سان سينگاريل هئي، جنهن تي گول چونڪڙيون نڪتل هيون. عبادت وارو حجرو چوڪور ٺهيل آهي، جيڪو اتر ـ ڏکڻ ڏي وڌيل آهي. محراب اڌ ـ اٺ ڪنڊي نموني جو. ڪاشيءَ جي نيرين سرن سان سنواريل هو. جنهن جي مٿان گنبذ اڏيل آهي، جيڪو پڻ ڪاشيءَ جي سرن سان، گلن ٻوٽن ۽ ٻين ليکن وارن نقشن سان سنواريل هو. اڏاوت، پٿين واري مسجد جو بهترين نمونو پيش ڪري ٿي.

وچ تي هڪ ٿلهي تي ٽي قبرون آهن. جن مان هڪ باقي بيگ ترخان جي چئي وڃي ٿي، پر ڪو به ڪتبو يا لڪت سلامت نه رهي آهي.

**ماڳ جو نالو:** **بالو جو قبو**

More Books Visit : www.iqbalkalmati.blogspot.com



ماڳ جو قسم: اڏاوت

ماڳ جو دور: بلاول زرداريءَ جي وفات 800 هه ۾ ٿي اهڙو نئون ڪتبو لڳل آهي جڏهن ته مقبرو 18 هين صديءَ ۾ ٺهيو.

ماڳ جو هنڌ: بالوءَ جو مقام ديهه 23 داد، تعلقو ۽ ضلعو نواب شاهه. حاجي منوخان زرداري ڳوٺ اٽڪل 2 ڪلو ميٽر اولهه ۾ آهي. زوار ڪوڙو ڳوٺ اٽڪل هڪ ڪلو ميٽر ڏکڻ ۾، پانڌي ـ نواب شاهه روڊ اٽڪل 1/2 ـ 1 ڪلو ميٽر اوپر ۾ ۽ نواب شاهه شهر اٽڪل 12 ڪلو ميٽر ڏکڻ اوپر ۾ آهي. هي ماڳ اتر ويڪرائي ڦاڪ 26 درجا 19 منٽ 4 سيڪنڊ ڊگرين ۽ اوڀر ڊگهائي ڦاڪ 68 درجا 21 منٽ 5 سيڪنڊ ڊگرين تي واقع آهي. مقبرو ڊيگهه ۽ ويڪر ۾ 6.60x6.60 ۽ اوچائيءَ ۾ 13 ميٽر آهي. اڏاوت ۾ چيرولي، پڪيون سرون سيمنٽ، گارو ۽ شيشو وغيره استعمال ٿيل آهي. مقبرو چورس رٿيل آهي. لنگهه اوپر طرف وڏ واڙي نموني ونگيل در (corbel arched) سان آهي، دروازو ڪاٺ جو لڳل آهي. وڏو ڪڻ ونگو (Recessed Arched) پانيل ۽ اندر تي هڪ مستطيل پانيل لنگهه وٽ ٺهيل آهي. مهاڙيءَ ڪان سواءِ ٽن پاسن تي 15 عدد مستطيل پانيل ٽن قطارن ۾ ٺهيل آهن. ڪنڊن وٽ بيڙ بني تي ڪنگرا ٺهيل آهن. مهاڙي ۾ ڪنگرن ڪان سواءِ چار برجيون ٺهيل آهن. جن ڪي وري چار دريون (opening) ڏنل آهن. اٺڪنڊي ڳچ (Drum) ڪي چار روشندان ۽ اٺ برجيون ۽ هر پاسي سيمنٽ جون جاريون لڳل آهن. ڳچ جي مٿان اڌگول گنبذ ۽ ان جي مٿان ڪاشيءَ جو ڪلسو ٺهيل آهي. گنبذ جي ٻاهران شيشي جو ڪم ٿيل آهي. گنبذ جو نمونو هو سانگ جي مقبري جهڙو آهي، جيڪو منڊو (Mandu) ۾ سال 1440ع ۾ ٺاهيو ويو هو. مقبرو پانيلن سان هر پاسي سينگاريل آهي. ڇتين تي ٽي عدد مستطيل پانيل به ٺهيل آهن. مٿي ڪنڊن وٽ ڪنڊجوڙ (squinch) ٺهيل آهن، جيڪي مقبري کي اٺڪنڊو ڳچ ٺاهڻ ۾ مدد ڏين ٿا. اندران مقبرو ڳچ پلستر ٿيل آهي. حجري ۾ به قبرون ماربل جون ٺهيل آهن. بلاول زرداريءَ جي قبر تي ڪتبو لڳل آهي. بلاول زرداري ڪلهوڙن جو جنگي جرنيل ۽ سفارتڪار هو. مقبري جي سنڀال هئڻ ڪري تمام سني حالت ۾ آهي. حڪومت 89 ـ 1988ع ۾ هتي ڪجهه ڪم به ڪرايو آهي.

**ماڳ جو نالو: بالي ڪا بنگلا**

ماڳ جو قسم: اڏاوت/ محل.

ماڳ جو هنڌ: خيرپورميرس ريلوي اسٽيشن کان اتر ـ اوپر 250 والن تي.

ماڳ جو دور: 1909 ـ 1906 دوران اڏيل.

مختصر احوال: هي محل خيرپورميرس جي والي مير علي نواز ناز پنهنجي گهرواري باليءَ لاءِ ٺهرايو. محل کي چوڌاري قلعي نما پٽ ڏنل آهي. وچون هال 30x25 فوٽ آهي، هن هال جي اترئين ۽ اولاهين پٽ ۾ به وڏا آئينه لڳل آهن، جن جي ماپ 6x4 آهي. محل ڊيگهه ۾ اوپر اولهه ۽ ويڪر ۾ ڏکڻ ـ اوپر آهي. ڏکڻ مُهين محل جو دروازو 8 فوٽ ٿيندو جيڪو ڪاٺ جو ٺهيل آهي. هال سان گڏ چار ڪمرا آهن، جن مان هڪ ڪمرو بالي جي نالي سڏجي ٿو، جنهن جي ماپ 19.4x11.4 فوٽ آهي. سڄو محل ٽنين تي بيٺل آهي. ۽ خوبصورت نقاشيءَ جو نادر نمونو آهي.

**ماڳ جو نالو: ٻني ٽاٽو عارب**

ماڳ جو قسم: دڙو

ماڳ جو دور: ڏاتو پاهڻي دور.

ماڳ جو هنڌ: ٽاٽي عارب خان جي پرسان هڪ ڊوريءَ تي جيڪا نئن بارڻ سان ملي ٿي. اتر ويڪرائي ڦاڪ 25 درجا 37 منٽ 06 سيڪنڊ ۽ اوپر ڊگهائي ڦاڪ 67 50 56

هن وقت زمين /هنڌ جو گهڻو حصو زرعي زمين هيٺ اچي چڪو آهي. ۽ ڪافي حصي تي قبرستان ٺهي چڪو آهي. نظر ڪبي ته هڪ ٿلهه نما مٿاهين جو گهيرو 60 ميٽر، مٿان وارو قطر 7 ميٽر اونچائي 11 ميٽر اٿس. هن دڙي جي ماپ 250x250

More Books Visit : www.iqbalkalmati.blogspot.com



ميٽر باقي وڃي بچي آهي. هن دڙي کي اين جي مجمدار کوٽيو هو، جنهن هن دڙي کي ڏاتو پاهڻي دور جو ڪري لکيو آهي.

هتي کوٽيل ٽن تجرباتي کڏن مان جيڪي وٿون مليون، تن ۾ آمري ثقافت سان لاڳاپيل ٺڪرانو، مٽڪا، پٿر جا گولڙا، ٽامي جي چيٽي، پٿر جي روهي/ سيراڻ (Hone)، پٿر جا پتا ۽ ڪرچڻا شامل آهن.

**ماڳ جو نالو: بجار خان ٽالپر (ٽاني) جو مقبرو**

ماڳ جو قسم: مقبرو_ عمارت

ماڳ جو دور: ميرن جي صاحبي

ماڳ جو هنڌ: مير غلام حسين جي مقبري جي ڏکڻ ۾ _ حيدرآباد

هن عمارت جي اندر ڪل 6 قبرون آهن. هي پٿرايون قبرون اُڪر جي ڪم سان ڪمايل آهن. ڇهه ئي قبرون اولهه کان اوڀر طرف لاڳيتون آهن. عمارت جي ماپ اتر ڏکڻ 25 فوٽ اوڀر اولهه 33 فوٽ آهي. ڇهين قبرن ۾ هي صاحب مدفون آهن.

1_ مير عبدالله خان ولد مير غلام حسين خان (اول)

2_ مير بجار خان (ٽاني) ولد مير غلام حسين خان (اول)

3_ مير غلام حسين خان (ٽاني) ولد مير بجار خان ٽاني. وفات 1886ع

4_ مير بهرام خان (ٽيون) ولد مير عبدالله خان (ٽيون) وفات 1918ع

5_ مير غلام شاهه (ٻيون) ولد مير غلام حسين (ٽاني) ڄم 1286ھ وفات 1970ع

6_ مير بجارخان (ٽيون) ولد مير غلام حسين خان (ٽاني) وفات 1912ع

مير بجار خان، مير فتح علي خان ميرپورخاص واري جي نياڻي سان شادي ڪئي هئي.

**ماڳ جو نالو: بخاري سيدن جو گورستان (تورڪي)**

ماڳ جو قسم: اڏاوت_ قبرون

ماڳ جو دور: ارغون ترخان

احوال: ميبين و نهين جي مسجد جي پرسان الهندي طرف ۽ قبي جي ويجهو، هڪ ڊنل چوڪنڊي اندر بخاري ساداتن جون مزارون پڪين سرن جون ٺهيل آهن. مزارون سڀ ڊهي ويون آهن. سجاڳپ لاءِ ڪو ڪتبو لڳل به ڪونه آهي. انهيءَ چوڪنڊيءَ جي چوڌاري عالم پناهه جا نشان نظر اچن ٿا.

**ماڳ جو نالو: بخاري شاهه جو مقام / ربابي ڊوري.**

ماڳ جو قسم: قبرستان

ماڳ جو دور: تيرنهين / چوڏهين صدي عيسوي.

ماڳ جو هنڌ: ديهه ڪرچات، ويڪرائي ڦاڪ $25^0 43' 01''$ اتر_ ڏکڻ ڊگهائي ڦاڪ $67^0 39' 37''$ E= اوڀر_ اولهه ۾.

دينو گبر بند ۽ ٻين گبر بندن سان گڏ هڪ مقام آهي، جنهن کي بخاريءَ جو مقام ياربابي ڊوري جي نالي سان سڏين ٿا. هي قبرستان، جنهن ۾ تيرهين ۽ چوڏهين صدي جون پٿر جي اڪر سان قبرون آهن. بخاري پير جي نالي يا حالات جي خبر ڪونه ٿي پوي. نه وري قبرن جي حالت اهڙي آهي جو ڪجهه پڙهي سگهجي. سمجهي سگهجي ٿو ته اهي گهاڙ واريون قبرون هتي اڪر جي اوائلي دور جون هونديون. هن قبرستان کي هڪ ننڍي پٽ به ڏنل آهي، جنهن کي اوڀر ۾ لنگهه آهي. هي هلڪي پيلي رنگ جون قبرون آهن، جن تي سادي اڪر ٿيل آهي جيڪي تمام زبون حالت ۾ آهن. ضروري آهي ته انهن جي لکت کي پڙهجي. لکت ۾ ڪي نالا به آهن. هن ماڳ جا ڪي بيا نالا به آهن ۽ هن سان لاڳاپيل عجيب غريب روايتون به ماڻهن وٽ زبان زد آهن.

**ماڳ جو نالو: بخاري پير جو مقبرو (ٽلٽي)**

ماڳ جو قسم: مقبرو

More Books Visit : www.iqbalkalmati.blogspot.com



ماڳ جو دور: اسلامي

ماڳ جو هنڌ: ديھ ٺلٽي، تعلقي سيوهڻ ضلعي ڄامشورو.

هي مقبرو ڳوٺ ٺلٽيءَ کان ڏيڍ ڪلو ميٽرن جي فاصلي تي آهي. جتان هڪ پڪو رستو ٺهي ڪي ڳنڍي ٿو. اتي درگاھ ۽ مسجد گڏ ٺهيل آهن. روضو ڏکڻ ۾ ۽ مسجد اتر ۾ آهي. روضو چوڪندو رٿيل آهي. ان جي مٿان گنبذ ۽ گنبذ مٿان ڪلسو (Kalsa) لڳل آهي. مهاڙي پانيلن ۾ ورهايل آهي. وچين پانيل ۾ ڪمانن وارو دروازو آهي. مهاڙي جي صفا مٿان ڪنڊن وٽ برجيون ٺهيل آهن ۽ برجي جهڙي اڏاوت جيڪا ونگن سان وچ تي به نظر اچي ٿي. روضو اندر سوڙهو آهي، صرف هڪ قبر اندر اٿس، قبر جي مٿان ڇٽي ڏنل آهي، جيڪا ڪاٺ جي آهي. سادي شيشي جو ڪم پٽين تي هلي رهيو هو، جڏهن اسان ان ڪي ڏٺو. زيارتين لاءِ ڪوبه بندوبست ٿيل ڪونه آهي. روايتن مطابق بزرگ جو نالو شهاب الدين بخاري ڏسيو وڃي ٿو. مسجد جي تعمير سادي ٿيل آهي. پانيلن تي مهاڙي ٺهيل آهي. مسجد جا پلويڙا ڪجهه وچ تي نڪتل آهن. جن تي چوراسا ٺهيل آهن.

**ماڳ جو نالو: بدين**

ماڳ جو هنڌ: 39 24 اتر ويڪرائي ڦاڪ 53 68 ڊگريون اوڀر ڊگهائي ڦاڪ تي.

ماڳ جو قسم: شهر

احوال: هن کي سندان، سنڌڙي بندر، روپاهه، چاچڪان جي مختلف نالن سان تاريخ ۾ ياد ڪيو ويو آهي. اڳئين سمي دريا ريڻ بدين پرڳڻي جوڻ کان لنگهي روپاه ماڙي وچان ٿيندو، وڃي ڪوري نار ۾ چوڙ ڪندو هو ۽ دريا پراڻ ميرپور پرڳڻي مان ٿي ٽر جي پٽن ويجهو پراڻي شهر بنگارو، دريا هاڪڙي سان گڏبو هو. اهي ٻئي واهه سرزمين بدين کي آباد ڪري سمنڊ ۾ چور ڪندا هئا. هي علائقو يعني اڳوڻو سنڌڙي بندر شاهوڪار خطو هو، جنهن لاءِ سدائين ڌارين هٿان تاراج ٿيندو رهيو. هي شهر ايامي آهي. موجوده بدين جي ڏکڻ ۾ اڌ ميل تي پراڻي بدين جا آثار موجود آهن. هن وقت اهو ماڳ ولار هيٺ اچي چڪو آهي. ڪوبه نشان باقي نه رهيو آهي.

**بدين ضلعي جون درگاهون ۽ مزارون.**

**ارغون دور:**

1۔ پير شهاب الدين احمد جيلاني۔ مزار بدين ۾ آهي. پاڻ 19 رمضان 900 ھ ۾ وفات ڪيائون. سندس درگاھ عالي شاھ جيلاني نهرائي. شاھ قادري جو ميلو لڳندو آهي.

2۔ ملاحسن: بزرگ جي مزار ڪور واھ کان 16 ميل پري رڻ ۾ آهي.

3۔ مهاولي: شاھ قادري جي مقبري کان ٻن فرلانگن جي پنڌ تي آهي. شاھ قادريءَ کان اڳ جو چيو وڃي ٿو.

**ترخان دور:**

1۔ درويش صدر: هن بزرگ جي مزار ولهار ۾ آهي.

2۔ درويش موسيٰ: هن بزرگ جي مزار جوڻ ۾ آهي.

3۔ ساجن سوائي: سندس مزار ونگي ۽ ولهار ۾ آهي.

4۔ لال محمد للاٽي: سندس آخري آرام گاھ شاھ قادري واري قبرستان ۾ آهي.

5۔ سيد عارب شاھ: هن بزرگ جي مزار شاھ قادري جي قبرستان ۾ آهي.

6۔ مخدوم توغاچي: هن بزرگ جي مزار بدين جي اولهه طرف آهي.

7۔ مخدوم حاجي: بزرگ جي مزار بدين شهر ۾ آهي. پاڻ ترخان دور ۾ وفات ڪيائين.

**مغل دور:**

1۔ سيد يونس: هن بزرگ جي اڳهاماڻي ۾ مزار موجود آهي.

More Books Visit : www.iqbalkalmati.blogspot.com



2_ سيد عبدالله: اصل متيارين جو هو. سندس مزار اڳهم ڪوٽ ۾ آهي.
3_ شاهه لطف الله قادري: هن بزرگ جي مزار اڳهم ڪوٽ ۾ آهي. شاهه عبداللطيف ڀٽائيءَ جي شاعري تي سندس گهرو اثر آهي.
4_ سيد مير: هن بزرگ جو پورو نالو نٿو ملي. سندس درگاهه بدين جي ڏکڻ ۾ آهي.
5_ مخدوم الياس_ شيخ شهاب الدين سهروردي جي اولاد مان آهي. مزار ڳوٺ ورياهه ۾ آهي.
6_ يوسف فقير: مزار ديهه 66 ٽپي "چوراڏي" ۾ روپا ماڙي کان ڏکڻ – اوير ٻن ميلن تي آهي.

**ڪلهوڙا دور:**

1_ شيخ اسماعيل قريشي: هي بزرگ شيخ بهاءُ الدين ملتانيءَ جي اولاد مان آهي. بدين شهر ويجهو سندس مزار آهي.
2_ خليفو محمد شريف: بزرگ جي مزار اڳهم ڪوٽ ۾ آهي. سندس والد جو نالو خيرالله هو.

**ٽالپور دور:**

1_ خليفو محمود نظاماڻي: پيءُ جو نالو گهنور خان اٿس. پاڻ ميرن جو سپهه سالار ڪالهي خان جو پاءُ هو. پير صاحب پاڳاري جو مريد ٿيو. 1766ع ۾ جائو ۽ 1848ع ۾ وفات ڪيائين. سندس خوبصورت مقبرو بدين ۾ آهي.

**گمنام:**

1_ محمود شاهه_ مزار ماتليءَ کان ڇهه ميل پري ڳوٺ صالح سومرو.
2_ ريدار پير: مزار ريڻ ڪناري تي.
3_ منو فقير ڪاهوڙي ڪيڻ شهر کان پنج ميل ڏکڻ طرف.
5_ مصري شاهه: مزار ديهه شيخٽو، ٽپو ترائي، ڪڙئي گهنور کان 6 ميل ڏکڻ ۾.
6_ شاهه گهريو: پيرو لاشاري جي اوير ۾ درگاهه اٿس.

**بدين دور ۾ سما دور جا مقبرا ۽ مزارون.**

1_ مخدوم محمد اسماعيل: هن بزرگ جي مزار اڳهم ڪوٽ ۾ آهي. پاڻ 998هه ۾ وفات ڪيائين.
2_ درويش دائود: هن بزرگ جي مزار اڳهم ڪوٽ ۾ آهي. اسماعيل سومري بزرگ جو دوست ۽ همعصر هو.
3_ درويش دائود: ارغون دور تائين حيات هو. اڳهم ڪوٽ ۾ سندس مزار آهي. پاڻ اتي هڪ مدرسو به کوليو هئائين. اسماعيل سومري ۽ ميان همون جو همعصر هو.
4_ مخدوم عثمان: هن بزرگ جي مزار به اڳهم ڪوٽ ۾ آهي. اسماعيل سومري جو همعصر هو.
5_ ميان همون: سندس مزار اڳهم ڪوٽ ۾ آهي. محمد اسماعيل سومري جو همعصر هو. وڏو مدرسو هوس.
6_ درويش سليمان: بزرگ جي مزار اڳهم ڪوٽ ۾ آهي. وڏو ڪاني ڪرامت جو صاحب هو.
7_ شيخ نورالدين: هن بزرگ جي مزار اڳهم ڪوٽ کان ٽيئن ميلن تي آهي. پاڻ اصل سيوهڻ جو وينل هو.
8_ شيخ پنهيو ناريجوي: هن بزرگ جي مزار بدين شهر جي ويجهو آهي.
9_ مخدوم نورنگ سومرو: هن بزرگ جي مزار "ورياهه" ڳوٺ ۾ آهي.
10_ شاهه طريل: تاج الدين عرف شاهه طريل 1467ع ۾ وفات ڪئي. هي قبو مهرعلي خواجه ٺهرايو.
11_ چرڪس ڏناڻي: غوث بهاءُ الدين جو مريد هو. سندس مزار "ونگي" واري علائقي ۾ ٽندي باگي تعلقي ۾ آهي.
12_ راجسين سومراڻي: هن بزرگ جي مزار ٽندي شهر جي پرسان آهي. هي بزرگ ملتاني پيرن جو مريد هو. ميلو لڳندو آهي.
13 شاهه رڪن الدين: شيخ اسماعيل جو فرزند مانڌر جي پٽ ۽ مير واهه جي ڪناري سندس مزار موجود آهي.

**ماڳ جو نالو: بديع الزمان جي مرقد (چٽي)**

More Books Visit : www.iqbalkalmati.blogspot.com



ماڳ جو قسم: قبر

ماڳ جو هنڌ: ميرزا باقي جي مرداني قبرستان جي ٻاهرئين دروازي جي سامهون واري ايوان ۾ ڇٽي

ماڳ جو دور: ترخان دور

بديع الزمان مرزا باقي بيگ جو پوٽو هو. جنهن 1011 هه ۾ وفات ڪئي. سندس ڇٽيءَ تي اڪر جو نئون ڪم ٿيل آهي. ڇٽي جو قطر 16.6 فوٽ آهي. پيل پاوا چوڪور ۽ 9 .5 فوٽ بنياد ۾ آهن. ٿلهو ڊهي چڪو آهي رڳو احاطي جا آثار موجود آهن. ڇئن ڪندن تي پيل پاون جو بنياد تعمير جو نئون نمونو آهي جن تي پلو اڪر جو ڪم ٿيل آهي. ڇٽي جي مٿان گنبذ ٺهيل آهي اندرئين پاسي گنبذ ۾ اڪر جو سنو ڪم ٿيل آهي، جنهن ۾ سورج مکي جا گل وغيره اڪريل آهن. هشت ٿنيي ڇت جي ڪناري جي اندران آيتون هيون جيڪي لوٽياٽ جي ڪري ضايع ٿي چڪيون آهن. پيل پاون مان هڪ تي مور جي تصوير اڪريل آهي، جيڪو ڇهنب سان نانگ ماري رهيو آهي. ٻئي ٿنيي تي به ڪڪڙيون داڻو چڳي رهيون آهن. اها نئين روايت جي شروعات رڳو هن ڇٽي کان ڪيل آهي. بديع الزمان بابت تاريخ ۾ گهڻو احوال ڪونه ٿو ملي.

**ماڳ جو نالو: بدام جو ڪوٽ/ دڙا**

ماڳ جو هنڌ: قمبر_ وارهه تعلقن جي سرحد تي ايف پي بند جي اولهه ۾ بدام ڍنڍ جي وچ ۾.

ماڳ جي ماپ: دڙا ڇئن ايڪڙن تي پکڙيل آهن.

ماڳ جو دور: سما دور؟

احوال: ڊاڪٽر ميمڻ عبدالمجيد ”لاڙڪاڻو_ ماضي ۽ حال“ ۾ لکي ٿو ته هن دڙي کي عام ماڻهو بدام پنري جو دڙو سڏيندا آهن. هن دڙي جي کوٽائيءَ مان ٺڪر ۽ اگرجام ملي ٿو. بدام پنرو سمن جي دور ۾ سورهيه ٿي گذريو آهي. جنگ ناما ۾ بدام جي نسبت ڪچ ۽ پچ سان ڏيکاريل آهي.

**ماڳ جو نالو: بزن جهڏو**

ماڳ جو قسم: غار_ رهائشي غار

ماڳ جو دور: قبل از تاريخ

ماڳ جو هنڌ: لکي ريلوي ڦاٽڪ کان چار ڪلو ميٽر ڳوٺ علي آباد اڇبو پوءِ اولهه ۾ چار ڪلو ميٽر لکي جبلن جي ڪڇ ۾.

غار جبل جي اپي لاهي تي پاڙ ۽ چوٽيءَ جي وچ تي آهي. مُنهن وٽ کوٽائي ڪري ڪجهه خلاصي جاءِ ٺاهي وئي آهي. هي ٽي غارون آهن: پهرين غار ۾ پنيءَ پر رڙهي وڃبو، اها غار اوچائيءَ ۾ ٻارنهن فوٽ ڊيگهه ويهه فوٽ اڳتي گولائيءَ ۾ دروازو، ان جي ڪاٻي هٿ تي ننڍو سوراخ ۽ اندر ڪمرو جنهن جي ماپ 10 فوٽ آهي. ٽين غار ويڪر 4 فوٽ اوچائي پنج فوٽ، ائين چوٿين غار به آهي. انهن غارن جي ڇت ابتي پيالي وانگر آهي. هي غارون هٿ جون ٺهيل آهن. جيڪي اوائلي انسان پنهنجي بچاءَ ۽ آسائش لاءِ ٺاهيون آهن. چوٿين غار ٻين کان وڏي به ٿي سگهي ٿي، پر بيحد اونده ۽ گهٽ اوچائي سبب اتي ٻيهي نٿو سگهجي. گهڙاوت جي لحاظ کان هي غار به اروڙ ۽ شادي شهيد جهڙيون آهن.

**ماڳ جو نالو: بستائي پٽ**

ماڳ جو قسم: دڙو

ماڳ جو دور: قبل از تاريخ/ هڙاپا

ماڳ جو هنڌ: 69° 9' 10" اوڀر 25° 28' 50" اتر ۾ : ڳوٺ بستائي پٽ تعلقي سڪندر آباد ضلعو سکر.

احوال: هي ماڳ واريءَ جي ٽبي تي آهي. دڙي جي ماپ 304 ميٽر اتر ڏکڻ ۽ 250 ميٽر اوڀر اولهه آهي. مٿاڇري تان

More Books Visit : www.iqbalkalmati.blogspot.com



ليجنڊڙ ٺڪرائتو سادو، هڪجهڙي ورڇ وارو ليڪيل، گول، ڪرچيل مليو آهي. هن وقت هتي ڪنهن تيل ڪمپني پنهنجا خيما کوڙيا آهن. اها بہ حقيقت آهي تہ هن ماڳ واپاري قافلن جي ماضيءَ ۾ سراءِ طور وڏي خدمت ڪئي هوندي؛ جو لنگهندڙ شاهي رستو ايامي آهي.

**ماڳ جو نالو:** **بکر شهيد جي رانڪ**

ماڳ جو قسم: مقبرو

ماڳ جو دور: اسلامي

ماڳ جو هنڌ: ديهہ ۽ تپو بکر شهيد تعلقو جوهي ضلعو دادو.

هي مقبرو جوهي۔ واهي پانڌي روڊ جي اتر ۾ آهي. مقامي روايتن موجب شهيد بکر ذات جو پنهور هو. ڪي چون ٿا تہ لنڊ ۽ ڪي هن ڪي رودناڻي سڏين ٿا. رانڪ جو مُنهن ڏکڻ طرف آهي. ديوارون ٻاهران ونگاون پانيلن سان سينگاريل آهن. اهي پانيل مستطيل رٽ ۾ ٻن قطارن ۾ آهن. ٻيڙ ٻني تي ننڍڙيون برجيون ٺهيل آهن. ڪنڊن تي بہ برجيون ٺهيل آهن، جن کي ڪلسو ڏنل آهي. مقبرو سنو ٻينو آهي. هن قبرستان ۾ ڪچيون پڪيون قبرون ٺهيل آهن. جڏهن تہ مقام 7 ايڪڙن تي مشتمل آهي. هڪ فرلانگ جي فاصلي تي هڪ ٻي رانڪ نظر ايندي جيڪا روڊ کان 70 ميٽرن جي فاصلي تي آهي. ان جو گنبذ ڊهي پيو آهي. چو تہ گنبذ، ڪنڊ۔ جوڙ (squinches) ڏئي ڪونہ ٺاهيو ويو هو. نوڪدار ونگون بيٺل آهن. مقبرو هڪ ٿلهي تي ٺهيل آهي. اهو ڪنهن جو مدفن آهي، پتو نٿو پوي.

**ماڳ جو نالو:** **بکر**

ماڳ جو دور: 60 عيسويءَ کان اڳ جو

ماڳ جو قسم: شهر

ماڳ جو هنڌ: بکر، سکر ۽ روهڙي جي وچ تي هڪ ٻيٽ آهي. جنهن جي شهرت سيد علي مکي جي ڪري وڌي.

احوال: بيضوي شڪل جو اهو ٻيٽ جيڪو 800 وال ڊگهو ۽ 300 وال ويڪرو آهي. دريائي مٿاڇري کان 25 فوٽ مٿي آهي. منجهس قلعو بہ آهي. جنهن تاريخ جا ڪافي دور ڏٺا. پهريون ڀيرو هن شهر جو نالو 60 عيسوي ۾ يوناني سياح پمرپيلوس جي ڪتاب ۾ ملي ٿو، جيڪو 1800ع ۾ شايع ٿيو. بکر جو قلعو راجا ڏاهر جي قبضي هيٺ هو. علي ڪوفي جي چچ نامي ۾ بکر جي قلعي کي بغرور جو قلعو لکيو ويو آهي. بکر جو قلعو 161 هہ ۾ شيخ ابوب تراب فتح ڪيو. تيرهين صدي جي اوائل ۾، اڪبر جي دور ۾ بکر گاديءَ جو هنڌ بڻيو. شاهہ بيگ 1522ع ۾ بکر تي قبضو ڪيو. ۽ مقامي ماڻهن کي مارايائين؛ اروڙ جي قلعي کي ڊاهي، بکر جي قلعي جي ٻيهر مرمت ڪرايائين. 1809ع کان 1824ع تائين هي شهر ميرن جي قبضي هيٺ رهيو. 1839ع ۾ مير رستم خان هي شهر قلعي سميت انگريزن کي ڏنو. 1842ع ۾ انگريزن هن شهر تي باقاعدي قبضو ڪيو. اڄ هي هڪ ننڍڙو شهر آهي.

**ماڳ جو نالو:** **بکر قلعو**

ماڳ جو قسم: قلعي جا آثار

ماڳ جو هنڌ: سکر ۽ روهڙي جي وچ تي.

ماڳ جي ماپ: قلعو بيضوي آهي اٺ سؤ وال ڊگهو ۽ ٽي سؤ وال ويڪرو ۽ پنجويهہ فوٽ اوچو آهي.

احوال: بکر، سکر ۽ روهڙيءَ جي وچ ۾ سنڌو دريا کي پار ڪندڙ چن جي پٿرن واري ٽڪري تي واقع آهي. اڳ ۾ هن شهر کي فرشتہ جي نالي سان سڏيو ويندو هو. بکر جو قلعو عربن جي دور ۾ 787ع ۾ شيخ ابوب تراب ٺهرايو. اڪبر جي دور ۾ هي پرڳڻي جو تخت گاهہ هو. بکر جو قلعو سنڌ تي پنجاب ۽ اپرندي طرفان کان ڪاهن کان بچاءَ جو مورچو هو. 1026ع ۾ جڏهن محمود غزنويءَ سنڌ تي ڪاهہ ڪئي تہ قلعي کي هٿ ڪيائين. 1227ع ۾ غلام گهراڻي جي التمش طرفان محمد

More Books Visit : www.iqbalkalmati.blogspot.com



بن السعد قلعو ورتو ۽ ناصرالدين قباچ کي دريا ۾ ٻوڙيائين. بکر 1294ع ۾ علاؤالدين خلجي، 1351ع ۾ فيروز شاھ تغلق جي هٿ هيٺ رهيو. 1354ع ۾ ڏيهي حاڪمن سمن، 1555ع ۾ شاھ بيگ ارغون هن قلعي کي فتح ڪيو. نڪولائي منوچي مشهور سياح هن قلعي بابت لکي ٿو تہ هي قلعو 975 قدم ڊگهو، 553 قدم ويڪرو آهي. هي دارا شڪوھ جي زماني ۾ آيو هو. جيئن ته 1555ع ۾ شاھ بيگ ارغون هن قلعي کي ڊهرائي ڀيهر ٺهرايو.

انگريزن جي دور ۾ هتي فوجي ڇانوڻي هئي. شڪارپور، لاڙڪاڻو ۽ سکر شهر واپار جا مرڪز بنيا تہ هي قلعو ڦٽي ويو. هينئر صرف کنڊرن جا آثار باقي آهن.

**ماڳ جو نالو: بگو دڙو**

ماڳ جو دور: هندو دور/ ٻڌي دور

ماڳ جو قسم: دڙو

احوال: هي دڙو شهدادڪوٽ شهر کان اولھ طرف اٽڪل 14 ميلن تي آهي. دڙي جي اوچائي 50 فوٽ ۽ هڪ ميل ۾ پکڙيل آهي. دڙي تي پڪين سرن سان ٺهيل ٺلھ پڻ موجود آهي. جنهن جي ويڪر 6 فوٽ کن آهي. ٺلھ جي پيڙھ 10 فوٽ کن ويڪري آهي. دڙي تي دهيل جاين جا نشان نظر اچن ٿا. مليل ٺڪرائي، ٽامي ۽ چانديءَ جا سڪا بہ آهن. جيئن ته هتان اهڙا سڪا بہ مليا هئا، جن تي بہ شينهن ٺهيل هئا.

**ماڳ جو نالو: بگو دڙو ٺلھ**

ماڳ جو قسم: ٺلھ

ماڳ جو دور: ٻڌي دور/ موهين جي دڙي وارو دور

ماڳ جو هنڌ: شهدادڪوٽ_ قبر سعيد خان روڊ ۽ شهدادڪوٽ. ڦولڙو تعلقو ضلعو شهدادڪوٽ. هي ماڳ اتر ڊگهائي ڦاڪ 50" 47' 27° ڊگرين ۽ اوڀر ويڪرائي ڦاڪ 00" 42' 67° ڊگرين تي واقع آهي.

احوال: دڙو 360x255 فوٽ ماپ جو ڊيگھ ويڪر ۾ آهي، جڏهن تہ مختلف هنڌن تي 30 کان 35 فوٽ اوچائيءَ تي آهي. هي ماڳ شهدادڪوٽ شهر کان 27 ڪلو ميٽر ڏکڻ اولھ ۾ آهي. ٺلھ ڪافي زبون حال آهي. ٺلھ پيڙھ کان چوٽيءَ تائين 16 فوٽ اوچو ۽ گهيرو 6 ۽ 18 فوٽ اٿس. هڪ پاسي 53 بار ۽ ٻئي پاسي 56 بار. باقي ڇئي نٿو سگهجي تہ ڪل اوچائي ڪيتري آهي. ٺلھ پڪين سرن جو ٺهيل آهي. اوساري گل سان ٿيل آهي. پيڙھ شايد ٻن طبقن جي گول هئي. هيٺين پيڙھ مٿين پيڙھ کان وڏي هئي. ٺلھ نليءَ (cylindrical) وانگر گول ٺهيل آهي. مٿيون حصو ڊهي پيو آهي. مٿيون حصو لنبيل آهي، پر هيٺيون حصو لنبيل نہ آهي. هيٺيون حصو اصلي ۽ سنئو ٺهيل آهي جڏهن تہ مٿيون حصو بعد ۾ يا تہ مرامت ڪري ٺاهيو ويو آهي يا مرڳو پوءِ جو ٺهيل آهي، جيڪو هيٺين حصي جهڙو نہ آهي. هن ٺلھ ۾ استعمال ٿيل سرون 9_1/2x7x1_1/2 ۽ 12x8x1_3/4 انچن جون استعمال ٿيل آهن.

دڙي تان لڌل ٺڪر، ٽامي جا سڪا ۽ ٻيون وٿون ٻڌائين ٿيون تہ دڙو تاريخ جي اوائلي دور جو بہ ٿي سگهي ٿو.

**ماڳ جو نالو: بلالي پير جو قبو**

ماڳ جو قسم: اڏاوت/ مقبرو

ماڳ جو دور: 1168ھ

ماڳ جو هنڌ: بلالي پيرڳوٺ (؟)

ماڳ جي ماپ: 32_1/2x32_1/2 فوٽ

احوال: هن مقبري ۾ عربي عبارتون لکيل آهن. ڪلمو طيبہ تمام سهڻي نستعليق خط ۾ لکيل آهي. پير بلالي جي باري ۾ ڪا معلومات ڪانہ ٿي ملي. مقبري جي اوڀر ۾ محمد شاھ قريشي جي لانڍي آهي. اتر ۾ سيد نورشاھ جو مقبرو آهي.

More Books Visit : www.iqbalkalmati.blogspot.com



**ماڳ جو نالو:** **بلوچن جو قبرستان/ ملڪ طوطا خان جو مقام**

ماڳ جو قسم: قديم قبرستان

ماڳ جو دور: اسلامي دور (تيرهين صدي عيسوي)

ماڳ جو هنڌ: ڪراچيءَ کان 16 ميل سيوهڻ ڊملوٽي روڊ، ملير چانوٽي جي ويجهو ٿڏي ندي جي اوڀر ۾.

احوال: هي قبرستان چوکنڊي کان بہ اوائلي قبرستان آهي. جيڪو ملڪ توده خان ڪرمتي جي نالي پويان سڃاتو وڃي ٿو. هن قبرستان جي قبرن جي اُڪر سادي آهي. هي وڏو قبرستان آهي جنهن ۾ 125 قبرون اهڙيون آهن، جن جي ڪتبن کي پڙهي سگهجي ٿو. ڪنهن زماني ۾ ڪوهستان تي چار سردار، پنهنجي سرداري هلائيندا هئا: 1ـ ڄام جوکيہ (چوکنڊي قبرستان انهن جو آهي) 2ـ ڪرمتي ملڪ سردار 3ـ برفت ملڪ سردار يا باپڙاٽي 4ـ برفت ملڪ سردار هملاٽي. هي بہ چوکنڊي نموني جو قبرستان آهي. هن قسم جا سنڌ ۾ سيدپور، فتح پور، ماڙي وسايو، مال ماڙي، لاکو پير، فتح با غ، راڄ ملڪ سونڊا، کيربون، شيخ ترابي، جنگ شاهي، اين شاه، مور مبارڪ، پيپري، منگهو پير، پيرآري، ڪتو بروهي، گهارو گجو، ڪوٽڙي، سيوهڻ ۽ جوهي وغيره ۾ قبرستان آهن. جيڪي چوکنڊي نموني جي قبرن وانگر ملن ٿا. جن تي اکر جو سادو توڙي اوچو ڪم ٿيل آهي. هاڻي ان قسم جو ڪم (2006) قبرن تي ڪونہ ٿو ٿئي. هن قبرستان ۾ ملڪ طوطا خان ڪلمتي جي قبر بہ آهي. هڪ قبر تي سن 966 ھ لکيل آهي.

**ماڳ جو نالو:** **بلي جي بني**

ماڳ جو هنڌ: جهانگارن کان اٽڪل پنج ڪلوميٽر ڏکڻ – اولهہ هڪ ٽڪري تي.

ماڳ جو دور: سنڌو تهذيب/ ڏاتو پاهڻي دور

هي هڪ قديم ماڳ آهي، ٺڪرائو آمري دور سان پيٽني سگهجي ٿو. هتان پٿر جا چاقو بہ مليا آهن. (تنوير)

هي ماڳ جهانگارن کان اٽڪل ٽن ميلن جي مفاصلي تي واٽ جي ڏکڻ طرف (پراڻي شاه راھ) تي هڪ ننڍي ٽڪري تي آهي.

ماڳ جو احوال: بلي جي بني نئين جي تري کان هڪ سؤ فوٽ اوچي آهي. اوڀر کان اولهہ ڊيگهہ 1000 فوٽ، اتر کان ڏکڻ ويڪر 608 فوٽ آهي. لڏن وٽن ۾ چقمقي پهڻن جا ٽڪرا، چمنيون، ڪليل پيالا، ڪوزا پر چقمق مان گهڙيل پهڻن جا ٽڪرا تمام گهڻا مليا آهن. ٺڪريل پڪڙيل ٺڪرائو آمريءَ سان پيٽڻ جهڙو آهي.

**ماڳ جو نالو:** **بنڌن وارو دڙو**

ماڳ جو قسم: دڙو

ماڳ جو دور: نامعلوم

ماڳ جو هنڌ: 20" 07' 67° اوڀر 05" 30' 27° ڊگريون اتر. ڳوٺ ساهي پڊ تعلقو روهڙي ضلعو سکر. هي ماڳ روهڙيءَ کان 40 ڪلوميٽر ڏکڻ اتر ۾ ۽ ڳوٺ ساهي پڊ کان 2 ڪو ميٽر ڏکڻ ۾ آهي.

احوال: ماڳ 115 ميٽر اوڀرـ اولهہ ڊيگهہ ۾، 98 ميٽر اتر ڏکڻ ويڪر ۾ دڙي جي صورت ۾ آهي. هن ماڳ تي ويندڙ رستو وچ ماڳ مان گذري ٿو.

لڏل وٽن مان ٿانون جا ٺڪر جهجها آهن. سادا ٿانون جا ڳنا ننڍا جن تي ڪو رنگ روغن ڪونہ آهي. پر ڪن ٺڪرن تي چٽ نڪتل آهن. ڪي ڪرڇيل آهن. ٿانون جا ترا گول آهن. بونبين سان ڍڪڻا پڻ لڌا ويا آهن.

**ماڳ جو نالو:** **بوبڪ**

ماڳ جو قسم: پراڻو شهر

ماڳ جو هنڌ: سيوهڻ کان اولهہ پاسي اٺ ميلـ منڇر ڍنڍ جي اوڀر ۾ هڪ ميل جي فاصليـ هڪ وڏي دڙي تي 46' 67° اوڀر 26' 27° اتر

More Books Visit : www.iqbalkalmati.blogspot.com



ماڳ جو دور: منڇر ڍنڍ جي وجود سان بوبڪ سلهاڙيل آهي.

ليوس فليم منڇر جي چواڌري قبل از تاريخ ۾ سنڌو تهذيب جا ماڳ ڳولي لڌا آهن. گمان آهي ته هن هڪ ڪلو ميٽر ڪن جي پکيڙ تي پکڙيل دڙي کي کوٽڻ سان سنڌ سپيتا جا نيارا پار نڪري پون. جو جڏهن منڇر کي بچاءُ بند نه هو ته منڇر جي چاڙهه ۾ بوبڪ جو ڳوٺ وچ پاڻيءَ ۾ هوندو هو. هاڻي ته منڇر به سوڙهي تي وئي آهي. مخدوم جعفر جي نسبت سان بوبڪ جو نالو ارغونن جي دور کان ملي. مخدوم عبدالڪريم ميران جي بوبڪ ۾ وڏي درسگاهه هئي. علامه طاهر محدث سنڌي ۽ حڪيم محمد عثمان بوبڪائي انهيءَ درس گاهه مان علم حاصل ڪري برهانپور پهتا. مرزا شاهه حسن بيگ ارغون به سندس شاگردن مان هو. هڪ روايت موجب سندس قبر مڪليءَ تي آهي. پاڻ 949هه ۾ وفات ڪيائون ته مدرسو مخدوم جعفر سنڀاليو. جيڪو سندس لائق فرزند هو. مخدوم جعفر چوٽيءَ جو عالم هو. هن جا لکيل ڪتاب اڄ به الازهر يونيورسٽي مصر ۾ پڙهايا وڃن ٿا. سندس وفات جي پوري خبر ڪانهي. پر مرزا شاهه بيگ ارغون جي سنڌ تي ڪاهه وقت به حيات هو. سندس قبر بوبڪ شهر جي اتر ۾ پير منبي جي قبرستان ۾ آهي. جيڪا مڪليءَ جي قبرن جهڙي پٿرائين آهي ۽ مٿس عربي عبارتون لکيل آهن. بوبڪ سمن جي دور ۾ تمام گهاٽو خوشحال شهر هو. مخدوم محمد جعفر بوبڪائي، مرزا عيسيٰ خان ترخان کي ٻڌايو ته "جڏهن پهريون پيرو شاهه بيگ ارغون 921 هه (1515ع) ۾ قنڌار مان اچي هن علائقي تي چڙهائي ڪري آيو، تڏهن هُو، هڪ هزار رڳو اٺ زوريءَ ڪاهي ويو. جيڪي باغن ۽ ٻنين جي نارن ۽ هرلن ۾ هلي رهيا هئا."

بوبڪ هن وقت هڪ ڳوٺ جي صورت (5 هزار ڪن آدمشماري رڪنڊ) ۾ موجود آهي.

**ماڳ جو نالو: بودلي بهار جو مقبرو**

ماڳ جو قسم: مزار

ماڳ جو دور: نئون

ماڳ جو هنڌ: سيوهڻ ضلعو ڄام شورو

هي مزار قلندر جي مزار کان هڪ فرلانگ جي فاصلي تي اتر اولهه تي آهي. هي بزرگ پڻ قلندر کان اڳ سيوهڻ ۾ آيو ۽ ساڻس گڏ رهيو. مقامي روايتن موجب سندس نالو بهاول شاهه ٻڌايو وڃي ٿو. جڏهن ته هڪ ڇپيل چوپڙيءَ ۾ سندس نالو سڪندر ۽ سندس پيءُ جو نالو ديندار ذات چانهيون لکي وئي آهي. قلندر شهباز کان پوءِ سندس وڏو احترام ڪيو وڃي ٿو. ٻاهران مقبرو سٺي حالت ۾ ڪونه آهي. اندران نئين دور جون ٽائلس وغيره لڳل آهن. مٿان گنبذ جڙيل اٿس. مقبرو چوڪندو رٿيل آهي. جيڪو ٻڌائي ٿو ته اڏاوت پراڻي آهي. حاطي ۾ ڪجهه قبرون جيڪي ساڳي دور جون آهن. هي درگاهه شهر جي اتر ۾ پراڻي قلعي جي پرسان آهي. چون ٿا ته درويش قلندر لعل شهباز جي حڪم تي سيوهڻ آيو هو. ۽ قلعي جي پرسان هڪ ڪهڙ هيٺ ويهندو هو. روايت آهي ته راجا جيسر ڪيس شڪ جي بنياد تي ڪهرايو هو. اهو ڪم حنود ڪاسائي ڪيو هو ۽ ڪيس ڪڏ ۾ ڦٽو ڪيو هو. حنود ڪاسائي جي ڪڏ اڃا سيوهڻ ۾ آهي. تازو هن مقبري ۽ ان جي متصل عمارتن تي نئون ڪم ڪرايو ويو آهي ان ڪري عمارت جي تاريخي حيثيت نه رهي آهي.

**ماڳ جو نالو: بوهي قبا**

ماڳ جو قسم: قبا/ اڏاوت

ماڳ جو دور: ڪلهوڙا دور

ماڳ جو هنڌ: رتوديرو ۽ شڪارپور روڊ تي ڳوٺ ڏکڻ ويجهو.

احوال: ڪل چار قبا آهن. جن مان ٽي قبا وڏا ۽ هڪ ننڍو. مقبرن جي اڏاوت شاهه بهاري جي مقبري جهڙي آهي. هنن کي "پاندو قبو" به ڪري چون ٿا.

**ماڳ جو نالو: بهارائي مندر**

More Books Visit : www.iqbalkalmati.blogspot.com



ماڳ جو قسم: اڏاوت مندر

ماڳ جو هنڌ: عمرڪوٽ کان ٽي ميل بهارائي ۾

ماڳ جو دور: 1790ع (هندو مندر)

ماپ: 12x12 فوٽ، 20 فوٽ اوچائي.

احوال: هي مندر مڪمل ماربل جو ٺهيل آهي. هن بابت ڪيترين ئي روايتون آهن. هرسال اوس پاس جا هندو ۽ برهمڻ عبادت ڪرڻ لاءِ اچن ٿا. هتي مهاديو جو بت رکيل آهي.

**ماڳ جو قسم: بهليل شاھ جي مزار**

ماڳ جو دور: ڪلهوڙا دور

ماڳ جو قسم: مزار

ماڳ جو هنڌ: ڳوٺ علي مراد شاهاڻيءَ کان اتر ۾ هڪ ڪلو ميٽر جي فاصلي بهليل شاھ لاءِ روايت آهي ته ميان نصير محمد ڪلهوڙي جي ذهين ساٿين مان هو، جو ميان صاحب بهليل شاھ جي مدد سان ساهتي پرڳڻو هٿ ڪيو هو. سندس مزار پڪي آهي. چانڊيا قوم جا ماڻهو مجاور آهن.

**ماڳ جو نالو: بهم جو دڙو/ ڳاڙهي پڙي/ پيڙو پاھ**

ماڳ جو قسم: دڙو

ماڳ جو هنڌ: ديهه نصرت 20 تعلقو نواب شاھ.

ماڳ جو دور: آمري ڪلچر، هڙاپا ڪلچر.

احوال: نواب شاھ تعلقي ۾ ٻانڊي شهر جي ڏکڻ ۾ ٻن ميلن جي فاصلي تي مين ريلوي لائين تي آمرجي واھ جي وچ ۾. دڙي کي پيڙو بهم، پيڙو پنگو جي نالي سان به سڏجاتو وڃي ٿو. سجو پيڙو ڳاڙهي مٽيءَ سان ڍڪيل آهي ۽ ٻن حصن ۾ ورهايل آهي. اهم حصو اتر ۾ 25 ايڪڙن تي مشتمل آهي، جيڪو زمين جي سنوت کان 10 فوٽ اوچو آهي. ڏکڻ وارو پيڙو 15 ايڪڙن تي مشتمل آهي.

وٿون: ٺڪرانو گهڻو آهي. ٺڪر تي ڪاري ۽ ڳاڙهي رنگ جي گلڪاري ٿيل آهي. جاميٽري وارا نقش، مصوري جي چٽسالي ٿيل، ڳاڙهي ۽ پيلي رنگ جا ٺڪرا. ڪن ٿانون تي ڳاڙهي تي ڪارو (سنڌو تهذيب وارو) پٽو. ڪن ٿانون جي ڪنارن تي سوراخ آهن. جن مان ڪي پيٽل، ڪي وري اپريل چٽن وانگر ڏسجن ٿا. ٺڪرانو آمري سان پيٽڻ جهڙو آهي. جاميٽري جا مهندسي چٽ هڙاپا ۽ موهن جي دڙيَ جي ٺڪرائي سان پيٽي سگهجن ٿا، دڙي جي اترئين حصي مان قلعي جي پٽ جا آثار ملن ٿا. جيڪو پڪين سرن جو ٺهيل آهي. سرون 12x9x2 انچ جي ماپ، ٿوري ٿوري وٿيءَ تي ديوار مٿان برجن جا نشان آهن. اترئين پاسي دروازي جا نشان ملن ٿا. ان کان سواءِ ڀڳل چوڙين جا ٽڪر، جانور جي هڏن مان ٺهيل رانديڪا، سپي ۽ ڪوڏ مان ٺهيل رانديڪا، ڊڳي گاڏي وغيره پتل ۽ ٽامي جا سڪا، سڪن جي شڪل سنهي ۽ چپٽري آهي. پنيور جي سَڪن جهڙا آهن. هنن سڪن کي هندو دور جا سڪا سمجهڻ گهرجي. هي پنهنجي دور ۾ مشهور قلعو هو. عربن راوڙ جي قلعي کي فتح ڪرڻ کان پوءِ برهمڻ آباد جو رخ ڪيو ته رستي ۾ ٻه قلعا هئا هڪ دليلہ (دليل ڪوٽ) ٻيو ٻهرور جو قلعو. هي ٻهرور جو قلعو، بهم جي قلعي جي گڏيل صورت مڃي وئي آهي. مشهور وڪر بهار جو مندر، بهم جي پرسان هو. هن کي ٻهور جي قلعي سان سڏيو وڃي ٿو. هي ماڳ اتر ويڪرائي ڦاڪ 26° 31' 55" ڊگرين ۽ اوڀر ڊگهائي ڦاڪ 68° 18' 18" ڊگرين تي آهي.

**ماڳ جو نالو: ٻيبي جي ٻني يا پٽ**

ماپ: 25° 44' اتر ويڪرائي ڦاڪ ۽ 67° 36' اوڀر ڊگهائي ڦاڪ.

ماڳ جو ڏس پتو: باراڻ وهڪري ويجهو (تعلقو جوهي ضلعو دادو)

More Books Visit : www.iqbalkalmati.blogspot.com



ماڳ جو دور: آمري ۽ هڙاپا ڪلچر.

هتان آمري ڪلچر جو ٺڪرانو مليو ٿو. ماڳ جي پير ۾ هڪ چشمو به مليو ٿو. هي ماڳ نئن بارڻ جي پير ۾ هڪ اتاهين جابلو قطار تي واقع آهي.

**ماڳ جو نالو: بيگم گلان جو مقبرو**

ماڳ جو قسم: اڏاوت /مقبرو

ماڳ جو دور: ڪلهوڙن جي صاحبي 1783_ 1700ع دوران اڏيل.

ماڳ جو هنڌ: ميان نورمحمد ڪلهوڙي جو قبرستان. ديهه ۽ ڳوٺ نورمحمد تعلقو دولتپور، ضلعو نواب شاهه.

هن ماڳ جي ڏکڻ ۾ اٽڪل هڪ ڪلو ميٽر جي پنڌ تي نمر جو ڳوٺ، اوڀر ۾ هڪ ڪلو ميٽر جي پنڌ تي لنڊڪي ڪئنال، مقيم ڏاهري جو ڳوٺ هتان ڪان 3 ڪلو ميٽر اولهه ۾ ۽ مورو شهر هتان ڪان 16 ڪلوميٽرن جي پنڌ تي آهي. هي ماڳ اتر ويڪرائي ڦاڪ 50 32 26 ۽ اوڀر ڊگهائي ڦاڪ 48 68 ڊگرين تي موجود آهي. بيگم گلان ميان نورمحمد ڪلهوڙي جي گهرواري ۽ ميان غلام شاهه ڪلهوڙي جي ماءُ هئي. سندس مقبرو رت ۾ مستطيل آهي. جنهن کي اوڀر ۾ ونگن سان دروازو ڏنل آهي. مهاڙي چئن اين ۽ پنجن سڌن پانيلن سان سينگاريل آهي. اپرندي پاسي کي ڇڏي باقي هر پاسي واري ديوار ۾ پنج ايا ۽ پنج سڌا پانيل ٺهيل آهن. ڏکڻ ۾ نوڪدار ونگ سان روشندان (ventilator) لڳل آهي. ڇڄهري مقبري جي چوڌاري ڦريل آهي، جنهن جي ڪندن وٽ برجيون (Turrets) ٺهيل آهن. مقبري کي محرابي ڇت آهي؛ جنهن جي مٿان ڪوٽيءَ جو ابتو گل ٺهيل آهي ان جي مٿان ڪلس ڏنل آهي. اندران ٻاهران گچ گاري سان لنب ٿيل آهي. گل ٻوٽن جا ڏنڊ لا عڪس اڃا بيٺا آهن. اندر اولهه واري ديوار تي اندرئين پاسي ونگاوان پانيل ٺهيل آهن. اهڙي طرح ڏکڻ ۽ اوڀر ۾ به اهڙا گهڻ راسي ونگن وارا پانيل ڏنل آهن. پٽيون اندرئين طرف چٽيل آهن. هن وقت مقبري جي حالت سني ڪانه آهي. هنڌان هنڌان ڏري پيو آهي. چوڌاري جهنگلي ٻوٽا وڪوڙجي ويا اٿس. سمر ۽ ڪلر اڏاوت جي رنگيني تي گهڻو اثر انداز ٿي آهي. آرڪيالاجي کاتي جي سنڀال ۾ آيل هي ماڳ ترت مرامت گهري ٿو.

**ماڳ جو نالو: ٻاپرو گبر بند**

ماڳ جو هنڌ: ڪراچي جي اتر ۾ مهير جبل تي هڪ بند ٺهيل آهي.

ماڳ جو دور: قبل از تاريخ

ماپ: ڊيگهه ۾ 65 فوٽ پاڙ وٽ ويڪر 45 فوٽ مٿين ويڪر 20 فوٽ اوچائي 12 فوٽ جڏهن ته ٽاڪرو تلاءُ يا ڍوري جي ڊيگهه 500 فوٽ ۽ ويڪر 75 فوٽ.

انهيءَ بند ڪان سواءِ هتان مليل وٽن ۽ چقمقي بليڊ ۽ آمريءَ سان پينٽ جهڙو ٺڪرانو به مليو آهي. ان جي چوڌاري پاهڻي ديوار ڏنل آهي.

**ماڳ جو نالو: ٻالپوري آستان**

ماڳ جو قسم: آشرم

ماڳ جو دور: 60 سال پراڻو

ماڳ جو هنڌ: ديهه پال_ تعلقو ٽاڻو بولاخان. لالاٽي مقام ڪان 3 ڪلو ميٽر اولهه ۾.

هي عمارتن جو ميڙ 3 ايڪڙن ۾ پکڙيل آهي، سڀ سادي نموني سيمنٽ سان پلستر ٿيل آهن. پٽين تي ڪي لکتون آهن. ٻاهران اينڌڙن لاءِ لاڏيون ۽ رهائشي ڪوارٽر ٺهيل آهن. رڌ پچاءَ لاءِ الڳ بورچيخانه ۽ پاٽيءَ جون سبيلون ٺهيل آهن. عمارت لڳ قدرتي ڏيک آهن. جيڪي عمارت جي خوبصورتيءَ ۾ اضافو آڻين ٿا. ڇت ۾ لوهي گرڊر استعمال ٿيل آهن. هي آشرم ليڪجڻ گهرجي پري ڪان عمارتون جهونيون، جڻ ڪنهن بنواسي يا رشي جي رهائش وانگر لڳن ٿيون، پر فني طور هيءَ عمارتون 50_ 60 سالن ڪان وڌيڪ عرصي جون نه آهن. هي مذهبي قسم جي عمارتن جو ميڙ ڪنڊائتو پر سني هنڌ ٺهيل آهي.

More Books Visit : www.iqbalkalmati.blogspot.com



خاص طور تي پاٽيءَ جو چشمو ۽ آس پاس جا گهاٽا وڻ.

**ماڳ جو نالو: ٻترڙي وارو پڙو**

ماڳ جو قسم: دڙو.

ماڳ جو دور: پنجين_ ستين صدي عيسوي

احوال: هي ماڳ شهدادپور کان ڇهن ميلن جي فاصلي تي سرهاڙي اسٽيشن تي آهي. هي دڙن جو گروپ آهي. چوڌاري ٺڪرانو پکڙيل آهي. هتان بنا چتساليءَ جي ٽانوَ لڌا آهن. دڙو هندو دور جو چئجي ٿو.

**ماڳ جو نالو: ٻچاٽي لانڍي**

ماڳ جو قسم: فليٽ گرائونڊ/ اڏاوت جا نشان

ماڳ جو دور: قبل از تاريخ

ماڳ جو هنڌ: ديھ ٻچاٽي. تعلقو ٽاٽو بولاخان ضلعو ڄامشورو. اتر ويڪرائي ڦاڪ "00 '32 °25 اوڀر ڊگھائي ڦاڪ "25 '50 °67 تي واقع آهي.

باران نئَ جي سامهون، عثمان جي ٻني جي اولھ ۾ انن فوٽن جو دڙو جنهن تي ڏاتو پاهڻي دور جو ٺڪرانو ملي ٿو. اتي هڪ ڊٺل لانڍي جا آثار بہ آهن. هتي اهڙيون ڪي خاص وٿون ڪونہ ٿيون. هڪ ڪڏو 10x20 فوٽن جو هنيون ويو، پر ڪا اهڙي اهم وٿ ڪانہ ملي، ڪجھ ٺڪرانو ڳاڙهي تي ڪارو رنگ جو مليو. ان کان سواءِ پٿرن مان ٺهيل اڏاوتن جون پيڙهون ۽ پٿر جا پتا بہ مليا آهن.

هي ماڳ گهٽي قدر سڌي ميدان تي آهي. جنهن کي قبل از تاريخ جو سڏي سگھبو. هن ماڳ تي اڳ ۾ مجمدار ويو هو.

**ماڳ جو نالو: ٻچاٽي ڪوٽيرو**

ماڳ جو قسم: پٿرن جو اڏاوتون

ماڳ جو دور: ڏاتو پاهڻي دور

ماڳ جو هنڌ: ديھ ٻچاٽي، تعلقو ٽاٽو بولاخان، ضلعو ڄامشورو. اتر ويڪرائي ڦاڪ "00 '32 °25 ۽ اوڀر ڊگھائي ڦاڪ "10 '50 °67

هي پٿرن جون اڏاوتون ڳوٺ اميد علي برهماڻي لڳ انهي رستي تي آهن، جتان درگاهہ فقير محمد علي وارو رستو ڏئي ٽاٽي احمد خان پهچجي ٿو. هي ماڳ عثمان جي ٻني جي اولھ ۾ اڇاٽي لانڍيءَ جي اتر ۾ آهي. هن اڏاوت جي ڊيگھ 140 ميٽر ۽ ويڪر 120 ميٽر آهي.

هي قبل از تاريخ جو ماڳ آهي، جنهن تي وچ ۾ هڪ اهڙو اُڀار آهي جو ستوپا جهڙي ڏک ڏئي ٿو ۽ بظاهر ان تان ڪابہ اهڙي شيءِ ڪانہ لڌي جنهن کي انهيءَ دور سان منسوب ڪجي. ماڳ کي چوڦير جهنگ آهي ان ڪري ڏسڻ ۾ نٿو اچي.

**ماڳ جو نالو: ٻڍي درس جي درگاهہ**

ماڳ جو قسم: اڏاوت/ چبوترو.

ماڳ جو دور: ارغون_ ترخان

ماڳ جو هنڌ: توڪري قبرستان لڳ نصرپور

احوال: ميين ونهين ۽ اسماعيل شاهہ جي وچ تي هڪ پڪسرائون چبوترو ٺهيل آهي. جنهن ۾ ميان ٻڍو درس دفن ٿيل آهي. ميان ٻڍو، ميون ونهين ۽ اسماعيل شاهہ جو همعصر ۽ صحبتي هو. چبوتري جي اڏاوت ۾ سنهيون سرون ڪتب آندل آهن. جن مٿان ڳچ جي گاري جو ڪم ٿيل آهي.

**ماڳ جو نالو: ٻڌي غار**

More Books Visit : www.iqbalkalmati.blogspot.com



ماڳ جو قسم: قديم غار ۽ ٺلهه
ماڳ جو دور: پٿر جي دور کان ٻڌي دور تائين
ماڳ جو هنڌ: اڙور، تعلقو روهڙي

هي غار اورڙ جي ڪنڊرن جي ڏکڻ ۾ ، روهڙي ٽڪري جي الهندي لاهي وٽ، روهڙي کان 7 ڪلوميٽر ڏکڻ- اتر ۾ آهي. هن غار جي مٿان ٻڌين جو وهارو ٺهيل هو، جيڪو ويجهڙائيءَ ۾ ڊهي ويو آهي. ان جا ڊنل حصا آسپاس ٽڙيل پکڙيل آهن. اهو ٺلهه (stupa) غار جي اتر ۾ ان جي مٿان ٺهيل هو. غار جو منهن اوڀر طرف آهي. جيڪو 6 فوٽ وڏو ۽ 4 فوٽ اوچو آهي. اندران غار اوڀر- اولهه 12 فوٽ وڏو ۽ 7 فوٽ اوچو آهي. فرش تي پٿرن جا ٽڪرا ٽڙيل پکڙيل آهن. ٻن فوٽن جي گهرائيءَ تائين کوٽائي ڪئي وئي. کوٽائيءَ مان ڪابه وٿ نه ملي. مُنهن وٽ ٺڪرائو ۽ ٻيون وٿون مليون آهن. وهاري وٽ به ٺڪرائو ملي ٿو. جيڪو گهٽو ڪري ڳاڙهو، سنو پڪل، چڪ تي لٿل، سنهو ۽ ڪارن پٽن سان آهي.

**ماڳ جو نالو: ٻلاري ڪوٽ**
ماڳ جو قسم: ڪوٽ جا آثار
ماڳ جو هنڌ: ٻلاري ڪوٽ ڪڇ جي رڻ جي سرحد جي حد تي رحمڪي بازار جي لڳ، ونگي رستي تي.
احوال: ابن حوقل جي نقشي ۾ هي ڪوٽ ڏيکاريل آهي. اوائلي ڪوٽن مان آهي. ميرن جي وقت ۾ مير شيرمحمد هن جي مرمت ڪرائي جو سندس آخري سرحد تي هو. انگريزن جي دور تائين ڪي قدر سلامت هو. جاڙيجن ۽ بلوچن گڏجي هن تي قبضو ڪيو هو. ٻلاري ڪوٽ زبون حالت ۾ هڪ ڳوٺڙي جي صورت ۾ تعلقي ڏيپلي ۾ موجود آهي.

**ماڳ جو نالو: ٻورڙيءَ واري مسجد ۽ روضو**
ماڳ جو قسم: اڏاوت
ماڳ جو دور: اسلامي
ماڳ جو هنڌ: خيرپور ناٿن شاهه کان 10 ميٽر ۽ ڪڪڙ کان به 10 ڪلو ڪلو ميٽر تعلقو خيرپورناٿن شاهه ضلعو دادو.

ٻورڙي ڇگو ڳوٺ آهي. هتي هڪ مسجد ۽ روضو ٺهيل آهي، جيڪي اٽڪل 150 سال کن پراڻا هوندا. يعني ميرن جي دور جا ٺهيل آهن.

**مسجد:** مسجد ڪي حاطو نڪتل آهي. ڏکڻ ۾ دراوزو ڏنل آهي، جيڪو عام قسم جو آهي. مهاڙي وٽ ونگن سان دروازا ٺهيل آهن جيڪي اندر ٽن ڪمرن ۾ کلن ٿا. هر ڪڻ جي مٿان گنبذ ڏنل آهي. مسجد جي ٻيڙ ٻني تي ڪنگرا ٺهيل آهن. ڪنڊن وٽ ڪنڊ جوڙون (quinches) ٺهيل آهن، جيڪي ڪمري کي اٺڪنڊو ڪن ٿيون. جن مٿان گنبذ ٺهيل آهي. مهاڙيءَ جو وچون حصو ٻين حصن کان اوچو آهي. اندران مسجد ٽن حصن Bays ۾ ورهايل آهي. جن تي وڏيون ونگون نڪتل آهن اندر پيپل پاوا ٺهيل آهن. حجري جي مڪ وچين ڪمري ۾ محراب ٺهيل آهي. اندران توڙي ٻاهران ڏنڌلا چٽ بيٺل اٿس.

**روضو:** روضو مسجد جي اتر ۾ ٺهيل آهي، جيڪو چوڪنڊي رٿ جو آهي. روضي جي مهاڙي اوڀر طرف آهي، جنهن ۾ ونگن سان ننڍيو در لڳل آهي. دروازي جي اندرئين پاسي برجن وانگر واڏاوڙا آهن لنگهه کي دروازو ڏنل ڪونه آهي. لڳي ٿو ته تعمير جو ڪم اڌ ۾ روڪيو ويو آهي. اندر ڪمرو چورس آهي. ڪنڊن وٽ ڪنڊ- جوڙون ناهي ڪمرو اٺڪنڊو ڪيو ويو آهي. جنهن جي مٿان گول گنبذ اڏيو ويو آهي. ڪمري جي ٽن پاسن کان ڪڻ ونگاٽل جارا (Recessed Arched Niches) ٺهيل آهن. روغني چٽ حاشيي (Dado)، ڪانس (Cornice)، ۽ گنبذ جي اندران پسي سگهجن ٿا. مقبري جي وچ تي 3 قبرون ٺهيل آهن، جن جي مٿان خوبصورت ڪاٺ جي ڇتي ٺهيل آهي. هن مقبري جي اڏاوت جو خاص وصف (Feature) مهاڙي ۾ ٻاهران ڏنل وڏيون ڪوٺيون جن تي ڪڻ ونگون لنگهه واري پاسي ڏنل آهن، جيڪي ٻين مقبرن ۾ ڪونه ٿيون نظر اچن.

More Books Visit : www.iqbalkalmati.blogspot.com



**ماڳ جو نالو: ٻنڌڙي مسجد**
ماڳ جو قسم: اڏاوت
ماڳ جو دور: اسلامي
ماڳ جو هنڌ: تعلقہ سيوهڻ ضلعو ڄامشورو. ڳوٺ ٻنڌڙي.

هي مسجد ٻنڌڙي ماڳ واري ڳوٺ ۾ آهي. مسجد ڪچين سرن ۽ گل گاري ۾ ملايل بهہ سان لنبيل آهي. بعد ۾ ان کي ڪاشيءَ جون سرون هڻي سينگاريو ويو آهي. نئون ڪرايل ڪم بہ ڪرندو پيو وڃي جو اصل مسجد جا بنياد ڪچا رکيل آهن. مهاڙي ٽن حصن ۾ ورهايل آهي. هرهڪ پانيل ڪاشيءَ جي سرن سان سينگاريل آهي. رٽ ۾ مسجد مستطيل آهي. جنهن کي گنبذائين ڇت ڍڪيل آهي. وچون گنبذ وڏو آهي. ان جي مٿان برجيون اڏيل آهن. ان جي مٿان تاج ڍڪيل آهي. دريون اتر ۽ ڏکڻ ۾ ٺهيل آهن. اندر اولاهين پٽ خاص ڪري روغني ٽائلن سان سينگاريل آهي.

**ماڳ جو نالو: ٻنيرو دڙو**
ماڳ جو قسم: دڙو
ماڳ جو دور: ٻڌ ڌرم وارو دور
ماڳ جو هنڌ: نئون ديرو- رتوديرو روڊ سان خانواهڻ بس اسٽاپ جي اولهہ ۾ لباڻن جي ڳوٺ وٽ.

هي دڙو وسيع ايراضيءَ ۾ ڦهليل آهي. مجمدار هن دڙي جي کوٽائي بہ ڪئي. هن کي هن دڙي تان ڪجهہ سڪا، مڻيا، زيورن جا ٽڪرا ۽ ٺڪرائو لڌو. مشهور چيني سياح هوئن شيانگ 640 ع ڌاري جڏهن ٻڌ ڌرم جا آثار ڏسڻ لاءِ سنڌ پهتو تہ هن ٻنيرو دڙو بہ ڏٺو جو ان وقت وڏي اوج وارو ٻڌي شهر هو.

**ماڳ جو نالو: ٻنڌٽي/ ٻنڌڙي**
ماڳ جو قسم: دڙو
ماڳ جو دور: ڏاتو پاهڻي دور- آمري ڪلچر

ڏس پتو: هي ماڳ 13° 26' اتر ويڪرائي ڦاڪ 42° 67' اوڀر ڊگهائي ڦاڪ. نئين ٻنڌڙي کان اٽڪل ميل کن ڏکڻ- ڪوهستان.

احوال: جابلو زمين جي مٿان موجود هن ماڳ تان ڪمايل ۽ اڻ ڪمايل پٿر ملن ٿا. ٻنڌاٽي نئن دڙي کان اٽڪل ڏيڍ ڪلو ميٽر ڏکڻ- اوڀر ۾ آهي. هتان پٿر جا جهريل پتا ۽ ڪورون ملن ٿيون. جيڪي هن جاءِ کي پٿرن جي اوزارن ٺاهڻ جو هنڌ ظاهر ڪن ٿا. پڊن جا نشان ٺوري ٺوري وٿي کان پوءِ وري وري ڏسڻ ۾ اچن ٿا. ٻنڌڙي دڙو اٽڪل 10x230x440 فوٽ ماپ جو آهي. کوٽائي وقت اسلامي دور جون قبرون موجود هيون. مجمداري 35x40 جي کڏي جي کوٽائي مان پٿر جي پيڙهن جي رهت ملي. ٺڪرائو بہ- رنگي آکهہ جو آهي.

ٻنڌٽي کان ٻہ ميل اتر طرف هڪ ٽڪري تي لسن پٿرن جي هڪ 55x110 فوٽن جي هڪ اڏاوت ۾ ٻن ڪمرن جا نشان نظر اچن ٿا. جن کي اوپر ۾ 6 فوٽ ويڪرا لنگهہ هئا. هن اڏاوت ۾ ڪم آيل پٿر اٽپورا گهڙيل ۽ بنا گِل اوساريل آهن. پٿر جي بارن جي پاسي ۾ وري ڪپڇو (Rubble) پکڙيو پيو آهي. پٽيون 5 فوٽن جي اوچائي تائين بيٺل هيون. ڪمرن ۾ ڪابہ ثقافتي وٿ نہ ملي. اهڙي قسم جون اڏاوتون ڪوهستان واري ڀاڱي ۾ ڪيترن ئي هنڌن تي ڏسي سگهجن ٿيون. مجمدار صاحب جي راءِ ۾ اهي اڏاوتون انگريزن جي دور کان اڳ جا مسافرخانا يا قافلہ سراءِ آهن جيڪي ڪراچي ۽ سيوهڻ رستي تي مسافرن جي سهنج لاءِ اڏيل آهن. هنن جي هڪ جهڙي بيهڪ، ويجهڙائي هتان جي سماجي، سياسي ۽ اقتصادي حالتن بابت وڌيڪ ڏيان گهري ٿو. جو رني ڪوٽ بہ ساڳي سلسلي سان آهي. رني ڪوٽ جي چوڌاري ايترا ماڳ بہ سوچڻ سان تعلق رکن ٿا.

**ماڳ جو نالو: ٻنڌڙي گبر بند**

More Books Visit : www.iqbalkalmati.blogspot.com



ماڳ جو هنڌ: سيوهڻ کان جهانگارا_ ڪائي، نئيگ، لاهوت ۽ شاهه نوراني شاهراهه تي، جهانگارن کان اٺ ميل ڏکڻ ۾.

ماڳ جو دور: قبل از تاريخ/ سنڌو تهذيب

احوال: ٻنڊڙي ماٿري ۾ 25 کوهه مليا آهن. مقامي ماڻهون انهن تي نار چاڙهي پوک ڪندا هئا. اها ايراضي گهڻن ميلن ۾ پکڙيل آهي. ماٿري ۾ ٻه چشما بہ واقع آهن جيڪي اڳ تاريخي آهن. پرسان چشمن جي ٻہ ٻنيون آهن. هڪ ٻني اٽڪل 1100 فوٽ ڊيگهه ۾ ۽ ڇهه سؤ فوٽ ويڪر ۾ آهي. ٻي 2500 فوٽ ڊگهي ۽ ايتري ويڪري آهي. اتي بہ ان جي مٿان اڏاوتن جا نشان ملن ٿا جيڪي پٿر جا آهن. ٿورو ٺڪرانو ملي ٿو، اهو موهن جي دڙي سان ٻيٽي سگهجي ٿو.

**ماڳ جو نالو: ٻيڙي وارو ڪوٽيرو**

ماڳ جو قسم: ٽڪريءَ تي ڪوٽيرو

ماڳ جو دور: سنڌو تهذيب

ماڳ جو هنڌ: ديهہ ڏيسوئي تپو ڏيسوئي تعلقو ٽاٽو بولاخان ضلعو ڄامشورو

هي ماڳ هڪ ٽڪريءَ تي دراوت لڪ جي اولهہ ۾ ٽن ڪلوميٽرن جي فاصلي تي، ۽ ٽاٽي بولاخان کان 8 ڪلوميٽر اتر اوڀر ڪنڊ تي واقع آهي. پٿرن جي گول دائري وٽ ثقافتي وٿون ملن ٿيون. جيڪي سنڌو تهذيب سان ٻيٽڻ جهڙيون آهن. تجرباتي کڏا بہ کوٽيل آهن. ٽڪري تي هڪ فوٽ ٿلهو ثقافتي تهہ آهي جنهن تي سنڌو تهذيب واريون وٿون ملن ٿيون.

**ماڳ جو نالو: ٻوهي وارو ڀڙو**

ماڳ جو قسم: دڙو

ماڳ جو دور: نامعلوم

ماڳ جو هنڌ: ديهہ عثمان ملو تعلقو فيض گنج.

هن دڙي تي ڪافي ٺڪرانو آهي جيڪو متاچري تي اسلامي دور جو آهي. پر هي ماڳ جيئن تہ هاڪڙي ڪپ تي آهي ان لاءِ کوٽڻ سان ڪي وٿون نروار ٿي سگهن ٿيون. ڪن عمارتن جا بنياد بہ ملن ٿا، جيڪي ٻڌائين تہ هي ڪنهن بستي جي ڦِٽل دڙن جا نشان آهن. هاڪڙي سان گڏ ۽ ڪوٽڏجي جي پر وارا ماڳ جانچڻ گهرجن جو اهي سنڌو سيپتا جون کهنيون ڪڙيون ملائڻ ۾ مددي ٿي سگهندا. هي ماڳ ٻوهو ڳوٺ جي ريسٽ هائوس جي پرسان آهي.

**ماڳ جو نالو: ياري**

ماڳ جو قسم: دڙو

ماڳ جو دور: هڙاپا ڪلچر

ماڳ جو هنڌ: 69°12'30" اوير 27°32'50" ڳوٺ ياري تعلقو روهڙي ضلعو سکر. ماڳ واس ڳوٺ جي اولهہ ۾ 20 ڪلو ميٽرن ۽ ڳوٺ سيٽارو کان اولهہ ۾ اڍائي ڪلو ميٽرن ۽ روهڙي شهر کان ڏکڻ_ اوير ۾ 42 ڪوميٽرن جي پنڌ تي آهي.

احوال: مليل وٿن ۾ ٺڪرانو ڪافي پنڌ ۾ پکڙيل آهي، جيڪو سادو، چٽيل، ۽ اڪريل نمونن جو آهي. ٺڪر ڳاڙهي تي ڪاري پٽي وارو ملي ٿو، ان کان سواءِ مٽيا، ڪنا، ننڍڙيون مجسمي جون ڳچيون، ڍڪٽا، ٻنبيون وغيره هٿ آيون آهن. هن دڙي جي کوٽائي ٿيڻ گهرجي.

**ماڳ جو نالو: پاندو قبو**

ماڳ جو قسم: مقبرو

ماڳ جو دور: اڏاوت جو سال 1740 ع

More Books Visit : www.iqbalkalmati.blogspot.com



ماڳ جو هنڌ: رتي ديري کان ٿي ميل پري. ضلعو لاڙڪاڻو. اتر ڊگهائي ڦاڪ "30 '46 0 27 ۽ اوڀر ويڪرائي ڦاڪ "00 '42 0 67 ڊگرين تي. هن شاندار مقبري ۾ ڪير دفن ٿيل آهي، ان لاءِ مختلف روايتون آهن. هن کي هنري ڪزنس ۽ اين_ جي مجمدار به ڏٺو. پر اهو ڄاڻائي نه سگهيا آهن ته هي ڪنهن جو مقبرو آهي. قربان پڳڙيءَ جو چوڻ آهي ته رني ڪوٽ جو اڏيندڙ رتو جلباڻي ان ۾ مدفون آهي، پر ان لاءِ ڪو چٽو ثبوت ڪونه آهي. هن وقت مزار جي حالت خستہ آهي. پانڌي قبي ۾ اندر ڪل ست قبرون آهن. وڏي قبر تي به ٽي ڏيئا ٻاريا ويندا آهن. هي مقبرو تمام وڏي اوچائيءَ تي ٺهيل آهي. جو اهو اوچو دڙو پڻ سنڌو تهذيب جو قديم ماڳ ٿي سگهي ٿو. هن دڙي جي کوٽائي نه ٿي آهي، پر دڙي جي سطح تان ٺڪرانو ۽ ٻيون شيون گهٽيون شاهديون ڏين ٿيون. مقبرو چورس رٿيل آهي ماپ ۾ 5x5 ميٽر ۽ اوچائيءَ ۾ 10 ميٽر آهي. اڏاوت ۾ پڪيون سرون گچ گارو ۽ ڪاشيءَ جون سرون استعمال ٿيل آهن. ڇت ۽ گنبذ جي وچتي گنبذ_ گچ وڏو ۽ ويڪرو آهي ان ۾ هر پاسي ونگن سان هوائوٽا ڪڍيل آهن. گنبذ گول ابتي پيالي وانگر مٿان فانوس ۽ فانوس ۾ جارا ٺهيل آهن. مقبري جي حالت زبون آهي.

**ماڳ جو نالو: پانڌو قبو ماڳ**

ماڳ جو قسم: دڙو

ماڳ جو دور: پروٽو هسٽارڪ / موهن جي دڙي جو هڪ همعصر

ماڳ جو هنڌ: هي ماڳ اتر ڊگهائي ڦاڪ 48 0 27 ۽ اوڀر ويڪرائي ڦاڪ '21 0 68 ڊگرين تي واقع آهي. رتي ديري جي اوڀر ۾ 4 ڪلوميٽرن پنڌ تي انڊس هائي وي سان. ماڳ 21 ڪلو ميٽر لاڙڪاڻي کان پري تعلقي رتي ديري ۾ آهي.

هي ماڳ اتفاقي طور خيرپور يونيورسٽي جي آرڪيالاجي ڊپارٽمينٽ وارن 1997ع ۾ ڳولي لڌو. جڏهن انڊس هائي وي وارن هن ماڳ جي وچان رستي ناهڻ لاءِ دڙي کي ٻن حصن ۾ ورهائي وچان روڊ ناهيو ته اڏاوتن جا نشان ۽ ٺڪرانو ظاهر ٿي پيو.

هي ماڳ 350x300 ميٽرن جي پکيڙ ۾ ڦهليل آهي، ۽ اٽڪل 5. 4 ميٽر اوچو آهي. هتي موهن جي دڙي واري تهذيب جا آثار مليا آهن. هن ماڳ کي هينري ڪزنس به ڏٺو هو. پر هڪ مزار کان سواءِ ٻي ڪنهن وٿ جو ذڪر نه ڪيو اٿس. هي هڪ مقبري جي هيٺان دٻيل ماڳ آهي. مقبرو رتي جلباڻيءَ جو آهي. جيڪو ڪلهوڙن جي دور جو ٺهيل آهن. ماڳ موهن جي دڙي کان 45 ڪلو ميٽر اوڀر_ اتر، 56 ڪلو ميٽر اوڀر ۾ لاکين جو دڙو ۽ روهڙي فلنٽ ڏکڻ_ اوڀر اٿس. هي سنڌوءَ جي هڪ ڦاٽ واره جي ڪپ تي اڏيل شهر هو. خيرپور يونيورسٽي آرڪيالاجي ڊپارٽمنٽ هتي کوٽائي ڪئي آهي، هتان قبل از تاريخ ۽ سنڌو تهذيب جون ڪل 106 وٿون رڪارڊ ڪيون اٿن. جن ۾ پاهڻي پتا_ ٺڪرانو وغيره مليو آهي.

**ماڳ جو نالو: ياٿي خان جو مقبرو**

ماڳ جو قسم: مقبرو

ماڳ جو دور: ڪلهوڙن جي صاحبي

ماڳ جو هنڌ: ميان نورمحمد ڪلهوڙي جو قبرستان. ديهه ۽ ڳوٺ ميان نورمحمد ڪلهوڙو تعلقو دولتپور ضلعو نوابشاهه.

هن ماڳ جي ڏکڻ ۾ اٽڪل هڪ ڪلو ميٽر پنڌ تي نمر جو ڳوٺ، هن جي اوڀر ۾ هڪ ڪلوميٽر پنڌ تي لنڊڪي ڪئنال، مقيم ڏاهري جو ڳوٺ هتان کان ٽن ڪلو ميٽرن تي ۽ موري جو شهر هتان 16 ڪلو ميٽرن جي پنڌ تي آهي. هي ماڳ اتر ويڪرائي ڦاڪ "50 '32 0 26 ڊگرين ۽ اوڀر ڊگهائي ڦاڪ "48 0 68 ڊگرين تي آهي. اڏاوت ۾ پڪيون سرون، گل گارو گچ گارو استعمال ڪيو ويو آهي. هن مقبري جي ماپ 70 . 6 ميٽر اوڀر اولهه 25. 5 ميٽر اتر ڏکڻ ۽ اوچائي ۾ 30 . 6 ميٽر آهي. ياٿي خان ڪلهوڙا خاندان جو اهم رڪن، ۽ ميان نورمحمد ڪلهوڙي جي خاص صلاحڪارن مان هو. سندس مقبرو مستطيل ۽ هڪ ٿلهي

More Books Visit : www.iqbalkalmati.blogspot.com



تي ٺهيل آهي. لنگهه وارو دروازو اتر ۾ ان جون ونگون گهڻ راسيون آهن. مهاڙي اپن ۽ سڌن پانيلن سان سنواريل آهي. ڪمانون گهڻ راسيون آهن. ٻيڙ_ ٻني تي ڪنگرا ٺهيل آهن. جن مان ڪن جون برجيون ڪري پيون آهن. مٿان محرابي ڇت ڍڪيل اٿس. ان جي مٿان ڪنول جو ابتول گل ان جي مٿان ڪلسو ٺهيل آهي. اوڀر، اتر ۽ ڏکڻ ۾ هوا جي لنگهه لاءِ دريون ٺهيل آهن. اندر، هر پٽ تي گهڻ راسيون ونگون، پانيل ۽ ونگون ٺهيل آهن. ڇت اندران به محرابي اٿس. اندر ٻه قبرون چن گاري سان لتل آهن. هن وقت مقبرو چڱي حالت ۾ آهي. حاشيہ تائين ڪيل تازو پلستر سنو ٿيل ڪونہ آهي.

**ماڳ جو نالو: پٽو مزار/مقبرو**

ماڳ جو قسم: مقبرو

ماڳ جو دور: ڪلهوڙا دور

ماڳ جو هنڌ: ڳوٺ چام ديهو، ديهہ 17 فريد ڪيريو، تعلقو سڪرنڊ، ضلعو نوابشاهہ.

هن مقبري جي اولهہ ۾ 200 ميٽرن تي چام ديهو ڳوٺ، غلام حيدر پٽو ڳوٺ هن کان هڪ ڪلو ميٽر اوڀر ۾ آهي. اتر ۾ هڪ ڪلو ميٽر تي مراد علي رند ڳوٺ، ۽ اڌ ڪلو ميٽر تي ڏکڻ ۾ ڳوٺ بنگل ديرو اٿس. هي ماڳ سڪرنڊ کان 8 ڪلوميٽر اتر اوڀر تي، اتر ويڪرائي ڦاڪ 26° 8' 0" اوڀر ڊگهائي ڦاڪ 68° 9' 56" ڊگرين تي موجود آهي. هن مقبري جي اڏاوت ۾ پڪيون سرون، گل گارو، چن گارو، ٻهہ چن پلستر استعمال ٿيل آهن. هي مقبرو ڊيگهہ ۾ 5.20 ميٽر ويڪر ۾ 5.20 ميٽر ۽ اوچائي ۾ 6.50 ميٽر آهي. رٿ چوڪنڊي اٿس. اوڀرندي ڏانهن دروازي جي مٿان نوڪدار ونگ سان دروازو موجود آهي. مهاڙي گهڻ راسي جهالر ۽ ڪنارن سان مزين آهي. مهاڙي تي پڻ گهڻ راسيون ڪناريون ۽ جهالرون، ٻيڙ_ ٻنا وغيره ٺهيل آهن. هر پاسي خصي ونگون ڪنارين سان موجود آهن. هر پاسي 5 عدد جارا ٺهيل آهن. مٿي ننڍا ننڍا ڪنگرا چوڌاري ٺهيل آهن ۽ اٺڪنڊي گنبذ مٿان اونڌي ٿيل ڪنول جو گل رکيل آهي. ان جي مٿان ننڍي نيل ٺهيل آهي. اندر ڪنڊ جوڙون (squinches) گنبذ جي گول ڊانچي لاءِ اٺڪنڊو ٺاهن ٿيون. وچ گنبذ ۾ آويزو (Pendant) ٺهيل آهي. چوڪنڊي اڏاوت تي اندر راسون (Cusps) مستطيل پانيل ۽ حصي ونگون ديوارن تي ٺهيل آهن. مقري کي جهنگلي ٻوٽا ۽ جاريون وڪوڙي ويون آهن ۽ سندس حالت تمام خراب آهي. هن کي تڪڙي مرمت جي ضرورت آهي.

**ماڳ جو نالو: پٽيءَ جو ڪوٽ**

ماڳ جو قسم: قلعي جا نشان

ماڳ جو دور: ارغون/ ترخان

ماڳ جو هنڌ: هي قتل ڪوٽ ديهہ نيلوفري تعلقو ٽنڊوالهيار بلاڪ 105.

هي ماڳ هن وقت ڇهن ايڪڙن جي ايراضيءَ ۾ پکڙيل آهي. سڄي ايراضي ويران آهي. دڙو زميني سطح کان 8_ 10 فوٽ اوچو آهي. ڪوٽائيءَ سان پڪيون چورس سرون ملن ٿيون. ڪوٽ جي پيڙهہ جي پٽ ساڍا پنج فوٽ ويڪري آهي. قلعو هم چورس معلوم ٿئي ٿو جو هر ديوار جي ماپ ساڍا چار سؤ فوٽ بيهي ٿي. قلعي جو شاهي دروازو اولهہ طرف ظاهر آهي.ا تر طرف ٻاهران بہ پڪين رهائشي جاين جا نشان ملن ٿا، پر دڙي تي ٻيون ڪي رهائشي جايون هجن، اهڙا آثار ڪونہ آهن. وٽن ۾ نڪراٽو، جنڊ، سارين جو تهہ، ٺڪر جا برتن، رانديڪا، ۽ ڪٽين جي رنگاوت جا ڪُن ملن ٿا. دڙو اسلامي دور جو معلوم ٿئي ٿو. هن جي ڪوٽائي ڪانہ ٿي آهي. هن دڙي کان چند قدم ڏکڻ طرف سروي نمبر 283 ۾ "مقام صادق" نالي ڪهنو قبرستان بہ آهي. دڙي جو وڏو حصو ڪليم هيٺ اچي چڪو آهي.

**ماڳ جو نالو: پنيري جو دڙو**

ماڳ جو قسم: دڙو

More Books Visit : www.iqbalkalmati.blogspot.com



ماڳ جو دور: هندو دور
ماڳ جو هنڌ: رتو ديرو، ضلعو لاڙڪاڻو.
احوال: هي دڙو 50 ايڪڙن تي ڦهليل آهي. هتان ملندڙ وٿن ۾ ٺڪر جا ٿانوَ، مٽڪا، سون ۽ چانديءَ جا سڪا، ڪوڏ، پٿر جا مجسما وغيره ملن ٿا. روايت موجب هتي پنهنجي نالي راجا راڄ ڪندو هو. هڪ سرنگهه جا نشان به ملن ٿا.

**ماڳ جو نالو: ڀنڀور**
ماڳ جو قسم: شهر
ماڳ جو هنڌ: ماڳ گهاري نار جي اتر طرف، ڪراچيءَ کان چاليهه ميل اوڀر طرف، ڪراچي- حيدرآباد انڊس هاءِ وي- ضلعو ٺٽو
احوال: سمجهيو وڃي ٿو ته هي قديم شهر سڪندراعظم (325 ق. م) جي دور ۾ به موجود هيو. هي ماڳ ٻن حصن ۾ ورهايل آهي. اوڀر اولهه ۾ مضبوط قلعي جا آثار آهن. 200 فوٽ چوڙو ۽ اتر ڏکڻ ۾ 1200 فوٽ ڊگهو آهي. ٻيو حصو شهر آهي. هي شهر تاريخ ۾ ٻاربيڪن. ڀنڀور جي نالي سان ڄاتو وڃي ٿو. شڪ آهي ته هيءَ متان ديبل هجي؟ کوٽائي ڪندي ٽي دور مليا آهن:

1- **سٿين ۽ پارٿين وارو دور:** هن دور جا اهڃان سڀ کان هيٺاهين ته منجهان لڌا ويا آهن. 25 — 30 فوٽ هيٺ کوٽائي کان پوءِ ظاهر ٿيا. هتان ليجنڊڙ وٿن ۾ ٿانوَ، يوناني دور سان مشابهت رکندڙ آهن. سٿين لوڪن جي حڪومت 70 ق. م کان 46 ق — م (78 ع) تائين هئي. 71- 70 ع ۾ ڀنڀور نقشن ۾ ٻار بيڪان جي بندرگاهه طور ڄاتو وڃي ٿو. هتان قيمتي پٿر، ريشم جو ڌاڳو، چيني پشم، گرم مصالحا، ڪونئر، سوٽي ڪپڙو ۽ نير ٻاهر ويندا هئا.

**هندو ٻڌمت وارو دور:** وچون ته ٻڌمت جي آثارن سان سٿيل آهي. شو جو مندر، لنگهم اولاهين پاسي مندر جي ديوار ڳاڙهي رنگ سان چٽيل آهي. ديوار ڪچين سرن جي ٺهيل آهي. هن دور جي وٿن ۾ ڪي سادا، ڪن تي چٽ نڪتل ٺڪرانو ملي ٿو. ٺڪرين تي پروٽو ناگري لکت به ملي آهي.

**اسلامي دور:** کوٽائيءَ مان مٿيون ته اسلامي دور جو هڪ قلعي بند شهر آهي. ڪوٽ جي پٽ جي ڊيگهه 2000 فوٽ ۽ ويڪر 1000 فوٽ آهي. عباسي دور ۾ (نائين ڏهين صدي عيسوي) مرمت ٿيل- ڪوٽ کي ٽي دروازا آهن. ڪوٽ جي اتر ۾ ڍنڍ جا نشان آهن. دڙي جي اوڀر ۾ ڪوهه- اتر ۾ صنعتي علائقو ۽ وچ تي جامع مسجد ملي آهي.

هي شهر 94- 893 ع ۾ ڌرتي ڌٻڻ سبب تباهه ٿي ويو. تڏهن سنڌ تي هباري خاندان جي حڪمراني هئي.

**ماڳ جو نالو: پوڏيسر تلاءُ**
ماڳ جو قسم: تلاءُ
ماڳ جو دور: 1375- 1499 ع تائين (؟)
ماڳ جو هنڌ: ننگرپارڪر کان چار ميل اتر- اتر اوڀر ۾ مندر سان لڳ.

هي تلاءُ پوڏيسر مندرن ۽ مسجد جي پرسان آهي. جيڪو 400x200 فوٽن جو ٿيندو" جيڪو جتسو پرمار جي پٽ شهزادي پوڏي پرمار ٺهرايو هو. جنهن ۾ سالن کان برسات نه پئي، برهمڻ جي چوڻ تي هن پنهن جو پٽ کنو ۽ ديوتائن کي راضي ڪيائين. هن تلاءَ کي هيٺ لهڻ لاءِ 30 ڏاڪا ٺهيل آهن. اندر پاسن کان پٿر لڳل اٿس. اهي پٿر ٽن پاسن تي لڳل آهن.

**ماڳ جو نالو: پوڏيسر جو قبرستان**
ماڳ جو قسم: قبرستان
ماڳ جو دور: اسلامي
ماڳ جو هنڌ: پوڏيسر کان اتر ۾.

More Books Visit : www.iqbalkalmati.blogspot.com



ڪجهه فاصلي تي اتر طرف قبرستان آهي. اِهو قبرستان پوڙيسر مسجد جي اتر ۾ آهي. هڪ چورس ٿلهي تي پٿر جون گهڙيل قبرون ٺهيل آهن. هي شهيدن جو قبرستان سڏجي ٿو. هن ۾ پوريل ڪنهن هندو_ مسلمان جنگ ۾ شهيد ٿيل سپاهي چيا وڃن ٿا.

**ماڳ جو نالو: پوڙيسر مسجد**

ماڳ جو قسم: مسجدَ

ماڳ جو دور: 1505ع (؟)

ماڳ جو هنڌ: ننگرپارڪر

مسجد ننگرپارڪر جي اتر ۾ پنجن ڪلوميٽرن جي پنڌ تي، تاريخي شهر پوڙيسر ۾ آهي. هيءَ مسجد ڪارونجهر جي چيڙي تي ٺهيل آهي. هيءَ مسجد (1505ع) 808 هه ۾ محمد بن مظفر شاهه بيگڙي ٺهرائي هئي. هي اسلامي دور جو خوبصورت يادگار سڄو ماربل جي پٿر مان ٺهيل آهي. هن مسجد جي ڪل ايراضي 2115 فوٽ آهي. هي يادگار 49.8 فوٽ ڊگهو ۽ 42.7 فوٽ ويڪرو آهي. نماز وارو حجرو23.7 ڊگهو ۽ 13.3 فوٽو ويڪرو ۽ 10.2 فوٽ اوچو آهي. پٿين جي ويڪر 2 فوٽ ٿيندي. ڇت جي مٿان 40.5 فوٽن جي قطر سان گنبذ ٺهيل آهي. هر ڪنڊ تي هڪ گنبذ نما ٺهيل آهي. وڏي گنبذ جي چوٽيءَ تي ابتو ڪنول گل ٺهيل آهي، پر مٿان ڪلسو ڏنل ڪونه اٿس. ٻيڙ ٻني تي ڪل 74 برجون ٺهيل آهن، جيڪي اتر طرف 13، اولهه طرف 24، ڏکڻ طرف 13 ۽ اوپر طرف 24 عدد ٺهيل آهن. اهي برجون ماربل جي پٿر تي سورج مکي (sunflower) گل وانگر گهڙي هنيون ويون آهن. چار پٿر جا نيسارا پاڙيءَ جي نيڪال لاءِ ٺهيل آهن. نماز واري حجري ۾ اٺ ماربل جي پٿر مان ٺهيل پيل پاوا آهن، هر پيل پائو 9 فوٽ اوچو آهي. اهي پيل پاوا مٿي اڏيل گنبذ کي ٽيڪ ڏين ٿا، چار پيل پاوا سامهون جڏهن ته ٻه ڏکڻ ۽ ٻه اتر ۾ ڏنل آهن. پيل پاون جي وچ وارو مفاصلو اٽڪل 3.6 فوٽ آهي. اهي پاوا بنياد ۾ چورس، پوءِ مٿي ڇهه — ڪنڊا (Hexagonal) پوءِ وري گهڻ ڪنڊا (Polygonal) ۽ آخر ۾ چوٽي وٽ گول ويلڻي (cylindrical) نموني جا آهن. نماز واري حجري جي اندران اندر ماپ 23.5x13.6 فوٽ اهي. نماز واري حجري کي ٽي لنگهه ڏنل آهن. نماز واري حجري آڏو احاطو 38.7x25.3 فوٽن جو آهي. نماز حجري جي اندران اندر ماپ 23.5x13.6 فوٽن جو آهي. اندر اولاهين پٽ تي ٻه فارسيءَ جا ڪتبا لڳل آهن. ان ڪان سواءِ ٻه اتر واري پٽ تي هڪ ڪتبو لکيل آهي. اهي ڪتبا خط نسخ ۽ خط نستعليق ۾ لکيل آهن. مقامي روايتن موجب ٻه هي مسجد محمد بيگڙي جي ٺهرايل آهي، جيڪو گجرات جو طاقتور حڪمران هو. مسجد جي چوڌاري قبرستان آهي. اهي قبرون انهن ماڻهن جون آهن، جيڪي محمد بيگڙي ۽ پارڪر جي راڻن جي وچ ۾ لڳل جنگ دوران مارجي ويا هئا.

**ماڳ جو نالو: پوڙيسر مندر (هڪ)**

ماڳ جو قسم: مندر

ماڳ جو دور: نامعلوم

ماڳ جو هنڌ: پوڙيسر_ ننگرپارڪر ضلعو ٿرپارڪر

هي مندر پوڙيسر ۾ پاڙيءَ واري ٽانڪي کان ٿورو پريرو آهي. هي ٻه طبق ٿلهي تي ٺهيل آهي. هن جي اڏاوت ۾ گهڙيل ۽ اُڪريل پٿر استعمال ٿيل آهي، جنهن ڪري ڏسڻ ۾ ڏاڍو خوبصورت يادگار آهي. هي مندر پوني نالي عورت پنهنجي مڙس جي مرڻ کان پوءِ سندس يادگار طور ٺهرايو هو. مندر جو مُنهن اوپر طرف آهي. شڪارو پهرين ٿلهي تي ٺهيل آهي جيڪو اٺڪنڊي ومان (vemana) جي مٿان 33 فوٽ اوچو ٺهيل آهي. پهچڻ لاءِ 15 ڏاڪا ٺهيل آهن هر ڏاڪو 14 فوٽ ماپ جو آهي. مندر هڪ چور ماڻ تائين ڪمري تي مشتمل آهي جنهن کي ومان (vemana) ڪري سڏين ٿا. مندر 32.10x39.6 فوٽ ماپ جو آهي. جڏهن ته اوچائي 10.4 فوٽ اٿس. ڪمري جي اڳيان پيش دالان آهي. ڪمرو يا ومان اندران 10 · 7 فوٽن جو آهي، جنهن ۾ بينچ ٺهيل آهي. ورانڊي ۾ ٺهيل دروازو 6.5 فوٽ اوچو ۽ 3.8 فوٽ ويڪرو آهي. ڪمري ۾ چار ٿنڀڙيون (هرهڪ ڪنڊ تي هڪ) ٺهيل آهن. ومان اندران 13.1 فوٽ اوچو آهي. مندر جي پوئين پٽ تي هڪ عورت جي تصوير اڪريل آهي. اڪر جو ڪم ڏاڍو نفيس ۽

More Books Visit : www.iqbalkalmati.blogspot.com



خوبصورت ٺيل آهي.

**ماڳ جو نالو: پوڏيسر مندر (ب)**

ماڳ جو قسم: مندر

ماڳ جو دور: نامعلوم

ماڳ جو هنڌ: پوڏيسر۔ ننگرپارڪر

هتي مندرن جو ميڙ آهي. مٿاڇري تي نڪرائو پکڙيل آهي. اڏاوتن جا بہ ڪجهہ نشان مليا آهن. اڏاوت جا نشان پٿراين پٿين جي پيڙهہ جا آهن. اهي مندر گوڙي واري مندر جهڙا آهن. هي مندر 42.9x39.9 فوٽن جو آهي. هن جي مٿان هڪ وڏو گنبذ ۽ 26 ننڍا گنبذ ٺهيل آهن. وڏي گنبذ جو گهيرو 54.4 فوٽن جو آهي ۽ اوچائي 8.2 فوٽ اٿس, جڏهن تہ ٻيا ننڍا گنبذ مختلف ماپن جا آهن. ڪي 12.6 فوٽن تي ڪي 16 فوٽن جا آهن. قطار ۾ ٺهيل آهن. انهن مان 7 گنبذ (cupola) وڏي گنبذ جي اتر ۾، 3 ڏکڻ ۾، ۽ 8 اوڀر ۾ ٺهيل آهن. منڊپ جي لنگهہ وٽ 8 ڏاڪن سان ڏاڪڻ ٺهيل آهي جيڪا مٿي 15.8 فوٽ ماپ جي آهي. منڊپ وارو ڪمرو 42.9 فوٽ ڊگهو, 39.9 فوٽ ويڪرو ۽ 17.9 فوٽ اوچو آهي. ڇت کي ٽيڪ ڏيڻ لاءِ ڪمري ۾ اندر 20 پيل پاوا ٺهيل آهن. پيل پاوا ڊگها, بنياد وٽ 10 . 2 چورس ۽ ويڪرا, چوٽي وٽ 1.1 فوٽ ويڪرا, گهوڙين سان ٺهيل آهن. منڊپ جي اولهہ ۾ 10 ننڍيون ڪوٺيون (cells) ٺهيل آهن. تن مان وچين ڪوٺي جي دروازي لنگهہ 2.6 ويڪرو 9.9 زمين جي مٿاڇري ڪان اوچو ۽ 5.2 فوٽ ڊگهو آهي. مندر جي اوڀر۔ اتر ۾ 3.9 فوٽ ويڪرو, 42.9 فوٽ ڊگهو ۽ 3 فوٽ اوچو ٿلهو ٺهيل آهي.

**ماڳ جو نالو: پوڏيسر جو مندر (ٽي)**

ماڳ جو قسم: مندر

ماڳ جو دور: نامعلوم

ماڳ جو هنڌ: پوڏيسر۔ ننگرپارڪر

هي مندر پوڏيسر مندر۔2 جي اتر اوڀر ۾ ٿوري فاصلي تي آهي. مهاڙي اوڀر طرف اٿس. هن کي 145.3 فوٽن جي پاسن کان پيت ڏنل آهي, جيڪا پٿر جي آهي ۽ 1.8 فوٽ ويڪر ۽ 5 فوٽ اوچائي اٿس. اوڀر ۾ ٽي دروازا آهن. جيڪي 5 فوٽ ڊگها ۽ 2 فوٽ ساڍا پنج انچ ويڪرا آهن. ان جي مٿان ٽي گنبذ ٺهيل آهن, وچون گنبذ سين کان وڏو آهي, جيڪو ڇت جي سطح کان بہ فوٽ ساڍا پنج انچ اوچو ۽ گهيري ۾ 6.6 فوٽ آهي. ننڍا گنبذ هڪ ئي ماپ 24.1 فوٽن جا آهن. سندن گهيرو 5x2x5/2 فوٽ آهي. لنگهہ اوڀر ۾ ۽ ڪوٺي اتر 17.9 فوٽ ويڪري 2.3 فوٽ ڊگهي, ۽ 9.3 اوچي آهي. ان ڪوٺي جي سامهون ويهڻ لاءِ بينچ 2.2 فوٽ آهي. مهاڙي (Facade) 8.9 فوٽ اوچي آهي. هيٺان کان گنبذ تائين اوچائي 10.8 فوٽ آهي. ٻيڙ ٻنو 11 فوٽن تي ڏنل آهي جيڪو پنئين پاسي کان نظر ايندو. اڏاوت ۾ چيرولي, چن جو گارو, پڪيون سرون ۽ ڪانڪريٽ وغيره استعمال ٿيل آهي.

**ماڳ جو نالو: پورو شاهہ بيگ دڙو**

ماڳ جو قسم: دڙو

ماڳ جو دور: قبل از تاريخ؟

ماڳ جو هنڌ: ديهہ مول تعلقو ٽاٽو بولاخان ضلعو ڄامشورو. اتر ويڪرائي ڦاڪ 62" 26' 25° اوڀر ڊگهائي ڦاڪ 95" 26' 67° تي موجود آهي.

اٽڪل بہ فرلانگ ڳوٺ شاهہ بيگ بس اسٽاپ کان اتر۔ اولهہ ۾ هڪ دڙي جا آثار آهن. جنهن تي ڇوڏاري نڪرائو پکڙيل آهي. حالانڪ نڪرائو نئين توڙي پراڻي دور جو گڏجي ويو آهي. پوءِ بہ پراڻي نڪرائي مان لڳي ٿو تہ دڙو قبل از تاريخ جي وٽ آهي. هي ماڳ بدر ابڙي سان گڏ ڏٺو ويو. هن تي تحقيق جاري آهي. کوٽائي ڪانہ ٿي آهي.

**ماڳ جو نالو: پيرو پيم قلعو**

More Books Visit : www.iqbalkalmati.blogspot.com



ماڳ جو قسم: دڙو

ماڳ جو پتو: پيرو پيم نواب شاھ ۾ دڙو ٻانڌي ريلوي اسٽيشن جي وچ ۾ آمر جي ڪئنال جي پر ۾ آهي. ٻانڌي ڪان ٽي ميل.

وٿون ۽ ماپ: هي دڙو 40 ايڪڙن تي پکڙيل آهي. دڙي جو مکيہ ڀاڱو اتر طرف 25 ايڪڙن تي مشتمل آهي. اتر ڏکڻ ۾ 10 کان 15 فوٽ اوچو آهي. پاڪستان آرڪيالاجي وارن جي کوٽائي ٿيل آهي.

وٿون: 1۔ هيٺ قلعي جي پٿين جا نشان برجن سميت.

2۔ ٻن پڪن دورن جا نشان مليا آهن پوءِ پانئجي ٿو تہ ماڳ باھ سبب سڙي ويل ڏسجي ٿو. قلعي جي پهرين دروازي جا نشان. قلعي جي پٽ جا نشان جيڪا 6 فوٽ ڪن تلهي آهي.

ٺڪرائو چڱو پڪل آهي. جيڪو وچولو ٿلهو ۽ هلڪي ڳاڙي رنگ جو آهي. ٺڪرائي ۾ دلا، ڍڪڻيون، پارا، ٿوهيون وغيره مليون آهن. جن تي ڪاري تي ڳاڙهو سنڌو تهذيب وارو ڊاءُ آهي. ان کان سواءِ ٺڪر تي ڳاڙها گولڙا، ڪارا چوڪنڊا ۽ پور وچوٽ لڪيرون ڪاري رنگ ۾ پاتل آهن. ڪجھ شيشي جا ٽڪر، عاج جون چوڙيون، ٽامي جا سڪا هٿ آيا آهن.

دور: هٿ آيل وٿن مان لڳي ٿو تہ هي قلعو وچين اسلامي دور سان تعلق رکي ٿو. جڏهن تہ دڙو اڳ تاريخي آثارن سان پريل آهي.

**ماڳ جو نالو: تاجن جو ڪوٽ**

ماڳ جو دور: ڪلهوڙا دور (ميان نورمحمد ڪلهوڙو)

ماڳ جو قسم: دڙا

ماڳ جو هنڌ: سيراڻي ضلعو بدين.

هي ماڳ بدين جي ماڻڌر جي علائقي ۾ آهي. تاجن ميندرو سنڌ جي لوڪ ادب ۾ هڪ ظالم ۽ جابر جي حيثيت سان ڄاتو وڃي ٿو. جنهن جي ظلم کي ختم ڪرڻ لاءِ ميان نورمحمد ڪلهوڙي 1159ھ ۾ هن جي خلاف فوج ڪشي ڪئي. تاجن ميندري وڃي رباڙين وٽ ڪانجهي ڪوٽ ۾ پناھ ورتي. ميان نورمحمد سان صاحبزادو احمد يار خان، شاھ بهارو، سپھ سالار فضل علي خان، عارف خان، مير متارو، مراد ڪليري، چاڪر بلوچ، بختيار ڪهاوڙ ۽ ٻيا ڪانجهي ڪوٽ تي بہ ڪاهي آيا ۽ ان کي سرنگھ هٺي بارود سان اڏائي ڇڏيائون. شاھ بهاري تاجن کي گرفتار ڪري ميان آڏو پيش ڪيو. هن معافي گهري ميان معافي ڏنس. پر پنهنجي بداعمالن کان نہ مڙيو نيٺ ٻيو پيرو شاھ بهارو لشڪر وٺي تاجن کي گرفتار ڪري ميان صاحب جي حوالي ڪيو. جنهن تاجن کي جلاد جي حوالي ڪيو. هي ماڳ پنهنجي هڪ تاريخي حيثيت رکي ٿو. اڻ کوٽيل آهي. خبر ناهي اندران ڪهڙا ڳجھ نڪرن. هي دڙو زمين جي سطح کان چار فوٽ اوچائيءَ تي آهي.

**ماڳ جو نالو: تارو جو دڙو**

ماڳ جو قسم: دڙو

ماڳ جو دور: هڙاپا دور

ماڳ جو هنڌ: "30 '11 °69 اوڀر ۽ "40 '40 °27 اتر ۾ ڳوٺ تارو تعلقو روهڙي ضلعو سکر. هي ماڳ ڳوٺ ڦل ڍهو کان 800 ميٽر ڏکڻ اوڀر، ڳوٺ تارو کان 1.57 ڪلو ميٽر اتر اولھ ۾ آهي.

احوال: ماڳ اوڀر۔ اولھ ڊيگھ ۾ 140 ميٽر ۽ اتر ڏکڻ ۾ ويڪر ۾ 128 ميٽر آهي. ماڳ تي جهجهي انداز ۾ ثقافتي وٿون ملن ٿيون. پڪل مٽي جا مجسما ڪاريگرن جي سچيتائي جي ساک ڀرين ٿا. ٺڪرائو بہ رنگو، چٽيل، خاص طور تي ٺڪر جي چوڏاري ڪارو پٽو خوبصورت لڳي ٿو. ڍڪڻا، پليٽون، منيا وغيره سادا، چٽيل، ٽوڙي ڪرچيل ملن ٿا. ٺڪر تي جانورن جون تصويرون بہ اڪريل آهن.

More Books Visit : www.iqbalkalmati.blogspot.com



**ماڳ جو نالو:** **تجر_ ديرا مير دور نصيرخان ٽالپور**

ماڳ جو قسم: تجر

ماڳ جو دور: ميرن جي صاحبي

ماڳ جو هنڌ: تجر_ مير مراد علي خان جي مقبري جي اتر ۾. حيدرآباد.

هن تجر جي ماپ اتر – ڏکڻ 24 فوٽ ۽ اوڀر – اولهه 30 فوٽ آهي. هن کي ٽي دروازا آهن هڪ اوڀر، ٻيو اتر ٽيون ڏکڻ ۾. تجر ۾ اندر 5 قبرون آهن. جن مان هڪ حسن علي خان جي ماءُ جي آهي. ٻين حسن علي خان جي گهرواري ۽ ٻيون مائٽياڻين جون آهن.

سڄي هٿ تي پهرين قبر پڪ سرائين آهي ٻين ۽ ٽين پٽرايون چوٿين ۽ پنجين قبر وري پڪ سرائين آهن. پٽ ۽ ڇت ساديون ٺهيل آهن.

انهي تجر جي سامهون کليل ميدان آهي. اتي بہ ڪجهہ قبرون آهن. تجر جي اپرندي در وٽ ڇهہ قبرون آهن جيڪي تازيون ٺهيل آهن ۽ اڇي سيمنٽ سان لتل آهن. انهيءَ تجر جي ڏکڻ پاسي بہ قبرون آهن انهن جي مٿان اٺ سرن جا پاوا کنيل آهن. جن مان هڪ مير گل حسن خان جي گهرواريءَ جي قبر آهي ۽ ٻي مير عبدالحسين سانگي جي گهرواريءَ جي قبر آهي. ٻئي انگريزياڻيون ڇيون وجن ٿيون. مير عبدالحسين سانگيءَ کي بہ پٽ هئا هڪڙو مير خدايار خان ۽ ٻيو مير احمد يار خان. ٻئي مير يارمحمد واري مقبري ۾ پوريل آهن. جڏهن تہ مير عبدالحسين سانگي ڪلڪتي 1851ع ۾ جائو جڏهن ميرصاحب ڪلڪتي ۾ نظربند هئا. پاڻ 8 سالن جي عمر ۾ ڪلڪتي کان حيدرآباد آيو ۽ 1924ع ۾ وفات ڪيائين. سندس مڙهہ کي شاهہ لطيف جي مقبري جي پرسان دفن ڪيو ويو. سندس زال مسمات هاجران 1874ع ۾ وفات ڪئي. ان کي سندس پر ۾ پٽ شاهہ تي دفن ڪيو ويو.

**ماڳ جو نالو:** **تجر_ ديره مير ڪرم علي خان ٽالپور**

ماڳ جو قسم: تجر/ قبر

ماڳ جو دور: ميرن جو دور

ماڳ جو هنڌ: ميرن جو قبرستان حيدرآباد

مير ڪرم خان جي مقبري جي اولهہ ۾ هڪ تجر ٺهيل آهي جنهن ۾ اندر بہ مير ڪرم علي جي گهروارين جون قبرون. هڪ اڻ ڄاتي عورت ۽ هڪ ٻار جي قبر آهي. بيگمات جي قبرن تي هيٺان ڪتبہ لکيل آهن.

پهريون: اندر گهڙڻ تي اپرندي پاسي واري قبر جو ڪتبو.

وفات حضرت صاحبان بنت مڪان

بتاريخ نوزدهم ربيع الاول سن 1265هہ.

هي قبر هڪ ٿلهي تي جيڪو ماربل جو ٺهيل آهي. ڪتهڙو ڏنل اٿس. قبر جي ٻنهي پاسن کان قرآني آيتون اڪريل آهن. اندر هڪ ننڍو مصلو بہ ٺهيل آهي.

2_ انهي قبر سان محلقہ هڪ ٻي قبر آهي. جنهن تي هيٺيون ڪتبو لکيل آهي.

وفات مرحومہ ديره دويم مير ڪرم علي خان

بتاريخ يازده ماه ربيع الثاني سن 1285هہ

اها قبر ماربل جي ٿلهي تي ٺهيل آهي. ٽين قبر سيمنٽ جي پڪي ڪنهن ٻار جي آهي. چوٿين قبر جنهن تي ڪوبہ ڪتبو ڪونہ آهي. سيمنٽ پلستر ٿيل آهي. بي نام آهي.

More Books Visit : www.iqbalkalmati.blogspot.com



تجر ماپ ۾ اوپر اولهه 31 فوٽ ۽ اتر ڏکڻ 23 فوٽ آهي. هن کي ٻه دروازا هڪ اوڀر ۽ ٻيو ڏکڻ ۾ آهي. اولهه ۾ چاريدار ڪاشيءَ جي سرن جي دري آهي. سرون سائي رنگ جون آهن. اتي ڪل 16 ننڍا ۽ 13 وڏا جارا ٺهيل آهن. اتر ۾ 5 ننڍا 5 وڏا جارا. اولهه ۾ 3 ننڍا چار وڏا جارا ڏکڻ ۾ 5 ننڍا ۽ 2 وڏا ۽ اوڀر ۾ 3 ننڍا ۽ 2 وڏا جارا ٺهيل آهن. اندر بهترين سنڌي طرز جي نقاشي ٿيل آهي. نقاشي چؤطرف پٽين تي ٿيل آهي. ڇت اڇي رنگ جي پلستر ٿيل مٿس ڇٽ چٽيل آهن.

**ماڳ جو نالو: تجر ـ ديرا مير مراد علي خان ۽ ٻيا**

ماڳ جو قسم: عمارت/ اڏاوت

ماڳ جو دور: ميرن جي صاحبي

ماڳ جو هنڌ: مير محمد نصير جي اولهه پاسي تجر.

هن تجر ۾ 4 زنانيون قبرون آهن. مير مراد علي کي ٽي گهرواريون هيون. ٽي قبرون انهن جون. ۽ هڪ قبر مير غلام علي خان جي آهي. مير مراد علي کي هڪ زال مان مير نصيرخان ۽ محمد نصيرخان ٻي مان مير محمد خان ۽ مير يارمحمد خان ٽين زال مان 6 ٻار ٽيس جيڪي هڪ ٻئي پويان فوت ٿي ويا.

هي تجر اوپر اولهه 32 فوٽ ۽ اتر ڏکڻ 25 فوٽ ماپ جي آهي. سڄي هٽ تي ٺهيل قبرون چن جي گاري جون پلستر ٿيل آهن. ٻين ۽ ٽين قبر تي ڪٽهڙو ڏنل آهي. جيڪو لسي پٿر جو آهي ۽ چوٿين قبر اڇي ماربل جي ٺهيل آهي. ڇت سنئين ڪاٺ جي ڪامن ۽ پٽين جي ٺهيل آهي. جنهن تي نيري ڪاشي ٿيل آهي. ٻاهران چن گاري سان پلستر ٿيل آهي، ڪريل ڪاشيءَ جي سرن جا نشان ڏسڻ ۾ اچن ٿا. مٿان ڪنگرا چئن ڪنڊن تي اڏيل آهن. هر ڪنڊ تي ننڍڙيون چٽيون ٻه ٺهيل آهن جن تي ڪاشي لڳل آهي.

**ماڳ جو نالو: ترائي وارو دڙو**

ماڳ جو قسم: دڙو

ماڳ جو دور: قبل از تاريخ

ماڳ جو هنڌ: ديهه ترائي تعلقو فيض گنج

هي ماڳ ٻه ڳاڙهي واري ۾ ڍڪيل آهي. هتي ٺڪرانو سنڌو تهذيب سان ڀيٽڻ جهڙو مليو ٿو. ٻه ٺڪرانو قتل گاهه ۽ واريءَ ۾ دٻيل آهي. توڙي ڪوٽڻ سان مليو ٿو. هن ماڳ جي کوٽائي ٿيل ڪانه آهي.

**ماڳ جو نالو: تونگ جو قبرستان**

ماڳ جو قسم: قبرستان

ماڳ جو دور: سورنهن کان ارڙهين صدي عيسوي

ماڳ جو هنڌ: ضلعي ڄام شوري جي تعلقي ٿاڻي بولاخان جي اتر ـ اولهه ڪنڊ تي 73 ڪلو ميٽرن جي فاصلي تي. هن ماڳ تي پهچڻ لاءِ حيدرآباد کان ايندي سپرهاءِ وي تي 51 ـ 50 ميل پٿر کان 70 ڪلو ميٽر. ڪراچي کان ايندي سپرهاءِ وي جي ميل پٿر کان 81 کان 72 ميل.

احوال: هن قبرستان ۾ ٽي سؤ ٽيانوي چوڪنڊي نموني جون پٿر جون قبرون آهن. جن تي مختلف نموني جي اکر ۽ لکتون وغيره آهن. قبرن جي مختلف ميڙن کي مختلف نالن سان سڏيو وڃي ٿو. ڏکڻ کان اوڀر واري گروپ کي رانڪن وارو / محمود جو قبرستان، ڄام لوها جو قبرستان بونيشن وارو قبرستان. اتر ۽ اتر اوڀر واري قبرستان جو ڀاڱو ڪجهه وڌيڪ پراڻو آهي. جڏهن ته ڄام لوها وارو حصو ڪجهه پوءِ جو لڳي ٿو. قبرستان 16 صدي عيسويءَ کان ارڙهين صدي عيسويءَ جو لڳي ٿو. قبرستان لوهاراڻين، چٽن، پٽن ۽ خاصخيلي قبيلي سان واسطو رکندڙ ماڻهن جو آهي. ٻه وڏا گروپ قبرستان جا لوهرين، جيڪي برفت آهن سان واسطو رکن ٿا. ڄام لوها برفتن جو وڏو هو. سندس وفات کان پوءِ ڄام آري جي مٿان پڳ آئي.

More Books Visit : www.iqbalkalmati.blogspot.com



ملڪ سڪندرخان ڪان پوءِ ملڪ اسد سڪندرخان جي مٿان پڳ آهي، جيڪي ٽاٽي احمد خان ۾ ويٺل آهن. اتر طرف هڪ قبر تي لوهر علي نهمردي لکيل آهي. نهمردي يا نومڙيا اصل ۾ سما ذات جي شاخ جوکين مان آهن.

ملڪ هارون جو نالو تاريخ ۾ اورنگزيب جي زماني ۾ اچي ٿو. هڪ قبر ايسب خان جي آهي، جيڪو راجپوتانہ ڪان آيو ۽ مڪران ۾ رهيو. اهو ضروري ناهي تہ اهو ساڳو ايسب خان هجي. ڪجهہ نالا جهڙو ملڪ احمد خان ملڪ سردار خان وغيره پڻ برفتن جا وڏا هئا، جيڪي هتي پوريل آهن. برفتن جا قبرستان ملير، منگهو پير ۽ ٻين هنڌن تي بہ آهن.

قبرون ڪي ساديون تہ ڪن تي اڪر ٿيل آهي. ٻن ڪان وٺي سورنهن پٿرن جي سليبن تائين قبرون ملن ٿيون جيڪي مٿاڇري ڪان 12 فوٽ مٿي آهن. هتي پورڻ جو نمونو ٽن طريقن جو ملي ٿو. هتي ڪن قبرن ۾ هڪ ڪان مٿي مردن پورڻ جو پتو پوي ٿو، جو هڪ ڪان مٿي هڏاوان، پڃرا مليا آهن. ڪن قبرن ۾ ٺڪرانو ۽ اناج جا داڻا بہ مليا آهن. هڪ ڪان وڌيڪ پوريل مردن واريون 31 قبرون آهن.

هي قبرستان ايڪڙن تي ڦهليل آهي. 1991ع ۾ جنرل محمد ضياءُ الحق جي حڪم تي هن قبرستان تي 9 لک روپيا خرچ ڪري ڪريل قبرستان جي سليبن کي ٻيهر جوڙي قبرون ٺاهيون ويون ۽ پڻ جهنگ وغيره صاف ڪيو ويو.

**ماڳ جو نالو:** **توڙڪي پِٽَ**

ماڳ جو قسم: دڙو

ماڳ جو دور: 7 صدي ڪان ڏهين صدي عيسويءَ تائين

ماڳ جو هنڌ: هي قديم ماڳ ڳوٺ ميرڻ خان رند جي ڳوٺ جي پرسان ديهہ اين۔ 21 تعلقو ۽ ضلعو نواب شاهہ ۾ واقع آهي.

هن ماڳ جي چوڌاري هي ڳوٺ آهن: هن جي اتر ۾ 7 ڪلوميٽرن جي پنڌ تي محمد شاهاٽي ڳوٺ، هن جي اتر ۾ ٻن ڪلوميٽرن تي گاهي خان جو ڳوٺ، اوڀر ۾ ٽن ڪلو ميٽرن تي چراگاهہ پٽي. جڏهن تہ نواب شاهہ شهر 23 ڪلوميٽرن تي ڏکڻ اولهہ جي ڪنڊ ۾ آهي. هي ماڳ اتر ڊگهائي ڦاڪ 15" 23' 26° ڊگريون ۽ اوڀر ويڪرائي ڦاڪ 32" 25' 68° ڊگرين تي موجود آهي. دڙي جي وڏ ۾ وڏ ڊيگهہ 500 ميٽر اتر ڏکڻ ۽ ويڪر 200 ميٽر اوڀر اولهہ ٿيندي. هي دڙو مستطيل شڪل ۾ واري جي پٽن جي صورت ۾ موجود آهي. مٿاڇري تان ڪا خاص وٿ ڪانہ ٿي ملي. سڄي دڙي تي رڳو ڳاڙهو ٺڪرانو ملي ٿو. مليل وٿن ۾ پڳل ٽانون جا ترا، ڪَنا، وغيره مليا آهن. ٺڪر سنو پڪل، چڪ تي لٿل آهي، رنگ ڪجسو ڳاڙهو (Dull Red) پر پيلي رنگ جو ٺڪرانو بہ عام جام آهي. ٺڪر چٽيل آهي جنهن تي پور ويچوٽ ليڪون ڪاري رنگ جون نڪتل آهن، ٻن جو چٽ، سڌا ٽيڪا، ۽ چوڪندا نڪتل آهن. سڄي ٺپيل ٺڪر تي سج جا چٽ ۽ گولڙا پاتل آهن جڏهن پيلي رنگ جي ٺڪر تي ڪرچ جا نشان آهن. ڪٿي بہ ڳاڙهو ڏاءُ نہ مليو.

**ماڳ جو نالو:** **توڙڪي جو قبرستان**

ماڳ جو قسم: قبرستان

ماڳ جو هنڌ: ٺٽي آدم ڪان ٺٽي الهيار ڏانهن ويندڙ پڪي رستي جي بلڪل وٽ سان اترين ۽ اولاهين ڪنڊ تي توڙڪي جي قديم بستيءَ جو قبرستان.

ماڳ جو دور: ارغون — ترخان

احوال: هن قبرستان ۾ ميون ونهيون جامع مسجد، ميون ونهيون مقبرو، بخاري ساداتن جون قبرون، مزار مغل بيگ جي مزار، امير شاهہ قاسم خان زمان جي مزار، مير ابوالقاسم سلطان جي مزار، شاهہ قاسم بيگلار جي مزار وغيره آهن. هي سنڌ جي وڏن قبرستانن مان آهي. هن کي ميئين و نهيون جو قبرستان ڪري بہ سڏيندا آهن. سارو قبرستان ڏهن ٻارنهن ايڪڙن جي ايراضيءَ ۾ ٿيندو. ٺٽي جي مڪلي جي قبرستان وانگر زرد پٿر جون جڙيل قبرون اڪثر بيگلارن جون آهن.

More Books Visit : www.iqbalkalmati.blogspot.com



**ماڳ جو نالو:** **تلور جي پٽ**
ماڳ جو قسم: دڙو
ماڳ جو دور: 2600_ 2800 ق_ م ڪوٽڏجي ڪلچر
ماڳ جو هنڌ: تعلقو فيض گنج ضلعو خيرپورميرس. ماڳ 63408 چورس ميٽرن تي پکڙيل آهي. هي ماڳ اتر ڊگهائي ڦاڪ 43 $26^{0}$ ۽ اوڀر ويڪرائي ڦاڪ $26^{'}$ $68^{0}$ ڊگرين تي آهي.

ماڳ واري جي ڊہن ۾ لڪل آهي. جيڪي ٻن ڪان چئن ميٽرن جي اوچائي جون آهن. هي ماڳ ٻن حصن ۾ ورهايل آهي. ماڳ (A) مان سنڌو سڀيتا جا آثار مليا آهن ۽ ٻئي حصي مان ڪوٽڏجي واري ڪلچر جون وٿون ملن ٿيون. هي ماڳ ٻيهر (2002) ۾ ڏٺو ويو. ماڳ پهرين شاهه لطيف يونيورسٽي جي آرڪيالاجي ڊپارٽمنٽ سال 1992 ع ۾ ڳولي لڌو هو. ٻن حصن ۾ ورهايل دڙي جو پهريون (A) ڀاڱو 8760 چورس ميٽر ۽ B ڀاڱو 54648 چورس ميٽرن ۾ آهي. هتان مليل وٿن ۾ سنڌوءَ جو ڳاڙهي تي ڪارو ليڪي (slip) وارو ٺڪراٺ، چٽيل ٺڪراٺ، ٻنن ہوٽن جي چاپ وارو ٺڪراٺ، پکين چاپ ٺڪراٺ، انگر ونگڙ ليڪن وارو ٺڪراٺ، مڇيءَ چاپ ٺڪراٺ ۽ ٻين مختلف چاپن وارو ٺڪراٺ مليو آهي. هتان لڌل ٺڪراٺ Mature Indus Period جو آهي.

**ماڳ جو نالو:** **تؤنگ بني**
ماڳ جو ڏس: هي ماڳ $26^{0}$ 25 اتر ويڪرائي ڦاڪ $34^{'}$ $67^{0}$ اوڀر ڊگهائي ڦاڪ تي، موجوده تونگ لڳ دمبار قطار ويجهو. پرسان رتي نات/ رتي شاهه پير جو
چشمو هڪ ميٽر اولهه طرف وهي ٿو.
ماڳ جو دور: ڌاتو پاهڻي دور
وٿون: چشمي جي مُنهن وٹ پٿر جي پيڙهه وارين پٽين جي رهت ڪان سواءِ آمري توڙي هڙاپا سان پيٽڻ جهڙو ٺڪراٺو ملي ٿو. قلعي جا آثار.

تؤنگ بني مخروطي شڪل جي صورت ۾ آهي. اٽڪل 25 ميٽر اوچو دڙو آهي. هتي کوٽائيءَ دوران قلعي جا آثار بہ مليا آهن. ليمبرڪ ڪي کوٽائي مان آمري دور، سنڌو دور، ۽ جهانگارا ثقافت جي دور جا ٽانو مليا. آمري وارو بہ رنگو ٺڪر، سنڌو جو ڳاڙهي تي ڪارو ٺڪر چٽسالي سان. جهانگارا جا ڪارا پالش ٿيل ٺنگر ٽانو مليا. ان ڪان سواءِ چقمقي پهڻ وارا اوزار بہ هٿ آيا.

هن ٽڪري تان ڪجهہ عرصو ٿيندو تہ اتان جي ماڻهن ڪي ٺڪر جي برتن ۾ رکيل هڏا پوريل حالت ۾ مليا هئا. تونگ جي اوڀر پاسي چوڪنڊي جهڙي گهاڙين ۾ بہ قبرستان پڻ آهن جن تي ٺڪراٺو موجود آهي.

**ماڳ جو نالو:** **تيور ريسٽ هائوس**
ماڳ جو قسم: اڏاوت ريسٽ هائوس
ماڳ جو دور: 1885 ع
ماڳ جو هنڌ: قنبر جي اولهہ ۾ 81 ڪلو ميٽرن جي فاصلي تي ڏاڙهياري جبل جي پرسان.
احوال: چون ٿا تہ انگريز ڪمشنر تيور 1887 ع ۾ ٺهرايو. مزار قليچ بيگ 1885 ع ۾ هٿ آيو ۽ ڏنائين. اشتياق انصاري صاحب جو خيال آهي تہ هي ريسٽ هائو ”مئنسفيلڊ“ 1862 ع ۾ ٺهرايو، جيڪو انهن ڏينهن ۾ سنڌ جو ڪمشنر هو. هي ريسٽ هائوس چشمي جي پر ۾ ٺاهيو ويو آهي.

**ماڳ جو نالو:** **ٽار ٻنگار**
ماڳ جو قسم: دڙا

More Books Visit : www.iqbalkalmati.blogspot.com



ماڳ جو دور: سومرا دور (آخري)

ماڳ جو هنڌ: جهڏو_ ٿرپارڪر

احوال: ڪنڊبر 3x3 فرلانگن ۾ پکڙيل آهن. هتي سومرن ۽ علاؤالدين جي وچ ۾ وڏي تاريخي جنگ لڳي هئي. جنهن ۾ دودي پنهنجي سرجو نذرانو ڏئي تاريخ ۾ سربلند ڪيو. هي جنگ جو ميدان آهي.

**ماڳ جو نالو: ترڙو**

ماڳ جو قسم: موهن جي دڙي واري لکت کان به پراڻي لکت

ماڳ جو دور: قبل از تاريخ

ماڳ جو هنڌ: ٺٽي ۽ ڪراچيءَ جي وچ ۾ گجو لڳ قومي شاهراهه کان ڏکڻ طرف هڪ ننڍڙي ٽڪريءَ تي علامتي تصويري لکت موجود آهي. جنهن لاءِ چئي سگهجي ٿو ته اها سنڌ ۾ موهن جي دڙي واري دور کان به اڳ جي آهي. هن تصويري لکت ۾ ڇا لکيل آهي؟ ڪجهه چئي نٿو سگهجي. ڇا اِها لکت اصل ۾ سنڌو ماٿريءَ جي قديم عقيدي جي علامتي نشانن تي مشتمل آهي؟ هن ماڳ جو نالو ترڙو يا ترڙي آهي جنهن کي ترون به چيو ۽ لکيو ويو آهي. هن ٽڪريءَ تي انساني سرگرميءَ جا نشان پٿر جي پڇاڙڪي ۽ آمري دور کان، ٻڌڪي زماني، اوائلي مسلم دور، ڪلهوڙن جي دور ۽ هاڻوڪي زماني تائين هر وقت جا ملن ٿا. ان لاءِ تجويز ڪري سگهجي ٿو ته ترڙ ٽڪري گهٽ ۾ گهٽ ڏهاڪو هزار سال کن اڳ سمنڊ جي گهيري مان آزاد ٿي چڪي هوندي ۽ جلد ئي اِتي انساني سرگرمي شروع ٿي هوندي. محترم اين جي مجمدار لکيو آهي ته هتي انساني آباديءَ وارين اڏاوتن جي نه هجڻ سبب، هتي انساني آباديءَ واري تسلسل کي رد ڪيو آهي. پر هو اِهو به لکي ٿو ته اتي چقمقي پٿرن جو ڪارخانو هو. ان لاءِ هتي ان قسم جو پٿر موجود ڪونه آهي. هتي اچي پٿر جون ڪورون مليون آهن. اهي پٿر به هتان جا ڪونه آهن. هي ننڍڙي ٽڪري سورجاڻي ۽ مڪلي تي ڇاڙ آهي. ڪزنسن لکي ٿو ته: ترڙ ونزد گجو پٿري ديوار ڏنل هڪ عاليشان نيوليٽڪ شهر آهي. هتان ڪيس پٿرن جون چريون مليون هيون. گجو ۽ ترڙو وچ وارو مفاصلو به ميل ٿيندو. ٽن جاين تي پٿريلي مٿاڇري تي ڪي اکري علامتون اڪريل آهن. هرهڪ ميڙ ۾ اهي علامتون ڇهن کان گهٽ نه آهن. هنن علامتن ۾ ماڻهو، تير ۽ ڪمان سان ڏسجن ٿا. هتي پٿرن جا پنج ڇهه فوٽ اوچا ڍير آهن. تصويري لکتون موهن جي دڙي کان مختلف آهن.

**ماڳ جو نالو: تر ڏٽيءَ جو قبو**

ماڳ جو دور: ميرن جي صاحبي

ماڳ جو قسم: قبو

ماڳ جو هنڌ: تعلقو نارو (تڙ) ڳوٺ تجل شريف

هي قبو تجل شريف تعلقي ناري ۾ آهي. هي قبو مير سهراب خان جوڙايو. حضرت شاهه عنايت جي فرزند مخدوم سلام الله عرف تر ڏٽيءَ کي هن جاءِ تي غسل ڏنو ويو هو. انهيءَ جاءِ تي مقبرو اڏايو ويو آهي. سندس جاءِ نشين محمد شاڪر شاهه کي مير سهراب خان ڪجهه تجرون به ٺهرائي ڏنيون هيون. جنهن ڪري هي ماڳ ”تجل شريف“ جي نالي سان سڏجي ٿو.

**ماڳ جو نالو: ترڙي جادو شهيد**

ماڳ جو قسم: ڳوٺ/ مقبرا

ماڳ جو دور: ڪلهوڙا دور

ماڳ جو هنڌ: هي ڳوٺ ڪڪڙ کان 4 ڪلو ميٽر اولهه ۾ آهي. تعلقو جوهي ضلعو دادو.

هن ڳوٺ تائين ڪڪڙ کان پڪو رستو وڃي ٿو. جادو ڪلهوڙن جي دور ۾ ٿيو جيڪو ذات جو اوٺو يا قمبراڻي چون ٿا. جادي جي هتي رانڪ ٺهيل آهي. رانڪ سادي ۽ دڙي تي ٺهيل آهي. زميني سطح کان 8 فوٽ مٿي ٺاهي وئي آهي. اتر ۾ رانڪ ۾ پهچڻ لاءِ ڏاڪڻيون ٺهيل آهن. عمارت چورس ٺهيل آهي. اندران ان کي جاري وانگر ڪنڊ_ جوڙون ڏئي، انڪندو ڪيو ويو

More Books Visit : www.iqbalkalmati.blogspot.com



آهي. انڪندي ڳچ تي گول گنبذ ٺهيل آهي. رانڪ ڪي لنگهه اوپر پاسي ڏنل آهي. پٽين تي سينگار لاءِ ونگون ٺهيل آهن. اندران اندر ماپ 360x370 س_ ميٽر آهي. گنبذ جي پاڙ وٽان ڪانس نڪتل آهي. مقبرو پڪ سرو ۽ اڻ لتل آهن. مٿان روغن ٿيل آهي. پٽين جي ٿولهه 3 .2 فوٽ ٿيندي. اندر ٻه قبرون آهن. الهندي واري قبر جادي شهيد جي آهي. پٽين جي ٽن پاسن کان ڪاٺ جون دريون ٺهيل آهن. گنبذ جي مٿان ڪلسو ٺهيل آهي.

**ماڳ جو نالو:** **ترڙي ڪيٽي**

ماڳ جو قسم: دڙو

ماڳ جو دور: اسلامي

ماڳ جو هنڌ: هي ماڳ جاتي شهر کان اٽڪل چوويهه ڪلو ميٽر اولهه ڏکڻ تي واقع آهي.

مقامي طور انهيءَ قديم ماڳ کي ترڙي ڪيٽي يا ڪيٽيءَ جي ترڙي سڏين ٿا. انهيءَ هنڌ تي هڪ هنڌ نودڙا وڏي ايراضيءَ تي پکڙيل آهن. مسجد ۽ قبرستان جا آثار ملن ٿا. هن قبرستان ۾ انساني ڍانچا پکڙيل آهن. لڳي ٿو ته قديم قبرستان آهي. وٽن مان پڪين سرن جي ديوارن جان نشان، پڪين سرن جا ٽوٽا وغيره، ٺڪرائو اسلامي اوائلي دور سان پيٽڻ جهڙو ليپي ٿو. دڙي جي کوٽائي ٿئي ته گهڻو ڪجهه لڀڻ جو امڪان آهي.

**ماڳ جو نالو:** **ٿري**

ماڳ جو قسم: دڙا

ماڳ جو دور: سومرن جو اوائلي دور

هنڌ: بدين کان 17 ميل ڏکڻ ۾ روپا ماڙي کان 5 ميل اتر طرف، ريڻ دريا جي قديم وهڪري جي ساڄي ڪناري. محبت ديري کان 6 ميل ڏکڻ اوڀر.

احوال: سومرن سنڌ ۾ محمود غزنوي جي دور ۾ زور ورتو. "ابن سومار" جي قيادت هيٺ ٿريءَ کي پنهنجو تخت گاهه بنايائون. ملاحن جي مياڻ ٿري آهستي آهستي شهر جو روپ اختيار ڪيو. 700 هه (1300ع) ۾ جڏهن علاؤالدين، دودي تي حملو ڪيو ته ٿري لُٽجي وئي.

وٿون: ٿريءَ جا آثار اتر کان ڏکڻ اڌ ميل ۾ ڦهليل آهن. ملندڙ وٿن مان پراڻا سڪا، ٺڪرائو، چتسالي ٿيل سرون ملن ٿيون ان کان سواءِ ٺڪر تي سومرن جي ايجاد ڪيل آپوتا "تامائي" خط جا نمونا به مليا آهن. تحقيق طلب هنڌ آهي.

بدين ضلعي جي ماتلي_ غلام علي روڊ جي 14 ڪلوميٽر واري پٽر وٽ. ماڳ جو گهڻو حصو پوکيءَ هيٺ اچي ويو آهي. 99 ايڪڙن ۾ ماڳ آهي. باقي زمين قبرستان ۾ تبديلي ٿي چڪي آهي. روايت آهي ته هتي سنڌ راڻي جي قبر آهي. ان کان سواءِ شاهه ديواني جو مقبرو پڻ آهي. ديواني لاءِ چون ٿا ته 13 صدي عيسويءَ ۾ هت آيو. هن تي ميلو لڳندڙ آهي. ڪيتروئي ٺڪرائو ۽ سرن جا ٽڙيل پکڙيل ٽڪرا ماڳ تي موجود آهن.

**ماڳ جو نالو:** **ٿم**

ماڳ جو قسم: دڙو

ماڳ جو دور: 600 ق_ م

ماڳ جو هنڌ: 54' 27° اتر 52' 69° ڏکڻ ڳوٺ احمد خان مهر ضلعو سکر

احوال: هي ماڳ 5 . 10 ڪلو ميٽر ڳوٺ احمد خان مهر واري ٿم رينجرس پوسٽ وٽ آهي. 750x611 فوٽ ديگهه ويڪر ۾ ماڳ 16 فوٽ زمين جي مٿاڇري کان مٿي آهي. لڏل وٽن ۾ هتان گول مٽيا، چٽيل ۽ ليڪاؤن ٺڪر، لوهه جا ڪسيل ۽ ڳريل ٽڪرا مليا آهن. لوهه سنڌ ۽ پنجاب ۾ 600 قبل مسيح ڌاري استعمال هيٺ آيو آهي. ان لاءِ اهو ماڳ پراڻو ٿي سگهي ٿو.

More Books Visit : www.iqbalkalmati.blogspot.com



**ماڳ جو نالو:** **ٽاريءَ وارو نيڪرانو**
ماڳ جو قسم: دڙو
ماڳ جو دور: نامعلوم
ماڳ جو هنڌ: ديھ بصيرو تعلقو فيض گنج

هي ماڳ علي اصحابيءَ واري ماڳ کان ڏيڍ ڪلو ميٽر فاصلي تي آهي. چون ٿا تہ هيءَ ملاحن جي مياڻي هئي. هتان هاڪڙو دريا وهندو هو. هتان سنڌو تهذيب سان پيٽڻ جهڙو ٺڪرانو مليو آهي. هاڪڙي دريا تي ڪيترائي ماڳ مغل صاحب ڳوليا آهن جيڪي سڀ سنڌو سڀيتا واري دور سان تعلق رکن ٿا. هن ماڳ جي کوٽائي ٿيل ڪانہ آهي. کوٽائي ڪبي تہ پڪ سان سنڌو تهذيب جون ڪي ڪڙيون ملنديون.

**ماڳ جو نالو:** **ٽِگهرو**
ماڳ جو قسم: غارون
ماڳ جو دور: اوائلي دور
ماڳ جو هنڌ: ديھ ڪوهستان يونين ڪائونسل غيبي ديرو ضلعو قمبر، شهدادڪوٽ قمبر کان اولھ 50 ڪلو ميٽر ڪڙڪو ڪوھ جبل جي ڏکڻ ۾ اٽڪل ڏيڍ ڪلو ميٽرن جي پنڌ تي.
احوال: ڪڙڪو ڪوھ جبل جي ڏکڻ ۾ اٽڪل ڪلو ميٽر جي مفاصلي تي 150 فوٽن جي اوچائي تي هي غارون واقع آهن. هتي گهرن جهڙيون چرون ۽ غارون نهيل آهن. جيڪي عدد ۾ ٽي آهن. ٽئي گڏ آهن. مقامي ماڻهو هن کي تہ گهرو سڏين ٿا. بناوت ۽ هنڌ مان لڳي ٿو اهي غارون ڪائي ۽ نيئگ وارين غارن جون همعصر آهن. هتي اوائلي انسان جي رهائش هوندي.

**ماڳ جو نالو:** **ٽنڊو رحيم**
ماڳ جو هنڌ: غازي شاھ کان چار ميل اوڀر اتر طرف نئين انگئي جي ٽري ۾، ٽنڊو رحيم خان جي اتر_ اوڀر ۾. 26° 30' اتر ويڪرائي ڦاڪ 26° 67' اوڀر ڊگهائي ڦاڪ. واهي پانڌي کان 22 ميل ڏکڻ ۾.
ماڳ جو دور: ڌاتو پاهڻي دور:
وٿون: هڪ گول ڪانچي وارو پٿر ۽ آمري سان پيٽڻ جهڙو ٺڪرانو مليو آهي. جيڪو ڦڪي رنگ جو آهي. چٽ ڪاري يا چاڪليٽي رنگ جا آهن. مهندسي ٺڪرانو بہ مليو آهي. ٺڪرانو آمري سان پيٽڻ جهڙو آهي. هي ماڳ زمين کان 10 فوٽ اتاهون آهي.

**ماڳ جو نالو:** **ٽرنٽي چرچ**
ماڳ جو قسم: اڏاوت/چرچ
ماڳ جو هنڌ: سول لائنز ڪراچي
ماڳ جو دور: 1852ع / انگريزن جو دور

پهرين پروسٽنٽ چرچ سال 1852ع ۾ ڪراچيءَ جي سول لائينز واري علائقي ۾ ٺاهي وئي هئي. جنهن جي پيڙھ جو پٿر، سر بارٽل فريئر، جيڪو ان وقت سنڌ جو ڪمشنر هو، تنهن رکيو. ٽن سالن جي عرصي 1855ع ۾ هي چرچ جڙي راس ٿي. هن شاندار عمارت جو نقشو ڪيپٽن جان هل، جيڪو بمبئي جو انجنير هو تنهن ٺاهيو، پر اڏاوت دوران ان جي نقشي ۾ جان برٽن ٿوري گهڻي تبديلي ڪئي هئي. هن جو وڏو ٽاور 150 اوچو آهي. ويجهڙائيءَ ۾ ڪاٺ جي خوبصورت ڇت هٽائي، اتي نئين سيمنٽ جي ڇت ٺاهي وئي آهي. هن جو نمونو اٽلي جي ڪيٿولڪ طرز جو آهي.

**ماڳ جو نالو:** **ٽڪ_ ماڳ**
ماڳ جو قسم: قبر نما پٿرن جا ڍڳ ۽ پٽ جي پيڙھ

More Books Visit : www.iqbalkalmati.blogspot.com



ماڳ جو هنڌ: ڪاپٽ ڪان اٽڪل ساڍا ٽي ڪلو ميٽر ڏکڻ اولهہ_ تعلقو ٿاڻو بولاخان ضلعو ڄامشورو.

وٿون: اتر ڏکڻ ۾ اٽڪل 294 فوٽ ڊگهو ۽ 46 فوٽ ويڪرو_ ماڳ ستن ڪمرن جا نشان_ ڪو ڏيورو يا پوتر آستان.

ماڳ جو دور: هن ماڳ کي اندازي طور پاهڻي ڏاتو دور جو چئي سگهبو (؟)

هي پٿرن جو ڍڳ آهي. هن ۾ ست ڪمرا، وچون ڪمرو اوپر توڙي اولهہ پاسي وارن ڪمرن جي سنوت ڪان وڏيل آهي. فيربيئر ڪراچي ڪان سيوهڻ ويندي هي ماڳ ڏٺو هو. سندس خيال آهي تہ هن قسم جون اڏاوتون مسافرن جي اجهي لاءِ بہ ٿي سگهن ٿيون. لمبرڪ بہ هن قسم جي آثارن جو ذڪر ڪيو آهي.

**ماڳ جو نالو: ٽڪ مڪان**

ماڳ جو قسم: قبرستان

ماڳ جو دور: سورنهين سترهين صدي

ماڳ جو هنڌ: ديهہ ٽڪو باراڻ، ٽپو ڪلو ڪوهر، تعلقو ٿاڻو بولاخان ضلعو ڄامشورو. اتر ويرڪائي ڦاڪ 14" 12' 25⁰ اوپر ڊگهائي ڦاڪ 19" 41' 67⁰ تي موجود آهي.

اٽڪل چئن ايڪڙن تي پکڙيل هي قبرستان ڳوٺ لالو ڪَپري ۽ اوڏيري بنيءَ جي اپرندي ۾ ٽڪريءَ جي دامن ۾ آهي. هتي ڪيترين قبرون آهن جن جا ڊگها وڏا پٿر ڪري پيا آهن. ڪي سلامت آهن. قبرن تي اڪر جو ڪم ڪيل آهي. پر هاڻي انهيءَ قبرستان ۾ پراڻي رواج هيٺ نيون پٿر جون قبرون اڪر سان ٺاهيون وڃن ٿيون جيڪو گڏريل بڻ ٿن ڍاڪن جون آهن. ان لاءِ ڏيان ۾ رهي تہ گڏريل ويهن سالن ۾ ٺهيل نيون اڪر جون قبرون اڳتي هلي ڪنهن محقق لاءِ مسئلو بنجي سگهن ٿيون. چوتہ نين ۽ پراڻين قبرن ۾ فرق ڪرڻ محال ٿي پيو آهي. / پوندو. هي ماڳ اڳ ۾ ذڪر ٿيل ڪونہ آهي. انهن پٿر وارين گهاڙين ۾ صرف هڪ گهاڙيءَ تي سن 1150 هہ لکيل آهي جيڪا هڪ وڏي ٿلهي تي ٺهيل آهي.

**ماڳ جو نالو: ٽڪو باراڻ**

ماڳ جو قسم: اڏاوتن جا نشان

ماڳ جو دور: قبل از تاريخ

ماڳ جو هنڌ: ديهہ ٽڪو باراڻ، ٽپو تؤنگ تعلقو ٿاڻو بولاخان ضلعو ڄامشورو.

اتي هڪ چشمو آهي جيڪو ڳوٺ درياخان ڪان ٻن ڪلو ميٽرن جي فاصلي تي ٿيندو. انهيءَ چشمي جي اولاهين ڪپر تي پٿر جي جاين جا نشان آهن. ٺڪرانو جام آهي. اهو ٺڪرانو ڏکڻ ۽ ڏکڻ اولهہ تي آهي. هن هنڌ بہ ٻيا ڊڙا بہ آهن جن تي پٿر جون ڪورون ۽ چلڪا ۽ ٺڪرانو عام جام آهي. هي ڊڙو ٻن ايڪڙن جي ايراضيءَ ۾ آهي. ٻنهين جا آثار چٽا آهن. هن ماڳ جو ذڪر مجمدار ڪيو آهي.

**ماڳ جو نالو: توڙي بنگلو**

ماڳ جو قسم: اڏاوت/ بنگلو

ماڳ جو دور: 1902ع

ماڳ جو هنڌ: ڪنڊڪوٽ ۾ اريگيشن ريسٽ هائوس

هي عمارت 1902ع ۾ انگريز سرڪار جي ٺهرايل آهي. وڏي ايراضيءَ ۾، وڏا وڏا هال ۽ ٻيون اڏاوتون، نوڪرن جي رهڻ ڪوارٽر وغيره اٿس. اندر سومنگ پول بہ ٺهيل آهن. اريگيشن جا سڄي سنڌ ۾ ٺهيل ريسٽ هائوس سٺا آهن. انهن تي الڳ ڪم ڪرڻ گهرجي.

**ماڳ جو نالو: ٺارو ٽڪري**

More Books Visit : www.iqbalkalmati.blogspot.com



ماڳ جو ڏس: ڪراچيءَ کان اٽڪل چوراسي ڪلو ميٽر اوپر طرف ڪراچي ٺٽي روڊ تي، گجو جي ڳوٺ پرسان ٻه ڪلو ميٽر ڏکڻ اولهه شيخ ترابي جي تربت کان ڏکڻ اوڀر طرف ـ ضلعو ٺٽو

ماڳ جو دور: ڏاتو پاهڻي دور ـ آمري ڪلچر

ماڳ ٽڪريءَ تي آهي،اوچائي 11 ميٽر ـ ماڳ ۾ اسلامي دور جون اڏاوتون ۽ ڏاڪڻي پاسي تاريخ کان اڳ جا آثار ملن ٿا. مجمدار ۽ پڳٽ صاحبن کي کوٽائيءَ مان آمري دور جا ٿانوَ لڌا هئا.

**ماڳ جو نالو: ٺٽو**

ماڳ جو قسم: شهر/ اوائلي تخت گاهه

ماڳ جو دور: سورهين صدي کان اڄ تائين.

ماڳ جو هنڌ: 46 24 اتر ڊگهائي ڦاڪ 59 67 اوڀر ويڪرائي ڦاڪ. ڪراچي کان 60 ميل اوڀر ۾. حيدرآباد کان 50 ميل ڏکڻ — اولهه ۾.

احوال: سمن، ارغون ۽ ترخانن حاڪمن جي گاديءَ جو هنڌ ٺٽو اڳ به ڪنهن نه ڪنهن صورت ۾ موجود رهيو آهي. پر 1495ع ۾ ڄام نظام الدين ساموئي کي ڇڏي ٺٽي کي تخت گاهه بنايو. ۽ هن جي نئين سر اڏاوت ڪئي. چوڏهين صديءَ کان وٺي ارڙهين صديءَ تائين ٺٽي شهر جهڙو شهر سڄي هندوستان ۾ ڪونه هو. ٺٽي جو زوال ڪلهوڙن جي ايرڻ جي ڪري ٿيو جو انهن پنهنجو پهريون تخت گاهه ڳاڙهي ۽ ٻيو خدا آباد پنهواري ۽ آخر وڃو تخت گاهه حيدرآباد کي ڪيو. سمن ٺٽي کي تمام گهڻو ناهيو. سندن ڏينهن ۾ عام ماڻهوءَ جي حالت سني هئي. ماڻهو خوشحال ۽ امن سان رهندا هئا. سمن جو انت شاهه بيگ ارغون آندو. شاهه بيگ جي وقت ۾ ٺٽو ڏينهن جا ڏينهن باهه ۾ سڙندو رهيو. ترخانن جي ڏينهن ۾ پورچوگيزن ٺٽي کي باهه ڏني ته اٺ هزار جانين کان سواءِ ويهه لک سونين مهرن جي نقصان جو اندازو ڪيو ويو.

فيروزشاهه تغلق جي دور (1388ـ 1351ع) جو ذڪر ڪندي پير حسام الدين لکيو آهي ته هڪ شعر ان دور جي ڪنهن شاعر مڪلي نامي ۾ لکيو آهي ته:

تهته که آن جزیره بلا دیست پر کہف
دریاش یک طرف شد و پنج آب یک طرف.

هزارين ڪورين جا آڏاڻا، هزارين عالمن جا مدرسا، ٺٽي جي عظمت جا ساکي هئا. اسان هيٺ ٺٽي جي پاڙن مسجدن، مقبرن وغيره جو وچور پير حسام الدين راشدي صاحب ۽ احمد حسن داني جي مضمونن جي آڌار تي ڏيون ٿا.

**محلا:** دل شير، شرخاناڻي، ساڪراڻي، شڪر الاهي، شاهه مبين، ٻتواڻي، تندسر، ڪٽي محلو، مخدوم محلو، پٽي هٽ، قاضي محلو، عقيلي محلو، گيدڙن جو محلو، عابداڻي، ڪشمشي محلو، بنالا محلو، چانداڻي محلو، عباسين جا ٻه محلا، لوهارن جو محلو، وڏن جو محلو، ڪاسائي محلو، اميرخاني محلو (جامع مسجد جي اوڀر اتر ۾) انگريزن جو محلو، رضوي محلو، شيرازي محلو، پاپي محلو، جمال محلو، مس گر محلو.

**پاڙا:** محلن ۾ جدا جدا پاڙا آهن. جيڪي ذات يا ڪنهن بزرگ جي مزار جي نالي پويان سڏجن ٿا: شاهه ڪمال پاڙو، ڪٽي پاڙو، ڪنياڻي پاڙو، سابوگر پاڙو، بخاري پاڙو، تندسر محلي ۾ واسواڻي پاڙو، کوٽائي پاڙو، وزن ڪشن جو پاڙو، غني پاڙو، پيلن جو پاڙو، حبشي پاڙو، درسن جو پاڙو وغيره. ٻيا پاڙا هي آهن. دارين جو پاڙو، سون پاڙو، ڊُبائي پاڙو، ساد پاڙو، لاسي پاڙو، حجام پاڙو، ماڻڪائي پاڙو، ميمڻ پاڙو، پلنگ پاڙو وغيره.

**مزارون ۽ مقبرا:** شاهه ڪمال (محلو مسگر) پير عباس ۽ مسجد (ڪشمش پاڙو) محمود شاهه جي مزار (مسگر محلو) شاهه ڏنو مزار (مسگر محلو) بيبي قدم (مسگر محلو) لال شاهه بخاريءَ جي مزار (مسگر محلو) شاهه مبين جي مزار (شاهه مبين محلو) خواجه اشرف صفي جي مزار (شڪرالاهي محلو) شاهه لڌي جي مزار (ڪير بازار) يتيم مردان (واسواڻي مسجد)

More Books Visit : www.iqbalkalmati.blogspot.com



شاهه معظم ٻانگي جي مزار (واسواڻي محلو) شاهه حسين جو مقبرو (ميروشاهه جو تلاءُ) شاهه ابراهيم جيلاني جي مزار (تندسر محلو- ڪنڀارن جي گهرن وٽ) نٿن شاهه جي مقبرو ۽ چتن شاهه جي مزار، شاهه ابراهيم (چاپائي محلو) ٽن ڀيڻين جون مزارون (تندسر- چاپاٽي پاڙو) ميرو شاهه شيرازي (ميرو شاهه جو ڪوهه) لال چتو (تندسر) مخدوم قاسم (تندسر- ملاڪڙي جو پٽ) شاهه برهان جي مزار (تندسر- سوني مندرين جو پاڙو) شاهه حسين جيلاني (تندسر- چانگن جو ڳوٺ) بيبي راڻي (تندسر- عطارن جو پاڙو) حاجي سليمان جو مقبرو (تندسر- ٽڪائين جو پاڙو) شاهه ابراهيم جي مزار (مغل واڙو) بابو شاهه بودلو (مغل وارو- محلہ اگر) شاهه ڏني ايسار جي مزار (مغلواڙو- ايسار) شاهه البو (پٽڻ واري رستي تي) شاهه گوهر گنج (سهتيہ- گور گنج) شمس تبريز ۽ ٻئي درويش جي مزار (گور گنج) محراب شاهه جي مزار (سهتيہ- گورگنج) علي شاهه ناگائي (سهتيہ- گورگنج) ننگر فقير جي مزار (اگر) شاهه عبدالواحد جيلاني (مظبوطن جي ڊپ) حسين شاهه بخاري (اگر) پير دادن شاهه ۽ ٻيون تربتون (مهدوي رضوي محلو) شاهه اسماعيل بخاريءَ جو مقبرو (اگر) لاڪي شاهه جي مزار (اگر) ابراهيم شاهه بخاريءَ جي مزار (اميرخاني قلعو) شاهه صدر لڪياري جي مزار (جامع مسجد جو دروازو- محلو اميرخاني) شاهه عبداللطيف (محلو اميرخاني) پير شاهه بخاري- شيخ فريد شڪرگنج (غلہ بازار) شاهه محمد مڪي (غلہ – بازار جو چيڙو- هن بزرگ جي مزار ڪچي قلعي حيدرآباد ۾ بہ آهي) شاهه حسين (غلہ بازار) شاهه مڪسين ۽ خاڪي شاهه (شاهي بازار) ابراهيم شاهه غازي (غلہ بازار) سيد اسماعيل (محلہ خواجہ شڪر) ملوڪ شاهه. پير سيبائتو بہ تربتون گڏ (پلنگ پاڙو) پير آرڏو (تندسر- چانگ پاڙو) جاڙا پير بہ قبرون (مخدوم محمد هاشم جي گهر وٽ) ٻيڊل شاهه (ڪدرن جي مڙهيءَ وٽ) شاهه گل ۽ شاهه گهوٽ (جمالين جي گرائونڊ ۾) لال چتو (تار پاڙي ۾) شاهه بندر (هنومان مندر جي پاسي ۾ مڪلي جي دروازي وٽ) پير جڏڙو (مشهدي سيدن جي پاڙي ۾) وغيره.

**مسجدون:** مٿي ڄاڻايل پاڙن ۾ ڪيتريون ئي مسجدون جوڙايون ويون. جن جا نالا ڏجن ٿا: 1- مسجد ولي نعمت، 2- جامع مسجد فرخ، 3- ميرڪن مسجد، 4- مسجد بزار اميربيگ، 5- مسجد محلہ اگريا، 6- دبگير مسجد، 7- مسجد خضري، 8- اميرخان مسجد، 9- شاهجهاني مسجد، 10- حفيظ الله خاني مسجد، 11- تندسر محلا مسجد، 12- محلي ملوڪ شاهه واري مسجد، 13- مير عبدل واري مسجد، 14- محلہ مسگر واري مسجد، 15- مسجد لڪي، 16- مسجد اسلام پور، 17- قمري مسجد، 18- ميان ٺاري واري مسجد، 19- حاجي محمد قاسم مسجد، 20- مخدوم ابو مسجد، 21- مخدوم ابراهيم مسجد، 22- مخدوم محمد قاسم مسجد، 23- مخدوم ابوالقاسم نقشبندي مسجد، 24- مخدوم محمد مسجد، 25- مڪين مسجد.

**حويليون:** ڪجهہ رهائشي جايون جيڪي اڃا موجود آهن. (1) خسروخان حويلي، (2) عارب ڪوڪي حويلي، (3) ڪشتي حويلي، (4) قاضي ابراهيم حويلي، (5) مزار فتح علي بيگ جو محل، (6) مرزا عظيم الدين جو بنگلو.

**باغ:** 1- خواجہ مير ابو تراب جو باغ، 2- سيد ميرعلي (ٻيون) باغ، 3- شيرازي باغ، 4- خورشيد باغ، 5- مشڪن باغ.

**چونڪ:** (1) ميدان جملہ پير، (2) چونڪ ملڪ ميان، (3) چوڪ عبدالغني.

**ڪوهہ:** 1- علي جان وارو ڪوهہ، 2- نرقي وارو ڪوهہ.

**بازارون:** (1) مرزائي بازار، (2) گداري بازار، (3) پتي هٽا بازار، (4) گڏا بازار، (5) گالا بازار، (6) امير بيگ بازار، (7) بازار ڪسب.

ٺٽي جي بنياد پوڻ لاءِ ڪو قطعي سال تہ مقرر نہ ڪيو ويو آهي مگر ڊاڪٽر احمد حسين داني جي لکت موجب تہ "امير خسرو 5 سال (683- 678هه) ملتان ۾ غياث الدين بلبن جي پٽ سلطان خان شهيد سان گذاريا. تہ هن ٺٽو جو نالو مقابلي جي هنڌ لاءِ تجويز ڪيو. تنهن جي معنيٰ تہ ٺٽو ان زماني ۾ چڱي نموني سجاتو ٿي ويو. ان شهر جو بنياد ابن بطوطہ جي اچڻ کان گهڻو اڳ ڳولڻ ڪپي.

**ماڳ جو نالو: نري پاهڻي ماڳ**

More Books Visit : www.iqbalkalmati.blogspot.com



ماڳ جو قسم: پٿر جي اوزارن ٺاهڻ جون جايون

ماڳ جو دور: پٿر جو درمياني دور (Mesolithic)

ماڳ جو هنڌ: ڳوٺ ٺري، ٺرجي هڪ پٽ لڳ. هي ماڳ 50 04 27 ڊگريون ۽ اوڀر 08 40 68 ڊگريون.

هي پاهڻي اوزارن ٺاهڻ وارو ماڳ بيضوي شڪل جو آهي جيڪو اٽڪل 50 ميٽر (اتر ڏکڻ) ڊگهو ۽ 40 ميٽر (اوڀرـ اولهه) ويڪرو آهي. ميسوليٿڪ دور جي وٿن کان سواءِ هڙاپا دور جون وٿون به لڀن ٿيون. هتان ڪل 462 وٿون مليون آهن، جن مان 199 مڪمل نهيل، باقي اڻ ڪمايل آهن، جن مان هڪ (core) ۽ 224 اوزاري وٿون آهن.

هي ماڳ پٿر جي دور جي انسان جو پاهڻي اوزارن طور ماڳ ڄاتو ويو آهي. روهڙي وارين ٽڪرين ۾ هن قسم جا 12 سؤ ماڳ لڌا ويا آهن. جن تي اٽليءَ ۽ شاهه لطيف يونيورسٽي خيرپور جي آرڪيالاجسٽن ڪم ڪيو آهي.

**ماڳ جو نالو: ٺلهه**

ماڳ جو قسم: ٺلهه/دڙو

ماڳ جو دور: ٻڌي دور

ماڳ جو هنڌ: ديهه ٺل، تپو بکر شهيد تعلقو جوهي ضلعو دادو.

هي ٺلهه هڪ دڙي جي مٿان نهيل آهي. دڙو به ثقافتي وٿن سان پريو پيو آهي. دڙي جي وٿن چڪاسڻ کان پوءِ چئي سگهجي ٿو ته اهو ماڳ به سنڌو تهذيب واري دور سان واسطو رکي ٿو. هي دڙو اڳ ۾ ڪنهن به نه ڄاڻايو آهي. هتان، ٺڪر، ٺڪر جون پڳل چوڙيون، سوخدار ٽانوَن وغيره لڌا آهن جيڪي سنڌو تهذيب واري دور سان پيٽڻ جهڙا آهن.

**ماڳ جو نالو: ٺلهه ڏنگ**

ماڳ جو قسم: دڙو ۽ ٺلهه

ماڳ جو دور: ٻڌي دور

ماڳ جو هنڌ: ٺلهه ۽ دڙو ڳوٺ نعمت خان کوسو ديهه ڏنگ، تپو جمالي تعلقو شهدادڪوٽ ضلعو شهدادڪوٽ

هي ٺلهه هڪ ثقافتي دڙي تي نهيل آهي. دڙو 10ـ 9 فوٽ زمين جي مٿاڇري کان اوچو آهي. ٺلهه 450 سـ م اوچو ۽ 19 فوٽ جو گهيرو اٿس. دڙو هن وقت واﻻر ۾ اچي ويو آهي. ڪنهن سمي وڏو هوندو، پر هينئر صرف ايترو بچيل آهي جو هي ٺلهه بيٺل اٿس. ٺلهه ويلڻي (cylindrical) ۽ پڪين سرن جو، گاري سان اوساريل آهي. ٺلهه جو هيٺيون حصو اجڙيل، سرون نڪتل ۽ کوٽيل آهي. جو مقامي ماڻهو اڪثر خزاني جي تلاش ۾ دڙن ۽ ٺلهن کي کوٽين ٿا. هن جي بنيادن بابت پڪ نٿي پوي ته اهي ڪيترو زمين ۾ اندر آهن. چوڌاري چڱي تعداد ۾ مٿاڇري توڙي اندر ٺڪرائو ٻڌائي ٿو ته اهو ٺلهه اسلامي دور کان اڳ جي دڙي تي اڏيل آهي. هن وقت به ٺلهه تي 81 بار موجود آهن جيڪي پڪين سرن جا آهن. سرن جو نمونو ٻبرلوءِ خيرپورميرس ضلعي ۽ لکي غلام شاهه سکر ضلعي جي ٺلهن ۾ لڳل سرن سان پيٽڻ جهڙو آهي. ڪجهه سرون اهڙيون به مليون آهن جن تي نقش نڪتل آهن. هي ٺلهه رتي ديري شهدادڪوٽ روڊ جي اتر ۾ چئن ڪلو ميٽرن تي ۽ شهدادڪوٽ شهر کان 16 ڪلو ميٽرن جي پنڌ تي آهي. (هي ماڳ 6 سيپٽمبر 1993ع تي ڏٺو ويو).

**ماڳ جو نالو: ٺلهه درب چانديو**

ماڳ جو قسم: دڙو ۽ ٺلهه

ماڳ جو دور: ٻڌي دور

ماڳ جو هنڌ: ميرو خان لاڙڪاڻو روڊ کان 25 ڪلو ميٽر ڳوٺ ارباب شيخ. ضلعو لاڙڪاڻو. هي ماڳ اتر ڊگهائي ڦاڪ 50 43 27 ڊگرين اوڀر 30 10 68 ڊگرين تي آهي.

ٺلهه ڳوٺ لڳ آهي چوڌاري زرعي زمينون آهن. دڙو ڪنهن سمي وڏو هوندو، پر هينئر واﻻر هيٺ اچي ويو آهي جو

More Books Visit : www.iqbalkalmati.blogspot.com



مقامي ماڻهن ان کي ڏاهي زمينن ۾ آٽي ڇڏيو آهي. هي دڙو زمين جي مٿاڇري کان 12 فوٽ اوچو آهي ۽ 9 ميٽر کن ڊيگهه ويڪر وچي رهي اٿس. هن ٿلهه ٻن طبقن ۾ نهيل آهي. هيٺيون طبقو چورس هر پاسو 200 س_ م ماپ جو آهي: اوچائي 250 س_ م اٿس. ٻيو طبقو گول جنهن جو گهيرو 12.9 فوٽ آهي. پڪ سرو جنهن ۾ مختلف ماپ جون سرون استعمال ٿيل آهن. سڄو گل سان اوساريل آهي. هيٺيون حصو زبون. جڏهن ته مٿيون حصو ڪي قدر بهتر آهي. مقامي ماڻهن ٻڌايو ته پيڙهه/ هيٺين طبقي تي ڪي ڪٽا (Recesses) ۽ جارا (Niches) نڪتل هئا. جيڪي اتر پاسي هئا. اهي جارا ۽ ڪٽا ڪي ٿلهه ۾ اندر نهيل ڪونه هوندا هئا واڌو اڏاوت هئي جنهن جا نشان مٽجي ويا آهن. اهو به ٻڌايو ويو ته ٿلهه جي اولهه ۾ ڏاڪڻ نهيل هتي جيڪا هيٺ بنيادن ڏانهن وئي پئي. ٿلهه گاري سان لتل هو. جنهن جا نشان بيٺا آهن.

**ماڳ جو نالو: ٿلهه ڏامرا هو.**

ماڳ جو قسم: ٿلهه ۽ دڙو.

ماڳ جو دور: ٻڌي دور

ماڳ جو هنڌ: ڳوٺ ڏامراهو. تپو ڏامراهو. تعلقو ۽ ضلعو لاڙڪاڻو.

هي ماڳ لاڙڪاڻي رتي ديري روڊ کان اوپر ۾ هڪ ڪلو ميٽر جي پنڌ تي آهي هي ماڳ 1993ع ۽ 1988ع ۾ ڏٺو ويو.

ٿلهه هڪ ثقافتي دڙي تي نهيل آهي: پر دڙي تي ڪنهن به قسم جون ثقافتي وٿون هن وقت ڪونه آهن. ٿلهه جي اڏاوت ڏاڍي شانائتي آهي. چوته جيڪي به ٿلهه هن وقت سنڌ ۾ موجود آهن انهن ۾ سني حالت ۾ آهي. گهڻن برساتن سبب ايرندي پاسي گهٽو کاڄي ويو آهي. ٿلهه پنجن طبقن ۾ نهيل آهي. جن کي پمپيڪا ڪري سڏين ٿا. اهي طبقا هيٺان کان مٿي سوڙها ٿيندا وڃن ٿا. هيٺيون طبقو چورس ۽ هر پاسو اٽڪل 205 س_ ميٽر ۽ اوچائي 75 س_ ميٽر اٿس. اتي پنجن انچن جو وڌاوڙو ڏنل اٿس. ٻيو طبقو اٽڪل 190 س_ م ويڪرو ۽ 40 س_ م اوچو آهي. ٽيون طبقو 175 س_م ويڪرو ۽ 110 س_ ميٽر اوچو آهي. اِهي چارئي طبقا چورس رٿ تي نهيل آهن. مٿيون پنجو طبقو گول 376 س_ ميٽر گهيري جو ۽ 380 س_ م اوچو نهرو ۽ گاري سان لنبيل آهي. مٿيون چوٽيءَ وارو حصو پڪ سرو جڏهن ته باقي حصو ڪچين سرن جو آهي. ڏاڪڻ جا ڪجهه نشان ملن ٿا جيڪي 1988ع تائين هئا. پر 1993ع ۾ ڪوبه ڏاڪڻ جو نشان موجود ڪونه هو. سرن جي ماپ 38cmx4cm يا 39cmx22cm آهي. سرن جي ماپ ٻڌائي ته هي سيني ۾ ڪهنو ٿلهه آهي. هي ٿلهه بين سيني ٿلهن کان وڌيڪ ثقافتي سگهه رکي ٿو. 2000ع ۾ هڪ جپاني گروپ سان جڏهن ماڳ کي جانچيو ويو ته هيٺين طبقي جي اوپر واري ڪنڊ ڪري چڪي هئي.

**ماڳ جو نالو: ٿل گاجي کهاوڙ**

ماڳ جو قسم: ٿلهه ۽ دڙو

ماڳ جو دور: ٻڌي دور

ماڳ جو هنڌ: ڳوٺ گاجي کهاوڙ. ديهه گاجي کهاوڙ. تعلقو وارهه. ضلعو قمبر_ شهدادڪوٽ.

ٿلهه هڪ ثقافتي دڙي تي نهيل آهي. جيڪو زمين جي مٿاڇري کان 12 فوٽ اوچو آهي دڙي جي چوڏاري زمين جو مٿاڇرو ڪجهه ايجا به هيٺ آهي. شايد مقامي ماڻهن اتي کامان هٽي مٽي ڪڍي آهي. اهو به اندازو آهي ته جڏهن مينهن پوندو هوندو ته اتي پاڻي ڪڏن ۾ بيهي ويندو هوندو. ٿلهه نهرو (solid) نهيل آهي. سرون پڪيون. اوساري گل جي اٿس. سرون مختلف ماپ جون آهن ڪي سرون ڇئن پنجن س_م جيترين ٿلهيون ته ڪي ستن_ اٺن س_م ميٽرن جون ٿلهيون آهن. ٿلهه ٻن طبقن ۾ نهيل آهي. هيٺيون طبقو وڏو ۽ چورس آهي. جيڪو اٽڪل 6 فوٽ ويڪرو ۽ 9 فوٽ اوچو آهي. مٿيون طبقو گول. ست فوٽ اوچو. جنهن تي 609 بار ايجا به بيٺل آهن. هيٺئين طبقي ۾ ننڍا جارا نهيل آهن. هيٺيون طبقو ڪافي ڊنل آهي. گاري جي لنب جا نشان ٻنهي طبقن تي ڪجهه موجود آهن. اولهه پاسي کن ڏاڪڻين جا نشان به آهن جيڪي مٽي وڃن ٿا. ٿلهه جي چوٽي ثابت نه آهي. (هي ماڳ جون 1993ع ۾ ڏٺو ويو)

More Books Visit : www.iqbalkalmati.blogspot.com



**ماڳ جو نالو:** ٺله لکي غلام شاهه

ماڳ جو قسم: ٺله

ماڳ جو دور: ٻڌي دور

ماڳ جو هنڌ: ڳوٺ لکي غلام شاهه جنهن کي تازو تعلقي جو درجو ڏنو ويو آهي. ضلعو شڪارپور

هي ٺله ٻبرلوءَ ۾ ٺهيل ٺله جهڙو آهي. هي ٺله هن خطي ۾ موجود ٺلهن کان وڏو آهي. ٺله نهرو ۽ ويلڻي آهي. هڪ لنگهه ٺهيل اٿس جنهن جي ماپ 1.10x1.3 فوٽ آهي. هن جي چوڌاري گهر آهن.د ڙو بہ ثقافتي وٿ آهي جنهن تي ٺڪرانو پکڙيل آهي. ٺله زمين جي مٿاڇري کان 18 فوٽ اوچائيءَ تي ٺهيل آهي. ٺله جون اٽڪل 140 (1993ع تائين) موجود آهن. هي ٺله پڪين سرن جو گاري سان اوساريل آهي. ٺله 25 فوٽ کن اوچو آهي. ان جو گهيرو اٽڪل 27.6 فوٽ آهي. هي هڪ اتاهين جاءِ تي هجڻ ڪري ڪرڻ کان بچي ويو آهي.

**ماڳ جو نالو:** ٺل مير رڪڻ

ماڳ جو قسم: وهارو/اڏاوت

ماڳ جو دور: 97 ـ 319 صدي عيسوي ـ ڪشان گهراڻو

ماڳ جو هنڌ: ڀانڊي ريلوي اسٽيشن کان اولهه ڏکڻ 14 ميل ۽ دولت پور کان 8 ميل ڏکڻ اوڀرـ ضلعو نوشهرو

احوال: هن ٺل کي بہ ميرپورخاص واري ٺل وانگر هڪ چورس بنياد هو، جنهن جي هر چورس ماپ 66 فوٽ هئي. ٺله جي اڏاوت نوس ۽ گول هئي؛ جيڪا آهستہ آهستہ مٿي سنهڙي ٿيندي ٿي وڃي ۽ اٽڪل روءِ 60 فوٽ مٿي آهي (1922ع) ڊاڪٽر زرداري ماپون هيٺئن ڏنيون آهن. (1995ع)

1ـ بنيادي سطح جيڪا هيٺان کان مٿي 20 فوٽن کن آهن، جيڪا مڪمل تباهہ حال آهي. (2) پهريون طبقو: اٽڪل ويهہ فوٽ مٿي کان شروع ٿئي ٿو، سو پڻ پنجاهہ سيڪڙو تباهہ آهي. خاص ڪري اڳ کان، پر اڳ اولهہ ڪنڊ کان مکيہ ڪانسون صحيح سلامت آهن. (3) حقيقي بناوت جو صحيح خاڪو، ٻئي طبقي ۾ ڏسي سگهجي ٿو. هي طبقو 99 سيڪڙو جيئن جو تيئن آهي. بناوت ۾ پڪي سر سان گڏ ڳچ پلستر نمايان نظر اچي ٿو، جو مکيہ ڪانسون ايترو جتاءُ ڪيو بيٺيون آهن. ٻئي طبقي جي اختتام تي ڪيترائي ٻيڙ ٻنا جيڪي بهترين قسم جي ڪانس جو ڏيک ڏين ٿا. هتان ٻڌ جون مورتون لڌيون آهن. اهي مورتون مهادت سان پنيل نہ آهن. ٻڌ ڌرم جا سنڌ ۾ جيڪي بہ ٺله آهن، سي سڀ هڪ ئي نموني جا ٺهيل آهن. جن کي انڊوـ يوناني طرز تعمير چئي سگهجي ٿو. شور ڪوٽ مان لڌل سرن تي لکيل سن موجب هنن آثارن جو زمانو 97 ـ 319ع ڪٿيو ويو آهي.

**ماڳ جو نالو:** نيڙهي بهادر شاهه

ماڳ جو هنڌ: 23° 28′ اتر ويڪرائي ڦاڪ ۽ 23° 68′ اوڀر ڊگهائي ڦاڪ تي جهت پٽ ريلوي اسٽيشن کان ڏيڍ ڪلو ميٽر اوڀر. ماڳ تي دڙا آهن.

ماڳ جو دور: هڙاپا دور

وٿون: مٿاڇري تي ڪچين سرن جي اڏاوت جا نشان. ڳاڙها تلها ۽ ڳرا پڪل دلا، تنگر ٿانوَ ۽ گول پيالا.

**ماڳ جو نالو:** ٺلهي

ماڳ جو قسم: اسٽوپا

ماڳ جو دور: ٻڌ ڌرم

ماڳ جو هنڌ: ڳوٺ محمد علي ٻڙدي، لڳ گيريلو ضلعو لاڙڪاڻو. گيريلي کان الهندي طرف ارٽر شاخ سان. 3، 4 ڪلو ميٽر پنڌ کان پوءِ ٻيو نمبر پل وٺان پوٺا بہ ڪلو ميٽر پنڌ تي ڳوٺ محمد علي ٻڙدي آهي.

More Books Visit : www.iqbalkalmati.blogspot.com



صفا ڊگ تي ويهارو فوٽ کن اوچو ڊڙو آهي. جنهن تي ڪجهه قبرون ناهيون ويون آهن. ٺلهي ڏسڻ ۾ اوڏڪي اڏاوت جي. ۽ وري ڊٺل هنڌن تان ڪچين سرن جي ٺهيل آهي.د ڙو چئن ويسن کن جي ايراضيءَ ۾ پکڙيل آهي. ٺلهي بنهه اسٽوپا جو ڏيک ڏئي ٿي. هن وقت ان جي اوچائي 10 فوٽ کن ٿيندي. هي جنهن دڙي تي بيٺل آهي اهو دڙو به وٽن سان پريل آهي. ماڳ سجو والار هيٺ اچي ويو آهي. باقي هن جي عمر/ قدامت جي صحيح خبر تڏهن پوندي جيستائين هن جي کوٽائي ٿئي.

**ماڳ جو نالو:** **پاتال بندر**

ماڳ جو پتو: ڪيٽي بندر ۽ شاهه بندر جي لڳ سرڪاٽي ڪريڪ ۾ ٻڏل. ڪڏهن ڪڏهن سمنڊ جي ويرن لهڻ چڙهڻ مهل آثار نظر ايندا آهن.

ماپ: سمنڊ جي ڪاريءَ ۾ ٻڏل آهي.

ماڳ جو دور: سورج و نسي گهراڻو. سنڌو تهذيب جو اوائلي بندر

تعارف: عيسوي سن کان سوا ٽي سؤ ورهيه اڳ مکيه بندر هو. دريا جي هڪ شاخ جيڪا شاهبندر ڏي ويندي هئي يعني ٺٽي ضلعي يا اچا به شاهڪپور طرف اهو بندر هو. تمام اوائلي بندرن مان آهي. جنرل هيگ اندس ڊيلٽا ڪنٽري جي صفحي 20 تي لکيو آهي ته اڪشو اِڪو ڪل وارا انهي بندر ۾ رهندا هئا. اڪشو اِڪو سور جونسي گهراڻي جو پهريون بادشاهه هو جيڪو گوتم ٻڌ جي پيڻ "اِلا" سان پرڻيل هو.

موجوده حالت: سمنڊ هيٺ آهي. ڪڏهن ڪڏهن ڪي پراڻا ملاح ان جو پتو ڏيندا آهن جو ويرن جي لهڻ چڙهڻ ڪري ڪجهه اڏاوتون ڏسبيون آهن.

**ماڳ جو نالو:** **پاٽ پراڻي**

ماڳ جو قسم: ڦٽل شهر جا آثار

ماڳ جو دور: عربن جو دور 430 هجري

ماڳ جو هنڌ: دادو شهر کان اتر ۾ سورنهن ميلن جي فاصلي تي. دادو ڪئنال جي اوير ۾ هڪ ميل جي فاصلي تي.

احوال: 25 ايڪڙن تي مشتمل دڙا نئين پاٽ جي اوير ۾ آهن. هن وقت سواءِ ڪٻڙن جي ٻيو ڪجهه ڪونه آهي. هتي هڪ قبرستان ۽ حاجي اسماعيل شاهه جو مقبرو آهي. روايت آهي ته هتي قلندر لال شهباز 644 هجريءَ ۾ آيو هو. اتر طرف قبرستان آهي. هي شهر ڪنهن سمي ڏاڍو مشهور هو. هن شهر جي اولهه ۾ ڍورو واهه ۽ تاگرواهه وهندا هئا. جن تي آباديءَ جو دارومدار هو. شهر کي ڪوٽ هوندو هو جنهن جون چاپيون سرڪاري ڪارندي وٽ رهنديون هيون. ٺٽي ۽ سيوهڻ کان جو رستو ايندو سو پاٽ مان لنگهي ملتان ڏانهن ويندو هو. انهيءَ رستي جا پڪا نشان ڳوٺ نور جن وٽ موندر کان ڏکڻ طرف اجا به آهن. انهي روڊ تان محصو اوڳاڙڻ لاءِ هڪ چبوتري جا نشان اجا دڙن تي آهن. انهيءَ محصول کي "راٿري" چوندا هئا. اهو رستو ناصر شاهه جي مقام کان لنگهندو هو. دلاه ڍوري تي رستي ۾ پڪين سرن جي موري ٻڏل هوندي هئي، جنهن جون سرون 1300 هجري ۾ مقامي ماڻهن نئين پاٽ اڏڻ ۾ ڪتب آنديون. هتي ڏاڙهن جا وڏا با غ هئا جن کي پاٽي معروفاٽي_ وهندڙي ڊنڊ ۽ چڪڻ ڊنڊ مان ملندو هو. هن شهر کي قديم تذڪرن ۾ قبلة السلام سڏيو ويو آهي جو هتي علم جا واهڙ وهندا هئا. هن شهر تي مغلن ۽ قلاتي ماڻهن جا ڏاڍا حملا رهيا. سال 930 هجري ۽ 1523ع ۾ مرزا شاهه جي شادي بابر بادشاهه جي مير منشي خليفي حسام الدين ميرڪ جي ڌي گلبرگ بيگم سان ٿي. سال 947 هه، 1540ع همايون ٻن لکن ماڻهن سان سنڌ ۾ آيو. اناج جي کوٽ سبب همايون پاٽ مان اناج خريد ڪرڻ لاءِ ماڻهو ڊوڙايا.

سال 950 هجري، 1543ع ۾ جڏهن ميرزا ڪامران پنهنجي ڀاءُ همايون کان ڪاوڙجي نڪتو ته ڪيس پاٽ ۾ مرزا شاهه حسن مليو. جنهن سندس پاسخاطري ڪئي ۽ پنهنجي ڌيءُ جو سڱ ڪيس ڏنو. چوچڪ بيگم سان ڪامران جي شادي پاٽ ۾ ٿي.

More Books Visit : www.iqbalkalmati.blogspot.com



952 ھہ ۾ همايون جي شادي شيخ علي اڪبرجامي جي ڌيءُ حميده بيگم سان به پاٽ ۾ ٿي. چون ٿا ته اڪبر بادشاهه سندس بطن مان هو.

اهڙيءَ طرح وڏي تاريخ رکندڙ هي شهر درياهه جي رخ مٽجڻ سبب ويران ٿيو يا باهه سبب! پر هاڻي پراڻي پاٽ جا رڳو ڊڙا ڏسي سگهجن ٿا.

**ماڳ جو نالو:** **پانڊي واهي**

ماڳ جو هنڌ: هي ماڳ 40 $^{0}$25 اتر ويڪرائي ڦاڪ $22^{'}$ $64^{0}$ ڊگهائي ڦاڪ موجوده ڳوٺ پانڊي واهي تعلقو جوهي، ناڙي نئن جي ويجهو.

ماپ: دڙي جي ماپ 20x350x450 گهڻو حصو قبرستان ٿي ويو آهي.

ماڳ جو دور: ڏاتو پاهڻي دور_ آمري ڪلچر

وصف: ڳاڙهي تي ڪارو نڪر جيڪو سنڌو تهذيب جي سڃاڻ آهي ۽ آمري وارو به رنگو نڪر به مليو آهي. پٿر مان ٺهيل هڪ تير جو ڦرجيڪو سنڌ ۾ ٻئي هنڌان ڪونه مليو آهي. ٽامي جا ڦرجيڪي سنڌ ۾ ٻين ماڳن کان سواءِ موهين جي ڪوٽائي مان مليا آهن. سي پٿر جي ڦرتان نقل ڪيا ويا هوندا. پٿر جي ڦرن جي ٽوڙڻ ۽ ان جي ٻين هنڌن تي پکيڙ ٻڌائي ٿي ته هي اوزار شايد ڏکڻ ايشيا جي ايجاد هجي، پر سنڌ ۾ هن جو ملڻ اتفاقي آهي. ان کان سواءِ پٿر جا پتا، نڪر جو ڪرل، پٿر جا مڻڪا، نڪر جا مڻڪا، نڪر ٽڪيون به ميلون آهن.

**ماڳ جو نالو:** **پارسنات جو پتلو**

ماڳ جو دور: 1716ع کان اڳ

ماڳ جو قسم: مندر/ پتلو

ماڳ جو هنڌ: گوڙي مندر ۾ اسلام ڪوٽ تعلقو مٺي ضلعو ٿرپارڪر.

پارسنات جو پتلو هن وقت موجود ڪونه آهي پر ان لاءِ ڪافي روايتون تاريخي ڪتابن ۾ درج آهن. هي گوڙي مندر ۾ رکيل هو. مورتي 11 فوٽ کن ڊگهي هئي جيڪا ڪيپٽن ريڪس جي چوڻ مطابق هڪ سؤ روپين ۾ هڪ ترڪ کان خريد/ ٺهرائي وئي هئي. مقرر ڏينهن تي ان جي زيارت ڪرائي ويندي هئي. مورتي ڪي پير ۽ ڇاتيءَ تي به هيرا لڳل هوندا هئا. 1824ع تائين هن پتلي جي درشن ڪاڻ ميلو لڳندو آيو. 1832ع تائين اهو پتلو پون جاجي نالي هڪ سوڊي جي قبضي ۾ هو جنهن جو سنڌ جي ميرن سان تڪرار هلندڙ هو. جنگ لڳي مارجي ويو. هاڻي خبر ناهي ته اهو پتلو ڪٿي پوريل آهي.

**ماڳ جو نالو:** **پاري ننگر**

ماڳ جو هنڌ: پاري ننگرجا کنڊر هاڻوڪي ننگرپارڪر کان 14 ميل اتر ۽ ويرواهه کان 2 ميل اوڀر ۾ آهن.

ماڳ جو دور: پهرين صدي عيسوي جو بندر/ 512 ق_ م بندر.

وٿون: ماڳ سرن جي ڍير جي صورت ۾ 5_4 ميلن جي ايراضيءَ ۾ پکڙيل آهي. سڙيل ڪاٺل لوهه جا نڪر، پٿر جا بت. لڳي ٿو ته هن بندر کي باهه لڳي هئي. هتي جهاز ٺهندا يا مرمت ٿيندا هئا.

**ماڳ جو نالو:** **پاري ننگر بندرگاهه**

ماڳ جو پتو: ننگرپارڪر کان چوڏهن ميلن جي مفاصلي تي ويراهه جي پرسان ويران ۽ کنڊر

ماپ: ڇئن کان پنجن ميلن ۾ پٿرن ۽ سرن جا ڍير.

ماڳ جو دور: پهرين عيسوي صدي ۾ بنياد پيو. 1226ع ۾ مسلمان فوجن هٿان تباهه ٿيو. (2) ڏهين صدي ۾ زلزلو آيو تڏهن سمنڊ پوئتي هٽي ويو.

تعارف: هي نهايت مصروف بندرگاهه هو جيڪو 512 ق_ م ۾ قائم ٿيو ۽ پهرين عيسويءَ تائين هن

More Books Visit : www.iqbalkalmati.blogspot.com



علائقي جو مصروف بندر هو. هتان جي جهاز راني هزارن ميلن تائين پکڙيل هئي. پاري ننگر ۾ جهازن جي مرمت ۽ تعمير جو مڪمل انتظام هو. پاري ننگر کي جيسو پرمار سوڍي 456ع ۾ ٻيهر ٻڌرايو. پر جلال الدين خوارزم 1223ع ۾ هن کي تباهه ڪيو.

**ماڳ جو نالو: پائيءَ وارو پڙو**

ماڳ جو قسم: دڙو

ماڳ جو دور: قبل از تاريخ (؟)

ماڳ جو هنڌ: فيض گنج تعلقي ۽ ناري تعلقي جي وچ تي.

هي دڙو ٻه هاڪڙي جي ڪا ڦٽل بستي هوندي. متاڇري تي ڦهليل جام ٺڪرائو، چوڙين جا ٽڪرا، ڏلن ۽ مٽن جون ڳچيون، ٺڪر جا رانديڪا ملن ٿا. هن دڙي تي پوئين دور ۾ ميرصاحب ڪڏٽا ناهي شڪار ڪندا هئا. هن دڙي تي هن وقت (1995ع) برسات جو پاڻي بيٺل آهي. سڪڻ کان پوءِ ڪافي وٿون ملنديون آهن. هي ماڳ اڌ ميل کن ايراضيءَ ۾ ڦهليل آهي. ڪوٽائي ڪانه ٿي آهي.

**ماڳ جو نالو: پاهوڙي جي ماڙي**

ماڳ جو قسم: دڙو

ماڳ جو دور: اسلامي

ماڳ جو هنڌ: ڳوٺ شاهڪپور کان پنج ڪلو ميٽر اوڀر ۾.

هن ماڳ تي اسلامي دور جو ٺڪرائو ۽ ٻيون وٿون ملن ٿيون. ڪافي ايراضيءَ ۾ هي دڙو پکڙيل آهي. شاهڪپور جو مشهور بند ويجهو هجڻ ڪري اهميت وارو ماڳ آهي. اجا ڪوٽائي ڪانه ٿي آهي.

**ماڳ جو نالو: پاهڻي دائرو محمد خاصخيلي**

ماڳ جو قسم: پاهڻي دائرو

ماڳ جو دور: تاريخي

ماڳ جو هنڌ: ديهه سري، تعلقو ٿاڻو بولاخان، ضلعو ڄامشورو اتر ويڪرائي ڦاڪ "38 '17 025 اوڀر ڊگهائي ڦاڪ "81 '31 067 تي واقع موجود آهي.

هي هڪ پٿرائون گول دائرو ٺهيل آهي: مقامي پٿر ڪٽي گولائي ۾ رکيا ويا آهن ڪوبه گل گارو استعمال ٿيل ڪونه آهي. هي محمد خاصخيلي جي ڳوٺ جي پرسان آهي. هن دائري جو گهيرو 20 . 17 ميٽر قطر 2 . 5 ميٽر اوچائي 90 . 0 ميٽر آهي. هن ايريا کي ٻميي / ٻنيي ڪري سڏين ٿا. هتان ڪابه ثقافتي وٿ نه ملي، پر انهي گهيري کي ماٺهو هاٽي مسجد طور استعمال ڪن ٿا. هن قسم جي مسجد کي مقامي ماڻهو ڪروٽ سڏين ٿا.

سڃاڻپ خاطر اهڙن آثارن کي ”پڙ“ چئي سگهجي ٿو.

**ماڳ جو نالو: پائنده محَمد بن مرزا باقي**

ماڳ جو قسم: قبر

ماڳ جو دور: 1000هجري.

ماڳ جو هنڌ: مرزا باقيءَ جو قبرستان ـ مڪلي ضلعو ٺٽو

هي مرزا باقي جو وڏو پٽ هو. جيڪو صفر 1000 هجريءَ ۾ وفات ڪري ويو. جنهن وقت مرزا جاني سنڌ جي فتح بعد هندوستان جي تيارين ۾ هو. هن جي قبر مرزا عيسيٰ اول سان گڏ آهي ۽ ڪتبو پنجن چوڪور خانن ۾ پيراندي کان اڪريل آهي.

قد وصل الي جوار رحمت حضرت الملڪ السبحان ميرزا پائينده بن ميرزا محمد باقي ترخان الله تعاليٰ تاريخ ماهه صفر 1000 هه ۽ ڪي آيتون بني تي لکيل آهن.

More Books Visit : www.iqbalkalmati.blogspot.com



مرزا پائينده پيءُ جي زماني ۾ پنهن جي پٽ جاني بيگ ۽ مصاحب شمس ڪشميريءَ سميت سيوهڻ جو حاڪم هو. 982 هجريءَ ۾ بکر جو حاڪم بہ ٿي رهيو. هي نيم پاڳل هو.

**ماڳ جو نالو: پياري ڪوسي جو قبو**

ماڳ جو دور: ڪلهوڙا دور

ماڳ جو قسم: مقبرو/ قبر

ماڳ جو هنڌ: مقبرو/ قبر گاجي شاهہ جي مقبري وٽ لڳو لڳ اوڀر_ اتر ساڄي ٽڪري تي، تعلقو جوهي ضلعو دادو.

چون ٿا تہ هي مقبرو گاجي شاهہ جي مقبري کان وڏو هوندو هو. مقبري ۾ ڪتب آندل پٿر ۾ سنگتراشيءَ جو نمونو مڪلي جي قبرستان جهڙو هو. مقبرو هاڻي ڊهي ويو آهي. قبر باقي بيٺي آهي. پياري جي ماڙي بہ مشهور هئي جيڪا گابي شاهہ جي مقبري کان ٻن ڪلو ميٽرن تي اوڀر ۾ دڙي جي صورت ۾ ڳوٺ ٽوڙي ۾ موجود آهي. خود ماڙي هڪ قديم ماڳ جي مٿيان ٺهيل هئي. پيارو ڪوسو چون ٿا تہ ميان نصيرمحمد ڪلهوڙي جي مخالف هو.

**ماڳ جو نالو: پٽڻ منارو**

ماڳ جو دور: 324 ق — م (؟)

ماڳ جو قسم: شهر جا ڦٽل نشان

ماڳ جو هنڌ: رحيم يارخان کان 5 ڪلو ميٽر اوڀر طرف سنڌوءَ جي ڦٽل وهڪري تي.

احوال: هي دڙا ڪيترن ئي ميلن ۾ پکڙيل آهن. ڪرنل منچن 1870ع ۾ هن ماڳ جي کوٽائي ڪرائي مگر ڪامياب ٿي نہ سگهيو. وچ ۾ ٻڌ جي خانقاه جا نشان چئجن ٿا جيڪي پنجن منارن جي صورت ۾ موجود آهن. وچ ۾ هڪ وڏو منارو (چوکنڊو) ۽ چوڌار چار منارا هئا؛ جيڪي هڪ ٻئي جي مٿان ٽہ منزلہ هئا. انهن جي هڪ منزل اڳ ۾ ڊٺل هئي. پروچين منزل بهادرخان هالاڻي 1740ع ۾ ڪيرائي هئي. جتان هڪ سر ظاهر ٿي هئي. جنهن تي سنسڪرت ۾ لکيل هو تہ هي خانقاه سڪندراعظم (327_ 324 ق_ م) جي وقت ۾ تعمير ڪئي وئي هئي. پروارا چار منارا فضل علي خان هالاڻي ڪيرايا هئا. انهن جو سرون ۽ پٿر ڪٽائي دين ڳڙهہ، صاحب ڳڙهہ ۽ ياڳلا جا قلع مضبوط ڪرايا. مٿاڇري تي پڳل ٺڪرانو ۽ سرن جا اڌڙ جام ملن ٿا. مينهن جي منڊ ۾ ٽامي جا سڪا ۽ ٽامي جا برتن بہ ملن ٿا. هن دڙي جي باقاعدي کوٽائي نہ ٿي آهي. پٽڻ مناري جي چوڌاري ٻيا ڪيترائي دڙا ملن ٿا. روايتون آهن تہ هي شهر هڪ سؤ ميلن (؟) ۾ پکڙيل هو ۽ پرپاسي وارا دڙا هن شهر جو حصو آهن. پندار جيڪو هن کان ڇئن ميلن تي آهي، اتي بہ گودامن جا نشان ملن ٿا. جن ۾ شايد اناج وغيره رکيو ويندو هوندو. ڪوڪڙ دڙو پنجن ميلن تي آهي. اهو بہ هن شهر جي حصي جو ڀاڱو آهي. دروازي جا نشان اوڀر طرف پنجن ميلن تي ملن ٿا. هي شهر جو لنگهہ هو. بندور پٽڻ کان ٽي ميل اولهہ طرف آهي. جنهن لاءِ مذڪور آهي تہ اهو هنڌ قيدخاني طور استعمال ٿيندو هو. اتي اڄ بہ بندور نالي بستي آباد آهي. بندور جي پرسان هڪ ٻي بستي "ٽي لاڙان" آهي جنهن ۾ لاڙ ذات جا ماڻهو رهن ٿا. جيڪي اصل سنڌي آهن ۽ ڄام جي لقب سان سڏجن ٿا. ڪرنل ٽاڊ جيسلمير جي تاريخي واقعن جو ذڪر ڪندي هن پٽڻ جو ذڪر ڪيو آهي. پٽڻ جو شهر سنبت 1100 ۾ ڪنهن حڪمراني جي گاديءَ جو هنڌ هو. جيڪو پوءِ برباد ٿي ويو. هنن دڙن جي اتر ۾ پراڻي وهڪري جا نشان آهن. جن کي مقامي طور گهگهر درياءُ جي نالي سان سڏين ٿا. ڏهين صدي عيسيوي ۾ سومرن هن شهر کي ٻيهر آباد ڪيو. همير سومرو، سومرن جو آخري حڪمران هو. ان کان پوءِ جيڪي سومرا هتي رهجي ويا انهن پاڻ کي هڪ بلوچ قبيلي گورچاڻي سان ڳنڍي ڇڏيو. روايت آهي تہ گوريش نالي سومرو شڪار ڪندي رستو ڀلجي ويو. ٿڪجي بيهوش ٿي ويو. ڪن بلوچن کيس لڌو. اتي ڪنهن ڇوڪري سان عشق ٿي ويس تہ ان سان شادي ڪيائين ۽ قبيلي سميت ان بلوچ قبيلي ۾ شامل ٿي گورشاڻي سڏجڻ لڳو. چون ٿا تہ هي هنڌ لاکي ڦلاڻي جو تخت گاهہ رهيو. پٽڻ کي پٽڻپور بہ سڏي ويندو هو جو اڪبر مغل بادشاهہ جي دور جون ڪجهہ سنڌون ماڻهن وٽ آهن جن ۾ هن علائقي کي پٽڻ پور سڏيو ۽ لکيو ويو آهي. ارڙهين صديءَ تائين هي شهر ورسيل هو جو سنڌ، بيڪانير ۽ جسلمير جا ماڻهو

More Books Visit : www.iqbalkalmati.blogspot.com



”شورانڙي“ جي ميلي تي هتي ايندا هئا. ڪرنل منچ جو چوڻ آهي ته: ”عمارت جي اندران پلستر لاهڻ سان پٽ مان اندران سنڌيءَ ۾ هڪ لکڻي لڌي، جنهن ۾ ڪنهن اتي عبادتگاهه يا اوتار لاءِ مجتنا منگي هئي ۽ ڪجهه ڏيڻ جو واعدو ڪيو هو. اها لکڻي 1559 ع کان 1569 ع جي وچڌاري جي هئي. اها لکت هي آهي ”اناج وارَ ڪي لاٽي اتي آمدني هماري آوي سان، رهئي پيڇي اڌ آنا پيجون“. ميچن هن کي الاٽي جو سنڌي سڏيو آهي جڏهن ته هي سرائيڪي آهي.

محترم عبدالله ورياهه هي ماڳ 30 ڊسمبر 1979 ع تي ڏٺو ته باقي هڪ منارو بچيل هو ۽ پنج ڇهه دڙا باقي هيا.

**ماڳ جو نالو: پٽ سليمان وارو مقام**

ماڳ جو قسم: قبرستان

ماڳ جو دور: اسلامي

ماڳ جو هنڌ: ديهه پٽ سليمان _ 3 تپو بکر شهيد تعلقو جوهي، ضلعو دادو.

هن قبرستان ۾ خاص اڏاوت واريون رانڪون ٺهيل آهن. سڀ ئي رانڪو گنبذ سان آهن. جيڪي لنڊ قبيلي وارن سان واسطو رکن ٿيون. سليمان لنڊ هن قبيلي جو مشهور شخص ٿي گذريو آهي. رانڪن تي ٻيڙ ہنا، انهن تي برجيون ٺهيل آهن. ڪنڊن تي بہ برجيون ٺهيل آهن. ونگن وارا پانيل، ونگن تي راسون وغيره نڪتل آهن. ڳچ (Neck) گهٽو ڪري اٽڪنڊو ٺهيل آهي، جنهن جي مٿان گول گنبذ ٺاهيو ويو آهي، ان جي مٿان ڪلسو ڏنل آهي. هي مقبرن جو ميڙ جوهيءَ کان اٽڪل 13 ڪلو ميٽرن جي پنڌ تي اولهه ۾ آهي. هي مقام ستن ايڪڙن تي ڦهليل آهي. شاهه لطيف يونيورسٽي جو آرڪيالاجيءَ وارو شعبو هن تي تحقيق ڪري ته چڱو.

**ماڳ جو نالو: پچٽ جو دڙو**

ماڳ جو هنڌ: تعلقي ساماري جي حد ۾ ديهه ٺمون ڪارو ۽ ديهه ميرل.

تفصيل: هن دڙي جو وڏو حصو والار هيٺ اچي چڪو آهي. باقي بچيل شاهي دڙو 40 فوٽ کن اوچو ۽ پکيڙ ۾ ايڪڙ کن ٿيندو.

هتان مختلف قسم جا سڪا، ٺانو، رانديڪا، مورتيون ملن ٿيون.

ماڳ جو دور: اوائلي اسلامي دور جون وٿون ملن ٿيون.

**ماڳ جو نالو: پٽ وارو دڙو**

ماڳ جو قسم: دڙو

ماڳ جو دور: تاريخ کان اڳ؟

ماڳ جو هنڌ: ديهه بصيرو تعلقو فيض گنج ضلعو خيرپورميرس

هي ماڳ پٽ واري ويري ۾ آهي. پڙو چئن پنجن ايڪڙن تي مشتمل آهي. روايت آهي ته اتي ڪنهن زماني ۾ وڏي مياڻي هئي. پڪ سان هي ماڳ هاڪڙي جي ڪناري تي هوندو ۽ سنڌو سڀيتا جون وٿون کوٽائيءَ سان ملي سگهنديون. چوته هاڪڙو جنهن کي سنڌ جي وچايل ندي سر سوتي بہ چون ٿا، ان تي هزارن جي مُنهن ۾ سنڌو سڀيتا جا ماڳ ڪوٽي ڪڍيا ويا آهن. جيڪي سنڌ توڙي هند ۾ گجرات واري پاسي گهڻا آهن. هن ماڳ جي کوٽائي ٿئي ته خبر پوي.

**ماڳ جو نالو: پراڻ، سنڌوءَ جو قديم وهڪرو**

ماڳ جو قسم: سنڌ و جي وهڪري جا نشان.

احوال: پراڻ لفظ جي معنيٰ آهي سنڌوءَ جو پراڻو وهڪرو.

احوال: ويهندي، مهراڻ، هاڪڙي، ۽ ريڻي ندي کان پوءِ هن علائقي (ٿرپارڪر) کي آباد ڪندڙ وهڪرو پراڻ دريا جو آهي. جيڪو نواب شاهه ضلعي جي موري، سڪرنڊ تعلقي جي وچ تان نڪري، شهدادپور وٽان وهندو ميرپورخاص شهر وٽ اچي ٿرپارڪر ضلعي ۾ داخل ٿئي ٿو ۽ اڳتي جهلور جي پر وٽان، جيمس آباد جي الهندي پاسي کان، ٽنڊي محمد خان جي اپرندي

More Books Visit : www.iqbalkalmati.blogspot.com



طرف کان ۽ جهڏي شهر جي اولهہ کان اڳتي هلي حيدرآباد ۽ ٿرپارڪر ضلعن وٽان وهندي رحمڪي بازار کان 8 ـ 10 ميل پري هلندي وڃي لکپت بندر وٽ، عربي سمنڊ ۾ چوڙ ڪري ٿو. (معمور يوسفاڻي)

پراڻ دريا ڪاهوءَ جي دڙي ميرپورخاص، ڪاڇيلي اسٽيشن، ٽنڊي جان محمد، جهڏي، روشن آباد وٽان گذرندو ڏکڻ ۾ وڃي سمنڊ ۾ چوڙ ڪري ٿو.

**ماڳ جو نالو:** **پراڻو ديرو**

ماڳ جو قسم: بندر

ماڳ جو دور: سما دور

ماڳ جو هنڌ: تعلقو شاهبندر تپو ڇڇ جهان خان

پراڻو ديرو سمن جي گاديءَ جو هنڌ چون ٿا. بعد ۾ مغل بادشاهہ اورنگزيب سن 1061 هہ ۾ ان جي سامهون اورنگا بندر ٻڌايو. اهو بندر ديهہ لڏا ليپتو ۾ ماڙي واري ڍوري ۽ ڪاري سير تي ٻڌل هو. هن بندر جا آثار ناپيد آهن. عالمگير جا آثار ڊٺل صورت ۾ موجود آهن.

**ماڳ جو نالو:** **پراڻي ترڙي/ مناهہ ترڙي جو دڙو**

ماڳ جو قسم: دڙو

ماڳ جو هنڌ: رتوديرو شڪارپور روڊ. لاشاري ڳوٺ کان شاخ جو ڪنارو ڏئي وڃبو. هي ماڳ اتر ۾ ڊگهائي قاڪ 10" 42' 27° ڊگرين تي ۽ اوپر ويڪرائي قاڪ 0" 53' 67° ڊگرين تي موجود آهي.

هي دڙو 200 ميٽر ڊگهو ۽ 153 ميٽر ويڪرو ۽ اٽڪل 6 ميٽر اوچو آهي. هتان ليجنڊڙ وٽن ۾ ٻڌ جون مورتون اهم آهن. ٺڪرائو گڏيل اسلامي ۽ اوائلي دورن جو ملي ٿو. هتي هاڻي قبرستان ٺاهيو ويو آهي. چوڌاري زرعي زمينون اٿس. هي ماڳ ٻڌي دور سان واسطو رکي ٿو. ڪوئائي ٿيل ڪونہ آهي.

**ماڳ جو نالو:** **پراڻي ٽيڪراٽي.**

ماڳ جو قسم: دڙو

ماڳ جو دور: قبل از تاريخ

ماڳ جو هنڌ: 40" 13' 69° اوپر، 25" 39' 27° ڳوٺ پراڻي ٽيڪراٽا تعلقي روهڙي، ضلعو سکر. هي ماڳ جديد ڳوٺ ٽڪيراٽا جي ڏکڻ اولهہ ۾ 2 ڪلو ميٽرن جي پنڌ تي آهي. ناگري روڊ کان 200 ميٽر اولهہ تي ۽ 43 ڪلو ميٽر روهڙي جي اوپر ۾.

احوال: ماڳ اتر ڏکڻ ڊيگهہ ۾ 329 ميٽر ۽ اوپر ـ اولهہ 220 ميٽر ويڪرو آهي. هي ماڳ واري جي ٽبي تي آهي. تازين بيئڪن جا نشان واضع آهن. جنهن ڪري ملندڙ وٿون بہ مختلف زمانن جون آهن. ملندڙ وٿن ۾ پٿر جون ڪورو، ٺڪر جا مجسما، چوڙين جا ڀڳل ٽڪر، مجسمن جو ٽنگون وغيره ملن ٿيون. مورتين جي دڙ تي رنگ روغن ٿيل آهي. ان کان سواءِ ڪنا، ٿالهيون، پيالا ۽ چلمن جا ٽڪرا لڌا ويا آهن.

**ماڳ جو نالو:** **پراڻي سنگرار ـ A**

ماڳ جو هنڌ: 55" 36' 27° اتر ۾ 00" 05' 69° موزا سنگرار ڳوٺ تعلقو روهڙي ضلعو سکر

ماڳ جو قسم: دڙو

ماڳ جو دور: قبل از تاريخ/ هڙاپا دور

احوال: هي ماڳ ڳوٺ سنگرار کان 2 ڪلو ميٽر اولهہ ۾ آهي. دڙي تي ٿورا گهڻا ٺڪر پکڙيل آهن. دڙي جي ماپ ڏکڻ اتر 187 ميٽر ۽ اوپر اولهہ 80 ميٽر آهي. ملندر وٿن ۾ ٺڪرائو سادو ۽ چٽيل ٻنهي قسمن جو ملي ٿو. ان کان سواءِ

More Books Visit : www.iqbalkalmati.blogspot.com



پڳل چلمون، پيالا، وغيره دڙي تي پکڙيل آهن. ڪجهه ٺانون تي نشان ملن ٿا.

**ماڳ جو نالو:** **پراڻي سنگرار** ـ B

ماڳ جو قسم: دڙو

ماڳ جو دور: هڙاپا دور

ماڳ جو هنڌ: 69° 10′ 55″ اوڀر 27° 36′ 00″ اتر. ڳوٺ سنگرار تعلقو روهڙي ضلعو سکر.

احوال: هي ماڳ سنگرار ڳوٺ جي اتر ڏکڻ ۾ ٻن ڪلو ميٽرن تي ڳوٺ تري گهاٽي کان اڍائي ڪلو ميٽر اتر اوڀر ۾ ۽ روهڙي کان 27 ميل اولهه ۾ آهي.

احوال: واريا سي هنڌ تي ٺڪرانو جنهن تي ڳاڙهو ليڪو نظر اچي ٿو، پکڙيل آهي. ڪنا، ٺانون جا ٽڪرا سادا ٽوڙي ڇٽيل ملن ٿا. ڪنهن ڪنهن ٺڪر تي ڪرڇيل نقش نڪتل آهي. ڪنهن ڪنهن ٺڪر ٺپيل آهي.

**ماڳ جو نالو:** **پوکڻ / پوکراڻ لانڊي**

ماڳ جو هنڌ: هي ماڳ 25° 48′ 59″ اتر ويڪرائي ڦاڪ ۽ 67° 44′ 72″ اوڀر ڊگهائي ڦاڪ. سيوهڻ کان ڪراچي ويندڙ رستي تي جنهن جاءِ تي رستو پوکڻ نئن اڪري ٿو اتي پوکڻ لانڊي جي نالي ماڳ آهي. هتان محال ڪوهستان جو علائقو شروع ٿئي ٿو. پوکڻ نئہ جي اترين ڪناري ـ ڪرچات کان 7 ڪلو ميٽر.

ماڳ جو دور: سنڌو تهذيب — آمري ڪلچر.

وٿون: هتي تاريخ کان اڳ واري دور جا آثار ملن ٿا. پراڻين اڏاوتن جي پيڙهه جا پٿر ۽ ٺڪرانو پکڙيل آهي. هتي آمري ۽ ڪوٽڏجي ڪلچر سان پيٽنڻ جهڙو ٺڪرانو ملي ٿو. ڏاکڻي حصي ۾ ڏاتو پاهڻي دور جا آثار ملن ٿا. ماڳ جي ماپ 1400x1400 فوٽ ٿيندي. اڏاوت ۾ هڪ پيٽ 53x288 فوٽ ايراضيءَ جي آهي. ست فوٽ ويڪريون پٿين سان ڇهه ڪونيون، جن جا لنگهه اوڀر طرف ۽ پيڙهه پٿر جي اٿن. ٺڪرانو گهٽو ڪري آمري ڪلچر جهڙو پر ڪجهه سنڌو تهذيب جو بہ ملي ٿو. ڪچو بني ۽ پوکڻ هڪ ٻئي کي ويجهو آهي. جيڪو ظاهر ڪري ٿو تہ هي هنڌ وڏي اهميت وارو هو. ڇوتہ هي ماڳ اهڙي رستي تي آهي جيڪو سيوهڻ ۽ منڇر کان ايندڙ رستو جبل لتاڙي ڪوهستان واري علائقي ۾ داخل ٿئي ٿو. هتان پوءِ ڪيئي واٽون ٺهن ٿيون جيڪي ڏيساور تائين وڃن ٿيون.

**ماڳ جو نالو:** **پوکڻ ڪوٽيرو**

ماڳ جو دور: ڏاتو پاهڻي دور

ماڳ جو قسم: ڪوٽيرو

ماڳ جو هنڌ: ديهہ پوکڻ ـ تعلقو ٿاڻو بولاخان ضلعو ڄامر شورو. بہ فرلانگ پوکڻ لانڊي کان بہ فرلانگ ۽ ڏکڻ ۾. اتر ويڪرائي ڦاڪ 25° 48′ 27″ اوڀر ويڪرائي ڦاڪ 67° 44′ 65″

هتي ڇهن ڪمرن واري پٿر جي ٺهيل اڏاوت جا آثار ملن ٿا. جن کي مجمدار پنهنجي ڪتاب Exploration in sindh ۾ بيان ڪيو آهي. سندس چوڻ موجب ان ماڳ تي واريءَ جا تهہ جمي ويا آهن. هتان ڪوبہ ٺڪرانو وغيرهہ ڪونہ مليو آهي. اڏاوت 95 ميٽر ڊگهو 121 ميٽر ويڪرو ۽ ڏيڍ ميٽر اوچو آهي. هر ڪمري کي اوڀر ۾ لنگهہ لاءِ دروازن جا نشان نہ ٿا ملن. ماڳ چڱي حالت ۾ آهي. ڪوشش ڪبي تہ ڪريل پٿرن سان پٿين کي جوڙي سگهبو.

**ماڳ جو نالو:** **پڪو قلعو حيدرآباد**

ماڳ جو پتو: حيدرآباد شهر ۾ 25° 22′ اتر ۽ 68° 41′ اوڀر، حيدرآباد ريلوي اسٽيشن جي پر ۾.

ماپ: قطر هڪ ميل، بلندي 80 فوٽ ـ پکڙ 36 ايڪڙ ـ قلعو جو ڊگهي ۾ ڊگهو حصو اوڀر کان اولهہ 2430 فوٽ

More Books Visit : www.iqbalkalmati.blogspot.com



۽ وڌ ۾ وڌ ويڪر اتر کان ڏکڻ 900 فوٽ قلعي جي اترواري ٻانهين 3100 فوٽ ۽ ڏکڻ واري ٻانهين 3080 فوٽ آهي.

ماڳ جو دور: غلام شاهه ڪلهوڙي 70 ـ 1769ع ۾ ٺهرايو.

تعارف: هن وقت گهٽيون اندريون جايون جيئن ٽاور، چوياري تلاءُ وغيره ڪونہ آهن. سڄو قلعو ٻاهران آيلن جي والار هيٺ آهي. پٽ جي اترواري ٻانهين پڳل آهي. دروازو پڻ ٽٽل اٿس. قلعو آرڪيالاجي کاتي جي تحويل ۾ آهي.

**ماڳ جو نالو: پڪ ـ سرائون اڻ جاتل مقبرو ـ 2**

ماڳ جو قسم: مقبرو

ماڳ جو دور: سما دور

ماڳ جو هنڌ: هي مقبرو جام نندي جي مقبري جي ڏکڻ اولهہ ۾ آهي.

هي پڪسرائون مقبرو، جام نظام الدين جي مقبري جي ڏکڻ اولهہ ۾ آهي، حاطي جا بنياد پٿر جا آهن. ماپ 43.3x30.6 فوٽ اٿس. پٽيون تمام ٿلهيون 3 . 5 فوٽ آهن؛ جيڪي اندران ٻاهران لنبيل آهن. ڏکڻ اوڀر جي ڪنڊ وٽ، ڪانس جي ليول تائين. پٽ جي ٻنهي پاسي پرپل بلو رنگ جون چمڪندڙ ڪاشيءَ جون سرون لڳل آهن جيڪي ڦٽي ويون آهن. اٺ سرون ڏکڻ اوڀر پٽ واري ٻاهرئين پاسي بچي ويون آهن. ساڳي نموني گهري نيري رنگ جون ڪاشيءَ جون سرون ڏکڻ پٽ جي ڪانس تائين لڳل آهن. اهي سرون سڀئي ڪونہ آهن. ايئن ٿو لڳي تہ جڻ ڪاشيءَ جي سرن ئاهڻ جي اوائلي ڪوشش ٿيل هجي. احاطي ڪي اصلي ٽي لنگهہ يا دروازا آهن. هڪ اوڀر ۾ ٻيو ڏکڻ ۾ ۽ ٽيون اتر ۾ ـ ۽ اولهہ ۾ ممڪن آ تہ محراب هجي. اندر ڪيترين قبرون آهن. ڪي ساديون ڪي سينگاريل ـ ڪي ٿلهي تي آهن ٿلهي تي چڙهڻ ڏاڪا بہ ٺهيل آهن. انهن ۾ هڪ قبر اهڙي آهي جهڙي مبارڪ خان جي قبر ـ ان ڪي ساڳيو مٿان "ڪلنگو" لڳل آهي. ڪلنگي جي مٿان هيري ڪٽيون اڪريل آهن. اهي هيري ڪٽيون خانن ۾ اڪريل آهن. هرهڪ خاني ۾ الڳ سان ڪجي جي وڻ جي اڪر ٿيل آهي. قبر جي هڪ پاسي عربيءَ ۾ لکت آهي. سمجهہ ۾ ائين ٿو اچي تہ اها قبر ڪنهن بادشاهہ جي هوندي، پر افسوس ڪوبہ ڪتبو لڳل ڪونہ آهي.

**ماڳ جو نالو: پولن جو آستان**

ماڳ جو هنڌ: گوڙي جي مندر پرسان

ماڳ جو دور: 1743ع

وصف: پولن نالي جوڌپور جو راجا ڌاڙيلن جو پيڇو ڪندي هتي نيئڙ ڌاڙيل هٿان مارجي ويو هو. ان جي ياد ۾ اهو برج ٺهيل آهي.

**ماڳ جو نالو: پنراج ڪوٽ/ گڏ.**

احوال: هي ڪوٽ تعلقي ننگرپارڪر ۾ "گئومکي" کان ٿورو هيٺ ٺهيل آهي. جو هينئر ڊٺل حالت ۾ آهي. اهو گڏ (ڪوٽ) پنراج سينڌل، دشمن کان بچاءُ ٺهرايو هو. پنراج سينڌل گجرات صوبن جي دشمنن سان وڙهندي مري ويو.

**ماڳ جو نالو: پنجو ديرو**

ماڳ جو قسم: دڙا

ماڳ جو دور: مسلم دور

ماڳ جو هنڌ: نئون ديرو ـ سکر روڊ، تعلقو رتو ديرو ضلعو لاڙڪاڻو.

هن دڙي جي کوٽائي ڪانہ ٿي آهي. دڙو ٻن حصن ۾ ورهايل آهي. پر دڙي تي ماڻهن والار ڪئي آهي.دڙو زميني سطح 7 — 6 فوٽ مٿي آهي. مينهن برسات ۾ هتان ٺڪرائو، مٽيان، عاج جي چوڙين جا ٽڪر ۽ ٻيو ثقافتي سامان ملي ٿو. پڪ سان دور تڏهن معلوم ڪري سگهبو جڏهن دڙي جي کوٽائي ٿيندي.

**ماڳ جو نالو: پنري ٻڌاماڻي جو ڪوٽ**

More Books Visit : www.iqbalkalmati.blogspot.com



ماڳ جو قسم: ڪنڊر

ماڳ جو دور: سما دور_ 9 — 10 صدي عيسوي

ماڳ جو هنڌ: نزد جهڏو ضلعو ٿرپارڪر

احوال: پنرو ٻڌاماڻي لطيف جي سورهيہ ڪردار مان هڪ آهي جيڪو سمن جي دور جو سخي ڏاتار هو. هي ماڳ ان جي نالي سان منسوب آهي. ڏڙو 4 کان 6 ايڪڙن جي ايراضي تي ڦهليل آهي. ڪوٽ جي ڊيگهہ ۽ ويڪر 15 کان 20 ميٽر آهي. سرون پڪيون ۽ چونڪن واريون استعمال ٿيل آهن.

**ماڳ جو نالو: پٺي جو ڪوٽيرو**

ماڳ جو هنڌ: هي ماڳ ڳوٺ راڄي ديري کان اٽڪل ڏهہ ڪلو ميٽر ڏکڻ ۾ دڙي جي صورت ۾ واقع آهي. ٿوري گهٽي ٺڪراٺي (جيڪو بہ هٿ آيو؟) کي آمري ثقافت سان توڙي هڙاپا ٺڪراٺي سان ڀيٽي سگهجي ٿو. هي ماڳ اتر 26° 49' 10" ڊگرين ۽ اوڀر ۾ 67° 24' 30" ڊگرين تي موجود آهي.

ماڳ جو دور: قبل از تاريخ_ هڙاپا دور

**ماڳ جو نالو: پير آسات**

ماڳ جو قسم: مزار

ماڳ جو دور: 1076 ھ

ماڳ جو هنڌ: عبدالله شاهہ جي مزار جي ڏاکڻين اولاهين ڪنڊ تي، ٺٽو.

پير آسات جي مزار، عبدالله شاهہ جي درگاهہ کان ڏکڻ — اولهہ ڪنڊ تي 50 قدمن تي ٿيندي. خانقاه جي عمارت ڊٺل آهي. اوڀر کان داخلي دروازو آهي. دروازو اتر ۾ ٿلهي تي آهي، جنهن تي ڪنهن وقت گنبذ نما ڇت هئي، هڪ پٿر جي قبر آهي جنهن لاءِ چيو وڃي ٿو تہ پير آسات جي مَنگَ جي قبر آهي. پيرن کان هي ڪتبو آهي.

بتاريخ چهار دهم

رجب 1076 عصمت پناه

دنباي (ڪذا) برحمت حق پيوست

داخلي دروازي جي ڇتائين ڪوٺي ٽپي اولهہ واري ايوان ۾ پهچبو تہ پٿر جي ڪٽهڙي اندر پٿر جي قبر آهي، جنهن جي پيرانديءَ ۾ ڪبڙ جو وڻ هو، اها قبر پير آسات جي چئي وڃي ٿي. قبر تي ڪوبہ ڪتبو ڪونہ آهي.

انهيءَ قبر جي مٿيئن پاسي يعني اتر کان مختصر مسجد آهي جيڪا ويران آهي. پير آسات جي اولهہ ۾ چند قبرون آهن، جيڪي انهي قبرستان جي احاطي اندر هيون ۽ احاطي جي ديوار ڊهي وڃڻ سبب هاڻي الڳ ٿي پيون آهن. بہ قبرون پٿر جون آهن، جنهن مان هڪ تي هي ڪتبو لکيل آهي.

تاريخ هشتم شهر صفر 1079 ھ

برحمت حق پيوست.

ٻي قبر ٿوري وٿيرڪي آهي. لوڙهہ جي اوڀارين پهلوءَ جي مٿيئن ڪناري تي اکر اکريل آهن.

فاتحہ بروحِ آن معصومہ، کز لطف الله

يافت فردوسِ برين ماويٰ بحسنَ خاتمه

سال تاريخ وفاتش از سر ايقان نَوشت

جاودان بازيب جنت در جَوار فاطمه

پير آسات بابت پير حسامَ الدين لکيو آهي تہ ڏنل روايتون عبدالله شاهہ جي مجاورن جون آهن. ان لاءِ انهن جي صحت

More Books Visit : www.iqbalkalmati.blogspot.com



شڪي آهي.

**ماڳ جو نالو: پير ابن شاهہ جي مزار**

ماڳ جو قسم: مزار

ماڳ جو دور: اسلامي

ماڳ جو هنڌ: چوهڙ جمالي تعلقو شاهبندر کان ٽي ڪلو ميٽر اولهہ ۾.

هي بزرگ شيخ بهاءُ الدين ذڪريا ملتانيءَ جي پوٽينرن مان آهي سندس شجرو هن ريت روايت ڪن ٿا. پير ابن شاهہ بن شيخ اسماعيل قريشي بن شاهہ شهر الله سجاده نشين بن شاهہ يوسف بن شاهہ عماد الدين بن شاهہ رڪن الدين اسماعيل بن شاهہ صدرالدين. الخ. سندس مزار جبل جي ٽڪريءَ تي 100 فوٽ ڪن مٿي ٺهيل آهي. سندس تربت مٿان مقبرو اڏيل آهي جيڪو ڪيهرن جو اڏايل آهي. اتي هڪ وڏو قبرستان بہ آهي جنهن ۾ ڪڪرالي جي ڪيهرن ڄامن جا مقبرا ۽ مزارون آهن. هتي دائود ڪيهر جو مقبرو خستہ حالت ۾ موجود آهي. هن درگاهہ تي پهچڻ لاءِ ڏاڪڻ ٺهيل آهي. هن درگاهہ جي ڏکڻ ۾ هڪ ٻي ٽڪري تي راڄن شاهہ جي مزار آهي. اتي ئي پير ۾ جلال ڪٽي جي مزار تي مقبرو اڏيل آهي. هڪ جلال ڪٽي جي مزار تعلقي دادوءَ ۾ بہ آهي.

**ماڳ جو نالو: پير اپو شهيد مسجد**

ماڳ جو قسم: مسجد

ماڳ جو دور: ڪلهوڙن جي صاحبي

ماڳ جو هنڌ: ڳوٺ ۽ ديهہ اپو شهيد_ تعلقو ۽ ضلعو نوابشاهہ. هن جي ڏکڻ اولهہ ۾ 4 ڪلو ميٽرن تي منڊ جمڙائو، هن جي اولهہ ۾ اٽڪل هڪ ڪلو ميٽر تي ميرمحمد جوڻيجي جو ڳوٺ، هن جي اوڀر ۾ هڪ ڪلو ميٽر تي ناريجا ڳوٺ ۽ ڏکڻ اوڀر ۾ ڇهن ڪلو ميٽرن جي فاصلي تي رانتو ڍنڍ موجود آهي. اتر ڊگهائي ڦاڪ 0 300 26 ڊگريون اوڀر ڊگهائي ڦاڪ 0 520 68 ڊگرين تي آهي. هي مسجد ڊيگهہ ۾ 20 . 7 ميٽر ويڪر ۾ 5 ميٽر ۽ اوچائي 5 ميٽر آهي. هي مستطيل اڏاوت آهي. هن مسجد جي اڏاوت ۾ پڪيون سرون (25x18x4 cm) گل گارو ۽ چن استعمال ٿيل آهي. لنگهہ وارو دروازو اوڀر ۾ هڪ نوڪدار ونگ سان ڏنل آهي. بہ دريون لنگهہ جي دروازي جي ٻنهي پاسي هڪ هڪ ڏنل آهن. پٺ ۾ هڪ هڪ دري ڏکڻ ۾ ۽ اتر واري ديوار ۾ ڏنل آهن. نمازي حجري جي مٿان محرابي ڇت اڏيل هئي، جيڪا هاڻي ڊهي چڪي آهي، ان جو اتر وارو ڪجهہ حصو بيٺل آهي. هن وقت مسجد جون سرون اگهاڙيون آهن. اهو سڄو اگهاڙو عمارتسازي جو نمونو آڳاٽو عالم شاهہ مسجد تعلقو ڳڙهي ياسين ۾ ملي ٿو. اها مسجد سگهوري 1226 هجريءَ ۾ اڏي وئي هئي. ان جو ٻيو مثال ليما ڪنب واري مسجد آهي جيڪا 1226 هجريءَ ۾ ٺهي هئي ۽ نواب شاهہ ضلعي ۾ آهي. ڇت_ ڇتڻ جو نمونو فتح پور سڪري هندوستان وارو آهي. جيڪو 85_ 1571ع جو آهي. فتح پور سڪري ۾ محرابي ڇت وارا گهٽا مقبرا آهن. نمازي حجرو مستطيل آهي. بہ جارا اڀرندي طرف ۽ بہ جارا الهندي پٺ ۾ ڏنل آهن. اولاهين پٺ جي وچ تي انڪندو محراب ٺهيل آهي. جنهن جو وڏاوڙو ٻاهر نڪتل آهي. موجوده وقت ۾ مسجد ڪنڊر ۾ تبديل ٿي چڪي آهي. وقت گذرڻ سان ڇت ڊهي پئي آ. صرف پٺين جي مستطيل اڏاوت، ان تي اتر طرف ٿوري محرابي ڇت جا نشان باقي آهن. مسجد سگهوريءَ ڪي جهنگلي ٻوٽا ۽ ڪنڊا وڪوڙي ويا آهن.

**ماڳ جو نالو: پير باقر شاهہ جو قبرستان (جيلاني وارو مقام)**

ماڳ جو قسم: قبرستان

ماڳ جو دور: ڪلهوڙا_ ٽالپور دور ۽ نئين دور جو

ماڳ جو هنڌ: ديهہ ڏيسوئي، تعلقو ٽاڻو بولاخان ضلعو ڄام شورو.

هي قبرستان ٽاڻو بولاخان شهر کان ڏيڍ ڪلو ميٽر ڏکڻ طرف آهي. قبرستان ۾ قبرن جو تعداد جججهو آهي، جيڪي سيمنٽ يا چيرولي سان لنبيل آهن. ڪن تي پراڻي دور جون ڪاشيءَ جون سرون لڳل آهن. جن تي نيرو رنگ ٿيل آهي جي اوائلي

More Books Visit : www.iqbalkalmati.blogspot.com



اسلامي دور واري ڪاشيءَ سان پيٽڻ جهڙيون آهن. ڪي قبرون پٿر جون بہ آهن ڪي قبرون ٿلهن تي بہ ٺاهيون ويون آهن. انهن مان هڪ قبر هڪ احاطي اندر آهي جنهن تي سن 1279 ھ لکيل آهي. هن قبر ڪي پٽ ڏنل آهي ڪو چتائون مقبرو يا چتي موجود ڪانہ آهي. احاطي ۾ ٻيون ڪيترين ئي قبرون آهن. هن ماڳ جو ذڪر نڪو مجمدار نڪو محترم تنوير صاحب ڪيو آهي. هي ماڳ اتر ويڪرائي ڦاڪ $24,24^{0}\ 25$ اوڀر ڊگهائي ڦاڪ $59,96^{0}\ 67$ تي هي ماڳ موجود آهي.

بزرگ باقرشاه جنهن جي نالي سان هي قبرستان سڏجي ٿو سو ٽاٽي بولاخان وارن پيرن/ سيدن جو جد امجد هو. قبرستان جا ڪي حصا سٺي نموني سنڀاليل آهن.

**ماڳ جو نالو: پير اشرف شاهہ جو مقبرو**

ماڳ جو قسم: مقبرو

ماڳ جو دور: 1234 ھ

ماڳ جي ماپ: ساڍا چوڏهن، ساڍا پندرهن فوٽ

ماڳ جو هنڌ: ڪامارو شريف

احوال: مقبرو پڪ سرو آهي. ڪاشيءَ جو اندر يا ٻاهر ڪم سٺو ٿيل آهي. فرشبندي بہ روغني سرن جي ٿيل آهي. بزرگ بابت ڪو احوال ڪونہ مليو آهي.

**ماڳ جو نالو: پير ببر شير جو مقبرو**

ماڳ جو قسم: مقبرو

ماڳ جو دور: اسلامي

ماڳ جو هنڌ: باجارا شهر جي اتر ۾ هڪ ڪلو ميٽر جي پنڌ تي تعلقو سيوهڻ، ضلعو ڄامشورو.

هي مقبرو هڪ پڪي رستي سان ڳنڍيل آهي جيڪو پوءِ جو ٺهيل آهي. مقبرو سٺي حالت ۾ ڪونہ هيو. جڏهن اسان ڏٺو تہ (1996ع) ان ڪي ڏاڻو پيئي ويو. سٺو ٿئي ها جي ان ڪي پنهنجي اڳين حالت ۾ توري مرامت ڪرائي رهڻ ڏنو وڃي ها. ٻاهريون لنگهہ اڃا موجود هو. مقبرو چوڪندو رٿيل هو مٿان نوڪدار گنبذ تعمير ٿيل هوس. هن جي نئين تعمير جا پئسا ان وقت جي حڪومت ڏنا.

**ماڳ جو نالو: پير بي واسطو قبر**

ماڳ جو قسم: قبر

ماڳ جو هنڌ: ڳوٺ گچيرو تعلقو مورو ضلعو نوشهروفيروز.

ماڳ جو دور: نامعلوم

احوال: گچيري شهر جي اولهہ ۾ ڪچين سرن جي هڪ وڏي ٿلهي تي هن بزرگ جي مزار آهي. روايت آهي تہ بزرگ قلندر لعل شهباز جو همعصر ۽ صحبتي هو.

**ماڳ جو نالو: پير پٿوري جو مقبرو**

ماڳ جو قسم: مقبرو

ماڳ جو دور: 15 صدي جي آخر (1498ع)

ماڳ جو هنڌ: مقبرو موجوده ريلوي اسٽيشن کان اٽڪل هڪ ڪلو ميٽر اتر طرف.

پير پٿورو 1410ع ۾ ڄائو ۽ 1498ع ۾ وفات ڪيائين. اصل ۾ مينگهواڙ قوم مان هو ۽ پوءِ ملتاني بزرگ بهاؤالحق زڪريا ملتاني جي هٿ هيٺ اسلام قبول ڪيائين. تعلقي عمرڪوٽ جي مشهور عالم مولانا ميرمحمد عنصري چوندو هو تہ مون "نگرانِ سنڌ" ۾ پڙهيو هو تہ، پير پٿوري جو اسلامي نالو شيخ نعمت الله آهي. مقبرو هڪ وڏي، ويڪري ٿلهي تي ٺهيل آهي.

More Books Visit : www.iqbalkalmati.blogspot.com



جنهن تي چڙهي وڃڻ لاءِ ڏکڻ طرف کان شاندار ۽ ڪشادي ڏاڪڻ آهي. مقبرو نهايت شاندار آهي. جيڪو سندس قوم مينگهواڙن چندو ڪري ٺهرايو آهي. سندس پيءُ ۽ ماءُ جي قبرن جي چوڌاري ڪاٺ جا پينگها نهيل آهن. ڪابه وٽ اهڙي وٽ نظر نٿي اچي جنهن مان چئجي ته هي هندن جو پير آهي.

**ماڳ جو نالو: سبزوارين جو قبرستان**

ماڳ جو هنڌ: سيوهڻ شهر ۾ قلندر جي سوني دروازي جي سامهون 40 ميٽرن تي ڏکڻ_ اولهه. مقبره چٽي عمراڻي کان اتر اوپر 100 ميٽرن تي.

ماڳ جو قسم: مقبرا_ ڇهه عدد

ماڳ جو دور: ڪلهوڙن جي آخري دور جا ڇيا وجن تا.

احوال ۽ ماپون: ڪل ڇهه مقبرا آهن. ڏکڻ کان پهريون مقبري جي ماپ 22.4 ڊيگهه ۽ 24.8 ويڪر جنهن ۾ 2 قبرون آهن. ڪوبه ڪتبو لڳل ڪونه آهي. مقبور ٻيو، 17x17 فوٽ جو جنهن ۾ هڪ قبر آهي. ڪوبه ڪتبو وغيره لڳل ڪونه آهي. مقبرو ٽيون، ڏکڻ کان اتر آخري 23x21 فوٽ. هن ۾ هڪڙي قبر آهي. ڪوبه ڪتبو لڳل ڪونه آهي. ٽئي هڪ ئي قطار ۾ آهن. اهڙي وري ٻي قطار ٽن مقبرن جي آهي. مقبري غبرا جي 18.3x18.4 فوٽ آهي هن ۾ ٿلهي تي ٽي قبرون آهن مگر ڪنهن تي به ڪو ڪتبو وغيره لڳل ڪونه آهي. مقبرو ٻيو (5) 24.3x23.8 فوٽ. هن ۾ به ٿلهي تي ٽي قبرون آهن. مگر ڪنهن تي ڪتبو وغيره لڳل ڪونه آهي، آخرين مقبرو 3 (6) سيني ۾ وڏو آهي ۽ اندر چٽسالي‌ءَ جو ڪم ٿيل اٿس. ان جي ماپ 35.9x36.9 فوٽ آهي. هن ۾ ٻارنهن قبرون ٿلهي تي آهن. ڪوبه ڪتبو وغيره ڪونه آهي. مقبرن جي حالت تمام خسته آهي. هنن مقبرن جي سنڀال پناڻن جي ڪافي جا فقير ڪن ٿا.

**ماڳ جو نالو: پير پٺو مزار**

ماڳ جو دور: سومرا دور

ماڳ جو قسم: اڏاوت / اسلامي

ماڳ جو هنڌ: مڪلي جي ڏاکڻين ڇيڙي تي. ٺٽي کان 12 ميل پري آهي.

احوال: هن ڪامل وليءَ جو نالو حسن بن راڇپار بن لاکو بن سخيره آهي (تحفه الطاهرين). ڪيس حسن ديبلي جي نالي سان به سڏيو ويندو آهي. سندس والده جو نالو سلطاني بنت مراد بنت شرفو هو. هن بزرگ کي هندو "گوپيچند راجا" ڪري پوڄيندا آهن. پر حقيقت ۾ گوپيچندا راجا هن کان هڪ سال اڳ ٿي گذريو. پر جميعل شاهه جي سجاده نشين جي ڏنل ڪتابي جاڻ موجب هي بزرگ شيخ سعيد، قلندر لعل شهباز ۽ امير خسرو جي دور جو آهي. هن درگاهه تي پهچڻ لاءِ به رستا آهن. هڪ رستو اسٽيل مل ڪامپلڪس کان ٿيندو غلام الله شهر کان پير پٺي تي پهچندو. ٻيو رستو ٺٽي شهر جي دبگير مسجد وٽان نڪري بدين_ سجاول شهر جي پٽ ڏيندو، پير پٺي تي پهچندو. اڏاوت اٺڪندي، پيل پاون تي بيٺل آهي. اها چٽي آهي. جنهن جي پٿراون پيل پاون تي چگي چٽسالي ٿيل آهي جن جا سونهن لاءِ ڇجا ٻاهر نڪتل آهن. مڪمل سفيد رنگ ٿيل آهي. ان لاءِ دور جو پتو ڪونه ٿو پوي (داني). شاهه حسن نالي ڪوبه پير سومرن جي دور ۾ ڪونه هو. جيڪو پير پٺي جي نالي سڏيو ٿو وڃي، اهو ڪو مقامي پير آهي جنهن جو مقبرو به مقامي ماڻهن ٺهرايو آهي؛ جيڪو پٿر جو نهيل آهي ۽ چن جي گچ گاري سان تعمير ڪيو ويو آهي، هيٺ فرش به پٿر جو اٿس. ڪجهه پراڻي زماني جي سرن جو استعمال ٿيل آهي جيڪي بعد جي زماني جون آهن. هڪ سوراخ جنهن جو مُنهن ٻاهر آهي ۽ اهو ڪمري کي ٽڏو رکي ٿو. اهو ڪنهن ٽڏي غار سان مليل آهي. اهڙا غار جبلن ۾ اڪثر آهن. هن بزرگ جي وفات 666 هه، 98_ 1297ع ۾ ٿي آهي. ايم. ايڇ. پنهور (سومرا دور)

**ماڳ جو نالو: پير پنگهار**

ماڳ جو قسم: مقبرو

More Books Visit : www.iqbalkalmati.blogspot.com



ماڳ جو دور: 900 هجري

ماڳ جو هنڌ: ڪامارو شرف

ماپ: سوا چوڏهن + سوا ٻارنهن فوٽ

هن احوال بابت احوال ملي نہ سگهيو آهي تہ بزرگ ڪير هو.

**ماڳ جو نالو: پير جنان جي قبرستان ۾ مقبرو**

ماڳ جو قسم: مقبرو

ماڳ جو دور: ڪلهوڙن جي صاحبي

ماڳ جو هنڌ: پير جنان جو قبرستان_ ديهہ اين — 87 اي، تعلقو ۽ ضلعو نواب شاهہ_ ڏيڍ ڪلو ميٽر اوڀر ۾ اسلم بروهيءَ جو ڳوٺ، 500 ميٽر اتر ۾ پناڻ ڳوٺ، 200 ميٽر اولهہ ۾ چاندين جو ڳوٺ. هن جي ڏکڻ ۾ ٻن ڪلو ميٽرن جي پنڌ تي ڄام صاحب نواب شاهہ روڊ ۽ نواب شاهہ جو شهر هن کان 8 ڪلو ميٽر اتر اولهہ تي آهي. هي ماڳ اتر ڊگهائي ڦاڪ 26°15'42" ڊگريون ۽ اوڀر ويڪرائي ڦاڪ 68°28'0" ڊگرين ۾ آهي. هن مقبري جي ڊيگهہ ويڪر 10 . 6 ميٽر ۽ اوچائي 8 ميٽر. رٿ ۾ چورس آهي. هن جي اڏاوت ۾ پڪيون سرون (ص 24x18x4) گل ۽ ڳچ گارو استعمال ٿيل آهي. اونهي ڪمان سان اوڀر ۾ دروازو ڏنل آهي. هر پاسي، مهاڙي کي ڇڏي 10 عدد مستطيل پانيل ٻن قطارن ۾ هڪ ٻئي جي مٿان ٺهيل آهن. اتر ۽ ڏکڻ ۾ دريون هوا جي گذر لاءِ ڇڏيل آهن. گنبذ، اٺڪنڊي ڳچ (Drum) جي مٿان ٺهيل آهي. جيڪو مقامي طرز جو گول نموني آهي. گنبذ ڳچ تي بہ ٻہ دريون هوا جي گذر لاءِ اتر ۽ ڏکڻ ۾ ڇڏيون ويون آهن. گنبذ جي مٿان ابتو ڪنول گل (مهاپدما) ٺهيل آهن. گنبذ جو ڪجهہ نمونو اوائلي ٺهيل آدم خان جي مقبري واري گنبذ سان ملي ٿو جيڪو 1561ع ڌاري ٺاهيو ويو هو. گنبذ ۽ گنبذ ڳچ تي چن جو پلستر ٿيل آهي جيڪو اکڙي ويو آهي باقي سجو مقبرو لنبيل ڪونہ آهي. حجرو چوڪنڊي نموني جو آهي، اندر چٽن تي ونگن وارا طاق ٺهيل آهن. اندر هڪ قبر آهي جنهن تي ڪوبہ ڪتبو وغيره لڳل ڪونہ آهي. گنبذ جو ڪجهہ حصو ڪري پيو آهي. هن وقت مقبرو خراب حالت ۾ آهي. بنيادن وٽان ٻن ميٽرن تائين سرون ڪاچي ويون آهن. مهاڙيءَ جون اگهاڙيون سرون بہ وقت جي ڪري ڪاراٽجي ويون آهن. مقبرو مرمت طلب آهي.

**ماڳ جو نالو: پير جي ڳوٺ جي مسجد**

ماڳ جو دور: 1228 هجري

ماڳ جو قسم: اڏاوت / مسجد

ماڳ جو هنڌ: پيرجو ڳوٺ ضلعو لاڑڪاڻو

هن ڳوٺ کي شاهہ جو ڳوٺ بہ سڏيندا آهن. هتي حضرت پير سيد مرتضيٰ علي عرف پکي ڏٽي هڪ ٽن گنبذن واري مسجد جوڙائي هئي، جيڪا سٺي حالت ۾ بيٺل آهي. هن مسجد شريف جي ٺهڻ جو سن 1228ع هجري آهي.

**ماڳ جو نالو: پير چٽل مسجد ۽ مقبرو**

ماڳ جو هنڌ: اتر 27°36'30" ۽ 69°40'10" اوڀر. ڳوٺ ميوزا تيرگهاٽي تعلقو روهڙي ضلعو سکر.

ماڳ جو قسم: مسجد ۽ مقبرو

ماڳ جو دور: مسلم دور

احوال: مسجد سان گڏ مقبرو ڳوٺ سنگرار جيڪو ڳوٺ تري گهاٽي کان 20 ڪلو ميٽر ڏکڻ اوڀر ۾ آهي. مسجد ۽ مقبرو هڪ ئي پليٽ فارم تي ٺهيل آهن: جيڪي پڪسرا ۽ چن سان اوساريل آهن. ڏکڻ اتر ٻاهرين پٽ جي ماپ 5 . 6 ميٽر ۽ پليٽ فارم کان مٿي اوچائي ست ميٽر آهي. پٽ 90 سينٽي ميٽر ٿلهي آهي. ڏکڻ ۾ مسجد سان مقبرو جڙيل آهي.

More Books Visit : www.iqbalkalmati.blogspot.com



مقبري ۾ به قبرون آهن، جيڪي بلڪل وچ تي ٺهيل آهن. مقبري جي ماپ 3.6x3.60 ميٽر آهي. منارا ۽ گنبذ ڪافي ننڍا آهن ۽ ونگاس ۾ سادا آهن.

مسجد ۽ مقبرو هن وقت (98_ 1997ع) چڱي حالت ۾ آهن.

**ماڳ جو نالو: پير حاجي چڙارو_ مقبرو**

ماڳ جو قسم: مقبرو

ماڳ جو دور: ميرن جي صاحبي

ماڳ جو هنڌ: ڳوٺ ۽ ديهه سينڌل ڪمال، تعلقو دولتپور، ضلعو نواب شاهه. ڳوٺ عباس ڪوسي جي اوڀر ۾ ٽن ڪلو ميٽرن تي، ڏکڻ ۾ هڪ ڪلو ميٽرن تي لاڪات جو ڳوٺ اٿس جڏهن ته اولهه ۾ 300 ميٽرن تي بچاءُ بند ۽ اتر_ اوڀر ۾ هڪ ڪلو ميٽرن تي قاضي احمد جو شهر اٿس. ماڳ اتر ويڪرائي ڦاڪ 26°17'20" ۽ اوڀر ڊگهائي ڦاڪ 68°2'10" ڊگرين تي موجود آهي. مقبرو ڊيگهه ۾ 80 . 4 ميٽر، ويڪر ۾ 80 . 4 ميٽر ۽ اوچائيءَ ۾ 7 ميٽر ماپ جو آهي. اڏاوت ۾ پڪيون سرون، گل گارو، گچ گارو ۽ چن استعمال ٿيل آهي. مقبرو چوڪندو رٿيل آهي. نوڪدار ونگ سان ڏکڻ ۾ دروازو ۽ ان ڪان اڳ ۾ نوڪدار ونگائون ٻاهر تي جارو، پاسن ۾ به مستطيل نموني بند جارا ٺهيل آهن. گنبذ اڌ گول وانگر مٿان ڪنول جو ابتول گل، (مها پدماءِ) ۽ ڪلس ڏنل، جنهن تي ڪاشيءَ جو ڪم ٿيل ڏسجي ٿو. گنبذ جي هيٺان ۽ ڇت جي مٿان ڳچ (Drum) اٺ ڪنڊو آهي. مهاڙي ۾ پٽي ۽ اولاهين پٽ تي به ڊگهيون آٽيون (Pinnacles) ٺهيل آهن. ڳچ جي هر ڪنڊ تي هڪ ڊگهو ڪنگرو ٺهيل آهي. گنبذ ميان نورمحمد ڪلهوڙي جي مقبري تي ٺهيل گنبذ وانگر آهي. مقبرو ٻاهران، اندران چن سان پلستر ٿيل آهي. اندر پانيلن سان جارا ٺهيل آهن. اتر، اوڀر ۽ اولهه واري پٽ تي محراب وانگر اندر تي جارا ٺهيل آهن. اندر مقبرو چوڪندو آهي. ڪنڊن وٽ ڪنڊ جوڙون (squinches) ٺاهي، ان تي اٺڪنڊو ڳچ ٺاهي گنبذ رکيو ويو آهي. اندر صرف بزرگ جي هڪ مزار آهي. هن وقت مقبري جي حالت بلڪل ٺيڪ آهي جو مقامي ماڻهو ان جي مرمت ڪرائيندا رهن ٿا.

**ماڳ جو نالو: پير راڄن شاهه جو روضو**

ماڳ جو قسم: مزار

ماڳ جو دور: اسلامي

ماڳ جو هنڌ: ابن شاهه جي ٽڪرن جي پير ۾، هڪ ٻئي ٽڪر تي مزار.

احوال: هي بزرگ شاهه عبدالله ملتاني غوثي جي اولاد مان آهي. هي مقبرو اول ديهه راڄن شاهه ۾ هو، جتان دريا جي اٿل ڪري انهي ٽڪريءَ تي منتقل ڪيو ويو. پاڻ وڏو عالم ۽ بزرگ هو. ڪڪرالي جا ڪيهر جام سندس هٿ هيٺ مسلمان ٿيا. روايت آهي ته "جامن جي وڏن ڏاڏن مان جام گناجر ڪيهر سندس مريد ٿيو. هي بزرگ سينگار جو سنو شاعر به هو.

**ماڳ جو نالو: پير رڪن شاهه جو مقبرو**

ماڳ جو قسم: مقبرو اڏاوت

ماڳ جو هنڌ: مٽياري شهر

ماڳ جو دور: 1179 هجري

ماڳ جي ماپ: 27x27 فوٽ

احوال: پڪين سرن جو ٺهيل مقبرو آهي. اڳڻ تي ڪاشيءَ جون سرون ڳچ سان لڳل آهن. اندر ڪاشيءَ جو سهڻو ڪم ٿيل اٿس. ڪاٻه لڪت ڪانه آهي.

**ماڳ جو نالو: پير سلطان جي چوڪندي**

ماڳ جو قسم: چوڪندي

More Books Visit : www.iqbalkalmati.blogspot.com



ماڳ جو دور: يارهين صدي هجري

ماڳ جو هنڌ: بلڙي شاهه ڪريم کان اولهه ۾ ڏيڍ ڪلو ميٽر

هتي شاهه ڪريم بلڙي واري جو پاءُ جمال شاهه يا جرار شاهه به دفن ٿيل آهي. پير سلطان مخدوم نوح جو فرزند چون ٿا. جڏهن شاهه ڪريم شاديءَ کان پوءِ هتي اچي رهيو ته مخدوم نوح پنهنجي پٽ کي به موڪليو ته وڃي شاهه ڪريم سان گڏ ماڻهن کي فيض رسائي. هرسال ذي القعد مهيني جي 7 تاريخ ميلو لڳندو آهي. ڪنهن زماني ۾ طالب المولىٰ جن به ايندا هئا.

**ماڳ جو نالو: پير عالي جي مزار**

ماڳ جو دور: 998 هجري

ماڳ جو قسم: قبر

ماڳ جو هنڌ: ڪچي قبر_ مڪلي قبرستان ۾ پير عالي جو قبرستان

پير عالي، شيخ بهاءُ الدين ذڪريا ملتانيءَ جي اولاد مان ٻڌجي ٿو. ترخاني دور (962_ 1000 هجري) ۾ سير ڪندو ٺٽي ۾ آيو. سندس ڪرامتون سيد علي شيرازي ڏٺي ساڻس مليو ۽ ٻنهي هڪ ٻئي کي پرکيو. پوءِ پير عالي ڪاڏي به ڪونه ويو. کيس چار فرزند ٿيا. ابو محمد_ فاضل محمد_ ولي محمد ۽ محمد فاضل. پهريان ٽي سندس حياتي ۾ گذاري ويا. پيءُ جي وفات کان پوءِ محمد فاضل مسند نشين ٿيو ۽ پيءُ وانگر علي شيرازي جي فرزند سيد جلال سان رهاڻيون ڪيائين. سيد علي جو انتقال 981 هجري ۾ ٿيو. اهو دور ترخانن جو هو. ممڪن آ مرزا عيسيٰ جي دور (62_ 973 هجري) ۾ آيو هجي. 996 هجري ۾ وفات ڪيائين ته اهو دور جاني بيگ جو هو. ان کان پوءِ ترخانن جو دور ختم ٿيو. جو 999 هجري ۾ مغلن سنڌ تي قبضو ڪيو.

مڪليءَ جي جنهن جاءِ تي سندس قبر آهي اتي ئي سندس آستانو هيو. قبر مڪلي قبرستان جي ڏاکڻي حصي ۾ آهي. عيدگاهه کان هڪ ميل اولهه طرف اچبو ته ميڪرا ڊنڊ ايندي. ان کان ٽيپي مٿي اچبو ته، ميرڪا جي ڪنڌي کان سر اولهه قبرستان آهي. اِن قبرستان جي ايراضي ٻن حصن ۾ ورهايل آهي. پهريون حصو زيارتين جي اوطاقن وغيره لاءِ آهي. اوڀارين ۽ اولاهن وراندن وٽان هڪ سنهي گهٽي قبرستان کي جدا ڪري ٿي، اها گهٽي لنگهي ٻئي حصي ۾ داخل ٿبو ته، سامهون هڪ ڪچي ٿلهي تي ڪيترين ئي قبرن جي وچ تي پير عالي جي قبر نظر ايندي، جيڪا ڪچي ۽ پڪين سرن جي ٽوٽن ٽڪرن سان ڍڪيل آهي. اها قبر پير عالي جي آهي. هرجمعي رات اتي سماع جي محفل ٿيندي آهي.

**ماڳ جو نالو: پير لال چتو**

ماڳ جو هنڌ: منڇر جي ڪنڌ تي، ٿهڻي کان اٽڪل ميل ڏيڍ جي مفاصلي تي اوڀر ۾.

ماڳ جو دور: ڌاتو پاهڻي دور

احوال: ماڳ پير لال چتي جي مزار جي ڪري مشهور آهي. مزار تاريخ کان اڳ دور جي دڙي تي / قِتل بستيءَ تي اڏيل آهي. مسٽر مجمدار هت ڪيئي تجرباتي کڏا کوٽايا، جن مان ٻن جون ماپون 30x10 فوٽ ۽ 42x10 فوٽ هيون. هتان جيڪي وٿون نڪتيون تن مان پٿر جون ڪورون ۽ پتا، ونڌيل (Perforated) ٺڪر، ٺڪر جي رنگين ٺانون جا ٺڪر، ڳنڀيون ٿالهيون، ٺڪريون، گهٽ ملهي پٿر جا مڻيا، ٺڪر جي چوڙين جا ٽڪر ۽ ٺڪر جون چڪيون مليون آهن. هتان مليل ٺڪرائو ڪن لڇڻن جي ڪري ڪجھ جهڪڙ ۽ لوهمر جي دڙي واري ٺڪرائي سان پيٽي سگهجي ٿو. رنگن جي ڪري آمري ٺڪرائي سان به پيٽي سگهجي ٿو، پر هي ٺڪر جو نئون نمونو مليو آهي، تنهن کي سنڌ جي سمڪالي ٺانون کان نيارو سمجهي. "منڇر ٺانوَن" (Manchhar ware) جي نالي سان سڏڻ ۾ ڪا اهوجائي ڪانهي. هن ٺڪر جو بنيادي ڳاڙهو رنگ آهي. هي به رنگو ٺڪر چٽيل آهي ۽ خاص چٽ ڪنول جو گل اٿس. جيڪو هتان جو خاص اهڃاڻ آهي؛ ۽ هتان جي ئي سوچ آهي. ڪي به چار نمونا اهڙا به ملن ٿا جن جو سلسلو سنڌو سڀيتا جي آثارن سان ڳنڍي سگهجي ٿو.

**ماڳ جو نالو: پير ڪرهيو پاندارِي**

More Books Visit : www.iqbalkalmati.blogspot.com



ماڳ جو قسم: مقبرو
ماڳ جو دور: 1276ع
ماڳ جو هنڌ: بدين کان 30 ميل ڏکڻ ۾.

روايت آهي تہ ڪرهيو پانداري جميعل شاهہ گرناري جي خاندان ۾ آهي. سندس وفات 1270 ۾ ٿي. سندس مقبرو غلام شاهہ ڪلهوڙي جو ٺهرايل آهي. هر سال وڏو ميلو لڳندو آهي. مرڪان شيخڻ، بيبان نور، ڪيرسر ۽ لال شاهہ سندس مشهور مريد ليکجن ٿا. هي بزرگ چشتي سلسلي سان هو. هي سومرا دور جو بزرگ چيو وڃي ٿو.

**ماڳ جو نالو: پير مشاڪ**
ماڳ جو هنڌ: شاهہ حسڻ کان ڏکڻ اوڀر هڪ ميل منڇر جي پاٽي هيٺ پير مشاڪ جي مزار ويجهو.
ماڳ جون ماپون: مسٽر مجمدار ٽي تجرباتي کڏا کوٽايا. ٻن جون ماپون 10x10 ۽ 15x10 فوٽ.
ماڳ جو دور: ڏاتو پاهڻي دور، منڇر ڪلچر_ آمري ڪلچر_ سنڌوتهذيب
تعارف: هن هنڌ تان ٻين وٿن کان سواءِ ”منڇر ٿانو“ بہ مليو آهي. هن مان اهو پتو پوي ٿو تہ پير مشاڪ، لال ڇتي ماڳ جو سهيوڳي آهي. ٻيو تہ مشاڪ جي کوٽائيءَ مان جيڪي پٿر جا پتا مليا آهن، تن مان ظاهر ٿئي ٿو تہ ٻئي هنڌ ڏاتو پاهڻي (chilcolathic) دور جا آهن. هن ٻنهي ماڳن تان سنڌو سڃاڻپ جون ڪيتريون ئي وٿون مليون آهن. سنڌو تهذيب واريون وٿون مشاڪ وٽان وڌيڪ مليون، پر عام ڇاتل ٺڪر (ڳاڙهي_ تي ڪارو) ڪونہ مليو آهي.

هي ماڳ اتر ۾ "40 '25 $^0$24 ڊگريون ۽ اوڀر ۾ E "10 '45 $^0$68 ڊگرين تي موجود آهي.

**ماڳ جو نالو: پير محمد مراد جي مزار ۽ قبرستان**
ماڳ جو قسم: مزار ۽ قبرستان
ماڳ جو دور: ڪلهوڙا دور (؟)
ماڳ جو هنڌ: دادو شهر جي اوڀر ۾ پير مراد جي پهرين مرقد دادو شاهہ جا پاڻ لڳ هئي_ جيڪو هاٽي سيد نبن شاهہ جو ڳوٺ سڏجي ٿو. هي ڳوٺ ڪچي ۾ هجڻ ڪري ڪيس ٻئي هنڌ دفن ڪيو ويو، مگر اتي دريا اچي پهتو. سندس ميت پيتيءَ ۾ بند هو. ان ڪري اتان ڪڍي هتي دادوءَ ۾ اچي دفن ڪيائون. پاڻ اصل درسن (لڳ مورو) جا وينل هئا. اڳي مختصر ڪچي پڪي مزار هئي، جا نياز احمد ميمڻ رازي ڊهرائي نئين ٺهرائي.

قبرستان ۾ دادوءَ جا پراڻا شهري دفن آهن. سرهيہ، ميمڻ، مگسي، عبدالله مگسي، مولوي سهراب مگسي، ابوبڪر مگسي، نجم الدين آخوند، شفيع محمد آخوند، دادوءَ جي خاتون اول محترما مرحومہ بيبي خديجہ، ڪنير وغيره هتي دفن ٿيل آهن. بخارين جو محلو بہ هتي آهي. استاد بخاري جي وفات کان پوءِ جيڪي مرثيا ٿيا آهن اهي اتي پوريل آهن. استاد بخاريءَ جي ٻن پٽن قربان شاهہ ۽ حاجن شاهہ جون تربتون بہ هتي آهن. هن وقت مزار جو متولي گلڻ پير آهي جنهن جي عمر 65 ورهيہ آهي.

**ماڳ جو نالو: پير هاشم شاهہ جو مقبرو**
ماڳ جو هنڌ: مٽياري شهر
ماڳ جو قسم: مقبرو_ اڏاوت
ماڳ جي ماپ: 28x28 فوٽ
ماڳ جو دور: 1175 هجري
احوال: پڪين سرن جو ٺهيل مقبرو مٽيارين جي شهر جي اولهہ ۾ آهي. حيدرآباد، سکر ايندي ويندي نظر ايندو آهي. اندر توڙي ٻاهر ڪاشيءَ جو سهڻو ڪم ٿيل اٿس. اصل حالت ۾ مقبرو نٿو رهي جو وقت بہ وقت سندس مرمت ٿيندي اچي ٿي. مقبري ۾ اندر الهيار شاهہ ۽ نورشاهہ جون تربتون آهن. مقبري کي چوڌاري ننڍڙو ڪوٽ ڏنل آهي.

More Books Visit : www.iqbalkalmati.blogspot.com



**ماڳ جو نالو: جاڙي جي ڪلات**

ماڳ جو قسم: دڙو، پٿر جي پيڙهين جا نشان

ماڳ جي ماپ: گاج جي پيٽ کان 10 ميٽر اوچو آهي

ماڳ جو هنڌ: نئن گاج جي ڪاپي ڪناري، چتي جي ڪنڊ کان ڏيڍ ڪلو ميٽر، اتر ويڪرائي ڦاڪ "15 '39 ⁰26 ۽ ڊگهائي ڦاڪ "15 '39 ⁰67 ڊگرين تي.

ماڳ جو دور: آمري ثقافت ۽ ورلي هڙاپا دور جو نڪرائو.

احوال: نئن گاج جي پيٽ کان ڏهه ميٽر ڪن مٿاهين پوٺي تي پٿر جي پيڙهين جا نشان پکڙيل آهن. نڪرائو گهٽو ڪري آمريءَ واري نڪر سان پيٽڻ جهڙو آهي: پر ورلي وَڏ هڙپا جي نڪرائي سان به مشابهت رکن ٿا.

**ماڳ جو نالو: جاڙي فقير تڳڙ جو قبو**

ماڳ جو قسم: اڏاوت

ماڳ جو دور: ڪلهوڙن جي صاحبي

ماڳ جو هنڌ: ميان جو قبرستان _ ديهه فريدآباد، ضلعو لاڙڪاڻو

هي مقبرو زبون حال ۾ آهي، پر تنهن هوندي به ڪنهن زماني ۾ لڳايل ڪاشيءَ جي سرن جو سينگار اندران توڙي ٻاهران ڪجهه نظر اچي ٿو. ان تي ٿيل چٽ ساليءَ جا ڪجهه نمونا رهجي ويا آهن. روضو ننڍو آهي. روضي جي مهاڙيءَ ڏکڻ ۾ آهي. لنگهه وٽ وڏا کڻ (Recesses) ۽ راس ونگون (cusp Arches) ٺهيل آهن. لنگهه وٽ ساڄي کاٻي توڙي چوٽيءَ وٽ پانيل ٺهيل آهن. چار عدد پانيل، جن تي راس ونگون ٺهيل آهن اهي روضي جي اڌ کان مٿي واري حصي تي ڏسي سگهجن ٿيون. انهن پانيلن جي مٿان، سوڙها ننڍا عمودي، کڻ ونگاراس، ڪانس (cornice) جي هيٺان ٺهيل آهن. حجري جي هر ڪنڊ تي هڪ برجي ٺهيل آهي. اٺڪندو گِچ، ڇت جي مٿان گنبذ لاءِ ٺهيل آهي. ڪنگرن وارو بيڙ بنو ڇت جي چوڌاري ڦريل آهي.

روضي جي وچ تي جاڙي فقير تڳڙ جي قبر آهي. اندران چورس ڪمري کي ڪُنڊ _ جوڙون (squinches) ڏئي، اٺڪندو ڪري، مٿس گِچ (Drum) ناهي ان مٿان گول گنبذ ناهي، ان جي چوٽيءَ وٽ ابتو ڪنول گل ۽ ان جي مٿان ڪلسو ڏنو ويو آهي. هي مقبرو ميان الياس محمد ڪلهوڙي جي مقبري کان هڪ فرلانگ پنڌ تي ساڳي قبرستان ۾ موجود آهي.

**ماڳ جو نالو: جان بابا جو مقبرو**

ماڳ جو قسم: مقبرو

ماڳ جو دور: ترخان دور/ 978 هجري

ماڳ جو هنڌ: مڪلي ضلعو ٺٽو

احوال: مرزا عيسيٰ خان اول کي (1) محمد صالح (2) سلطان ابراهيم (3) مرزا جوهر، (4) مرزا سليمان، (5) مرزا زاهد، (6) مرزا باقي، (7) مرزا ناصر ۽ (8) مرزا جان بابا نالي پٽ هئا. جان بابا سڀني کان ننڍو هو. کيس مرزا باقي، سندس ڀاءُ مارائي ڇڏيو. کيس هڪ پٽ هو جنهن جو نالو مير عيسيٰ هو تنهن عيسيٰ ثاني جي نالي سان ترخان دور ۾ سردار ٿي نالو ڪڍايو. جان بابا جو مقبرو عيسيٰ ثاني 1017 هجري 1608ع ۾ جوڙايو. جڏهن ته جان بابا کي 978 هجري ۾ قتل ڪيو ويو هو.

هن مقبري تي گجراتي فن عمارت سازيءَ جو خاصو اثر چئجي ٿو، پر غور ڪبو ته اهو غلط آهي. سمورو مقبرو مقامي پيلي پٿر کان وٺي اڪر جي ڪم تائين سنڌي ثقافت جو آئيندار آهي. هن مقبري جا ناهيندڙ، گچ گارو، پيلو پٿر سڀ مقامي هئا. هي چوڪندو مقبرو، جنهن جي اندران اندر ماپ 48x34 فوٽ آهي، ان کان سواءِ هڪ واڌاوڙو حجرو 25.6x20.2 فوٽن جو بعد جو شامل ڪيل آهي. جيڪو ڏکڻ طرف آهي، پر ان واڌاري جي اڏاوت اهڙي نموني ٿيل آهي جو اصل جو گمان ٿئي ٿو ته شايد اهو پلان ئي ائين ڪيل آهي. لنگهه ڏکڻ طرف اٿس. اتر_ اوڀر واري ڪنڊ ۾ زناني قبرستان جو احاطو آهي. نئين اڏاوت سميت

More Books Visit : www.iqbalkalmati.blogspot.com



سمورو مقبرو هڪ ٿلهي تي ٺهيل آهي. هينئر صرف ٻارنهن پيل پاون تي بيٺل آهي. جنهن مان 8 پيل پاوا ويڪرائيءَ ۾ ۽ 4 پيل پاوا ڊگهائيءَ ۾ استعمال ٿيل آهن. پيل پاون تي نقش اڪريل آهن. گنبذن جو تعداد ٽي آهي. اهي بہ ڇڻ گجراتي طرز جا لڳندا، پر غور ڪبو تہ انهن تي صرف سنڌي عمارتگري ۽ ثقافت جي اُڪر ٿيل آهي. اهي گنبذ ڪل 24 پيل پاون تي بيٺل آهن. هي نهايت خوبصورت ۽ ڌيان ڇڪائيندڙ اڏاوت آهي. جان بابا مرزا عيسيٰ جو ٽيون نمبر پٽ هو سندس شادي سنڌ جي سوڍن سمن مان ٿيل هئي. ان مان مرزا عيسيٰ پيدا ٿيو. جنهن جي مارائڻ جا مرزا وس وڪيا، پر مارجي نہ سگهيو. پنهنجي ناناڻن وٽ محفوظ رهيو.

مڪلي نامون لکي ٿو تہ جان بابا بن عيسيٰ ترخان اول_ مرزا عيسيٰ جو ٽيون نمبر پٽ هو. جنهن کي مرزا باقي 978 هه ۾ مارائي ڇڏيو ۽ هڪ شادي سنڌ جي سمن مان ٿيل هيس. جنهن مان مرزا عيسيٰ ثاني پيدا ٿيو. جنهن جي مقبري جي ڇتسالي سڄي مڪليءَ جو نڪ آهي. سندس قبر جو ڪتبو هن ريت آهي. متن ڪان:

وفات يافت حضرت جنت

مڪاني الواصل الي جوار الملک المنان مرزا جان بابا ابن مرزا عيسيٰ

ترخان بتاريخ سنہ 978 هجري

مقبرو: هن مقبري ۾ ڪل 13 قبرون آهن. جن مان اڪثر اهي مقتول دفن آهن جن کي مرزا باقي مارايو ۽ مارائڻ بعد پانئجي ٿو تہ مرزا جان بابا ۽ ٻين مقتولن کي ترخاني گورستان کان بلڪل علحده جدا جاءِ تي پورائي ڇڏيو. موجود مقبرو پٽس عيسيٰ ثاني پنهنجي ايام ڪاريءَ ۾ جوڙايو. مقبرو خوبصورتيءَ ۽ اُڪر جي ڪم سبب جيئن متي ڄاڻايو ويو آهي. پنهنجو مٽ پاڻ آهي. مقبري جي اڳيان ٿلهي تي ڇتائون (Portico) آهي. انهيءَ جي وڏاوڙن پاسي درن وغيره تي گجراتيءَ ۽ سنڌي عمارت سازيءَ جو اثر موجود آهي. اندر مرڪزي ٿلهي مٿان ڇت تي گول وينوڙو گنبذ آهي. محراب ۽ داخلي دروازي جو نقشو لاجواب آهي. خود احاطي جي ديوارن تي پڻ چوڏاري نقش و نگار آهي. جيڪو هڪ ٻئي کان مختلف آهي. مرڪزي ٿلهي تي ست قبرون آهن باقي قبرون ٿلهي کان هيٺ آهن.

| | |
|---|---|
| **ماڳ جو نالو:** | **جاني بيگ مرزا جو مقبرو** |
| ماڳ جو قسم: | مقبرو / اڏاوت |
| ماڳ جو دور: | ترخان دور/ وفات 20 رجب 1009/ 1601ع |
| ماڳ جو هنڌ: | مڪلي ضلعو ٺٽو |

احوال: جاني بيگ جو انڪندو مقبرو هڪ احاطي جي اندر. جنهن جي ماپ 78.6x71x9 فوٽ آهي. جي وچ تي ٺهيل آهي. هن احاطي کي اوپر ۾ لنگهہ لاءِ دروازو ۽ اولهہ ۾ محراب ٺهيل آهي. حاطو سادن پٿرن جو. جنهن کي دروازو سنگي چوکٹ ۾ لڳل آهي. مهاڙي سرن جي ڪاريگريءَ جو اعليٰ نمونو آهي. جتي سرن جا جوڙ هڪ خاص خوبصورتي پيدا ڪن ٿا. جهريدار ليڪ ۾ پريل اڇو مصالو ميناڪاريءَ جو ڏيک ڏئي ٿو. ڳاڙهي ڏتيل رنگ جي سرن تي ۽ نيري رنگ جي ڪاشيءَ جي سرن کي واري سان استعمال ڪيو ويو آهي. پيڙهہ ۾ بہ ڪاشيءَ جي سرن جي نقش نگار ٿيل آهي. ڪاشيءَ جو ڪم وقت گذرڻ ڪان پوءِ جهڪو ٿي ويو آهي ۽ سرون هنڌان هنڌان اکڙي ويون آهن. ڪجهہ ڪم محترمہ بينظير ڀٽو شهيد جي عهد 1996ع ۾ ڪرايو ويو هو. چوکٹ جي مٿان پٿر جون ڄاريون لڳل هيون. جن مان لنگهہ واري دروازي وٽ ڏکڻ ۾ هڪ ڄاري اجا پنهنجي جوين جون يادون تازيون پئي ڪرائي ۽ ڪندن وٽ ست محراب آهن جي اندر طرف آهن ۽ انون پاسو ڏاکڻ جو آهي. ڏاکڻ وارو پاسو ڏکڻ_ اولهہ جي ڪنڊ ۾ آهي. انڪندو ٿلهو زمين جي مٿاڇري کان سوا ٽي فوٽ اوچو آهي جنهن تي مقبرو اڏيل آهي. هنري ڪزنس جي زماني ۾ گنبذ سلامت هيو، پر هاڻي ڊهي پيو آهي. مقبري ۾ اندر ٽي قبرون آهن. جيڪي ترخاني دور جي نموني تي ٺهيل آهن. بہ قبرون ماربل جي پٿر جون ٺهيل آهن. (داني)

مرزا جاني بيگ بن محمد پائينده بيگ جو مقبرو غالباً مرزا غازي بيگ سندس وفات بعد ٺهرايو. مرزا محمد باقي جي مرڻ

More Books Visit : www.iqbalkalmati.blogspot.com



ڪانپوءِ سندس وڏي پٽ پائينده بيگ کي تخت تي ويهاريو ويو. جيڪو نيم پاگل هو تہ اميرن يڪراءِ تي جاني بيگ کي جيڪو پائينده بيگ جو پٽ هو، تخت تي ويهاريو. اهو سال 1584ع هيو. جاني بيگ جي مقبري جو گنبذ نرالي نوعيت جو يعني ڪنول جي گل جي مانند آهي. اولاهين عالم پناهہ واري ديوار جي وچ ۾ محراب جي پيشانيءَ تي هيءَ آيت ۽ عبارت جي هڪ سٽ لکيل آهي.

فنادته الملائکۃ وهو قائم يصلي في المحراب. (سورة آل عمران)

تاريخ مرزا جاني بيست هفتم ماه رجب 1009ھ

بيروني دروازي جي سنگي چوڪٺ جي ٻن پاسن ۽ مٿان پيشاني تي ٻاهرين طرف کان هيٺينءَ ريت ٽن آيتن جي اُڪر آهي:

(1) ان الذين آمنو وعملو الصالحات .... کلمت ربي.....

(2) ولو جئنا........... ولا يشرک.

(3) بعبادة ربه، حدا، قال الله سبحانه تعاليٰ و سبق الذين ..... خالدين.

گنبذ اندر مرڪزي ٿلهي تي جنهن جي ڏکڻ واري پٽ خوبصورت نقشيدار آهي. ٻہ قبرون ماربل جون ٺهيل آهن. جن مان هڪ جاني بيگ جي ۽ ٻي غازي بيگ جي آهي. انهن تي ڪوبہ تاريخي ڪتبو ڪونہ آهي فقط هڪ آيت اُڪريل آهي.

الله لااله الاهو الحي.... العلي العظيم

جاني بيگ جو دور 1584ع کان 1591ع تائين هو. ان کان اڳ هو باقي جي دور ۾ مختلف عهدن تي ڪم ڪري چڪو هو. باقي جي مرڻ وقت پاڻ ۽ سندس پيءُ سيوهڻ ۾ منصبدار هئا. جاني بيگ جنگي جنگجو ۽ شاعر هو. حليمي تخلص استعمال ڪندو هو.

**ماڳ جو نالو:** **جامع مسجد خدا آباد**

ماڳ جو قسم: اڏاوت

ماڳ جو دور: مسلم _ ڪلهوڙا دور

احوال: مسجد هڪ ٿلهي تي ٺهيل آهي جيڪو زمين کان اٺ فوٽ اوچو آهي. ڊيگهہ ۾ 92 فوٽ ۽ ويڪر 85 فوٽ. مسجد ٽن پاڱن ۾ ورهايل آهي. پهرئين پاڱي ۾ ٽي قبا ڏسڻ ۾ اچن ٿا. اندران ڪاشيءَ جون سرون ڪتب آندل آهن. ڪاشيءَ جي مٿان گلڪاري ۽ چٽساليءَ جو ڪم ٿيل آهي. مسجد جون پٽيون ست فوٽن کن ويڪريون ٿينديون. وچون قبو 21 فوٽ ڊگهو ۽ 20 فوٽ ويڪرو آهي. باقي ٻہ قبا 20x20 فٽن جا آهن. قبن جون پٽيون 11 فوٽ ويڪريون آهن. قبن جي اندران البزاريون نڪتل آهن، جن جي اندر خلاصو ماٺهو چوڌاري گهمي ڦري سگهي ٿو. ٻيو پاڱو، ايوان بنا ڇت جي 25 فوٽ ويڪرو ۽ 83 فوٽ ڊگهو ورانڊو ٺهيل آهي. ان جون پٽيون 11 فوٽ ويڪريون ٺهيل آهن. ٽي دروازا آهن. جن تي ڪنول گل جي گلڪاري ٿيل آهي. هن ۾ ٽن قسمن جون ڪاشيءَ جون سرون، ساڍا 8 انچ اڇيون، نيريون ۽ سائي رنگ جون استعمال ٿيل آهن. جن کي هڪ پاسي ليپو ڏنل آهي ۽ پاسي پر لڳل آهن. ان کان سواءِ ٻيون چونڪي جون سرون جي ٽڪر ٽڪر ڳنڍي پوءِ چونڪو ڪري بيهاريل آهن. بهترين نقاشي ٿيل آهي.

ٽيون پاڱو: مسجد جو وڏو ۽ ڪشادو ميدان. جنهن تي اٽڪل ڏيڍ هزار جماعتي نماز پڙهي سگهن ٿا. ان جي ڊيگهہ 95 فوٽ ۽ ويڪر 90 فوٽ. دروازو ڪشادو، مٿي چڙهڻ لاءِ زمين کان 10 ڏاڪا. دروازو 8 فوٽ ڊگهو ۽ ساڍا پنج فوٽ ويڪرو ڪاٺ جو ٺهيل آهي. هي جامع مسجد ميان يارمحمد ڪلهوڙي خداآباد تخت گاهہ ڪرڻ کان پوءِ ترت ٺهرائي. اڄ (2006 . 02 . 23) ان مسجد جون سرون هنڌان هنڌان اکڙيل آهن. وچون قبو ڏار ڏار ٿي پيو آهي. هي مسجد محڪمہ قديم آثار پاڪستان جي سنڀال هيٺ آهي.

**ماڳ جو نالو:** **جامع مسجد مڪلي**

ماڳ جو دور: سما دور/ 1388ع

More Books Visit : www.iqbalkalmati.blogspot.com



ماڳ جو قسم: اڏاوت / مسجد

ماڳ جو هنڌ: شيخ حماد جمالي جي مدرسي لڳ زبون حالت ۾. هن وقت مسجد زبون حال آهي. مسجد جي اتر اولهه ۾ شيخ حماد جمالي جو مقبرو چيو وڃي ٿو. هن کي مائي مڪلي جي مسجد به چوندا آهن. جو لڳ مائي مڪلي جي قبر آهي. هي مسجد قاضي عبدالله جي مزار جي اتر_ اولهه ڪنڊ تي آهي.

روايتن موجب ڄام تماچي بن ڄام انڙ جڏهن دهلي کان آزاد ٿي ٺٽي پهتو (تڏهن سلطان فيروز شاهه تغلق وفات ڪري چڪو هو 1388ع) ته ڪيس ٺٽي جي تخت تي ويهاريو. هن هي مسجد، حماد جماليءَ جي مدرسي لڳ ٺهرائي. هي ان وقت جامع مسجد هئي. هن وقت هي مسجد شريف ڪجهه ڊٺل صورت ۾ موجود آهي. پر نشان ٻڌائين ٿا ته اوير ۾ وڏي پٽ ڏنل هئي، جيڪا نمازين لاءِ اڏاوت کان ٻاهر هوا ۾ نماز پڙهڻ جي جاءِ هئي. مسجد 64x29 فوٽن جي ايراضيءَ ۾ پکڙيل آهي. جنهن کي ونگاوان ٽي دروازه آهن. ڏکڻ_ اتر ۽ اوير وارا دروازا اهي دروازه نوڪي ڪمانن تي بيٺل آهن. ديوارن کي چن گاري سان اندران ٻاهران لنبيو ويو آهي. هيٺ فرش پٽرائون آهي. مڪلي مسجد پڪين سرن جي اڏاوت سان آهي. اندريون هال مختلف قسم جو ڏيک ڏئي ٿو. هي هڪ ڪشادو ڪمرو آهي، درين کي پويان يا اندران بيم ڏنل آهن. وچين دري يا ڪائنچو بين بن کان وڏو آهي. وچين دري عمودي نموني خاص شڪل ونگن تي بيٺل آهي. اولهه ۾ محراب اٿس جيڪو ٽڪنڊي ڊول جو آهي. هي سمہ دور جي اڏاوت جو بهترين نمونو آهي. وقت گذرڻ سان آهسته آهسته اجا به ڊهندو. هي ماڳ پاڪستان آرڪيالاجيءَ جي نظرداريءَ هيٺ آهي. جيڪو شايد هاڻي سنڌ حڪومت ڏي منتقل ڪيو پيو وڃي (خبر مورخہ 2006_ 11_ 29)

**ماڳ جو نالو: جانڪي بندر.**

ماڳ جو قسم: بندر جا ڪنڊر

ماڳ جو دور:

ماڳ جو هنڌ: جانڪي بندر ڪراچيءَ کان ڏکڻ_ ڏکڻ اوير ۾ اٽڪل 40 ميل. پورٽ قاسم کان لانچ يا ننڍي هڙي تي 3 ڪلاڪن جي سفر تي، تعلقي ساڪري ۾، ضلعو ٺٽو.

حدون: اولهه اتر ۾ پورٽ قاسم، اتر ۾ پنيور، گهارو ۽ دريا پيير، اوير ۾ يونين ڪائونسل پٽ مڙهو، ڏکڻ ۾ پيتياڻي ڪريڪ.

احوال: هن کي مقامي ماڻهو قبي به چون ٿا. هي ماڳ پيتياڻي ۽ ڪڏي ڪريڪ جي ميلاپ واري ٻيٽاري آهن. جيڪا وير چڙهڻ مهل بنهه ٻڏيو وڃي. ٻيٽاري جي اتر پاسي لهبو ته پاڻيءَ ۾ ٺڪراٽو پيرن کي لڳندو. ساڄي ڪاهي به ٺلهه نظر ايندا. ٽي سگهي ٿو ته اهي شهر جي ديواري جا نشان هجن يا قلعي جا آثار هجن. ٺڪرائي ۾ چيڪي مٽيءَ مان پڪل رانديڪا، سرون ۽ ٺانوَ، ڪاشي، ڪچو ابتدائي شيشو ۽ چيني جا ٺانو عام ملن ٿا. ٺڪرانو پورسرو ڳاڙهو، ڳاڙهو، هلڪو ڳاڙهو، ڪارين لڪيرن جا ڇِٽ، ۽ ڪن تي جاميٽريءَ جون ڊزائنيون آهن. ڪاشيءَ جا به ڪيئي نمونا آهن. بلو رنگ تي اڇي رنگ جو ميلاپ، ڪنهن تي سائيُ رنگ سان پيلي رنگ جو ميلاپ. ٺڪرانو پيرپني، ڪلان ڪوٽ ۽ پنيور سان پيتڻ جهڙو آهي. سڪا ٽامي جا ڪسجي ويا آهن. چيني جي ٺانون تي نيرا گل ٻوٽا اُڪريل آهن. ۽ ڪن ٺانون تي چيني زبان به لکيل ملي آهي. اهڙا ٺانو پنيور مان به مليا آهن. شيشو ابتدائي مرحلي وارو، رنگ هلڪو سائو، پيلو، نيرو، هلڪو بادامي ملي ٿو. تهه جي ٻاهرين پاسي پٿريلي سر جا بلاڪ ٺل جي پاڙ ۾ هڪ ٻئي مٿان مضبوطيءَ سان جڙيل آهن. ٺل جي مٿئين حصي ۾ ڪٿي ڪٿي پڪل سرون ملن ٿيون. جيڪي 45 انچن جون آهن: اهي هڪ ڊگ جي صورت ۾ آهن جن جي اوساري چن سان ٿيل سامونڊي لهرون ٺل سان ٽڪرائجن ٿيون. آثار ڊيگهه ۾ اتر ڏکڻ آهن. سڀ کان وڏو ڊگ ڊيگهه ۾ 50 فوٽ ۽ ويڪر ۾ 30 فوٽ آهي. پر اهو سڄو ڍير آهي. اڏاوت ڪانه آهي. مرڪزي قلعي وٽ، دروازي جو لنگهه 15 فوٽ آهي. قلعي جي ديوار اتر واري مکيہ پاسي 9 فوٽ موڪري آهي. قلعي کي ڪل 12 برج آهن. برج جدا جدا ماپ جا آهن ۽ هڪ ٻئي کان الڳ فاصلي تي بيٺل آهن. جيڪا ڪٿي 122 فوٽ

More Books Visit : www.iqbalkalmati.blogspot.com



تہ ڪتي 94 فوٽ آهي. قلعي ۾ اندر اڏاوتن جا نشان بہ آهن. لڏل وٽن مان چئي سگهجي ٿو تہ هي هڪ واپاري بندر، هنرمندن جو شهر هو. شهر جي چوديواري، هندو آبادي رهندڙ هئي ۽ اسلامي دور ۾ خاص اهميت وارو شهر هو ۽ اهم سامونڊي ڪاري تي ٻڌل هو. چانچ ڪجي تہ ڪتي ديبل تہ ناهي (؟)

**ماڳ جو نالو: جانڪي ڪوٽ**

بيهڪ: مختلف محققن ۽ تاريخدانن جا مختلف رايا آهن. جتي بہ بندر هوندو اتي ڪوٽ ضرور هوندو. ان لاءِ جڏهن بہ بندر جو ذڪر ٿيندو تہ ڪوٽ ۾ شامل سمجهڻ گهرجي. جو اڳي سيني بندرن ڪي ڪوٽ هئا. البيروني هن کي لوهاڻي شهر وٽ سمنڊ وٽ ٻڌائي ٿو. جتي سنڌو بہ شاخون ٿيندي هئي. المسعودي ان ڪوٽ کي "ديبل ۽ مهراڻ جي ڇوڙ جي وچتي، ٻن ڏينهن جي پنڌ تي ڏسيو آهي. اليگزنڊر هئملٽن لاهري ڪوٽ کان ٺٽي تائين مفاصلو چاليهہ ميل ڏسيو آهي.

ماڳ جو دور: نامعلوم

ماڳن ۽ اڏاوتون: هي چوڪور قسم جو ڪوٽ، ڀيٽ جي اوپر پاسي ڊيلٽائي جڙيل آهي. هي ڊيلٽائي ڀيٽ اوپر اولهہ ۾ چار ڪلو ميٽر ڊگهو ۽ اتر ڏکڻ ۾ بہ ڪلو ميٽر ويڪرو آهي. ڪوٽ جي ڊيگهہ ۽ ويڪر 320 فوٽ آهي. هي ڳاڙهين بٺي جي پڪل سرن مان ناهيو ويو آهي. اوچائي ڀيٽ کان ڏهہ فوٽ آهي. ڪوٽ جا برج ديوار کان چار فوٽ متي آهن. ڪوٽ کي ڏنل ديوار غلام گردش سميت 9 فوٽ ويڪري آهي. سرون 10x10x2 ۽ 8x8x1/2 انچن جون استعمال ٿيل آهن. ڪوٽ جو دروازو اوپر طرف کلي ٿو. جنهن جي ويڪر 15 فوٽ آهي. دروازي جي سنڀال لاءِ بہ برج ٺهيل آهن. ڪوٽ جي ڏکڻ اوپر ڪنڊ وٽ هڪ عمارت جا آثار بينا آهن. ڪوٽ کي ڪل 12 برج آهن. جن جي شڪل بيضوي آهي. برج ڊيگهہ ۾ 18 فوٽ ٻاهر نڪتل آهن، جيڪي ويڪر ۾ 15 فوٽ آهي. ٺڪرائو ملي ٿو، جن مان برتنن جو وڏو انداز نظر اچي ٿو. شيشي جا ٽڪرا بہ ملن ٿا.

تعارف: اڳئين زماني جا نقشا ڏسنداسون تہ لاهري بندر، جانڪي بندر سان ٺهڪي اچي ٿو. جانڪي بندر جو ڪوٽ، ڊيلٽا جي ويجهڙائپ سبب رتي ڪوٽ سان مشابهت رکي ٿو. تنهن هوندي بہ بناوٽ جي لحاظ کان ڪافي مختلف آهي. رتي ڪوٽ ۾ حقيقي فوجي طرز جا برج آهن. جن جو تعداد چوويهہ آهي. جڏهن تہ جانڪي ڪوٽ ۾ 12 برج آهن، جيڪي دفاعي نٿا لڳن. رتو ڪوٽ فوجي ۽ دفاعي شيون رکي ٿو. پر جانڪي ڪوٽ کي دفاعي صلاحيت نہ هئڻ سبب هڪ قلعي بند گودام چئي سگهجي ٿو. جتي واپاري پنهنجو قيمتي سامان رکندا هوندا.

**ماڳ جو نالو: جامع مسجد ڀنڀور**

ماڳ جو قسم: اڏاوت

ماڳ جو دور: اسلامي دور

ماڳ جو هنڌ: ڪراچيءَ کان چاليهہ ميل اوپر طرف، گهاري ڪاريءَ جي ساڄي ڪناري، ٽڪريءَ تي.

ڀنڀور جنهن لاءِ ڪن تاريخدانن جو چوڻ آهي تہ اصل ۾ هي ديبل آهي، محڪمہ آثار قديم سال 1951ع کان 1957ع تائين کوٽائي ڪئي. جنهن مان هڪ 128 فوٽ ڊگهي ۽ 122 فوٽ ويڪري عمارت، 75 فوٽ ڊگهو ۽ 58 فوٽ ويڪري پڌ سان آهي. ۽ 33 ٿنڀن جا پايا ٽن قطارن ۾ مليا. پر ڪنهن بہ محراب جو نشان ڪونہ آهي. ان کي برصغير جي پهرين مسجد قرار ڏنو ويو آهي. جڏهن تہ هيٺان کوٽائيءَ مان مندر جا نشان ملن ٿا. لنگهم ۽ ٻيو اهڙيون شيون جيڪي ساڳي اڏاوت کي مندر ظاهر ڪن ٿيون. ڊاڪٽر محمد عبدالله چغتائيءَ جو چوڻ آهي تہ اها مسجد نہ پر مندر آهي. باقي ممڪن آهي تہ ان مندر کي مسجد ۾ تبديل ڪيو ويو هجي. ڪوفي خط جا ڪجهہ ڪتبا لڳايا ويا هجن. سندس چوڻ آهي تہ جن آثارن کي مسجد سمجهيو پيو وڃي اهي اصل ۾ مندر جو هيٺاهون حصو معلوم ٿين ٿا. تحقيق هلندڙ آهي.

**ماڳ جو نالو: جامع مسجد متياري**

ماڳ جو قسم: اڏاوت/ مسجد

ماڳ جو دور: 1218 هجري

More Books Visit : www.iqbalkalmati.blogspot.com



ماپ جي ماڻ: 86x32 فوٽ

احوال: مٽياري شهر ۾ پڪين سرن سان ٺهيل مسجد آهي. جنهن جون ڪانسون پٿر جون جڙيل آهن. اندر ڪاشيءَ جو ڪم زيبائتو ٿيل آهي. مٿس خوبصورت گنبذ آهي. پيڙهه پٿر جي اٿس.

More Books Visit : www.iqbalkalmati.blogspot.com



**ماڳ جو نالو:** **جامع مسجد / اڪبري مسجد**
ماڳ جو هنڌ: روهڙي شهر
وصف: هي مسجد مؤ مبارڪ واري درگاهه جي ڀرسان آهي.
ماڳ جو دور: هي مسجد نواب فتح خان، مغلن جي بکر تي گورنر 992 هجريءَ ۾ جوڙائي. هي بکر جو نواب هو.
احوال: اها مسجد مؤ مبارڪ واري درگاهه جي ڀرسان آهي. تي گنبذ اٿس. ڪاشيءَ جو ڪم جهجهو ٿيل اٿس. سن 1320 هجريءَ ۾ مرزا قلب علي مختيار (مرزا قليچ بيگ جو ڀاءُ) هن مسجد جي مرمت ڪرائي هئي.

**ماڳ جو نالو:** **جامع مسجد ٺٽو**
ماڳ جو قسم: اڏاوت/ مسجد
ماڳ جو دور: 1054 هجري، 1057 هجري
ماڳ جو هنڌ: ٺٽو شهر

هن مسجد شريف جو ڪم مير ابوالبقا امير خان ولد نواب ابوالقاسم نمڪين بکري شاهجهان جي حڪم سان 1054 هجري، 1644ع ۾ شروع ڪرايو. هي مسجد چئن پاسن کان ڍڪيل آهي. وچوارو حصو کليل آهي. اهو صحن ڪافي ڪشادو آهي. مسجد جو رقبو 170x305 فوٽ آهي. اوڀر پاسي کان وچ تي هڪ وڏو محرابي دروازو ٺهيل آهي. مکيه دروازي جي اتر ۽ ڏکڻ ۾ ٻه ننڍا دروازا آهن. مسجد جو مرڪزي محراب ۽ ان جي سامهون اوڀر پاسي وارو محراب ڏاڍا شاندار آهن. جن تي قرآني آيتن جي خطاطي ٿيل آهي. هن مسجد تي نو لک روپيا خرچ آيو. الهندي پٽ تي هڪ ڪتبو اڪريل آهي سو مير ابوالبقا جي وقت جو آهي:

ندیده چشم فلک مسجد برین خوبي
ک آ مدند ملايک بر اي ديدن فيض
بجستم از فرد و عقل سال تعمير ش
بديده کرده اشارات ک هست معدن فيض
1054هه.

ٻيو ڪتبو: اوڀارين حصي واري وچين دروازي جي اندرئين ڪناري تي ٽن پاسن کان هيٺيون ڪتبو پٿر جي ٽن ٽڪرن تي موجود آهي.

بادشاهه زمانه، شاهجهان..... فرش "مطبوع ودلڪشا" برداخست.
1068هه.

اهو شاهجهان جو آخري سال هو. ان کان پوءِ اورنگزيب کيس قيد ڪيو. مٿيون ڪتبو فرش ٺهڻ بابت آهي.
اوڀارئين چتائين حصي جي ٻاهرئين دروازي جي مهاڙي تي ٽن طرفن کان خط ثلث ۾ هي ڪتبو لکيل آهي.
تبارڪ الذي نزل القرآن.... انهيءَ مهاڙيءَ واري ڪتب جي ڪٻي سڄي پاسي زرد پٿر تي هي ڪتبا آهن.
چون ز صاحب قرآن شاهه جهان_ يافت ترتيب مسجد اعلىٰ
اترئين پاسي: هستافم گفت، سال اتمامش_ "گش زيباچو مسجد اقصىٰ"
1057 هجري

سڄي مسجد پنهنجي تاريخ پاڻ ٻڌائي ٿي. هنري ڪزنس لکي ٿو ته هي موکرن بنيادن واري سرن جي تعمير آهي جنهن جون پيڙهون، بنياد ۽ ونگن جي وچ وارا چوراس ٺلهه مضبوط پٿر جا جڙيل آهن. اها وڏي چوکنڊي شڪل جي نماز جي جاءِ

More Books Visit : www.iqbalkalmati.blogspot.com



آهي، جيڪا خاص طور اولهه وارو پاسو والاري تي..... اتر ڏکڻ ۾ دالان آهن. جيڪي وڏي صحن ۾ وڃي ملن ٿا. جنهن جي 164x97 فوٽ ماپ آهي. سڄي جڳهه 170x305 فوٽ آهي. مهاڙي کان سواءِ ٻيو سڄو پاسو چن جي ليپي سان اڇو ٿيل آهي.

تزڪره اميرخاني ۾ مذڪور آهي ته مير مائل ٺٽوي جي ديوان مان مسجد جي مرمت ٽالپري عهد ۾ مير مراد علي خان 1227 هجريءَ ۾ ڪرائي. ان بعد انگريزن جي دور ۾ مسجد جي ٻه دفعا مرمت ٿي.

مسجد جو اوڀاريون ڇتائون حصو امير خاني محلي سان لڳي ٿو. انهيءَ حصي ۾ ڏکڻ خواهه اتر ۾ صحن کليل آهي. ٻنهي صحنن جي ٻاهرين ديوار ۾ هڪ هڪ ننڍو دروازو آهي جيڪو اميرخاني محلي جي گهٽي ۾ کلي ٿو. انهن ٻنهي صحنن جي پاسي ۾ ٽي ٽي ڪمرا آهن جيڪي شايد ڇوڪرين جي درس لاءِ هئا. اهو اوڀاريون سمورو حصو پنهنجي نوعيت، ساخت، ۽ ماحول سبب معلوم ٿئي ٿو ته مسجد جو زنانو حصو هو. مسجد جي مشرقي حصي جي ٻاهرين ديوار سان لڳ پير ڇتي جي مزار آهي. مسجد جي اولهه ۽ ڏکڻ جي ڪنڊ ۾، مسجد کان چار پنج سَوَ کن قدمن تي حضرت مخدوم ابوالقاسم نقشبنديءَ جون جايون هيون. جڏهن تاريخن جو مطالعو ڪيو ويو ته پروڙ پئي ته اها مسجد شاهه جهان ڪانه ٺهرائي هئي. نڪو هن اهڙي قسم جو حڪم ڏنو هو. ڇوته ان دور ۾ شاهجهان کي هتي مسجد ٺهرائڻ جي ڪابه ضرورت نه هئي. هتي اڳيئي دبگير مسجد ۽ جامع فرخ جهڙيون وڏيون مسجدون موجود هيون. صرف پنهنجي تصرف ۽ تسلط کي قائم رکڻ لاءِ بادشاهن جا نالا عمارتن تي رکي کين خوش ڪيو ويندو هو.

هن سڄي مسجد تي ايراني فن عمارت سازيءَ جو تمام گهڻو اثر آهي. مسجد جي اندر ڪاشيءَ جو تمام اعليٰ ڪم ٿيل آهي. ڪيترين ڊزائينون ٺهيل آهنَ جن جو ميلاپ حيرت انگيز آهي. مکيه وڏي گنبذ جي نقش نگار واريون ليڪون ائين ڏسڻ ۾ ٿيون اچن جيئن اهي هيٺان ٻيٺل ماڻهوءَ کي ڏسڻ ۾ ايندڙيون آهن. "جهڙي قسم جي ڪم جو جڙاءُ ٺهيل آهي ۽ جهڙي نموني رنگن جو ميل رکيل آهي ائين ٿو لڳي ڄڻ قبي ۾ ستارا ٽاڪيا ويا آهن" (ڪزنس) اندر ٽي گنبذ اهم آهن. هونئن ڪل 92 گنبذ آهن. آواز جو سلسلو اهڙو آهي جو ڪٿي به خطبو ڏيڻ ۾ اچي يا قرآت ڪئي وڃي ڪنهن لائوڊ اسپيڪر جي ضرورت نه آهي. آواز هر هنڌ هڪ جهڙو پهچيو وڃي.

سچ هي آهي ته مسجد تمام گهڻي خوبصورت ۽ حيرت ۾ وجهندڙ آهي. آزاديءَ کان پوءِ واري مرمت دوران مسجد جي آس پاس وارين پراڻين اڏاوتن کي مسمار ڪري ان کي ٽن پاسن (اوڀر، اتر، ڏکڻ) سان خوبصورت ڪيو ويو آهي.

**ماڳ جو نالو: جتوئيءَ جو مقبرو**

ماڳ جو دور: ڪلهوڙن جي صاحبي

ماڳ جو قسم: مقبرو

ماڳ جو هنڌ: ميان نورمحمد ڪلهوڙي جو قبرستان، ڳوٺ ۽ ديهه ميان نورمحمد تعلقو دولتپور ضلعو نواب شاهه. هن جي ڏکڻ ۾ اٽڪل هڪ ڪلو ميٽر پنڌ تي نم جو ڳوٺ، هن جي اوڀر ۾ هڪ ڪلو ميٽر پنڌ تي لنڊڪي ڪئنال وهي ٿو. مقيم ڏاهريءَ جو ڳوٺ اٽڪل 2 ڪلو ميٽر اولهه ۾ جڏهن ته مورو 16 ڪلو ميٽرن جي پنڌ تي آهي. هي ماڳ اتر ويڪرائي ڦاڪ ۾ 26°32'50" ۽ اوڀر ڊگهائي ڦاڪ ۾ 68°4'8" ڊگرين تي موجود آهي. هن جي اڏاوت ۾ پڪيون سرون، گل گارو، گچ گارو، استعمال ٿيل آهي. هي مقبرو چوڪنڊي نموني تي رٿيل آهي. ڊيگهه ۾ 20 . 6 ميٽر ويڪرو 20 . 6 ۽ اوچائي 7 ميٽر آهي. مقبري جو لنگهه اولهه ۽ اوڀر پاسي وارين پٽين ۾ خوبصورت درن وسيلي آهي، مگر اپرندي وارو لنگهه بعد ۾ بند ڪيل ٿو ڏسجي. اندران توڙي ٻاهران ڪوبه پلستر ٿيل ڪونه آهي. چوڏاري ٻيڙ_ ٻني تي ڪنگرا ٺهيل آهن. ڇئن ڪنڊن واريون برجيون ڊٺل آهن. اٺڪنڊي ڳچ تي اڌ گول وانگر گنبذ ٺهيل آهي جنهن جي مٿان ڪنول گل اونڌو ٿيل ۽ ان جي مٿان ڪلس ٺهيل آهي. گنبذ ۽ ڳچ تي چن جو پلستر ٿيل آهي. گنبذ جو نمونو آدم خان جي مقبري وانگر آهي جيڪو دهليءَ ۾ 1561ع ۾ جوڙايو ويو

More Books Visit : www.iqbalkalmati.blogspot.com



هو. اندر چوڪنڊي اڏاوت جارن وانگر محرابن سان جڙيل آهي. سرون اگهاڙيون آهن. انهن تي پلستر ٿيل ڪونہ آهي. اندر تي قبرون آهن. موجوده وقت ۾ مقبرو سٺي حالت ۾ آهي جو محڪمہ آثار قديمہ وارا ان جي سنڀال ڪن ٿا. اوپر طرف ڪجهہ مرمت جي ضرورت آهي جيڪو ٻوٽن ۽ جهاڙين سان ڍڪجي ويو آهي.

**ماڳ جو نالو: جرياڙ الف ۽ ب**

ماڳ جو قسم: اڏاوت

ماڳ جو دور: ڏاتو پاهڻي دور

ماڳ جو هنڌ: هي ماڳ ٻوٽرو دڙي سان لڳ اتر ويڪرائي ڦاڪ 25° 41' 39" ۽ اوڀر ڊگهائي ڦاڪ 67° 47' 13" ڊگرين تي واقع آهي.

هي ماڳ ديهہ ٻوٽرو تعلقو ٿاڻو بولاخان ڳوٺ مقبول برفت کان اٽڪل ڏيڍ ڪلو ميٽر جي فاصلي تي انهي روڊ تي واقع آهي، جيڪو ٿاڻي عارب خان ۽ ڪرچات کي ڳنڍي ٿو.

جرياڙ "الف" ماڳ ٻوٽرو واهي لڳ آهي. هتي پٿرن سان ٺهيل اڏاوتون (پيڙهون) ملن ٿيون.

جرياڙ "ب" ماڳ ڪجور واهي جي پر ۾ آهي ۽ هتي اٽڪل هڪ ڪلو ميٽر فاصلي تائين پٿر جي اوزار ناهڻ جا نيشان / اهڃاڻ ڪريل مال مان ظاهر آهن. ان ڪري هي ماڳ پٿر جي اوزارن ناهڻ جو ڪارخانو سمجهہ ۾ اچي ٿو.

**ماڳ جو نالو: جرياڙ (ب)**

ماڳ جو قسم: پٿر ڪمائڻ جو ڪارخانو

ماڳ جو دور: ڏاتو پاهڻي دور

ماڳ جو هنڌ: ديهہ ٻوٽرو تعلقو ٿاڻو بولاخان. اتر ويڪرائي ڦاڪ 25° 41' 39" اوڀر ڊگهائي ڦاڪ 67° 47' 41" ڊگرين تي آهي.

هي ماڳ ڪجور واهي سان لڳ آهي. هن جي ماپ 300x150 ميٽر ڪن ٿيندي. هتي پٿر ڪمائڻ جي ڪارخاني جا آثار ملن ٿا. پٿرن جا پتا ۽ ڪورون ٽڙيل پکڙيل آهن. هن ماڳ جو ذڪر اين_ جي مجمدار ڪونہ ڪيو آهي. هتي انسان پٿر کي گهڙي ان مان ڪي اوزار پنهنجي ڪتب آڻڻ لاءِ ناهيا هئا. اهڙا ماڳ هتي جام آهن. ٻيا هن قسم جا ماڳ روهڙي ۾ ملن ٿا.

**ماڳ جو نالو: جڙيل شاهہ جيلانيءَ جو مقبرو**

ماڳ جو قسم: مقبرو

ماڳ جو دور: اسلامي

ماڳ جو هنڌ: هڪ ٻيو چڪو. هي ماڳ خيرپور ناٿن شاهہ ۾ آهي.

مقبرو سيتا جي اتر ۾ هڪ پڪي روڊ سان آهي. مقبرو چورس رت جو آهي، مٿان گنبذ. ان جي مٿان ڪلسو ٺهيل آهي. اندر مختلف رنگن سان مختلف ڊزائينون نڪتل آهن. انهيءَ مقبري جي ڇتن جي انڪري بہ افاديت آهي تہ اهي مرمت ۾ ڊاٿا ڪونہ ويا آهن. روضي کي اولهہ ۾ دروازو ڏنل آهي جيڪو اڪثر ٿيندو ڪونهي.ا تر پاسي ساڄي کان ڪاٻي واريون قبرون هرهڪ سيد حاجن شاهہ، صابن شاهہ، جڙيل شاهہ، نواز علي شاهہ ۽ والي ڏني شاهہ جون آهن. ڏکڻ ۾ دري وٽ جيڪا قبر آهي سا جند وڏي شاهہ جي آهي. ڪمرو چورس آهي، پر انهن کي ڪنڊ_ جوڙون (squinches) ڏئي اٺڪندو ڪيو ويو آهي، مٿي هلي ان کي سورنهن ڪندو ڪيو ويو آهي. هر ٻيو پاسو سوراخدار ۽ گرلن سان آهي. باقي اٺ پاسا ڇتيل آهن. اندر هڪ پاسي ڪتبو لڳل آهي، جنهن تي سن 1300هجري لکيل آهي، جيڪو شايد روضي جي ٺهڻ جو سال هجي. نہ تہ بزرگ اڄا ايامي آهي. مقبري جي ٽن پاسن سان قبرون آهن باقي حصو خالي آهي. خالي حصو ميلي جي وقت ماڻهن سان ڀريل رهي ٿو. هن بزرگ جي حياتيءَ جو احوال ڪونہ ٿو ملي.

More Books Visit : www.iqbalkalmati.blogspot.com



**ماڳ جو نالو: ڄڪار جو دڙو**

ماڳ جو هنڌ: وانڻ دلاوڙ کان اوريان اتر پاسي ضلعو بدين

ماڳ جو دور: سمن جو دور

احوال: هي شهر ڄام ڄڪري سمي جو جوڙايل چون ٿا. ريڙي جي سيم ڄڪار جي اپرندي طرف آهي. هي روپا ماڙي ـ ڪرهيي پاندراي ڳوٺ جي اپرندي پاسي ٻن ميلن جي فاصلي ۾ دڙن جي صورت ۾ آهي، جيڪو لوٽجي ڦٽي ويو.

**ماڳ جو نالو: جڳ شينهن پير جو مقبرو**

ماڳ جو قسم: اڏاوت

ماڳ جو دور: اسلامي

ماڳ جو هنڌ: ديهه درمحمد، ٽپو ڪڪڙ، تعلقو خيرپورناٿن شاهه، ضلعو دادو.

هي رانڪ اٽڪل هڪ فرلانگ انڊس هائي وي جي اوڀر ۾ ۽ ٻه ڪلو ميٽر دادو طرف ڪڪڙ شهر کان روڊ تي ـ بورڊ لڳل آهي.

جڳ شينهن پير جو مقبرو/ رانڪ هڪ ڪمري تي مشتمل آهي جيڪا ٿورو عرصو اڳ ۾ جي ٺهيل ٿي لڳي. ڇت سڌي ٽيئرن ۽ گارڊرن سان ڍڪيل اٿس. عمارت چورس آهي جنهن ۾ اوڀر ۾ طرف لنگهه آهي. اندر ٽي قبرون آهن. وچين قبر سندس، اوڀر واري سندس پٽ جي ۽ ٽين قبر سندس استاد جي چون ٿا. روايتن موجب جڳ شينهن بلاولي تحريڪ جو سرگرم ڪارڪن هو. سندس اصل نالو يا ٻيا ڪوائف نٿا ملن.

**ماڳ جو نالو: جلال خان / صحبت خان جو مقبرو**

ماڳ جو قسم: مقبرو

ماڳ جو دور: ڪلهوڙن جي صاحبي

ماڳ جو هنڌ: ميان نورمحمد جو قبرستان ڳوٺ ۽ ديهه ميان نورمحمد تعلقو دولتپور ضلعو نواب شاهه. هن جي ڏکڻ ۾ اٽڪل هڪ ڪلو ميٽر پنڌ تي نم جو ڳوٺ، هن جي اوڀر ۾ هڪ ڪلو ميٽر پنڌ تي لنڊڪي ڪئنال وهي رهيو آهي. مقيم ڏاهريءَ جو ڳوٺ اٽڪل ڪلو ميٽرن تي اولهه ۾ جڏهن ته مورو شهر هتان 16 ڪلو ميٽر پري آهي. هي ماڳ اتر ويڪرائي ڦاڪ "50 '32 °26 ۽ اوڀر ڊگهائي ڦاڪ "8 '4 °68 ڊگرين تي موجود آهي. هي چوڪنڊو مقبرو 9.40x9.40 ميٽر ڊيگهه ويڪر ۽ 12 ميٽر اوچائي ۾ ٺهيل آهي. اڏاوت ۾ پڪيون سرون، گارو گل ۽ چن استعمال ٿيل آهي. مقبري جو لنگهه اپرندي طرف نوڪدار گهڻ راسي ونگ سان سينگاريل آهي. مهاڙي گهڻ ـ راسين ونگن ۽ پانيلن سان ٺاهي وئي آهي. چارئي پاسا هڪ جهڙي نموني اڏيل آهن. وڏي انڪندي ڳچ مٿان گول گنبذ ٺهيل آهي. ان جي مٿان فانوس وانگر ٿلهي ڪلس ٺهيل هئي جيڪا هينئر پري پئي آهي. گنبذ جو ٻاهريون حصو لنبيل آهي. هي گنبذ دهلي واري مقبري دادي پولي جي گنبذ سان گهڻو ملي ٿو. چوڪنڊو مقبرو اندر وڏن ونگاون پانيلن سان جن تي خوبصورت راسيون ٺهيل آهن ۽ محراب وانگر اڌ گول ڪمانن سان جارا ٺهيل آهن. اندر ٽي قبرون آهن. مقبرو سٺي حالت ۾ آهي جو محڪمه قديم آثار جي سنڀال هيٺ آهي.

**ماڳ جو نالو: جلب ديرو**

ماڳ جو قسم: رانڪون

ماڳ جو دور: اسلامي

ماڳ جو هنڌ: ديهه چاڪر ڪوٽ، ٽپو ڊرگهه بالا، تعلقو جوهي ضلعو دادو.

جلب ديرو ڪاڇي جو مشهور ڳوٺ آهي. ڳوٺ جي ڏکڻ اولهه ۾ وڏو قبرستان آهي جيڪو چئن ايڪڙن جي ايراضيءَ ۾

More Books Visit : www.iqbalkalmati.blogspot.com



ڍڪيل آهي. انهيءَ قبرستان ۾ ٻه رانڪون ٺهيل آهن. ان جي مٿان گنبذ ڏنل آهن. گنبذ اٺڪندي ڳچ (Neck) جي مٿان ٺاهيا ويا آهن. انهن ٻنهي رانڪن جي ٻيڙ ٻنن (parapet) تي برجيون ٺهيل آهن. انهن ٻنهي مان اوڀر واري رانڪ ٻاره دري نموني جي آهي ۽ اڏاوت ۾ ٻي کان وڏيري آهي. هنن مقبرن جو نمونو ساڳيو آهي جيڪو هن تر ۾ عام آهي، پر پوءِ به لچڻ اهڙا نرالا آهن جو هنن تي تحقيق ٿيڻ گهرجي. اولهه واري رانڪ کي لنگهه ڏکڻ ۾ ڏنل آهي، لنگهه، ٻاهران توڙي اندران خاص نموني جو آهي، جيڪو ڪمري نما آهي. پٽين تي ڪڻ ونگا پانيل قطارن ۾ ٺهيل آهن. ۽ اهي حاشيه (Dado) کان مٿي ڏنل آهن. ٻنهي رانڪن جي ڪنڊن تي برجيون ٺهيل آهن. برجين جي مٿان ننڍڙا گنبذڙا ٺهيل آهن.

**ماڳ جو نالو:** **جلوه گاهه امامين (مڪلي)**

ماڳ جو قسم: اڏاوت

ماڳ جو دور: 1137 هجري

ماڳ جو هنڌ: پڪو رستو ٺٽي ڏانهن ايندي، رستي تي اندر گهڙڻ کان اڳ هڪ سنهي گهٽي جيڪا دريا ڏي وڃي ٿي. ان رستي تي.

احوال: چار ديواري ۽ چبوترو يعني ٿلهو نواب سيف الله خان سال 1140 هجريءَ ۾ جوڙايو. تجر پڪي فقير جي ويهڻ لاءِ مير نصير خان سال 1248 هجريءَ ۾ جوڙائي. اوڀارين ديوار سان گڏ نواب سيف الله (ٺٽي جو گورنر) وفات 1142 هه، مدفون آهي. نواب جي قبر الڳ چوديواري اندر آهي. قبر مٿاهين ٿلهي تي آهي. ٻيون قبرون به انهيءَ احاطي ۾ آهن. عمارت جي چوديواري پوءِ ملوڪ شاهه ڍهرائي. هن اڏاوت ۾ پوءِ ٽالپرن جي دور ۾ واڌارا ٿيا. هن لاءِ ڪيترين ئي روايتون مشهور آهن. جن مان اِها روايت به مشهور آهي ته امام سڳورا هتي جلوه افروز ٿين ٿا ۽ پنهنجو مقدس ديدار ڪرائين ٿا.

**ماڳ جو نالو:** **جمالي قبو** –1

ماڳ جو قسم: مقبرو

ماڳ جو دور: ميرن جي صاحبي

ماڳ جو هنڌ: اميد علي جماليءَ جو قبرستان. ديهه اين– 87 تعلقو ۽ ضلعو نوابشاهه. هن جي اولهه ۾ 5 ڪلو ميٽرن تي نواب شاهه جو شهر. هن جي ڏکڻ ۾ اڌ ڪلو ميٽر تي غلام رسول جماليءَ جو ڳوٺ. نواب شاهه – سانگهڙ روڊ قبرستان جي ڏاکڻي ڪناري تي آهي. ٺاري جماليءَ ۽ حاجي مير خان جمالي جا ڳوٺ ڏيڍ ڪلو ميٽر پنڌ تي اتر ۽ اوڀر ۾ آهن. هي ماڳ اتر ويڪرائي ڦاڪ 26° 15' 0" ڊگريون ۽ اوڀر ڊگهائي ڦاڪ 68° 26' 35" ڊگرين تي موجود آهن. هي قبو رٿ ۾ چورس آهي. جيڪو 6.20x6.20 ميٽر ۽ اوچائي 11 ميٽر آهي. اڏاوت ۾ پڪيون سرون، گل گارو، گچ گارو استعمال ٿيل آهي. اندر هر ديوار طاقن سان سينگاريل آهي. اتر ڏکڻ اولهه پاسي محراب وانگر ونگن سان جارا ٺهيل آهن. گنبذ ڳچ (Drum) جيڪو اٺڪندو آهي ان ۾ به هوا جي گذر لاءِ جارا ٺاهيا ويا آهن. ٻاهران مقبرو رنگ روغن ٿيل آهي.ا ئين گنبذ تي جيڪو گول آهي روغن ٿيل آهي. لنگهه اوپر ۾ ڏنل اٿس ان جون ونگون راسن سان سينگاريل آهن. مهاڙي کان سواءِ باقي ٽن پاسن تي 15 پانيل جوڙيل آهن. مقبري جي ٻيڙ ٻني تي ڪنگرا ٺهيل آهن. ڇت مٿان ۽ گنبذ جي هيٺان گنبذ ڳچ اٺڪندو آهي. ان تي گول گنبذ ٺهيل آهي. گنبذ ڳچ تي پاسن کان برجيون ٺهيل آهن. گنبذ جي مٿان ڪنول جو اونڌو گل ٺهيل آهي. گنبذ جو نمونو ٻڙا گنبذ مسجد دهلي وانگر آهي. هن تي چن جو پلستر ٿيل آهي. مقبرو سني حالت ۾ ڪونه آهي. پاسن کان گچ پلستر اکڙي ويو اٿس. سر ۽ ڪلر جي ڪري سرون ڪاجي ويون آهن. هي مقبرو آرڪيالاجي کاتي وارن جي سنڀال هيٺ آهي. تڪڙي مرمت لهڻي ٿو. مقبري واري بابت ڪا به ڄاڻ نه ملي سگهي.

More Books Visit : www.iqbalkalmati.blogspot.com



**ماڳ جو نالو:** **جمالي مقبرو** _2

ماڳ جو قسم: مقبرو

ماڳ جو دور: ميرن جي صاحبي

ماڳ جو هنڌ: سخي اميد عليءَ جو قبرستان_ ديهه اين_ 87، تعلقو ۽ ضلعو نواب شاهه. هن جي اولهه ۾ 5 ڪلو ميٽرن تي نوابشاهه جو شهر، هن جي ڏکڻ ۾ اڌ ڪلو ميٽر تي غلام رسول جماليءَ جو ڳوٺ، نواب شاهه_ سانگهڙ روڊ قبرستان جي ڏکڻ کان لنگهي ٿو. ٺارو جمالي ۽ ميروخان جماليءَ جا ڳوٺ اڌ ميل فاصلي تي ڏکڻ ۽ اوڀر ۾ آهن. هي ماڳ اتر ويڪرائي ڦاڪ 0 150 26 ڊگرين ۽ اوڀر ڊگهائي ڦاڪ 35 2635 68 ڊگرين تي واقع آهي. مقبرو چورس 4.85x4.85 ميٽر ۽ اوچائي ۾ 8 ميٽرن جو آهي. هن جي اڏاوت ۾ پڪيون سرون، گل گارو گچ گارو وغيره استعمال ٿيل آهن. هن مقبري جو لنگهه اتر پاسي لڳل دروازي مان آهي. لنگهه وٽ چورس ۽ مستطيل پانيل اندر تي ٺهيل آهن. مهاڙيءَ کي ڇڏي باقي ٽن پاسن تي مستطيل ۽ چورس پانيل ٺهيل آهن. ڇت سان ڇڄهري چوڏاري ڦريل آهي. ڇت جي مٿان ۽ گنبذ جي هيٺان وڏو اٺڪنڊو گنبذ ڳچ ٺهيل آهي. گنبذ اڌ گول نموني جو آهي ان جي مٿان فانوس ٺهيل آهي. گنبذ جو نمونو هندستان ۾ ٺهيل جامع مسجد جونپور وانگر آهي جيڪا 1470ع ۾ ٺهي. سڄو مقبرو ٻاهران گچ گاري سان پلستر ٿيل هو. جيڪو سڄو لهي ويو آهي ۽ سرون ظاهر ٿي پيون آهن. اندر سڄي عمارت چورس ۽ مستطيل پانيلن سان مزين آهي. صرف ڪماندار پانيل پلستر ٿيل آهن. هن وقت مقبرو خراب حالت ۾ آهي. چوڌاري جهنگلي ٻوٽا وڪوڙي ويا اٿس. سمر ۽ ڪلر جي ڪري سرون ڳري پيون آهن. پلستر اکڙي ويو آهي. تڪڙي مرمت طلبي ٿو. مقبري جي مالڪ بابت آگاهي نه ملي سگهي آهي.

**ماڳ جو نالو:** **جمالي مقبرو** _3

ماڳ جو قسم: اڏاوت/ مقبرو

ماڳ جو دور: ميرن جي صاحبي

ماڳ جو هنڌ: سخي اميد علي جو قبرستان جيڪو ديهه اين_87 تعلقي ۽ ضلعي نوابشاهه ۾ آهي. هن جي ڏکڻ ۾ اڌ ڪلو ميٽر پنڌ تي غلام رسول جماليءَ جو ڳوٺ، نواب شاهه_ سانگهڙ روڊ هن جي ڏاکڻي ڇيڙي تي آهي. ٺارو جمالي ڳوٺ ۽ ميرو جمالي ڳوٺ هن کان اڌ ڪلو ميٽر جي پنڌ تي اتر ۽ اوڀر ۾ آهن. هي ماڳ اتر ڊگهائي ڦاڪ 0 150 26 ڊگرين ۽ اوڀر ويڪرائي ڦاڪ 35 2635 68 ڊگرين تي آهي. هن جي اڏاوت ۾ پڪيون سرون، گارو ۽ گچ استعمال ٿيل آهي. مقبرو ڊيگهه ويڪر ۾ 5 ميٽر ۽ اوچائيءَ ۾ 8 ميٽر آهي. مقبرو چورس آهي. لنگهه اوڀر ۾ اٿس. مهاڙي چورس ۽ مستطيل پانيلن سان سينگاريل آهي. ٽن پاسن کان ونگن واريون دريون ڏنل اٿس. گنبذ ڳچ جي مٿان گول گنبذ ٺهيل آهي. گنبذ ڳچ اٺڪنڊو آهي. گنبذ جو نمونو ابراهيم لوڌي جي مقبري واري گنبذ جهڙو آهي، جيڪو 1500ع ۾ ٺاهيو ويو هو. گنبذ ۽ گنبذ_ ڳچ پلستر ٿيل آهن. باقي ٻاهريون حصو پرڙو آهي. اندر، طاقن سان پانيل هر حصي کي ڏنا ويا آهن. اولهه پاسي محراب ٺهيل آهي، جنهن جو ڍڍ ٻاهرتي نڪتل آهي. گنبذ_ ڳچ کي چار دريون هوا جي گذر لاءِ ڏنيون ويون آهن. اندر به پلستر ٿيل ڪونه آهي. اندر ڪل ٽي قبرون ٺهيل آهن، جن تي ڪوبه ڪتبو يا لکت ڪانه آهي ان لاءِ چئي نٿو سگهجي ته ڪنهن جون آهن. هن وقت مقبرو خراب حالت ۾ آهي. چوڌاري جهنگلي گاهه وڪوڙي ويو اٿس. مقبرو سمر ۽ ڪلرجي ور چڙهيل آهي تڪڙي مرمت گهري ٿو.

**ماڳ جو نالو:** **جمالي مقبرو**_ 4

ماڳ جو قسم: مقبرو

ماڳ جو دور: ميرن جي صاحبي

ماڳ جو هنڌ: سخي اميد علي جو قبرستان، ديهه اين_ 87 تعلقو ۽ ضلعو نوابشاهه. هن جي اولهه ۾ پنجن

More Books Visit : www.iqbalkalmati.blogspot.com



ڪلو ميٽرن تي نواب شاھ جو شھر. ھن جي ڏکڻ ۾ اڌ ڪلو ميٽر پنڌ تي ڳوٺ غلام رسول جمالي، نوابشاھ_ سانگھڙ روڊ ھن جي ڏاکڻي چيڙي تي آھي. ٺارو جمالي ۽ ميرو جماليءَ جا ڳوٺ ھن کان اڌ اڌ ڪلو ميٽر جي پنڌ تي اتر ۽ اوڀر ۾ آھن. ھي ماڳ اتر ڏکھائي ڦاڪ 150 26 ۽ اوڀر ويڪرائي ڦاڪ 2635 68 ڊگرين تي موجود آھي. ھي مقبرو چورس ڊيگھ ويڪر ۾ 5.30x5.30 ميٽر ۽ اوچائي 50 . 4 ميٽر آھي. ھن جي اڏاوت ۾ پڪيون سرون، گل ۽ گچ گارو استعمال ٿيل آھي. لنگھ اوڀر ۾ ڪماندار جڙيل، خوبصورت دروازي سان اٿس. مھاڙي سڌن، اپن ۽ مستطيل پانيلن جي ٺھيل آھي. ٻہ مستطيل پانيل ھر پاسي ٺھيل آھن. سيئي پانيل برسات جي پاڻي سبب ڳري ويا آھن. مقبري جي اوچائي ڊيگھ ۽ ويڪر سان مشابہ ڪونہ آھي. ان لاءِ ڏسڻ ۾ عجيب لڳي ٿي. گنبذ سڌو اڏاوت جي مٿان اڏيو ويو آھي. گنبذ جي مٿان ڪنول جو ابتو گل ۽ گل جي مٿان ڪلس ٺھيل آھي. گنبذ کي ٻاھران گچ گاري سان لنبيو ويو آھي. ھن جو گنبذ لاڙڪاڻي رتي ديري واري علي ڏني ماڇيءَ جي گنبذ واري طرز جو ٺھيل آھي. ھي مقبرو ميرن ميرن جي دور جي اڏاوت آھي. ھن تي ڪوبہ ڪتبو وغيره لکيل ڪونہ آھي جو قبر واري جي نالي، وفات وغيره بابت معلوم ٿئي. مقبري جي حالت سني ڪانہ آھي. سم ڪلر جي ڪري پانيلن توڙي پلويڙن جون سرون ڳري پٽ پئجي ويون آھن. مقبرو مرمت گھري ٿو.

**ماڳ جو نالو:** **جمالي مقبرو_5**

ماڳ جو قسم: مقبرو

ماڳ جو دور: ميرن جي صاحبي

ماڳ جو ھنڌ: سخي اميد علي جو قبرستان. ديھ اين_ 87 تعلقو ۽ ضلعو نوابشاھ. ھن جي اولھ ۾ پنجن ڪلو ميٽرن تي نوابشاھ شھر. ھن جي ڏکڻ ۾ اڌ ڪلو ميٽر جي پنڌ تي ڳوٺ غلام رسول جمالي، نواب شاھ سانگھڙ رستو، ھن جي ڏاکڻي ڪناري تي آھي. ڳوٺ ٺارو جمالي ۽ ڳوٺ حاجي ميرو جمالي اڌ اڌ ڪلو ميٽر جي پنڌ تي اتر ۽ اوڀر ۾ آھن. ھي ماڳ اتر ڏکھائي ڦاڪ 50 26 ڊگرين ۽ اوڀر ويڪرائي ڦاڪ 2635 68 ڊگرين تي واقع آھي. ھن مقبري جي ڊيگھ ۽ ويڪر 6x6 ميٽر ۽ اوچائي 8 ميٽر آھي. ھن جي اڏاوت ۾ پڪيون سرون، گل، گچ گارو وغيره استعمال ٿيل آھي. مقبرو چورس آھي. مقبري جو لنگھ اوڀر پاسي ونگائين در سان آھي. دروازي وٽ طاقن وارو وڏو پانيل جڙيل آھي جنھن کي ھوا جي گذر لاءِ ونگن سان دري ڏنل آھي. مھاڙي ڪيترين ئي طاقن وارن پانيلن سان آھي، جيڪي چورس ۽ مستطيل آھن. سينگاريل آھي. اتر ۽ ڏکڻ ۾ دريون ٺھيل آھن. ان کي ٺوس سڌو ٻيڙ ٻنو ڏنل آھي، جنھن تي چوڪنڊو گنبذ ڳچ (Drum) ٺھيل آھي. ان کي چار روشندان ڏنل آھن، جيڪي ھوا جي گذر لاءِ آھن. گنبذ ان جي مٿان ٺھيل ھو جيڪو وقت گذرڻ سان ڪري پيو آھي. مقبرو گنبذ_ ڳچ تائين چن سان لنبيل آھي. اندر پيتيون پانيلن سان جُڙيل آھن. گنبذ_ ڳچ کي ٻارنھن جارا ڏنل آھن. اندر بہ چن جو پلستر ٿيل ھو جيڪو گھٽو اکڙي ويو آھي. فرش تي ڪريل ملبو ايترو گھٽو آھي جو فرش جي خبر ڪانہ ٿي پوي تہ ڪھڙي قسم جو آھي. مقبرو تمام خراب حالت ۾ آھي. سرون ظاھر ٿي پيون اٿس. گنبذ ڪري پيو آھي. مٿاڇري کان ٻن ميٽرن تائين سم ۽ ڪلر جي اثر ڪري سرون ڳري ويون آھن. جلد مرمت نہ ٿي تہ ڪري پوندو.

**ماڳ جو نالو:** **جمالي مقبرو_ 6**

ماڳ جو قسم: مقبرو

ماڳ جو دور: ميرن جي صاحبي

ماڳ جو ھنڌ: سخي اميد علي جو قبرستان. ديھ اين_87 تعلقو ۽ ضلعو نواب شاھ. نوابشاھ شھر ھتان کان اولھ طرف پنجن ڪلو ميٽرن تي آھي. ھن جي ڏکڻ ۾ غلام رسول جماليءَ جو ڳوٺ، نواب شاھ_ سانگھڙ روڊ ھن جي ڏاکڻي چيڙي تي آھي، جڏھن تہ ٺارو جمالي ۽ حاجي ميرو جمالي جا ڳوٺ اڌ ڪلو ميٽر پنڌ تي اتر ۽ اوڀر ۾ آھن. ھي ماڳ اتر ڏکھائي

More Books Visit : www.iqbalkalmati.blogspot.com



قاڪ 26° 15' 0" ڊگرين ۽ اوڀر ويڪرائي ڦاڪ 68° 26' 35" ڊگرين تي آهي. مقبري جي ڊيگهه ويڪر 4x4 ميٽر ۽ اوچائي ست ميٽر آهي. هن جي اڏاوت ۾ پڪيون سرون (26x18x15cm) گل ۽ گچ گارو استعمال ٿيل آهي. مقبري کي لنگهه اوپر ۾ هڪ سينگاريل ونگائين در سان آهي. هر پاسي کي ٻه عدد طاقي پانيل ڏنل آهن. سواءِ مهاڙي جي باقي پاسن کي وچ تي دري ڏنل آهي. ڇت جي چوڏاري ڇڇهري ڏنل، ان تي برجين جا نشان آهن جيڪي هر ڪنڊ تي نهيل هيون. مقبري جي اٺ ڪنڊي گنبذ ڳچ تي اڌ گولائون گنبذ اڏيل آهي.ا ندر ڪابه قبر نظر نه ٿي اچي جو ڪريل ملبو گهٽو آهي. ڪوبه ڪتبو يا لکت ڪانه ٿي ملي جو خبر پوي ته هي ڪنهن جو مقبرو آهي. هن وقت مقبرو خراب حالت ۾ آهي. گنبذ ڪري چڪو آهي. لنگهه جي چيڙن واريون ونگون ۽ دريون ٽٽي پيون آهن. سم ۽ ڪلر جي اثر ڪري سرون ڳري ويون آهن. جهنگلي گاهه وڪوڙي ويو آهي. هن مقبري جي سنڌ حڪومت کي مرمت ڪرائڻ گهرجي.

**ماڳ جو نالو:** **جمن جتي جي مزار**

ماڳ جو قسم: مقبرو

ماڳ جو دور:؟

ماڳ جو هنڌ: تعلقو سيوهڻ، ضلعو ڄامشورو. سيوهڻ شهر.

جمن جتي جو مقبرو، قلندر لعل جي مقبري جي اتر ۽ اوڀر ۾ بند سان لڳ آهي. پرسان اڙل واهه آهي. روايت آهي ته هي بزرگ قلندر جي دور جو آهي. سندس ٻه پائر ابراهيم شاهه ۽ متارو شاهه اڙل وٽ مسافر خاني جي پر ۾ پوريل آهن. مسافرخانو هن وقت ڪچين سرن جو نهيل موجود آهي. پر ٻنهي پائرن جا مقبرا ڪونه آهن. جمن جتي ستي جو مقبرو هڪ ٿلهي تي نهيل آهي، ٻوڏن سبب مقبرو ڪيترائي پيرا ڊهيو ۽ نهيو آهي. هاڻي به مقبرو ڪريل آهي. مهاڙي پانيلن سان سينگاريل هئي. وچون پانيل جيڪو سيني ڪان وڏو هو اتي دروازو لڳل آهي. وچين ٻانهين جي پاسي تي چار پانيل نهيل هئا جيڪي حاشيه (Dado) ڪان مٿي هئا، هي پانيل چئني پاسن تي ناهيا ويا هئا. پلويڙن جي هيٺان خوبصورت ڪنگرا نهيل آهن. ونگون سپ قرني (cusped) آهن. سيد جمن شاهه جتي ستي بخاري ساداتن مان چيو وڃي ٿو. قلندر ڪان اڳ عراق مان هتي آيو هو. قلندر شهباز جي اچڻ ڪانپوءِ سندس مريد ٿيو بعد ۾ هن بزرگ قلندري طريقو اختيار ڪيو. ڪوبه ڪتبو وغيره لڳل ڪونه آهي. مقبرو تباه حال آهي ڇڻ رڳو نيشان بچيا آهن.

**ماڳ جو نالو:** **جنان پير جو مقبرو**

ماڳ جو قسم: مقبرو

ماڳ جو دور: ڪلهوڙن جي صاحبي

ماڳ جو هنڌ: پير جنان قبرستان_ ديهه اين اي_ 87 تعلقو ۽ ضلعو نوابشاهه. اٽڪل ڏيڍ ڪلو ميٽر اوپر ۾ اسلم بروهيءَ جو ڳوٺ، 500 ميٽر اتر ۾ پناٽن جو ڳوٺ، 200 ميٽر اولهه ۾ چاندين جو ڳوٺ. هن جي ڏکڻ ۾ ٻن ڪلو ميٽرن جي پنڌ تي ڄام صاحب نوابشاهه روڊ ۽ نواب شاهه جو شهر. هن ڪان 8 ڪلو ميٽر اتر_ اولهه تي آهي. هي ماڳ اتر ڊگهائي ڦاڪ 26° 15' 42" ڊگرين ۽ اوپر ويڪرائي ڦاڪ 68° 28' 0" ڊگرين تي آهي. هن مقبري جي ڊيگهه ويڪر 20 . 4 ميٽر ۽ اوچائي 50 . 7 ميٽر آهي. هن جي اڏاوت ۾ پڪيون سرون (24x18x4 cm) گارو گل ۽ گچ گارو استعمال ٿيل آهن. هي چورس مقبرو آهي. مقبرو زبون حال ۾ آهي. مهاڙي اوپر ۾ اٿس. مهاڙي وٽ لنگهه لاءِ دروازي جي مٿان وڏو پانيل نهيل آهي. ٻيڙ ٻني تي برجين جا نشان آهن. اڌ گول نموني جو گنبذ نهيل آهي جيڪو اٺڪندي گنبذ_ ڳچ جي مٿان نهيل آهي. گنبذ جي مٿان ڪوٽيءَ جوا بتو گل ۽ ان جي مٿان ڪلس ڏنل آهي. اهو گنبذ لوڌي گنبذ جي نموني نهيل آهي. صرف گنبذ_ ڳچ ۽ گنبذ پلستر ٿيل آهي جيڪو به اڪڙي چڪو آهي. باقي اڏاوت تي ٻاهران لنب ٿيل ڪونه آهي. شايد اڳهاڙين سرن رکڻ جو رواج پيو هجي. اندر، طاقن وارا پانيل نهيل

More Books Visit : www.iqbalkalmati.blogspot.com



آهن. اندر به پلستر ٿيل ڪونه آهي. صرف هڪ قبر اندر آهي. هي مقبرو سني حالت ۾ ڪونه آهي. سم ڪلر جي ڪري سرون ڳرڻ لڳيون آهن. مهاڙي وٽان ٻيڙ ٻنو ۽ برجيون ڊهي پيون آهن. هي مقبرو تڪڙي مرمت طلبي ٿو.

**ماڳ جو نالو: جن لوهي**

ماڳ جو قسم: ماڳ

ماڳ جو دور: قبل از تاريخ

ماڳ جو هنڌ: ديهه ٽڪو بارڻ، تعلقو ٽاڻو بولاخان، ضلعو ڄامشورو.

هي ماڳ جن واهي چشمي تي جيڪو ڪيرٿر جي پاڙ ۾ آهي، اتي آهي. چشمو ڏاڍو لڪل آهي ۽ پاڻي بيٺل آهي. چشمي جي مٿان ۽ اڳيان هڪ مخروطي ٽڪري آهي، جنهن تي قديم زماني جي جاين تي رهت ۽ ٺڪرائو نظر ايندو. هي ٽڪري چشمي جي ڪپ تي اهڙيءَ ريت ڏسبي، جڻ ته پاڻي، پاڻيءَ جي پرگهور لاءِ ڪا ”چيڪ پوسٽ“ يا واچ ٽاور ٺهيل آهن. ٺڪرائو مليو آهي. تحقيق هلي رهي آهي.

**ماڳ جو نالو: جنگو جمالي جو قبو**

ماڳ جو دور: ڪلهوڙا دور

ماڳ جو قسم: قبر

ماڳ جو هنڌ: ٽنڊي رحيم خان کان 3 _ 4 ڪلو ميٽر اتر ۾ هليلي جو قبرستان.

جنگو جمالي پنهنجي دور جو دلير مڙس هو. هن جون بلي سان جنگيون مشهور آهن. جيڪي روايتن ۾ آيل آهن. سندس مقبرو گچ ۽ گل ڳاري سان ٺهيل آهي. مقبري جي اڏاوت اعليٰ نموني جي آهي. اهڙا ٻيا قبا الهياراڻي قبرستان ۽ ميان نصيرمحمد جي قبرستان ۾ آهن. جنگو جمالي ميان نصير محمد ڪلهوڙي جي طرفان ٽنڊي رحيم واري لڪ جو نگهدار هيو.

**ماڳ جو نالو: جنگواڻي جمالين جا قبا**

ماڳ جو قسم: قبرستان

ماڳ جو دور: اسلامي

ماڳ جو هنڌ: ديهه ڪنڌاڻي، ٽپو ٽنڊو رحيم، تعلقو جوهي ضلعو دادو.

هي قبرستان 16 ايڪڙن ۾ ڦهليل آهي. ڪيترن ئي قسمن جون رانڪون قبرستان ۾ ٺهيل آهن. هي قبرستان نئين هليلي جي ڪنڌي تي آهي. مقبرن ۾ اندر آبي ڇت گهٽو ملي ٿو. اهو ڇٽ اندر پٽين تي ڪيترن ئي نمونن جو آهي. هتي رانڪن جا به ميڙ آهن. جيڪي هڪ ٻئي ڪي ويجهو آهن. ڪجهه مقبرا اڻپورا آهن جو لٽل ڪونه آهن. اڏاوتن جو اهوئي نمونو آهي جيڪو ڪاڇي ۾ ڪيترن مقبرن تي لکي آيا آهيون. ويجهو ئي جنگو جماليءَ جو قبرستان آهي، اِهو به شايد ديهه ڪنڌاڻي ٽپو ٽنڊو رحيم ۾ آهي. هن قبرستان کان وڏيڪ اوچائيءَ تي ۽ ٿورو اولهه پاسي گهڙيل پٿرن مان ٺهيل هڪ ڇٽي آهي، جنهن جي (Trabeated) سرڪيل ڇت ائن پٿر جي پيل پاون تي اڏيل آهي. سڄي ڪاڇي (ضلعي دادوءَ) ۾ شايد هي واحد ڇٽي آهي جا اڄ به سالم آهي. چون ٿا ته هن ڇٽيءَ هيٺان اسماعيل فقير مدفون آهي. فقير بابت وڌيڪ ڄاڻ نه ٿي ملي.

**ڊاڪٽر جوناٿن مارڪ ڪناير (شخصيت)**

ڊاڪٽر جوناٿن ڪناير، سنڌو تهذيب تي دسترس رکندڙ عالمن مان هڪ آهي. پاڻ يونيورسٽي آف وسڪونسن ميڊيسان ۾ انٿروپالاجيءَ جي پروفيسر طور ڪم ڪري رهيو آهي. (2006 AD). پاڻ هڙاپا آرڪيالاجيڪل ريسرچ پروجيڪٽ (HARP) ۾ گذريل ٽيهن سالن کان سنڌو تهذيب ۽ هڙاپا تي تحقيقي ڪم ڪري رهيو آهي. هن وقت به هو (HARP) اداري جو ڪو_ ڊائريڪٽر آهي. پاڻ هندوستان ۾ ڄائو نپنو. هن برڪلي يونيورسٽيءَ مان بي_ اي، ايم _ اي، ۽ پي_ ايچ ڊي (1983) ۾

More Books Visit : www.iqbalkalmati.blogspot.com



ڪئي. پاڻ مشهور آرڪيالاجسٽ ۽ عالم جارج ايف ڊيلس جو شاگرد آهي. جنهن سان گڏ هن موهن جي دڙي ۽ هڙاپا تي کوٽايون ڪيون ۽ ڪتاب Excavation at Mohen jo_Daro جو جارج ايف ڊيلس سان گڏ ساٿي ليکڪ هو. هن هندوستان ۽ پاڪستان ۾ تقريباً 25 سالن تائين کوٽايون ڪيون آهن. موصوف ڏکڻ ايشيا جون ڪيترين زبانون لکي، پڙهي ۽ ڳالهائي ڄاڻي. سندس تحقيق جو شعبو "هنر ۽ ڪاريگريون" رهيو آهي. هن هندوستان ۽ پاڪستان جي ڪيترن ڪاريگرن سان پراڻي نڪر ۽ زيورن کي ٺاهڻ جو ڪم گڏجي ڪيو آهي ته جيئن پراڻي سنڌوءَ جو هنر ڀيهر جياري سگهجي. هن ڪيترائي ڪتاب ۽ تحقيقي مقالہ لکيا آهن. سندس مشهور ڪتاب سنڌو تهذيب جا پراڻا شهر Ancient Cities of Indus Civilization جيڪو 1998ع ۾ آمريڪن انسٽيٽيوٽ آف پاڪستان اسٽڊيز جي زيراهتمام ڇپيو. سندس ڪيترائي مقالا ڇپيل آهن. ڪتابن جو وچور هيٺ ڏجي ٿو.

جوناٿن مارڪ ڪناير جا ڇپيل ڪتابن ۽ مضمونن جو وچور:

1_ Sarang and Jeevai: A coloring book story of Ancient Indus valley. Oxford University Press, Karachi 1998.

2_ AncientCities of the Indus valley Civilization, Oxford University Press and American Institute of Pakistan studies, Karachi 1986.

3_ Excavation at Mohen jo Daro, Pakistan, The Pottery by G. F Dales and J. M Kenoyer uni. Museum Monograph 53 Philadelphia.

4_ From Summer to Meluhha: by George F. Dales, Jr Wisconsin Archeaology Reports.

**ماڳ جو نالو: جوهيءَ وارو ٿل**

ماڳ جو قسم: ٿل/ اڏاوت/ مينار

ماڳ جو دور: ٻڌي دور

ماڳ جو هنڌ: ڀان جوهي روڊ سان_ اوڀر ۾ جوهيءَ واري تلاءَ جي ڪپ تي.

هي ٿل به شايد ٻڌن جو وهارو هو: جيڪو اٽڪل چاليهہ_ پنجاهہ فوٽ زميني سطح کان اوچو هو. گول مينار وانگر اٽڪل 10 فوٽن جو قطر رکي ٿو. سڄو ڇيڪي مٽيءَ جو ٺهيل هو. پر هن ٿل کي ڊاهي اوتارو ٺاهيو ويو آهي. ڪي نشان باقي آهن.

**ماڳ جو نالو: جين مندر ننگرپارڪر**

ماڳ جو قسم: جيني مندر

ماڳ جو دور: جين ڌرم

ماڳ جو هنڌ: ننگرپارڪر شهر ۾.

هي مندر ننگرپارڪر جي ڏاڪٽي ڪنڊ تي، چندر جي ڳوٺ ۾. هي مندر جين ڌرم وارن جو آهي. هي پٿر جو اڏيل آهي. هن کي اڳيان پيش دان (Porch)، مک هال يا مندپ، گڏجاڻي هال ۽ مکيہ دروازو آهي: دروازو حاطي جي اولاهين پيٽ ۾ لڳل آهي. دروازو 30.10 فوٽ ويڪرو 5.9 فوٽ اوچو آهي. باهرين پيٽ مندر کي چوڌاري پيٽ ڏنل آهي جيڪا 35.10 ويڪري 9.6 اوچي آهي. مندر جي عمارت هڪ 4.9 فوٽ دڙي تي ٺهيل آهي. پيشدان ڏي پهچڻ لاءِ 8 ڏاڪا ٺهيل آهن. اِهي ڏاڪا اڍائي فوٽ اوچا ۽ 6 فوٽ ويڪرا آهن. پيش دان ۾ هاٿي ۽ عورت جا مجسما رکيل آهن. لنگهہ وارو دروازو چورس 7 فوٽن جو آهي. در تي 9.3x3x3.10 فوٽن جون اوچيون ونگون ٺهيل آهن. ماربل جا ٺهيل ڪالم (column) دروازي مٿان ٺهيل ڪانس کي ٽيڪ ڏين ٿا. انهيءَ ڪانس (cornice) جي مٿان پکين، ڪبوترن ۽ نانگن وغيره جون تصويرون اُڪريل آهن. پيش دان (Porch) 5.6 فوٽ اتر_ ڏکڻ ۽ 19.7 فوٽ اوڀر — اولهہ ۽ اوچائيءَ ۾ 24 فوٽ، ڇئن پيل پاون سان آهي. هڪ دروازو جيڪو مندپ ڏانهن وڃي ٿو، سو چورس 11.4x11.4 فوٽن جو آهي. ٻيو دروازو ساڍا پنج فوٽ ويڪرو ۽ 8 فوٽ 8 انچ اوچو ڏنل اٿس. مندپ سڄو گنبذ سان ڍڪيل آهي. مندپ کان گنبذ تائين ماپ 13.8 فوٽ ٿيندي. جڏهن ته گنبذ جو گهيرو 39 فوٽ آهي. مندپ کي ٽن پاسن کان دروازا ٺهيل آهن.

More Books Visit : www.iqbalkalmati.blogspot.com



ٽئي دروازا 2.27x5.4 فوٽن جا هڪ جيترا آهن. منڊپ، پيش دان جي پويان آهي. هي مندر پنهنجي مذهبي وٿن سان خوبصورت نموني سينگاريل آهي. مختلف رنگن جون پرڇايون (shades) تروارا ۽ جهرمر ڏاڍا سهڻا لڳن ٿا. آبي چٽ (Fresco) جو سينگار ٿيل آهي. آلي چٽ ۾ استعمال ٿيل رنگ نيرو، سائو، گلابي، ڪارو ۽ سونهري خاص آهن. ڪجهه عورتن جون تصويرون بہ چٽيل آهن، جن مان هڪ تصوير اگهاڙي عورت جي آهي. پکين جي تصويرن مان طوطو ۽ مور، جانورن ۾ پولڙو، هاٿي، هرڻي، ۽ ڪوئو اهم آهن. مختلف ناچن جا نمونا، بنسري وڄائيندڙ موسيقار ۽ ٻيون ڊزائينون، ڦول پٽيون نڪتل آهن. ڏاڪڻين پٽ جي سطح تي ٻن سٽن ۾ سنسڪرت يا هنديءَ ۾ لکت موجود آهي. منڊپ جي اترين پٽ جي سطح تي پڻ ساڳي صورتخطيءَ ۾ ڪا عبارت لکيل پڻ آهي. منڊپ واري ڪمري جو فرش اڇي ماربل جو آهي، ان جي چوڌاري ٿلهي ڪاري رنگ جي ماربل جو ساڍا ٽي فوٽ باردر نڪتل آهي. منڊپ سڄو گنبذ سان ڍڪيل آهي. ان جي اولهہ ۽ ڏکڻ ۾ بہ ننڍيون ڇٽيون (canopies)، جيڪي قطر ۾ 12 فوٽ ۽ اوچائيءَ ۾ 3.3 فوٽ، ٺهيل آهن، بہ منارا (spire) جيڪي ڇت جي مٿاڇري کان 7.9 فوٽ اوچا آهن ۽ بنياد وٽ 2 فوٽ، ٺهيل آهن. ڪمري جي سامهون هاٿيءَ جو مجسمو اتر طرف، شينهن ڏکڻ طرف ۽ قطار ۾ ٻيا مختلف جانورن جا مجسما بہ رکيل هئا. اهي مجسما وڏي وٽ هئا، جيڪي هيٺان کان مٿي تائين ڇانئيل هئا، پر اهي خاص وٿون 1971ع جي پاڪ_ هند جنگ ۾ ڊاٺا ويا/ ڊهي پيا. انهيءَ ڪمري جي هر ڪنڊ تي جارو (Niche) ٺهيل آهي، جيڪي دروازن جي پير ۾ آهن. اهي جارا 3 فوٽ ويڪرا ۽ 1.8 فوٽ اوچا ۽ ساڍا يارهن فوٽ اونها (Deep) آهن. منڊپ جي پويان، آخر ۾ گرڀاگرها (garbaha girah) ٺهيل آهي. جنهن جو دروازو 3.10 فوٽ ويڪرو ۽ 5.1 اوچو آهي. گرڀاگرها چورس نموني ٺهيل آهي. جيڪو 7.2x7.2 فوٽ آهي ۽ اوچائي 10.4 فوٽ اٿس. پٽ تي بہ ونگن وارا جارا جيڪي 2.8 فوٽ ويڪرا 2.10/2 فوٽ اوچا ۽ 1.8/2 فوٽ اونها ٺهيل آهن. اتي ٽي بہ عدد وڏيل دريون (Oriel window) ٺهيل آهن، پر ۾ پهريدارن جي جاءِ آهي ۽ مٿي تي مجسما ۽ جانورن جي بت تراشي ٿيل آهي. اتي ئي ويهڻ لاءِ بينچ ٺهيل آهي، بينچ جي هيٺان هڪ جارو (Niche) جيڪو 1.4 فوٽ ويڪرو ۽ 1.7 فوٽ اوچو ۽ 1.4 فوٽ اندر تي (deep) آهي. هڪ ٻيو جارو ڏيئن ٻارڻ لاءِ بہ ٺهيل آهي. گرڀا گرها جي دروازي جي سردر جي مٿان وچ تي، هرڻي جي تصوير اڪريل آهي، اتي هڪ پاسي گهوڙيسوار، پيادا، تلوار ۽ ڍال سان، ۽ ٻئي طرف پيمر تي هڪ عورت ۽ هاٿي اڪريل آهن. انهي گرڀا گرها جي مٿان هڪ ننڍي ۽ اونداهي ڪوٺي آهي ان جي ٻاهرين پاسي صليبي نشان نڪتل آهي. گرڀا گرها جي ٻنهي پاسي جلوسي/ سرگسي رستو ڇت سان 3.4 فوٽ ويڪرو ۽ ڊيگهہ ۾ 19.2 فوٽ اتر_ ڏکڻ ۾ 16.6 فوٽ اوڀر_ اولهہ آهي. اها گيلري آهي. انهيءَ گيلريءَ جي پويان هر ڪنڊ تي دري ٺهيل آهي. هر دري فرش کان 1.3 فوٽ مٿي آهي.گيلريءَ جو پويون حصو هڪ سوراخ رستي کلي ٿو. گيلري جي ٻاهران پٽ تي جارا ٺهيل آهن، جيڪي 1.6 فوٽ ويڪرا، 1.4 فوٽ ڊگها آهن. گيلري وارو لنگهہ ويڪر ۾ 2.7 فوٽ ڊيگهہ ۾ 16.6 فوٽ ۽ وچ واري اوچائي 11.11 فوٽ ماپي وئي. گيلريءَ جي ٻنهي پاسي مُنهن وٽ ونگون (Arch) ڏنل آهن جيڪي 2.2 ويڪريون، 5.2 فوٽ اوچيون آهن. گيلري جو لنگهہ اتر_ اوڀر 3.4 فوٽ ويڪرو 19.2 فوٽ وڏو آهي. ماربل جا پٽ پِرا (pilaster) ڇن جي گاري سان لتل آهن. سپ ڇٽ، ۽ نقش، ۽ بت تراشيءَ جا نمونا گرڀا گرها جي لنگهہ جي پوئين حصي تي ٺهيل آهن. اتي بت پرن Pilaster جي بنياد وٽ مڙدن (Men) جا بت تراشيل آهن. منڊپ ۽ گرڀا گرها جي سردر مٿان شينهن جو مجسمو اڪريل آهي. مندر جي اتر طرف، مندر ۽ هال گڏجاڻي جي وچ ۾ 2.9 فوٽن جي وٿي (space) ڇڏيل آهي. گڏجاڻي هال 41.2 فوٽ ڊگهو 21.7/2 فوٽ ويڪرو آهي. اڄڪلهہ اِهو هال مقامي ماڻهن بگاڙي ڇڏيو آهي. ان تي ٿيل ڪاٺ جو ڪم اڄ بہ ڏسڻ جهڙو آهي. اِن هال جي اڳيان پيل پاون سان ٿلهو ٺهيل آهي. جنهن تي پڻ مختلف جانورن اڪريل آهن. هي ٽر ۾ مڪمل مندر آهي، جنهن ۾ مندر جا سپ لڇڻ موجود آهن. چوڌاري حاطو 9.6 فوٽ اوچو ۽ 2.8 ويڪرو ڏنل اٿس. پاڙيءَ جو تلاءُ سامهون ٺهيل آهي. مندر جي عمارت جي ٻيڙ_ ٻني (parapat) جي مٿان 23 برجيون اوڀر ۾ ۽ 26 برجيون ڏکڻ ۾ ڏنل آهن. هي تمام گهڻي خوبصورت مذهبي عمارت آهي.

More Books Visit : www.iqbalkalmati.blogspot.com



**ماڳ جو نالو: جيوڻ شاھہ جو مقام**

ماڳ جو قسم: قبرستان

ماڳ جو دور: ڪلهوڙا دور

ماڳ جو هنڌ: ڳوٺ خانواهڻ جي اتر اوڀر ضلعو لاڙڪاڻو

هي مقام وڏي ايراضيءَ ۾ پکڙيل آهي. هتي ڪجھہ مقبرا ۽ مزارون بہ ٺهيل آهن. اڏاوت شاندار آهي. هتي ٻلهڙو مقبرو، ميرڻ شاھہ جو مقبرو، ڏامراهو مقبرو جڙيل آهن. ميرڻ شاھہ دين محمد ڪلهوڙي جو خاص ماڻهو چيو وڃي ٿو.

**ماڳ جو نالو: ڄام تماچيءَ جي ماڙي / انڌن جي ماڙي**

ماڳ جو قسم: اڏاوت

ماڳ جو دور: سمن جو دور

ماڳ جو هنڌ: ڪينجهر ڪناري ضلعو ٺٽو

هن ماڳ کي انڌن جي ماڙي بہ سڏيو وڃي ٿو. ڄام تماچي ڪينجهر ڪناري ڪيترين ئي جايون ٺهرايون هيون. جن جو هاڻي نالو نشان ڪونہ آهي. ڄام تماچي ثاني (791 هجري، 795 هجريءَ) تائين سنڌ جو حڪمران رهيو. ڪنيجهر جي نوري نالي عورت سان محبت ٿيس، ان سان شادي ڪيائين. شاھہ لطيف ۽ ٻين ڪلاسيڪل شاعرن نوري ڄام تماچيءَ کي گهڻو ڳاتو آهي. ڄام تماچي، شيخ حماد جماليءَ جو عقيدتمند هو. هيءَ اڏاوت/ عمارت ڪينجهر ڍنڍ جي ڏکڻ اوڀر ۾ اندس هاءِ وي جي اپرندي ڪناري هڪ ٽڪريءَ تي موجود آهي. هيءَ هڪ پٿرائين ڪمري تي مشتمل جاءِ آهي، جنهن کي ڪن ليکڪن ڄام تماچيءَ جو محل ڪري لکيو آهي. عمارت هڪ ٽڪريءَ تي ٺهيل آهي جنهن کي اوڀر ۾ دروازو ڏنل آهي ۽ پٺ ڪينجهر ڍنڍ طرف اٿس. هن وقت بہ عمارت جي آڏو (اوڀر ۾) ۽ اوڀر_ اتر ۾ بہ ڪجھہ قبرون، ۽ ڪن چٽين جا نشان ملن ٿا، جيڪي بعد جا بہ ٿي سگهن ٿا. ڪن ماڻهن جو خيال آهي تہ عمارت، اصل ۾ مقبرو آهي، جنهن ۾ ڪا قبر بہ هئي جيڪا ڊهي وئي. حالانڪہ اها قبر ڊهڻ نہ ڪپندي هئي جو ماڻهو قبر جو تمام گهڻو احترام ڪن ٿا، انهن قبرن کي زيارتگاھہ جو درجو ڏين ٿا.

هيءَ پٿر جي گهڙيل چورس عمارت آهي جنهن جو منهن اوڀر طرف آهي. ماپ ۾ 28x28 فوٽ، دروازو 4.6 ويڪرو، 7.6 اوچو اٿس. اندران بہ ڪمرو چورس آهي ۽ 20.4x20.4 فوٽ ماپ رکي ٿو. اندران بلڪل خالي آهي. فرش ڪان ڇت 9 فوٽ ڪن اوچي آهي. پاوا 8 فوٽ اوچا آهن. بظاهر مٿان ڪنهن گنبذ جا نشان ڪونہ آهن. دروازي وٽ ٺهيل چانٺ وٽ پنجن ڏاڪن جا نشان ٻڌائين ٿا تہ اِتي ٻيو بہ ڪو دروازو لڳل هو. پٿيون سوا ٽي فوٽ ڪان پوڻا چار فوٽ ويڪريون آهن. اوڀر ۽ اولھہ وارين پٿين ۾ درين جا نشان آهن انهن تي شايد ڪنهن وقت جاريون لڳل هيون. مڪليءَ تي نظام الدين جي مقبري جي اتر ۾ هڪ ڇتي آهي. چون ٿا تہ اتي نوري ۽ ڄام تماچي دفن ٿيل آهن. اهڙو ذڪر ڊاڪٽر داني ۽ حسام الدين راشدي صاحب ڪيو آهي.

**ماڳ جو نالو: ڄام تغلق شاھہ جي ڇتي (ڄام جوڻو 2)**

ماڳ جو قسم: ڇتي / مقبرو

ماڳ جو دور: سما دور

ماڳ جو هنڌ: مڪلي

احوال: هيءُ ماڳ بہ ڇھہ ڪنڊي ڇتي آهي. هرهڪ ڪنڊ تي هڪ پيل پائو ڏنل آهي. ڇهن پيل پاون جي مٿان پٿرائين گول ڇتي ٺهيل آهي. پيل پاون تي ٿيل اڪر گجراتي نموني جي آهي؛ جيڪو سنڌ ۾ اسلامي دور ڪان اڳ ڪمايو پئي ويو. پيل پاون جي چوٽيءَ تي پلويڙا يا ٿلها ٺهيل آهن جيڪي چوڪور آهن جن تي گنبذ اڏيو ويو آهي. جنهن جي مٿان ڪلنگي ٺهيل آهي. زمين جي سطح ڪان 3 فوٽ ڪن تائين پيل پاوا چوڪور آهن جن تي ڪابہ اڪر ڪانهي پوءِ مٿي اڪر جو

More Books Visit : www.iqbalkalmati.blogspot.com



سهڻو ۽ نفيس ڪم شروع ٿيل آهي. هي ماڳ چڱي حالت ۾ موجود آهي.

ڄام تغلق شاهه، صدرالدين ڄام سڪندر جو ٻيو نمبر پٽ هو جيڪو 831 هه ۾ ڄائو ۽ 858هجري، 1451ع ۾ وفات ڪيائين. تاريخ ۾ هي ڄام جوڻو 2 جي نالي سان مشهور آهي.

**ماڳ جو نالو: ڄام تماچي ۽ نوري جي مزار**

ماڳ جو قسم: اسلامي دور جي اڏاوت

ماڳ جو دور: سما دور

ماڳ جو هنڌ: مير علي شير قانع جي لکڻ موجب سندن قبر ڄام نظام الدين جي اتر واري انڪندي ٽڪريءَ ۾ آهي.

احوال: علي شير قانع جي لکڻ موجب، سمي سردار ڄام تماچي ۽ سندس محبوب راڻي نوريءَ جون قبرون ڄام نظام الدين سمي جي اتر ۾ هڪ انڪندي ٽڪريءَ ۾ آهن. ڄام تماچي، حماد جماليءَ جو معتقد هو. ۽ اها اڻ ٿيڻي ڳالهه به ڪانه آهي جو هڪ مريد ڪي مرشد جي پيراندي ڪان نه پوريو وڃي. (پير حسام الدين راشدي صاحب به مڪلي نامي ۾ ائين لکيو آهي) پر نوريءَ جي باري ۾ ڪي شڪ شبها ٿي سگهن ٿا. جو سندس قبر وچ ڪينجهر ۾ عام و خاص لاءِ زيارت گاهه آهي. ڄام تماچيءَ واري ٽڪري اڄ به تما سنيءَ حالت ۾ آهي. خاص طور ڇڄا، پلوپڙا، ڪنگرڙا وغيره. انهن تي ڪم به تمام نفيس ٿيل آهي. ڪلسو به ٽڪريءَ جي مٿان ثابت بيٺو آهي. ٽڪريءَ ۾ اندر ٽي قبرون آهن. الهندي پاسي واري قبر سني سينگاريل آهي، ان جي بني ڇئن طبقن ۾ آهي. صفا هيٺيون طبق سادو ۽ مستطيل نموني جو آهي. ٻي قبر تاج سان آهي. پاسن ۾ هيٺيان ڪان مٿي ٽائين ڪنگرڙن جي قطار ۽ ميخي داٻ وارا (Nail depression) نشان اٿس. ٽين قبر تي ڪنگرڙا آهن. پاسن ڪان اڪر جو ڪم سنو ٿيل اٿس، اڪر جي ڪم ۾ وڻ ٻوٽا ۽ ونگن جا چٽ چٽيل آهن. ٽئي قبرون پٿر جون آهن. ٽين قبر ڄام تماچيءَ جي چئي وڃي ٿي، جو ان تي گلاب جون پتيون ۽ سورج مکيءَ جا گل اڪريل آهن.

**ماڳ جو نالو: ڄام ڏاتار جو روضو**

ماڳ جو قسم: مقبرو

ماڳ جو دور: سجاده نشين جي چوڻ موجب روضو 812 هجريءَ ۾ ٺهيو.

ماڳ جو هنڌ: ڳوٺ ڄام صاحب. ديهه اين 110 تعلقو ۽ ضلعو نوابشاهه. هن جي ڏکڻ ۾ ٽن ڪلو ميٽرن جي فاصلي تي گل بيگ ماڙيءَ جو ڳوٺ، هن جي اوڀر ۾ ڄام واهه. ڄام صاحب جو ڳوٺ، نواب شاهه ڪان 28 ڪلو ميٽر اوڀر ۾ آهي. هي ماڳ اتر ڊگهائي ڦاڪ 26° 17' 35" ڊگريون ۽ اوڀر ويڪرائي ڦاڪ 68° 30' 10" ڊگرين تي آهي. مقبرو چورس 55 . 7 ميٽر ڊيگهه ۽ ويڪر ۾ جڏهن ته اوچائي 50 . 11 ميٽر اٿس. هي چورس رٿيل اڏاوت آهي. هن جي تعمير ۾ پڪيون سرون، گچ گارو، سيمنٽ، بهه ۽ گل گارو استعمال ٿيل آهي. دروازو ڪاٺ جو لڳل اٿس جيڪو اوڀر ۾ آهي. ان تي ڪاٺ جي اڪر جو سنو ڪم ٿيل آهي. ڏکڻ پاسي به مستطيل لنگهه ڏنل آهي. اصل لنگهه جي مٿان طاقن وارو وڏو پانيل ڏنل آهي. لنگهه جي مٿان به ونگن وارا پانيل ٺهيل آهن. ڇت جي چوڌاري ڇڄهري ٺهيل آهي. پيڙ_ بني تي ڪنگرا ٺهيل آهن. هر ڪنڊ تي هڪ هڪ ننڍڙو برج ٺهيل آهن. جنهن کي نيل به چون پر ان کي مٿان به فانوس وانگر اڏاوت آهي هن کي برجي به سڏي سگهجي ٿو. ان مٿان ننڍي ڪلس ٺهيل آهي. اڌ گول گنبذ، جنهن تي گلن جي پتين وانگر سجاوٽ ٿيل آهي. گنبذ جي مٿان مهاپدما ڏنل آهي جيڪا ڪاشيءَ جي ٺهيل آهي. روضي تي چن ۽ سيمنٽ جو پلستر ٿيل آهي. ڳچ انڪندو آهي. اولهه ۾ محراب ٺهيل آهي. محراب جو ڊڍ ٻاهر نڪتل آهي. فرش ماربل جو لڳل آهي. اندر پنج قبرون آهن. ٻن کي ڪتهڙو ڏنل آهي.

More Books Visit : www.iqbalkalmati.blogspot.com



چام ڏاتار لاءِ چون ٿا تہ اصل ۾ راجا ڏاهر آهي. پر اهڙي واچا تاريخي ثبوت گهري ٿي.

**ماڳ جو نالو:** **چام صاحب مسجد**

ماڳ جو قسم: اسلامي اڏاوت

ماڳ جو دور: مسجد سگوري ارڙهين صدي عيسوي جي ٺهيل آهي

ماڳ جو هنڌ: ڳوٺ چام صاحب_ ڏکڻ ۾ ٽن ڪلو ميٽرن جي فاصلي تي ڳوٺ گل بيگ ماڙي اتر_ اوير ۾ چام واهہ. نواب شاهہ جو شهر مسجد سگوريءَ جي اولهہ ۾ 28 ڪلو ميٽرن جي پنڌ تي آهي. هي ماڳ اتر ڊگهائي ڦاڪ 26° 17' 25" ڊگرين ۽ اوير ويڪرائي ڦاڪ 68° 30' 10" ڊگرين تي آهي. مسجد جي ماپ ڊيگهہ ۾ 8.80 ميٽر, ويڪر ۾ 4.70 ميٽر ۽ اوچائي ۾ 11 ميٽر ٿيندي. هن جي اڏاوت ۾ پڪيون سرون (23x15x3 cm) گل گارو ۽ گچ گارو استعمال ٿيل آهي. مسجد مستطيل رٿيل آهي. لنگهہ اوير ۾ ٽن دروازن سان اٿس. وچون دروازو پاسي وارن دروازن کان وڏو آهي. دروازي جي مٿان وارو حصو گهڻ راسين ۽ پانيلن سان سينگاريل آهي. ڏکڻ ۽ اتر ۾ دريون اٿس. ٻيڙ ٻني تي ڪنگرن جون قطارون آهن. مهاڙي ۾ سامهون ٻہ برجيون ۽ اوير پاسي ٻہ برجيون ٺهيل آهن. مغلي نموني جا ٽي گنبذ ٺهيل آهن. جيڪي هڪ اٺڪنڊي گنبذ_ گچ مٿان جوڙيا ويا آهن: جن تي ٻہ برجيون ٺهيل آهن. ٽنهي گنبذن مٿان ابتي ڪوٽي جا گل ۽ گلن مٿان ڪلسا ٺهيل آهن. وچون گنبذ ٻين ٻن پاسي وارن گنبذن کان وڏو آهي. هي گنبذ آڳاٽي ٺهيل گنبذ جيڪو بادشاهي مسجد لاهور مٿان ٺهيل آهي ان جو نمونو آهن. مقبرو اندران پلستر ٿيل آهي. هن وقت ورانڊو ٺهي رهيو آهي. جنهن کي نوڪدار ونگن سان پنج لنگهہ آهن. پاسي ۾ مٿي چڙهڻ لاءِ ڏاڪڻيون ٺهي رهيون آهن. نمازي حجرو اندر تي ٽن مستطيل حصن ۾ ورهايل آهي. وچون حصو ٻين ٻن کان وڏو آهي. اولهہ ۾ محراب ٺهيل آهي. وچون گنبذ اندران چٽيل آهي. مسجد سگوري اندران لنبيل آهي. هن وقت مسجد سگوري چڱي حالت ۾ آهي. پر پوءِ بہ تمام سٺي حالت ۾ ڪونہ آهي. ڇن جو پلستر گهڻن هنڌان اکڙي ويو اٿس. سم ڪلر جي ڪري سرن ڳرڻ شروع ڪيو آهي. ٻن ميٽرن تائين بنياد وٽ سرون ڪاڇي ويون آهن.

**ماڳ جو نالو:** **ڄَهلي جو دڙو**

ماڳ جو قسم: دڙو

ماڳ جو هنڌ: قمبر کان 6 ڪلو ميٽر اتر طرف ديهہ لاڪا ڳوٺ پاوند لاڪا جي ويجهو اولاهين ڪنڊ ۾.

ماڳ جو دور: مغلن جي آخري دور جو (؟)

احوال: انگريزن جي ڏينهن ۾ هن جي پکيڙ اڍائي ايڪڙ هئي. هاڻي سجو پوکيءَ ۾ اچي ويو آهي. باقي ڪي ويسا بچيا آهن. هتي ميان دائود ڪلهوڙي جي ٺهرايل مسجد جا آثار بہ آهن.

**ماڳ جو نالو:** **جهانگارا**

ماڳ جو هنڌ: جهانگارا ڳوٺ کان اٽڪل ٻہ ميل ڏکڻ طرف ڳوٺ پير آري کان ڏکڻ اولهہ.

ماڳ جو قسم: دڙا

ماڳ جو دور: سنڌو تهذيب, جهانگر ڪلچر.

احوال ۽ وٿون: دڙن تي ڇن جي پٿر جون ڪپچيون, بي ترتيب چقمقي پرد, خاڪي ٺڪرانو سادو, جنهن جو نہ آمري ڪلچر سان نہ سنڌو تهذيب سان ڪو لڳ لاڳاپو نظر اچي ٿو. هتان ليجنڊڙ ٿانون ۾ ڪاري رنگ وارن ٿانون جي گهڻائي آهي; جن تي آلاڻ تي اکر ڪيل آهي. ڪارو ٿانو پنهنجي نوعيت جو آهي. البتہ ڪي نمونا موهن جي دڙي جي اسٽوپا وٽان لڌا ويا آهن. اهڙن ٿانون کي بئنگلور پرسان لڌل اوائلي لوهہ واري دور جي ٿانون سان ڀيٽي سگهجي ٿو. جهانگارا مان ملندڙ ٿانون ۾ صفائي نظر نٿي اچي, روغن ٿيل ٿانون هلڪي ڳاڙهي رنگ (2.5yr6/6) جا چٽيل آهن. هتان ٽامي جي هڪ چيٽي ۽ آر بہ لڌي آهي.

More Books Visit : www.iqbalkalmati.blogspot.com



**ماڳ جو نالو:** **جهڏيرن يا جهڏير جو دڙو**

ماڳ جو هنڌ: هي ماڳ '28 $^0$28 اتر ويڪرائي ڦاڪ '15 $^0$68 اوڀر ڊگهائي ڦاڪ تي جهٽ پٽ ۽ ٽيمپل دري ريلوي اسٽيشن تي واقع آهي. ۽ جيڪب آباد سبي روڊ کان ڏيڍ ڪلو ميٽر اولهه طرف ڊنگارا نئن جي ويجهو آهي جيڪو ڇهن دڙن تي مشتمل ماڳ آهي.

ماڳ جو دور: مڪمل هڙاپا ۽ سنڌو تهذيب

وٿون: هتان تيز پڪل ساوا ٿانو، سانچا، ٽڪندا ڪيڪ، ٺڪر جا چوڙا، جانورن جون مورتون، سپون، ڪنياڙڪو سامان، چقمقي اوزار وغيره مليا آهن. هتان بلوچستان ۽ ڪچي طرز جون وٿون به مليون آهن جنهن مان سمجهجي ٿو ته هي به ڪا ثقافت آباد هئي.

ماپ: هي دڙو 430 ميٽر ڊگهو 450 ميٽر ويڪرو ۽ 12 ميٽر اوچو آهي.

**ماڳ جو نالو:** **جهڪر**

ماڳ جو هنڌ: '34 $^0$27 اتر ويڪرائي ڦاڪ '03 $^0$68 اوڀر ويڪرائي ڦاڪ تي ڳوٺ منو ديرو لڳ، لاڙڪاڻي کان وگڻ انڊس هاءِ وي تي.

ماڳ جو دور: نامعلوم

احوال: جيئن ته هي دڙو B مان ڪجهه لوهي اوزار ۽ هٿيار مليا آهن. جن مان چاقو، تيرن جا منا، ڪرچڻا، ڇيٽيون وغيره مليون آهن. اهي لڏل شيون ٻڌائين ٿيون ته اهو هنڌ ڪو مذهبي طور استعمال لاءِ ڪونه هو. هتان ٺڪرانو خاص قسم جو مليو آهي، جنهن تي ونگا سن جا چار نمونا ملن ٿا. جيئن چٽيل، روغني، ٽڪيل (Incise) ۽ اٽيل چٽ (relief pant)، سنڌ ۾ ملندر ٺڪرانو پنهنجي سلسلي سان اهڙي نموني ملي ٿو، جو ان جو مثال هٿي هنڌ ملڻ مشڪل آهي. اڄ ته ساڳو ٺڪر جو نمونو ڪنهن ناهين ٿا. جيئن ڏاتو پاهٺي دور ۾ ناهيندا هئا. اهڙي قسم جا ٿانوءَ انبو_ ساساني دور ۾ استعمال ٿيا، تن جو مثال جهڪڙ مان ملي ٿو. ٺڪرائي تي چٽ اصل ۽ گهڻن نمونن جا ملن ٿا. اهي چٽ ڪاري ۽ ڳاڙهي رنگن سان ڪيا ويندا هئا، پر انهن کان سواءِ ٻيا رنگ به ڪنهن استعمال ڪندا هئا. جيئن پيلو، چاڪليٽي، گلابي، ۽ اڇو ملائي رنگ وغيره. ليڪلون گهڻو ڪري عمودي ڏاءُ ۽ پوچي واري وٽيءَ سان ڏيندا هئا. سر اسٽين کي صراحين تي اهڙا نمونا مڪران ۽ جنواري ماڳن تي مليا هئا. جهڪر مان اهڙا ٿانون جا ٺڪر به مليا آهن. جيڪي روغني آهن. جيڪي برهمڻ آباد مان به مليا آهن. اهي ڪنهن به صورت ۾ 8 صدي عيسويءَ کان اڳ جا ڪونه آهن. جو اهو ٺڪر اسلامي دور جي سڃاڻپ آهي. ائين نٿو چئي سگهجي ته اهي ٿانون سنڌ ۾ ساسانين جي دور کان جهڪڙ ۾ ٺهندا پيا اچن. پليٽن تي ٿيل چٽ گهڻو مليو آهي. ان کان سواءِ چٽن ۾ ڪنول گل، ٻوٽن جون شاخون، ٻوٽن جا مختلف نمونا، ۽ مهندسي چٽ جيئن سواستيڪا وغيره ۾ به مليا آهن. ان کان سواءِ لڪت واريون ٽڪيون به لڌيون آهن. ان کان سواءِ شوين جي استعمال جون ٽڪيون به مليون آهن. جن تي شوي نالالڪيل آهن.

اسان کي جهڪڙ مان ڏاتو پاهٺي دورجا به تهه مليا آهن. جن جي ٺڪرائي کي اسان هڪ ٻئي کان الڳ ڪري سگهون ٿا. اوائلي يا هيٺين تهه مان اسان چٽيل ٿالهي ملي آهي، جنهن تي گهري ڳاڙهي تي ڪارا ليڪا آهن. اها پوئين دور جي ترقي يافته شڪل آهي. چٽن جا ڪجهه حصا گهري ڳاڙهي، ڳاڙهي يا گلابي پٽن يا لڪيرن سان ملن ٿا. ان کان سواءِ نوان چٽ به ڪيا ويا آهن.ا هڙي نموني A دڙي مان به وٿون مليون آهن. جن ۾ گهڻو ڪري گهريلو استعمال جي ٿانون جو ٺڪرانو آهي. هتان ڪونهين سان ڊڳي جي مورتي، ڪبوتر، ٻڪري، ڏاند گاڏيءَ جو رانديڪو به مليو آهي. ان کان سواءِ چوڙيون، پڪين نموني وات سان وڃائڻ واريون سيٽيون، ننڍڙا ٿانون، ۽ ٽڪنديون ٽڪيون به ملن ٿيون. اهي ٽڪيون اڌ_ پڪيون آهن. ان قسم جون ٽڪيون موهن جي دڙي مان به مليون آهن. هتان چڱي تعداد ۾ چقمقي پهڻ، ڪورون، تيرن جا منا، تيرن جون ڇهنبون جيڪي ٽامي جون

More Books Visit : www.iqbalkalmati.blogspot.com



آهن. پر جيڪا خاص وٽ ملي آهي سا هڪ ٽڪي آهي، جنهن تي هڪ سنڱي جانور جي تصوير اڪريل آهي. ان قسم جون ٽڪيون موهن جي دڙي ۽ هڙاپا مان بہ مليون آهن. اهي شيون صفا هيٺئين تهہ مان جتان پاڻي ٿي نڪتو مليون.

دور: سڪا ساساني دور جا مليا آهن. اهڙي نموني جا سڪا موهن جي دڙي واري ٿلهہ وٽان بہ هٿ آيا آهن. ڪي سڪا ڪشان دور يا گپتا دور جا بہ تي سگهن ٿا جو ان دور جي وٿن سان گڏ مليا آهن.

اصل ۾ هي ماڳ جڏهن موهن جو دڙو ڦٽو تہ ماڻهن ان کي آباد ڪيو. هي موهن جي دڙي کان ترت پوءِ جي آباديءَ وارو ماڳ آهي. (مجمدار)

وٿون: ڪشن گهراڻي جا سڪا ۽ مهرون. ساساني دور جا چٽ سان ٺانو بي دڙي ۾ ڪٽ جي دور جون وٿون مليون آهن.

هي ڏهن هيڪٽرن تي ڦهليل ماڳ آهي. هتان مليل وٿون سنڌو تهذيب سان پيٽڻ جهڙيون آهن.

**ماڳ جو نالو: جهم جوشو مندر**

ماڳ جو قسم: شو جو مندر

ماڳ جو دور: هندو پراڻو دور/ هڙاپا دور

ماڳ جو هنڌ: ضلعو ٺٽو. شهر جهمپير کان هڪ ڪلو ميٽر ڏکڻ ڪينجهر ڍنڍ جي اولاهين ڪنڌي. $25^{0}30'0''$ ۽ $68^{0}70'0''$ اوپر ۽ اولهہ. هيم ڪوٽ/ جهم ڪوٽ ۾.

احوال: ڪوٽ جي اندر اوپر ڏکڻ ڪنڊ تي مکيہ دروازي وٽ شو جو مندر آهي. هي مندر مقامي ڳاڙهي پٿر سان ٺهيل آهي. مندر اندران ننڍڙو آهي. مندر اندر شو مهراج جي مورتي شو لنگ سان گڏ گڻيش مهراج جي سر ڪٽيل نَوَ انچ ڊگهي مورتي رکيل آهي. (2004, sep ۾ اها مورتي چوري ٿي وئي). شو جو هي مندر اوائلي زماني ۾ دريا جي ڪپ تي هو. موجوده وقت ۾ بہ مندر پاڻي جي سطح کان پنجاهہ فوٽ مٿي آهي. مندر جي سامهون اوپر طرف ڪينجهر جي ڪناري تي زيارتين لاءِ غسل خانہ ٺهيل آهن. انهن ۾ ڪاشيءَ جون سرون استعمال ٿيل آهن.

**ماڳ جو نالو: جهم ڪوٽ**

ماڳ جو قسم: ڪوٽ

ماڳ جو دور: برهمڻ دور

ماڳ جو هنڌ: جهم ڪوٽ ٺٽي ضلعي جي جهمپير شهر کان هڪ ڪلو ميٽر ڏکڻ ۾. اتر ڏکڻ $25^{0}30'0''$ اوپر اولهہ $68^{0}70'0''$ ۾.

قديم زماني ۾ هي ڪوٽ هڪ دريائي وهڪري تي آباد هو. هن کي هيم ڪوٽ بہ چون ٿا. هي ڪوٽ بلنديءَ تي ٺهيل آهي، تنهن ڪري دفاعي نقطہ نظر کان مناسب لڳي ٿو. هي سارو ڪوٽ ڳاڙهي پٿر جو ٺهيل آهي، ۽ پٿر مقامي طور جهمپير مان ئي ٽڪي ڪنيو ويو آهي. سارو پٿر آبهوا جي ڪري ڳري سڙي ويو آهي. هي ڪوٽ تيرنهن سؤ سال اڳ چچ جي دور ۾ ٺاهيو ويو هو. ڪوٽ ۾ استعمال ٿيل پٿر جي گهڙائي، لَسائي ڪندون پاسا سلامت بينا آهن. ڪوٽ جي مکيہ دروازي وٽ مندر جي پرسان ٽنين جا بنيادي پٿر پيل آهن. هي وچولي سائيز جو ڪوٽ آهي، جنهن کي چوڦير اٺ فوٽ ٿلهيون پٿيون ڏنل هيون، جيڪي هاڻي ڊهي ويون آهن. اتر ديوار اولهہ کان هڪ شاهي برج مان مُنهن ڪيي اوپر طرف ڪينجهر تائين 125 فوٽ هلي اندر 35 فوٽ وڪڙ کائي ٿي، ان وراڪي وٽ ان کي هڪ برج آهي. ان مقام کان پوءِ ديوار پنهنجو سفر سفر 120 فوٽ پورو ڪري اوپر وارو برج ٺاهي ٿي. ديوار جي ڪل ڊيگهہ 245 فوٽ بيهي ٿي. ڏکڻ واري ديوار ۾ دروازو هو. ديوار جي ڪل ڊيگهہ 275 فوٽ، بہ برج اٿس. اولهہ واري ديوار ڊگهي ۾ ڊگهي 310 فوٽ ماپ جي آهي. هي چاڙ ڪوٽ جي ڏکڻ اولهہ برج کي ڇڏيندي 125 فوٽن جو فاصلو طئي ڪندي ڪوٽ اندر 90 ڊگرين جي ڪنڊ ٺاهيندي 30 فوٽ اندر گهٽ هٽي وري ڪنڊ ٺاهي، پنهنجو سفر

More Books Visit : www.iqbalkalmati.blogspot.com



اتر پاسي ڪندي 185 فوٽ هلي اترين ديوار وٽ برج سان ملي ٿي. هن اولهہ ديوار سان اندرين توڙي ٻاهرين پاسي قبرون آهن. ڪوٽ کي اندازاً ست برج هوندا. هن وقت صرف ٽي برج بيٺل آهن. چار برج ڪوٽ جي چئن ڪنڊن تي هوندا، جن مان صرف اتر وارو برج زخمي حالت ۾ موجود آهي. ٻہ برج دروازي جي مٿان هئا. انهن مان ڪابہ هٽ واري برج جو ڪجهہ حصو سلامت آهي. ڪوٽ جي اترئين ديوار ۾ جتان ديوار کي وڪڙ ڏئي اندر ڪيو ويو آهي، اتي ڪوٽ جو هڪ اضافي برج بہ ٺاهيو ويو هو جيڪو شو جي مندر وارن چشمن وٽ هو. اهو برج نگهبانيءَ لاءِ هو. ڪوٽ جو ڪوبہ حصو سلامت ڪونہ آهي. پر ڪوٽ جي اڏاوت کي ڏسندي اندازو لڳائي سگهجي ٿو تہ ديوارن ۾ ڪيترائي ڳڙڪا ۽ مارا هوندا. جيڪي تير اندازي لاءِ استعمال ٿيندا هوندا. جهمر ڪوٽ اهم دفاعي هنڌ تي واقع هئڻ ڪري اتي رهائشي جڳهن جا نشان بہ بينا آهن. ڪوٽائي ڪرڻ سان ڪيترين ئي شيون ملي سگهن ٿيون. اوپر واري ديوار سان لڳ ڪيترين ئي رهائشي جاين جا آثار ملن ٿا. انهن رهائشي جاين وٽ چشمو ويجهو آهي. ڪوٽ جي ڪن حصن ۾ گول پائيپ مليا آهن. ڪوٽ جي اترين ديوار جي ٻاهرين طرف بنيادن پرسان شفاف چشما ڦٽي نڪرن ٿا. ڪوٽ جي اندر اوپر ڏکڻ ڪنڊ تي مکيہ دروازي جي پرسان شوَ جو مندر آهي. ان جاءِ تي شوَ ۽ ان جي لنگ جي پوڄا جو ذڪر تحفة الڪرام ۾ موجود آهي. سنڌ ۾ شو جي پوڄا جا آثار ۽ شاهدي هڙاپا دور کان ملي ٿي. شو ديوتا کي پسو پتي بہ چوندا آهن، جنهن جي معنيٰ آهي حيوانن جو مالڪ. شوَ جي علامت ڍڳو بہ آهي. ڍڳو زراعت سان تعلق رکي ٿو. شو جي لنگ جي پوڄا آرين جي اچڻ کان اڳ سنڌين وٽ مروج هئي.

**ماڳ جو نالو:** **جهندو مگسي دڙو**

ماڳ جو قسم: دڙو

ماڳ جو دور: 8 صدي کان 16 صدي عيسويءَ تائين.

ماڳ جو هنڌ: ڳوٺ جهندو مگسي ديهہ ڪمبلي، تعلقو سڪرنڊ ضلعو نوابشاهہ. ڳوٺ پنهون جمالي ٻن ڪلو ميٽرن جي پنڌ تي اتر ۾ روهڙي ڪئنال هڪ ڪلو ميٽر جي پنڌ تي ڏکڻ ۾ سڪرنڊ شهر اترـ اولهہ ۾ چوڏهن ڪلو ميٽرن تي، جڏهن نوابشاهہ اوپر ۾ ٻارنهن ڪلو ميٽرن تي اٿس. هي دڙو بي ڊولي نموني وڏي ايراضي ۾ آهي. چوڌاري زرعي زمينون، مٽاڇري تي ڪندا ڪرڙ جمي ويا اٿس. ناسي ڪلراٺي مٽاڇري تي ٺڪراٺو پکڙيل آهي. هي دڙو اتر ڏکڻ 250 ميٽر، اوپر اتر ڊيگهہ ۾ 190 ميٽر ۽ اوچائي 3 ميٽر ماپ جو هو (2002ع)

گهڻو ڪري ٺڪراٺو ڪار سرو ڳاڙهو ملي ٿو، پر پيلي رنگ (grey) جو ٺڪراٺو بہ چڱو پيل آهي. خاص چٽ ڳاڙهي تي ڪارا ڏاوَ وارو ٺڪراٺو بہ ملي، جنهن ليڪن ۽ ڏارن جا سڏا، ابتا، ڏڪندا نهيل آهن. گهڻن ملندڙ ڪنن تي ٺُڪ جا نشان (cut marks) ٺَپيل (punch marks) ۽ ڪرچيل گولڙن جا نشان بہ مليا آهن. ڪرچيل نشان وارا ٿورا ٿانون آهن. گهڻو ڪري ٿانون تان ڪرچ جو نشان غائب اهي. ٺڪراٺو ڇَڪ تي لتل ۽ سنو پڪل آهي. ان کان سواءِ ٽامي جا سڪا جانورن جي شڪلين وارا رانديڪا مليا آهن. هن ماڳ لاءِ خيال ڪيو وڃي ٿو تہ هتي 8 صدي کان 16 صدي تائين جي آباديءَ جا آثار آهن. هي ڪا ڦٽل بستي آهي.

**ماڳ جو نالو:** **جهول ماڙي**

ماڳ جو قسم: زمين دوز/ تهہ خانو اڏاوت

ماڳ جو دور: سمن جو دور (؟)

ماڳ جو هنڌ: جهول ماتري نئي ضلعي ۾ جهمپير کان 15 ڪلو ميٽر اوپر طرف ڪينجهر ڍنڍ اندر هڪ ٽڪري.

احوال: 1958ع کان اڳ ۾ اجا غلام محمد بئراج ڪونہ نهيو هو تہ ڪينجهر ۾ سونهري جاڙيون ڍنڍيون هيون، جن کي بئراج جو پاڻي ڏئي هڪ ڪيو ويو. 1958ع کان اڳ ۾ اها ٽڪري چڱي وڏي هئي. هينئر اها هڪ فرلانگ چورس پکيڙ ۾ ٿيندي. هي هڪ غار آهي. اندر داخل ٿيڻ لاءِ سرنگ نما رستو هو. پٿر جون ڏاڪڻيون هيٺ وڃن ٿيون. ڪافي اندر وڃڻ

More Books Visit : www.iqbalkalmati.blogspot.com



ڪان پوءِ هڪ پٽ، جيڪو اصل ۾ هڪ دروازو آهي. جيڪو زور ڏيڻ سان بہ نٽو کلي. پٿر جي ڏاڪڻ تي هڪ زنگيل ڇرو مليو آهي. هي ماڳ هڪ ڳوناٽي لونگ درس 1958ع ڪان اڳ ڏنو. رسول بخش درس هي ماڳ 1980 ۾ ڏنو تہ ٽڪريءَ جي سرنگ ڪي پاسي ڪان اڏو اڏ وڏو ڏار پيل هو. هڪ اڏ، جنهن تي پاڻيءَ جو گهڙو بار پيل هو اهو مڪمل 40 فوٽ هيٺ دٻجي ويو هو. اها گهاري اتر ڪان ڏکڻ پيل هئي. جنهن ڪري غار جو منهن بند ٿي ويو. هي پراڻي انسان غار بہ ٿي سگهي ٿي جو سنڌ ۾ اهڙيون گهٽيون غارون آهن. پر گمان آهي تہ زير زمين تهہ خانو آهي جيڪو جنگ جي وقت ڪم اچڻ لاءِ رازداريءَ سان ٺاهيو ويو. رازدان مري ويو. راز رهجي ويو. ان لاءِ ماڳ بابت تاريخ جي خبر آهي.

ماڳ جي جانچ لهڻ گهرجي. محترم بدر ابڙو هن ماڳ بابت ڪتاب "ماٺهو" ۾ لکي ٿو تہ ٽڪريون اسلامي دور جون آهن هتان ليجنڊڙ شين جو ٻيو حصو هتي غار ۾ رهندڙن ماٺهن جي شاهدي ڏئي ٿو.

**ماڳ جو نالو: جهونا شاهبندر**

ماڳ جو قسم: بندر

ماڳ جو دور: نامعلوم

ماڳ جو هنڌ: تعلقو ميرپور ساڪرو ضلعو ٺٽو. هي ماڳ اتر 24° 37' 41" ۽ اوڀر 67° 22' 11" ڊگرين تي واقع آهي.

جهونا شاهبندر، لوهري بندر، لاڙي بندر ۽ لوهرياڻي بندر ۽ جاڪي بندر اورنگا بندر ۽ ديول بندر هڪ ئي ماڳ جا مختلف نالا هجڻ ڪري ڪجهہ اڻ–ڇڻائي ٿي آهي. عرب جاگرافيدانن هن ماڳ جا مختلف هنڌ ڏسيا آهن. جيئن:

1- يعقوبي 92° 20' اوڀر 24° 20' ڊگرين تي

2- البيروني 93° اوڀر 30° اتر ڊگرين تي

3- الخوارزمي 29° 30' اوڀر 24° 20' اتر ڊگرين تي

4- ابن سعبد 29° 31' اوڀر 24° 20' اتر ڊگرين تي

5- الاصفهاني 102° 30' اوڀر 25° 0' اتر ڊگرين تي

6- الهروي 100° 00' 25° 20' اتر ڊگرين تي

مٿيان ڪوآرڊينٽس، هر جاگرافيدان جو ڏسيل هنڌ، مختلف ڏسين ٿا. ان لاءِ ڇئي نٽو سگهجي تہ ديبل ڪٿي هو. پر ڪجهہ تاريخي شاهديون اهڙيون مليون آهن جو جهونا شاهبندر ڪي ديبل ڪوني سگهجي ٿو. آڪٽوبر 1993ع ۾ هڪ فرينچ آرڪيالاجيڪل مشن هن ماڳ ڪي ڏنو ۽ ڪجهہ حصا کوٽائي ڪيا. جهونا شاهبندر جي چوڙاري نديءَ جو پاڻي آهي. هتان ٽن اڏاوتن جا نشان مليا آهن: 1- قلعو ۽ گورنر هائوس، 2- مسجد، 3- عمارتون.

قلعو پڪين سرن جو ٺهيل آهي. ماپ ۾ 100x100 ميٽر چورس رٽ جو آهي. زمين جي مٿاڇري ڪان 30 . 3 ميٽر اوچو آهي. پٽيون 70 . 1 ميٽر ٿلهيون آهن. هر ڪنڊ تي هڪ برج ٺهيل آهي. بہ برجيون لنگهہ وٽ ٺهيل آهن. قلعي جي لنگهہ وٽ ڪن ڪمرن جا نشان مليا آهن، شايد سپاهين جي رهڻ جا ڪمرا هجن. هڪ ٻئي ڪمري جا نشان بہ مليا آهن، جنهن جو فرش پڪ–سرو آهي. انهيءَ ڪمري ۾ ٽامي جي سڪن جو ڪجهہ تعداد مليو آهي. ڪپڙي جي ٺهيل ڳوٿري بہ سڙيل حالت ۾ ملي آهي. شايد سڪا اِن ۾ پيل هوندا. قلعي ۾ ٻين عمارتن جا نشان بہ مليا آهن. انهيءَ ڪي گورنر جي رهڻ جي جاءِ سڏيو ويو آهي. اها عمارت قلعي جي اتر اوڀر ۾ واري ڪنڊ ۾ آهي. هي قلعي ۾ مکيہ عمارت آهي. هتي ٻارنهن ڪمرن جا نشان ملن ٿا. اهي ڪمرا مختلف ماپن ۽ مختلف نموني جا ٺهيل آهن؛ جيڪي ڇئن مختلف دورن جي رهائش ڏانهن اشارو ڪن ٿا. پيڙهہ ۾ وڏا پٿر پيل آهن. نيڪال لاءِ ناليون ٺهيل آهن. ڪجهہ ناليون اندران بہ لنبيل آهن. هن عمارت جي اترين ڪنڊ ۾ پنج پاڻيءَ جون ٽئنڪون

More Books Visit : www.iqbalkalmati.blogspot.com



ٺهيل آهن. جن کي باهه ذريعي گرم ڪري سگهڻ جو انتظام به ٿيل آهي. انهن نالين کي جيڪي پاڻيءَ جي ٽئنڪن کي ڳنڍين ٿيون اهي مٿان ڍڪيل آهن. هڪ ڪَڏَ مستطيل 15 . 3 ميٽر اونهي آهي، ٿي سگهي ٿو اهو سومنگ پول هجي؛ جيڪو عمارت جي وچتي ٺهيل آهي. ان سومنگ پول سان به ناليون (PiPe) لڳل آهن. جيڪي نڪرجون آهنَ. به دروازا ونگن سان هڪ ڪمري ۾ ٺهيل آهن. هڪ ڪمري جو فرش مختلف چئن دورن جو جاچيو ويو. هڪ ڪمري جي فرش تي ڪاشيءَ جون خوبصورت سرون لڳل آهن. ان جي مٿان وري سادين سرن جو فرش لڳل ڏنو ويو. جنهن مان اندازو لڳايو ويو ته اتي ٻن دورن جون رهتون چٽيون آهن. عمارت مان لڳي ٿو ته اها گهڻ_ ماڙ (Multi story) ٺهيل هوندي. ان پراڻي عمارت جو نقشو سهڻو ٺهيل آهي. پيتيون ٿلهيون ۽ پيڙهه ۾ پٿر ڏنل آهن.

مسجد_ ننڍڙي، قلعي جي وچ تي اڏيل آهي. مسجد سني رڻيل ۽ پڪ سري ٿلهي تي ٺهيل آهي. نمازواري حجري جو ٿلهو 96 . 4 ميٽر ڊگهو ۽ 2 . 1 ميٽر ويڪرو آهي. ٿلهي جي ٻنهي پاسي 50 . 2 ميٽرن جي وٿيءَ تي وڏا لوهي ڪوڪا لڳل آهن. نماز وارو حجرو 40 . 11 ميٽر ڊگهو ۽ 23 . 5 ميٽر ويڪرو آهي. اولاهين پٽ تي محراب ٺهيل آهي. قلعي کان ٻاهر به هڪ مسجد ٺهيل آهي. اها مسجد قلعي جي ڏکڻ_ اوپر ڪنڊ تي 250 ميٽرن جي فاصلي تي ٺهيل آهي. هن مسجد جو نمونو ٺٽي واري مسجد "دبگير مسجد وانگر آهي، جيڪا خسروخان 1588ع ۾ ٺهرائي هئي. ائين چئي سگهجي ٿو ته اها مسجد دبگير مسجد جي سهيوڳي آهي. مسجد ڊهي پئي آهي. اولهه ۾ محراب ٺهيل آهي. فرش تي ڪاشيءَ جون سرون لڳل آهن. جيڪي پيليون ۽ سايون آهن. منبر جا نشان به ملن ٿا جيڪو بعد جو ٺهيل آهي. کوٽائيءَ کان پوءِ اهو پٿر جو منبر 34 س_ م اوچائي تي هو.

ٽين عمارت پونءِ پاڙي (custom tax) اوڳاڙڻ وارن جي سڏي وڃي ٿي جيڪا قلعي جي اپرندي ۾ ٺهيل آهي. اها 35 . 3 ميٽر زمين جي مٿاڇري کان مٿي اڏيل آهي. اها عمارت 10 ميٽر ڊگهي (اتر – ڏکڻ) ۽ 8 ميٽر ويڪري (اوپر اولهه) ٺهيل آهي. پيڙهه پٿر جو وچ پاڻيءَ ۾ رکيل آهي جو پيتين کي ڪافي نقصان ڏئي رهيو آهي. هن وقت اڌ مسجد جو نديءَ ۾ ڪري چڪو آهي. مسجد جا ٽي ڪمرا بينا آهن. وچون وڏو ۽ پاسن وارا به ڪمرا ننڍا آهن. ڪمرن ۾ چونڪ لڳل آهن. گهڻو حصو پاڻيءَ ۾ هجڻ ڪري گهڻو ڪجهه ڏسي نٿو سگهجي، صرف 80 چورس ميٽر مسجد جا پاڻيءَ کان ٻاهر آهن.

ان کان سواءِ ڇهن ڪمرن جي رهائشي عمارت جا نشان به مليا آهن. جنهن جي ڪمرن ۾ فرش چونڪن جو لڳل آهي. اتان ڪجهه ڪوڪا ۽ ڪاشيءَ جا ٽڪر مليا آهن.

مليل وٿن ۾ جنڊ جو پٿر، ڏيئا، ٽامي جون ٺهيل سينگار جون پيتيون، عاج جا ٻٽڻ، ننڍڙا پاٽوڙا، بوتلن جا ڳچ، تورجا وٽ وغيره آهن. هي اسلامي دور جو ماڳ مڪمل کوٽائي ٿيل گهري ٿو.

**ماڳ جو نالو:** **چتي جي ڪنڊ**

ماڳ جو دور: آمري دور

ماڳ جوهنڌ: روهيل جي ڪنڊ، (تعلقو جوهي) کان ساڍا ڇهه ميل اوپر نئين گاج_ جي گهاٽيءَ ۾ گاج جي ڪپي ڪنڌي تي هي ماڳ آمري دور جو ٺڪرائي جو آهي. ماڳ کي جانچڻ گهرجي. متان اجان به ڪهنو هجي. ويوا ۽ شڪرائون هن بابت 1949ع ۾ رپورٽ ڏني آهي ته هن ماڳ جو ٺڪرائو آمري جي به اوائلي دور جو آهي.

**ماڳ جو نالو:** **چتي عمرائي جو مقبرو**

ماڳ جو هنڌ: سيوهڻ شهر کان ڏکڻ اولهه ۾_ هاٽوڪي اندس هاءِ وي سيوهڻ بس اسٽاپ لڳ، ضلعو ڄام شورو

ماڳ جو دور: سويهڻ جي گورنر ديندار خان سال 1039 هجري جوڙايو.

ماڳ جون ماپون: لنگهه اتر کان_ ايوان اتر ۾ مسجد_ اولهه ۾ ڪتبا مسجد جي مهاڙيءَ تي پوري پٿر تي اڪريل

More Books Visit : www.iqbalkalmati.blogspot.com



آهن. ايوان تي ڪاشيءَ جون سرون (Turquoise blue) جن جي ماپ 8x8/3 ۽ 6x6/3 عام سرون 2x5x9/9_1/2 جون استعمال ٿيل آهن. مهاڙي 41.7 آهي. ونگ جي ماپ 21.8 فوٽ آهي. ونگ جي اونهائي 16.5 مقبرو چورس آهي. 20.4x20.4 دروازي جي ماپ ٻاهران ٻاهر 5 فوٽ، در جو فريم 4.4 ۽ چوڪاٺو 3.9 فوٽ. مقبري جي مٿان گنبذ آهي ۽ مهاڙي جي مٿان اڌ گنبذ. مٿي چڙهڻ لاءِ ڏاڪڻ آهي، جيڪا داخلا واري گهٽي ۾ ڏکڻ پاسي آهي، جنهن جي اندران اندر ماپ 2.2/2

(ماپون: حاڪم علي شاهه ۽ محمد عثمان 1992_ 3_ 11)

**ماڳ جو نالو:** **چني**

ماڳ جو قسم: ڳوٺ قديم

ماڳ جو دور: نامعلوم

ماڳ جو هنڌ: ديهه ۽ تپو چني، تعلقو جوهي، ضلعو دادو

هي ڪاڇي جو مشهور ڳوٺ آهي. ڳوٺ جي ڏکڻ ۽ ڏکڻ اولهه ۾ ڪيترائي مقبرا هڪ ٽڪريءَ تي نظر اچن ٿا جيڪي مختلف دورن جا آهن. مختلف قسم جون اڏاوتون ٽن هنڌن تي آهن. اڏاوتن جو هڪ گروپ ڳوٺ جي اولهه ۾ ۽ جوهي_ شاهه حسن روڊ جي اوڀر ۾ آهي. ٽڪريءَ جي مٿان هڪ پڪسري رانڪ ٺهيل آهي. ان رانڪ جي گنبذ جي چوٽي ٽٽي پئي آهي. هن رانڪ ڪي اوڀر ۾ لنگهه آهي. رانڪ جون پٽيون اڀين ونگن جي قطارن سان سينگاريل آهن. گنبذ جو ڳچ اٺڪنڊو ٺهيل آهي. جنهن جي مٿان گول گنبذ ٺهيل آهي. هي اڏاوت ميرن جي دور جي آهي پر حالت سني ڪانه اٿس. هن وقت سڄي رانڪ گنبذ کان سواءِ ٻاهران چن سان لتل آهي. رانڪ جي چوڌاري قبرون پکڙيل آهن. قبرستان مزار خان رستمائي جي نالي سڏجي ٿو. ڪجهه مقامي ماڻهو ان رانڪ کي شهداد خان ڪوسي جي رانڪ سڏين ٿا جو اڳ چني شهدادڪوٽ سڏبي هئي ۽ شهداد ڪوسي ٻڌائي هئي. انهي قبرستان ۾ ٽي پٿرايون اڪريل چٽيون به آهن. جن جي پٿر جي پيل پاون تي اڪر جو سنو ڪم ٿيل آهي. انهن مان هڪ ڪجهه سالم حالت ۾ آهي، پر ان جو گنبذ ڍهي پيو آهي. مقبرن جو ٻيو گروپ روڊ جي پرينءَ پر آهي. جتي 5 مقبرا ملن ٿا. جن مان 2 رانڪون نيون ٺهيل آهن. باقي ٽي پراڻيون آهن. پراڻن مقبرن ۾ 2 رانڪون ۽ هڪ مقبرو تلهي تي ٺهيل آهي. پراڻي رانڪ کي دروازو ڏکڻ ۾ آهي. اها چڱي وڏي آهي. هن جا پاسا ونگن وارن پانيلن سان سينگاريل آهن. هن جي مٿان گنبذ ٺهيل آهي؛ جيڪو هڪ اٺڪنڊي ڳچ جي مٿان جڙيل آهي.

**ماڳ جو نالو:** **چانهون جو دڙو**

ماڳ جو هنڌ: ″15 ′10 °26 اتر ويڪرائي ڦاڪ ″50 ′19 °68 اوڀر ڊگهائي ڦاڪ. سڪرنڊ جي ڳوٺ جمال ڪيريو کان اٽڪل هڪ ڪلو ميٽر ڏکڻ طرف. سڪرنڊ ۽ نواب شاهه جي وچ تي_ اتر ۾ ڳوٺ مولا ساند هڪ ميٽر ڏکڻ ۽ قلي بخش رند هڪ ڪلو ميٽر اوڀر ۾.

ماڳ جو دور: سنڌو تهذيب/ هڙاپا تهذيب

وصف: ڪل ٽي دڙا آهن. 35_ 1936ع ۾ مسٽر مئڪي کوٽائي ڪرائي. پر تهه تائين پهچي نه سگهيو. خاص دڙو نمبر ٻيو آهي. جتان هڙاپا دور جون وٿون مليون آهن. ۽ هڙاپا دور جا ٽي جدا جدا تهه موجود آهن. هتي مئڪي هن دڙي کي 63_ 1935ع ۾ 62 فوٽ هيٺ کوٽيو هو. هي دڙو 290 ميٽر اوڀر اولهه 210 ميٽر اتر ڏکڻ ويڪر ۽ اوچائي 7 ميٽر ٿيندي.

وٿون: هتان ڪٽ، ٽامي، سپي عاج جي سامان ناهڻ جون گهٽيون شيون هٿ آيون آهن. ٽامي جا اوزار ۽ غير مڪمل ڌاتوءَ جا ٽڪرا ٻئي دڙي جي مٿئين تهه مان جڏهن ته هڙاپا ۽ جهڪر سان پيڻڻ جهڙيون وٿون به مليون آهن. مجمدار دڙي ٽئين جي کوٽائي ڪرائي. جتي اڏاوتون ڪچين سرن جون مليون. پڪيون سرون محدود آهن. البت کوهه ۾ پڪيون سرون استعمال ٿيل آهن. جن جو نمونو موهن جي دڙي وارو آهي. هتان ليجنڊڙ ٿانون سنهڙا ۽ چٽن ۾ جانورن ۽ پکين جون مورتون آهن. هڪ

More Books Visit : www.iqbalkalmati.blogspot.com



ٿانون تي هرڻ جي قطار به چٽيل آهي. پير جي تارين جا چٽ به مليا آهن. 13 فوٽ هيٺ کوٽڻ سان ڪن پڪين اڏاوتن جي بنيادن جا آثار ملن ٿا. ڪمايل ۽ اڻ ڪمايل پٿر هن جي قدامت ڏسي ٿو.

**ماڳ جو نالو:** **چبوتري واريون قبرون (توڪري)**

ماڳ جو هنڌ: توڪري قبرستان

ماڳ جو دور: ارغون ترخان

احوال: ميئن ونهين جي مقبري جي سامهون هڪ چوديواريءَ اندر چٽي نما چبوتري ۾ پيلي پٿر جون مزارون آهن. چبوتري ۾ داخل ٿيڻ لاءِ ڏکڻ ۾ دروازو آهي. چٽ ڪري پئي آهي. سجاٽپ لاءِ ڪوبه ڪتبو وغيره لڳل ڪونهي.

**ماڳ جو نالو:** **چڇ جو گهر**

ماڳ جو قسم: قديم غار

ماڳ جو دور: پٿر جي دور کان

ماڳ جو هنڌ: اروڙ_ روهڙي واريون ٽڪريون

هي غار روهڙي ٽڪرين جي اولاهين لاهي (slope) تي، هڪ ڪلو ميٽر ٻڌي غار جي ڏکڻ ۾، 8 ڪلو ميٽر روهڙي شهر جي ڏکڻ_ اوڀر ۾ آهي. هن غار جي مُنهن وٽ وڏو پٿر ڏنل آهي جنهن ڪري لنگهه جهڙو ڪر بند اٿس. هن غار سان ڪي روايتون به منسوب آهن ته راجا چچ هتي ويهي ٻڌي حڪومت جي خلاف ڪم ڪيو هو. غار اوڀر اولهه وڏو ۽ 12 فوٽ ويڪرو ۽ اٺ فوٽ اوچو آهي. ڇت سڌي اٿس. پاسي ۾ ڏيئي ٻارڻ لاءِ جارو ٺهيل اٿس. اهڙا جارا ڏکڻ طرف به ٺهيل آهن. فرش چن جي پٿرن سان ڍڪيل آهي. ٺڪرائو ٽڙيل پکڙيل آهي، جيڪو "ڳاڙهي تي ڪارو" سنڌوءَ تهذيب جو جاتل سڃاتل آهي. مليل وٿن ۾ ٺڪرائو، ڪُنن جا ڪَنَا، پارن جا پڳل ڳچ ۽ چوڙين جا ٽڪر ٽوٽا مليا آهن. ٺڪر سنو پڪل، چڪ تي لٿل، سنهو، تروڳاڙهو ان تي سنڌو تهذيب جا ڪارا پٽا نڪتل آهن. ڪن ٺڪرن تي اندران به ليڪا نڪتل آهن.

**ماڳ جو نالو:** **چَڪلي مول**

ماڳ جو قسم: ڪتل پٿرن جو دائرو

ماڳ جو دور: قديم تاريخي

ماڳ جو هنڌ: ديهه مول، تعلقو ٿاڻو بولاخان، ضلعو ڄامشورو. اتر ويڪرائي ڦاڪ 25°24'55" اوڀر ڊگهائي ڦاڪ 67°27'87" ڊگرين تي موجود آهي.

هڪ ٻئي کان الڳ ڪتل پٿرن جي دائري وارو ماڳ آهي، جنهن ۾ هن وقت 9 اهڙا پٿر موجود آهن ۽ پنج ماڳ تي موجود ڪونه آهن. يعني اکڙي يا ڪجي ويا آهن. اهڙيءَ ريت دائري ۾ ڪل 14 پٿر لڳل هئا. جن جو قطر 13 ميٽر ۽ 43 ميٽرن جي ايراضي والارين ٿا. هڪ ڍير جو ٻئي ڍير کان وچوارو فاصلو 40 . 2 — 25 . 2 ميٽر ماپيو ويو. اوسي پاسي ڪابه ثقافتي وٿ ڪانه ٿي ملي. اڃا تائين اها خبر نه پئجي سگهي آهي ته ان قسم جا ڍير ڇو ناهيا ويا آهن. ٿي سگهي ٿو ته اهي مذهبي يا ثقافتي اهڃاڻ هجن. دائرن واٽرن کي انگريزيءَ ۾ Henge سڏيو ويو آهي.

**ماڳ جو نالو:** **چَڪلي** (Henges) **ڪارو خاصخيلي**

ماڳ جو دور: (؟) نئو دور قبل از تاريخ

ماڳ جو قسم: پٿر جا دائرا يا گهيرا

ماڳ جو هنڌ: ڳوٺ ڪارو خاصخيلي، تعلقو ٿاڻو بولاخان، ضلعو ڄامشورو. اوتر ويڪرائي ڦاڪ 25°20'13" اوڀر ڊگهائي ڦاڪ 67°31'85" ۾ واقع آهي.

More Books Visit : www.iqbalkalmati.blogspot.com



ستن پٿر جي چاڙهن جو ٺهيل گهيرو جيڪو پري کان اڏاوت نظر پيو اچي ۽ مقامي ماڻهو ان کي مسجد سمجهن ٿا. هن جي هڪ ڪنڊ ۾ ڪڏيءَ وانگر اڏاوت آهي. اتر ڏکڻ گهيرو 50 . 4 ميٽر، اوڀر اولهه 60 . 3 ميٽر. ٻاهريون گهيرو 90 . 12 ميٽر ماپيو ويو. ائين ٿو لڳي ته هي تازو ڪنهن ٺاهيو آهي. گمان به ائين ئي آهي پر هن جي مصرف جو پتو ناهي ته ان قسم جون اڏاوتون ڇاجي ڪري ٺاهيون ويون آهن. ان جي کوٽائي ٿيل ڪانه آهي. ڪابه ثقافتي وٿ ڪانه ٿي ملي. هي ماڳ محترم بدر سان گڏ ڇڪاسيو ويو آهي.

**ماڳ جو نالو: چندڻ گڊ/ ڪوٽ**

ماڳ جو قسم: قلعو

ماڳ جو هنڌ: ننگرپارڪر ۾ ڪارونجهر ٽڪريءَ تي. جنهن کي راڻي چندڻ پٽ گوبند راءِ جوڙايو.

احوال: جڏهن پارڪر جي راڻن انگريزن سان مهاڏو اٽڪايو تڏهن ڪرنل ايونس 1859ع ۾ ننگرپارڪر تي چڙهائي ڪري، انهيءَ ڪوٽ کي توبن سان اڏائي ڇڏيو. راڻي چندڻ جي شادي، جيسلمير جي پاٽين مان ٿيل هئي.

**ماڳ جو نالو: چنڊام**

ماڳ جو دور: قبل از تاريخ

ماڳ جو قسم: گبر بند

ماڳ جو هنڌ: ڪوهه تراش بني جي ڏکڻ اولهه ۾، تعلقو ٿاڻو بولاخان ضلعو ڄام شورو. اوڀر ويڪرائي ڦاڪ 67° 38' 70" ڊگري. اولهه ڊگهائي ڦاڪ 25° 43' 02" ڊگري.

هي ماڳ اوائلي انسان جي پاڻي کي جهلي آبادي ڪرڻ جي ڪوشش جا نشان ڄاڻايل آهن. هنن کي عام طور گبر بند سڏيو وڃي ٿو. هي پٿرن ۽ مٽيءَ جو ٺهيل بند آهي، جيڪو 100 کن ميٽرن تائين ڊگهو آهي. هي هاڻي اڻ سروي زمين تي ٺهيل آهي. جيڪي هاڻي به استعمال هيٺ آهي. هنن گبر بندن کي گوربند/ گورباٽي/ ڪيري/ جي نالن سان به سڏيو وڃي ٿو. جهڙي قسم جو بند ٺهيل هوندو اهڙوئي مٿس نالو رکيل آهي. هي بند ميهوڳي جي پاڻيءَ کي روڪڻ لاءِ ٺاهيل آهن.

**ماڳ جو نالو: چنهڙ دڙو**

ماڳ جو قسم: دڙو

ماڳ جو دور: اسلامي

ماڳ جو هنڌ: نصير آباد وڳڻ روڊ، وارهه، ضلعو نصيرآباد شهر جي ٻاهران.

هي وڏي ايراضيءَ ۾ پکڙيل دڙو آهي. هي ماڳ وڳڻ نصيرآباد روڊ سان آهي. هتان مٿاڇري تان ملندڙ وٿون اسلامي دور جون آهن. جن ۾ ٺڪرائو، پڳل ٽانو، رانديڪا، چوڙين جا ٽڪر ۽ ٽامي جا ڪٽيل سڪا شامل آهن. اهو مٿيون ته اسلامي آهي، مگر هيٺ کوٽائي ٿيل ڪانه آهي. مقامي ڳوٺ وارن هتي قبرستان ٺاهي ڇڏيو آهي. قبرون گهٽو ڪري پٿرن جي ڍير وانگر آهن.

**ماڳ جو نالو: چوٽوکو**

ماڳ جو قسم: دڙو

ماڳ جودور: قبل از تاريخ

ماڳ جو هنڌ: 69° 12' 50" اوڀر، 27° 35' 05" اتر. ڳوٺ چوٽوکو تعلقو روهڙي ضلعو سکر.

احوال: وارياسي پٽ تي، جنهن جي ماپ اوڀر_ اولهه ڊيگهه ۾ 333 ميٽر ۽ اتر_ ڏکڻ ويڪر 200 ميٽر آهي. هي ماڳ ڳوٺ واس کان 2 ڪلو ميٽر اتر اوڀر ڳوٺ لنډرو جي ڏکڻ_ اولهه ۾ ڏيڍ ڪلو ميٽر ۽ روهڙيءَ کان ڏکڻ_ اوڀر 41 ڪلو ميٽرن جي مفاصلي تي آهي. ماڳ سني حال ۾ ڪونه آهي. چوڏاري مقامي ماڻهن جي والار هيٺ آهي. ازنسواءِ چوڏاري

More Books Visit : www.iqbalkalmati.blogspot.com



آبادي هن ماڳ کي ڪائي رهي آهي. مليل وٿن ۾ پٿر جون ڪورون، ٺڪرائو مليو آهي. ٺڪرائو سنڌو تهذيب جو ڪاري تي ڳاڙهو، جن ۾ ڪنا، چلمون وغيره ملن ٿيون. ڪن ٺڪرن تي ڪارو پٽو ۽ گهاٽيون ڪاريون لڪيرون بہ آهن. هي ماڳ پاھٽي دور کان سنڌو تهذيب جي وٿن سان ڀريل آهي.

**ماڳ جو نالو: چوڏهن شهيد**

ماڳ جو قسم: قبرون

ماڳ جو دور: سما دور (؟)

ماڳ جو هنڌ: دادو جي اوڀر ڏکڻ ڪنڊ تي پڪي روڊ سان، دادو ڪئنال جي اوڀر ۾ ٽي ڪلو ميٽر پنڌ تي.

احوال: دادو ڪئنال جي پرينءَ پر مخدوم ملڪاٽي ڏانهن ويندڙ روڊ تي چوڏهن قبرون لاڳيتون ٺهيل آهن، جنهن مٿان ڪچو چيرو ٺهيل آهي. اهو قبرستان آهي. روايت آهي تہ اهي چوڏهن هڪ ئي قبيلي جا ماڻهو آهن جيڪي ڌارين سان وڙهندي شهيد ٿيا. سائين مجتبيٰ غالب جو خيال آهي تہ هي مخدوم بلاول واري سانحي ۾ وڙهندي شهيد ٿيا هئا. ڪين لڪائي آٽي اتي دفن ڪيو ويو هو. قبرون ڪچيون آهن. وقت بہ وقت انهن جي مرمت ٿيندي رهي آهي. اهي ٿلهي تي آهن ٿلهو چار فوٽ زمين جي سطح کان مٿي آهي. قبرن جي مٿان پڙ پيل آهن.

**ماڳ جو نالو: چوڙلو/چونٽرو (chaurlo) / چورڙو**

ماڳ جو هنڌ: ٻنڏٽي ماڳ (ڪاچو) کان اٽڪل ست ميل ڏکڻ ۾ چورڙو لانڊي. لانڊي جي ڏکڻ۔ اولهہ ۾ هڪ ٽڪري تي.

ماپ: ٽڪري تي ماڳ جي ماپ 10" 43' 67⁰ اوڀر ۽ 5" 74' 26⁰ ڏگرين تي واقع آهي.

تعارف: ڪوٽيل ٻن ڪڏن مان پٿر سان ٺهيل وٿون ۽ آمري جهڙو ٺڪرائو ۽ ٿانون مليا آهن. آمري دور جو ٺڪرائو هلڪو ڳاڙهو ۽ ڦڪي رنگ جو۔ ٿانون چڪ تي لٿل۔ ٿانون تي چٽسالي چاڪليٽي ڦڪي رنگ جي. مجمدار جي چوڻ موجب دڙو مخروطي ۽ وسنديءَ تي مشتمل آهي.

ليمبرڪ کي هتان پنجن انچن جو چقمقي چاقون لڌو آهي. هي دڙو 152x91 ميٽر ماپ جو 26 ميٽر اوچو آهي. هتان آمري سان پيٽڻ جهڙو ٺڪرائو مليو ٿو.

**ماڳ جو نالو: چوڪنڊي قبرستان**

ماڳ جو قسم: قبرستان

ماڳ جو دور: اسلامي دور (16 ۽ 17 صدي عيسوي)

ماڳ جو هنڌ: ڪراچي شهر کان 18 ميل ۽ ملير شهر کان سوا ڇهہ ميل اوڀر طرف۔ لانڊي جي ويجهو

احوال: هنن قبرستان بابت گهڻو ڪجهہ لکيو ويو آهي. قبرن جي مٿان چٽيون ڏنل ۽ قبرن تي سادو توڙي نفيس اُڪر جو ڪم ٿيل آهي. اهڙيون قبرون بلوچستان يا سنڌ ۾ گهڻڻ هنڌن تي آهن. هي جامن جي قبرستان طور سڃاتو وڃي ٿو. قبرون بہ ماڙ ۽ ٽہ۔ ماڙ بہ آهن. مردن جي قبرن تي سجاٽپ لاءِ تير، تلوار وغيره جي اُڪر ۽ عورتن لاءِ زيورن جي ٿيل آهي. هن قسم جون قبرون سنڌ ۽ بلوچستان ۾ 15 صدي جي شروعات کان وٺي 17 صديءَ تائين ملن ٿيون. هڪ قبر تي هن قسم جو ڪتبو لکيل آهي:

لا اله الا الله محمد رسول الله

جام مريد بن حاجي صاحب چوڪنڊي

ان لاءِ چئي سگهجي ٿو تہ چوڪنڊي ڳوٺ جو نالو هو. جتي هي مقام آهي. چوڪنڊي نالي سنڌ ۾ ڪجهہ ڳوٺ اڄ بہ

More Books Visit : www.iqbalkalmati.blogspot.com



موجود آهن.

**ماڳ جو نالو:** **حاجي ابو تراب جي مزار**

ماڳ جو هنڌ: گجو کان ٻن ميلن جي مفاصلي تي، ضلعو ٺٽو

ماڳ جو قسم: مزار، اڏاوت

ماڳ جو دور: 782 هجري، 1380ع/ مسلم دور

احوال: تحفة الکرام جو صاحب لکي ٿو ته هي بزرگ سنڌ جي ڪنهن حصي تي عباسين پاران گورنر هو ۽ ڪيس شهيد ڪيو ويو هو. ڪراچيءَ واري گزيٽيئر ۾ لکيل آهي ته عمارت سادي ۽ پراڻي آهي جا ٽيرنهن فوٽ چورس آهي. سندس مقبري تي ڪوبه نقش نگار ٿيل ڪونه آهي. پروفيسر ڊاڪٽر محمد شفيع سال 1934ع ۾ هي مزار ڏٺي لکي ٿو ته، ”خانقاه هڪ پراڻي قبرستان ۾ آهي. چڱي حالت ۾ آهي. مزار جو گنبذ پراڻو معلوم ٿئي ٿو. پر نقش و نگار موجوده زماني جا معلوم ٿين ٿا. اولهه واري پٽ تي لڳل ڪتبي مان سن 782 هجري، 1380ع ۾ جام علاؤالدين جي زماني ۾ موسيٰ بن شاهه جهان جي ڪوشش سان قبو تيار ٿيو.

**ماڳ جو نالو:** **حاجي امان حبشي ۽ عنبر حبشي جون قبرون**

ماڳ جو قسم: قبرون

ماڳ جو دور: ميرن جي صاحبي

اوپر ۾ به پٿر جون قبرون ٽڪ سان ملن ٿيون. جنهن مان هڪ قبر جنهن تي وفات جو سال 1261هجري لکيل آهي. نالو حاجي عنبر جام اڪريل اٿس. ٻي قبر حاجي امان حبشي جي آهي جنهن تي ڪتبو آهي وفات جو سال 1284 هجري لکيل آهي. اهي ٻئي موصوف ميرن جا خاص ماڻهو هوندا هئا. هاڻي به ميرن وٽ شيدي خادمن طور ڪم ڪن ٿا. وڌيڪ ڪجهه معلوم ٿي ڪونه سگهيو آهي.

انهن سان گڏ ئي اتر ۾ مسجد آهي جيڪا هاٽوڪي هيراآباد ۾ اچي ٿي. اها مسجد مراد علي خان جي ٺهرايل آهي. مسجد سٺي حال ۾ آهي. ڊيگهه ۾ اتر ڏکڻ 50 فوٽ ۽ ويڪر ۾ 48 فوٽ آهي. ٽوٽل ايراضي 229 فوٽ اٿس. حيدرآباد جي سٽي سروي نمبر 113 ۾ آهي.

**ماڳ جو نالو:** **حاجي اسماعيل پير**

ماڳ جو قسم: مقبرو

ماڳ جو دور: نامعلوم

ماڳ جو هنڌ: پاٽ پراڻي ضلعو دادو

هي مقبرو حاجي محمد اسماعيل ذات جو پنهور، ان جو سڏجي ٿو. وڌيڪ ڪا تاريخ ڪانه ٿي ملي. هي ڪچو پڪو مقبرو پراڻي پاٽ جي پڊن ۾ آهي. پير حاجي اسماعيل جي ڏکڻ ۾ پير ناصرشاهه جي درگاهه به آهي. هن مزار کي سيد عبدالله شاهه پنهنجي وڏ وزارت دوران ڊهرائي پڪو ڪري ٺهرايو. هاڻي رهيا سهيا آثار به ختم آهن. ڪا خبر ڪونهي ته ڪهڙي دور جو بزرگ هيو.

**ماڳ جو نالو:** **حاجي مري جو قبو**

ماڳ جو قسم: اڏاوت قبو

ماڳ جو هنڌ: ديهه جاگير_6 چڪ 7 يونين ڪائونسل غيبي ديرو

ماڳ جو دور: ڪلهوڙا (؟)

More Books Visit : www.iqbalkalmati.blogspot.com



احوال: حاجي مري بابت روايتن ۾ اچي ٿو تہ هُو ميان دين محمد ڪلهوڙي جو سپہ سالار هو. 22 ربيع الثاني 1110 هجري مطابق 1699ع ۾ هاٽوڪي ڏوڪري تعلقي جي ڳوٺ ڳيريلي ۾ مغليہ لشڪر سان وڙهندي شهيد ٿيو.

**ماڳ جو نالو: حاجن شاهہ جو دڙو**

ماڳ جو قسم: دڙو

ماڳ جو دور: اسلامي دور

ماڳ جو هنڌ: هي دڙو ڳوٺ مشتاق جمالي ۽ شاهہ شڪر گنج جي پير ۾ آهي.

احوال: دڙو 12 ايڪڙن تي مشتمل ٿيندو. مٿاڇري تان ملندڙ وٿن ۾ ڪاشيءَ جون ٽڪريون، ٺڪريون جن تي گل ٻوٽا نڪتل آهن. نيلن جا ٽڪر ٽوٽا ــ سرن جا اڌڙ ملن ٿا، جنهن مان سمجهجي ٿو تہ دڙو اسلامي دور جو ڪو شهر هو جيڪو ميسارجي ويو. هلڪي ڪوٽائيءَ مان ٽامي جا سڪا بہ مليا آهن جن جو تعلق فيروزشاهہ تغلق سان آهي. ملندڙ وٿن ۾ ٺڪر جي جنڊن جا ٽڪرا، گهگهين جون ڊيڙيون، ڪونئرن جا ٽڪر ٽوٽا وغيره مليا آهن.

**ماڳ جو نالو: حامد شاهہ جو قبو**

ماڳ جو قسم: مقبرو

ماڳ جو دور: ميرن جي صاحبي

ماڳ جو هنڌ: ديهہ اين ــ 23 تعلقو ۽ ضلعو نواب شاهہ. مقبرو زوار امداد ڳوٺ جي اوڀر ۾، ۽ 500 ميٽر الاهي بخش ٽالپر ڳوٺ جي اولهہ ۾، 100 ميٽر آئوٽ ڊرين جي ڪاٻي ڪپ تي اتر ۾، نصرت ڪئنال جي اتر اوڀر ۾ اڍائي ڪلو ميٽرن جي پنڌ تي، ڄام صاحب کان 12 ڪلو ميٽر ۽ 18 ڪلو ميٽر نواب شاهہ شهر جي ڏکڻ اوڀر ڪنڊ ۾ آهي. هي ماڳ اتر ڊگهائي ڦاڪ ۾ 21,8 $^{0}$26 ڊگريون ۽ اوڀر ويڪرائي ڦاڪ 33,8 $^{0}$68 ڊگرين تي موجود آهي. هن مقبري جي ڊيگهہ ۽ ويڪر 35 . 3 ميٽر ۽ اوچائي اٽڪل 6 ميٽر آهي. هن جي اڏاوت ۾ چيرولي، جنگ شاهي پٿر ۽ سيمنٽ جون ڄاريون استعمال ٿيل آهن. مقبرو چورس آهي. هن مقبري جي بنياد کي هڪ ميٽر پٿر جي استعمال سان ڪيو ويو آهي. ان جي مٿان سرن ۽ پٿر جو ٿلهو ناهيو ويو آهي. پٿر تي چٽسالي ٿيل آهي. مقبرو ڀيل پاون تي ڪنيل آهي. وچ ۾ ڪندن تي پاوا ناهي مٿي چٽي مڙهي وئي آهي. هن ۾ ڪل 8 ڀيل پاوا ڪنيل آهن. چٽي جي مٿان گول گنبذ ڏنو ويو آهي. جن کي سر درين ۽ امرين ذريعي اٺ ڪندو ڪيو ويو آهي. گنبذ گول ان جي مٿان ڪلسو لڳل آهي. چٽي اندر پٿر جي قبر ٺهيل آهي. بني تي مختلف گل ٻوٽا اڪريل آهن. هن وقت سٺي حالت ۾ آهي. مقامي ڳوٺاڻن ان تي روغن ڪيو آهي. ڀيل پاوا ڳاڙهي روغني رنگ سان سينگاريل آهن ۽ باقي پاسا سائي رنگ جا آهن. جنهن ڪري ڀيل پاون ۽ بنيءَ تي ٿيل اڪر جو حسن ڍڪجي ويو آهي.

**ماڳ جو نالو: حاضر خان جو قبو**

ماڳ جو قسم: مزار

ماڳ جو دور: سومرا (؟)

ماڳ جو هنڌ: تعلقو وارهہ ضلعو لاڙڪاڻو. حمل ڳوٺ کان 2 ميل اتر اولهہ قبو پڪين سرن جو ٺهيل آهي. حاضر خان چانڊين جو سردار هو. قبي ۾ بہ قبرون آهن. جن مان هڪ سندس گهرواريءَ جي آهي.

**ماڳ جو نالو: حافظ علي مراد زرداريءَ جو مقبرو**

ماڳ جو قسم: اڏاوت

ماڳ جو دور: 1992ع

ماڳ جو هنڌ: ڳوٺ سائو ڍورو، ديهہ سائو ڍورو، تعلقو مورو، ضلعو نوشهروفيروز

More Books Visit : www.iqbalkalmati.blogspot.com



احوال: مجذوب حافظ علي مراد زرداريءَ جو مقبرو ٻانڊي روڊ مورو جي اوڀر ۾ موري شهر کان ساڍن ڇهن ڪلو ميٽرن جي پنڌ تي آهي. 1992ع ۾ هن مقبري کي سندس پٽن جوڙايو ۽ 1997ع ۾ سينگاريو. مقبرو اوڀر اولهه 26 فوٽ ۽ اتر ڏکڻ 27 فوٽ آهي. مقبري جي اوچائي 30 فوٽ کن ٿيندي. مقبرو پڪسرو آهي. جديد نمونې سان اندران شيشي سان تاڪ سينگاريل آهن. جيڪي زمين جي ليول کان 5 فوٽ مٿي نهيل آهن. سينگار جو ڪم سهڻي نمونې ٿيل آهي. روضي ۾ اندر ٻه قبرون آهن جن مان هڪ اوڀر طرف واري حافظ صاحب جي آهي. گنبذ گول سڄي روضي جي مٿان وريل آهي جنهن جو قطر 13۔ 14 فوٽ ٿيندو. جيڪو پڻ شيشي جي جديد ڪم سان سهڻو سينگاريل آهي. فرش تي جديد ٽائيلس لڳل آهن. احاطو 21x24 فوٽ آهي. جنهن جو فرش سيمنٽ جو ٻڌل آهي. پٽ 5 فوٽ کن مٿي ٿيندي. دروازو اڀرندي طرف ڪاٺ جو پر سادو آهي. گنبذ کان سواءِ ڇهه نيلون آهن جن مان چار نيلون ڪنڊن تي زمين کان مٿي چاليهه فوٽ کن ٿينديون. جن تي نيري گل واري اڇي تر سان ڪاشي لڳل آهي. ٻه نيلون زمين کان 30 فوٽ کن اوچيون ٿينديون جن تي به ڪاشيءَ جو ڪم ٿيل آهي. جديد دور جو هي مقبرو حسن ۽ سينگار ۾ پنهنجو مٽ پاڻ آهي.

**ماڳ جو نالو: حرن جو لوڙهو**

ماڳ جو قسم: عمارت/ جيل

ماڳ جو دور: انگريز دور

ماڳ جو هنڌ: پٿوري اسٽيشن کان اٽڪل هڪ ڪلو ميٽر ڏکڻ طرف۔ ديهه اڪڙي وڏي.

هتي حرن کي قيدر رکڻ لاءِ انگريزن طرفان ٺهرايل جيل جا نشان آهن. جن کي عام طور تي حرن جو لوڙهو ڪوٺيو ويجي ٿو. جتي حر هلچل وقت پيرصاحب پاڳاري پير صبغت الله شاهه شهيد جا معتقد حر قيد رکيا ويندا هئا.

**ماڳ جو نالو: حسن باغبان جو مقبرو**

ماڳ جو هنڌ: عمرڪوٽ کان 26 ميل ڳوٺ حسن باغبان

ماڳ جو دور: ڪلهوڙا دور

ماڳ جي ماپ: 50x14 فوٽ، اوچائي 20 فوٽ

احوال: مقبرو پڪسرو ۽ چن سان اوساريل آهي.

**ماڳ جو نالو: حسن علي**

ماڳ جو قسم: دڙو

ماڳ جو هنڌ: ڪراچيءَ کان اتر ۾ ٽاٽي بولاخان وايا ڳوٺ حسن علي روڊ، ضلعو ڪراچي. ڪراچيءَ کان ساڍا پنجٽيهه ڪلو ميٽر اتر اوڀر.

ماڳ جو دور: سنڌو تهذيب

احوال: هي ماڳ تقريباً 200 فوٽن جي پکيڙ ۾ آهي. ۽ 10 فوٽ اوچو آهي. دڙي جي اوڀر ۾ واري اڌ حصي ۾ پٿر جي ديوار جا نشان موجود آهن. مٿاڇري تي موجود ٺڪراڻي ۾ ٿلهو ٺڪر گهڻو آهي. ٺڪراڻو چڱي نمونې پڪل آهي. جنهن تي ناسي يا ڳاڙهو رنگ ڏيکارجي ٿو. ٺڪراڻي تي روغن ٿيل آهي. ڪُنا، پليٽون، ٻه پٽائين رانديڪن واري بيل گاڏي مليل آهي. ٺڪراڻي تي لڪيرون نڪتل آهن. ٺڪراڻو ڪاري تي ڳاڙهو سنڌو تهذيب وارو سجاتل جاتل مليو ٿو. هي ماڳ اتر ۾ $25^0$ 00 ڊگريون ۽ اوڀر ۾ $67^0$ 19 ڊگرين تي واقع آهي.

**ماڳ جو نالو: حسڻ لاکي جو مقبرو**

ماڳ جو قسم: اڏاوت۔ مقبرو

More Books Visit : www.iqbalkalmati.blogspot.com



ماڳ جو هنڌ: قمبر کان 40 ڪلو ميٽر يونين ڪائونسل غيبي ديري ۾.

ماڳ جو دور: 1800ع

احوال: ڪلهوڙن جو مريد هو. ميان نورمحمد جو خاص خليفو هو. ڪلهوڙن طرفان ڪيس گنداخا جي اتر طرف جاگيرون مليل هيون. حسڻ لاڪي ۽ قادربخش لاڪي "قادرواهه" بہ کوٽايو. موصوف 1778ع ۾ وفات ڪري ويو. سندس مقبرو ولي محمد خان چانڊيئي ٺهرايو.

**ماڳ جو نالو: حسين شاهہ جو مقبرو**

ماڳ جو قسم: مقبرو

ماڳ جو دور: ڪلهوڙن جي صاحبي

ماڳ جو هنڌ: ڳوٺ حسين شاهہ، ديهہ ۽ تعلقو دولتپور ضلعو نواب شاهہ. هن جي اوڀر ۾ 300 ميٽرن جي فاصلي تي بچاءُ بند، اولهہ ۾ 200 ميٽرن جي پنڌ تي رضا محمد ڏاهريءَ جو ڳوٺ، نيشنل هائي وي هن جي اوڀر ۾ هڪ ڪلو ميٽر جڏهن تہ دولتپور جو شهر هن جي ڏکڻ ۾ ٻن ڪلو ميٽرن جي پنڌ تي آهي. هي ماڳ اتر ويڪرائي ڦاڪ 26°30'55" ڊگرين ۽ اوڀر ڊگهائي ڦاڪ 67°57'42" ڊگرين تي آهي. هن جي اڏاوت ۾ پڪيون سرون، گل گارو، گچ گارو وغيره استعمال ٿيل آهن. هي مقبرو ڊيگهہ ۾ 7.85 ميٽر ويڪر ۾ 7.70 ميٽر ۽ اوچائيءَ ۾ 10.50 ميٽر ٿيندو. مقبرو رٿ ۾ الڳ الڳ آهي. لنگهہ اوڀر ۾ اٿس. ڪاٺ جي دروازي تي اُڪر جو ڪم ٿيل آهي. مهاڙي ۾ اندر تي ونگاوان مستطيل جارا ۽ پانيل ٺهيل آهن. چارئي پاسا طاقن ۽ پانيلن سان سجايل آهن. ٻيڙ_ ٻني تي ڪيترائي ڪنگرا ٺهيل آهن. جن مان بہ ڪنگرا هر ڪنڊ جي چوٽيءَ وٽ ٺاهيا ويا آهن. ڇت ۽ گنبذ جي وچتي گنبذ ڳچ (Drum) ٺهيل آهي. ان جي ٻيڙ ٻني تي بہ ڪنگرا ٺاهيا ويا آهن. گنبذ اونڌي ٿيل پيالي وانگر آهي. جيڪو اٺڪنڊي گنبذ ڳچ تي ٺهيل آهي. ان جي مٿان ابتو ڪنول جو گل، ان جي مٿان ڪلس ٺهيل آهي. گنبذ جو نمونو ٻڙا گنبذ مسجد دهلي وانگر آهي جيڪو 1494ع جو ٺهيل آهي. مقبرو اندران توڙي ٻاهران گچ گاري سان لتل آهي. مقبرو اندران ڇهن ونگاون پانيلن ۽ ڇهن مستطيل پانيلن سان سجايل آهي. اولاهين پٽ تي محراب وانگر جارو ٺهيل آهي. اندر گلڪاري ٿيل آهي. وچ ۾ هڪ (Pendant) سينگار لاءِ ٺهيل آهي حاشيہ ٽائين ڪاشيءَ جون سرون استعمال ٿيل آهن. هن وقت مقبرو سٺي حال ۾ ناهي. هنڌان هنڌان ليپو اکڙي ويو آهي. مقبرو ڪيترائي ڀيرا مرمت ٿي چڪو آهي.

**ماڳ جو نالو: حسين شاهہ جي مزار**

ماڳ جو قسم: زيارتگاهہ/ قبر

ماڳ جو دور: اسلامي دور

ماڳ جو هنڌ: جهم ڪوٽ، ضلعو ٺٽو

جهم ڪوٽ ۾ اندر حسين شاهہ نالي ڪنهن بزرگ جي مزار آهي. جنهن لاءِ چيو وڃي ٿو تہ محمد بن قاسم جي دور ۾ آيو. ۽ حملي وقت محمد بن قاسم سان گڏ هو. ۽ ان ڪوٽ جي پرسان شهيد ٿي ويو هو. اها ان جي مزار آهي. ماڻهو اچن ٿا ۽ پڙ چاڙهين ٿا.

**ماڳ جو نالو: حسين شاهہ وارو قبرستان**

ماڳ جو دور: تاريخ جو پراڻو دور

ماڳ جو قسم: حجري آثار

ماڳ جو هنڌ: هي ماڳ ٽاٽي بولاخان تعلقو جام شوري ضلعي ۾ ڳوٺ اسماعيل باريجي کان اڌ ڪلو ميٽر جي پنڌ تي آهي.

More Books Visit : www.iqbalkalmati.blogspot.com



هي ماڳ وڏين وڏين پٿر جي آثارن سان نشانبر آهي. ٿوري مٿاهين تي واقع آهي. ملندڙ وٿون ڪنهن پراڻي زماني جو ڏس ڀڏائين ٿيون. پٿرن جون ڇٽيون وڏا بلاڪ، ڪنهن خاص ترتيب ۾ رکيل آهي.

هتي تازو ڪنهن ڪوڙي پير جي قبر ٺاهي آمدنيءَ جو ذريعو ڳوليو لڌو آهي. جيڪو حسين شاهه جي نالي سڏجي ٿو. قبر نڪور ٺهيل آهي جو گذريل صدي جي نوي واري ڏهاڪي ۾ هتي ڪابه قبر ڪانه هئي. اڳتي هلي اها قبر وڏي درگاهه ۾ تبديل ٿي سگهي ٿي. مقامي ماڻهو هن کي ڪوٽيرو ڪري سڏين ٿا، پر اسان ان کي سچاڻپ خاطر ”ڊوهي“ ڪري سڏيون ٿا. هن ماڳ تي حاڪم علي شاهه ڪم ڪيو آهي. تفصيلي رپورٽ اڃا شايع نه ٿي آهي. Racket جي شڪل وانگر لڳل ۽ رکيل پٿرن جو هي آثار هر نموني عجيب آهي. جيڪڏهن هي ڪو قبرستان آهي تڏهن به عجيب آهي. لنگهه اوپر کان اٿس.

**ماڳ جو نالو:** **حجره حضوري**

ماڳ جو قسم: اڏاوت مذهبي

ماڳ جو دور: اسلامي دور

ماڳ جو هنڌ: جامع مسجد ٺٽي جي ڏکڻ اولهه ڪنڊ.

مخدوم ابوالقاسم نقشبندي جي عبادت ۾ ويهڻ جو حجرو آهي. چون ٿا ته انهيءَ حجري ۾ حضور جن صلي الله عليه وسلم تشريف فرما ٿيا هئا ته مخدوم صاحب انهيءَ حجري تي نالو ئي ”حضوري“ رکي ڇڏيو. مسجد 1962ع تائين موجود هئي. مسجد کان ٻن سوَن وکن تي اهو حجرو حضوري آهي.

**ماڳ جو نالو:** **حجياڻو ڏاٽ**

ماڳ جو قسم: گبر بنديون

ماڳ جو دور: قبل از تاريخ

ماڳ جو هنڌ: تعلقو ٿاڻو بولاخان، ضلعو ڄامشورو. اتر ويڪرائي ڦاڪ 25°42'53" ۽ اوپر ڊگهائي ڦاڪ 67°32'89" ڊگرين تي موجود آهي.

هن ماڳ تي ڪل 5 عدد گبر بنديون آهن. جن مان هڪ جي ٿلهي ليکي ماپ 68 ميٽر ٿيندي. جن مان 24 ميٽر لڙهي ويا آهن. اتر کان ڏکڻ پهرين گبربندي کي ننڍي ڪوٺر، وڏي ڪوٺر، داراشاهه، حاجوٺو ۽ ڪنڊوڙي نالي سان گبر بنديون سڏجن ٿيون. بنياد وٽ ماپ 18 ميٽر، مٿي ٽاپ تي 4 ميٽر، اوچائي ست ميٽر ماپي وئي. بندن کي پاسن کان راڙ (Pitching) ٿيل آهي. اهي گول مول پٿر مٽيءَ جي گل گاري سان راڙ ڪيا ويا آهن. اهي گبر بند ڪنهن سمي، اوائلي ماڻهن پاڻي ”جهل“ لاءِ ٺاهيا آهن ته جيئن برسات جو يا نئن جو پاڻي جهلي ان کي ڪتب آڻي سگهجي. ڪوهستان ۾ توڙي ڪاڇي ۾ اِهي بند ڪافي انداز ۾ موجود آهن.

**ماڳ جو نالو:** **حيدرآباد**

ماڳ جو هنڌ: 25°23' اتر ويڪرائي ڦاڪ 68°25' ڊگهائي ڦاڪ.

ماڳ جو دور: ڪلهوڙا دور

ماڳ جو قسم: وسندڙ پراڻو شهر

احوال: 1769ع ۾ غلام شاهه ڪلهوڙي هن کي ڪلهوڙن جو تخت گاهه بنائي قلعو جوڙايو. ته ٻيا تخت گاهه پنهنجي اهميت وڃائي ويٺا. جنهن ۾ خداآباد تخت گاهه کي ڇيهو رسيو. 1783ع ۾ ميرن جي حڪومت ۾ انگريزن جون اکيون هن شهر تي کتيون. 1843ع ۾ نيپئر سنڌ فتح ڪئي. هي شهر ڪلهوڙن جي مقبرن سان سٽيل آهي. سنڌ جو ٻيو نمبر وڏو شهر آهي. وڏو واپار اٿس. ڄامشوري، ٺٽي جون حدون ملنس ٿيون.

More Books Visit : www.iqbalkalmati.blogspot.com



**ماڳ جو نالو:** **خانپوري واري مسجد**
ماڳ جو قسم: اسلامي اڏاوت/ 1252 هجري
ماڳ جو دور: اسلامي دور
ماڳ جو هنڌ: خانپور تپو ڪڪڙ تعلقو خيرپورناٿن شاهه ضلعو دادو.

هي مسجد ميان قبول محمد ڪلهوڙي 1252 هجريءَ ۾ ٺهرائي جو هي ڪتبو لڳل اٿس:

شد بنا مسجد مبارک بے مثال
گفتم اے هاتف بگو سال اساس
از قبول آمد نيائش باکَمال
وه عبادت خانۂ حق گفت سال.

مسجد ٽن ڪٽن (Bays) ۾ ورهايل آهي. مهاڙي وٽ ٽي دروازا ٺهيل آهن. دروازا ونگن سان آهن. مٿي وڃڻ لاءِ ڏاڪڻيون ٺهيل آهن. ڏاڪڻ واري حصي تي گنبذ آهي. نماز واري وچين حجري جي مٿان الڳ گنبذ ٺهيل آهي. مسجد جي اولاهين ديوار ۾ نئون محراب نڪتل آهي. جنهن تي روغني چٽ چٽيل آهن.

**ماڳ جو نالو:** **خانپور لڳ مقبرا (پرياڻين جا قبا)**
ماڳ جو قسم: 11 عدد مقبرا
ماڳ جو دور: اسلامي دور
ماڳ جو هنڌ: خانپور لڳ ڪڪڙ، تعلقو خيرپورناٿن شاهه، ضلعو دادو

هتي ڪل 11 مقبرا آهن. هن ڪي پرياڻين جو مقام ڪري به چوندا آهن. چند ڪلو ميٽرن جي پنڌ تي پرياڻي سيدن جو ڳوٺ آهي. مکيه مقبرو مهدي شاهه پرياڻيءَ جو آهي جيڪو مقام جي اتر ڏکڻ ڪنڊ تي آهي. هن روضي تي خوبصورت چٽ چٽيل آهن. مقبرو چورس آهي دروازو اوڀر ۾، مٿان گنبذ اڏيل آهي. مقبري جي ڏکڻ اولهه ۾ مسافر خانو ۽ مقبري جي سنڀاليندڙ جا گهر ٺهيل آهن. ٻيا مقبرا اتر ۽ اتر ڏکڻ ۾ آهن. اِهي تمام خوبصورتيءَ سان چٽيا ويا آهن. ٻاهران وارا نقش ڊهي ويا آهن. باقي اندريون ڪم سلامت آهي. تمام گهٽ ماڻهن جي هنن مقبرن تائين رسائي ٿي آهي. هي مقبرا 64 ايڪڙن جي ايراضيءَ ۾ ڦهليل آهن. سيئي مقبرا خوبصورت ڊزائين ۽ چٽن سان چٽيل آهن. هن وقت مقبرن کي سم ۽ ڪلر وڪوڙي ويو آهي. سنڀال جي سخت ضرورت آهي.

**ماڳ جو نالو:** **خدا آباد پراڻي**
ماڳ جو هنڌ: دادو کان ست ميل ڏکڻ ۾
ماڳ جو دور: ڪلهوڙا
ماڳ جو قسم: جامع مسجد، يارمحمد ڪلهوڙي جو قبو، قبرستان ۽ ڪوٽ جا نشان

احوال: ميان يارمحمد کي جڏهن مغلن خدايار خان جو خطاب ڏئي سنڌ جو والي ڪيو ته هن ڳاڙهي بدران شڪارپور پنهواري کي خداآباد جو نالو ڏئي تخت گاهه بنايو. شاهي مهندي، ڪوٽ، جامع مسجد، وڏي بازار جا نشان آهن. شهر جو ڪوٽ وچ شهر کان هڪ ميل ۾ پکڙيل هو. سمجهجي ٿو ته 1699ع کان پوءِ هي سنڌ جو اهم شهر هو. جامع مسجد، قبرستان، ڪوٽ ٻڌائين ٿا ته وٽج واپار ۾ اتم هو. پر جڏهن غلام شاهه ڪلهوڙي حيدرآباد کي تخت گاهه ڪيو ته هي شهر ڦٽي ويو. وري 1931ع ۾ پير الاهي بخش جي ڪوشش سان آباد ٿيو آهي. پر واهڻ جي حيثيت رکي ٿو. اڌ صدي هي شهر سنڌ جي گاديءَ جو هنڌ رهيو.

More Books Visit : www.iqbalkalmati.blogspot.com



جامع مسجد ۽ ميان يارمحمد جو مقبرو محڪمہ آثار قديم جي سنڀال هيٺ آهن.

**ماڳ جو نالو:** **خدا آباد ثاني**

ماڳ جو هنڌ: خدا آباد جا کنڊر هالا کان اتر اولهہ ٽن ميلن جي پنڌ تي آهن جيڪي ٻن ميلن ۾ پکڙيل آهن.

ماڳ جو دور: ڪلهوڙا عهد 1772ع ـ 1814ع ۾ ويران ٿيون.

احوال: مرزا عباس بيگ لکي ٿو تہ خداآباد نئين ميان سرفراز جوڙائي. ۽ ان کي پنهنجو تختگاهہ ڪيو. ڪيپٽن ووڊ 36 ـ 1835ع ۾ هن شهر کي ڏٺو ۽ لکي ٿو تہ هيءَ جڳهہ ٽالپرن جي پسند جي رهڻ جي جاءِ هئي. منجهس ڪيترن ٽالپري سردارن جون قبرون آهن. جن ۾ فتح خان، غلام علي، بهرام خان، بجار خان وغيره. اليگزنڊر برنس، ليفٽيننٽ ليچ، ڊاڪٽر لوءِ ليفٽيننٽ ووڊ، برٽش انڊيا کي جيڪي رپورٽون موڪليون تن ۾ لکيائون تہ ٽيهن سالن کان ٿورو اڳ (1800ع ڌاري) هن شهر جي پکيڙ ۽ آدمشماري حيدرآباد سان ڪلهو ٿي هنيو. هاڻي وسندڙ گهر بہ ڪونهي.

ٽارنٽن 1844ع ۾ رپورٽ ۾ لکيو تہ مير فتح علي خان جو مقبرو سٺي حالت ۾ آهي. پيرومل مهرچند آڏواڻي 1923ع ۾ لکيو تہ خدا آباد جو شهر مانيٽن جو محلو آهي. هي شهر دريا جي وهڪري بدلائڻ سبب تباهہ ٿي ويو.

هاڻي اتي پوکي راهي ٿئي پئي صرف ڪوٽ جا ڪجهہ حصا باقي نشاني طور رهيل آهن. هتي مقبرا ۽ مسجدون اجا موجود آهن.

**ماڳ جو نالو:** **خدا آباد جو قلعو**

ماڳ جو هنڌ: هن قلعي جا ڪجهہ نشان دادو کان ست ميل ڏکڻ ۾ خداآباد شهر ۾ آهن

ماڳ جو دور: ڪلهوڙا دور

احوال: ڪل ٽن ڪوٽن جا نشان ملن ٿا. پهريون ڪوٽ: جنهن جا 50 وال جامع مسجد خدا آباد جي اتر ۾ وڏي در وٽ اجا بہ آهن. هي پٽ 7 فوٽ کن ويڪري آهي. هن ۾ مهندي محل ۽ ٻيون سرڪاري عهديدارن جون جايون ٺهيل هيون. ٻاهريون ڪوٽ: جان بيبي جي مقبري وٽان هن جا نشان نظر اچن ٿا. پکيڙ ۾ وچ شهر کان هڪ ڪلو ميٽر جو اندازو ڪري سگهجي ٿو. ٽيون ڪوٽ ميان جي ماڙي کي ڏنل هو. اها ماڙي ميان يارمحمد جي مقبري لڳ هئي. اتي ميان يارمحمد هڪ کوهہ بہ کٽايو هو. 1768ع کان پوءِ خدا آباد تختگاهہ ڦٽي ويو تہ قلعي جي سارسنڀال ڪنهن نہ ڪئي، قلعو ڪچو هو.

**ماڳ جو نالو:** **خداداد خان جو مقبرو**

ماڳ جو قسم: مقبرو

ماڳ جو دور: ڪلهوڙن جي صاحبي

ماڳ جو هنڌ: ميان نورمحمد ڪلهوڙي جو قبرستان. ڳوٺ ۽ ديهہ ميان نورمحمد تعلقو دولتپور ضلعو نوابشاهہ. هن ماڳ جي ڏکڻ ۾ اٽڪل هڪ ڪلو ميٽر پنڌ تي نمُ جو ڳوٺ، هن جي اوڀر ۾ هڪ ڪلو ميٽر جي پنڌ تي لنڊکي ڪئنال وهي رهيو آهي. مقيم ڏاهريءَ جو ڳوٺ هتان کان ٽن ڪلو ميٽرن ۽ موري جو شهر هتان کان سورنهن ڪلو ميٽرن تي آهي. هي ماڳ اتر ڊگهائي ڦاڪ 26° 32' 50" ڊگرين اوڀر ڊگهائي ڦاڪ ۾ 68° 48' ڊگرين تي واقع آهي. اڏاوت ۾ پڪيون سرون، گل، چن گارو وغيره استعمال ڪيا ويا آهن. هن مقبري جي ڊيگهہ 6.40 ميٽر، ويڪر 4.85 ميٽر ۽ اوچائي 5.75 ميٽر ٻاهران ٻاهر رٽ ۾ هي مستطيل اڏاوت آهي. خداداد خان نورمحمد ڪلهوڙي جو فرزند هو. سندس مقبرو 1.5 ميٽر اوچي ٿلهي تي ٺهيل آهي. هي مقبرو نورمحمد ڪلهوڙي جي مقبري جي ڏکڻ ۾ آهي. مقبري کي اتر طرف سينگاريل ونگائون دروازو گهڻ راسي پانيلن سان آهي. مهاڙي عمودي مستطيل پانيلن سان، ان تي مُهندسي ڏارائون نڪتل ۽ پانيلن جون ونگون گهڻ راسيون ٺهيل آهن. مقبري جي ڇت محرابي آهي جنهن تي پلويڙن تي برجيون ٺهيل آهن. محرابي ڇت جي مٿان ڪنول جو انڊو ٺيل گل ۽ ان

More Books Visit : www.iqbalkalmati.blogspot.com



جي مٿان ڪلس نهيل آهي. مقبرو اندران ٻاهران گچ گاري سان لنبيل آهي. حجرو مستطيل آهي جيڪو مستطيل پانيلن ۽ گهڻـ راسين ونگن وارو آهي. اندران بہ مقبري جي ڇت محرابي آهي. ڪلهوڙن جي تاريخ موجب مراداياب جي حڪمراني دوران خداداد خان هندوستان هليو ويو هو. جيئري واپس ڪونہ آيو. مقبري حالت سٺي ڪانہ آهي. پلستر جتان ڪتان لهي ويو اٿس. محڪمہ آثار قديم وارن ڪجھ عرصو اڳ ۾ ڪجھ ڪم ڪرايو هو جيڪو نئون ڏسجي پيو ٿو.

**ماڳ جو نالو:** **خسرو چرڪس جي رانڪ**

ماڳ جو دور: ترخان دور

ماڳ جو قسم: ست چڙهٽي عمارت

ماڳ جو هنڌ: عيسيٰ خان اول جي مقبري جي اتر ۾. ست چرني بہ چونس. غازي بيگ ترخان جو دور

احوال: هتي امير خسرو چرڪس جي تربت آهي. هي عمارت پنهنجي خاص نوعيت جي ڪري تمام گهڻو مشهور آهي. هن ڪي سنچاري بہ چوندا آهن. هي مستطيل ڊول ۾، 6 . 47 فوٽ ڊگهي ۽ 9 . 11 فوٽ ويڪري عمارت آهي. مهاڙي مستطيل گهڙيل پٿرن جي اٿس. ڪل چار لنگھ اٿس. ونگون پراڻي دور جي اڏاوت وانگر چوٽي وٽ ڪمان ناهين ٿيون. ٻئي پاسي ڏاڪڻ آهي، جيڪا ڇت تائين وڃي ٿي. اهڙيءَ طرح هن ۾ ڪل اٺ ڏاڪٽيون آهن جن مان ست هن وقت موجود آهن. ٿي سگهي ٿو تہ انين ڏاڪڻ ڪنهن ٺهہ خاني ۾ هجي. مقامي طور سنچاري ستن ڏاڪٽين کي چون ٿا. اصل ونگائون لنگھ هڪ وڏي قبي ۾ کلي ٿو. هن وقت اها اڌ گول قبي ڊٺل آهي. جنهن جي ماپ 3 . 12 فوٽ ويڪر ۽ 5 . 4 فوٽ ڊيگھ ۾ نظر اچي ٿي. اتان هڪ چوڪور گهتي 8 . 6 فوٽن جي نڪري ونگائين لنگھ ڏانهن وڃي ٿي، اُن ونگائين لنگھ جي ماپ 4 . 8 فوٽ 4.x فوٽ آهي. جتان مرڪزي هال ۾ پهچبو. اهو مرڪزي هال 4 . 10 فوٽن جو چوڪور آهي. چئن ڪنڊن تي بيم ڏنل آهن جيڪي مٿان ڪان هيٺ فرش تائين پڪا آهن. انهن جي هيٺان ونگائين لنگھ وٽ چار ڪمرا آهن. وچين ڪمري جي مٿان گنبذ نهيل هو ۽ ڪنڊن وارن ڪمرن تي بہ گنبذ نهيل هئا. اهڙي نموني هن اڏاوت تي ڪل پنج گنبذ هئا.

مڪلي تي هي خاص قسم جي اڏاوت آهي. جڏهن هي مڪمل حالت ۾ هوندي تہ ڏسڻ جهڙي هوندي. جڏهن وچ وارو وڏو گنبذ ۽ ڪنڊن تي نهيل گنبذ پنهنجو نظارو ڏسيندا هوندا تہ ڪيتري نہ خوبصورت عمارت هوندي. ان قسم جون اڏاوتون سنڌ ۾ ڇا، پر پاڪستان ۾ بہ مشڪل يا تمام گهٽ آهن. هن قسم جون رٽيل جايون هندوستان ۾ بہ تمام ٿوريون آهن. هن جو مثال تاج محل يا همايون جي مقبري جهڙو ڏئي سگهجي ٿو. موجوده وقت ۾ وچين هال ۾ ڪيترين پٿر جون گهڙيل قبرو موجود آهن. (داني)

مرزا خسرو چرڪس اصل ۾ جاني بيگ وٽ آفتابچيءَ جي عهدي تي ڪم ڪندو هو. سندس ذاتي خوبين جي بناءَ تي کيس مختلف پرڳڻن جي عملداري ملي. مرزا جاني جي وقت ميرزا خسرو اڪبري دور جي سپهہ سالار خانان خان سان ذوبدو وڙهيو. پر جاني بيگ جي پيش پوڻ تي پاڻ بہ سندرو کولي بيهي رهيو. جاني بيگ سان گڏ مرزا خسرو کي بہ خانان خان اڪبري دربار ۾ وٺي ويو. اڪبر بادشاهہ گڏ حصہ الڳ ڪري جاني بيگ کي واپس ڪيو تہ سنڀال لاءِ خسرو بہ واپس نئي آيو. غازي بيگ جيئن تہ ڪمسن هو جو جاني بيگ مري ويو. سڄي سنڀال خسرو جي حوالي هئي. پاڻ مختيارڪل هو. غازي بيگ انتقال مهل هو قندار مان موٽيو هو ۽ سنڌ مان بيدخل ٿيل هو. امير خسرو سرڪش هو. شاهجهان کيس قيد ڪيو. ۽ اتي ئي فوت ٿيو. مير علي شير قانع لکي ٿو تہ هُن 360 وفاه عام جون جايون نهرايون جيڪي هن وقت موجود ڪونہ آهن. تاريخ ۾ هي شخص تيز طبع هجڻ سان گڏ ڏاڍو متقي ليکيو وڃي ٿو. دبگير مسجد بہ سندس نهرايل آهي. پاڻ علم دوست ۽ علم پرور ماڻهو هو. ۽ فارسيءَ جو بہ چڱو شاعر هو. خسرو جي قبر انهي ست چڙهٽي ۾ هئي، عمارت جو مٿيون حصو ڊهي چڪو آهي. هيٺئين طبقي ۾ پاسي وارا نشيمن ۽ ديوارون موجود آهن. اندر ڪي قبرون هونديون. مگر هن وقت انهن جو ڪوبہ نشان ڪونہ آهي.

More Books Visit : www.iqbalkalmati.blogspot.com



**ماڳ جو نالو:** **خضري مسجد**

ماڳ جو قسم: اسلامي عبادت گاهہ/ مسجد

ماڳ جو دور: 1022 هجري 1613ع

ماڳ جو هنڌ: شاهي بازار ٺٽو

هي پڪسرائين مسجد جيڪا ڪاشيءَ جي خوبصورت سرن جي ڪم سان سينگاريل آهي، ان جو اڏائيندڙ ٺٽي جو مغل نواب عبدالرزاق مظفرخان هو، جنهن اها مسجد پنهنجي نوابي واري دور ۾ 1022 هجري، 1613ع ۾ ٺهرائي. مسجد جي نماز واري حجري جي ماپ 53 فوٽ هم چورس آهي. هي چوڪندي رٿيل عمارت آهي. ننڍو گنبذائون دروازو شاهي بازار ۾ کليو. حاطو ڏکڻ اوڀر طرف اٿس، جنهن جون پٿيون اوچيون آهن. حاطي جون ڪجھ باقيات ڏکڻ ۾ آهن. ست ونگا نوان پانيل مکہ دروازي وٽ آهن جن تي ٽن رنگن، گهاٽي نيري، هلڪي نيري ۽ اڇي رنگ جي ڪاشيءَ جو خوبصورت ڪم ٿيل آهي. مسجد جي مهاڙي وڏي ۽ ويڪري ۽ اوپر منهين آهي. وچ وارو حصو پوئين حصي کان وڌيل آهي. پويان ٽي گنبذ بيٺا آهن. مسجد کي ٽي لنگهہ آهن، جيڪي هڪ ڪوٺي نما ۾ کلن ٿا. وچ وارو لنگهہ پاسن وارن لنگهن کان ڪي قدر وڏو آهي. نماز وارو حجرو ٽن حصن ۾ ورهايل آهي. وچون حصو ٻين ٻن کان وڏو آهي. جنهن کي ڏکڻ اتر ۾ ونگون ڏنل آهن. حجري جي وچ ۾ اولهہ واري پٽ تي اڌ_ اٺڪنڊو محراب ٺهيل آهي. جنهن تي ڪاشيءَ جو سهڻو ڪم ٿيل آهي. محراب کي هوا جي گذر لاءِ ٽي سوراخ نڪتل آهن. ساڳي نموني پاسن وارن حجرن کي محراب ڏنل آهي ۽ سوراخ هوا جي گذر لاءِ ڏنل آهي. اها خصوصيت صرف سنڌ جي عمارت سازيءَ ۾ ملي ٿي. پانيل حاشيہ تائين ڪاشيءَ جي سرن سان سينگاريل آهن. سڄي مسجد ڪاشيءَ جي خوبصورت ڪم سان سينگاريل آهي. توڙي جو ان کي ٺهئي پوڻا چار سؤ سال گذري ويا آهن. پوءِ بہ ائين لڳندو ڄڻ هاڻي ٺهي آهي. مير عبدالرزاق مظفرخان کي شاهجهان ٺٽي جي ديواني ۽ بخشگيري جو عهدو ڏئي موڪليو هو. پر واپس ڪيو ويو... 1024 هجريءَ ۾ ڪيس ٺٽي جو نواب مقرر ڪيو ويو. هن عهدي تي پاڻ 1028 هجري تائين رهيو. 1022 هجريءَ کان 1028 هجريءَ تائين هي مسجد شريف جڙي راس ٿي هوندي. مير عبدالرزاق سال 1062 هجريءَ ۾ وفات ڪئي. اهو بہ گمان آهي پاڻ سني شيعہ فسادن ۾ شهيد ٿيو.

**ماڳ جو نالو:** **خواجہ خضر جي آستان واري مسجد**

ماڳ جو قسم: مسجد

ماڳ جو دور: 1602ع

احوال: روهڙي ۽ بکر جي وچ واري درياهہ ۾ هڪڙو ننڍڙو ٻيٽ آهي جنهن کي ”زنده پير“ يا ”خواجہ خضر جو ٿان“ چوندا آهن. اتي هڪ مسجد آهي جيڪا سن 1011 ھ / 1602ع ۾ بکر ۾ مغلن پاران مقرر ٿيل نواب سعد خان جوڙائي.

**ماڳ جو نالو:** **خواجہ عبدالرحمٰن مجددي سرهندي**

ماڳ جو قسم: مزار

ماڳ جو هنڌ: ٽکڙ جي پرسان گنجي ٽکر تي مزار

ماڳ جو دور: وفات 1897ع

احوال: سندس روضي کي ”مقبرو شريف“ چوندا آهن. هي بزرگ 1828ع ۾ قنڌار ۾ ڄائو. امير ايوب خان ۽ امير عبدالرحمٰن جي وچ ۾ تخت جي حاصلات لاءِ لڙائي لڳي. جنهن ۾ انگريزن جي مدد ڪرڻ ڪري امير عبدالرحمٰن ڪامياب ٿيو. امير عبدالرحمٰن تخت تي ويهڻ شرط امير ايوب جي حامين تي ظلم شروع ڪيا. جنهن ڪري ڪيترن ماڻهن حجرت ڪئي جن ۾ خواجہ عبدالرحمٰن بہ هجرت ڪئي. پهريائين قلات، پوءِ ڀاڳناڙي، ڪجھ عرصو ڳڙهي ياسين ۾ رهي، مٽياريءَ پهتا. هتي

More Books Visit : www.iqbalkalmati.blogspot.com



سندن عزيز بہ هئا تہ مريد بہ. پر پاڻ ميران محمد شاهہ ڪلان جي عرض تي ٽڪڙ ۾ وڃي رهيا. خواجہ صاحب پنهنجي دور جو وڏو عالم ۽ ڪامل ولي الله هو. پاڻ 1897ع ۾ وفات ڪيائين.

**ماڳ جو نالو: خواجہ هاروني**

ماڳ جو قسم: قبر

ماڳ جو دور: نامعلوم

ماڳ جو هنڌ: ديهہ ٽپو لڪي تعلقو ڪوٽڙي ضلعو ڄامشورو

خواجہ هاروني جي قبر جي خاص خصوصيت اها آهي جو اها قبر 60 — 50 وال ڊگهي آهي. هن قبر جو ذڪر مظهر شاهجهاني واري بہ ڪيو آهي. هي قبر تيرٿ ڌارا کان 6 ميل پري آهي. چانڊوڪي راتين ۾ ماڻهو اتي وڃن ٿا. راڳ رنگ جون محفلون ڪن ٿا. هي بزرگ قادريہ سلسلي جو چيو وڃي ٿو. تاريخ ۾ حضرت هارون جو ذڪر موجود آهي. اهڙو حوالو مسٽر غلام رباني آگري بہ پنهنجي ڪتاب سنڌ جا بر ۽ بحر ۾ ڪيو آهي.روايت آهي تہ پاڻ خواجہ معين الدين چشتيءَ جو استاد هو.

**ماڳ جو نالو: خيرپور جوسي وارو ڪوٽ**

ماڳ جو قسم: ڪوٽ جا ڊڙا

ماڳ جو هنڌ: ڦٽل ڪوٽ جا آثار قمبر کان 8 ڪلو ميٽر. سرڪل رانوتي يونين ڪائونسل ۽ ديهہ خيرپور جوسو.

سن: مير سهراب خان 1785ع ۾ ٺهرايو

احوال: هتي اڪثر ڪري مير رهندا هئا. هن ڪوٽ جي رکوالي جوسو خان ڪندو هو، جو اصل ۾ خيرپور رياست جو رهاڪو هو.

**ماڳ جو نالو: خيرگڙهہ ڪوٽ**

ماڳ جو قسم: ڊڙا

ماڳ جو دور: ميرن جو دور

ماڳ جو هنڌ: هي ڪوٽ رياست بهاولپور جي دنگ تي ٺهيل هو. ان لاءِ سياسي طور وڏي اهميت رکندڙ قلعو هو. (27.54.40 No 70.1 E)

احوال: هن وقت قلعي جا ڪنڊر وڃي بچيا آهن. مضبوط پٽ جي مٿان برجن جا نشان ڪٿي ڪٿي نظر اچن ٿا. سڄو قلعو ڪچين سرن جو ٺهيل هو. 210x213 فوٽ ماپ واري قلعي جي اوچائيءَ جي خبر نٿي پوي.

**ماڳ جو نالو: خير مسجد**

ماڳ جو قسم: مسجد/ اڏاوت

ماڳ جو دور: ڪلهوڙن جي صاحبي

ماڳ جو هنڌ: ڳوٺ ۽ ديهہ خير، تعلقو دولتپور، ضلعو نوابشاهہ. هن جي اولهہ ۾ ٻن ڪلو ميٽرن جي پنڌ تي ڳوٺ بهار جي ڪور، ٻن ڪلو ميٽرن جي پنڌ تي اوڀر ۾ بدر مائينر، ابو شهيد جو مقام هن جي اولهہ ۾ ۽ دولتپور جو شهر هن جي اولهہ ۾. ڇئن ڪلو ميٽرن جي پنڌ تي آهي. هي ماڳ اتر ويڪرائي ڦاڪ "15 '31 °26 ۽ اوڀر ڊگهائي ڦاڪ "25 '0 °68 ڊگرين ۾ موجود آهي. مقبرو ڊيگهہ ۾ 7.80 ميٽر ۽ ويڪر ۾ 5.60 ميٽر ۽ اوچائيءَ ۾ 5.50 ميٽر آهي. هن جي اڏاوت ۾ پڪيون سرون، ڪچيون سرون، گل گارو، گچ گارو ۽ بهہ وغيره استعمال ٿيل آهي. مسجد مستطيل رٿيل آهي. مسجد سڄوري هڪ مستطيل ٿلهي تي ٺهيل آهي جيڪو زمين جي مٿاڇري کان 1.10 ميٽر اوچو آهي. نوڪدار ونگ سان دروازو اوڀر طرف اٿس. ٻہ ونگن وارا پانيل ۽ ٻہ مستطيل

More Books Visit : www.iqbalkalmati.blogspot.com



پانيل لنگهہ وٽ ٺهيل آهن. جڏهن تہ ٽي مستطيل پانيل لنگهہ جي مٿان ٺهيل آهن. ٻيڙ ٻني تي ڪنگرا ٺهيل آهن. هڪ دري اتر ۾ هڪ دري ڏکڻ ۾ هوا جي گذر لاءِ ٺهيل آهن. نمازي حجري جي مٿان سڌي ڇت وڌل آهي؛ جيڪا ڪري پئي آهي. مهاڙي گچ گاري سان لنبيل آهي. ڪور (core) ڪچين سرن جي ٺهيل آهي جيڪا نظر اچي رهي آهي. سمر ۽ ڪلر ڪري سڄي ڪاڄي وئي آهي. موجوده وقت ۾ مسجد شريف تمام خراب حالت ۾ آهي. مٿين ڇت تہ اڳواٽ ڪري چڪي آهي.

**ماڳ جو نالو:** **خيري شريف واري مسجد**

ماڳ جو قسم: اسلامي اڏاوت

ماڳ جو دور: 1265 هہ

ماڳ جو هنڌ: ڳوٺ خيري شريف ديهہ جمال ڪيريو، تعلقو سڪرنڊ ضلعو نواب شاهہ.

هي مسجد، مخدوم محمد يوسف جي مقبري سان گڏ آهي. مغيرين جو ڳوٺ هتان ڪان هڪ ڪلو ميٽر قلي بخش رند جو ڳوٺ اولهہ ۾ 2 ڪلو ميٽر، سڪرنڊ جو شهر ڏکڻ ۾ 11 ڪلو ميٽر ۽ نواب شاهہ اتر ۾ 8 ڪلو ميٽرن جي پنڌ تي آهي. هي ماڳ اتر ويڪرائي ڦاڪ 26° 10' 55" ۽ اوڀر ڊگهائي ڦاڪ 68° 21' 50" تي موجود آهي.

هي مسجد شريف اتر ڏکڻ ڊيگهہ ۾ 12 ميٽر اوڀر اولهہ ويڪر ۾ 5.70 ميٽر ۽ اوچائيءَ ۾ 10 ميٽر آهي. هي پڪ سرائين مسجد گل گاري ۽ چن ۽ ڪاشي جي سرن سان سينگاريل آهي. مسجد جو لنگهہ جو دروازو اوڀر ۾ آهي. مسجد ڪي اڌ گولاوان گنبذ ڏنل آهن، جنهن تي ڊارون ٺهيل آهن. ڇڻ ڪوٺيءَ جو گل ابتو رکيل هجي. تازو هاڻي نمازي حجرو، پراڻي حجري سان گڏ ٺاهيو ويو آهي. نمازي حجرو ٽن حصن ۾ ورهايل آهي. وچون حجرو ٻن حجرن ڪان ڪجهہ وڏو آهي. هي مسجد 1265 هہ ۾ جڙي جيڪا مڪمل طور اندران توڙي ٻاهران چن سان لنبيل آهي. محراب وچين حجري جي اولهہ ۾ ٺهيل آهي. محراب تي عربي ۾ ڪلما لکيل آهن. فرشبندي ٽائيلس جي ٺيل آهي. هن وقت بہ مسجد سڳوري سٺي حالت ۾ آهي.

**ماڳ جو نالو:** **داد شهيد جو مقبرو**

ماڳ جو قسم: مقبرو

ماڳ جو دور: اسلامي

چون ٿا تہ ڪيس 14 سالن جي ننڍي ڄمار ۾ شهيد ڪيو ويو هو. هتي روضو، مسافر خانو، مسجد ۽ ٻيون قبرون آهن. هي مقبرو ديهہ ٽپو انڙپور، اندس هاءِ ڪان 3 – 4 فرلانگ جي پنڌ تي آهي. ٻہ مسافرخانہ، هڪ مسجد ۽ پاڻيءَ جو حوض ٺهيل آهي. قبرستان 3 ايڪڙن تي ڦهليل آهي. وڏو ميدان مقبري جي آڏو ۽ چوڌاري جهنگ اٿس. ٽہ ونگائين لنگهہ ڪان رستو سڌو هڪ اڏاوت ڏي ويندو، جيڪو هڪ ٻن درن واري مقبري وٽ ختم ٿيندو. مقبري ڪي گنبذ آهي. هي حصو وڏ ۾ وڏ پراڻو آهي. ڇت ڊڪيل ڪانہ آهي. روضو وچ تي آهي. جيڪو مختلف رنگن سان چٽيل آهي. اتي هڪ ٻيو قبرن جو گروپ آهي جنهن جو دروازو ٻہ ونگائون آهي. جتان هڪ قبرستان ۾ پهچبو. جتي چن سان پلستر ٿيل قبر ٺهيل آهي، جنهن جي مٿان ڇٽي اڏيل آهي. اهو مقبرو سٺي حالت ۾ آهي. داد شهيد چون ٿا تہ شاهہ صدر جو ويجهو مريد هو. وڌيڪ احوال ڪونہ ٿو ملي.

**ماڳ جو نالو:** **دادو واري ماهي (ڪوٽيرو) (اصل ۾** cairn **يا سنگور آهي)**

ماڳ جو قسم: ڪوٽيرا

ماڳ جو دور: قديم تاريخي/ قبل از تاريخ

ماڳ جو هنڌ: ديهہ ڏيسوٽي تعلقو ٽاٽو بولاخان، ضلعو ڄام شورو. اتر ويڪرائي ڦاڪ 25° 24' 74" ۽ اوڀر ڊگهائي ڦاڪ 67° 50' 56" ڊگرين تي آهي.

دراصل هي قبرون آهن. هن قسم جون قبرون ڪوهستان واري علائقي ۽ ٻين بہ ڪيترن هنڌن تي آهن. لڳ ڀڳ انهيءَ

More Books Visit : www.iqbalkalmati.blogspot.com



قسم جي قبرن جي کوٽائي رڳو ڊملوتي جي پروارين قبرن تي ٿي آهي. هن قسم کي cairns سڏي سگهجي ٿو. پٿر جي چاپڙين کي گول دائري ۾ کوڙي يا رکي انهن کي مٿان هڪ يا هڪ کان وڌيڪ پٿر جي چاپڙن سان ڍڪيو ويندو آهي. اهڙي ريت انهن جي شڪل ڍڪي جهڙي هوندي آهي, سجاڻپ لاءِ هنن کي ”سنگورون“ سڏڻ گهرجي. هڪ قبر جيڪا انهن قبرن جي پرسان آهي, اها ”اهرامي“ شڪل جي آهي جيڪا ساڍا پنج+ ساڍا پنج ميٽرن جي ماپ جي آهي. هي ماڳ خود چڪاسيو ويو آهي, هتان ڪابہ تاريخي يا ثقافتي وٿ ڪانہ ٿي ملي, پر واديءَ ۾ ٺڪر جا ذرڙا پري پري تائين پکڙيا پيا آهن, جي ظاهر ڪن ٿا تہ هي پڙ پاٽي طور استعمال ٿيندا رهيا آهن.

**ماڳ جو نالو:** **دراشاهہ**

ماڳ جو قسم: پٿرن جي اوزارن ٺاهڻ جو ماڳ

ماڳ جو دور: ڏاتو پاهڻي دور

ماڳ جو هنڌ: تعلقو ٿاڻو بولاخان, ضلعو ڄام شورو اتر ويڪرائي ڦاڪ 25° 43' 00" اوڀر ڊگهائي ڦاڪ 67° 32' 80"

هن ماڳ تان پٿر جا ڪمايل اوزار جن ۾ پتا, ڪورون شامل آهن, مليون آهن, جنهن مان سمجهجي ٿو تہ اها اوائلي دور جي انسان جي اوزارن ٺاهڻ جي فيڪٽري هوندي. اهڙيون فيڪٽريون يا ڪارخانا ڪوهستان توڙي روهڙي طرف مليا آهن. هي ماڳ مجمدار ڪونہ ڏسيو آهي, هي ماڳ حاڪم علي شاهہ ۽ بدر ابڙي صاحب ايڪسپلوريشن اينڊ الڪسپيڊيشن سوسائٽيءَ طرفان ماڳن جي ڳولا دوران هٿ آيو آهي. جنهن تي ڪم هلي رهيو آهي.

**ماڳ جو نالو:** **داراشاهہ جو قبرستان**

ماڳ جو قسم: مزار ۽ قبرستان

ماڳ جو دور: اسلامي

ماڳ جو هنڌ: سيتا وليج تعلقو دادو

دارا شاهہ جي قبر جي مٿان ڇاپرو ٺهيل آهي. ڪوبہ ڪتبو وغيره ڪونہ آهي جو وڌيڪ ڪا خبر پوي. هن قبرستان ۾ نهايت ناميارن ماڻهن جا مدفن آهن جيئن آخوند محمد صالح پٽي, آخوند محمد دائود پٽي سيتائي, مولوي محمد صديق سيتائي, آخوند عبدالرحمان پٽي, سيد دوست محمد شاهہ, مولوي عبدالغفور ميمڻ وغيره هتي هڪ بازيگر جي قبر ۽ بہ ”جاڙا پير“قبرون بہ آهن.

**ماڳ جو نالو:** **دائوءَ جا قبا**

ماڳ جو قسم: قبرستان

ماڳ جو هنڌ: غيبي ديري جي اوڀر اتر ڪنڊ ۾ ڳوٺ ماهو تعلقو قمبر ضلعو قمبر شهدادڪوٽ.

ماڳ جو دور: 1614ع (؟) سما دور

احوال: حڪيم خليفو عبدالحميد چانڊيو, پنهنجي ڪتاب سنڌ جو اتر ڪاچو عرف چانڊڪو ڪاچو ۾ لکي ٿو تہ مرزا غازي بيگ جي چرچ تي اها جنگ ماهوءَ جي ميدان ۾ لڳي, جيڪا حاجي ۽ حسڻ چانڊيي جي ويڙهاند هئي. هن گهرو جنگ ۾ گهر جي پاتين ۽ مائٽن هڪ ٻئي کي ڪٺو. هي جنگ 8 شعبان 1022 هہ مطابق 1614ع ۾ لڳي. چانڊين جو سپهہ سالار پنهنجن 13 سؤ سپاهين سميت قتل ٿي ويو. جيڪو هن قبرستان ۾ دفن آهي.

هن قبرستان ۾ چانڊيا قوم جا ڪيترائي سردار مدفون آهن. اٺ مقبرا, دائودخان, سيووخان, غازي خان, چاڪر خان, محمد خان, محمد باقر خان, والي رکيو, وغيره جا آهن جيڪي 1819ع تائين ٺهيا. هي مقام 200 ايڪڙن تي ڦهليل آهي.

More Books Visit : www.iqbalkalmati.blogspot.com



**ماڳ جو نالو:** **دبگير مسجد**

ماڳ جو قسم: مسجد

ماڳ جو دور: 1588ع

ماڳ جو هنڌ: محلا بگيران، ٺٽو شهر

احوال: مسجد جي ماپ 83x36.6x فوٽ آهي. اڳيان کليل اڱڻ اٽس جيڪو 83.10 ماپ جو آهي. موجود زميني سطح نمازي حجري توڙي اڱڻ جي 1910ع ڌاري مرمت دوران مٽي ڪئي وئي آهي، هتي چوڻ ان وقت مسجد کي ٻوڏ جو خطرو پيش هئو. مسجد جا بنياد ۽ اڱڻ پٿرائون آهي، جڏهن ته باقي اڏاوت پڪ سرائين آهي. موجوده وقت حاشيه تائين اڏاوت ڍڪجي وئي آهي ۽ پيلي پٿر جو نئون حاشيو جڙيل ملي ٿو. نماز واري حجري کي ٽي لنگهه آهن. جيڪي محرابدار آهن. اهي لنگهه اوپر طرف آهن. جڏهن ته هڪ لنگهه ڏاکڻين لاءِ آهي. وچ وارو لنگهه ٻين کان موڪرو آهي، پر طاق ۽ چوڪٺ غائب آهن. باقي لنگهه محراب دار ونگن سان آهي. مٿيان پلويڙا سلامت آهن. وڏي ونگ جي پانيل تي قرآني آيتون لکيل هيون. انهن مان ڪجهه ڪاشيءَ جي سرن تي رهجي ويل آهن. صفا اندرئين چوڪٺ تي وڙن وڪڙن وارا چٽ ۽ گلن ٻوٽن جون پٽيون نقش ٿيل آهن. محراب واري ونگ تي ولين ۽ گلن ٻوٽن جو نقش نڪتل آهن. هن کي ڪل ٽي گنبذ هئا، جن جا ڪافي حصا ڊهي پيا آهن. هڪ وچون گنبذ ۽ ٻه پاسن کان ننڍا گنبذ آهن. انهن تي اندران اندر محراب خوبصورتيءَ لاءِ ٺهيل هئا، جيڪي هاڻي ڪٽي ويا آهن. هن ۾ ٽي سؤ کن ماڻهو نماز پڙهي ٿي سگهيا، جيڪا امير خسرو چرڪس 1588ع ۾ ٺهرائي. هي صاحب ارغونن جي دور ۾ ٺٽي جو منصدار هو. هن 360 رفاهي تعميرون ڪرايون جن ۾ کوهه، مدرسا، مسجدون، مقبرا ۽ رانڪون شامل آهن. هن وقت هيءَ مسجد ۽ هڪ مقبرو نظر اچي ٿو. باقي آثار يا ته ڊهي ويا يا في الحال نظرن کان پاسيراآهن. مڪلي نامي ۾ سندس حويليءَ جو به ذڪر آهي، جيڪا هن مسجد سان لڳ هئي. ڪزنس جو خيال آهي ته هن مسجد ۾ شاهجهان نماز پڑهندو هو. جڏهن ٺٽي ۾ هو. هن صاحب ماپ به مختلف ڏني آهي، سندس چوڻ موجب هن مسجد جي ماپ 98x48 فوٽ آهي. هن تي ٿيل ڪاشيءَ جي ڪم جي تمام گهٽي واڪاڻ ڪري ٿو. هي مسجد محڪمه آثار قديمه حڪومت پاڪستان جي سنڀال هيٺ آهي. ڪلر ٽائيلس جا ڪجهه نيشان وڃي بچيا آهن سڄي مسجد سم ۽ ڪلر جي ور چڙهيل آهي. محراب جي پيشانيءَ مٿان هي ڪتبو لکيل آهي.

بسم الله الرحمان الرحيم محمد رسول الله والذين معه اشداء علي الڪفار رحماء بينهم 997 ھ.

خسرو مسجد ۾ پهريون پيش امام خطيب ۽ متولي سيد ابوالمڪارم کي مقرر ڪيو. جيڪو وڏو بزرگ هو. پاڻ رهندو به مسجد ۾ هو. پاڻ 1065 ھ ۾ وفات ڪيائين. مخدوم محمد هاشم ٺٽوي مشهور عالم به هر جمعي تي هتي خطبو ڏيندو هو ۽ واعظ فرمائيندو هو. ڪانئس پوءِ سندس فرزند مخدوم عبداللطيف به پيءُ جي طريقي کي رکندو آيو. ان کان پوءِ سندس فرزند مخدوم محمد ابراهيم عرف موليڏنو به انهي مسجد ۾ واعظ ڪندو هو.

**ماڳ جو نالو:** **درگاهه جو دڙو**

ماڳ جو قسم: دڙو

ماڳ جو دور: تاريخ کان اڳ جو دور

ماڳ جو هنڌ: ديهه اڪڙي تعلقو فيض گنج

هي دڙو ديهه اڪڙي ۾ آهي. هتان هاڪڙو دريا وهندو هو. هي سنڌو سڀيتا جو ماڳ ٿي سگهي ٿو. هتان ڪجهه ٺڪريون مليون آهن. جيڪي جانچڻ گهرجن. ڪافي حصو زرعي زمين ۾ ڪتب اچي چڪو آهي. طفيل پنجابي طرفان اتي ٽريڪٽر گهمائڻ جون ڪوششون جاري آهن. مٿاڇري تي ٺڪرانو ٻڌائي ٿو ته هي سنڌو تهذيب جو ماڳ آهي، پر نئين دور جو

More Books Visit : www.iqbalkalmati.blogspot.com



نڪرائو بہ مليل اٿس. جيڪو اسلامي دور جو ڏيکارجي ٿو. ڪوتائي ٿيل ڪونہ آهي، ماڳ جو نالو بہ پنهنجو ڏيان ڇڪائي ٿو.

**ماڳ جو نالو:** **درگاهہ ۽ قبرستان آري پيري**

ماڳ جو قسم: اسلامي اڏاوتون

ماڳ جو دور: اسلامي

ماڳ جو هنڌ: ديهہ آري پير تعلقو سيوهڻ ضلعو ڄام شورو

هي درگاهہ ۽ قبرستان نئين جهانگر ڍنڍ جي اولاهين ڪناري تي آهن. ماڻهو هن ماڳ بابت پليءَ پٽ ڄاڻن ٿا جو اتي زيارت لاءِ وڃن ٿا. پير آريءَ جي مزار حاطي جي اندر آهي جيڪو اوڀر ۽ اولهہ کان بند آهي. اتر ۽ ڏکڻ تي وچ ۾ پيل پاوا ڏنل اٿس. ڇت سڱين سنڌي گارڊرن ۽ ٽيئرن جي اٿس. پيل پاون جي وچ ۾ بہ قبرون آهن. ڇت جو مٿيون پاڱو چٽن ئي ڪندن تي برجين سان سينگاريل آهي، جنهن جي مٿان نيلون لڳل آهن. دروازو اوڀر طرف اٿس. پٽيون ساديون آهن. پنيو ننڍڙين برجين سان مزين آهي. گڏ هڪ باغ رکيل آهي، جنهن کي آري پير جي واهي ڪاڻ پاڻي ملي ٿو. اتي ئي مسافرخانو ٺهيل آهي. گذريل ڪجهہ سالن کان هن مقبري تي تبديلي ٿيندي رهي آهي ۽ ٿيندي رهي ٿي.

**ماڳ جو نالو:** **درگاهہ ملڪاڻي شريف**

ماڳ جو قسم: مقبرو

ماڳ جو دور: پاڪستان کان ٿورو اڳ ۾

ماڳ جو هنڌ: ديهہ ملڪاڻي، تپو نورجا، تعلقو دادو

اعليٰ حضرت غلام محمد ملڪاڻي 1870ع ۾ ڄائو. پاڻ نقشبندي سلسلي جو وڏو عالم هو. سندس درگاهہ دادو شهر جي اوڀر ۾ پڪين سرن سان ٺهيل آهي. مرقد کي چوڌاري ڪاٺ جو شاندار پنجرو ڏنل اٿس. قبر هڪ ٿلهي تي، گارڊرن ۽ ٽيئرن جي ڇت ڏنل اٿس. احمد مجتبيٰ ملڪاڻي، جيڪو پاڻ بہ عربي فارسيءَ جو عالم ۽ شاعر هو، ان جو سجاده نشين هو. سندس قائم ٿيل مدرسي جا نشان قتل حالت ۾ درگاهہ جي اولهہ ۾ آهن. هي ٽن ڪمرن تي مشتمل آهن. لڳي ٿو مسجد آهي جيڪا بہ ڪافي پراڻي آهي، جنهن کي اڳڻ ۾ هڪ مستطيل حجرو آهي. مخدوم غلام محمد ملڪاڻي خلافت تحريڪ ۾ گهڻو ڪم ڪيو. پاڻ 1935ع ۾ وفات ڪري ويو. سندس اولهہ ۾ تازي قبر مولانا محمد مصطفيٰ سندس فرزند جي آهي.

**ماڳ جو نالو:** **درياخان جي اوطاق**

ماڳ جو قسم: اڏاوت

ماڳ جو دور: سما دور

ماڳ جو هنڌ: گوپانگ اسٽيشن، ديهہ پنيان، تپو خاسائي، ضلعو ڄام شورو. ڪوٽڙي _ حبيب ڪوٽ ريلوي لائين

احوال: هن قسم جي اڏاوت جيڪا ديوي آهي، ۽ سما دور جو واحد يادگار آهي، ان جهڙي گهر ٻاري (Secular) اڏاوت پوري سائوٿ ايشيا ۾ ملڻ مشڪل آهي. اڏاوت سادي پر خاص قسم جي آهي. مٿي ڇت تي نَوَ گنبز ٺهيل آهن. گنبذ ٽن قسمن جا آهن. هڪ اٺ ڪندو، هڪ چوڪندو ۽ 7 نيم دائري دار. اهي ايترا وڏا ڪونہ آهن. ماپ ۾ 7.6x7.6 ٿيندا.

هن وقت هي خاص قسم جي عمارت بلڪل زبون حال ۾ آهي، جيڪا سنڌ جي مشهور سما حڪمران دولهہ درياخان جي ٺهرايل آهي. ڪيس سنڌ جي تاريخ ۾ مبارڪ خان جي نالي سان بہ وڏي مڃتا آهي.

**ماڳ جو نالو:** **درياخان ابڙي جو مقبرو**

ماڳ جو قسم: مقبرو/ اڏاوت

ماڳ جو دور: نامعلوم

More Books Visit : www.iqbalkalmati.blogspot.com



ماڳ جو هنڌ: هي مقبرو ڳيريلي جي اوڀر ۾ ٿوري فاصلي تي تعلقي ڏوڪري ضلعي لاڙڪاڻي ۾ آهي. لاڙڪاڻي شهر کان 30 ڪلو ميٽر ڏکڻ اولهه پاسي آهي. جتوئي جي ريلوي اسٽيشن چار ڪلو ميٽر اتر ۾ اٿس.

درياخان ابڙو اڪبر ۽ جهانگير مغل جي دور ۾ وڏو بهادر شخص هو. جنهن مغلن پاران بکر ۾ وڏيون خدمتون سرانجام ڏنيون. هي ابڙا قوم جو سردار هو ۽ سندس پونئر به هن وقت ساڳي سرداري واري پڳ سنڀاليو اچن. هن مقبري ۾ سندس پيٽ به دفن ٿيل آهي. هي مقبرو پڪ سرو، چورس 28x28 فوٽن جو آهي. اوچائي 25 فوٽ، اوساري ڳل جي اٿس. سرون 10x6x1_1/2 انچن جون. نمونو مغليه دور جي اڏاوت جو آهي. گنبذ جي چوٽيءَ کان فرش تائين ماپ 73 فوٽ اٿس. اٺڪنڊو ڳچ ڪنڊ_ جوڙون squinches ڏئي ٺاهيو ويو آهي. هيٺين وڏي ڳچ ۾ چار عدد دريون روشني ۽ هوا جي لاءِ ڏنيون ويون آهن. وڏو ڳچ (Neck) 19.3x19.3 فوٽن جو آهي. گنبذ هن وقت ڪري چڪو آهي. مقبري جو فرش لڳي ٿو مڪمل ڪونه ڪيو ويو هو. اندر به قبرون هڪ ٿلهي تي ٺهيل آهن. قبرون ساڳين ئي سرن جون ٺهيل آهن. هي مقبرو تمام خراب حالت ۾ آهي. گنبذ ڪري چڪو اٿس. پٿين ۾ جتان ڪٿان ڏار پئجي ويا آهن. ترت مرمت نه ٿي ته مقبرو ڪري پوندو.

**ماڳ جو نالو: دليل ڪوٽ / دهليل ڪوٽ**

ماڳ جو قسم: ڪوٽ / قلعو

ماڳ جو دور: هن ڪوٽ جي عمر بابت ڪيترين مختلف ڳالهيون ملن ٿيون. نواب ضلعي جو ليکڪ لکي ٿو ته محمد بن قسم جي دور ۾ موجود هو. 1961 ع جي آدمشماريءَ جي رپورٽ ۾ هي ڪوٽ مير دليل خان ٽالپور جو ٺهرايل ڏسيو ويو آهي. "سنڌ جا ڪوٽ ۽ قلعا" جو ليکڪ اشتياق انصاري هن کي اٺين صدي عيسويءَ ۾ موجود قلعو سمجهي ٿو. اٺين ٽي سگهي ٿو ته اٺين صدي عيسويءَ ۾ ان نالي ڪو ٻيو ماڳ يا ڪوٽ هجي، پر هن وقت قلعي جي اڏاوت مان لڳي ٿو ته اهو قلعو 19 صدي عيسويءَ جو ٺهيل آهي.

ماڳ جو هنڌ: ڳوٺ ۽ ديهه دليل ديرو تعلقو سڪرنڊ، ضلعو نواب شاهه ڪوٽ جي اولهه ۾ 2 ڪلو ميٽر بهرام ڪولو ڳوٺ، اوڀر ۾ 2 ڪلو ميٽر سهتو جوکيو ڳوٺ ۽ ڪريم الله ڳوٺ. سڪرنڊ_ نوابشاهه روڊ تي اتر "26°10'28 ۽ اوڀر "68°17'47

هن قلعي ۾ ڪچيون سرون، پڪيون سرون (24x17x4 س_ م) گارو ڳل ۽ چيرولي استعمال ٿيل آهن. ڪوٽ جو گهيرو 8 . 836 ميٽر ۽ وڌ ۾ وڌ اوچائي 12 ميٽر، پٿين جي ماپ ايتري آهي جو به گهوڙي سوار هلي سگهن ٿا.

قلعو گول آهي يعني 360 ڊگرين ۾ ورهايل آهي. 30 ڊگرين تي هڪ برج اڏيل آهي. ڪوٽ تي ٻارنهن برج ٺهيل هئا. دروازو اوڀر ۾ اٿس جيڪو مغل دور جي اڏاوت وانگر هو. دروازي ڪي وچواريون چار ونگون ڏنل هيون. ان جي جاءِ تي هاٿي لوهي دروازو هٽايو ويو آهي. مک دروازو ونگاون پانيلن سان سينگاريل هو. پانيلن تي جاميٽري واريون گول، چوڪنديون، ليڪون نڪتل هيون. مک لنگهه وٽ به ڪمرا چوڪيدارن لاءِ ٺهيل هئا. قلعي ڪي ڏکڻ ۾ هڪ ٻيو ننڍڙو دروازو به ڏنل هو جيڪو 30 . 1 ميٽر ماپ جو ٿيندو. قلعي جي ڪل ايراضي ڏهه ايڪڙ بيهي ٿي. صرف بنياد ۾ پڪيون سرون استعمال ٿيل آهن. هن وقت قلعي تي ملاح قبيلي جو قبضو آهي، جيڪي ڪنهن کي به اندر اچڻ ڪونه ٿا ڏين. ان ڪري خبر نٿي پوي ته اندر ڪهڙين، ڪٿي، ڪهڙي دور جي اڏاوتن جا آثار آهن. اندر گهر ٺهيل آهن ۽ ڪجهه زمين زراعت هيٺ به آيل آهي. (شاڪر علي شاهه)

هي قلعو بناوت ۾ گول آهي ۽ هڪ قديم شاهراهه رواڙ واري رستي تي اڏيل آهي. ان جي پرسان سنڌو جي وهڪري جا نشان به ٻيئا آهن. جيئن ته راءِ گهراڻي جي دور ۾ هن قلعي جو ڪوبه ذڪر ڪونهي. البت برهمڻ دور جيڪو 662 ع کان 712 ع تائين هليو، ان دور ۾ هن قلعي سان ڪيترين ئي جنگيون منسوب آهن، ان لاءِ هي چئي سگهجي ته هي قلعو برهمڻ دور ۾ ٺهيو هوندو. چچ نامي ۾ لکيل آهي ته راوڙ ۽ برهمڻ آباد جي وچ ۾ به قلعا هئا، جن کي ٻهرور ۽ دليل ڪوٽ جي نالن سان سڏين ٿا.

More Books Visit : www.iqbalkalmati.blogspot.com



انهن قلعن ۾ اٽڪل 16 هزار جنگي مرد رهن ٿا. (اشتياق انصاري)

هي واحد قلعو آهي جيڪو گول نهيل آهي. سرڪار ان جي قبضي ڇڏائڻ لاءِ اپاءَ ورتي. ان کي Protected عمارتن ۾ شامل ڪري. صرف هرند قلعو جيڪو ضلعي ديرا غازي خان ۾ آهي ان جي اڏاوت هن سان مشابهت ۾ آهي.

**ماڳ جو نالو: دنب بٺي**

ڏس پتو: 17 0 26 اتر ويڪرائي، 40 0 67 اوڀر ڊگهائي ڦاڪ. جهانگارن کان ڏهه ڪلو ميٽر ڏکڻ اولهه ـ پانڊٽي کان ڏهه ڪلو ميٽر اتر اولهه ۽ نکو بني کان ست ڪلو ميٽر ڏکڻ ـ اوڀر تعلقو سيوهڻ ضلعو ڄامشورو. چشمي پير آري جي پير ۾.

هي ماڳ 84 فوٽ اتاهين ٽڪري تي آهي. اڏاوتون پٿرجون ڳاڙهي ۽ ڪاري رنگ وارو ٺڪرانو ملي ٿو. هنن آثارن جي ڏکڻ ـ اولهه ۾ هڪ ڏند (ledge) آهي. اتي وري ميٽوڙي رنگ جو ٺڪر آمري ٿانون سان مشابهت رکندڙ مهندسي چٽن سان آهي. تجرباتي کوٽائيءَ مان هڪ کوٺي مان ٺڪرائي سان گڏ انساني هڏائون پچرو به مليو آهي. وڏيڪ کوٺڙين جا نشان آهن. هي کوٺڙين جهڙيون ساميون جن جي چوڦير مستطيل شڪل جو اڏورو گهڙيل پٿر جو پنو ڏنو ويو آهي.

هتان مليل ٿانو آمري ۽ هڙاپا جا همعصر آهن. ڪي نال (NAL) ثقافت سان به واسطو رکن ٿا. ٺڪرانو گهٽو ڪري چڪ تي لٿل آهي. ٺڪر جي پاڙ وٽ ڪوٽيل ڪڏن مان ڳاڙهي تي ڪارو ٺڪر نڪتو آهي. حاڪم علي شاهه جي لکت موجب هي ماڳ آمري ۽ سنڌو تهذيب، ٻنهي دورن جو آهي. هي دڙو 320 ميٽر ڊيگهه ۾، 300 ميٽر ويڪر ۾ ۽ 26 ميٽر اوچائيءَ ۾ آهي.

**ماڳ جو نالو: دوبن / دبان گهاٽي**

ماڳ جو قسم: ماڳ

ماڳ جو دور: ڌاتو پاهڻي دور

ماڳ جو هنڌ: تعلقو ٿاڻوبولاخان ضلعو ڄامشورو اتر ويڪرائي ڦاڪ "60 ' 26 0 25 ۽ اوڀر ڊگهائي ڦاڪ "67 ' 46 0 67 ۾ موجود آهي.

هي ماڳ لاڪير ٽڪري جي اپرندي دامن ۾ آهي. هتي ڌاتو پاهڻي دور جا آثار ورلي ٺڪراٽو ملي ٿو جيڪو ٽن ايڪڙن ۾ اتر اوڀر ڊيگهه سان ڦهليل آهي. هي هڪ اڻ سروي سرڪاري زمين تي آهي. هتي پٿر جي سنگريزن مان نهيل اوزار ملن ٿا، جن لاءِ انگريزي جو لفظ Microliths آهي.

**ماڳ جو نالو: دو دائڪو دڙو**

ماڳ جو قسم: دڙو

ماڳ جو دور: سنڌو تهذيب وارو دور

ماڳ جو هنڌ: قلي ڳوٺ کان ارڙ شاخ جو الهندو پاسو وٺي ٻه ڪلو ميٽر اولهه اوڀر طرف يا رشيد وڳڻ، نصيرآباد روڊ سان وچي، محراب سنديلي جي ڳوٺ کان اتر طرف اڍائي ڪلو ميٽرن جي پنڌ تي ضلعو لاڙڪاڻو.

هي دڙو هن وقت چئن 5 ايڪڙن جي ايراضيءَ تي باقي بچيو آهي. باقي سمورو والار هيٺ اچي ويو آهي. نه ته اڳي اجا وڏو هوندو. هتان مليل وٿن ۾ ٺڪرانو سنڌوءَ سان پيٽڻ جهڙو آهي. تنهن ڪري سمجهجهي ٿو ته موهين جي دڙي جو سهيوڳي هوندو. هي دڙو 25 کان 30 فوٽ اوچو آهي. به ڪڏا ڪوٽيل مليا آهن. ڪڏن اندر سڙيل مٽي جا به تهه ملن ٿا. دڙي جي اتر ۾ ويهه ويهه فوٽ ڊگهيون قبرون مليون آهن، سمجهجي ٿو ته اهي اجتماعي قبرون آهن، جيڪي معرڪن کان پوءِ شهيدن تي لاشن کي اجتماعي طور پوريو ويو هوندو. هي قبرستان ارڙ شاخ کان هڪ ڪلو ميٽر پنڌ تي آهي. قبرون ڏکڻ اوڀر طرف آهن. ان لاءِ سڀ اسلامي قبرون آهن. قبرستان 70 ايڪڙن تي ڦهليل آهي. سمن، سومرن ۽ ڪلهوڙن جي دور جون قبرون ملن ٿيون. ان تي تحقيق ٿيڻ گهرجي.

More Books Visit : www.iqbalkalmati.blogspot.com



**ماڳ جو نالو:** **دورو ڏاهري مسجد**

ماڳ جو قسم: اڏاوت

ماڳ جو دور: ميرن جي صاحبي

ماڳ جو هنڌ: هي مسجد دورو ڏاهري ڳوٺ ۾، ديهه سون سنواري تعلقو ۽ ضلعو نواب شاهه ۾ اڏيل آهي. هن جي ڏکڻ اوڀر ۾ سن جو ڳوٺ، هن جي ڏکڻ ۾ اٽڪل اڌ ڪلو ميٽر تي ڳوٺ سَنور. هن جي 200 ميٽر اولهه ۾ روهڙي ڪئنال. هي ماڳ اتر ويڪرائي ڦاڪ "30 '30 °26 ڊگريون ۽ اوڀر ڊگهائي ڦاڪ "56 '8 °68 ڊگرين تي آهي. هن مسجد جي ڊيگهه اتر ڏکڻ 13.50 ميٽر ويڪر 5.60 ميٽر ۽ اوچائي 8 ميٽر آهي. هن جي اڏاوت ۾ پڪيون سرون، ڪچيون سرون، گل ۽ گچ گارو استعمال ٿيل آهي. هي مستطيل اڏاوت آهي.

اوڀر طرف اڌ گول وارو لنگهه، جنهن ۾ ڪاٺ جو دروازو لڳل آهي. اصل ۾ نماز واري حجري کي در هئا. جن مان ٻن کي بند ڪري اتي دريون ٺاهيون ويون آهن. انهن درن کي ڪڻ ونگا پانيل ڏنل آهن. مهاڙي کان سواءِ باقي ٽن طرفن کان چن جو ليپو ڏنل آهي. ٻيڙ بني (Parapet) تي ڪنگرا ۽ ڪندن تي چار ڪلسي دار برجيون ٺهيل آهن. مسجد کي ٽي گنبذ آهن. گنبذ جي مٿان ابتو ڪنول گل ۽ ان جي مٿان ڪلسو ٺهيل آهي. ڳچ (Drum) ٻاهر کان نظر نٿو اچي. ان جي مٿان گنبذ ٺهيل آهي. گنبذ جو نمونو هوبهو مريم زماني مسجد لاهور جهڙو آهي جيڪو 72 — 1605ع ۾ ٺاهيو ويو. مسجد اندران توڙي ٻاهران لنبيل آهي. نماز واري حجري کان ٻاهر نئون حاطو جڙي رهيو آهي. اندر، نماز حجرو ٽن حصن ۾ ورهايل آهي؛ وچون ڪڻ ٻين کان وڏو آهي. هر پاسي واري پٽ ڪڻ ونگيل پانيلن سان سينگاريل آهي. چار ڪنڊ_ جوڙون ڪندن تي ٺهيل آهن جيڪي چورس حجري کي اٺڪندو ڪن ٿيون ته جيئن اٺڪندو ڳچ ٺهي ان جي مٿان گنبذ بڻجي. اتر ۽ ڏکڻ وارين پٽين ۾ جارا ٺهيل آهن. اولهه واري پٽ ۾ اڌ_ اٺڪندو محراب ٺهيل آهي.

**ماڳ جو نالو:** **ديره مير فضل علي خان (اول) مير بهرام خان (دويم)**

ماڳ جو قسم: تجر/ اڏاوت

ماڳ جو دور: ميرن جي صاحبي

ماڳ جو هنڌ: عبدالله خان ٽالپور (دويم) ۽ مير غلام حسين خان جي مقبري جي اولهه ۾ حيدرآباد.

انهي هنڌ ڪجهه تجرون ٺهيل آهن. انهن ٽائين پهچڻ لاءِ پڪين سرن جو دروازو ٺهيل آهي جيڪو هاڻي ٽٽي پيو آهي. انهي دروازي جي اولهه ۾ هڪ تجر آهي جنهن کي ڏکڻ مُنهون دروازو آهي. اندر هڪ دري به اٿس. ان ۾ مير فضل علي، مير بهرام خان (دويم) ۽ ٻين عورتن جون قبرون آهن. انهيءَ تجر ۾ ڪل چار قبرون آهن. پهرين ماربل جي ٺهيل هڪ ننڍي ٿلهي تي ٺهيل جنهن تي ڪاڻه لکت ڪاڻه آهي.

ٻين ۽ ٽئين قبرون پڻ ٿلهي تي آهن. انهن تي قرآني آيتون لکيل آهن. چوٿين قبر جي اولهه ۾ به قبرون ماربل جي پٿر جون ٺهيل آهن انهن تي ڪو ڪتبو يا لکت ڪانه آهي. پرسان مصلو به ٺهيل آهي. ڏکڻ واري دروازي کان هڪ قبر جڻ ته کليل ميدان ۾ پٿر جي ٺهيل آهي ان تي هي ڪتبو لکيل آهي.

تاريخ 20 ماه ذوالحجه يوم جمع سال سن 1212 هجري وفات يافت. بني تي قرآني آيتون لکيل آهن. اهو مقام مير فضل علي ۽ بهرام خان دوئم جي ديرن جو آهي.

**ماڳ جو نالو:** **دينو لالاڻي جو ڪوٽيڙو**

ماڳ جو قسم: پٿرن جو ڪوٽيڙو يا پٿرن جو دائرو

ماڳ جو دور: وچون تاريخي دور

More Books Visit : www.iqbalkalmati.blogspot.com



ماڳ جو هنڌ: ديهه پال_ تعلقو ٽاٽو بولاخان ضلعو ڄامشورو

هي ماڳ ڳوٺ دينو عاقلاڻيءَ کان ٽي ڪلو ميٽر اتر ۾ ڳوٺ دينو لالاڻيءَ کان 3 ڪلو ميٽر ڏکڻ ۾ آهي. هي پٿرن جي گول دائرو آهي جو 3 . 1 ميٽر زمين کان مٿي، اوچو 80 . 0 ميٽر ۽ 30 . 16 ميٽر قطر سان آهي. هي هڪ سرڪاري پيل اڻ سروي زمين ۾ آهي. پٿر لنبيل يا پلستر ٿيل وغيره ڪونه آهن. انهن کي مقامي طور ڪوٽيرو ڪري سڏين ٿا. پٿر هڪ ٻئي مٿان سٽيل آهن. انهن کي ڊاهي ٺاهي سگهجي ٿو. اهي يا ته تمام پراڻا آهن جيڪي ڪنهن ريت رسم يا مذهبي اهڃاڻ طور ٺاهيا ويا آهن. يا انهن جو ڪوبه مصرف ڪونه آهي. اهي ڪوٽيرا هتي تمام گهڻا آهن جن لاءِ ڪي روايتون به آهن. مگر انهن کي جيستائين کوٽجي نٿو ايستائين حقيقت سامهون نه ايندي. اهڙي ڪوٽيرن جو ذڪر اين جي مجمدار ۽ هنري ڪزنس به پنهنجين لکتن ۽ رپورٽن ۾ ڪيو آهي.

**ماڳ جو نالو: ديراڙو دڙو**

ماڳ جو قسم: دڙو

ماڳ جو دور: قبل از تاريخ

ماڳ جو هنڌ: "40 '11 °69 اوڀر ۾ "30 '25 °27 اتر ۾. ڳوٺ دراڙو تعلقو روهڙي ضلعو سکر. هي خاص قسم جو دڙو رڻ ۾ آهي؛ جيڪو ڳوٺ دراڙو کان ڏکڻ اوڀر ٻن ڪلوميٽرن ڳوٺ مهري واريءَ کان اتر اولهه 5 پنجن ڪلو ميٽرن ۽ روهڙي کان 50 ڪلو ميٽر ڏکڻ_ اوڀر تي آهي. دڙو 230 ميٽر اتر ڏکڻ ڊگهو ۽ 176 ميٽر اوڀر اولهه ويڪرو آهي. 8 ميٽر زمين جي مٿاڇري کان اوچو آهي. لڌل وٿن ۾ چقمقي برمي، چقمقي ڪورون، پڙد، ٺڪر جي چوڙين جا ٽڪر، ٺڪر جون چڪيون، پاهڻي سامان وغيره مٿاڇري تان لڌو ويو آهي. ٺڪرائو، پڪل ڀاڱڙهو آهي. مٿاڇري تي رهتن ۾ سرون جا ٽڪرا گهڻا آهن.

دڙو ڳولڻ ۾ اوکو آهي پر اوسي پاسي جا رهواسي هن پڙي بابت ڄاڻن ٿا.

**ماڳ جو نالو: ديراڙو_1**

ماڳ جو قسم: دڙو

ماڳ جو دور: سنڌو سڀيتا

ماڳ جو هنڌ: "10 '09 °69 اوڀر "25 '26 °27 اتر ڳوٺ ديراڙو تعلقو جوهي ضلعو سکر

احوال: ماپ ۾ ماڳ 156 ميٽر اوڀر اولهه ۽ 106 ميٽر اتر ڏکڻ ڊيگهه ۽ ويڪر ۾ دڙي جي صورت ۾ ڳوٺ ديراڙي جي ڏکڻ اولهه ۾ 500 ميٽرن ۽ روهڙي شهر جي ڏکڻ اوڀر ۾ 50 ڪلو ميٽرن جي مفاصلي تي آهي. هي ماڳ واريءَ جي پوٺي تي، وٽن جي جهڳٽن ۾ لڪل آهي. مليل وٿن ۾: پڳل چوڙيون، ٽانون جا ڪرچيل ۽ اڪريل ڪنا ۽ ٽڪرا ٽوٽا جن تي ڪي نشان آهن.

**ماڳ جو نالو: ديهه ماڙي صابره يا ماڙي سيڙ**

ماڳ جو هنڌ: هي ماڳ °26 '10 اوتر ويڪرائي ڦاڪ ۽ °27 '68 اوڀر ڊگهائي ڦاڪ تي نواز ڏاهري ريل روڊ سيڪشن نوابشاهه جي ڏکڻ ۾ آهي.

ماڳ جو دور: هڙاپا دور

تعارف: پاڪستان آرڪيالاجي 1964ع ۾ هن ماڳ بابت رپورٽ ڇپيل آهي. هتان ڀاڱڙهي تي ڪارو چٽ وارا ٺانون، ٺڪر جو روائتي ڍڳو، تنگر ٺانون جا ٽڪر مليا آهن.

Anti quities of sindh_ supplement ۾ هن دڙي جي ڊيگهه 92 ميٽر ويڪر 61 ميٽر ۽ اوچائي 5 . 1 ميٽر ٻڌايل آهي.

More Books Visit : www.iqbalkalmati.blogspot.com



**ماڳ جو نالو:** **ڏاڙهياري جو مقام**

ماڳ جو قسم: قبرستان

ماڳ جو هنڌ: قمبر جي اولهہ ۾ اٽڪل 81 ڪلو ميٽرن جي مفاصلي تي ڪيرٿر جي سلسلي ڏاڙهياري تي مقام

ماڳ جو دور: سومرا دور

احوال: هي مقام ڇتا قبيلي وارن جو آهي. ڏاڙهيارو خان ڇتا قبيلي جو نيڪ مرد هو، جيڪو پنهنجي خاندان سان گڏ انهيءَ جاءِ تي رهندو هو. هن مقام ۾ ڏاڙهياري خان سان گڏ سندس زال جي قبر پڻ آهي. قبرن کي لوڙها ڏنل آهن.

**ماڳ جو نالو:** **ڏاندهڙ جو دڙو**

ماڳ جو قسم: دڙو

ماڳ جو هنڌ: قمبر کان اولهہ ۾ 40 ڪلو ميٽرن تي.

احوال: ٺڪرانو وڏي ايراضيءَ تي پکڙيل آهي. هن جي کوٽائي مان ٺڪر جا ٿانو ۽ مورتيون ملن ٿيون.

ماڳ جو دور: وٽن مان پاسجي ٿو تہ هي اسلام کان اڳ جو ماڳ آهي ۽ زميني زلزلي سبب تباهہ ٿيو. هن کي مقامي ماڻهو ڏانيهڙ جو دڙو بہ چون ٿا.

**ماڳ جو نالو:** **ڏلهہ بٺي** (Dalh Buthi)

ماڳ جو پتو: ماڳ 04′ 26° اوتر ويڪرائي ڦاڪ 47′ 67° اوڀر ڊگهائي ڦاڪ تي ڏلهہ ڳوٺ ويجهو لکي جبل جي اولهہ طرف ضلعي ڄام شوري ۾ آهي.

ماپ: ڏلهہ لکي جبلن جي هڪ ڀاڱي جو نالو بہ آهي. ماپون ۽ تعارف هيٺ ڏجي ٿو.

ماڳ جو تعارف: ماڳ جي پاڙ وٽ چشمو آهي. رستي جي اوپر ۾ اٽڪل هڪ ڪلو ميٽر جي فاصلي تي، ٻن ٽڪرين جي وچ ۾ نئن جو پيٽ آهي. هن ٻن ٽڪرين مان هڪ جو پاسو اهڙو آهي جهڙي پٽ. هن پٽ جهڙي متاڃري تي 50 فوٽ کن ڊگهو، وچ ۾ ڇهن ۽ پاسن وٽ ٽن فوٽن جي ويڪر ۾ کي اڄرج جهڙيون لکتون آهن. جيڪي اٽن کان 14 انچ ٿينديون. مٿين سٽ جي وچڏاري سنڌي اکرن جهڙا ۽ ٻيا نشان جهڙوڪ ماڻهوءَ جي منڊي، هٿ جي ترِي، تير ڪمان، سنک، ٻيڙي وغيره جي شڪل جا لڳن پيا. ڪجھ مهند سي ڇٽ بہ هئا. مجمدار هنن کي پراٽيون لکتون نتو مڃي، ٿورو عرصو اڳ پاڪ جرمن ٽيم مسٽر داني سان ڪم ڪري اتر پاڪستان وارن جبلن ۾ انساني لکتن جا سون ۾ آثار لڌا آهن. انهن ۾ اڪريل تصويرون، نشانيون، ڇٽ، لکتون وغيره شامل آهن. بلوچستان جي ڪن هنڌن تان بہ انهن وانگر ڪي نشانيون مليون آهن. هي نشانيون (ڏلهہ واريون) اوائلي تاريخي دور جون لڳن ٿيون. ڇوتہ علامتون ساڳيون آهن؛ بلوچستان ۽ ڪوهستان جو ثقافتي ورثو ڪنهن حد تائين هڪجهڙو ۽ ڪهنو آهي. آس پاس بہ (ٻن فرلانگن تي) نئن جي وهڪري سبب نهيل ترائيءَ ۾ تاريخ جي دور کان اڳ جا آثار آهن جيڪي ڏيڍ ميل ۾ پکڙيل آهن. جن ۾ ٺڪرائي کان سواءِ پٿر جي نهيل جاين جون پيڙهون، پٿر جا پتا، ڏسي سگهجن ٿا. ٿورو اڳتي ڏلهہ ٽڪر جي پاڙ وٽ رني ڪوٽ ڏانهن ويندر گهاٽي (George) جتان هڪ ڪاري ٽڪري ٿي، اتي هڪ ٽڪريءَ تي ڏاتو پاهڻي دور جا آثار مليا آهن. ڪچري هٽائڻ کان پوءِ هڪ مضبوط ڪوٽ جو سلسلو جيڪو سٺ فوٽ ڊگهو ٿيندو ۽ اجا بہ اڳتي وڃي ٿو.

ڏلهہ واري جوءِ سنڌو تهذيب جي آثارن سان ڀرپور هئي. ٻر هيٺائين وٽ ڪن هنڌن تي ٿورا آثار آمري ٺڪرائي، ٺيڪري ڪنگڻ، بيضوي شڪل جون ڇڪيون، چوني واري پٿر مان نهيل دروازي لاءِ آکوتا، پٿر جا پتا، ۽ ٽامي جي منڊي مليا آهن.

**ماڳ جو نالو:** **ڏوتڙ بندر**

پاري ننگر کان اوپر ۾ چند ميلن تي ڏوتر جو ڳوٺ آهي، اتي بہ اڳ بندر هوندو هو. جنهن کي بہ ڊِڪا هوندا هئا. جت

More Books Visit : www.iqbalkalmati.blogspot.com



ساموندي جهاز لنگر انداز ٿيندا هئا. هي شايد پاري ننگر بندر جو تڙ هجي.

**ماڳ جو نالو: ڏيسوئي**

ماڳ جو ڏس پتو: هي ماڳ نئن ڏيسوئي، ٽاٽي بولاخان کان اٺ ڪلو ميٽر اتر اوڀر تي، دراوت لڪ کان ٽي ڪلو ميٽر اولهہ تي ضلعي ڄامشوري ۾ آهي.

هي ماڳ ٽراڪڙو آهي، پٿر جون وٿون جابجا پکڙيل آهن. هتان ملندڙ وٿن ۾ ٺڪر ٺانون، ٽامي جا چوڙا، ڪڻ جي وٽ، ننڍڙا ٺڪر جا ڳاڏا، گول ۽ ڇهنبدار گليلا. هي ماڳ هڙاپا دور سان تعلق رکي ٿو. (مجمدار)

ماپ: ماڳ 450x600 ڪن جيتري ايراضيءَ ۾ پکڙيل آهي. هتي کوٽايل تجرباتي کڏن مان سنڌو تهذيب جون ڄاتل سڃاتل وٿون مليون آهن.

**ماڳ جو نالو: ڏنگ دڙو/ ڏنگ جو ٿلهہ**

ماڳ جو قسم: دڙو/ ٿلهہ

ماڳ جو دور: ٽالپور/ ٻڏي دور

ماڳ جو هنڌ: شهدادڪوٽ ميروخان روڊ تعلقو شهدادڪوٽ

هي ماڳ اتر ڊگهائي ڦاڪ 27° 52' 00" ڊگرين ۽ اوڀر ويڪرائي ڦاڪ 68° 47' 00" ڊگرين تي آهي. هي ماڳ ماپ ۾ 7 ميٽر ڊيگهہ ۽ چار ميٽر ويڪر جو آهي. زمين جي مٿاڇري کان ڇهہ ميٽر مٿي آهي. مٿان ٺڪرائو ويجهي ميرن جي دور جو ڇڪاسيو ويو آهي. هتي ڳوٺ ۾ هڪ ٿلهہ بہ آهي. توڙي جو ڳوٺ وارن هن جون سٺيون پڪل سرون پنهنجي ڪتب آنديون آهن. پوءِ بہ ڪجهہ حصو بيٺو اٿس. هيٺان کان مٿي گول ۽ ٺوس ٿلهہ جي پاڙ وٽان سرون نڪري ويون آهن. مٿيان ڪجهہ بار بہ ڪري پيا آهن. واچ ٽاور جو شڪ بہ ان ڪري آهي جو وهاري واري ڪابہ نشاني باقي نہ بچي آهي. سڄ پنڌ تي ڳوٺ ٻڌل آهي. ۽ پاسي ۾ زرعي زمينن جي والارهن دڙي کي مختصر ڪري ڇڏيو آهي.

**ماڳ جو نالو: ڏوماٽي غارون**

ماڳ جو قسم: قديم رهائشي غارون

ماڳ جو دور: نامعلوم

ماڳ جو هنڌ: هي غارون مڪلي قبرستان ۽ پير پٺي جي وچ ۾ واقع نئو سيمنٽ فيڪٽريءَ کان پنج ڪلو ميٽر اترـ اوڀر ۾ آهن.

هتي ڏهاڪو کن غارون آهن، جن مان پنج ڇهہ غارون، نئي سيمنٽ فيڪٽريءَ جي سرگرمين سبب لٽجي ويون آهن. ريڪارڊ موجب اها سرزمين، ڪنڊي وارو ڪن، ڊِنڊ آبداٽو، ڏوماٽي الهندو، ديهہ مڪلي، ۽ ضلعي ٺٽي ۾ آهي. هتان قديم دور جو ٺڪرائو، جيڪو ڪجهہ اسلامي ڪجهہ اڳ جو هو، هتان ڪابہ چقمقي پٿر جون وڏيون وٿون چاقو وغيره ڪونہ مليا. ڪجهہ پٿر جا ڪمايل ذرا مليا. هتي چقمقي پٿرن جا ذخيرا ڪونہ آهن، پر ٺڪرين جي موجودگي ٻڌائي پئي تہ هتي ماڻهو رهيو ضرور آهي. ڪوبہ قديم ڪنڌر ڪونہ آهي. پر غارون انساني هٿن جون ٺهيل آهن. هي غارون تهہ خانن وانگر آهن، جبل ۾ کوٽيل ڪونہ آهن. جيئن عام طور تي غارون مليون آهن، هيٺ لهڻ لاءِ ڏاڪٽيون ٺهيل آهن. سنڌ ۾ هن قسم جي فقط هڪڙي غار ملي آهي، اها غار لڪي ۾ گرم چشمي وٽ آهي. جنهن لاءِ مشهور آهي تہ شاهہ صدر ان ۾ ويهي عبادت ڪندو هو. لڪي واري غار جي ڇت فقط ڏيڍ فٽ ٿلهي آهي، جڏهن تہ ڏوماٽي غارون ساڍن ٽن کان ستن فوٽن تائين ٿلهيون آهن. ۽ وڏيڪ اونهيون بہ آهن. هي غارون خاص نوعيت جون آهن جو سج جي اُس سڌي پوي ٿي، ان لاءِ روشن رهن ٿيون. هنن کي غفائي مندرن وارين غارن ۾ شمار ڪري سگهجي ٿو، جتي جوڳين، سنياسين ويهي جوڳ پچايو هوندو. پهرين غار جي ڏاڪڙ اڍائي فٽ ويڪري، ساڍا ست فوٽ ڊگهي

More Books Visit : www.iqbalkalmati.blogspot.com



نَوَ فوٽ اونهي، ڪل 9 ڏاڪا ٺهيل آهن. هر ڏاڪو ڇهن کان اٺ انچ ويڪرو ۽ اٺن کان ساڍا يارهن انچ اوچو آهي. سندس منهن تي لٽ آهي. ڪوٺائي ٽيل ڪانہ آهي. ٻيو نمبر غار پهرين نمبر غار کان 68 فوٽ ڏکڻ ۾ آهي. ان جي ڏاکڻ پوٽا چار فوٽ ويڪري، ساڍا ست فوٽ ڊگهي، ۽ ساڍا ٽي فوٽ اونهي آهي. ان کي ٽي چار ڏاڪا آهن. ان جي غار جي صورتحال بہ پهرين غار جهڙي آهي. مُنهن لٽ اچڻ جي ڪري بند آهي. ڪوٺائي ٽيل ڪانہ آهي. ٽيون نمبر غار پهرين غار کان 65 فوٽ اتر اولهہ ۾ آهي، چوٿون نمبر غار پهرين نمبر غار کان 75 فوٽ اولهہ ۾ آهي، پنجو نمبر غار، پهرين نمبر غار کان لڳ ڀڳ ٻہ سؤ فوٽ اتر ۾ آهي. پويون ٽئي غارون ٽٽل حالت ۾ آهن.

گمان آهي تہ هي غارون پٿر جي دور جي ماڻهوءَ ٺاهيون هونديون. پر ان لاءِ ضروري آهي تہ انهن غارن ۾ اندر گهڙجي ۽ وٿون گڏ ڪري ڪو آڌار ٺاهجي.

**ماڳ جو نالو: ڏمڻ سوناري جي ماڙي**

ماڳ جو دور: اسلامي دور

ماڳ جو قسم: دڙو

ماڳ جو هنڌ: ريتي اسٽيشن کان ڏکڻ ۾ وچڙوٽ جو دڙو آهي ان جي پرسان ٻن ميلن جي فاصلي تي سيهڙ واهہ جي هُن پر.

هي ماڳ 1982ع ۾ چيڪ ڪيو ويو. هڪ بستي جا آثار آهن. ڀڳل ٺانون، گهٽي تعداد ۾ پکڙيل آهن. هتي هڪ کوهہ بہ پراڻي جو زمانو هو. مقامي ماڻهو هن سان هڪ عشقيہ داستان ڏمڻ سوناري جي ڌيءَ جو دلوراءِ جي پٽ سان ٻڌائين ٿا. هاڻي اتي ڳوٺ ٻڌجي چڪو آهي. اوسن پاسن کان ڪوٺائي ڪري ثقافتي وٿون چڪاسي سگهجن ٿيون.

**ماڳ جو نالو: ڏيٽري**

ماڳ جو قسم: دڙو

ماپ: دڙو ويڪر ۾ اولهہ اوڀر ۽ ڊيگهہ ۾ اوتر ڏکڻ تي آهي. دڙي کان پرتي رڳو ٿر آهي.

ڏس پتو: ميرپورماٿيلي کان 24 ڪلوميٽر اوڀر- اتر، يارو لنڊ طرف ويندڙ روڊ جي اتر پاسي، پري کان واريءَ جون پٽون نظر اينديون. ريٽي نالي سنڌو جي وهڪري جي ڳوڙهيلو شاخ جي ڪنڌيءَ تي آهي.

مليل وٿون: هٿان ٺڪرانو، بوتا، ۽ مٽڪا مليا آهن.

**ماڳ جو نالو: ڏارا جا**

ماڳ جو قسم: ويران شهر جا نشان

ماڳ جو دور: اسلامي/ ڪلهوڙا دور

ماڳ جو هنڌ: لاڙي بندر کان اڍائي ڪلو ميٽر اوڀر طرف

ڏاراجا جي ويران شهر جا کنڊر موجود آهن. هڪ روايت موجب هتي هڪ هندو راجا ارجن جي نالي سان راڄ ڪندو هو، جنهن کي ميان نورمحمد ڪلهوڙي، بجار جوکيو هٿان قتل ڪرايو هو. راڻي ارجن جو ڪوٽ هن وقت سندس نالي پويان سڏجي ٿو. هي ڪوٽ چورس شڪل جو هو ۽ پٿر جو ٺهيل هو. ڪوٽ اندر اوڀر پاسي راڻي جي محلات جا نشان سمجهجن ٿا. هي کنڊر ڏيڍ ڪلو ميٽرن جي ايراضيءَ ۾ پکڙيل آهن. ڪوٽ جي ڏکڻ ۾، حسن علي مست، جي بيٺڪ آهي جو راڻي جو مرشد چيو وڃي ٿو. هن بيٺڪ کان ٿورو پري "پير مدد علي شاهہ" جي مزار آهي، جنهن لاءِ چون ٿا تہ هُو خواجن جو پير ۽ اسماعيلي آهي. ڪوٽ جي اولهہ ۾ "راڻن جو قبرستان" آهي. هتي هڪ قبر، مڪليءَ تي موجود پٿرائين قبرن جهڙي آهي. بنيءَ تي علي ابن ارجن 1002 هجري- 1690ع لکيل آهي. شايد ارجن جو پٽ مسلمان ٿيو هجي.

More Books Visit : www.iqbalkalmati.blogspot.com



**ماڳ جو نالو: ڏامراهي وارو دڙو**

ماڳ جو قسم: دڙا

ماڳ جو دور: 4 ۽ 5 عيسوي سن

ماڳ جو هنڌ: باڍ ريلوي اسٽيشن ويجهو ڇهه ميل ڏکڻ- اولهه ۾ ضلعو لاڙڪاڻو ڳوٺ ڏامراهو.

احوال: هتي ٽي يا چار ڏڙا آهن. سڄي ماڳ تي ٺڪرانو پکڙيل آهي. دڙا گول شڪل جا آهن. هتان سرون ڪڍي ماڻهو پنهنجي ڪتب آڻين ٿا.

هي دڙا سرڪاري تحفظ هيٺ آهن.

**ماڳ جو نالو: ڊانبيءَ جو دڙو**

ماڳ جو قسم: دڙو

ماڳ جو دور: نامعلوم

ماڳ جو هنڌ: تعلقي واره، ايف پي بند جي اولهه ۾ هڪ ميل جي مفاصلي تي تعلقو واره ضلعو لاڙڪاڻو

احوال: دڙي جي اوچائي 15 کان 20 فوٽ ۽ ايراضي 5 ايڪڙ ٿيندي. ڏکڻ ۾ بدام ڏني اٿس.

ڪوٽائي ڪانه ٿي آهي. ان لاءِ دور جو اندازو ڪري نٿو سگهجي.

**ماڳ جو نالو: ڊرگهه بالا**

ماڳ جو قسم: ڪوهه ۽ عيدگاهه

ماڳ جو دور: اسلامي

ماڳ جو هنڌ: ڊرگهه بالا، تعلقو جوهي ضلعو دادو

هي ڪاڇي جو مشهور ڳوٺ آهي، جنهن کي ميرن جي دور ۾ وڏي اهميت هئي، هتي هڪ پراڻو ڪوهه ۽ عيدگاهه آهي. قلعي جي ٻاهران هڪ ويڪرو ۽ سهڻو ڪوهه ٺهيل آهي. ڪوهه بہ قلعي جيترو پراڻو آهي. ڪوهه جي پڳ خوبصورت نموني ٻڌل آهي. عيدگاهه ڪليل ميدان آهي جنهن کي پٽ ڏنل آهي. پٽ ۾ ٽي لنگهه ڏنل آهن. وچون لنگهه وڏو آهي. هي عيدگاهه پراڻي عيدگاهه واري جاءِ تي نئين ڪري ناهي وئي آهي.

**ماڳ جو نالو: ڊرگهه ۾ ميرن جو ڪوٽ**

ماڳ جو قسم: قلعو

ماڳ جو دور: ڪلهوڙا عهد

ماڳ جو هنڌ: ڊرگهه بالا ڳوٺ جي اولهه ۾ تعلقو جوهي ضلعو دادو

ٽالپرن جو ٺهرايل ڪوٽ 500 فوٽن ۾ چورس آهي. ڪوٽ زبون حال آهي جو ڪچي مٽيءَ جو ٺهيل آهي. ڪوٽ ۾ هاڻ مين پرائمري اسڪول ڊرگهه بالا جڙيل آهي. ڪوٽ اندر وڏا ڪمرا، گودام، گهوڙن جا تنبيلا ۽ ٻيون جنگي سامان رکڻ جون جايون ٺهيل آهن. ڪوٽ جي دروازي جي مٿان هڪ ڪوٺي ٺهيل آهي يا ڪوٺي نما موروچو ٺهيل آهي، جنهن ۾ پهريدار ويهندو هوندو. ڪوٽ کي ٻاهران وڏا ڏار پڪي چڪا آهن. قلعي جو شاهي دروازو اوير ۾ آهي، جنهن تي ڪنگرن جا نشان آهن ۽ ڪندن وٽ برج آهن.

**ماڳ جو نالو: ڊملوٽي**

ماڳ جو قسم: قبرون/ مندر/ ڪوهه

ماڳ جو دور: 2 صدي مسيح کان 1 صدي قبل مسيح

More Books Visit : www.iqbalkalmati.blogspot.com



ماڳ جو هنڌ: ملير شهر کان ڏهه ڪلو ميٽر تڏو نديءَ جي ڀيٽ ۾.

هتي قبرون آهن جيڪي پٿر جون گھڙيل آهن. جن مان هڪ تي ”شاهو“ لفظ پڙهي سگھجي ٿو. ڊملوٽي لڳ پٿر جون قبرون به مليون آهن. هتي پهريان هڪ کوهه هو. جنهن جي پر تي پپر جو وڻ رکيل هو ۽ هندن جو تيرٿ هو. 1882ع ۾ انگريزن ڀيا ڏهه کوهه کٽي ڪراچيءَ کي پاڻيءَ جي سپلاءِ ڪئي. 1942ع ۾ واٽر سپلاءِ جو وڏو منصوبو جوڙيو ويو. پپر جي وڻ وٽ هڪ غار هوندي هئي، جنهن کي پٿرن سان بعد ۾ بند ڪيو ويو. غار ۾ لڪشمي ديوي جي پوڄا ٿيندي هئي. سڀ کان اول ڪيپٽن پريڊي هنن قبرن بابت ٻڌايو هو ته ملير نديءَ جي پرسان اهي قبرون آهن ۽ هينري ڪزنس به پنهنجي ڪتاب ۾ انهن جو ذڪر ڪيو هو. ان کان پوءِ به انهن قبرن جو ذڪر ڪيو ويو آهي ته اهي ڪراچيءَ ۾ ملير ۽ حب نديءَ جي وچ ۾ انهن قبرن جو وڏو تعداد پکڙيل آهي. ڊملوٽي ۾ هڪ ٽڪري تي ڪوڪي نما پاهڻي قبرن جو ڪافي تعداد هڪ ٽڪري تي پکڙيل آهن. اهي قبرون گهٽو ڪري اوڀر اولهه مُنهيون آهن؛ مقامي پٿر مان ٺهيل قبرون جا پاهڻي تختا اڌ تائين زمين ۾ کتل آهن. انهن جي مٿان پاهڻي تختو ڏئي قبرن کي بند ڪيو ويو آهي. قبرن جي اندران اندر ماپ ساڍا پنج انچ ۽ اڍائي فوٽ آهي. ڪي قبرون هڪ ٻئي جي ويجهو ٺهيل آهن. پر پوءِ به فاصلو پنجن کان ڏهن فوٽن تائين نظر اچي ٿو. هتان وٽن ۾ هڏن جا ٽڪر ۽ ٿيون شيون مليون آهن. قبرون ڏکڻ سنڌ ۽ هندوستان جي ڪن قبرن سان ڀيٽيون ويون ته اهي 2 صدي ق_ م جون ٿي سگھن ٿيون. ائين چوڻ لاءِ ڪو چٽو ثبوت به ڪونه آهي.

**ماڳ جو نالو: ڊينسو هال**

ماڳ جو قسم: عمارت

ماڳ جو دور: انگريزن جو دور

ماڳ جو هنڌ: بندر روڊ ڪراچي

هي هڪ پبلڪ هال آهي، جيڪو ميڪس ڊينسو جي ياد ۾ ٺهرايو ويو هو. ميڪس ڊينسو ڪراچيءَ جي چيمبر آف ڪامرس جو صدر رهي چڪو هو. هن هال لاءِ 9000 روپيا دوستن ڏنا هئا. جڏهن ته هال جي زمين ميونسپل ڏني هئي. هن ۾ لائبريري قائم ٿيل آهي. هن عمارت جو نقشو جيمس اسٽريچن سال 1886ع ۾ ناهيو. هن عمارت ۾ گذري جو پيلو پٿر استعمال ٿيل آهي. اڏاوتي ونيشن گوٿڪ نموني جي آهي. مهاڙي تي ٽوڊور (Tudor) نموني جون ونگون ٺهيل آهن. بالڪونيون ٻاهر نڪتل آهن. هيٺين طبقي تي، پڙهڻ جو ڪمرو، لائبريري هال ۽ ٻيا مختلف ڪمن لاءِ ڪمرا ٺهيل آهن. مٿئين طبقي تي هڪ وڏو هال 60x30 فوٽن جو ٺهيل آهي، جنهن ۾ 500 ماڻهن جي ويهڻ جي گنجائش آهي. اپرندي پٽ تي هڪ سهڻو گھڙيال رائو صاحب رامن داس مدار جي جو تحفي طور ڏنل آهي.

**ماڳ جو نالو: ڊاندي مسجد**

ماڳ جو قسم: اڏاوت / مسجد جا آثار

ماڳ جو دور: مغل دور

ماڳ جو هنڌ: ميرپور بٺورو، ميل جو پٿر 11/6 جي پرسان ڪچو رستو ڊاندي دڙي تي ويندڙ. ڊاندي دڙي جي سامهون آثار

احوال: ڊاندي دڙي جي پرئين پاسي مسجد جا آثار نظر اچن ٿا، جيڪا مستطيل آهي. سامهون اڱڻ اٿس جنهن ۾ چونڪ جون سرون ڏيڍ+ پوڻا نوَ+ پوڻا نوَ استعمال ٿيل آهن. اوساري گاري ٿيل آهي مگر لنب چن جي ٿيل آهي. مسجد 8 . 24 فوٽ ڊگھي 3 . 9 فوٽ ويڪري آهي. مٿان هڪ وڏو گنبذ ۽ ٻه پاسن کان گنبذ اٿس. پٽيون 8 . 2 فوٽ ٿلهيون آهن. اندر محراب ڪماندار آهي؛ جيڪو ڪافي خوبصورت لڳي ٿو. مسجد تي ڪوبه ڪتبو وغيره لڳل ڪونه آهي. صرف اڏاوت مان

More Books Visit : www.iqbalkalmati.blogspot.com



معلوم ڪري سگهجي ٿو تہ هي مغليہ دور جي آهي.

**ماڳ جو نالو: ڊانڊي دڙو**

ماڳ جو هنڌ: ميرپور بٺوري ڏانهن ويندڙ روڊ جي اولهہ ۾ ميل جي پٿر نمبر 11/6 سان لڳ هڪ ڪچي رستي تي.

ماڳ جو دور: اندازو آهي تہ هي شهر 14 — 15 عيسوي صديءَ ۾ وسيل هوندو.

ماپ: هي دڙو 3060x3060 فوٽ آهي.

مليل وٿون: ٺڪرائون، رنگ ۾ هلڪو ڳاڙهيسرو، ٺڪر جي وٿن ۾ دڪيون، پاٿوڙا وغيره. ٺڪر تي ڪاري تي ڳاڙهي رنگ جون ليڪون نڪتل آهن. ڪن ٿانون تي لهر جي دڙي جي ٿانون وانگر لڪدار (concave) شڪليون بہ نڪتل آهن. هن قسم جا روغني ٿانو تلمبا جي ماڳ مان مليا آهن.

**ماڳ جو نالو: ڏيڏر جو مقام**

ماڳ جو قسم: قبرستان

ماڳ جو هنڌ: جاگير_6، چڪ — 10 يونين ڪائونسل غيبي ديرو

ماڳ جو دور: مغل دور کان

احوال: هي مقام سنگاساٽي چانڊين جو قديمي قبرستان آهي. هتي چانڊين جي هڪ سردار موندر خان (ثاني) دفن ٿيل آهي. هن مانجهي مڙس لاءِ چيو وڃي ٿو تہ انگريزن 1843ع ۾ جڏهن سنڌ جي مقامي جاگيردارن کان وفاداري طلبي تہ هن سنڌي سورمي 40 جٽن جي سرفروش جٿي سان ڏيڊر پٽ تي گوري فوج سان مهاڏو اٽڪايو ۽ شهادت ماڻيائين.

**ماڳ جو نالو: ڏڙ جو مقام**

ماڳ جو قسم: قبرستان

ماڳ جو هنڌ: جاگير_6، يونين ڪائونسل غيبي ديرو، ڊرب نئن جي ڏاکڻي ڪنڌ تي.

ماڳ جو دور: مغلن جي دور کان

احوال: هن قبرستان ۾ چانڊيہ قبيلي جي مختلف پاڙن ناماڻي، قاسماڻي، نورياڻي، ڏيپلاڻي، عمراڻي پاڙن جي وڏن جون مزارون آهن. جن بلوچستان ۽ افغانستان کان ايندڙ حملہ آورن سان چوٽون کاڌيون آهن. هي جابلو پٽي جو تمام وڏو قبرستان آهي. چانڊين جي ويڙهي سردار ٽلوخان جو مقبرو بہ هتي آهي.

**ماڳ جو نالو: ڊلاڻي جو ڪوٽ / ڏجاڻي جو ڪوٽ (ڏڳاڻي جو ڪوٽ)**

ڏس پتو: دڙو

ماڳ جو هنڌ: ماڳ چنگهڙي کان اٽڪل ڇهہ ڪلو ميٽر اتر_ اوڀر ۾ باران نئين جي ڪپ تي.

تعارف: مجمدار هن جي کوٽائي ڪرائي. هي ماڳ ڏاتو_ پاهڻي دور جو آهي.

**ماڳ جو نالو: ڊڪاڻي**

ماڳ جو قسم: گبر بند

ماڳ جو دور: قبل ازتاريخ

ماڳ جو هنڌ: ڪرچات ماتري جي وچ تي تعلقو ٿاڻو بولاخان ضلعو ڄام شورو. اترويڪرائي ڦاڪ $25^{0}\,43'\,20''$ اوڀر ڊگهائي ڦاڪ $67^{0}\,39'\,60''$ ڊگرين تي موجود آهي.

هي ماڳ هڪ گبر بند آهي جيڪو اوائلي انسان برسات ۾ نئن جي پاڻيءَ کي روڪ لاءِ بند طور ٺاهيو هوندو. گبر بند هن تر ۾ ڪافي انداز ۾ آهن. اهي گبر بند اڄ بہ استعمال ڪري سگهجن ٿا. جيڪي برسات جي پاڻيءَ کي روڪي زمين کي

More Books Visit : www.iqbalkalmati.blogspot.com



ريجائين. هي اوائلي انسان جا ٺاهيل بند ڇيا وڃن ٿا.

**ماڳ جو نالو: راٻاري جو دڙو**

ماڳ جو قسم: دڙو

ماڳ جو هنڌ: يونين ڪائونسل جي ديهه جاگير_6 ۽ قمبر کان 20 ڪلو ميٽر اولهه ۾.

احوال: هي ماڳ به عربن جي اچڻ کان اڳ جو آهي. هي دڙو بدام ڍنڍ جي ڪناري تي آهي.

**ماڳ جو نالو: راڄ ملڪ جو قبرستان**

ماڳ جو قسم: گهاڙيون/ پٿر جي قبرن جو قبرستان

ماڳ جو دور: سترهين_ ارڙهين صدي عيسوي

ماڳ جو هنڌ: قبرستان دنبا ڳوٺ جي ڏکڻ ۾ ٽڏو نديءَ جي ڪناري.

هتي ميمڻ ڳوٺ وٺان به وڃي سگهجي ٿو. قبرستان سپر هائي وي کان پنج يا ڇهه ڪلو ميٽرن جي پنڌ تي آهي. هن ڪي قدمن وارو قبرستان به چوندا آهن. هتي پيران پير جي قدمن جا نشان ڇيا وڃن ٿا ڪي ان ڪي عليءَ جا قدم به ڏسين ٿا. ان تي درگاهه ٺهيل آهي جيڪا ڏهين صدي هجريءَ جي آهي. هي قبرستان پنجاهه کن ايڪڙن تي مشتمل آهي. سڀ قبرون گهٽي ياڳي پٿر جون آهن. جن تي اڪر جو ڪم ٿيل آهي. اڪر ۾ قرآن شريف آيتن جو ڪم شاندار ٿيل آهي. ڪي ڪي قبرون ته ٻه ماڙ ۽ ٽي ماڙ به آهن. تي ٻيا نالا به اڪريل آهن "منو، مگر، ۽ هاڙهو". هتي گهٽو ڪري برفتن جون قبرون آهن. ڪجهه قبرون جوکين ۽ جتن جون به آهن. ڪن پٿراين قبرن تي قرآني آيتن کان سواءِ اٺ ۽ گهوڙا به اڪريل آهن. 300 کن قبرون آهن.

**ماڳ جو نالو: راڄي ليڪيءَ جو مقبرو**

ماڳ جو قسم: اڏاوت/ مقبرو

ماڳ جو دور: ميرن جي صاحبي

ماڳ جو هنڌ: ميان نورمحمد ڪلهوڙي جو قبرستان. ڳوٺ ۽ ديهه ميان نورمحمد تعلقو دولتپور، ضلعو نوابشاهه.

هن جي ڏکڻ ۾ اٽڪل هڪ ڪلو ميٽر جي پنڌ تي نم جو ڳوٺ، هن جي اوڀر ۾ هڪ ڪلو ميٽر جي پنڌ تي لنڊڪي ڪئنال وهندڙ مقيم ڏاهريءَ جو ڳوٺ هتان کان ٽن ڪلو ميٽرن جي پنڌ تي آهي. جڏهن ته موري جو شهر هتان کان 16 ڪلو ميٽرن جي پنڌ تي آهي. هي ماڳ اتر ويڪرائي ڦاڪ ۾ $26^0 32' 50''$ ڊگرين ۽ اوڀر ڊگهائي ڦاڪ ۾ $68^0 48' ''$ ڊگرين تي واقع آهي. اڏاوت ۾ پڪيون سرون، گل گارو ۽ گچ گارو استعمال ٿيل آهي. ڊيگهه ۾ اتر ڏکڻ 56. 7 ميٽر ويڪر ۾ اولهه اوڀر 60 . 5 ميٽر ۽ اوچائيءَ ۾ 50 . 5 ميٽر آهي. راڄو ليڪي ميان نورمحمد ڪلهوڙي جو بهادر سپهه سالار ۽ سمجهو وزير ۽ تاجي ليڪيءَ جو پٽ هو. سنڌس مقبري جو در اوڀر ۾ آهي؛ جيڪو مستطيل ڪاٺ جو ٺهيل ۽ هاٿي جو لڳايل ٿو ڏسجي. ٻه ونگن وارا پانيل مهاڙيءَ جي بلڪل اڳيان ٺاهيا ويا آهن. مقبري کي محرابي ڇت آهي جيڪا ڊهي پئي آهي، پر برجين جا نشان ٻيڙ_ ٻنن تي اجا بيٺا آهن. مقبرو اندران توڙي ٻاهران گچ گاري سان لتل آهي. اندر ٽي اونها طاقن وارا ونگيل پانيل اولاهين پٽ تي ۽ ٻه اونها طاقن وارا ونگيل پانيل اوڀارين پٽ تي، مهندسي ڏاڻئن سان سينگاريل آهن. اتر ۽ ڏکڻ واري پٽ تي اهڙائي طاقن وارا اونها پانيل جڙيل آهن. پٽين تي گلڪاري ٿيل آهي؛ جيڪا عام روغن سان ڪئي وئي آهي. مقبري اندر هڪ ئي قبر آهي. راڄي ليڪي جي موت بابت ٻه روايتون مليون آهن هڪ ته جنگ ۾ وڙهندي مارجي ويو ٻيو ته خودڪشي ڪيائين. مقبري جي حالت زبون آهي. کنڊرن ۾ تبديل ٿيندو پيو وڃي. محرابي ڇت ته اڳ ۾ ئي ڊٺل هيس ۽ هاڻي جتان ڪٿان ڏارون ڏارون ٿي پيو آهي. ٽڪڙي مرمت گهري ٿو. محڪمہ آثار قديمہ کي ڌيان ڏيڻ گهرجي. پهريان ته ڪنهن پال جو بندوبست ڪيو وڃي جو اندر ٿيل گلڪاري موسم جي ور چڙهي رهي آهي.

More Books Visit : www.iqbalkalmati.blogspot.com



**ماڳ جو نالو:** **راڄو ديرو**

ماڳ جو قسم: قبرستان، کهنيون اڏاوتون ۽ مقبرا

ماڳ جو دور: قبل از تاريخ کان اڄ تائين

ماڳ جو هنڌ: تعلقو جوهي ضلعو دادو. هي ماڳ 23 0 67 اوڀر ۽ 55 0 26 ڊگرين اتر ويڪرائي ڦاڪ ۾ آهي. ديهه ۽ تپو راڄو ديرو.

هي ڪاڇي جو ننڍڙو ڳوٺ آهي. هتي ڪجهه پراڻي دور جون وٿون جن ۾ به کهنا دڙا، ڪجهه پٿر جي اڏاوتن جون پيڙهون، ۽ مقبرا ملن ٿا. هڪ ڪوٽ جا نشان به آهن. ان کان سواءِ هڪ قبرستان، هڪ صحابو ۽ باره دريون آهن.

ڪيهر شاهه جو قبرستان: ڪيهر شاهه جو قبرستان، ڳوٺ جي چيڙي ۾، اتر_ اولهه تي آهي. هن قبرستان ۾ ڪيهر شاهه جو صحابو آهي. هن صحابي کي مقامي ماڻهن نئون ڪري ٺهرايو آهي. قبرستان اٽڪل چئن ايڪڙن ۾ پکڙيل آهي. صحابو اهڙي زيارت کي چئبو آهي جنهن قبر جي مٿان ڇت وغيره نه هجي. چوڌاري ديوار ڏنل هجي ته پلي.

**دڙا:** پهريون ماڳ هڪ ڳوٺ جي ڏکڻ اوڀر جي ڪنڌ تي چئن ايڪڙن جي ايراضيءَ ۾ ڦهليل آهي. هن وقت گهاٽي جهنگ ۾ هئڻ سبب ڏسڻ ۾ ڏکيو آهي. اين جي مجمدار ۽ لوئس فليمر هن ماڳ جو ذڪر ڪيو آهي. سڄو دڙو والار هيٺ آهي. دڙو زمين جي سطح کان 12 فوٽ مٿي آهي. چوڌاري زرعي زمينون آهن. ٻيو دڙو ڳوٺ جي اتر اوڀر ۾ آهي، هي دڙو نئن گاج جي سڪل پيٽ جي ڪنڌي تي آهي. هتان ماڻهو سالن کان مٽي کوٽي ڀراءَ جي ڪم آڻيندا رهن ٿا. هن دڙي تان مليل وٿون ٻڌائين ٿيون ته دڙو سنڌو تهذيب واري دور جو آهي. هي دڙو زمين جي مٿاڇري کان اٽڪل 8 – 12 فوٽ مٿي آهي.

**قلعو:** راڄي ديري وارو قلعو ڳوٺ جي وچتي آهي. ۽ مڪمل والار هيٺ اچي ويو آهي. وقت گذرڻ ڪري ۽ ماڻهن جي لتاڙ سبب قلعي کي تمام گهڻو نقصان رسيو آهي. قلعي جي پيتين ۽ برجن جا ڪجهه نشان بيٺا آهن. مقامي روايتن موجب هي قلعو ڪلهوڙن جي دور ۾ راڄي ليکي ٺهرايو هو.

**بارا دريون:** به اڏاوتن آهن. هي ڇتيون آهن. هڪ لال بخش لغاري جي ۽ ٻي لشڪر لغاري جي. ٻئي اڏاوتون الڳ الڳ ٽلهن تي ٺهيل آهن. هرهڪ ڇتي جا چارئي پاسا کليل آهن. مٿان گنبذ ٺهيل آهي. گنبذ انڪنڊي ڳچ مٿان ٺهيل آهي. گنبذ جي چوٽيءَ تي اونڌو ڪوٽي جو گل ٺهيل آهي، گنبذ جي ٻيڙ ٻني تي ڪُنگرا ٺهيل آهن. ٻنهي بارادرين تي سهڻا ڇٽ ڇٽيل آهن. ڇتيون پڪ سريون آهن. هرهڪ ڇتيءَ ۾ به قبرون آهن. ڇتيون سنيون سنڀاليل آهن.

**ماڳ جو نالو:** **راڄن شاهه جو ٽڪر**

ماڳ جو قسم: مقبرا

ماڳ جو هنڌ: ديهه ٻچل جمالي تعلقو شاهبندر

ماڳ جو دور: اسلامي دور

هتي به عدد مقبرا آهن، ۽ هڪ مسجد شريف آهي، هڪ مقبري ۾ مخدوم محمد معين جي استاد محمد جلال ڪتي رحه جو مقبرو آهي، جڏهن ته هن بزرگ جو رضائي ڀاءُ پير راڄن شاهه قريشي پيراندي واري رانڪ ۾ رکيل آهي. هن وقت هي مقبرا خسته حال ۾ آهن.

**ماڳ جو نالو:** **راضي شاهه جو مقبرو**

ماڳ جو هنڌ: نئون ڪوٽ کان 40 ميل عمرڪوٽ ڏانهن

ماڳ جو دور: انگريز دور

ماڳ جي ماپ: 30x15 فوٽ اوچائي 16 فوٽ

More Books Visit : www.iqbalkalmati.blogspot.com



احوال: پڪسرو مقبرو چن جي مضبوط اوساريءَ سان. راضي فقير جي سچاٽپ صوفي شاعر جي حيثيت سان سنڌي ادب ۾ مسلم آهي.

**ماڳ جو نالو:** **راڪاس جو روٽو_1**
ماڳ جو قسم: قديم پٿر جو غار
ماڳ جو دور: حجري دور
ماڳ جو هنڌ: روهڙي واريون ٽڪريون خيرپوميرس

هي غار، روهڙي جي ٽڪرين جي اولاهين لاهي وٽ، خيرپور کان 10 ڪلو ميٽر اوپر ۾ آهي. ڏکڻ ۾ سلطان اڏم جو مقبرو، اولهه ۾ سنڌوءَ جو پيٽ، اتر ۾ شادي شهيد جو قبو ۽ شاهه لطيف يونيورسٽي ڪيمپس اٿس. لنگهه وٽ ٿي ٽڪرائو ملي ٿو. هن غار کي ٻه لنگهه ڏنل آهن. اوپر وارو لنگهه 12 فوٽ وڏو ۽ اٺ فوٽ ويڪرو آهي. غار جي ڪل ايراضي 100 فوٽ آهي. غار جي مٿان ٽي گنبذ (Domes) ٺهيل هئا(؟) جن مان وچون گنبذ ٻين ٻن کان وڏو هو. غار ڳوناٽن برباد ڪري ڇڏيو. ٽڪرائي کان سواءِ ڪجهه پٿر جا اوزار به مليا آهن. جن ۾ پٿر جون ڪورون (cores) پٿر جون ڇيتون (flakes) ۽ پٿر جا ڦر(blade) مليا آهن. جن جو واسطو هڙاپا دور سان آهي. ٽڪرائو ڳاڙهو ان تي سچاتل سنڌو ٽڪرائي وارا ڏاءَ نڪتل آهن.

**ماڳ جو نالو:** **راڪاس جو روٽو_2**
ماڳ جو قسم: قديم غار
ماڳ جو دور: حجري دور
ماڳ جو هنڌ: روهڙي واريون ٽڪريون اروڙ

هي غار سلطان اڏم جي مقبري کان 8 ڪلو ميٽر اوپر ۾، ڪوٽڏجيءَ واري قديم ماڳ کان 20 ڪلو ميٽر اوتر_ اوپر ۾ آهي. هي ماڳ 8 فوٽ وڏو ۽ 6 فوٽ اوچو آهي. وچ تي پٿر جو پيل پائو ڏنل اٿس جنهن ۾ به سوراخ نڪتل آهن. هي اندر تي ڪافي وچي ٿو. پر اندر گهٽ ۽ ٻوسٽ جي ڪري گهڙي نٿو سگهجي. هي انساني هٿن جو گهڙيل آهي. هتان مليل ٽڪرائو به سنڌوءَ سان ٻيٽڻ جهڙو آهي. ملنڊڙ وٽن ۾ ڪنا، ٽانون جا حصا، ٿالهيون وغيره مليا آهن. ٺڪر گهٽو ڪري ڳاڙهو آهي جنهن تي ڪارا پٽا نڪتل آهن. ٺڪر سنهو پڪل، چڪ تي لٿل ۽ سنهو آهي.

**ماڳ جو نالو:** **رام ٻاراهي جي مزار**
ماڳ جو قسم: اڏاوت
ماڳ جو دور: اسلامي دور
ماڳ جو هنڌ: بدين کان 14 ميل پري ڏکڻ اوپر طرف، مالهين جي دڙي کان ٽن ميلن جي فاصلي تي.

احوال: قبي جي اڏاوت ڏيوري جهڙي آهي. پڪين سرن جون ٺهيل آهي. سندس اصل نالو ابراهيم شاهه آهي. پاڻ اُچ کان آيل بزرگ آهي. روايت آهي ته هڪ هندو سندس پيارو مريد هو. ڪيس ارشاد ڪيو هئائين ته پهريائين تنهن جو نالو ايندو پوءِ منهن جو. ان لاءِ هي درگاهه رام ٻاراهي جي نالي سان مشهور ٿي. هي سنڌيءَ جو شاعر به هو. هن درگاهه کان 5_ 4 فرلانگ پري هڪ قديم قبرستان آهي، جتي قبرن تي اُڪر جو ڪم ٿيل آهي. ڪن ڪن قبرن تي قرآن پاڪ جون آيتون اڪريل آهن.

**ماڳ جو نالو:** **رانڪ ميان خداداد خان ڪلهوڙو**
ماڳ جو دور: ڪلهوڙا عهد
ماڳ جو قسم: رانڪ
ماڳ جو هنڌ: ميان نورمحمد جا قبا/ محمد آباد تعلقو مورو

More Books Visit : www.iqbalkalmati.blogspot.com



احوال: ميان خداداد خان ميان نورمحمد ڪلهوڙي جو ٽيون نمبر پٽ هو. سندس شادي قلات جي حاڪم عبدالله بروهيءَ جي نياڻيءَ سان ٿي. مراد ياب خان جڏهن ايران کان واپس آيو تہ ميان خداداد کان ولي عهدي کسي مراد ياب خان کي ڏني وئي، جنهن تان ڪاوڙجي هندوستان هليو ويو. اتي ئي وفات ڪيائين. بعد ۾ سندس لاش ڪٽائي هتي دفن ڪيو ويو.

**ماڳ جو نالو: راوڙ جو قلعو**

ماڳ جو قسم: کنڊر

ماڳ جو هنڌ: شيخ ڪرهيو پانداري کان 7 ميل ڏکڻ ۾

ماڳ جو دور: هندو دور

احوال: هن ڪي وانر جو قلعو بہ سڏين ٿا. هي قلعو چچ نهرايو. جيڪو اونهاري جا چار مهينا هتي رهندو هو. هي شهر ۽ قلعو ريڻ دريا جي ڪناري تي هو.

**ماڳ جو نالو: راڻو ڪوٽ**

ماڳ جو هنڌ: راڻو ڪوٽ ميرپور ساڪري جي 29' 24⁰ اتر ويڪرائي ڦاڪ ۽ 30' 67⁰ اوپر ڊگهائي ڦاڪ تي ديهہ ڊونڊي ۾ آهي. اڳي ان علائقي کي ڏاريجا سڏيندا هئا.

موجوده صورتحال: مڪمل چوڪور ڪوٽ جا کنڊر آهن. جيڪي زمين جي مٿاڇري کان ڏهہ فٽ کن مٿي ٿيندا. اڏاوت ۾ ڳاڙهو پٿر استعمال ٿيل آهي. چوڪور هئڻ ڪري چارئي پاسا هڪ جيترا آهن. هرهڪ پاسي جي ڊيگهہ 325 فوٽ آهي ۽ پيٽ جي ويڪر 12 فوٽ آهي. ڪوٽ کي 7 برج آهن جيڪي بيضوي اندازجا آهن. برج ڊيگهہ ۾ قطر 6 . 24 فوٽ ۽ ويڪر ۾ 6 . 22 فوٽ آهي. ڪوٽ جي اندر ڪجهہ رهائشي عمارتن جا آثار ملن ٿا. ڪوٽ جي ٻاهران کوهہ جا آثار ملن ٿا کوهہ گول ٿيتي وانگر آهي. کوهہ ديوار جي ويڪر تي فوٽ ۽ قطر 36 فوٽ آهي.

ماڳ جو دور: هي ارجن سوڍي جو نهرايل چئجي ٿو. جنهن ڪلهوڙن جي دور ۾ غلام شاهہ سان چوٽون ڪاڙيون. راڻي ارجن جڏهن نئي تي حملو ڪيو تہ ڪلهوڙن 1747ع ۾ راڻي ڪوٽ تي حملو ڪيو. وڌيڪ ڪو ڪم جهڙو تاريخي احوال هٿ نٿو اچي، سواءِ ڪن روايتن جي جيڪي پروسي جوڳيون نظر نٿيون اچن.

**ماڳ جو نالو: راڻي جو پڙو**

ماڳ جو دور: اسلامي دور

ماڳ جو هنڌ: همير سومري جي دڙي کان اٽڪل 2 ميلن جي فاصلي تي ڏورا ڪئنال جي لڳ. ضلعو ٿرپارڪر

ماپون: هي دڙو ڇهن ايڪڙن تي ڦهليل آهي. زمين کان 100 فوٽ اوچو آهي. هڪ تجرباتي کڏو 5 x 2 x10 فوٽ جو اونهو کوٽيو ويو.

وٿون: ٽامي جا سڪا، ڪوڏ، لوهي ننڍا بال، پڱل ٽيرن جون ڇهنبون ۽ ٺڪرائو. ٺڪرائو اسلامي دور جو آهي.

**ماڳ جو نالو: رتن ناٿ جو دڙو**

ماڳ جو قسم: دڙو

ماڳ جو دور: تاريخي دور / ٻڌ دور (؟)

ماڳ جو هنڌ: تعلقو ٿاڻو بولاخان ضلعو ڄامشورو، اتر ويڪرائي ڦاڪ 48" 46' 25⁰ اوپر ڊگهائي ڦاڪ 94" 63' 67⁰

هي ماڳ ٿوُنگ جي ڳوٺ کان هڪ ميل اولهہ ۾، ٿوُنگ چشمي جي منهن وٽ ڪناري تي آهي. ٿونگ چشمو، ٿونگ ماٿري کي پاڻي پهچائي ٿو. گولائيءَ واري هن دڙي جي مٿاڇري تان ملندڙ وٿن مان اندازو آهي تہ هي دڙو تاريخي دور جو آهي.

More Books Visit : www.iqbalkalmati.blogspot.com



هيٺ ڪوٽائيءَ مان ڪي ٿهه اهڙا به نڪري سگهن ٿا جيڪي پراچين هجن. ماڳ ڪوٽيل ڪونه آهي. هن جي سَتوپا جهڙي شڪل مان گمان آهي ته هن ۾ ٻڌ دور جا آثار لڪل هجن.

**ماڳ جو نالو: رتو ڪوٽ**

ماڳ جو پتو: مچق ٻيٽ سنڌو ڪناري جي اتر اولهه طرف آهي. ٻيٽ ڪراچي جي مرڪز کان گهٽ ۾ گهٽ 27 ڪلو ميٽرن جي مفاصلي تي آهي. ٻيٽ اولهه ـ ڏکڻ، ڏکڻ اولهه کان اوڀرـ اترـ اوڀر 5 . 9 ڪلو ميٽر آهي. ان ٻيٽ تي اتر اوڀر حصي ۾ 135 ايڪڙن ۾ ڦهليل ڪجهه تاريخي آثار ملن ٿا. اتان جا رهواسي ان کي رتو ڪوٽ سڏين ٿا.

بناوت: ڪوٽ جي شڪل چوڪور پر ٿوري ٽيڙي آهي. ڪوٽ جي اولهه پاسي جي ڊيگهه 3 . 319 فوٽ ۽ ڏکڻ پاسي جي ڊيگهه 331 فوٽ آهي. ڪوٽ جي ڀت جي موڪر 5 . 7 فوٽ آهي. ڀت جي بلندي 5 . 8 فوٽ کان 12 فوٽ تائين آهي. استعمال سرن جي ماپ 5 . 12 — 5 . 11 انچ ڊيگهه ۾ 9 . 18 انچ ويڪر ۾ ۽ 77 . 1ـ 5 . 1 انچ ٿولهه ۾ آهن. ڪوٽ ۾ برجن جو مُنهن ڪوٽ اندر کلي ٿو. هڪ برج جي شڪل ٻئي برج کان بدليل آهي. ڪي برج اڌ گولائيءَ ۾ ته ڪي اڌ بيضوي طرز جا آهن. رتي ڪوٽ جي بناوت ڪيترين ڳالهين ڪري اهميت رکي ٿي. جيئن صرف 1312 فٽن جي گهيري ۾ برجن جو تعداد 25 هجڻ. ان کان سواءِ برجن جي وچ ۾ پٽين جي ڊيگهه جيڪا 5 . 19 کان 5 . 32 فٽن تائين آهي.

تعارف: هن قلعي جهڙا صرف ٻه قلعا معلوم ٿيا آهن هڪڙو ايران ۾ صيراف جو قلعو ٻيو ٻه ايران جي جارجين صوبي ۾ تورنگ تيپي جو قلعو.

ماڳ جو دور: ڪوٽائيءَ کان پوءِ جيڪي وٿون مليون آهن تن مان ڪوٽ جي دور جا هيٺيان انومان ڪڍي سگهجن ٿا.

1ـ ته هي ساساني دور جي پڇاڙي ۽ اسلامي دور جي شروعات واري دور جو قلعو آهي.

2ـ ته ڪوٽ مان ڳاڙهي رنگ جي برتن سازي ۽ پٿر جي برتنن جا ڀڳل ٽڪرا ملن ٿا، جن جو عهد 8 يا 9 صدي عيسويءَ کان 13 صدي عيسويءَ تائين لڳائي سگهبو.

**ماڳ جو نالو: رحمڪي بازار ڪوٽ**

ماڳ جو قسم: ڪوٽ جا ڊٺل آثار

احوال: رحمڪي بازار هڪ قديم شهر ۽ ڪوٽ آهي، جيڪو وچايل هاڪڙي دريا پراڻ جي ڪناري تي آباد هو. قديم زماني ۾ هي تمام وڏو واپاري بندر هو. هي شهر ڪجهه وقت ڪڇ ملڪ جي ماتحت ٻه رهيو آهي. راجا ڏيسر (1718ع کان 1751ع تائين) پنهنجي حڪومت کي مضبوط بنائڻ لاءِ پيچ، موندرا، انجار ۽ رابر ۾ ڪوٽ ٺهرايا، تنهن رحمڪي بازار ۽ اوڪا ۾ به ڪوٽ جوڙايا. هي ڪوٽ اصل ڪوٽ جي مٿان ٺهرايو ويو. مير مراد علي ٽالپر جي دور ۾ ڪوسن ۽ واگهيلن هن شهر کي ڦريو.

**ماڳ جو نالو: رجب باريجو پڙ**

ماڳ جو قسم: پٿرن جو ٺاهيل پڙ

ماڳ جو دور: تاريخي

ماڳ جو هنڌ: ديهه ريڪ، تعلقو ٿاڻو بولاخان ضلعو ڄامشورو. اوڀر ڊگهائي ڦاڪ 92" 36' 67⁰ اتر ويڪرائي ڦاڪ 56" 35' 25⁰ ۾ موجود آهي.

هي پٿرن جو پڙ آهي جنهن ۾ مختلف ننڍن وڏن پٿرن تي ڊِگ جي صورت ڏئي پڙ ٺاهيو ويو آهي. هي گهڻو ڪري تاريخ جي دور جا آهن، پر انهنَ جي مصرف جي خبر ڪانه ٿي پوي ته اهي ڇو ٺاهيا ويا آهن. ڪابه وٿ، جيئن ٺڪرانو يا اڏاوت ڪانه ٿي ملي. ٿي سگهي ٿو ته ڪو ثقافتي يا مذهبي اهڃاڻ هجي. ڪوٽائي ٿيل ڪونه آهي. مجمدار صاحب به هن جو ذڪر نه ڪيو آهي.

More Books Visit : www.iqbalkalmati.blogspot.com



Coordinates of Thano Bulakan sites ۾ هن جو ذڪر ڪيل آهي.

**ماڳ جو نالو:** **رڙي**

ماڳ جو هنڌ: جاتي شهر کان 16 ميل اوڀر پاسي، جاتي کورواهه روڊ کان ڏکڻ طرف_ رڻ ڪڇ

ماڳ جو دور: سومرا (؟)

احوال: مصروف ۽ شاهوڪار شهر هو. ڊاڪٽر برنس جڏهن ميرن جو علاج ڪرڻ لاءِ سنڌ ۾ آيو ته هڪ رات رڙي ۾ رهيو هو.

باقيات: ڊڙا_ ٿي ڊٺل مقبرا جن مان هڪڙو سيد نورمحمد شاهه اسماعيلي بزرگ جو. ٻيو دولها ٻائي جو. ٽيون جنائي مقبرو جنهن کي ڪوبه دروازو ڪونه آهي. ۽ نڪرانو. هي شهر سنڌوءَ جي شاخ گونگڙي تي آباد هو. رڙي جو آخري حڪمران محراب خان جت هو.

**ماڳ جو نالو:** **روهل جي ڪنڊ**

ماڳ جو هنڌ: هي ماڳ نئن گاج جي پاٽياري لڪ ۾ اٽڪل ساڍا اٺ ڪلو ميٽرن اندر تي موجود آهي. نئن گاج جي ڪاٻي ڪناري تي پکڙيل هنن آثارن مان ملندڙ وٿن کي آمري مان لڌل نمونن سان ڀيٽي سگهجي ٿو. هي ماڳ اوڀر ڊگهائي ڦاڪ 67°37'30" ڊگريون ۽ اترويڪرائي ڦاڪ 28°52'25" ڊگرين تي موجود آهي.

ماڳ جو دور: آمري ڪلچر

اهو سوچي سگهجي ٿو ته هي چار ماڳ جيئن نئن گاج وٽ جڙ ته ميڙ جي صورت ۾ آهن اهي آمري ثقافت سان تعلق رکن ٿا. آمري ثقافت سان واسطو رکندڙ اهڙن ماڳن جو جهڳٽو ايا ڪٿي ڪونه مليو آهي. هي دڙو 200x400 ميٽر ماپ جو آهي.

**ماڳ جو نالو:** **رسول آباد مسجد**

ماڳ جو قسم: مسجد

ماڳ جو دور: اسلامي دور

ماڳ جو هنڌ: دادو_ مورو روڊ_ ضلعو دادو

مسجد کي ننڍو نماز حجرو آهي. مسجد کي هڪ ونگائون دروازو هڪ شاندار منارو ڏکڻ_ اولهه ڪنڊ تي ٺهيل آهي. منارو پنجن طبقن تي، اٺڪندو رٿيل آهي. مناري جي مٿان چوٽيءَ تي ونگن سان ننڍا دروازا ڏنل آهن. گول گنبذ مٿان ٺهيل آهي ان جي مٿان ڪلسو ڏنو آهي. مناري جو هيٺيون طبقو ٻين چئن طبقن کان وڏو آهي.

**ماڳ جو نالو:** **رشيد خان جو قبو**

ماڳ جو قسم: مقبرو

ماڳ جو دور: ڪلهوڙن جي صاحبي

ماڳ جو هنڌ: ميان نورمحمد ڪلهوڙي جو گورستان ديهه ۽ ڳوٺ ميان نورمحمد تعلقو دولتپور ضلعو نوابشاهه. هن ماڳ جي ڏکڻ ۾ اٽڪل هڪ ڪلو ميٽر پنڌ تي نم جو ڳوٺ، هن جي اوڀر ۾ هڪ ڪلو ميٽر پنڌ تي لنڊڪي ڪئنال، مقيم ڏاهريءَ جو ڳوٺ هتان کان ٽي ڪلو ميٽر اولهه ۾ ۽ مورو شهر هتان کان 16 ڪلو ميٽرن جي پنڌ تي آهي. هي ماڳ اترويڪرائي ڦاڪ 26°32'50" ۽ اوڀر ڊگهائي ڦاڪ 68°48'8" ڊگرين تي موجود آهي. مقبرو مستطيل رٿيل آهي. مقبري جي ماپ ڊيگهه ۾ اوڀر_ اولهه 5 ميٽر، ويڪر اتر ڏکڻ 10 . 4 ميٽر ۽ وڏ ۾ وڏ اوچائي 5 ميٽر اٿس. اڏاوت ۾ پڪيون سرون، گل ۽ چن گچ گارو استعمال ٿيل آهي. لنگهه جو دروازو اوڀر ۾ اٿس جنهن جون ونگون گهڻ_ راسيون آهن. مهاڙي ۾ ايا ۽ سڌا پانيل لڳل آهن جيڪي شڪل ۾ مستطيل آهن. ساڳي نموني جا مستطيل پانيل ٺهي ديوارن تي ٺهيل آهن. اتر ۽ ڏکڻ ۾ هڪ هڪ دري ٺهيل

More Books Visit : www.iqbalkalmati.blogspot.com



آهي. ڇڇهري روغني، ان تي گل ٻوٽا چٽيل آهن. اها ڇڇهري ڪي ڇت جي چوڌاري ڦري ٿي. ڇت محرابي اٿس. جنهن تي اونڌا ڪنول جا گل ٺهيل آهن ان جي مٿان ڪلس ٺاهي وئي آهي. اندر، اتر ۽ ڏکڻ وارين پٽين تي چار مستطيل پانيل ٺهيل آهن. محراب اولاهين پٽ جي وچ ۾ نڪتل آهي. اندران مقبرو سجو روغن ٿيل آهي. مهندسي ڊزائنون ۽ گل ٻوٽا چٽيل اٿس. مقبري ۾ اندر ٻه قبرون آهن. مقبرو سني حالت ۾ آهي. مقبري تي ڪجھ سال اڳ ۾ آرڪيالاجي کاتي وارن ڪجھ ڪم ڪرايو آهي.

**ماڳ جو نالو: رني ڪوٽ**

ماڳ جو هنڌ: رني ڪوٽ لکي سلسلي جي $55'$ $27^0$ اتر ويڪرائي ڦاڪ ۽ $15'$ $26^0$ ڏکڻ ويڪرائي ڦاڪ تائين ڦهليل آهي.

ماپون: ڪوٽ جي تازي سروي (2005) موجب سندس گهيرو 6 . 108636 يعني ويھ ميل، ان کي 6 . 26537 فوٽ يعني 5 ميل ڪن هٿرادو ديوار ڏنل آهي. باقي 3 . 81636 فوٽ يعني 15 ميل ڪن قلعو بنا ديوار جي آهي. ڪوٽ جي هڪ حصي کي ديوار آهي باقي تي حصا قدرتي جابلو ديوار جا آهن. عام طور رني ڪوٽ کي چار دروازا چيا ويندا آهن. پر مکيه ٻه دروازا آهن. اوڀر پاسي سن دروازو ۽ اولھ پاسي موهن دروازو. سن دروازي تي پل ٻڌل هئي. سن دروازي وٽ 34 فوٽ بلند برج جنهن جو قطر 8 . 25، فوٽ جيڪو چار ماڙ آهي. هن قلعي ۾ اندر وري ٻه قلعا ٻيا به جڙيل آهن. هڪڙو ميري ۽ ٻيو شيرڳڙھ. مختلف ماپون هتي ڊيگھ جو باعث بنيون ضروري ماپون ڏنيون ويون آهن.

ماڳ جو دور: ڪوٽ جي جمار لاءِ ڪن سترهين صدي ته ڪن، حضرت عيسيٰ کان به هزارين سال اڳ، ڪن ساسانين، باخترين، ايرانين جو ٺهرايل سڏيو آهي. پر سچ اهو آهي ته پوري پروڙ اجا ڪانه پئي آهي. حالانڪ محترم اشتياق انصاري، بدر ابڙي، سيد حاڪم علي شاھ وَر ڪيو پئي وارا ڏنا آهن. پر نه اجا عمر تي بحث هلي پيو.

تعارف: پلا ايڏو وڏو قلعو اتي ڇو ٺهيو آهي؟ ان لاءِ سنڌ جي شاهراهن تي نظر وجهڻي پوندي. تمام قديم زماني ۾ لشڪرڪشي يا واپار جو هڪ رستو هتان گذري ٿو. جيڪو غارن واري دور کان وٺي موهن جي دور ۽ پوءِ تائين (سال 1982 ۾ راقم خود ٽاٽي بولاخان علي محمد جيسر سان گڏ ان رستي سان ويو هو) گذرگاھ رهيو آهي. اها بين الاقوامي سڙڪ ميسو پوٽيميا کان پوءِ ڪرمان شاھ همدان، سلطان آباد، قم، ڪاشان، يزد، ٿيندي، مڪران مان گذرندي سنڌ ۾ داخل ٿيندي هئي، آمري، سيوهڻ کان ٿيندي هن جو هڪ حصو موهن جي دڙي ڏانهن ۽ ٻيو حصو مڪران کان ٽاٽو عارب، ڪرچات جي پرسان لنگهي سن آمري ۽ اتان دريا جي هن پار برهمڻ آباد تائين پهچندي هئي. بس اهوئي واحد جابلو رستو هو جيڪو مستقل هو. اتي رهندڙ قبيلا، توڙي آس پاس وارا قبيلا جنگجو آهن/ هئا. انهن رستن جي نگهباني، ۽ قبيلن سان ملڪي حڪومتن جي جهيڙن هن قلعي کي جنم ڏنو. ٻيا به سبب هوندا. باقي ميرن وٽ ايڏو ناڻو ڪونه هو جو هيڏو اجگر جيڏو قلعو وجي رڻ ۾ اڏائين. انهن مرمت ضرور ڪرائي هوندي آهي.

**ماڳ جو نالو: رني ڪوٽ وارا قبرستان**

ماڳ جو قسم: مقام

ماڳ جو دور: اسلامي دور

ماڳ جو هنڌ: رني ڪوٽ قلعي ۾

قلعي جي حدن ۾ ٽي ۽ قلعي جي اوڀر ۾ ٻن ڪلو ميٽرن تي هڪ قبرستان آهي. هنن قبرستانن ۾ ڪابه اهڙي لکت يا ڪتبو لڳل ڪونه آهي جو دورو جو ليکو لڳائي سگهجي.

1_ هڪ قبرستان شيرڳڙھ واري ٽڪري جي وٽ سان برستي نئن جي ڪناري سان موجود آهي. هتي ڪابه قبر اهڙي ڪانه آهي جو تاريخي ثبوت ڏئي سگهجي. هي مقامي رهندڙ گبول قبيلي جو قبرستان آهي. قبرون گهڻو ڪري ڪچيون آهن.

More Books Visit : www.iqbalkalmati.blogspot.com



ڪن تي چن گارو بہ ٿيل آهي.

2۔ ميري ڪوٽ جي اتر ۾ هڪ نئن جي ڪناري سان ٻيو قبرستان آهي. هن ۾ هڪ چوڪنڊي قسم جي قبر آهي جيڪا ڪنهن ڪوسي قبيلي جي عورت جي پڏائي وڃي ٿي. هن تي اڪر جو ڪم ٿيل آهي. هن تي مور، گهوڙو، مينهن ۽ ٻيون جاميٽري نموني جون شڪليون اڪريل آهن. هيءَ قبر ڪري پئي آهي. هتي بہ چار قبرون اهڙي نموني جون ٺهيل آهن جڻ ڪَٽَ هجي. انهي نموني ڪي چٽو ڪرڻ لاءِ پاون تي ڳاڙهو رنگ ڏنو ويو آهي. هن قسم جون قبرون بلوچ قبيلن ۾ عام آهن. هي قبرستان ميري ڪي ويجهو هجڻ ڪري اڏيندڙن، مالڪن يا سردارن جو مقام ٿي سگهي ٿو. پر پوءِ جڏهن مالڪ هليا ويا تہ مقامي ماڻهن بہ پنهنجون قبرون ٺاهيون. ان قسم جون قبرون گهٽو ڪري ڪنهن ٽلهي تي آهن.

**ماڳ جو نالو: روپلو ڪولهي ڦاسي گهاٽ**

ماڳ جو قسم: وڻ/ ٻبر جو وڻ

ماڳ جو دور: انگريز دور

ماڳ جو هنڌ: ڪاچيبو ۽ ننگرپارڪر جي وچ ۾

هي ماڳ هڪ ٻبر جو وڻ آهي جيڪو ڪاچيبو ۽ ننگرپارڪر جي وچ تي پيچري ڪان اٽڪل هڪ فرلانگ ڏڪڻ اوپر ڪنڊ تي آهي۔ هتي مشهور محب وطن روپلي ڪولهيءَ کي انگريزن سال ....... ۾ ڦاهي ڏني هئي. اها ڪا پڪي ثابتي رڪارڊ تي ڪونہ آهي. پر 50 — 60 سالن جو ٻبر جو وڻ اتي بيٺل آهن. جنهن لاءِ مقامي ماڻهن جو چوڻ آهي تہ انهي وڻ ۾ روپلي کي ڦاهيءَ چاڙهيو ويو هو.

**ماڳ جو نالو: روهي جو مقام**

ماڳ جو قسم: پٿرايون نيلون

ماڳ جو دور: قبل از تاريخ

ماڳ جو هنڌ: تعلقو ٺاڻو بولاخان ضلعو ڄام شورو.

هتي هڪ پٿر جي ڊگهي لٺ قبرستان جي پاسي ۾ ڪتل آهي. هي 3.5 ميٽر اوچي، بنياد وٽ 0.5 ميٽر ۽ Top 0.35 ميٽر ماپ رکي ٿي. هي ماڳ اتر ويڪرائي ڦاڪ 25° 32' 66" ۽ اوڀر ڊگهائي ڦاڪ 67° 37' 46" ڊگرين ۾ ڳوٺ نبي بخس باريجي کان 3 فرلانگ ڏکڻ ۾ آهي. هن پٿرائين ٺلهي کي مقامي ماڻهو ”روهي“ چون ٿا. هن وقت اها سڌي نہ پر لڙيل آهي: شايد ڪجهہ عرصي بعد ڪري پوندي. هن جي مصرف جي ڪابہ خبر ڪانہ آهي، تہ اها لٺ ڇو کوڙي وئي آهي. شايد ڪو مقامي سمي يا مذهبي اهڃاڻ هجي. هن قسم جي ڪڙي پٿر ڪي جو ڪنهن قبر سان متصل يا محلق هجي، ان کي سنگ مزار بہ سمجهي سگهجي ٿو. هن ماڳ جو مجمدار صاحب ذڪر ڪونہ ڪيو آهي. يا ڏنو هجيس پر غيرضروري سمجهي نظرانداز ڪيو اٿس. اهڙن پٿرن کي لوهر ٿي سڏڻ گهرجي.

**ماڳ جو نالو: روهڙي فلنٽ سائيٽ 480**

ماڳ جو قسم: پٿر جي اوزارن ٺاهڻ جون جايون

ماڳ جو دور: پٿر جو دور

ماڳ جو هنڌ: لڳ شادي شهيد جي مقبري جي ڏاڪڻين ڪناري روهڙيءَ واريون ٽڪريون ضلعو خيرپورميرس ۾. هي ماڳ اتر 27° 25' 47.9" ڏکڻ 68° 51' 11.1" ڊگرين تي آهي.

هي پٿر جي دور جي انسان جا هنري مرڪز آهن: جتي پٿر جي دور جي ماڻهون پنهنجي ضرورت جا اوزار اتان جي پٿرن مان گهڙي ٺاهيا هئا. هنن اوزارن ۾ پٿر جون چلون، پٿر جا پتا، ڪورون، چريون، تيرن جون ڇنبون وغيره ملن ٿيون. هن ماڳ تي

More Books Visit : www.iqbalkalmati.blogspot.com



شاهه عبداللطيف يونيورسٽي خيرپور ۾ اٿلي جي آرڪيالاجي کاتي وارن مان پاڻلو بائجي سنو ڪم ڪيو آهي. هن وقت تائين 1200 ماڳ روهڙي جي ٽڪرين ۾ لڌا ۽ چڪاسيا ويا آهن، جن مان هيءَ به هڪ ماڳ آهي.

**ماڳ جو نالو:** **روهڙيءَ جو عيدگاهه**

ماڳ جو قسم: اڏاوت

ماڳ جو دور: 1004 هجري مغل دور

ماڳ جو هنڌ: روهڙي ضلعو سکر

احوال: روهڙي شهر جي اولهه ڏکڻ ۾ هڪ ٽڪريءَ تي عيدگاهه ٺهيل آهي. ٻن ايڪڙن جي زمين جي چوڌاري ديوار نڪتل آهي. ٽن طرفن کان ديوار اُرهه جيتري ۽ اولاهين طرف کان وڏي آهي. جنهن جي ٻنهي ڪنڊن تي ٽوڙي وچ تي ننڍا ننڍا گنبذ ٺهيل آهن. وچين گنبذ هيٺان محراب آهي جنهن جي مٿان ٻاهرين طرف ڏانهن هڪ سفيد پٿر لڳل آهي، جنهن تي مير معصوم بکريءَ جو ڪتبو لڳل آهي.

**ماڳ جو نالو:** **رگهو ناٿ راٺو شڪاپورا**

ماڳ جو قسم: شخصيت

هن جو شمار هندوستان جي وڏن آرڪيالاجسٽن ۾ ڪيو وڃي ٿو. هن هڙاپا دور جي لوٿل ۽ گجرات جي ماڳن جي کوٽائي ڪري دنيا سان انهن کي روشناس ڪرايو. هن ميسور يونيورسٽيءَ مان پڙهي بڙودا رياست جي آثارقديمه کاتي ۾ ملازمت اختيار ڪئي. پاڻ آرڪيالاجيڪل سروي آف انڊيا جي به ڪيترن ئي عهدين تي رهيو. هن سنڌو تهذيب سان لاڳاپيل ڪيترن ئي ماڳن جون کوٽايون ڪيون، جن مان رنگپور (Rangpur)، آمريلي (Amreli) ڀگترا (Bhagatraw) کوري پاٽينام (Korri Pattinam) وغيره مشهور آهن. پر هن جو اهم ڪم لوٿل جي کوٽائي سمجهيو وڃي ٿو. لوٿل پراچين سمي سنڌو تهذيب جو اهم بحري بندر هو. کيس جواهر لال نهرو ايوارڊ ۽ ميسور طرفان ڊاڪٽريٽ جي ڊگري عطا ڪئي وئي هئي. سندس وڏا اصل شڪارپور جا وينل هئا. کوٽاين کان سواءِ هن تاج محل ۽ قلعن جي درستحاليءَ (Conservation) جو ڪم ڪيو. 1980ع ۾ سرڪاري نوڪريءَ تان رٽائر ڪيائين. هن سنڌوءَ تهذيب جي لکت تي به قابل قدر ڪم ڪيو آهي. هن دوارڪا جي مشهور ماڳ جي به کوٽائي ڪئي. سندس چوڻ آهي ته اهو ماڳ مهاڪرشن جو ٻڌايل شهر هو جيڪو سمنڊ پائي ويو. هن اتان ڪجهه لنگر (Anchor) جا ڪجهه آثار لڌا جيڪي مصر ۽ سريا ۾ استعمال ٿيندڙ لنگرن کان به آڳاٽا هئا ۽ انهن جو واسطو لوٿل سان هو.

**ماڳ جو نالو:** **روميون۔ رني ڪوٽ**

ماڳ جو قسم: قبرستان

ماڳ جو دور: اسلامي دور

ماڳ جو هنڌ: سن گيٽ کان ٻه ڪلو ميٽر اوپر ۾ هڪ نئن تي.

هي چوٽون قبرستان، سن گيٽ کان 2 ڪلو ميٽر اوپر ۾ هڪ برساتي نئن سَن جي ڪناري واقع آهي. هاڻي اِتي ٿي انتهائي زبون قبرون آهن. مقامي ماڻهن جو چوڻ آهي ته اتي ويهارو کن قبرون هيون جيڪي 85۔ 1986ع ڌاري نئن جي تيز وهڪري ۾ وهي ويون. هنن قبرن جو رخ اوڀر اولهه هو. هتي هن وقت هڪ زبون قبر ملي آهي جنهن جا هڏا زبون آهن. خبر نٿي پوي ته مٿو ڪٿي ته پير ڪٿي آهن. مقامي ماڻهو هنن کي روميون سڏين ٿا. هڪ قبر چڱي حالت ۾ ٽن منزلن تي مشتمل آهي. مٿين سطح 1.3x4.5 فوٽ آهي. جڏهن ته بنيادن وٽ ماپ 2x5x5 فوٽ آهي. قبر چوڪنڊي نموني جي آهي. ڪوهستان ۾ چوڪنڊي طرز وارين قبرن کي روميون به چوندا آهن. انهن جي قبرن جو اوڀر اولهه رخ اسلامي طريقي جي نفي ڪري ٿو.

More Books Visit : www.iqbalkalmati.blogspot.com



**ماڳ جو نالو:** **روھڙي فلٽ** 1x2
ماڳ جو قسم: ڏڙا / پٿر جا اوزار
ماڳ جو دور: ڏاتو پاھڻي دور. ھي ماڳ 30000 کان 2 لک سال
ماڳ جو ھنڌ: ھي ٻہ ماڳ آھن. 1۔ روھڙي اسٽيشن جي پرسان 2۔ لوڪو شيڊ روھڙي جي پرسان.
احوال: ھي ماڳ ٽڪرين تي آھن. غور سان ڏسبو تہ اتي اوائلي انسان جون ڪمايل شيون نظر اينديون جن ۾ پتا، ڪورون ننڍيون چريون ۽ چقمقي پھڻ جا اوزار نظر ايندا. جيڪي ٻڌائين ٿا تہ ھزارين سال اڳ ھي جايون انسانن جي رھائش گاھ رھيون آھن. ھتان لڌل وٿن جو وچور:

| | | |
|---|---|---|
| 1۔ ھڪ پاساوان ڪرچٽا | ............. | 4 عدد |
| 2۔ ڪانچي وارا اوزار | .................. | 1 عدد |
| 3۔ ڏنداوان ڪرچٽا | ....................... | 3 عدد |
| 4۔ منبت ڪاري جا اوزار | ................. | 1 عدد |
| 5۔ ٽنگ ڪيڻ وارا اوزار | ................... | 2 عدد |
| 6۔ ڪورون | ................. | 4 عدد |
| 7۔ چل۔ ٽڪو اوزار | ................ | 4 عدد |
| 8۔ بليڊ | ....................... | 3 عدد |
| 9۔ نشان ڪنڌڙ اوزار | ................. | 1 عدد |
| ٽوٽل | ................... | 21 عدد |

ھتان اھڙي قسم جا 1200 کن ماڳ لڌا آھن.

**ماڳ جو نالو:** **ريڪو جو مندر**
ماڳ جو ھنڌ: ويراھ کان 12 ميل۔ ننگر پارڪر
ماڳ جو دور: 15 صدي عيسوي جي وچ وارو زمانو
ماڳ جي ماپ: 125x100 فوٽ، اوچائي 20 فوٽ
احوال: جين جو مندر، جيڪو سڄو ماربل جو ٺھيل آھي. ھن بابت ڪيترئون راويتون آھن تہ ھن ۾ ريڪو جو بت رکيل ھو. مگر اھو ھينئر موجود ڪونہ آھي.

**ماڳ جو نالو:** **ريڪوبت**
ويرواھ جي ھاٽوڪي جين ڌرم وارن مندرن ۾ سندن مکيہ ديوتا ريڪو جو بت رکيل ھو، جيڪو ھاٽي ڪونہ آھي. چون ٿا تہ نھايت نفيس پتلو ھو، ڏسڻ سان ائين محسوس ٿيندو ھو تہ ڪو ساڌو تپسيا ڪري رھيو آھي. ھن جي اکين جي جاءِ تي عجيب چمڪندر شيشو وڌو ويو ھو جيڪو اونڌھ ۾ جرڪندو ھو.

**ماڳ جو نالو:** **ريسٽ ھائوس**
ماڳ جو دور: انگريز دور
ماڳ جو ھنڌ: ٺاٽو بولاخان ضلعو ڄامر شورو
ماڳ جو قسم: اڏاوت
ھي عمارت ھڪ ايڪڙ جي ايراضي ۾ ٺھيل آھي. چوڌاري ديوار جي وچ ۾ ٺھيل عمارت ڪي سمھڻ لاءِ ڪمرا، ورانڊا،

More Books Visit : www.iqbalkalmati.blogspot.com



ڊرائينگ هال، ۽ وهنجڻ ۽ سامان رکڻ لاءِ ڪمرا ٺهيل آهن. اتر ۾ ملازمن جي رهڻ جا ڪوارٽر ٺهيل آهن. چوڌاري عمارت ۽ ٻاهرين ديوار جي وچ ۾ خالي زمين ڇڏيل آهي. جنهن ۾ وڻ پوکيل آهن. هتي اڳي جو رکيل باغ ڪجهه وقت اڳ سلامت هو هاڻي چند وڻ باقي بچيا آهن. هي هڪ ٽلهي تي ٺهيل عمارت آهي جيڪا انگريز دور کان ٻاهران ايندڙن آفيسرن ۽ سياحن لاءِ رهائش جو ڪم ڏئي ٿي. هتان جي صحت افزا موسم جي ڪري گهڻا ماڻهو اچي رهندا آهن. بنگلو شهر جي اولهه ۾ ٽاٽي احمد خان واري روڊ تي آهي. عمارت گهڙيل پٿرن جي ٺهيل آهي جنهن جي ڇت ۾ گرڊر ۽ ٽي آئرن استعمال ٿيل آهن.

**ماڳ جو نالو:** **ساڌ ٻيلو**
ماڳ جو قسم: مندر
ماڳ جو دور: 1823ع
ماڳ جو هنڌ: ٻکر جي ڏکڻ ۾ ضلعو سکر

سري بابا بنکنڊي 1823ع ڌاري 60 سالن جي ڄمار ۾ نيپال کان آيو ۽ 1863ع ڌاري پرلوڪ پڌاري ويو. سندس اصل نالو ٻالچند هو، پر چاڪاڻ ته هن نون سالن جي عمر ۾ گهر ڇڏيو ۽ بن وسايائين. تنهن ڪري گروءَ سندس نالو بنکنڊي رکيو. هو ذات جو برهمڻ ۽ اداسي پنٿ هو، اداسي پنٿ معنيٰ پنٿ جنهن جي مڃڻ وارو سڄي عمر شادي نه ڪري ۽ بن ۾ رهي تپسيا ڪندو هجي. سندس گرو پٽيالہ جو هو. هي ميرن جي دور ۾ هتي آيو. ته مير سهراب خان اڪثر ساڻس ملڻ ساڌ ٻيلي ويندو هو. هتي ٻڙ جا ٽي وڻ هنيا ويا جن جا نالا برهما، مهيش ۽ وشنو رکيا ويا. ڪاليءَ جو مندر قائم ڪيو ويو، جنهن ۾ ڪاليءَ جا مجسما رکيا ويا. اهڙي نموني ٻيا مندر شوَ جو مندر، گڻيش جو مندر هنومان جو مندر به ٺاهيا ويا. ميرن جا هندو وزير ۽ شهر جا ٻيا هندو شاهوڪار گهڻو دان ڏيندا هئا. مير سهراب خان ۽ ميرن هن کي تيرٿ لاءِ مخصوص ڪري ڇڏيو. شروع ۾ آشرم طور ڪتب ايندو هو پوءِ مندر طور استعمال ٿيڻ لڳو. بعد ۾ هتي وڏيون پڪيون عمارتون، دربار، مندر، مڙهيون، آشرم لائبريريون، باغ ۽ گهاٽ ٺهيا ويا. مرڪزي دربار ۾ ماربل جو ڪم ٿيل آهي. مرڪزي دربار ۾ هڪ ديوار تي مڙهيل مورتي بابت ٻڌايو وڃي ٿو ته اها ساميءَ جي آهي. سامي سنڌي ڪلاسيڪل شاعريءَ جي ٿمورتي مان هڪ مورت آهي. ڏاڪڻين تي چڙهي مٿي ٿبو ته سنگ مرمر تراشي ڪنهن ڪلاڪار نرڳ ۽ سرڳ جو فلسفو تصويرن ۾ سمجهائڻ جي ڪوشش ڪئي آهي. چوطرف مضبوط ديوار ڏنل اٿس. هي ڏاڍو سهڻو بيٺ آهي. هيءَ جاءِ اڳ ۾ به برسبل هئي، مرزا شاهه حسن ارغون هڪ عمارت ٺهرائي هئي، مير معصوم بکري اڪبري دور ۾ گنبذ دار عمارت ٺهرائي جنهن کي ستياسر چوندا هئا. پر ٻنهي عمارتن جا نشان ڪونه آهن. 1947ع کان پوءِ هندن جي لڏڻ کان پوءِ هن مندر ۽ ماڳ جي رونق گهٽجي وئي.

**ماڳ جو نالو:** **ساجن سوائي جي مزار**
ماڳ جو قسم: مزار
ماڳ جو دور: اسلامي/ ترخان_ ارغون دور
ماڳ جو هنڌ: ڏند ريلوي اسٽيشن کان ٻه ميل پري ڦليلي جي ڪپ تي.
احوال: ساجن سندس نالو ۽ سوائي سندس لقب آهي. اصل مٽيارين جو وينل هو. مخدوم نوح جو مريد هو. سندس ڪيترين ڪرامتون روايت ڪن ٿا. سندس پويان وڏي ڪرامت جا صاحب هئا. جن ۾ سيد پني لڏو شاهه مشهور آهي. سندس قبر آهي. مٿان قبي ڪانهي. چون ٿا ته سندس طرفان جهليل آهي. وڌيڪ احوال ڪونه ٿو ملي.

**ماڳ جو نالو:** **سارنگ جو قبرستان**
ماڳ جو قسم: قبرون ۽ مقبرا/ اڏاوتون
ماڳ جو دور: اسلامي

More Books Visit : www.iqbalkalmati.blogspot.com



ماڳ جو هنڌ: ڳوٺ خدابخش بروهي، تعلقو ڏوڪري ضلعو لاڙڪاڻو.

هي هڪ وڏو قبرستان آهي. جنهن ۾ ڪچيون ۽ پڪيون قبرون موجود آهن. ان کان سواءِ هڪ مقبرو جنهن جو هڪ حصو ٽٽل آهي، خستہ حالت ۾ موجود آهي. مقبري کي ونگن وارو لنگهہ آهي جنهن ۾ دروازو ڪٽل ڪونہ آهي. اتر وارو حصو ڪري پيو اٿس. لنگهہ وٽ چورس جارو ٺهيل آهي. ڏکڻ واري پٽ ۾ هيٺ سردرن وٽ مستطيل پانيل ۽ مٿي سردرن تي ٽي چورس ننڍا پانيل ٺهيل آهن. ڇت جي بيڙ_ ٻني تي ڪنگرا ٺهيل آهن. ڇت ۽ گنبذ جي وچ ۾ گنبذ ڳچ (Dram) انڪندو آهي ان جي مٿان گنبذ گول اونڌي ٿيل پيالي وانگر ان جي مٿان ڪوٺيءَ جي گل ابتو ٿيل ٺهيل ان جي مٿان ڪلسو يا ٺهيل آهي. گنبذ ڳچ جي مٿين ڪنارن سان بيڙ ٻني وٽ برجين جا آثار سلامت آهن. گنبذ ڳچ گاري سان لتل آهي. پر ڪٿان ڪٿان گارو لهي ويو اٿس ۽ هيٺ ديوارن جون سرون ظاهر ٿي پيون آهن. مقبري جي ڪريل حصي جون سرون ملبي جي صورت ۾ اتي ئي پر ۾ ستيل آهن. مقبرو جهري پيو آهي. پر گنبذ سلامت اٿس. اندر قبر جي حالت بہ سٺي ڪونہ آهي. ڪوبہ ڪتبو وغيره لڳل ڪونہ آهي. قبرستان چڱي خاصي ايراضيءَ ۾ پکڙيل آهي.

**ماڳ جو نالو: ساريجي ٻني**

ماڳ جو قسم: دڙو

ماڳ جو دور: سنڌو تهذيب

ماڳ جو هنڌ: ساريجي ٻني ضلعو ٺٽو حيدرآباد کان 50 ڪلو ميٽر پري ٽڪري تي. لڳ فش هيچري (چليا)

ساريجي ٻني جي چواڙري ڪجهہ ڪلو ميٽرن تائين ڪچو آهي. ٻني جي ڊيگهہ ا تر اولهہ هڪ ڪلو ميٽر ۽ ويڪر بہ ايتري ئي اٿس. اترئين ڇيڙي تي فش هيچري، ڏاکڻي ڇيڙي تي ڳوٺ محمد خان جکرو آهي. هي ماڳ هڪ ٽڪريءَ تي آهي. سم ۽ ڪلر ماڳ کي ختم ڪري ڇڏيو. ڪجهہ سرڪاري آفيسن هيٺ اچي چڪو آهي. ٽڪري جي اولهہ ڏکڻ ۾ ڪجهہ آثار باقي بچيا آهن. هتان لڌل وٿن ۾ ناد، مٽڪا، چلون، پوڄا جا ٿانوَ، گهگهيون، ٿالهيون، ٻاٽيون، ڏيئا، سڪا وغيره ملن ٿا. ٽڪرائو ڳاڙهي تي ڪاري ڇٽ وارو سنڌو تهذيب سان پيٺڻ جهڙو آهي. ساريجي هڪ قديم ماڳ آهي، جيڪو سنڌوءَ جي ڪلريءَ واري وهڪري تي آباد هو. هن وهڪري تي ٻيا شهر ۽ وسنديون مڪلي، ساموئي، هالاڻ، هاليجي، گجو، گهارو ۽ ٻنيور آباد هئا. هتان جا ماڻهو مٽي ۽ پٿر جي ٺهيل گهرن ۾ رهندا هئا ۽ ٺڪر جا چڪ تي لتل ڇٽيل ۽ ٺپيل ٿانوَن استعمال ڪندا هئا. هن ماڳ جي کوٽائي نہ ٿي آهي.

**ماڳ جو نالو: ساهڙ لنجار جو مقبرو**

ماڳ جو قسم: مقبرو

ماڳ جو دور: اسلامي

ماڳ جو هنڌ: انڙ پور، تعلقو ڪوٽڙي ضلعو ڄام شورو

هي مقبرو انڙپور جي اتر اولهہ ۾ ٻن ڪلو ميٽرن تي آهي جڏهن تہ انڙپور انڊس هائي وي جي اوڀر ۾ پنجن ڪلو ميٽرن تي آهي. مقبرو هڪ سنڌي ٽڪريءَ تي آهي، رٽ ۾ چوڪندو، مٿان گنبذ ٺهيل دروازو ڏکڻ ۾ اٿس. دروازي تي ڪاٺ جي اکر جو ڪم خوبصورت ٿيل آهي. روضي ۾ بہ قبرون آهن. ڇٽيءَ واري قبر مخدوم ساهڙ جي آهي. روايتن موجب مقبرو ملڪ بولاخان جو ٺهرايل آهي، جنهن سوين ايڪڙ زمين درگاهہ جي خرچ لاءِ پڻ خيرات ۾ ڏني هئي. مخدوم ساهڙ عرف مخدوم صالح ولد معزالدين 980 هجريءَ ۾ وفات ڪري ويو. پاڻ مخدوم بلاول باغبان واري جو وڏو خليفو هو. بلاولي تحريڪ جو سرگرم ڪارڪن هو. مخدوم بلاول جي شهادت 931 هجريءَ ۾ ٿي. مخدوم صاحب جي وفات کان پوءِ بہ مخدوم 50 سال کن حيات رهيو. ۽

More Books Visit : www.iqbalkalmati.blogspot.com



بلاولي تحريڪ لاءِ ڪم ڪيائين. پاڻ وقت جو وڏو عالم هو.

**ماڳ جو نالو: ساهڙ النجار واري مسجد**

ماڳ جو قسم: پراڻي مسجد

ماڳ جو دور: سما دور

ماڳ جو هنڌ: تپو ديهه انڙپور تعلقو ڪوٽڙي ضلعو ڄامشورو

هي مسجد ساهڙ لنجار جي ٺهرايل آهي ۽ سما دور جو يادگار آهي. هن جي مٿان گنبذ ٺهيل آهي جيڪو پوءِ جي اڏاوت لڳي ٿي. هن مسجد ۾ خداآباد واري مسجد وانگر پٽين ۾ ته خانا ٺهيل آهن. جيڪي عبادت جو ڪم به ڏيندا هئا ته دشمن کان وقت سر پناهه وٺڻ جو به. هتي هڪ مسافرخانو به آهي جيڪو اوپر ۾ آهي. مسجد جي چوڌاري هاڻي قبرستان ٺهي ويو آهي.

**ماڳ جو نالو: ساهي پڊ**

ماڳ جو دور: سنڌو سڀيتا

ماڳ جو قسم: دڙو

ماڳ جو هنڌ: 69° 05' 10" E کان 27° 30' 19" N ڳوٺ ساهي پڊ تعلقو روهڙي ضلعو سکر. هي ماڳ گهارو نديءَ جي پراڻي پيٽ ۾ وارياسي پڊ تي آهي. هي ماڳ 163 ميٽر اتر ڏکڻ ۽ 86 ميٽر اوڀر اولهه. ڳوٺ ساهي پڊ جي اتر اولهه ۾ 300 ميٽرن تي آهي. پي ڊبليو ڊي جو ريسٽ هائوس هتان ڏکڻ اوڀر 5 ڪلو ميٽرن جي پنڌ تي ٿيندو.

احوال: مليل وٿن مان. ٺامي جو سڪو، ٺڪر جي ڪُپي، پاهڻي ڪورون، ٺڪر جا منيا ۽ ٿانو. ٺڪرائي ۾ ڪنا جيڪي ڪرڇيل ۽ روغني آهن. 2_ ڪنير جي نشانين سان ٿانوءَ جا ٽڪرا، منيا، گول پيالا جيڪي سادا به آهن ته چٽيل به. 3_ بونبين سان ڍڪڻ ۽ ٿانون جا ترا. 4_ ٺڪرائو تمام سنو پڪو آهي، جنهن تي ڪاري تي ڳاڙهي رنگ جا نقش آهن.

**ماڳ جو نالو: سامٽائين واري مسجد**

ماڳ جو قسم: اڏاوت

ماڳ جو دور: مغل دور (؟) ڪلهوڙا دور

ماڳ جو هنڌ: ديهه ڪلهوڙا، تپو خداآباد، ضلعو دادو. ڳوٺ سامٽاڻي

هن مسجد جي اڏاوت بابت ڪيترين ئي روايتون ملن ٿيون. پهرين ته هتي حيدر ۽ قيصر نالي پنهورن جا سردار هوندا هئا، جن کان ڪلهوڙن هي شهر ورتو، انهن جي ٺهرايل آهي. ٻيو ته هي مغلن جي دور جي آهي ٿيون ته هي مسجد مشهور جرنيل دولهه درياخان جي ٺهرايل آهي. عمارت جا لڇڻ (Feature) ٻڌائن ٿا ته هي اڏاوت ڪلهوڙن کان اڳ جي آهي. مسجد جو ٻاهريون دروازو خود هڪ ننڍو يادگار آهي، جيڪو مسجد جي اوپر ۾ آهي. ان کي وڏي ونگ 333 س_ ميٽرن جي ڏنل آهي. جيڪا Tudor نموني جي ٿوري خمدار (ogee) ۽ چوٽي وٽ ٺپر (stroke) سان آهي. ٻي ان کان ننڍي ونگ 4.2 فوٽن جي، جنهن جي اوچائي 277 س_ م آهي، ان ۾ دروازو لڳل آهي. مهاڙي (Fa ade) 16.6 فوٽ ۽ پاسا 13.10 فوٽن جا آهن. دروازي جي مستطيل ڪوٺي، هڪ ڪنڌ کان ٻي ڪنڌ تائين، اوپر اولهه ماپ 330 س — م ۽ اتر ڏکڻ 296 س_ م آهي. اندرين مهاڙيءَ ۾ دروازو 650 س_ م (وڏو ڏکڻ وارو حصو 247 س_ م، وچين ونگ 141 س_ م ۽ اتريون جارو 262 س_ م) آهي. مسجد جو اڱڻ اتر_ ڏکڻ 63.6 فوٽ ۽ اوپر اولهه 63.6 فوٽ آهي. چوڌاري پٽ ڏنل آهي؛ جيڪا ڪچي ۽ گل گاري سان لنبيل آهي. صحن تي هن وقت فرشبندي جو ڪوبه نشان ڪونه آهي. ٻاهرين پٽ 212 س_ م اوچي آهي. مسجد جي مهاڙي (Facade) ته —ونگائين (Triple Arches) آهي. وچ واري ونگ 370 س_ م ويڪري ۽ 570 س_ م اوچي آهي. اتر پاسي ڏنل ونگ (Arch) 320 س_ م ويڪري ۽ 467 س_ م اوچي آهي. مهاڙي جي ڏکڻ ۾ ڏاکڻ ٺهيل آهي مهاڙي ۾ اندر وڃڻ لاءِ ٽي دروازا ٺهيل آهن. مهاڙيءَ جي ڪل ماپ

More Books Visit : www.iqbalkalmati.blogspot.com



ھيٺ ڀني ۾ برجين سميت 738 س ـ م آھي. ڊاڪڻ چٽ تائين وڃي ٿي. ڊاڪڻ ۾ 24 ڏاڪا، ھرھڪ ڏاڪو 66 س ـ م جو ٺھيل آھي. مھاڙي توڙي پٺئين پاسي اڀيون ۽ سڌيون ناليون پاڻيءَ جي نيڪال لاءِ ٺھيل آھن. دروازي سميت سڄي مسجد چن گاري سان لتل آھي.

نماز وارو حجرو ٽن حصن ۾ ورھايل آھي. ھرھڪ ڪمري (Bay) کي الڳ دروازو ۽ مٿان گنبذ ڏنل آھي. پاسن وارا حجرا (Bays) ھرھڪ اوپر اولھه وارو 505 س ـ م، اتر ڏکڻ وارو حجرو 320 س ـ م، جڏھن ته وچون حجرو 575 س ـ م جو آھي. محراب جي وڏي ونگ 310 س ـ م اوچي 220 س ـ م ويڪري آھي. محراب خود 102 س ـ م ويڪرو آھي. وچون گنبذ فرش کان 995 س ـ م اوچو آھي، جڏھن ته پاسن وارا گنبذ 872 س ـ م فرش کان اوچائيءَ ۾ آھن. ڪانس، (cornice) تي ڪنڊ ـ جوڙون (squinches) ٺھيل آھن. جيڪي فرش کان 550 س ـ م مٿي ڪنڊن تي اڏيل آھن. اتر ـ ڏکڻ مسجد 54.6 فوٽ آھي. ڏکڻ ۽ اتر ۾ ھوا جي لنگھه لاءِ دريون ٺھيل آھن. چٽ تي ٽي گنبذ ٺھيل آھن. وچون گنبذ پاسي وارن ٻن گنبذن کان وڏو آھي. گنبذ ڳچ (Drum) تي ٺھيل آھي، جيڪو گولائيءَ تي آھي. وچين گنبذ جو پاسي وارن گنبذ کان وچ وارو فاصلو اٽڪل 164 س ـ م آھي. چٽ تي ٽي گنبذ ٺھيل آھن. وچين گنبذ جو گھيرو اٽڪل 1800 س ـ م آھي، جڏھن ته پاسن وانگر گنبذن مان ھرھڪ جو گھيرو 1400 س ـ م کان مٿي آھي. ٻه گھنٽيون انھن گنبذن ۾ ٺھيل آھن. جن جي ماپ 194 س ـ م اوچائي ۾ 100 س ـ ويڪر ۾ آھي. ان قسم جون اندريون گھنٽيون خداآباد واري جامع مسجد ۾ به آھن. تمام وڏو ھيٺ ـ ڀنو، پٽين سان، جنھن تي ڪنگرا ۽ گھنٽيون ٺھيل آھن، اھي پٽيون چئن ئي پاسي ٺھيل آھن سواءِ ڏکڻ طرف جي.

ھي مسجد بھترين يادگار آھي. جنھن جا لڇڻ ھتي پورا نه ڏئي سگھيا آھيون. ان لاءِ الڳ مضمون جي ضرورت آھي: خداآباد کان ٿوري فاصلي تي موجود آھي. وقفي سان ان جي مرمت ٿيئي پئي، پر اصل لڇڻ Features موجود رکيا وڃن ٿا.

**ماڳ جو نالو: ساموئي**
ماڳ جو قسم: قتل شھر
ماڳ جو دور: سما دور
ماڳ جو ھنڌ: مڪلي جي اتر ۾ ھيٺائون علائقو

محمد طور جيڪو سومرن جي گاديءَ جو ھنڌ ھو، ان جي ويران ٿيڻ کان پوءِ سومرن وري ڪلان ڪوٽ کي پنھنجي عارضي گاديءَ جو ھنڌ بنايو. جڏھن سمن جي حڪومت آئي تڏھن مڪليءَ جي اتر ۾ جيڪو ھن وقت نشيبي علائقو آھي، اتي ھنن پنھنجي سلطنت جي گادي ٺاھي ۽ ساموئي نالو رکيو. تحفة الڪرام ۾ آھي ته:

جام بانبھنيه ... شھر ساموئي را....
بنا نھاده، قبل بنائي پانيه، ابن انر است....

مراد ته جام بابيني اھو شھر آباد ڪيو ڪن جو چوڻ آھي ته پانيه (ٻمبي) ٻن انڙ جو ٻڌايل آھي. انھي قول مطابق ساموئي فيروز تغلق جي دور (91 ـ 790 ھجريءَ) ۾ آباد ٿي. جڏھن سمن سنڌ تي قبضو ڪيو، ان وقت مڪلي تي قلعو ۽ شھر آباد ڪري ان تي "ساموئي" نالو رکيائون. اھا سرزمين ھن وقت ويران پئي آھي. شخ جھنڊي پاٽي جي مزار انھيءَ پراضيءَ ۾ آھي. ملا لٽر (ملا عبدالرحمان) جي قبر پڻ انھيءَ نشيبي سرزمين تي آھي. ستن ستين پينرن جي زيارت گاھ به اتي آھي. (1508 ـ 1461) جام نظام الدين عرف جام نندي پنھنجي گاديءَ جو ھنڌ ڦيرائي ٺٽو ڪيو ته ھن شھر جي اھميت گھٽجي وئي.

**ماڳ جو نالو: سانٺ وارو دڙو**
ماڳ جو قسم: دڙو
ماڳ جو دور: ھڙاپا دور

More Books Visit : www.iqbalkalmati.blogspot.com



ماڳ جو هنڌ: فيض گنج ۽ ناري تعلق جي سرحد تي.

هي ڊڙو 10 فوٽ کن اوچو ۽ پنجن ايڪڙن جي ايراضيءَ ۾ ڦهليل آهي. ڊڙي تي چوڙين جا ڀڳل ٽڪر، مختلف ٿانون جا ڀڳل ٺڪرا، سرن جا اڌڙ ۽ ڪجهہ اڏاوتن جا نشان ملن ٿا. هي ماڳ هاڪڙي کي ويجهي هئڻ ڪري سنڌو سڀيتا جي دور جو لڳي ٿو. توڙي ڪوٺڻ سان سنڌو تهذيب وارو ڳاڙهي تي ڪارو ٺڪرانو جام ملي ٿو، پر کوٽائيءَ کان پوءِ باقي ملندر وٿن سان وقت جو تعين ڪري سگهبو. هتان ماڻهن کي ٺڪرائي بيل گاڏي جو رانديڪو بہ مليو آهي. ماڳ کوٽائي طلبي ٿو.

**ماڳ جو نالو:** **سائيٽ نمبر** 2 ـ 3 ـ 4 ـ 5

ماڳ جو قسم: اوائلي اڏاوتون

ماڳ جو دور: ڌاتو پاهڻي دور

ماڳ جو هنڌ: رني قلعي اندر

سائيٽ نمبر ٻين ميري ڪوٽ جي اوپر ۾ ٻن ڪلو ميٽرن جي پنڌ تي، ۽ ”واگهوتڙ“ جي اتر ۾ هڪ ڪلو ميٽر جي پنڌ تي آهي. هتي ٻن ڪمرن جا آثار آهن. هي مقامي پٿر جون اڏاوتون آهن. هڪ ڪمرو تہ هال وانگر آهي. ان جي چوڌاري بہ ٺڪرانو موجود آهي. هن پوري علائقي ۾ ٺڪرانو جام آهي.

سائيٽ نمبر 3: اصحابين جي قبرن جي ويجهو اوپر ۾ ٽئن يا پنجن ڪمرن جي اڏاوتن جا نشان ملن ٿا. هتي ايترو تہ ٺڪرانو ملي ٿو جڻ تہ ڪنهن سڄي آوي هتي اچي پڳي آهي. هڪ ڪمري ۾ محراب جا نشان ملن ٿا. اتي اڏاوتن جون پيڙهون مضبوط آهن. اتي پٿرن جا پتا، چلڪا موجود آهن. چلڪا تراشيل آهن. ائين ٿو لڳي تہ هتي اوائلي انسان پٿرن مان اوزار ٺاهيا آهن، جن کي ٺاهيندي ڪي پچي پيا آهن. وٿن مان هي ماڳ ڌاتو پاهڻي دور جو ماڳ لڳي ٿو. جتي سنڌو تهذيب سان پيٽڻ جهڙو ٺڪرانو ملي ٿو. ڪجهہ ٺڪرانو آمري تهذيب سان بہ پيٽي سگهجي ٿو.

سائيٽ 4: ڏاکڻي ديوار جي برج نمبر 21 ـ 22 وٽ وڏو ميدان آهي. اتي ٻن آبادين جا نشان ملن ٿا. اتي ڪريل پٿر ٻڌائين ٿا تہ اهو ماڳ رني ڪوٽ جي ٻين حصن کان الڳ آهي. هتي پٿرن کي چيرولي يا ڇن سان ڪونہ لنبيو ويو آهي. رڳو پٿر ڪڙا ڪيا ويا آهن. هي حصو ڄڻ ڪيرٿر جي حصي جو ڏيک ڏئي ٿو. اهڙي قسم جي وٽ نئيگ وٽ بہ آهي. هتي کوٽائيءَ جي سخت ضرورت آهي.

سائيٽ نمبر 5: اترئين دروازي ٻڌي موري کان ٻہ ڪلو ميٽر پري اتر اوپر ۾ رني ڪوٽ کان ٻاهر تومنگ ڍوري جي وٽ سان هڪ ڪمري جي اڏاوت جا نشان ملن ٿا. ائين ٿو ڀاسي ڄڻ تومنگ ڍوري جي نگهبانيءَ لاءِ اڏاوت ٺهيل هئي. هتي بہ ٺڪرانو جام ملي ٿو.

هنن مڙني ماڳن تي انساني زندگيءَ جا سيئي دور ملن ٿا. قلعي ۾ ٽالپرن کان اوائلي اسلامي دور، قديم پاهڻي دور، ڌاتو پاهڻي دور جا آثار آهن. ضرورت آهي تہ انهن جي کوٽائي ٿئي.

**ماڳ جو نالو:** **ست گهرو**

ماڳ جو قسم: غارون

ماڳ جو هنڌ: يونين ڪائونسل غيبي ديرو ديهہ ڪوهستان ضلعو قمبر شهدادڪوٽ. قمبر کان اولهہ 52 ڪلو ميٽر ڪڙڪو. ڪوهہ جبل جي ڏکڻ ۾ اٽڪل ڏيڍ ڪلو ميٽرن جي پنڌ تي.

احوال: هي غارون بہ ”ٽگهرو“ ماڳ سان لڳ آهن. اوچائيءَ ۾ 150 فوٽ، پر ٽگهري کان ويڪريون آهن. هنن ۾ ستن گهرن جهڙيون غارون آهن. مٿان درين جهڙا وڏا ڳڙکا بہ اٿس. لڳي ٿو تہ اوائلي انسان هڪ دور ۾ پنهنجي مرضيءَ سان جبل کي ٽُڪي اتي رهائش اختيار ڪئي آهي. هي غارون بہ ڪائي ۽ نيئنگ وارين غارن سان مشابهت ٿيون رکن ۽ ساڳي

More Books Visit : www.iqbalkalmati.blogspot.com



دور جون ليکجڻ ۾ اچن ٿيون.

**ماڳ جو نالو:** **ستھ وارو دڙو**

ماڳ جو قسم: دڙو

ماڳ جو دور: تاريخ کان اڳ

ماڳ جو هنڌ: ديھ ڪنياري تعلقو فيض گنج

هي ماڳ ستھ واري ويريءَ ۾ هڪ وڏو پڙو هوندو هو. جنهن جو گھڻو حصو آباديءَ هيٺ اچي ويو آهي. هاڻي پنجن ڇهن ايڪڙن تي وڏو ٺيڪرائو موجود آهي. ٺڪرائو سنڌو تهذيب سان پيٽڻ جهڙو آهي. پوءِ جو ٺڪرائو بہ ملي ٿو جيڪو صفا مٿاڇري تي آهي. 15 سال اڳ هن پڙي جي پرسان هڪ هڏائون پجرو لڌو ويو هو. هارين جي چوڻ موجب تہ اهو پنجرو عام ماڻهوءَ جي پنجري کان ڪي قدر وڏو هو. هتان ڪجھ ٺڪر جا مٽ بہ هٿ آيا. ٺڪريون چٽيل بہ مليون آهن. هن ماڳ جي ڪوتائي ٿيل ڪانہ آهي. لفظ ديرو جي لغوي معنيٰ آهي ”واري جي پٽن جي وچ وارو سخت زمين جو ٽڪرو“.

**ماڳ جو نالو:** **ستي استون**

ماڳ جو قسم: اڪريل پٿر جو يادگار

ماڳ جو دور: نامعلوم

ماڳ جو هنڌ: پوڏيسر – ننگر پارڪر

مندرن جي پاسي ۾ بہ عدد ڏگھا پٿر ڪتل آهن. جن تي اکر جو ڪم ٿيل آهي. هي پٿر ان دور جا آهن جڏهن عورتون مڙس جي مرڻ کان پوءِ ”ستي جي رسم“ طور پاڻ کي جيئري ساڙينديون هيون تہ جيئن سندس مڙس کي دنيا ۾ ڪيل گناهن کان ڇوٽڪارو ملي. ابن بطوط جڏهن سنڌ ۾ آيو هو تہ هن سنڌ جي هندن وٽ هي رسم ڏٺي هئي. پٿرن مان هڪ پٿر 6x1_5x6_4 فوٽن جو آهي. جنهن جي مٿئين اڌ تي سورج مکيءَ جو گل ۽ هيٺئين اڌ تي گھوڙيسوار جي تصوير اڪريل آهي. ان جي هيٺان هندي يا گجراتيءَ ٻوليءَ ۾ ڪجھ لکيل آهي. ٻئي پٿر جي وچ واري حصي تي هڪ عورت جنهن کي ساڄي ٻانهن ۾ چوڙيون پاتل آهن، ان جي تصوير اڪريل آهي. پٿر 6_3x2x1_4 فوٽ ماپ جو آهي.

**ماڳ جو نالو:** **ستين جو آستان / صفہءِ صفا.**

ماڳ جو قسم: اڏاوت / قبرستان

ماڳ جو زمانو: مغلن جو دور

احوال: سنڌو دريا جي روهڙيءَ واري ڪناري تي بکر جي ڏاکڻين اوڀارين ڪنڊ جي سڌ ۾ ننڍي ٽڪري آهي. چون ٿا تہ اتي ست هندو عورتون ستيون ٿيون هيون. ٻي روايت آهي تہ اتي ڪن ستن درويشن پنهنجو آستانو قائم ڪيو هو. اها اڏاوت مغل پاران مقرر گورنر مير ابوالقاسم ”نمڪين“ جوڙائي. مٿس نالو ”صفہء صفا“ رکيو. نمڪين انهيءَ جاءِ تي اونهاري ۾ محفلون مچائيندو هو جو ٿن پاسي پاڻيءَ جو نظارو وڻندڙ هو. پاڻ 1647ع ۾ وفات ڪيائين. هن ٿلهي تي نمڪين جي پوين جون 100 کن قبرون آهن. هي ٿلهو فرش کان 4 . 5 فوٽ اوچو، جنهن جي ڊيگھ 48 فوٽ ۽ ويڪر 38 فوٽ آهي. هن ٿلهي تي ميرابوالقاسم نمڪين جي قبر آهي.

ستين جو آستان مغل دور جو سهڻو قبرستان آهي. پٿر جي هڪ ڊگھي ڏاڪڻ قبرستان تائين پهچائي ٿي. جتي وچولي ماپ جو دروازو لڳل آهي. دروازي مان اندر وجبو تہ ساڄي کاٻي وراندن واڱر ڪوٺيون نظر اينديون. اهي جاريءَ سان بند آهن. ان ڪري هوا جو گذر سنو آهي. چؤطرف قبرون ڏاڍي ترتيب سان آهن. قبرون پٿر جون آهن اهو پٿر مقامي طور حاصل ڪيو ويو آهي. ان تي اکر جو ڪم تمام سنو ٿيل آهي. ستين واري آستان واري قبرستان ۾ رڳو پٿر جو قبرون ڪونہ آهن. پر ڪاشيءَ جي

More Books Visit : www.iqbalkalmati.blogspot.com



آرائش بہ چڱي آهي. شاهي ٿلهي جا ٿلهہ بہ ڪاشيءَ سان سينگاريل آهن. شاهي ٿلهي جي اوپر ۾ هڪ مسجد جا نشان باقي آهن جنهن تي ماضيءَ ۾ تمام سنو ڪم ٿيل هوندو.

**ماڳ جو نالو:** **سڄارت ڪوٽ**

ماڳ جو قسم: ڪوٽ جا ڪنڊر

ماڳ جو دور: ميرن جو دور

ماڳ جو هنڌ: 27°43'30" اتر 69°51'10" اوڀر. سکر

احوال: سڄارت ڳوٺ وٽ پاڪستان رينجرس جي چيڪ پوسٽ نالي جبر (Gabar) پرسان ميرن جي ٺهرايل قلعي جا نشان بيٺا آهن. قلعو هو ڪنڊ تي 90 ڊگرين جي ڪنڊ ٺاهي ٿو ۽ چورس آهي. هڪ رهيل پٽ جي ٽڪريءَ جي ماپ مان معلوم ٿئي ٿو تہ پٽ جي اوچائي 8 فوٽ ۽ موڪر 3 فوٽ آهي.

**ماڳ جو نالو:** **سڏور جو قبرستان** (Sadoor Grave yard)

ماڳ جو قسم: قبرستان جنهن ۾ اهرامي نموني جون ٺهيل قبرون آهن.

ماڳ جو دور: ڪوٽڏجي ڪلچر

ماڳ جو هنڌ: صالح پٽ کان 44 ڪلو ميٽر ڏکڻ اوڀر۔ ديهہ ڪارتر، ضلعو سکر. هي ماڳ اتر ڊگهائي ڦاڪ 27°15'23" ۽ اوڀر ويڪرائي ڦاڪ 69°06'10" ڊگرين تي واقع آهي. چينل نمبر 186 نارا ڪئنال. چينر جي ڳوٺ غلام محمد راڄڙ لڳ، بہ بيا ڳوٺ بہ هن جي اوس پاس آهن. جمن پنيري جو ڳوٺ اولهہ ۾ ۽ ڳوٺ جمعو راڄڙ قبرستان جي ڏکڻ ۾ آهي. هي ماڳ محترم مستور بخاريءَ ڪي شاهہ لطيف يونيورسٽيءَ طرفان ڪن ماڳن ۽ مڪانن جي کوج دوران جنوري 2001ع ۾ مليو. هن قبرستان واري ايراضيءَ ۾ ڪوٽ ڏيجي ڪلچر کان وٺي اوائلي تاريخ جون رهتون ۽ وٿون مليون آهن. اهي پراٽيون رهتون واريءَ جي دڙن، پٽن، لاهاندين ۽ دڙن جي صورت ۾ آهن. هتي مليل قبرستان ۾ 135 قبرون آهن جيڪي جيڪي هٿ جي ٺهيل سرن سان ٺهيل آهن. پاسي اوسي ۾ سرن پچائڻ جي کنهن بہ کوري جا آثار ڪونہ آهن. استعمال ٿيل سرون، ساديون، سڌيون، وڏيون، ڏنداٻون (Denticulate) ۽ مستطيل شڪل جون آهن. سرون هڪ ٻئي مٿان سٽي چڙ تہ اهرام ٺاهيو ويو آهي. هاڻي هي قبرستان استعمال هيٺ ڪونہ آهي. قبرون گهڻو ڪري چورس ٿلهي تي ٺهيل آهن. انهن مان هڪ قبر جي ٿلهي جي ماپ ديگهہ ۾ 3.10 ميٽر ۽ ويڪر 2.20 ميٽر آهي. ٿلهي کي ڪنڊن وٽ هڪ هڪ پيل پائو ڏنل آهي جڏهن تہ پاسن کان بہ هڪ هڪ پيل پائو ٺهيل آهي. چڙ تہ ڪٽ جو نموني هجي. قبر هڪ ننڍڙي اهرام جهڙي لڳندي. هڪ قبر ۾ 60 سرن جا بار لڳل آهن. اوساري هيٺ ويڪري ۽ مٿي سوڙهي تي اهرام ٺاهي ٿي. ڪن جي مٿان پٿر تہ ڪن جي مٿان ٺڪر جا يادگار ٺهيل آهن. انهن تي اهڙيون نشانيون آهن جهڙيون اجرڪ ۽ کيسن تي نظر اينديون آهن. هي خاص سنڌي آرٽ آهي. جنهن ڪري فطرت جو نمونو ڏسي ٿو. سنڌ ۾ لاڙ واري حصي ۾ پٿرجون قبرون، ڪوهستان ۾ گول يا چُڪلي واريون قبرون، برفتن جون اهرامي قبرون ملن ٿيون. پر هي اجا بہ مختلف نموني جون قبرون آهن. جيڪي سادي مٽي مان هٿ تي ٺهيل سرن جون آهن. جن تي سچ چند ۽ گل ٻوٽا نڪتل آهن. هي قبرون ڪنهن جون آهن؟ تحقيق هلي رهي آهي.

**ماڳ جو نالو:** **سرٽي / سنڌو جا ڪوٽ**

ماڳ جو قسم: ڪوٽ ۽ ٿلهہ

دور: ٻڌي (؟)

ماڳ جو هنڌ: ديهہ سڌوجا تعلقو مورو ضلعو نوشهروفيروز. موري شهر کان اولهہ ۾ سنڌو دريا جي اوڀر واري ڪپ جي ويجهو آهي.

More Books Visit : www.iqbalkalmati.blogspot.com



احوال: ڪوٽ هڪ دڙي تي واقع آهي، جنهن جي چوڌاري پوڪون آهن. 1973ع کان پوءِ هتان هتي ٻرڙا قوم جا ماڻهو رهن ٿا. نہ تہ اڳي خالي هو. هي ڪوٽ مستطيل آهي. ۽ اوڀر کان اولهہ ۾ ڊيگهہ اٿس، جيڪا 390 فوٽ آهي.ا تر کان ڏکڻ ويڪر 280 فوٽ اوچائي 15 فوٽ ۽ پٽين جي ٿولهہ 10 فوٽ ماپي وئي. مکيہ دروازو اوڀر پاسي ۽ ڏيڍي سان اٿس. چئني ڪنڊن تي بيضوي گولائين سان هڪ هڪ برج ٺهيل آهي. هن وقت ڪوٽ ۾ داخل ٿيڻ لاءِ اتر ۽ اولهہ کان بہ رستا آهن. جن کي ڏسي محسوس ٿئي ٿو تہ اولهہ وارو دروازو باقاعدي موجود هيو. ڪوٽ جي اهم ۽ قديم اڏاوت ڪوٽ اندر اتر_ اوڀر پاسي وارو بہ ماڙ ٺلهہ آهي، جنهن جي اوڀر واري پاسي کان مٿي چڙهڻ لاءِ ڪچي سرَ ڏاڪڻ آهي. هي ٻڌن جو وهارو يا استوپا آهي. ٺلهہ جو زميني گهيرو 200 فوٽ بنيادي ٺلهہ جي اوچائي 25 فوٽَ، مٿئين ٺلهہ جو گهيرو 80 فوٽ، ٿاپ جي ٿولهہ 20 فوٽ، جڏهن تہ مٿئين ٺلهہ جي چوڌاري طواف وارو يا گردش وارو رستو 12 فوٽ ويڪرو آهي. بنيادي ٺلهہ کان مٿي گردش تائين چڙهڻ لاءِ اوڀر پاسي کان ڪچ سرو ڏاڪڻ اڄ بہ ٺهيل آهي. ڪوٽ جي ديوارن تي چڙهڻ لاءِ اوڀر_ اتر واري ڪنڊ سان هڪ پنج فوٽ ويڪري ۽ 20 فوٽ ڊگهي ڏاڪڻ ٺهيل آهي، جنهن جا ونگ بہ ٻڌل آهن. ڪوٽ جو مکيہ دروازي واري ڏيڍي جو ٻاهريون لنگهہ 8 فوٽ ويڪرو هو. ڏيڍي جي ڊيگهہ 48 فوٽ، ويڪر 22 فوٽ ان جون ديوارون 15 فوٽ ويڪريون آهن.

لڏل وٿن ۾ انهيءَ ٺلهہ کان سواءِ ڪلهوڙن يا ميرن جي دور جون سٽيون جيئن سائڙي نيري ڪاشي، حُقن جون ٽوپيون، اسلام کان اڳ جا سڪا، ٻڌڪي دور جون آرائشي سرون جن تي مارا راڪشش ۽ هاٿين جون تشبيهون ۽ ٻيون اهم شيون ملن ٿيون. لفظ سرٽي جي معنيٰ آهي ”امانت، اجهو يا پناهہ“.

**ماڳ جو نالو:** **سڌيرڻ جو ٺل**

ماڳ جو قسم: ٺلهہ

ماڳ جو دور: ٻڌي دور

ماڳ جو هنڌ: ٽنڊي محمد خان کان 6 ميل اتر طرف گوني ۾ يا ڦليلي جي ميلاپ ٻيگهوءَ وٽ.

احوال: ڪزنس لکي ٿو ”هن دڪي جي ڪوٽائيءَ کان اڳ ماپ 20 فوٽ ۽ اوچائي 137 هئي.... مٿيءَ جو منارو جيڪو ڪچين سرن جو ٺهيل آهي. ڪٿي ڪٿي آرائش لاءِ پڪيون سرون ڪتب آنديون ويون آهن. هن استوپيا جي اڏاوت ڪاڏار ڪانهي، پر اولهہ ۽ اتر طرف سجو ميدان ننڍڙن دڙن ۽ ٺڪراٺي سان پريل آهي. تي سگهي ٿو تہ هتي ٻڌي بستي هجي..... دڙي جي ٿلهي واري بنيادي پٽ جي ماپ اتر کان اوڀر 76 فوٽ 19 انچ هئي. مسٽر پنداڪر جي خيال موجب اتي ٿلهي تي چڙهڻ لاءِ ڏاڪڻ هئي. ميرپورخاص استوپا جيان ان کي بہ پاسي ۾ مڙهيون هيون. استوپا جو مُنهن اتر طرف هو. ڏکڻ اوڀر اولهہ واريون پٽيون هڪ جهڙيون آهن.... چو فوٽي پٽ جي مٿان جتان پاوا شروع ٿين ٿا اتي گهٽو ڪجهہ بچي ويو آهي. پر ڪنهن مورتي کي رکڻ لاءِ ڪو محراب يا جارو ڪونہ آهي. هتان ٻڌ جون ٺڪر جون پڪل مورتون جهجهي انداز ۾ مليون آهن. سڌيرڻ جي دڙي کان اٽڪل بہ ميل اتر اولهہ طرف هڪ ٺڪري تي ننڍي استوپا جا نشان آهن.

**ماڳ جو نالو:** **سخي اميد علي جماليءَ جو مقبرو**

ماڳ جو قسم: مقبرو

ماڳ جو دور: 1226 هجري

ماڳ جو هنڌ: هي مقبرو اميد علي جي مقام ۾ ديهہ اين_ 87، تعلقو ۽ ضلعو نوابشاهہ. نواب شاهہ جو شهر هن جي اولهہ ۾ 5 ڪلو ميٽرن تي آهي، غلام رسول جماليءَ جو ڳوٺ ڏيڍ ڪلو ميٽر جي فاصلي تي هن جي ڏکڻ ۾ آهي. نوابشاهہ – سانگهڙ روڊ هن جي ڏاکڻي ڪناري تي آهي. ٺاري جماليءَ جو ڳوٺ هتان کان ڏيڍ ڪلو ميٽر اتر ۾ ۽ حاجي ميرو جماليءَ جو

More Books Visit : www.iqbalkalmati.blogspot.com



ڳوٺ اڌ ڪلو ميٽر اوپر ۾ آهي. هي ماڳ اتر ويڪرائي ڦاڪ 150 26 ڊگرين ۽ اوپر ڊگهائي ڦاڪ 2635 68 ڊگرين تي موجود آهي. مقبري جي ڊيگهه 40 . 4 ميٽر ويڪر 40 . 4 ميٽر ۽ اوچائي 8 ميٽر آهي. گل گارو، گچ گارو، سيمنٽ وغيره اڏاوت ۾ استعمال ٿيل آهي. مقبرو رٿ ۾ چورس آهي. مقبري کي لنگهه چئن ئي پاسي آهي. چئن پاسن تي مستطيل پانيلن ٺهيل آهن وچ واري پانيل ۾ وڏو لنگهه آهي. ٻيڙ ٻني تي چوڌاري ڪنگرا ٺهيل آهن. چار برجيون اپرندي پاسي مهاڙيءَ وٽ ۽ ٻه برجيون الهندي پاسي ٺهيل آهن. گنبذ ڳچ تي گول گنبذ ٺهيل آهي ان جي مٿان ابتي ڪنول گل جي اڏاوت، ان جي مٿان ڪلس ٺهيل آهي. گنبذ ميان نورمحمد جي قبي تي ٺهيل گنبذ وانگر آهي. مقبري جو ٻاهريون پاسو سيمنٽ سان پلستر ٿيل آهي. اندر مقبري واري حجري ۾ ٽيين وٽ طاق ۽ پانيل ٺهيل آهن. وچ ۾ بزرگ جي قبر آهي. فرش تي ڪاشيءَ جون سرون لڳل آهن. هي مقبرو سخي اميد علي جماليءَ پنهنجي جيئري جوڙايو هو. اندر اهڙي لڪت فارسي زبان ۾ لکيل آهي. ٺهڻ جو سال 1226 هجري ڄاڻايل آهي. ڪنپ ليمي ۾ ٻه هن هڪ مسجد ٺهرائي هئي. مقبري جي حالت سٺي آهي. مقامي ماڻهو ان جي مرمت ڪرائيندا اچن ٿا.

**ماڳ جو نالو:** **سخي پاڻ سلطان جو مقبرو**
ماڳ جو قسم: مقبرو
ماڳ جو دور: اسلامي دور
ماڳ جو هنڌ: سيوهڻ شهر

هي مقبرو بودلي بهار جي مقبري کان ڪجهه سون ميٽرن جي فاصلي تي آهي. حالانڪ مقبرو قديم آثارن جي زمري ۾ نٿو اچي جو اڏاوت نئين آهي. هن بزرگ جو اصل نالو سيد عبدالوهاب شاهه جيلاني آهي. چون ٿا ته پاڻ قلندر شهباز جو هم عصر هو. ٻي رانڪ ساڳي دور جي مشتاق شاهه جي چوڻ ۾ اچي ٿي جيڪا روضي جي اندر آهي. روضي جي پير ۾ مسافرخانو ٺهيل آهي. روضو رٿ ۾ چوڪندو آهي، جنهن کي اوپر ۾ سادو لنگهه آهي. مقبرو چوڌاري سيمنٽ جي ڄارين سان بند آهي. انهن جي مٿان ۽ هيٺان پلويڙا ڏنل آهن. ڪندن تي برجيون ٺهيل آهن. مقبري جي مٿان گول گنبذ ٺهيل آهي. ان جي مٿان ڪلس ابتي ڪنول جي گل جهڙي آهي.

**ماڳ جو نالو:** **سخي دلير رند جو مقبرو**
ماڳ جو قسم: اڏاوت
ماڳ جو دور: اسلامي / ڪلهوڙا دور
ماڳ جو هنڌ: جهانگارا تعلقو سيوهڻ ضلعو ڄامشورو

هي مقبرو ڳوٺ جهانگارن جي اولهه ۾ هڪ فرلانگ جي فاصلي تي آهي. هي رانڪ رٿ ۾ چوڪندي آهي. مهاڙي ۾ لنگهه اٿس جنهن جي مٿان ٻه ونگون هڪ ٻئي مٿان چڙهيل آهن. سڄو مقبرو مختلف قسم جي انگڙ ونگر ونگن ۽ پانيلن سان سينگاريل آهي، جيڪي حاشيه (Dado) کان مٿي ٺهيل آهن. هر قطار ۾ ڇهه پانيل ٺهيل آهن. مهاڙي چڱي وڏي اٿس. جن تي گنبذ ٻيهاريو ويو آهي. گنبذ تي مٿان فانوس جهڙي اڏاوت ٺهيل آهي. هي ڪلهوڙن جي دور جي اڏاوت معلوم ٿئي ٿي. اٺ ڪندي ڳچ مٿان گنبذ ٺهيل آهي.

**ماڳ جو نالو:** **سخي ڄام صاحب قبرستان**
ماڳ جو قسم: قبرستان
ماڳ جو دور: ٻارهين/ تيرهين هجري
ماڳ جو هنڌ: قبرستان، ڄام صاحب ڳوٺ لڳ، ڄام صاحب جي مقبري جي ويجهو آهي. ديهه نصرت 110

More Books Visit : www.iqbalkalmati.blogspot.com



تعلقو ۽ ضلعو نواب شاهه. قبرستان 28 ڪلو ميٽر نواب شاهه شهر جي اوڀر ۾ آهي. منڊ جمڙائو هن جي اتر اولهه تي 45 ڪلو ميٽرن تي، گپچاڻي ڳوٺ اٽڪل 15 ڪلو ميٽر اتر ۾ ۽ ڄام مائينر هڪ ڪلو ميٽر ڏکڻ اولهه ۾ آهي. هي ماڳ اتر ڊگهائي ڦاڪ 26 1725 ڊگرين، اوڀر ڊگهائي ڦاڪ 68 3810 ڊگرين تي آهي. هن قبرستان ۾ موجود ٻن قبرن جو احوال هيٺ ڏجي ٿو.

الف: قبر جي ڊيگهه 1.70 ميٽر اتر ڏکڻ ۽ 40 سينٽي ميٽر اوڀر اولهه. هن ۾ جنگ شاهيءَ جو پٿر استعمال ٿيل آهي. قبر مستطيل آهي. هيءَ غلام محمد جتوئيءَ جي قبر آهي. بني جنگ شاهيءَ جي پيلي پٿرن جي ٺهيل آهي. ان تي ڪلمو شريف لکيل آهي. هي قبو هڪ ٿلهي تي پڪين سرن جو آهي. سيراندي ڪان ڪتبي تي غلام محمد جتوئي وفات 1208 هجري لکيل آهي.

ب: هن قبر جي ڊيگهه 1.30 ميٽر ويڪر 30 سينٽي ميٽر ۽ اوچائي 80 سينٽي ميٽر آهي. قبر مستطيل آهي. هي جنگ شاهيءَ وارن پيلن پٿر جي گهڙيل آهي. هي قيصر جتوئيءَ جي قبر آهي. بنيءَ تي ڪلمو شريف لکيل آهي. بني تي مهندسي ليڪون ۽ گل ٻوٽا اڪريل آهن. هيءَ هڪ پڪ سرائين ٿلهي تي ٺهيل آهي. سيراندي ڪان ڪتبي تي قيصر جتوئي 1217 هجري لکيل اٿس. موجوده وقت ۾ قبرستان ۾ گهٽي تعداد ۾ سرن جا اڌڙ پکڙيل آهن. مقامي ماڻهن جو چوڻ آهي، اتي گهاڙيون گهٽي تعداد ۾ هيون. پر وقت گذرڻ سان ضايع يا چوري ٿي ويون. هينئر فقط هي ٻه قبرون گهاڙيءَ واريون ٻيون هزارين ڪچيون پڪيون قبرون موجود آهن.

**ماڳ جو نالو: سخي شاهه محمود جو قبو**

ماڳ جو قسم: مقبرو

ماڳ جو دور: ڪلهوڙن جي صاحبي

ماڳ جو هنڌ: ديهه ٺٽ، ڳوٺ ڪشورپور تعلقو دولتپور ضلعو نواب شاهه. اولهه ۾ ڇهن ڪلو ميٽرن تي سنڌو دريا، بچاءُ بند اوڀر ۾ ٻن ڪلو ميٽرن تي، بچل پور جو ڳوٺ ٽن ڪلو ميٽرن جي پنڌ تي اوڀر ۾ _ دولتپور جو شهر اتر ۾ 22 ڪلو ميٽر اتر_ اوڀر ۾ اٿس. هي ماڳ اتر ويڪرائي ڦاڪ 26 1925 ڊگريون ۽ اوڀر ويڪرائي ڦاڪ 67 5714 ڊگرين تي آهي. هن مقبري جي ڊيگهه ۽ ويڪر 6.70x6.70 ميٽر اوچائي، 9 ميٽر آهي. تعمير ۾ پڪيون سرون 25x16x5 س_ م، گل، ۽ گچ جو استعمال ٿيل آهي. هن مقبري جو لنگهه اوڀر ۾ سينگاريل ونگائين دروازي سان آهي، جنهن تي تمام وڏو گهڻ راسو _Multi) cusped) ڏکڻ ونگو پانيل (Recessed Arch panal) جوڙيل آهي. مهاڙي گچ گاري سان لنبيل آهي. اتر ۽ ڏکڻ واريون پٽيون ونگاون ۽ مستطيل پانيلن سان سينگاريل آهن. مقبري تي وڏو اٺڪندو گچ (drum) ڇٽن روشندانن سان ٺهيل آهي. گنبذ ڪري پيو آهي. هن گنبذ کي ميان محراب واري مقبري جي گنبذ سان ڀيٽي سگهجي ٿو، جيڪو ملتان ۾ ٺهيل آهي. مهاڙي کي ڇڏي باقي مقبري جون سرون اگهاڙيون آهن. چورس مقبري ۾ ڪندن وٽ ڪنڊ_ جوڙون ٺهيل آهن. جيڪي اٺڪنڊي گچ کي سهارين ٿا. هر پٽ تي محراب جيترو وڏو جارو ٺهيل آهي. انهن جارن کي پڻ ڪڻ ونگو پانيل ڏنل آهي. موجوده فرش ڪچو آهي. اندر هڪ ئي قبر سخي شاهه محمود جي ٺهيل آهي. جيئن ته مقبرو ڪچي واري علائقي ۾ آهي. ان لاءِ ٻوڏ جي گهيري ۾ رهي ٿو. ٻوڏن جو پاڻي ڪڏهن ڪڏهن ديوارن سان لڳي ٿو ۽ ڪاٽ ڪري ٿو. جنهن ڪري ڏکڻ_ اولهه وارو حصو تمام گهڻو ڪمزور ٿي ويو آهي. گنبذ اڳي ئي ڪري چڪو آهي. تڪڙي مرمت جي ضرورت آهي.

**ماڳ جو نالو: سخي شاهه محمود جو مقبرو**

ماڳ جو قسم: مقبرو

ماڳ جو دور: ڪلهوڙا دور

ماڳ جو هنڌ: ديهه ٺٽ، ڳوٺ ڪشور پور تعلقو دولتپور، ضلعو نوابشاهه. اولهه ۾ ڇهن ڪلو ميٽرن تي سنڌو دريا، بچاءَ بند اوڀر ۾ 2 ڪلو ميٽر، بچل پور ڳوٺ 3 ڪلو ميٽر اوڀر ۾ دولتپور جو شهر اتر ۾ 22 ڪلو ميٽرن ۾ اوڀر ۾

More Books Visit : www.iqbalkalmati.blogspot.com



آهي. اتر ويڪرائي ڦاڪ 26° 19' 25" اوڀر ڊگهائي ڦاڪ 67° 57' 14" ڊگرين تي موجود آهي.

مقبرو 70 . 6 ميٽر ڊگهو، 70 . 6 ميٽر ويڪرو ۽ 9 ميٽر اوچو آهي. اڏاوت ۾ پڪيون سرون، مٽيءَ جو گارو، چن جو پلستر استعمال ٿيل آهي. مقبرو رٿ ۾ چوڪندو آهي. مک دروازو اوڀر ۾ اٿس. دروازي مٿان انگڙ ونگڙ ڏارون نڪتل آهن. مهاڙي پلستر ٿيل آهي. اتر ۽ ڏکڻ وارو پاسو ونگيل پانيلن ۽ مستطيل پانيلن سان جڙيل آهي. گنبذ ڊگهہ ـ ڳچو اڪنڊي نموني ٺهيل آهي. جنهن ۾ چار روشندان ٺهيل آهن. گنبذ ڊهي پيو آهي. مهاڙيءَ کان سواءِ باقي حصو پلستر ٿيل ڪونہ آهي. جنهن ڪري سرون نظر پيون اچن. اندريون حصو هڪ ڪمري تي مشتمل آهي. ڪندن ۾ ننڍڙا ٿنڀ ونگن سان آهن. جيڪي مٿي هلي گنبذ جو بار ڪڻن ٿا. ديوارن ۾ وڏا جارا آهن. جيڪي محراب جيترا آهن. هن وقت فرش مٽيءَ جو آهي. وچ تي قبر بزرگ سخي شاهہ محمود جي آهي. جيئن تہ مقبرو ڪچي جي علائقي ۾ آهي ان لاءِ ٻوڏن جي گهيري ۾ رهي ٿو. ٻوڏن جو پاڻي ڪڏهن ڪڏهن ديوارن سان لڳي ٿو ۽ ڪاٽ ڪري ٿو. جنهن ڪري ڏکڻ اولهہ وارو پاسو تمام گهڻو ڪمزور ٿي ويو آهي. گنبذ اڳي ئي ڪري چڪو آهي تڪڙي مرمت جي ضروت آهي.

**ماڳ جو نالو:** **سُکپور**
ماڳ جو قسم: دڙا
ماڳ جو دور: اسلامي دور
ماڳ جو هنڌ: چوهڙ جمالي ـ جاتي روڊ جي ڏکڻ طرف ڳوٺ حاجي محمد جت جي پرسان.

هي دڙا هڪ ويران بستيءَ جا آهن؛ جيڪا سنڌوءَ جي هڪ شاخ ڪناري ڪنهن زماني وسندڙ هئي. دڙا ٻن ايڪڙن ۾ پکڙيل آهن. ملندڙ وٿن مان گهرن جا پڪين سرن سان ٺهيل بنياد، اڌڙ سرون ۽ ٺڪرائو اسلامي دور سان پيتڻ جهڙو ملي ٿو. پر ۾ ابراهيم شاهہ ڪاٺ واري جي مزار آهي. روايت آهي تہ هتي سکپوريا جا قوم رهندي هئي.

**ماڳ جو نالو:** **سلطان مقيم بيگلار جي نياڻي جي مزار**
ماڳ جو قسم: اڏاوت، مزار
ماڳ جو هنڌ: تورڪي قبرستان لڳ نصرپور
ماڳ جو دور: ارغون ترخان دور

احوال: سلطان مقيم، امير شاهہ قاسم جو ٻيو نمبر پٽ هو. پاڻ فصيح بيان، خوش طبع، نرم مزاج، اعليٰ صفتن جو مالڪ هو. علاؤالدين انڙ ۽ قلعي ڪوٽڙي جي حاڪم پرٿويراج جون نياڻيون سندس نڪاح ۾ هيون. ڪيس ڇهہ پٽ هئا. پاڻ 978 هجريءَ ۾ ڄائو ۽ 1033 هجريءَ ۾ وفات ڪيائين. هي مزار پيلي پٿر جي آهي. قبر جي لوڙهہ جي پيراندي کان ڪتبو اڪريل اٿس. ڪتبي تي نالو عصمت بيگم بنت سلطان مقيم بيگلار آهي. مگر سلطان مقيم بيگلار جي پنهنجي مزار هتي ڪانہ آهي. هيءَ سندس ڌيءَ جي مزار آهي.

**ماڳ جو نالو:** **سڪ/ نئن سڪ**
ماڳ جو دور: ڏاتو پاهڻي دور

هي ماڳ ڪرچاٽ کان ٽاٽو بولاخان ويندي نئن سڪڻ جي پر ۾ هڪ ٽڪري تي آهي. هڪ ننڍي قتل بستي جا نشان آهن. هتي پٿر جي پيڙهين وارين اڏاوتن جي رهت، پٿر جا پتا، ۽ ٺڪرائو ملي ٿو. ٺڪرائو سنڌو تهذيب ۽ آمري ڪلچر وارو آهي. ڪٿي ڪٿي جهانگر ثقافت وارو ٺڪرائو بہ ملي ٿو.

**ماڳ جو نالو:** **سرائي ڪوٽ**
ماڳ جو قسم: ڪوٽ

More Books Visit : www.iqbalkalmati.blogspot.com



ماڳ جو هنڌ: تعلقو شاهبندر ديهه لڏا ليپتو

ماڳ جو دور: ڪلهوڙا

ڪلهوڙن هي ڪوٽ پنهنجي سردارن لاءِ ٺهرايو هو. پر ۾ ڪيهرن جو قبرستان هو، قبرن جي مٿان تجرون ٺهيل هيون. ڪوٽ ڪاري پاڻي سبب ڪري پيو. ڪجهه آثار اڃان موجود آهن.

**سرجان مارشل (شخصيت)**

جان مارشل چيسٽر ۾، 19 مارچ 1876ع ۾ ڄائو. تعليم ڪيمبرج يونيورسٽيءَ مان حاصل ڪيائين. 1902ع ۾ گڏيل هندوستان ۾، محڪمہ آثار قديمہ جو انگريزن واري دور ۾ ڊائريڪٽر جنرل مقرر ٿيو. هن سنڌ جي مقبرن، ماڳن ۽ دڙن جي تحفظ لاءِ جوڳا قدم کنيا. موهين جي دڙي ۽ هڙاپا جون وڏيون کوٽايون ڪيون. ان کان سواءِ به هن ٻڌي دور جي ماڳن سانچي ۽ سارناٿ تي ڪم ڪري انهن کي دنيا سان متعارف ڪرايو. هن 1913ع ۾ ٽيڪسيلا جي کوٽائي ڪئي. 1930ع ۾ رٽائر ڪيو. هن موهين جي دڙي تي سال 1922ع کان 1927ع دوران باقاعدي کوٽائي ڪري ڪتاب لکيا. پاڻ رٽائر ڪري انگلنڊ هليو ويو. هن کان مسٽر هرگيوز چارج ورتي. موهين جي دڙي واري تهذيب تي سر جان مارشل هڪ ڪتاب "موهن جو دڙو" ٽن جلدن ۾ متعارف ڪرايو. سندس پورو نالو سرجان هر برٽ مارشل هو. پاڻ 1958ع ۾ انگلنڊ ۾ وفات ڪيائين. "موهن جو دڙو" انگريزي زبان ۾ لکيل ڪتاب جا پهريان به جلد 716 صفحن جا آهن ۽ ٽيون جلد 168 صفحن جو آهي. هن ڪتاب ۾ کوٽائيءَ بابت احوال ۽ فوٽو ڏنل آهن. هي ڪتاب لنڊن مان 1931ع ۾ شايع ٿيو هو.

ٽئڪسيلا: هي ڪتاب ٽن جلدن ۾ ورهايل آهي، جنهن ۾ سال 1913ع کان 1934ع تائين ٽيڪسيلا ۾ ٿيل کوٽائيءَ جو احوال ڏنل آهي. ٽيئن جلد ۾ 246 فوٽن جون پليٽون ڏنل آهن. هي ڪتاب ڪئمبرج يونيورسٽيءَ پريس مان 1951ع ۾ ڇپجي پڌرو ٿيو هو. ان کان سواءِ گائيڊ ٽو ٽئڪسيلا نالي ڪتاب 1960ع ۾ شايع ٿيو، جنهن ۾ جان مارشل صاحب ٽئڪسيلا سان لاڳو ماڳن ۽ کنڊرن جو احوال لکيو هو. جان مارشل موهن جو دڙو ڪتاب ۾ کنڊرن ٺوڙي مليل مورتين ۽ لکتن تي بحث ڪيو آهي. پاڻ 27 سال، 1902ع کان 1928ع تائين محڪمہ آثار قديمہ جو ڊائريڪٽر جنرل ٿي رهيو. هن سنڌ لاءِ الڳ ڊائريڪٽيٽ قائم ڪرڻ جي پڻ سفارش ڪئي هئي. سنڌ تي سندس ٿورو آهي.

**ماڳ جو نالو: سري جا مندر**

ماڳ جو قسم: مندَر

ماڳ جو دور: انگريزي دور

ماڳ جو هنڌ: سري تعلقو ٽاڻو بولاخان ضلعو ڄام شورو

هتي ڪل ٽي مندر آهن، جيڪي ڪافي اوائلي آهن. انهن جي مرمت پئي ٿي آهي، جنهن ڪري اڏاوت جي ڪهڻائي بابت ڪو ثبوت ڪونہ ٿو ملي.

1- ديوي مندر: هڪ وڏي ڪمري ۾ مختلف پوترسيون جن ۾ ربوين ۽ ديوتائن جون وڏيون تصويرون ۽ ڪجهه پوڄاپاٺ جون شيون هڪ ميز تي رکيل آهن. ڪجهه ڌرمي پسَتڪ به رکيل آهن.

2- نانڪ شاهي مندر: هن مندر ۾ گرونانڪ ۽ سري چند صاحب جا مجسما رکيل آهن. گرو گرنٿ صاحب به هڪ ڪاٺ جي گهوڙي تي رکيل آهي. شو جو مجسمو ۽ ٻيون ڌرمي شيون وري ٻئي ڪمري ۾ رکيل آهن.

3- ڪٽيا آنند نواز: هي مندر مول ۾ آهي. نظرياتي طور هن مندر جو واسطو گرونانڪ صاحب سان آهي. هن مندر ۾ ڌرمي وڏا وڏا فوٽو لڳل آهن.

More Books Visit : www.iqbalkalmati.blogspot.com



**ماڳ جو نالو: سريمڻ جو ڪوٽ**

ماڳ جو قسم: دڙو

ماڳ جو دور: سما دور (؟)

ماڳ جو هنڌ: تعلقو واره، ضلعو لاڙڪاڻو، ڳوٺ حمل کان اوڀر طرف ۽ ڪاچڙي ڍنڍ کان اولهه طرف.

احوال: روايت آهي ته ارغونن جي حملي جي بچاءَ خاطر ڄام نندي هتي قلعو ٺهرايو هو. جنهن جا ڪجهه نشان هتي بيٺل آهن. دڙي تي به قبرون آهن هڪ سريمڻ جي جنهن ڄام نندي جي حڪم تي هتي ڪوٽ اڏايو پاڻ چانڊين جو سردار هو ۽ ٻي قبر سندس ڏي مڙوءَ جي چون ٿا.

**ماڳ جو نالو: سريمڻ جي قبر**

ماڳ جو قسم: قبر

ماڳ جو دور: سما (؟)

ماڳ جو هنڌ: تعلقو وارهه، حمل ڍنڍ جي اولهه ڪناري

احوال: سريمڻ خان سمن جي دور ۾ چانڊين جو سردار هو. ڄام انڙ طرفان ارغون شاهه بيگ سان سمن پاران وڙهيو هو. قبر پڪ سري آهي.

**ماڳ جو نالو: سعيد صالح جي پٽَ**

ماڳ جو قسم: دڙو

ماڳ جو دور: ستين کان 18 صدي عيسوي

ماڳ جو هنڌ: ديهه اڪرو_ 5 تعلقو ۽ ضلعو نواب شاهه_ سعيد صالح جو قبرستان هن جي اوڀر ۾ ٻن ڪلو ميٽرن جي پنڌ تي آهي. ليلان ڳوٺ ڏکڻ ۾، ڄام صاحب ڳوٺ هتان کان 24 ڪلو ميٽر ۽ سٽ ميل بس اسٽاپ هتان 25 ڪلو ميٽر اتر اولهه ۾ ۽ نواب شاهه شهر هن دڙي جي ڏکڻ اوڀر ۾ 40 ڪلو ميٽرن جي پنڌ تي آهي. هي ماڳ اتر ويڪرائي ڦاڪ 26° 25' 10" ڊگرين ۽ اوڀر ڊگهائي ڦاڪ 68° 43' 0" ڊگرين تي واقع آهي. دڙو ڊيگهه ۾ 600 ميٽر، ويڪر 350 ميٽر ۽ اوچائيءَ ۾ 3 ميٽر آهي. هي دڙو واريءَ جي پٽن ۾ آهي. چوڌاري جهنگلي ٻوٽا ڦٽل آهن. سڄي مٿاڇري مٿان ٺڪراٺو ڦهليل آهي. گهڻو ڪري ٺڪراٺو ڳاڙهي ۽ ڪجهه ڳاڙهي رنگ جو جيڪو چڪ تي لٿل، سٽرپڪل ۽ ٺلهو آهي. ڪجهه سنهو ٺڪراٺو به مليو ٿو. هن تي چاري داري ليڪون، انگڙ ونگڙ ليڪون، ٻوٽن جي پنن جهڙيون ليڪون ۽ پٽا يا ڏاءَ (Bands) ڪاري رنگ جا نڪتل آهن. مختلف ٺپيل نقش ڪرچيل ليڪون ٺپڪا پڻ ڪن ٺڪرن تي آهن. گهڻو ڪري پيالن جا ڪنا ۽ ٽڪرا ۽ وچولي سائيز جي ڪُنين جا ٽڪرا مليا آهن.

**ماڳ جو نالو: سلطان ابراهيم جو مقبرو**

ماڳ جو قسم: اڏاوت / اڪيلائو مقبرو

ماڳ جو دور: 1584_ 1572ع ترخان دور

ماڳ جو هنڌ: مڪلي_ ضلعو ٺٽو

احوال: سلطان ابراهيم اول بن مرزا عيسيٰ اول. هن جي قبر گنبذ دار مقبري ۾ آهي. 16 ربيع الاول 966 هجريءَ ۾ وفات ڪيائين. هي مقبرو خليل خان مهردار جي نالي سان منسوب هو. جيڪو ميرزا باقي جو امير هو. چيو وڃي ٿو ته هن وصيت ڪئي هئي ته ڪيس ان مقبري ۾ دفن نه ڪيو وڃي. ڇوته مقبري ٺهندي مٿان ڪنهن مزدور تي ظلم ٿيو هجي. ان لاءِ ڪيس ٻاهر دفن ڪيو وڃي. مقبرو هڪ وڏي احاطي جي وچ تي اڏيل آهي؛ جيڪو ڊول ۾ اڪيلو آهي. ترخانن جا سمورا مقبرا ٽن

More Books Visit : www.iqbalkalmati.blogspot.com



نمونن جا آهن. هڪڙا ڪليل ميدان ۾ مثلا عيسيٰ اول، باقي ترخان، محمد صالح ۽ سيلمان جا، جن جي چوڌاري عالم پناھ ڏنل آهي ۽ اندر ٿلهي تي قبرون آهن. ٻيو نمونو آهي اٺ ڪندي يا ٽنيي ڪليل ڇتي اندر قبرون جهڙوڪ ميرزا بديع الزمان جو. ٽيون نمونو آهي عيسيٰ ثاني ميرزا جاني ۽ ميرزا جان بابا جا مقبرا، جن جو گنبذ مڪاني طرز جو آهي. هي پهريئين نموني وارن طرز جو آهي حاطي جي ماپ 137.7/2x87.10/2 فوٽ آهي. اوپر ۾ لنگهه ونگن سان، حاطي واري پٽ ڪري چڪي آهي، جيڪا سرن جي ٺهيل هئي، پر ان جا بنياد پٿر جا هئا. اوپر واري لنگهه جا نشان بيٺا آهن. اولهه ۾ حاطي اندر مسجد آهي، جنهن جي ماپ 33.8.5x12.2 فوٽ آهي.

مقبرو، پڪ سرو اٺ ڪندو، جنهن جا بنياد پٿر تي رکيل آهن. وچ حاطي اندر آهي جيڪو 24 فوٽ ماپ ۽ ڪندن وٽ 15 فوٽ آهي. اصل ۾ مقبرو چوڪور رٿيل آهي، پر چرڪس جي مقبري وانگر ڪمرا ۽ ڏاڪٽيون رٿيل ڪونہ اٿس. ڪنڊ وٽ پلويڙن سبب اٺڪندو ڏيک ڏئي ٿو. هيءَ اٺڪندي عمارت اڳين اٺڪندي عمارتن جن ۾ اڳيان وراندا اڏيل هئا، انهن کان مختلف آهي. مٿي مخروطي گنبذ ٺهيل اٿس، جنهن مٿان ڪنول جو گل تاج طور ٺهيل هو، سو ڍهي پيو اٿس. مهاڙي سجي نيري ڪاشيءَ سان سينگاريل هئي. ستن ئي پاسن کان اندران ونگاوان محراب ٺهيل آهن. اٺين پاسي اتر_ اولهه ڪنڊ تي ڏاڪڻ ٺاهي وئي آهي، جيڪا مٿي ڇت ڏانهن وڃي ٿي. هن وقت مقبري کي صرف هڪ دروازو آهي، جيڪو اوپر طرف پٽرائين چوکٽي (France) ۾ لڳل آهي، ٻئي پاسي پٿر جون جاريون لڳل آهن. در جي ليول کان مٿي ونگايون دريون آهن. در ۽ درين جي وچ تي چوڪور سرون لڳل آهن جن تي قرآني آيتون نيري تي اڇي رنگ جي لکت ۾ لکيل آهن. حجري جو اندريون چوڪور حصو 21x21 فوٽ ماپ جو آهي، ان ۾ ڪندن تي لڳل پيمن جي ڦڙدين ڪري بہ اڏاوت جو ڊول اٺڪندو بيٺو آهي. گنبذ جو ڊول مخروطي آهي نہ ڪ گول_ جيڪو هيٺان ڪاشيءَ جي نيرين سرن سان سجايل آهي. هي گنبذ ٺٽي جي عمارت سازيءَ جي سجاٽپ آهي. هتي ٻئي گنبذ جو نمونو ڪونہ ٿو ملي، اهو گول نموني جو گنبذ رڳو مغلي عمارت گريءَ جو نمونو آهي جيڪو سنڌ ۾ ڏسڻ ۾ ڪونہ ٿو اچي. مسجد جيڪا حاطي اندر آهي، ان جي مصلي جو ڪتبو هن ريت هو:

بسم الله ...... سبح اسم ربک الاعليٰ ..... صحف ابراهيم و موسيٰ

مقبري جي ديوارن تي ٻاهر پهلو وارن محرابن مٿان، چئن گوشن تي هي ڪتبو اڪريل آهي.

اقم الصلواة لدلوک الشمس .... هو احدي سبيلا. صدق الله جل جلاله

گنبذ جي اندران چوڌاري ڪناري تي هي ڪتبو لکيل هو:

بسم الله .... سبح اسم ربک ...... صحف ابراهيم و موسيٰ

گنبذ جي ٻاهران چوڌاري هيٺين ڪناري تي نيري ڪاشيءَ تي اڇي رنگ سان هي ڪتبو لکيل هو جنهن جا ڪٿي نشان ملن ٿا.

بسم الله .. ڪهٰيٰعص ... يرجعون.

هيٺيون ڪتبو ديوارن جي چئن محرابن تي ٽن حصن ۾ هو. جيڪو هن وقت مٽجي چڪو آهي. فقط اتر ۽ ڏکڻ کان ڪجهه حصا موجود آهن.

وسبق الذي .... فادخلوها خالدين.

مشقة العبد الفقير المحتاج الي الله الباري

احمد انصاري

سلطان ابراهيم لاءِ تاريخون خاموش آهن تہ هن جو تاريخ ۾ ڪهڙو ڪردار رهيو.

More Books Visit : www.iqbalkalmati.blogspot.com



**ماڳ جو نالو:** **سليم آباد دڙو**

ماڳ جو قسم: دڙو

ماڳ جو دور: اسلامي دور

ماڳ جو هنڌ: سليم آباد تعلقو ڪنڊيارو ضلعو نوشهروفيروز. هي ماڳ ڪنڊياري جي اتر_ اوڀر ۾ آهي. هي ماڳ اي اي عباسي ڳولي لڌو ۽ آرڪيالاجي ڊپارٽمينٽ شاهه لطيف يونيورسٽي خيرپور ان جي شروعاتي تحقيق ڪئي. ماڳ ڪوٽيل ڪونه آهي. سليم آباد ساهتي پرڳڻي ۾ آهي جيڪو اسلامي دور جو اهم پرڳڻو ليکيو ويجي ٿو. هتي جي آبهوا گرمين ۾ سخت گرم ۽ سردين ۾ ڪافي سرد آهي. هتي مينهن گهٽ پوي ٿو. هن پرڳڻي ۾ ٻيا به ڪيترائي ماڳ موجود آهن. جن تي ڪم نه ڪيو ويو آهي. جهڙوڪ پريا لڳ دڙو ۽ ڪوٽ وغيره. هتي ٻکر جي دور جي وستيءَ جا نشان مليا آهن. هتان مليل وٿن ۾ ونڊيل، سادو، چٽيل ۽ ڪرچيل ۽ ٺپيل ٺڪرائو ملي ٿو. جيڪو اسلامي دور جو آهي. ٺڪر تي سنها اپ ماپ جا ليڪا ۽ لڪيرون نڪتل آهن. پر ڪوبه گل، ٻوٽي ۽ حيواني يا انساني چٽ چٽيل ڪونه آهي، پر ٺپيل ٺڪر تي گل ٻوٽا ۽ حيوانن جون تصويرون ۽ چٽ نڪتل آهن. چٽَ، اروڙ ۽ ٻکر مان مليل ٺڪرائي سان پيٽڻ جهڙا آهن. هتي ڪن اڏاوتن جا آثار به ملن ٿا جو چوڌاري سرن جا اڏڻ ٽڙيل پکڙيل آهن.

سليم آباد شايد ڪو وسندڙ ڳوٺ يا بندر هجي جتان ڪاٺ ۽ ڪپڙي جا جهاز پرجي ويندا هئا جو هتي ساهتي پرڳڻي ۾ ٺهي شيون وافرهيون. هي ماڳ ڪوٺائي گهري ٿو.

**ماڳ جو نالو:** **سمندر فقير / ڪبير فقير جو مقبرو**

ماڳ جو قسم: اڏاوت

ماڳ جو دور: 19 صدي عيسوي

ماڳ جو هنڌ: مقبرو ڳوٺ پراڻي ٻڇهري ۾، سائين نو جي مقام ۾ آهي. ديهه اين 84 تعلقو ضلعو نوابشاهه. اتر ۾ اٽڪل اڌ ڪلو ميٽر پنڌ تي ڳوٺ رئيس الهه بخش رند، صوبيدار ڳوٺ ڏيڍ ڪلو ميٽر ڏکڻ ۾، هن جي اوڀر ۾ هڪ ڪلو ميٽر پنڌ تي ڊولو مائينز، ٻانڌي ٻڇهري روڊ اٽڪل هڪ ڪلو ميٽر اولهه ۾ ۽ نواب شاهه جو شهر اٽڪل 16 ڪلو ميٽرن جي پنڌ تي آهي. اتر ويڪرائي ڦاڪ 26° 21' 45" درجن اوڀر ڊگهائي ڦاڪ 68° 20' 38" ڊگرين تي هي ماڳ آهي. هن مقبري جي ڊيگهه ۽ ويڪر 5.70 ميٽر ۽ اوچائي 4.50 ميٽر اٿس. اڏاوت ۾ پڪيون سرون (26x17x5 س_م) گل، وغيره استعمال ٿيل آهي. مقبرو چورس رٿ ۾ آهي. مقبري کي چئني پاسي لنگهه ڏنل آهن. هن وقت صرف اتر، اوڀر ۽ اولهه وارا لنگهه سلامت آهن؛ جڏهن ته ڏکڻ وارو دروازو ڏاکڻي حصي سميت ڊهي پيو آهي. لنگهن وٽ به مستطيل پانيل ٺهيل آهن. ڳچ (Drum) اٺڪنڊو آهي. هن جا ڪي حصا ظاهر آهن نه ته گنبذ سڄو ڪري پيو آهي. چورس حجري ۾ اونهي ڪڻ ونگ (Recessed Arch) هر دروازي مٿان ٺهيل آهي. چار ڪنڊ_ جوڙ ونگون (squinches) هر ڪنڊ تي ٺهيل آهن، جيڪي اوچائيءَ ۾ ٺهيل ڪڻ ونگ پانيل جي برابر آهن. ڏاکڻي ديوار مڪمل طور ڪري پئي آهي. ڳچ جا آثار بيٺل آهن. اندر هڪ قبر اڏيل آهي. هن وقت مقبرو تمام زبون حال ۾ آهي. ديوارن واريون سرون ٺڪري آيون آهن. مقبري جو ڪريل ملبو ٽڙيل پکڙيل آهي.

**ماڳ جو نالو:** **سمن سرڪار جو روضو**

ماڳ جو دور: 1929ع

ماڳ جو قسم: روضو

ماڳ جو هنڌ: پنگريو کان چار ميل

احوال: سمن سرڪار بخاري ساداتن مان هو. پاڻ اصل ٽنڊوباگو ضلعو بدين جا ويٺل هئا. پاڻ 80 ورهين

More Books Visit : www.iqbalkalmati.blogspot.com



جي عمر ۾ ڊسمبر 1929ع ۾ بمطابق 14 رجب 1359 هجري وصال فرمايو. سندس ڪرامتن جا چرچا تر ۾ عام آهن. سندس مقبرو هڪ هندو معتقد گلاب راءِ جوڙايو.

**ماڳ جو نالو: سمن جو قبرستان**

ماڳ جو قسم: قبرستان، قبو ۽ مسجد

ماڳ جو دور: سمن جو دور

ماڳ جو هنڌ: اسلام ڪوٽ کان ننگرپارڪر ويندر رستي تي ضلعو ٿرپارڪر

اسلام ڪوٽ کان ننگرپار ويندڙ رستي تي ڳوٺ لوٽيون لڳ سمن جي دور جو قبرستان آهي. هن قبرستان ۾ طاهر محمد سمي جو مقبرو آهي جيڪو 400 سال پراڻو چيو وڃي ٿو. بس اسٽاپ لوٽيون لڳ مسجد آهي جنهن جي ٻاهرين پٽ جي ساڄي پاسي هڪ منارو (Mantra) ٺهيل آهي. ۽ ان جي مٿان گنبذ ڏنل آهي. مسجد جي اڏاوت ڏسي چئي سگهجي ٿو ته هن جي اڏاوت پير پٺي، منصوره ۽ ٺٽي ۾ ٺهيل پراڻين مسجدن وانگر آهي. جيڪي سمن جي دور جون ٺهيل آهن.

**ماڳ جو نالو: سنبڪ سوائي وارو قبرستان**

ماڳ جو قسم: قبرستان

ماڳ جو دور: سترهين ارڙهين صدي

ماڳ جو هنڌ: ديهه ڪنڊي ترائي تعلقو ٿاڻو بولاخان ضلعو ڄامشورو. اتر ويڪرائي ڦاڪ "92 '25 °25 اوڀر ڊگهائي ڦاڪ "22 '54 °67 ۾ موجود آهي.

هي ماڳ نئن باراڻ جي اپرندي ڪپ تي آهي. پيلي رنگ جي پٿر جون قبرون ڏسڻ ۾ تمام اهرامي آهن، ملن ٿيون. اهي پراجبر شڪل جون آهن. جن تي مختلف قسم جي اڪر ٿيل آهي. اهي قبرون ٻه ماڙ ته ماڙ به آهن. اهڙيون قبرون چوکنڊي قبرستان ۾ به ملن ٿيون. هن ماڳ تي سنڌ السڪپلوريشن اينڊ ايڪسپنڊميشن سوسائٽيءَ طرفان حاڪم علي شاهه. بدر ابڙو صاحب ڪم ڪري چڪا آهن.

**ماڳ جو نالو: سندو بندر**

ماڳ جو هنڌ: جاتي شهر کان ڏکڻ اولهه طرف چئن ميلن جي مفاصلي تي "سير ڪاري" جي ڪناري تي ديهه تپو ڏجو

ماڳ جو دور: 1940ع ڌاري ڦٽي ويو. 1931ع ۾ ڪاري سڪي وئي ته پاڻي هٽڻ شروع ڪيو.

احوال: 1916ع کان ڪراچي بندر زور ورتو. تنهن ڪري ننڍن بندرن جي شهرت گهٽجي وئي، تنهن هوندي به سنڌي بندر تان چانورن جي لڪپٽ ڏانهن روانگي ٿيندي هئي. 13_ 1912ع ۾ هتان _/424605 روپيا ۽ 23_ 1921ع جي درميان _/465353 روپين جي مال جي روانگي ٿي.

موجوده حالت: هن بندر جا آثار اڌ_ مني ميل ۾ پکڙيل آهن. مٿان نئون ڳوٺ ٻڌجي چڪو آهي.

**ماڳ جو نالو: سنڌ ڪلب**

ماڳ جو قسم: اڏاوت

ماڳ جو دور: انگريزن جو دور

ماڳ جو هنڌ: ڪراچي

هن عمارت جو اصل نقشو جيمس اسٽراچن ٺاهيو هو. پر پئسن نه هجڻ ڪري بمبئي جي انجنيئر لي ميسوريئر جي اڏاوت تي ڪم شروع ڪرايو ويو. هي عمارت 30 نومبر 1883ع تي مڪمل ٿي. اصل ۾ هي عورتن جي بار هئي، پر عورتن کي

More Books Visit : www.iqbalkalmati.blogspot.com



صرف ٻن مهينن ۾ هڪ پيرو مانجهادي تي سڏيو ويندو هو. هي عمارت 1950ع تائين يورپين جي استعمال هيٺ هئي. هن تي هڪ بورڊ لڳل هو، جنهن تي لکيل هو تہ ”ڪتن ۽ مقامي ماڻهن کي اندر اچڻ جي اجازت ڪانہ آهي“ 1965ع ۾ مقامي ماڻهو مسعود ڪريم ڪلب جو صدر چونڊيو ويو. هن وقت بہ هن ڪلب ۾ عورتن کي ميمبر ٿيڻ جو حق ڪونہ آهي. فقط بي نظير ڀٽو صاحبہ هن جي ميمبر ٿي سگهي آهي. هي اٽالين طرز جي عمارت جنهن تي ساديون اڌ گول ونگون نهيل هيون سي بہ مرمت دوران تبديل ڪيون ويون.

**ماڳ جو نالو:** **سنجر پٽيءَ جو دڙو**

ماڳ جو قسم: دڙو

ماڳ جو دور: 600 کان 7 صدي عيسوي

ماڳ جو هنڌ: تعلقو شهدادڪوٽ سنجر پٽي وايا ڳڙهي خيرو

هي ماڳ اتر ڊگهائي ڦاڪ 30" 59' 27° ڊگريون ۽ اوڀر ويڪرائي ڦاڪ 10" 57' 67° ڊگرين تي موجود آهي. هي ماڳ سنجر پٽي ڳوٺ لڳ روڊ جي ڪپ سان آهي. دڙو 150 ميٽر ڊگهو، 100 ميٽر ويڪرو ۽ 7 ميٽر اوچو آهي. دڙي تي ٺڪرانو سرن جا اڌڙ ۽ ٻيون وٿون ملن ٿيون. ماڳ جي کوٽائي ٿيل ڪونہ آهي، پر وٿن کي چڪاسي چئي سگهجي ٿو تہ هي ماڳ 600 قبل مسيح کان 7 صدي عيسوي تائين آباد هو. 12 تيرنهن سو ورهين جي تهذيب دفن اٿس. ملسمانن جي اچڻ کان اڳ ڦٽي ويو. هن ماڳ جي کوٽائي ٿيڻ گهرجي.

**ماڳ جو نالو:** **سنياسي ٻٽي**

ماڳ جو هنڌ: هي ماڳ شاهہ حسڻ، نينگ ۽ ڪائي واري پيچري تي هڪ چشمي جي پڙ ۾ واقع آهي.

ماڳ جو دور: ليمبرڪ جي راءِ موجب هي ماڳ هڙاپا دور سان تعلق رکي ٿو.

هي ماڳ اوڀر ڊگهائي ڦاڪ 10" 37' 67° ڊگريون ۽ اتر ويڪرائي ڦاڪ 50" 18' 26° ڊگرين تي موجود آهي. هن ماڳ تان هڙپا جي ٺڪر جهڙو ٺڪر مليو ٿو.

**ماڳ جو نالو:** **سنياسي غار**

ماڳ جو قسم: انساني رهائش واري غار

ماڳ جو دور: قبل از تاريخ

ماڳ جو هنڌ: پير پٽي واري ماڳ تي شاهہ ڏاتار جي درگاهہ هيٺ اوپر پاسي.

احوال: هن ماڳ بابت ڪيتريون ئي روايتون ملن ٿيون. هي غار بہ انسانن جي هٿن جي ٺهيل آهي. جيڪا پٿر جي دور جي بہ ٿي سگهي ٿي.

**ماڳ جو نالو:** **سون دڙو**

ماڳ جو قسم: دڙو

ماڳ جو دور: اسلامي دور

ماڳ جو هنڌ: ڳوٺ اميد علي خان جوڻيجو ضلعو قمبر شهدادڪوٽ تعلقو شهدادڪوٽ. اوڀر ويڪرائي ڦاڪ 50" 59' 67° اتر ۾ ڊگهائي ڦاڪ 50" 59' 27°

احوال: هتان برسات ۾ ٺڪر جي ٿانون کان سواءِ سون ۽ چانديءَ جا سڪا لڀن ٿا. هن دڙي جي ڊيگهہ 300 ميٽر ۽ ويڪر 200 ميٽر اوچائي 8 ميٽر آهي. هي ماڳ آرڪيالاجي کاتي جي سنڀال هيٺ نہ آهي.

More Books Visit : www.iqbalkalmati.blogspot.com



**ماڳ جو نالو:** **سون چڙي جو پڙو**

ماڳ جو قسم: دڙا

ماڳ جو دور: اسلامي دور کان اڳ

ماڳ جو هنڌ: شهدادپور کان ست ميل اولهه طرف ملدسي کان 2 ميل اتر_ اولهه طرف ديهه جهان، ڳوٺ پڙو، روهڙي ڪئنال جي ڪپ تي.

ماپ جي پکيڙ: چئن ايڪڙن تي ڦهليل 20 کان 25 فوٽ اوچائي.

احوال: مٿاڇري تي ڪافي ٺڪراٺو ڦهليل آهي. ماڻهو هتان سرون کڻندا رهيا آهن. هن وقت قبرستان طور استعمال ٿي رهيو آهي. مقامي ماڻهن جي چوڻ موجب برسات جي موسم ۾ ننڍن ننڍن ڪمرن جا نشان ظاهر ٿيندا آهن. عام پکل مٽيءَ کان سواءِ ڪاري ٿانءَ جو ٺڪراٺو به ملي ٿو. ڪاري ٺڪراڻي تي مور ۽ ٻين پکين جون تصويرون ملن ٿيون. اهي چٽ اپريل آهن. ڪڏهن ڪڏهن ٽامي جا سڪا به ملن ٿا. جيڪي سڄاٽپ ۾ نٿا اچن. هن دڙي جي کوٽائي ڪانه ٿي آهي.

**ماڳ جو نالو:** **سون مياڻي**

ماڳ جو هنڌ: ڪراچيءَ کان 50 ميل اولهه 27° 24' ويڪرائي ڦاڪ 39° 66' ڊگهائي ڦاڪ

ماڳ جو قسم: بندر

ماڳ جو دور: سمن جو دور

احوال: منجهس اٽڪل ٻه سَوَ گهر ڪچا هئا. آدمشماري اٽڪل هڪ هزار سمنڊ جي ڪناري سان هڪ مڇي بندر آهي. جنهن ۾ سڀ کان پهرين واپاري ڪوٺي 1850ع ڌاري آمريڪين کولي. هي سنڌ ۾ آمريڪين جي پهرين واپاري ڪوٺي آهي. پاٽنجر موجب 1808ع ۾ ڌاڙيلن هن بندر کي ساڙي، ڊاهي پٽ ڪري ڇڏيو. جڏهن ته 1811ع ڌاري ان کي ٻيهر آباد ڪرڻ جون ڪوششون ورتيون ويون آهن.

**ماڳ جو نالو:** **سهاڳڻ ڏهاڳڻ جا مقبرا**

ماڳ جو قسم: مقبرا / اڏاوت

ماڳ جو دور:

ماڳ جو هنڌ: اروڙ — روهڙي تعلقو

هي مقبرا اروڙ جي کنڊرن جي اوپر ڏکڻ واري ڪنڊ ۾ آهن. اها خبر نه ٿي پوي ته ڪنهن جا ٺهرايل آهن ۽ اندر ڪير رکيل آهن. نيويارڪ جي مسز ايڊورڊ (Mrs_Adward) جي چوڻ موجب ته اهي اسلامي دور جا، مغلن جا ٺهيل بهترين يادگار آهن. سرون اهڙي نموني اوساريل آهن جو انهن تي نقش جڙيل پيا آهن. ڪن تاريخ دانن جو چوڻ آهي ته اتي اصل ٻڌن جا وهارا (stupa) ٺهيل هئا، جن کي مقبرن ۾ تبديل ڪيو ويو آهي. (پر ان لاءِ ثابتي ڪانه آهي)

**ماڳ جو نالو:** **سهرابي محل**

ماڳ جو دور: ميرن جي صاحبي

ماڳ جو قسم: اڏاوت

ماڳ جو هنڌ: خيرپور ميرس شهر

خيرپور ۾ مير سهراب خان پنهنجي خاندان جي رهڻ لاءِ هڪ عاليشان محل ٺهرايو هو. جنهن ۾ ميرن جي ڏيڍي کان سواءِ هڪ ڪچهري جو وڏو هال به ٺهيل آهي، جتي عام ڪچهري لڳندي هئي. اهو وچ شهر ۾ هو. هاڻي اتي ٽالپر ٽاڪيز ۽ ٻيون عمارتون ٺهيل آهن. هيءُ ئي اِهو محل آهي جتان ميرصاحب پير ترڪڻ ڪري ڏکو ڪائي 1830ع ۾ دم ڏٺي حوالي ڪيو هو.

More Books Visit : www.iqbalkalmati.blogspot.com



هي محل، هاڻي محل نہ رهيو آهي. هاڻي هڪ ڦتل سينيما ۽ ڪجھ دڪان آهن.

**ماڳ جو نالو:** **سونيتي دڙو**

ماڳ جو قسم: دڙو

ماڳ جو دور: ٻڌ ڌرم

ماڳ جو هنڌ: ميروخان_ شاھ جو لئولنڪ سم شاخ جي پر ۾.

هي ماڳ اتر ڊگھائي ڦاڪ 27° 02' 20" ڊگرين ۽ اوڀر ويڪرائي ڦاڪ 68° 03' 40" ڊگرين تي آهي. دڙي جي ماپ ڊيگھہ ۾ 200 ميٽر ويڪر ۾ 150 ميٽر اوچائي 4 ميٽر اٿس. هي دڙو بہ ڪوٽائي ٿيل ڪونہ آهي. مٿاڇري تان مليل وٿن ۾ ٺڪراٺو جيڪو ٻڌي دور سان پيٽي سگھجي ٿو. ۽ ٻيون وٿون مليون آهن.

**ماڳ جو نالو:** **سُئي ڪندر جو مقام**

ماڳ جو قسم: قبرستان

ماڳ جو دور: ستين صدي هجري (؟)

ماڳ جو هنڌ: ٺنڊي آدم کان چار ميل اولھہ اتر_ ضلعو سانگھڙ.

هي مقام ڪافي وڏو ۽ انتهائي قديم آهي. عام ماڻهن جو خيال آهي تہ هي ستين صديءَ جو مقام آهي. ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ صاحب جو خيال آهي تہ هي ترخان دور جي حڪومت کان پوءِ جو آهي. مرزا باقي ترخان مرزا جان بابا کي مارائڻ بعد شاھ قائم خان کي نصرپور جي پرڳڻي جو حاڪم مقرر ڪيو، ان وقت ٺنڊي آدم واري ايراضي نصرپور ۾ شامل هئي. شاھ قائم سئي ڪندر وٽ هڪ ڪچو قلعو بہ ٺهرايو هو. قلعي جي ڊهڻ کان پوءِ اها ايراضي قبرستان جي ڪم اچڻ لڳي. هن قبرستان ۾ هڪ مسجد ۽ ان جي پر ۾ هڪ کوھ سنهين سرن جو جڙيل آهي جيڪي ڪلهوڙا عهد جو يادگار آهن. هتي بہ قبرون هڪ ٺئي "شاھ عبداللطيف ولد حبيب شاھ سن 1012" ٻي تي "شاھ صاحب سيد عبدالرشيد ولد حبيب شاھ سن 1012ع" لکيل آهي. اهي قبرون تحقيق گھرن ٿيون.

**ماڳ جو نالو:** **سيٽارو جو درو**

ماڳ جو قسم: دڙو

ماڳ جو دور: سنڌو تهذيب

ماڳ جو هنڌ: 69° 12' 00" ڊگرين ۽ 27° 33' 14" ڊگرين تي ڳوٺ پاري تعلقو روهڙي ضلعو سکر.

احوال: هي دڙو ماپ ۾ 140 ميٽر اوڀر اولھہ ڊگھو ۽ 80 ميٽر اتر ڏکڻ ويڪرو آهي، سو حديد ڳوٺ سيٽارو کان 150 ميٽر ۽ روهڙيءَ کان 57 ميٽر ڏکڻ_ اوڀر ۾ آهي. هتان مليل وٿن ۾ ڪنا، ٺڪراٺو جيڪو ڪرچيل ۽ روغني آهي. ان کان سواءِ بونبين واريون ٿالهيون وغيره ملن ٿيون. تماڪ نوشي جي سامان سان شيشي جا ٽڪرا بہ مٿاڇري تان مليا آهن.

**ماڳ جو نالو:** **سيد ثابت علي شاھ جو مقبرو**

ماڳ جو قسم: مقبرو

ماڳ جو دور: اسلامي اڏاوت

ماڳ جو هنڌ: ڪربلا معليٰ سيوهڻ شهر، ضلعو ڄام شورو

هي مقبرو سيوهڻ شهر ۾ ڪربلا معليٰ جي اندر آهي. سيد ثابت عليشاھ جا وڏا ڪلهوڙن جي دور ۾ سيوهڻ ۾ آيا هئا. پاڻ مرثيي جو سنڌي زبان ۾ تمام وڏو شاعر هو. سندس ڪلام ڇپيل آهي. سندس مقبرو هڪ وڏي ٿلهي تي ٺهيل آهي، جيڪو رٽ ۾ چوڪندو ۽ پڪين سرن سان اڏيل آهي. مقبري جو لنگھہ اتر ۾ آهي جڏهن تہ اولھہ ۾ محراب ۽ ڏکڻ ۽ اوڀر ۾ ونگن

More Books Visit : www.iqbalkalmati.blogspot.com



۽ ڪمانن سان جارا ٺهيل آهن. ڪُنڊ جوڙون (squinches) مٿي وڃي، گنبذ کي اٽڪندو ڪن ٿيون ۽ گنبذ ان تي بيٺل آهي. حجرو چوڪنڊو آهي. اندر ڪل ٽي ٻه قبرون آهن. قبرن کي چوڌاري سيمنٽ جو ڪٽهڙو آيل آهي. جيڪو اڌ ميٽر کن اوچو آهي. اتي ئي ثابت علي شاهه جي ڄمڻ ۽ وفات جو ڪتبو لڳل آهي. ان موجب ثابت علي شاهه 1740ع ۾ ڄائو ۽ 1810ع ۾ وفات ڪيائين. ڪٽهڙي ۾ ٻه قبرون آهن. جن مان هڪ مزار سيد پريل شاهه صوفيءَ جي چئي وڃي ٿي. سيد پريل شاهه صوفين جي ڪافين جو سرگروهه هو. قلندر لعل جو نوازيل دوريش هو. سيد ثابت علي شاهه جو ڏاڏو سيد نورمحمد شاهه نواب اعظم خان سان گڏ سنڌ ۾ آيو. سيد نورمحمد شاهه جو والد سيد عيسيٰ شاهه ملتان ۾ مُدرس هو. مير مراد علي جي حڪم تي ثابت علي شاهه جا پويان حيدرآباد ۾ رهڻ لڳا. سيد ثابت علي شاهه ميرن جو درٻاري شاعر هو. مير ڪرم علي خان جي درٻار ۾ شعر پڙهندو هو.

**ماڳ جو نالو: سيد جميل شاهه ڄام ڏاتار**

ماڳ جو قسم: مزار

ماڳ جو دور: 642 هجري

ماڳ جو هنڌ: مڪليءَ جي آخري ڇيڙي ـ پير پٺي جي مزار لڳ.

هي بزرگ گرنار جو ويٺل هو ۽ گرناري به سڏبو هو. پر سندس اصل نالو سيد عبدالهادي بن سيد ابوالمعاس، سندس نسبت حضرت امام موسيٰ ڪاظم سان ملي ٿي. درويش لوهارڪو ڏنڊو ڪندو هو. اڳ ۾ جهوناڳڙهه سورٺ جي ملڪ گرنار جبل جي چوٽيءَ تي رهندو هو. جتي سندس چلهه گاهه آهي. موجوده مڪان تي درويش پير پٺي جي استدعا تي اچي رهيو. ڊاڪٽر الانا جي راءِ موجب اهو سن 542 هجري ٿي سگهي ٿو. سندس عمر هڪ سؤ سال هئي 642 هجري ۾ وفات ڪيائين. پاڻ اسلام جي تمام گهڻي تبليغ ڪيائين جنهن ڪري لکين ماڻهو مسلمان ٿيا.

**ماڳ جو نالو: سيد چتن شاهه جي مزار**

ماڳ جو قسم: مزار

ماڳ جو دور: اسلامي

ماڳ جو هنڌ: شادي شهيد لڳ روهڙيءَ کان 28 ڪلو ميٽر ڏکڻ ۾.

هي مزار شادي شهيد جي مزار جي اوپر ۾ ٻه ڪلو ميٽرن جي پنڌ تي آهي. روايتن موجب گهاڙ جي انهيءَ علائقي ۾ چتن شاهه سيني کان وڏو پير آهي. سندس درگاهه تي سوين ماڻهو اچن ٿا.

**ماڳ جو نالو: سيد علي شيرازي جي مزار / مقبرو**

ماڳ جو قسم: مزار / قبرستان

ماڳ جو دور: 889 هجري ـ 981 هجري

ماڳ جو هنڌ: مڪلي ـ ضلعو ٺٽو

هي مزار مڪليءَ تي آهي. درس پنهي جي مزار سيد علي جي روضي جي اوپر ۾ آهي. سيد قائم شاهه پنجابي جي مزار گنبذ جي پيڪ ۾ آهي. سيد حماد نيرون ڪوٽي جي مزار گنبذ جي جوار ۾ آهي. مراد پليجو نو واريءَ وارو سندس مريد هو. انهيءَ گنبذ جي پرسان دفن ٿيل آهي.

سيد علي ولد سيد جلال ولد سيد علي ولد سيد احمد ولد سيد محمد شيرازي انجوي. سيد علي ثاني سيد مراد جي وڏي ڀاءُ سيد علي جو پوٽو هو. هي هڪ يگانو عالم، شاعر، اديب ۽ ولي ڪامل 889 هجريءَ ۾ ڄائو. سندس هڪ ڏوهيڙو "معارف الانوار" ۾ آيل آهي. سيد صاحب سماع جو بيحد شوقين هو، وقت جي عالمن، شريعت جي صاحبن جي منع جي باوجود به جماعت ساڻ ڪري مڪليءَ جي مزارن تي سماع جون محفلون منعقد ڪرائيندو هو. پاڻ سال 981 هجريءَ ۾ وفات ڪيائين.

More Books Visit : www.iqbalkalmati.blogspot.com



سندس مزار علي شاهه مراد جي اوپر ۾ سَوَ کن قدمن جي وٿي تي آهي. قبرستان تمام وڏو آهي. سيد علي جي مقبري جي چوڌاري قبرون آهن. احاطي جي اولاهين ديوار سان متصل ۽ مقبري جي اترين ۽ اولاهين ڪنڌ تي، پنيان ترخاني طرز تي پٿر جو احاطو آهي. اوپر کان داخل ٿيڻ لاءِ دروازو آهي، اندر ۾ پٿر جون ۽ چند ڪچيون قبرون آهن. اهو زنانو قبرستان آهي. جنهن ۾ سندس ڏاڏي وغيره دفن آهن. قبرستان جي وچ تي وڏو سفيد مقبرو آهي. سيد علي ۽ سندس والد سيد جلال جون قبرون ڇت کي ورهائڻ واري ونگ جي بلڪل هيٺان آهي. مقبري جي چوديواريءَ مٿان ڇت ٻن حصن ۾ ورهايل آهي. اوپارين حصي تي وڏو گنبذ، جيڪو گول ڦاڪدار آهي، اولاهين حصي تي ٻه ننڍا گنبذ آهن.

**ماڳ جو نالو:** **سيد حسين شاهه بخاريءَ جي مزار**

ماڳ جو قسم: مزار

ماڳ جو دور: اسلامي دور

ماڳ جو هنڌ: ضلعو خيرپورميرس

سيد حسين شاهه بخاريءَ جي درگاهه لونگ فقير جي درگاهه وٽ قبرستان ۾ آهي. سڄي قبرستان ۾ واحد قبر آهي جيڪا اوپر اولهه آهي. اهڙيون قبرون ڪوهستان ۾ به آهن. خاص ڪري رني ڪوٽ واري پاسي، هي ته بنهه مسلمان سو به سيد جي مزار. اِها اولهه اوپر چو هجي. ائين ته ناهي ته اتي ڪو ڪهنو ماڳ آهي ۽ نالو سيد صاحب جو اچي ويو آهي. ڪوتائي ٿيل ڪونه آهي. هن بزرگ بابت احوال هٿ نٿو اچي.

**ماڳ جو نالو:** **سيد واڏن جي مزار ۽ قبرستان**

ماڳ جو قسم: قبرستان

ماڳ جو دور: ميرن جو دور

ماڳ جو هنڌ: هي قبرستان هاٽي سرهين جي پاڙي جي اتر ۾ وچ دادو شهر ۾ آهي.

سيد واڏن جي مزار هڪ چوڪور عمارت آهي، جنهن جي هر وقت مرمت ٿيندي رهي ٿي سا پڪي چِتائين آهي. اندر قبر ڪي سيمنٽ جو ڪٽهڙو ڏنل آهي. پڪي فرش تي ٻه ٻيو ننڍن ٻارن جون قبرون به آهن. دروازي کان داخل ٿبو ته سامهون ڪٻي پاسي استاد بخاريءَ جي چوڪنڊي نظر ايندي جيڪا وڏي ٿلهي تي ٺهيل آهي.ا ڏورو ڪم ٿيل آهي جيڪو سندس فرزند ڊاڪٽر الطاف شاهه بخاريءَ ڪرايو آهي. اصل ۾ هي قبرستان شهر جي ننڍن ٻارن جو قبرستان هو. پر پوءِ ڪي وڏا به رکجي ويا. سونارن ۽ ملڪاڻين جو مصلو هتي آهي.

**ماڳ جو نالو:** **سيراج جي ٽڪري**

ماڳ جو قسم: دڙو

ماڳ جو دور: سنڌو تهذيب

ماڳ جو هنڌ: هيءَ دڙو ڪوٽڏجي کان ڇئن ميلن تي اپن شاهه جي مقبري جي سامهون.

هيءَ پنج کان ڏهه فوٽ زمين کان مٿي دڙو چڱي ايراضيءَ ۾ ڦهليل آهي. مٿان ٺڪرائو عام جام ملي ٿو. جنهن کي ڇڪاسڻ کان پوءِ اندازو آهي ته هي ماڳ ڪوٽڏجيءَ جي دور جي ڦٽل ڪا بيٺڪ آهي. ان ڪانسواءِ ٺڪر جا پڳل ٽانوَن – ٽامي جا سڪا، ۽ چوڙين جا پڳل ٽڪرا ٿوري کوٽڻ سان مليا آهن. هن ماڳ کي مير علي نواز کوٽايو هو.

**ماڳ جو نالو:** **سينگاري ڪوٽ**

ماڳ جو قسم: ڪوٽ جا آثار

ماڳ جو دور: ميرن جو دور_ فتح علي خان ٽالپر ٺهرايو

More Books Visit : www.iqbalkalmati.blogspot.com



ماڳ جو هنڌ: مٺيءَ ۾ اسلام ڪوٽ جي لڳ.

احوال: 1800ع ۾ فتح علي خان ٽالپر ٺهرايو. 8 لک خرچ ڪاڏائين. ڪچو ڪوٽ هو. ڪوٽ ڊهي پيو. آثار ۾ ڳوٺ سينگاري موجود آهن.

**ماڳ جو نالو: سيوهڻ جو قلعو**

ماپ: دڙي جي صورت ۾ آهي. ڊيگهه 1200 فوٽ ۽ ويڪر 600 فوٽ_ بلندي 60 فوٽ 16 ايڪڙن ۾ ڦهليل آهي. 26° 26' اتر ويڪرائي ڦاڪ 50° 67' اوڀر ڊگهائي ڦاڪ. سيوهڻ شهر جي اتر ۾.

ماڳ جو دور: بلين فورڊ نئين پٿر جي دور جو ماڻهوءَ جو هڏائون پجرو لڌو آهي. جيڪو قديم ترين آهي.

تعارف: هن کي ڪافر ڪوٽ به ڪري چوند آهن. مجمدار لکي ٿو ته هي ڪوٽ مسلمانن جي دور جو آهي. رچرڊ برٽن لکي ٿو ته هتان يوناني ۽ بيڪٽرين دور جا سڪا لڌا آهن. اهو هندن جي دور جو ٺهيل قلعو لڳي ٿو. هينري پاٽنجر لکي ٿو ته سڪندراعظم جڏهن هت آيو هو ته ان ٺهرايو هو. ان مٿان بعد ۾ ٻيو قلعو جوڙيو ويو آهي. دڙو شهر جي اتر ۾ آهي. پرسان سنڌو دريا مان نڪتل. منڇر جي پرتي ڪنڌڙ اڙل واهه اٿس. هن وقت دڙي جي صورت ۾ آهي. آثار قديمه کاتي وارن جي تحويل ۾ آهي. مٿي سرڪاري آفيسون، ريسٽ هائوس وغيره ٺاهيا اٿن.

**ماڳ جو نالو: سينٽ انڊريوز چرچ**

ماڳ جو قسم: ديول/ چرچ

ماڳ جو دور: 1867ع

ماڳ جو هنڌ: ڪراچي

هن کي اسڪاچ چرچ به چوندا آهن. هن ديول جو بنياد فبروي 1867ع ۾ بمبئي فوج جي ڪمانڊر انچيف رابرٽ نيپئر رکيو ۽ 1868ع ۾ هي ديول جڙي راس ٿي. هن تي ٿيل خرچ جو ڪاٿو 56300 روپيا هو، جنهن مان 25000 روپيا سرڪار امداد ڏني هئي. هن چرچ جو نقشو انڊس فلوٽيلاجي ڊپٽي ايجنٽ ٽي_ جي_ نيون هام ٺاهيو هو. هن جي اڏاوت جا خاص لڇڻ منارو، پشتو (aisles) ديول جو وچون پاڱو چٽ سميت (nave) ۽ پيش دالان (porch) آهن. ديول جي وچين پاڱي (Nave) جي ماپ 100 فوٽ جڏهن ته پاسن کان ڏنل پشته (aisles) 65 فوٽن جا آهن. اندر 400 عبادتين جي ويهڻ جو انتظام ٿيل آهي. چٽ محرابي vauleted ڏنل اٿس. جيڪا چوٽيءَ وٽ نوڪدار آهي. هال جي ڏکڻ ۾ خوبصورت ونگ واري دري ڏنل آهي جنهن جو قطر 18 فوٽ آهي. سامهون واري چٽريءَ کي الڳ پنج دريون هوا جي گذر لاءِ ٺهيل آهن. جنهن تي پونءِ ماپ واريون ليڪون نڪتل آهن. اٺڪنڊو دالان (Porch) مهڙ ۾ ٺهيل آهي. منارو 135 فوٽ اوچو ۽ ٽن طبقن ۾ ٺهيل آهي.

**ماڳ جو نالو: سينٽ پيٽرڪ ڪيٿيڊرل چرچ**

ماڳ جو قسم: چرچ/ اڏاوت

ماڳ جو دور: 1845ع انگريزن جو دور

ماڳ جو هنڌ: شاهراهه عراق، اڳوٽي ڪلارڪ اسٽريٽ لڳ امپريس مارڪيٽ ڪراچي

هي چرچ اڳوٽي ٺهيل 1881ع واري چرچ واري هنڌ تي ٺاهيو ويو هو. هي 170x70 فوٽن جي مستطيل عمارت جو نقشو ٽن پادرين فادر واگنر، برادر ڪلوور ۽ برادر ليو (lau) ٺاهيو هو. هن تي ڪل خرچ 5930 روپيا آيو. جنهن ۾ 180 روپيا نيپير ۽ سنڌس پلٽون جي ساٿين ڏنا هئا باقي چندو عيسائي برادريءَ مان ڪيو ويو هو. هي عمارت انگلنڊ جي وچين ڪيٿولڪ دور جي عمارت سازيءَ جو سٺو نمونو آهي. هن تي ڊگهيون نوڪدار ونگن سان دريون ٺهيل آهن. مهاڙي سادي پر خوبصورت اٿس. اندر ماربل جا بت، خاص قسم جي شيشي جون دريون ۽ چِٽَ نڪتل اٿس. 1931ع ۾ هنَ عمارت جي آڏو هڪ يادگار ٺاهيو ويو

More Books Visit : www.iqbalkalmati.blogspot.com



جيڪو ”جيوئسٽ مشن اِن سنڌ“ جي نالي منسوب ڪيو ويو. هن ۾ 1500 عبادتين جي عبادت جو بندوبست ٿيل آهي.

**ماڳ جو نالو:** **سيوهڻ**

ماڳ جو دور: قبل از تاريخ

ماڳ جو قسم: آڳاٽو شهر

احوال: جنرل ڪننگهام لکيو آهي: ”سيوهڻ نهايت ئي سٽائي هنڌ. هڪ ڏار اتاهين ٽڪريءَ تي آهي، ۽ منڇر ڍنڍ بغل ۾ بيٺي اٿس، جنهن جو پاڻي اڳي سيوهڻ جي پيتين تائين اچي پهچندو هو. جنهن ڪري پاڻيءَ ۽ ڪاڏي پيتي جي سهنج سنڌ جي پهرين رهاڪن جو ڌيان ضرور اول انهيءَ پاسي ڇڪايو هوندو.“ حڪيم فتح محمد سيوهاڻي لکي ٿو ته ”درياءُ سيوهڻ جي بلڪل ويجهو هو“. ڪاڪو ڀيرومل لکي ٿو ته ”قديم سنڌين جا ماڳ جيڪڏهن ڪنهن کي ڳولڻا هجن ته سنڌ جي الهندي طرف وارن جبلن جي قطار، سيوهڻ ۽ لاڙڪاڻي طرف جا اهي هنڌ جي سنڌونديءَ ۽ الهندي ناري کي ويجها آهن، سو، خاص ڪري سيوهڻ لڪيءَ وارو پاسو ڳولي، جو سنڌ جي قديم سڀيتا جو پتو اتان ئي پوڻو آهي.“

سيوهڻ جي تمام قديم هئڻ جو ثبوت سيوهڻ اسٽيشن جي ڀرسان هڪ قديم غار آهي، جنهن کي يڪ ٿنڀي ڪري چوندا آهن. اهڙيون غارون ڪائي، نينگ ۽ لڪي وارن جبلن ۾ ڪافي تعداد ۾ آهن. اهي غارون اوائلي انسانن رهائش لاءِ جوڙيون هيون.

سيوهڻ جي پاسي، لڪي جي چشمن جي لڳ ڪيتريون پراڻيون قبرون پٿر جون جڙيل آهن، جيڪي پندرنهن — ويهه فوٽن کان اٺ نوَ فوٽ ڊگهيون آهن ۽ ٻه فوٽ کن ويڪريون آهن. بهترين چٽسالي به ٿيل اٿن. اهي ڪافرن جي قبرن جي نالي سان مشهور آهن. چون ٿا ته اهي اسلام کان اڳ جون آهن. (اختلاف آهي)

سيوهڻ کان چوڏهن ميل اتر طرف جهانگارن جو ڳوٺ آهي. ان ڳوٺ کان ٻرپرو نئين ٻنڌڙي تي گبر بند اڏيل آهي. گبر بند سنڌ تي ايراني تسلط جي باقيات آهن. جيڪي سيوهڻ جي ڀرسان ملن ٿا.

ڪائي وارا غار سيوهڻ ۽ موجوده قلعي جا کنڊر سيوهڻ جي قدامت ڏسن ٿا.

سيوهڻ جي ڀرسان منڇر ڍنڍ جنهن لاءِ ڪاڪو ڀيرومل لکي ٿو ته ”جنهن صورت ۾ ڪولن جي سڀيتا جو مرڪز سيوهڻ وارو پاسو هو ۽ اهو جيئرن پکين جهلڻ وارو طريقو رڳو منڇر طرف آهي، تنهن صورت ۾ ائين پيو سمجهجي ته اهو آڳاٽو ڪولن وارو دستور آهي، جو منڇر جا مهاڻا اڃ تائين هلائيندا پيا اچن.“

منڇر ۾ مڇي ڦاسائڻ جو ”ڀَنَ“ وارو طريقو به تمام آڳاٽو آهي. مٿي ڏنل وچور مان معلوم ٿيندو ته سيوهڻ قديم حجري زماني کان آباد هو ۽ موهن جي دڙي کان به قديم آهي. هي شايد دنيا جو واحد شهر آهي جيڪو جيئن آباد ٿيو آهي ته آباد ٿي رهندو اچي ٿو. سندس نالو به سندس قدامت جو ساکي آهي. هن شهر جو اصل ۾ نالو شو آستان آهي. جيڪو ڦري شيوستان ـ سيوستان، شو واهڻ، سيوهڻ ٿيو. لکي ۾ شو جو مندر هيو. خود قلندر جي درگاهه جي اڏاوَت لاءِ روايت آهي ته اهو شو جي مندر مٿان اڏيو ويو آهي.

هن وقت سيوهڻ تعلقي جي حيثيت رکي ٿو جيڪو ضلعو ڄامشوري ۾ آهي. قلندر لعل شهباز جي درگاهه جي ڪري هرسال وڏو ميلو لڳي ٿو. تاريخ ۾ باقاعده سيوهڻ جو ذڪر سڪندر يوناني جي ڪاهه جي وقت ملي ٿو جو اِتان جو راجا ساميس ساٽس مهاڏو اٽڪايو هو.

**ماڳ جو نالو:** **شادڻ**

ماڳ جو قسم: ڳوٺ / قبرستان/ عمارت

ماڳ جو دور: اسلامي

ماڳ جو هنڌ: ديهه ميرواهه، ٽپو گل محمد تعلقو جوهي ضلعو دادو

More Books Visit : www.iqbalkalmati.blogspot.com



هي ڪاڇي جو مشهور ڳوٺ آهي. شادڻ، هيروخان جي اتر ۾ پنجن ڪلو ميٽرن جي پنڌ تي آهي. هن ڳوٺ جي اوڀر ۾ هڪ قبرستان آهي، جنهن ۾ چار رانڪون آهن. تن مان ٻه ذري گهٽ هڪ هڪ جهڙيون ٺهيل آهن. ۽ هڪ جهڙو سينگار ٿيل اٿن. باقي ٻه رانڪون ڪجهه مختلف آهن. پهريون ٻه رانڪون سڌن ونگيل پانيلن سان آهن جيڪي ٽن قطارن ۾ ٺهيل آهن. جڏهن ته ٻيون ٻه رانڪون اپن مستطيل ٽن پانيلن سان سينگاريل آهن جيڪي ونگن سان ٻن قطارن ۾ آهن. رانڪن تي ٺهيل گنبذ ڪري چڪا آهن. رانڪن جي ڪندن تي برجيون ٺهيل هيون جن جا آثار بيٺا آهن. قبرستان چئن ايڪڙن تي ڦهليل آهي. اهي رانڪون جمالي ذات جي چڱن جون چيون وڃن ٿيون. شادڻ ۾ ميربنده علي جي اوطاق به آهي. جنهن جي سنڀال ڪانه آهي. مير بنده علي سنڌ جو وڏو وزير به رهيو آهي. سنڌ ڪيس سئن لفظن ۾ ياد ڪندي آهي. هي اوطاق شايد مير مريد علي خان ٽالپر جي ٺهرايل آهي. جيڪو بنده علي ٽالپور جو چاچو هو. عمارت ڪشادي آهي. چوڌاري حاطو ڏنل اٿس. اڳيان ورانڊو آهي. اتر_ اوڀر پاسي ڏاڪڻ ٺهيل آهي جيڪا ڇت ڏي وڃي ٿي. ڇت ۾ ڪاٺ جون ڪامون ۽ پٽيون استعمال ٿيل آهن. هتي ڪا آفيس وغيره کولي عمارت کي بچائي سگهجي ٿو.

**ماڳ جو نالو:** **شاهن جو مقام**

ماڳ جو قسم: قبرستان

ماڳ جو دور: اسلامي

ماڳ جو هنڌ: ديهه ٺلهه، تپو بکر تعلقو جوهي ضلعو دادو

هي مقام بهليل شاهه جي روضي کان اتر_ اوڀر ٻن ڪلو ميٽرن جي پنڌ تي آهي. هن قبرستان ۾ 12 اڏاوتون آهن جن ۾ مقبرا، رانڪون مسجد وغيره اچي وڃن ٿا. ان ڪان سواءِ ڪجهه چٽيون (campioes) ۽ قبرن جا احاطا ٽڪري جي پاڙ ۾ ٺهيل آهن. هي تمام وڏو قبرستان آهي جنهن تي تفصيلي ڪم جي ضرورت آهي. سيني رانڪن ۽ مقبرن کي ڪندن وٽ برجيون ڏنل آهن، ڇت جي مٿان گنبذ ٺهيل آهي. گنبذ جي مٿان ڪن تي ڪلما سلامت بيٺل آهن. اندر آبي رنگ ۾ چٽ چٽيل آهن. جيڪي وقت سان ڌنڌلا ٿي ويا آهن. سڀ مدفن پڪسرا ۽ چن سان لتل آهن. هي قبرستان توجهه گهري ٿو.

**ماڳ جو نالو:** **شاهه اويس جو حجرو**

ماڳ جو قسم: مقبرو

ماڳ جو دور: اسلامي

ماڳ جو هنڌ: ديهه تپو مانجهند ضلعو ڄام شورو

هي مقبرو مانجهند وٽان انڊس هاءِ وي کان 5 ڪلو ميٽر اولهه ۾ آهي. حديرو هڪ ٽڪريءَ جي چوٽيءَ تي اڏيل آهي. مهڙ ۾ داخل ٿيڻ لاءِ دروازو جيڪو زمين جي سطح تي ٺهيل آهي. قبرستان ٿلهي تي ٺهيل آهي، جنهن جي چوڌاري لوهي ڪٽهڙو ڏنل آهي. ٻني ٽن طبقن ۾ ٺهيل آهي. جتان ڊگهي ڏاڪڻ رستي حديري تائين پهچجي ٿو. اولهه طرف سندس امڙ جي قبر چئي وڃي ٿي. ان تائين پهچ لاءِ ٻه ڊگهي ڏاڪڻ هيٺ لهي ٿي جنهن جي ٻنهي پاسي جاريدار ڪٽهڙو آهي. بزرگ جو مقبرو سجو رنگن سان سينگاريل آهي. ڪاٻه پراڻي وٽ ظاهر ڪونه ٿي ٿئي. حديري جي ڏکڻ اوڀر ۾ 50 — 60 ميٽرن جي فاصلي تي ڪيتريون ئي قبرون اڪريل پٿر جون آهن. ڪي ٿلهن تي آهن. شاهه اويس جي احوال ڪان تاريخ جا ڪتاب وانجهيل آهن. ڪيس شاهه اويس قرني جي نالي سان ڄاتو وڃي ٿو. هن وقت رونجها قوم جا ڪي ماڻهو مجاور آهن. مقبرو تاريخي حيثيت رکي ٿو. ڪوبه ڪتبو وغيره لکيل ڪونه آهي.

**ماڳ جو نالو:** **شاهه بهاري جو مقبرو**

ماڳ جو قسم: اڏاوت

More Books Visit : www.iqbalkalmati.blogspot.com



ماڳ جو دور: ڪلهوڙن جي صاحبي 1774ع

ماڳ جو هنڌ: بهادرآباد محلو لاڙڪاڻو

هي قبر غلام شاهه ڪلهوڙي، شاهه بهاري جي خدمتن جي عيوض مٿس ٺهرايو. هي مقبرو هاڻي بهادرآباد محلي لاڙڪاڻي ۾ آهي جيڪو ڪنهن زماني گهاڙ واهه جي ڪپ سان هو. مقبرو هڪ مستطيل ٿلهي، مٿي، جيڪو زمين جي مٿاڇري کان 4 . 4 فوٽ اوچو آهي. ٿلهي جي ڊيگهه ۽ ويڪر 71x70 فوٽ آهي. ٿلهي کي مٿي چڙهڻ لاءِ ڏاڪڻ ٺهيل آهي، جنهن تي اڌ گول نموني جا ڏاڪا ٺهيل آهن. دروازو اوڀر ۾ اٿس. ڪاٺ جي ٺهيل دروازي تي خوبصورت رنبي جو ڪم ٿيل آهي. مقبرو چوس 29x29 فوٽ آهي. لنگهه 9.4/2 فوٽن جو ڏنل اٿس. جنهن جي مٿان وڏي ونگ 15.6x6.6 فوٽن جي ٺهيل آهي. دروازي جي مٿان ڪاشيءَ سان سينگاريل جارو آهي، ان جي مٿان پانيل ٺهيل آهن. مهاڙي خوبصورت، ميناردار، ته ونگائين، سڌن ۾ اپن پانيلن سان سينگاريل آهي. مهاڙي تي چار برج ٺهيل آهن ٻه ڪنڊن وٽ، ٻه ٻانهين جي آخري ڇيڙي وٽ. اڳين مهاڙي وارن برجن جي ماپ 8 . 8 فوٽ آهن. ٻانهين جي ڪنڊن وارن برجن جي ماپ 8 . 4 فوٽ آهي. برجين تي ڪاشيءَ جو خوبصورت ڪم ٿيل آهي. مقبري جي باقي حصي تي 5 اڃا پانيل ڏنل آهن. جيڪي ٽن سڌين قطارن ۾ حاشيہ کان مٿي ٺهيل آهن. اندر حجرو چوس 27x27 فوٽن جو آهي. فرش تي ڪاشيءَ جون سرون لڳل آهن. مقبري ۾ اندر هڪ فوٽ ننڍي ٿلهي تي جيڪو اتر ڏکڻ 3. 22 ۽ اوڀر اولهه 17 فوٽن جو آهي، ان تي ٻن قطارن ۾ نوَ قبرون ٺهيل آهن. اتر کان ٻئي نمبر واري قبر شاهه بهاري جي آهي. چون ٿا ته اتي ڏهين قبر به هئي. چورس حجري جي ڪندن تي، حاشيہ (Dado) کان مٿي، هر ڪنڌ تي وڏي ڪڙ ونگ (Reccessed Arch) جيڪا 6 . 7 ويڪري ۽ 3 . 15 اوچي ٺهيل آهي. محراب 8 . 8 فوٽ اوچو ۽ 4 . 4 فوٽ ويڪرو آهي. اولاهين پٽ جي وچ تي ٺهيل محراب جي ونگ (Arch) تي راسيون نڪتل آهن. اتر ۽ ڏکڻ وارين ديوارين ۾ 9 . 5 فوٽ اوچيون ٻه فوٽ ساڍا ست انچ ويڪريون ۽ 1 . 5 اونهيون (Deep) دريون ٺهيل آهن، جن تي هاڻ لوهي ڄاريون هنيون ويون آهن. ڪانس (Cornice) ايڪيهن فوٽن تي قبي جي چوڌاري ديوارن کي ڏنل آهي. ڪانس جي مٿان 16 ننڍا جارا ٺهيل آهن، جن جي مٿان ڳچ (Drum) ۽ ان جي مٿان گنبذ، گنبذ جي مٿان فانوس ٺهيل آهي، ان جي مٿان ڪلسو ڏنل آهي. ڳچَ تي چوڌاري سوراخ نڪتل آهن، جنهن تي هاڻي اهي ڄاريون هنيون ويون آهن. ان ڳچ ۾ اٺ عدد روشندان، هوا ۽ روشنيءَ لاءِ رکيا ويا آهن. جارا ڇٽيل آهن. فرش کان گنبذ جو بنياد 31 فوٽن تي مٿي آهي. گنبذ جو اندريون قطر ٿلهي ليکي 4 . 24 فوٽ آهي. هي مقبرو ڊيگهه ۾ وڏو ۽ اوچائيءَ ۾ ننڍو آهي. ان لاءِ ڏسڻ سان ائين لڳي ٿو ته اڃا مڪمل نه ٿيو آهي. گنبذ جي ڳچ جي سورنهن ئي پاسن تي ڪانس نڪتل آهي. ڳچ جي هر ڪنڌ تي ڪلسو ڏنل آهي. شاهه بهاري جي مقبري جا لڇڻ (Feature) نيارا آهن، جيڪي اسلامي اڏاوتن ۾ به ڪٿي ڪٿي نظر اچن ٿا. فانوس انڪندو 16 فوٽ اوچي گنبذ جي مٿان ٺهيل هو. ان جي مٿان ڪلسو ڏنل، ان ڪلس جي ماپ 9 . 2 فوٽ هئي. جيڪا هاڻي نه رهي آهي. افسوس جو هن مقبري جا گهڻا لڇڻ هاڻي ختم ٿي ويا آهن؛ جيئن ڪنگرا، ڪاشيءَ جون سرون، نوڪدار برجيون، ۽ خوبصورت ڪلسو وغيره.

شاهه بهارو ڪلهوڙن جو منصبدار، جرنيل هو. ڪافي جنگين ۾ ڪلهوڙن پاران وڙهيو. کيس لاڙڪاڻي جو ناظم مقرر ڪيو ويو هو. هي قبو مٿس غلام شاهه ڪلهوڙي مجتا طور ٺهرايو هو.

ڪنهن زماني ۾ هتي ڪابه قبر ڪانه هئي، پر هاڻي چڱو خاصو قبرستان ٺهي ويو آهي. اندر ٿلهي جي پرسان به قبرون ٺاهيون ويون آهن. روضي جي ٽن پاسن کان والار ٿي چڪي آهي.

**ماڳ جو نالو: شادڻ وارو ٺل**

ماڳ جو قسم: ٺل / اڏاوت

ماڳ جو هنڌ: ڳوٺ شادڻ تعلقو جوهي.

More Books Visit : www.iqbalkalmati.blogspot.com



ماڳ جو دورو: ٻڌي دور

هن قديم ڳوٺ ۾ ٿل جا نشان وجي بچيا آهن. هي ڳوٺ جوهيءَ کان اتر_ اولهه اٽڪل پندرنهن_ سورنهن ميلن تي ٿيندو. هي ٻڌن جو وهارو هوندو.

**ماڳ جو نالو: شادي پليءَ وارو پڙو**

ماڳ جو قسم: دڙو

ماڳ جو هنڌ: ديهه خدابخش_ شادي پلي ترپارڪر

ماپ: دڙو 22 ايڪڙن ۽ 23 گھنٽن تي پکڙيل آهي.

ماڳ جو دور: قبل از تاريخ

احوال: هي دڙو شادي پليءَ جي ديهه خدابخش ۾ آهي. ڪافي ٺڪرانو پکڙيل آهي. ڪيترن ئي زمانن جا تهه ڪوٽائيءَ ۾ ملن ٿا. بهرحال هي تاريخ کان اڳ جي وسندي جا آثار آهن. هن جي ڪوٽائي ٿيڻ گهرجي.

**ماڳ جو نالو: شاهبندر جامع مسجد**

ماڳ جو دور: اسلامي دور

ماڳ جو هنڌ: شاهبندر

احوال: هن مسجد شريف ۾ نبي اڪرم صہ جو وار مبارڪ، بادشاهه پير (شيخ عبدالقادر جيلاني رحہ) جي ٽوپي ۽ ڏنڊڻ مبارڪ رکيل هو.

**ماڳ جو نالو: شاهپور جمالي دڙو**

ماڳ جو قسم: دڙو

ماڳ جو دور: 6 صدي عيسويءَ کان 11 صدي عيسويءَ تائين

ماڳ جو هنڌ: شهدادڪوٽ ڳڙهي خيرو. روڊ تعلقو شهدادڪوٽ، ويجهو ڳوٺ ديدار جمالي.

هي ماڳ اتر ڊگهائي ڦاڪ ۾ "10 '54 $^{0}$27 ڊگريون ۽ اوپر ويڪرائي ڦاڪ ۾ "30 '56 $^{0}$67 ڊگرين تي موجود آهي. هي دڙو چورس 200x200 ميٽرن جي ماپ رکي ٿو. جڏهن ته اوچائي 11 ميٽر اٿس. هتان لڌل وٿن مان اندازو لڳائي سگهبو ته هي ڪا بستي آهي جنهن تي 6 صدي عيسويءَ کان 11 صدي عيسويءَ تائين آبادي هئي. هي دڙو هن وقت مقامي ڳوٺاڻا قبرستان طور استعمال ڪن ٿا. ڪوٽائي ٿيل ڪونہ آهي. برسات ۾ مقامي ماڻهو ٺڪر جا ٽانوَ، ٺڪر جا رانديڪا، ۽ ٽامي جا ڪٽيل سڪا لهن ٿا. سڪا اسلامي دور سان واسطو رکن ٿا.

**ماڳ جو نالو: شاهہ جو ڪوٽيڙو**

ماڳ جو هنڌ: هي ماڳ ڪجور ماڳ کان ست ڪلو ميٽر ڏکڻ اوپر باراڻ نئن جي اوپر ۾ ڪاہي پاسي آهي.

ماڳ جو دور: پاهڻي ڏاتو دور

وصف: هوٿياڻي جبل کان هڪ چشمو ماڳ جي پرسان لنگهي ٿو. ماڳ مخروطي شڪل جو آهي.

احوال: ڪجور ۽ ٽاٽو عارب جي وچ تي ۽ رستي جي اوپر ۾ اٽڪل اٺ فوٽ اتاهون ماڳ آهي. هتي پٿر جا پتا، پتين جون پيڙهيون، ۽ گول لَسا پٿر مليا_ بہ تجرباتي کڏا کوٽيا ويا، جن مان مليل ٺڪرانو ڳاڙهي تي ڪارو آهي. هتان ٽامي جي چوڙين جا ٽڪرا، چيٽي ۽ ٻاڻ جو ڦر، ونڊيل ٺڪر، سنگ جي ڪوپي جا چوڙا، ٺڪر جا رانديڪا ٺڪر جون ڳٺايون ٿالهيون، وغيره مليون آهن.

More Books Visit : www.iqbalkalmati.blogspot.com



**ماڳ جو نالو:** **شاهه حسين جو روضو**

ماڳ جو قسم: مقبرو

ماڳ جو دور: مقامي ماڻهن جي روايت موجب شاهه حسين 30 – 815 هجريءَ ۾ وفات ڪئي. پر مقبرو 1914ع ۾ ٺاهيو ويو آهي.

ماڳ جو هنڌ: ڳوٺ ۽ ديهه شاهه حسين، تعلقو ۽ ضلعو نوابشاهه. هن جي اولهه ۾ 1 ڪلو ميٽر پنڌ تي درمحمد ڏاهريءَ جو ڳوٺ، هن جي اتر ۾ هڪ ڪلو ميٽر پنڌ تي چام صاحب جو ڳوٺ، اتر ۾ ڳيچاڻيءَ جو ڳوٺ. نوابشاهه شهر جي ڏکڻ اولهه ۾ 34 ڪلو ميٽرن جي پنڌ تي. هي ماڳ اتر ڊگهائي ڦاڪ ۾ "42 '12 °26 ڊگريون، اوڀر ويڪرائي ڦاڪ ۾ "34 '34 °68 ڊگرين تي آهي. قبو 90 . 4 ميٽر ڊگهو، 90 . 4 ميٽر ويڪرو ۽ 7 ميٽر اوچو آهي. هن جي اڏاوت ۾ پڪيون سرون، گارو گچ سمينٽ ۽ چن استعمال ٿيل آهن. مقبرو چورس اڏاوت جو آهي. لنگهه اپرندي طرف نوڪدار ونگائين ڪاٺ جي دروازي سان آهي. دروازي جي مٿان ٻه پانيل مستطيل ۽ ٻه چورس طاقن وانگر ٺهيل آهن. چئني پاسي ان قسم جا مستطيل ۽ چورس پانيل ٺهيل آهن. ٻيڙ ٻنو ڇت جي مٿان پڪين سرن جو ٺهيل آهي. ان تي ڪنگرن جون قطارون آهن. نيلون هر ڪنڊ تي لڳل آهن. گنبذ گچ تي چوڏاري ڪنگرا ٺهيل آهن. ان تي گول گنبذ آهي جنهن جي مٿان ابتو ڪنول گل. ان جي مٿان ڪاشيءَ سان ٺهيل ڪلسو لڳل آهي. مقبرو ٻاهران پلستر ٿيل آهي. اندر مقبري جي پٽين تي چوڪور ۽ مستطيل پانيل ٺهيل آهن. ٻه دريون هرهڪ اتر ۽ ڏکڻ پاسي ٺهيل آهن. بزرگ جي قبر ڪٽهڙي ۾ بند ٿيل آهي، جيڪو ڪاٺ جو ٺهيل آهي. گنبذ اندران چن سان پوچي ٿيل آهي. باقي اندريون حصو سائي رنگ جي پينٽ ٿيل آهي. مقبرو سني حالت ۾ آهي.

**ماڳ جو نالو:** **شاهه رُخ ميرزا جي قبر**

ماڳ جو قسم: قبر

ماڳ جو دور: 992 هجري

ماڳ جو هنڌ: ميرزا باقيءَ جي قبرستان ۾ ـ ميرزا باقي جي قبر جي پرسان مرزا شاهه رخ، ميرزا باقيءَ جي دور ۾ نصرپور جو صوبيدار هو. ميرزا باقيءَ کي تمام گهڻو پيارو هو. ايترو پيارو جو سندس مرڻ جي خبر تي پوڻ ديوانو ٿي پيو. جڏهن خبر آيس ته محل جي عورتن جا ٿڻ ڪپائي ڇڏيائين. سندس سٿڻ ۾ ٻليون وجهي ديوانگيءَ جو مظاهرو ڪيائين. صوبيداريءَ دوران ساڻس علي شير ڪوڪوبه گڏ رهيو. سندس قبر ميرزا باقيءَ جي پڪ ۾ آهي. قبر جي پيراندي کان پنجن خانن جو ڪتبو آهي.

وفات يافت مرحوم مغفور
الواصل الوا جوار الملک
السبحان شاهزاده شاه رخ خان بن مرحوم
سلطان دوران ميرزا
محمد باقي ترخان
بتاريخ سنه 992 هجري

لوڙهه تي قرآني آيتون اکريل آهن. قبر پيلي پٿر جي آهي. ميرزا شاهه رخ ميرزا باقي جو فرزند هو.

More Books Visit : www.iqbalkalmati.blogspot.com



**ماڳ جو نالو:** **شاهه ڪبير جي مزار**

ماڳ جو دور: سما دور

ماڳ جو قسم: مزار

ماڳ جو هنڌ: جوڻ شهر ۾.

هي بزرگ شاهه ڪبير ولد شاهه جلال، ڄام ننڍي جي دور ۾ گذاري ويو. هي بزرگ روايتن موجب سنڌ جي مشهور سپهه سالار دولهه درياخان جو والد هو. جڏهن سندس وفات ٿي ته سندس پٽ قبول شاهه ننڍڙو هو. يتيم هئڻ ڪري خيرپور گنبي جي طرف آيو ۽ رانوڙن ۾ اچي گابار ٿي بيٺو ۽ اڳتي هلي دولهه درياخان جي نالي سان مشهور ٿيو.

(اهڙي ڪابه ثابتي تاريخ مان ڪانه ٿي ملي ته اها مزار واقعي به دولهه درياخان جي والد جي آهي. ليکڪ)

**ماڳ جو نالو:** **شاهه ڪپور**

ماڳ جو قسم: دڙا

ماڳ جو دور: سومرا دور

ماڳ جو هنڌ: ديهه شاهه ڪپور، تعلقو جاتي ضلعو ٺٽو

احوال: ماڳ ڏيڍ ڪلو ميٽرن ۾ ڦهليل آهي، آثار اڌ ڪلو اتر- ڏکڻ ديگهه ۾ ۽ ڪلو ميٽر کن ڏکڻ- اولهه ۾ بدين سجاول روڊ سان ڏسبا. ماڳ تي کيترين ئي جاين جا ڊٺل آثار ڏسبا جيڪي ڳاڙهن پڪن جي روپ ۾ آهن ۽ مختلف ماپن جا آهن. هڪ شاهي عمارت جا آثار ٻڌائين ٿا ته اها انتظامي عمارت رهي هوندي. لڌل وٿن ۾ پٿر، ٺڪرائون، شيشي جا ٽڪرا، ٽامي جا سڪا، ۽ گهريلو استعمال جي ٺڪرجون شيون مليون آهن. هي سومرن جي دور جو ماڳ آهي. تاريخ ۾ تختگاهه طور اچي ٿو.

**ماڳ جو نالو:** **شاهه قاسم بيگلار**

ماڳ جو هنڌ: توڪري قبرستان لڳ نصرپور

ماڳ جو قسم: مزار

ماڳ جو دور: ارغون ترخان

احوال: امير شاهه قاسم بن ابوبيگ بن چوچڪ بيگ سمرقند جو وينل سادات هو. ارغونن سان ناناٽو ناتو هيس. تاريخي لحاظ کان اهو زمانو همايون ۽ شيرشاهه سوريءَ جي ويڙهه وارو هو. جڏهن همايون شڪست کائي سنڌ تي ڪاهيو. جوڻ وٽ شاهه حسن ارغون ۽ همايون جي فوجين وچ ۾ ويڙهه ٿي، جنهن ۾ شاهه قاسم بيگلار قتل ٿي ويو. هي سن 950 هجريءَ جو واقعو آهي.

**ماڳ جو نالو:** **شاهه لطيف راڪ ولا**

ماڳ جو قسم: عمارت/ رهائشي

ماڳ جو دور: انگريز دور

ماڳ جو هنڌ: ديهه ٽاڻو بولاخان شهر ٽاڻو بولاخان.

هيءَ رهائشي عمارت انگريزن جي دور جي ٺهيل آهي. جنهن ۾ ڪافي ڪمرا، سُومنگ پول ۽ ورانڊا آهن. هن وقت مڪيه عمارت جي هڪ ڪنڊ ۾ واقع حصو روپا ٻائي نالي اسپتال طور ڪم اچي ٿي. هن ۾ پيل گهرو سامان جهڙوڪ فرنيچر

More Books Visit : www.iqbalkalmati.blogspot.com



وغيره به ان دور جو آهي. هن جو اصل مالڪ دولت مهتاڻي هو. هاڻي هن جو مالڪ موهن منگلاڻي آهي. ڇتين ۾ لوهه استعمال ٿيل آهي. ڇڱي وڏي عمارت آهي جيڪا سٺي نموني سنڀالي وئي آهي. هيءَ عمارت نئين ڊيسوئي جي ڪپ تي آهي. هي عمارت ڏيڍ ايڪڙ جي ايراضي والاري ٿي.

**ماڳ جو نالو: شاهه علي / شاهل محمد ڪلهوڙي جو قبو**

ماڳ جو قسم: مقبرو

ماڳ جو دور: ڪلهوڙن جي صاحبي

ماڳ جو هنڌ: قبر ڪان اوڀر طرف ديهه ايلچي، تپو رانو نتي ڳوٺ شاهل محمد_ گهاڙ واهه جي ڪپ تي 6 . 11 ڪلو ميٽر لاڙڪاڻو قنبر روڊ ۽ 4 . 3 ڪلو ميٽر لنڪ روڊ اتر طرف روضي ڏانهن مفاصلو آهي. ميان شاهل محمد پنهنجي پاءُ ميان الياس محمد ڪان پوءِ تخت ڏٺي ٿيو. ميان شاهل محمد گهاڙ واهه نالي هڪڙو واهه کيرايو هو. جنهن ڪري هن جي مقامي ابڙن ۽ سانگين سان هڪ ڪان وڏيڪ پيرا جنگ لڳي. انهيءَ قسم جي هڪ جنگ ۾ پاڻ سان 1657ع ڌاري شهيد ڪيو ويو هو. گورنر جو بکر به سندس وڏو مخالف هو.

مقبري جي چوڌاري ڪنگرن سان پٽ 6 . 8 فوٽ اوچي آهي. حاطي جي پٽ ۾ اولهه طرف پانيلن سان دروازو، جنهن تي ڪڻ ونگون (Recessed Arch) ٺهيل آهن. ڪي ڪڻ بعد ۾ ٺهيل لڳن ٿا. حجري ڪان وٺي ٻاهرين دروازي تائين فرش پڪين سرن جو آهي. مهاڙي جي وچ تي 6 . 13 فوٽن جي ونگ ڏنل آهي. مقبري جي اوچائي فرش ڪان مٿي ڪانس (cornice) تائين پر ٻيڙ ٻني (Parapet) ڪان هيٺ 17 فوٽ آهي؛ پر جي اٺڪنڊين برجين سميت ماپ ڪبي ته 10 . 21 فوٽ بيهندي. روضي ڪي هاڻي به در هڪ اوپر ۽ ڏکڻ ۾ آهن. ٻاهرين پٽ جي اپرندي طرف دالان ٺهيل آهي، جنهن جي ڇت پٿين ۽ ڪامن تي ٻڌل آهي. روضي ڪي دروازو اوپر ۽ ڏکڻ ۾ ونگن سان ۽ چوڪاٺ ڪاٺ جو ٺهيل آهي. دروازي واري ونگ 5. 6 فوٽ ويڪري ۽ روضي جي حجري واري دروازي جي وچ تي ٺهيل آهي. ٿلهي تي ٻه قبرون آهن. اولهه واري قبر ميان شاهل محمد ڪلهوڙي جي آهي، جڏهن ته ٻي سندس پٽ شاهه حسن جي چئي وڃي ٿي. اڏاوت جا انگ (Features) اندر به گهڻ وڏ ڪري ساڳيا رکيا ويا آهن. ڪنڊن وٽ ڪنڊ_ جوڙ (squinch) ٺاهي ان جي مٿان اٺڪنڊو ڳچ، گنبذ ٺهيل آهي. گنبذ گول ٺهيل آهي. ڪنهن وقت 1977ع ڌاري ان جي سطح ڪسي هئي، پر (1955ع) پوءِ ڪان ان کي ڦاڪدار ڪيو ويو آهي. ڳچ (Drums) ۽ گنبذ تي خوبصورت ٽائلس جو ڪم ٿيل هو، پر 1955 ۾ جڏهن ماڳ کي ٻيهر ڏٺو ويو ته خوبصورت سرن جي جاءِ تي گنبذ تي ساوا ۽ آسماني رنگ جا ڏاءَ نڪتل هئا، جنهن ڪري روضي جي خوبصورتي متاثر ٿي آهي. ڳچ جي هر ڪنڊ تي ڪلس ٺهيل آهي، جيڪي خوبصورت ٽائلس جا آهن. فرش ڪان وٺي اندر گنبذ تائين ماپ 6 . 30 آهي. اندران اندر روضو 6 . 15 فوٽن جو آهي. گنبذ جي چوٽيءَ وٽ فانوس آهي. روضي جي ڪل ماپ هيٺان ڪان مٿي تائين 35 فوٽ فوج بيهي ٿي. هن جي اوپر ڏکڻ ۾ چاڪر ڪهاوڙ جو مقبرو ٺهيل آهي. هي مقبرو ميان غلام شاهه ڪلهوڙي جو ٺهرايل آهي.

هي ماڳ اتر ويڪرائي پاڪ "20 '36 °27 ڊگريون ۽ اوپر ڊگهائي ڦاڪ "00 '05 °68 ڊگرين تي موجود آهي.

**ماڳ جو نالو: شاهه مصراڻيءَ جو مقبرو**

ماڳ جو قسم: مقبرو

ماڳ جو دور: ميرن جي صاحبي (1843_ 1783) دوران ٺهيل

ماڳ جو هنڌ: ڳوٺ فيض محمد پلي_ ديهه ڪنڌو واڍو، تعلقو دولتپور ضلعو نواب شاهه. هن جي ڏکڻ ۾ ننديو

More Books Visit : www.iqbalkalmati.blogspot.com



ڪنڌو ڳوٺ، بڃاءُ بند ۽ ڇَرَ جو ڳوٺ اولهه ۾ هڪ ڪلو ميٽرن جي پنڌ تي آهي، خان محمد پليءَ جو ڳوٺ اتر ۾، دولتپور جو شهر ٻن ڪلو ميٽرن جي پنڌ تي اولهه ۾، ۽ شاهه مصراڻي جو قبرستان اڀرندي طرف اٿس. هي ماڳ 28 28 26 ڊگريون اتر ۾ 58 67 55 ڊگريون اوڀر ۾ آهي. هن مقبري جي اڏاوت ۾ پڪيون سرون، گل گارو، گچ گارو ۽ بهه استعمال ٿيل آهن. مقبري جي ڊيگهه 80 . 5 ميٽر اتر ڏکڻ، 80 . 5 ميٽر اوڀر اولهه ۽ اوچائيءَ ۾ 50 . 8 ميٽر آهي. هي رٿ ۾ چورس آهي. شاهه مصراڻي جي قبي جي اڏاوت تمام سادي آهي. لنگهه ڏکڻ ۾ ڏنل اٿس. مهاڙي توڙي ٻيا پاسا ڪنهن به سجاءَ کان خالي آهن. نئون دروازو لڳايو ويو آهي. مٿي ڪنڊن تي برجيون آهن. مهاڙي وٽ چار برجون ۽ اولهه پاسي به برجون، مهاڙي وٽ ٻيڙ ٻنو ڏنل آهي. ڳچ تي گول گنبذ اڏيل آهي. جنهن جي مٿان ڪوٺيءَ جو ابتو گل ان جي مٿان ڪلس ڪاشيءَ جي آهي. هن قسم جو گنبذ اوائلي اڏاوتن مان، خالد وليد جي مقبري تي ٺهيل آهي، جيڪو ملتان ۾ آهي ۽ شهاب الدين غوري جي دور جي اڏاوت چئي وڃي ٿي. مقبري تي بعد ۾ پوچي ٿيل آهي ۽ پچيون به سيمنٽ سان پوءِ جون لڳل آهن. ٻاهرين ديوار به چوڌاري پوءِ جي ڪنيل آهي. هي اندر به اهڙو ئي سادو آهي. رڳو ديوارن تي ونگاوان پانيل ٺهيل آهن. اندران گچ گارو ٿيل آهي. هن وقت مقبرو چڱي حالت ۾ آهي جو مقامي ماڻهو ان جي مرمت ڪرائيندا رهن ٿا.

**ماڳ جو نالو:** **شاهه مراد جي مزار**

ماڳ جو دور: 893 هجري

ماڳ جو قسم: مزار_ قبرستان

ماڳ جو هنڌ: شاهه مراد جي قبر مڪلي تي شاهه مراد قبرستان ۾.

سندس اصل نالو محمد حسين ولد سيد احمد ولد سيد محمد شاهه 831 هه ۾ ڄائو. اصل قنڌاري هئا. جڏهن ساموئي پهتا ته سندن ملاقات شيخ عيسيٰ برهانپوريءَ جي مدرسي ۾ قاضي نعمت الله عباسي سان ٿي، جنهن پنهنجي نياڻيءَ جو سنگ (بيبي فاطمه) سيد محمد شاهه جي فرزند کي ڏنو. سيد محمد شاهه ساموئي مان موٽي سيوهڻ ۾ وڃي رهيو، جتي وفات ڪيائين. سندس والد احمد شاهه وري ٺٽي ۾ اچي رهيو. سيد احمد کي سيد علي اول، سيد شريف، سيد جعفر ۽ سيد محمد حسين ۽ به نياڻيون هيون. محمد حسين عرف شاهه مراد سيڻ ۾ ننڍو هو. اهو ڄام فتح خان بن ڄام سڪندر سمي جو زمانو هو. شاهه مراد 25 سالن جي ڄمار ۾ پنهنجي ناناڻن مان شادي ڪئي. 62 ورهين جي ڄمار ۾ وفات ڪيائين. سندس جنازي نماز ڄام ننڍي پڙهائي.

سندس گورستان پير مراد شيرازي جي قبرستان جي نالي سان مشهور آهي. شيخ حسين صفاتي جي مزار، پير مراد جي پيراندي کان آهي، سيد محمد انجوي ۽ سندس پٽ احمد متوفي 845 هجري، اتي دفن آهن. شاهه مراد جو خطاب خانو، بيبي فاطمه (سندس والده متوفي 836 هجري) شاهه عبدالصمد (متوفي 968 هجري) جون قبرون هتي آهن.

**ماڳ جو نالو:** **شاهه مسڪين جو مقبرو**

ماڳ جو دور: 1228 هجري

ماڳ جو قسم: مزار

ماڳ جو هنڌ: غلہ بازار ٺٽو

مسڪين شاهه، ديندار ۽ مرزا باقي جو تمام پيارو ماڻهو هو. پورچوگيزن جڏهن ٺٽي کي ڦريو ۽ ٻاهيون ڏنيون ته مسڪين شاهه مارجي ويو. سندس مزار گلہ بزار ۾ آهي. 1228 هجريءَ قلات جي هڪ اهلِ خير بزرگ هي مزار ٺهرائي. مرمت

More Books Visit : www.iqbalkalmati.blogspot.com



ٿيندي پئي اچي. هرسال اتي ميلو لڳندو آهي. درگاهه جي ڏاکڻ ۾ دروازو بازار مان آهي. بزرگ جي مزار هڪ ڪاٺ جي خوبصورت ڇتيءَ هيٺ عمارت اندر آهي. سندس خاص مريد سيد خاڪي شاهه جي مزار به سندس برابر ۾ آهي.

**ماڳ جو نالو: شاهه ننڌل جو دڙو**

ماڳ جو قسم: دڙو

ماڳ جو دور:

ماڳ جو هنڌ: جهڪر جي دڙي کان 5 ميل اتر طرف ۾ ڳوٺ آريجا کان هڪ ميل اولهه ۾ ڏکڻ ۾.

احوال: ملندر وٽن مان لڳي ٿو ته جهڪر جو هم عصر آهي. کوٽائي ڪانه ٿي آهي. دڙي تي شاهه ننڌل جي قبر آهي.

**ماڳ جو نالو: شاهه يقيق جي درگاهه**

ماڳ جو قسم: مزار

ماڳ جو دور: اسلامي دور

ماڳ جو هنڌ: چوهڙ جماليءَ کان لاڏيون ويندي، چوهڙ جماليءَ کان 3 ميل تعلقو شاهبندر

احوال: بزرگ جا مريد ڪراچي، ملبار، ڪڇ ۾ ڪاٺياواڙ کان اچن ٿا. بزرگ اچ جو بخاري سڏجي ٿو. ميين عثمان جو هم عصر هو. بزرگ لاءِ مشهور آهي ته ڪيس شهيد ڪيو ويو هو. سندس پيائر به سندس پرسان دفن ٿيل آهن. ڪوبه ڪتبو، سن وغيره لڳل ڪونه آهي. هر مهيني جي پهرين تاريخ تي ميلو لڳندو آهي.

**ماڳ جو نالو: شرفاءُ خان جو مقبرو**

ماڳ جو قسم: اڏاوت/ مقبرو

ماڳ جو هنڌ: مڪلي، ضلعو ٺٽو

ماڳ جو دور: ترخان دور 1638 ع

احوال: مقبرو 1638ع ۾ تعمير ٿيو. ان وقت شرفا خان زنده هو. شرفاخان مير عليڪ خان ارغون جو پوٽو ۽ نواب امير خليل خان جو 1644ع تائين وزير هو.

هي مقبرو حاطي اندر، وچ تي ٺهيل آهي. هن وقت ان حاطي جون پٿيون بيهر جوڙايون ويون آهن. پر اولاهين پٽ جا ڪجهه اصل آثار بيٺل آهن. حاطي ڪي هن وقت هڪ جديد دور جو دروازو ڏکڻ ۾ لڳل آهي. حاطي جي اولاهين رهيل پٽ تي مسجد جا آثار آهن. اها مسجد حاطي جي ڪنڊ وٽ آهي، جنهن جو محراب ٻاهر نڪتل ۽ ان جي ٻي ٻانهين تي ونگن وارا چار پانيل ٺهيل آهن. انهن پانيلن تي ۽ پانيلن جي وچ وارين پٽين تي نقش نڪتل آهن. گهٽو ڪري نيري ڪاشي واريون سرون ڪتب آندل آهن. ساڳيون ڪاشيءَ جون سرون محراب جي واڏوڙي تي لڳل آهن.

اصل مقبرو سرن جي پليٽ فارم تي ٺهيل آهي. جيڪو رٽ ۾ چورس آهي. هن مقبري جون ڪنڊون ٻين مقبرن وانگر مسطح (Champered) ڪونه آهن؛ جيئن سلطان ابراهيم جو مقبرو وغيره. گول منارا ڪنڊن ٺهيل آهن، جن ۾ اندر ڏاڪا مٿي چڙهڻ لاءِ ٺهيل هئا. انهن ئي ڪنڊن واري ٿوري گهٽي تبديلي ڪري هي مقبرو ٻين مقبرن کان مختلف ٿو نظر اچي، نه ته سلطان ابراهيم جي مقبري جهڙو آهي. جيئن ان زماني جي روش هئي گنبذ ڳچ (Drum) گول آهي، جنهن جي ڪنڌي (Collar) تي نيريون ڪاشيءَ جون سرون لڳل آهن. گنبذ مخطروطي (Conical) نموني جو آهي. ان جي مٿان لڳل ڪلسو ٽٽي پيو آهي. پٽين

More Books Visit : www.iqbalkalmati.blogspot.com



تي هلڪي نيري رنگ جو ڌارون نڪتل آهن. پر اهي هاڻي پنهنجو زيب وڃائي چڪيو آهن. لنگهه وٽ چار ونگون ٺهيل آهن. پر اصل وڏي ونگ وٽان لنگهه جو پٿر جو چوڪٺ لڳل آهي. جنهن تي قراني آيتون اڪريل آهن. ونگن ۽ پانيلن تي بہ ڪاشيءَ جو سنو سينگار ٿيل آهي. اندر بہ مقبرو چورس آهي. پر جوڙ ڪندون ڏيڍ سان انڪندو نظر اچي ٿو.

مقبري ۾ اندر هيٺ فرش تي ڪل ست قبرون آهن. مڪيہ قبر جنهن تي تاج ٺهيل آهي. سا شرفاء ڪان جي هوندي. اها قبر هڪ ٿلهي تي. ٿلهي ڪي پٿرائون لوڙهو ڏنل آهي. ان لوڙهي تي بہ گل چٽ نڪتل آهن. بني تي ڪلمو پاڪ ۽ ڪجهہ فارسيءَ جون لڪتون ملن ٿيون.

هنري ڪزنس هن اڏاوت ڪي 1871ع ۾ ڏٺو ۽ پنهنجي ڪتاب سنڌ جا قديم آثار ۾ نوٽ لکيو اٿس. گنبذ مخروطي ان جي مٿان تاج لڳل هو، پر هينئر ڪونہ ٿو ملي. پٽين تي ٽڪي ۽ هلڪي نيري رنگ واري ڪاشيءَ جي سرن جو استعمال گهٽو آهي. وڏين ونگن سان چار لنگهه جا دروازا آهن. پر رڳو ڏکڻ واري سنگي چوڪاٺ ۾ لڳل دروازي جي مٿان پانيلن تي قرآني آيتون درج ٿيل آهن. ۽ پانيل بہ نقش ٿيل آهن.

فرش تي ڪل ست قبرون آهن. مڪ قبر جي بنيءَ تي وڏو تاج مهاڙي تي لڳل آهي ۽ ڪٽهڙي ۾ بند آهي. سا شرفاخان جي قبر چئي وڃي ٿي. بني تي ڪلمو پاڪ ۽ ٻيون قرآني آيتون لکيل آهن. قبر پٿر جي آهي.

**ماڳ جو نالو:** **شِلي ماڳ**

ماڳ جو قسم: بٺي

ماڳ جو دور: ڏاتو پاهڻي دور

ماڳ جو هنڌ: ديهہ ريڪ تعلقو ٿاڻو بولاخان ضلعو ڄامشورو. اتر ويڪرائي ڦاڪ 25°36'02'' ۽ اوڀر ويڪرائي ڦاڪ 67°36'55'' ۾ موجود آهي.

بٺي ڪي اوپر ۾ لاهي آهي. انهيءَ لاهيءَ ۾ ڪجهہ ثقافتي وٿون ملن ٿيون جيڪي ڏاتو پاهڻي دور جون آهن. هي دڙو عاقلاڻي مقام جي پرسان آهي. ملندڙ وٿن ۾ پٿر جون ڪورون ۽ پتا، جيڪي ٻڌائين ٿا تہ اها پاهڻي دور جي اوزارن ناهڻ جي فيڪٽري هوندي. جتي ويهي اوائلي انسان پنهنجي ضرورت جا اوزار ٺاهيا آهن. هن ماڳ تي تفصيلي ڪم جي ضرورت آهي. هي ماڳ حاڪم علي شاهہ بخاري ۽ بدر ابڙي صاحب طرفان ڊاڪٽر ڪليم لاشاري صاحب جي حڪم هيٺ سال 2005 ۾ ڏٺو هو. اميد تہ تفصيلي ڪم جلد پڌرو ٿيندو. هن ماڳ جي ماپ 130 ميٽر آهي. جتي وٿون مليون آهن. هن ماڳ جو ذڪر مجمدار صاحب ڪونہ ڪيو آهي.

**ماڳ جو نالو:** **شهدادخان جو قبو**

ماڳ جو قسم: مقبرو

ماڳ جو دور: ڪلهوڙن جي صاحبي

ماڳ جو هنڌ: ميان نورمحمد جو قبرستان، ڳوٺ ۽ ديهہ ميان نورمحمد تعلقو دولتپور ضلعو نواب شاهہ. هن جي ڏکڻ ۾ اٽڪل هڪ ڪلو ميٽر جي پنڌ تي نم جو ڳوٺ، هن جي اوڀر ۾ هڪ ڪلو ميٽر جي پنڌ تي لنڊڪي ڪئنال وهي ٿو. مقيم ڏاهريءَ جو ڳوٺ اٽڪل ٽي ڪلو ميٽر اولهہ ۾ ۽ موري جو شهر هتان ڪان 16 ڪلو ميٽرن جي پنڌ تي آهي. هي ماڳ اتر ويڪرائي ڦاڪ 26°32'50'' ۽ اوڀر ڊگهائي ڦاڪ 68°4'8'' ڊگرين تي موجود آهي. هن مقبري جي ماپ ڊيگهہ ۾ 7.90 ميٽر ۽ ويڪر ۾ 6.30 ميٽر ۽ اوچائيءَ ۾ 5.50 ميٽر آهي، رٿ ۾ هيءَ اڏاوت مستطيل آهي. اڏاوت مهل پڪيون سرون، گچ گارو ۽ چن

More Books Visit : www.iqbalkalmati.blogspot.com



استعمال ٿيل آهي. لنگهه اپرندي طرف ڪمانن سان نهيل آهي. مهاڙي تي مستطيل پانيلن تي مُهندسي (Geometrical) ليڪون ۽ گهڻ راسيون نهيل آهن. چارئي پاسا هڪجهڙا سينگاريل آهن. پيڙ_ پنن (Parapet) تي ڪنگرن جا نشان موجود آهن. جڏهن ته هر ڪنڊ تي پڳل برجيون موجود آهن. ڇت تي گنبذائين ڪونه آهي، پر محرابي ڇت (vaulted roofing) آهي. هن هڪ_ ڪري اڏاوت (Anagonal Arch) جي چوٽيءَ تي به ٿوڙي ٿوري وٿي تي ڪوٽيءَ جا گل ابتا ۽ ان جي مٿان ڪلس ٺهيل آهن. ان قسم جي محرابي ڇت (Vaulted roof) جيڪب آباد ۾ عالم شاهه مسجد، نواب شاهه ۾ امير علي شاهه جو مقبرو، لاڙڪاڻي ۾ دائو جا قبا ۽ دادوءَ ۾ ميان نصير محمد ڪلهوڙي جي قبرستان ۾ به ملي ٿي. مقبري جو ٻاهريون حصو گچ گاري سان لِتل آهي. اندر هر پاسي پانيلن تي اونها گهڻ_ راسا ونگ ڏنل آهن، سواءِ اپرندي ديوار ۾ لنگهه وٽ، جتي ٻن پانيلن تي اونهيون (Deep) راسيون نهيل آهن. ائين چوڏاري پانيلن ڪان مٿي به سڌيون ۽ انگڙ ونگڙ گهڻ راسيون نوٽ ڪيون ويون آهن. اندر ٻن قبرن تي گچ گاري جي لنب (plaster) ٿيل آهي.

| | |
|---|---|
| **ماڳ جو نالو:** | **شهدادخان جي ديري ۽ ٻارن جو قبرون** |
| ماڳ جو قسم: | اڏاوت تجر |
| ماڳ جو دور: | ميرن جي صاحبي |
| ماڳ جو هنڌ: | مير عباس علي خان جي مقبري جي اتر ۾ |

هي تجر جنهن جي ماپ اتر ڏکڻ 31 فوٽ ۽ اوڀر اولهه 24 فوٽ ٿيندي، جنهن ۾ مک قبر ماربل جي پٿر جي ڪٽهڙي سان، جنهن تي اکر تي ڪم ٿيل آهي. اوڀر طرف 7 قبرون آهن جيڪي پڪ سرايون آهن، سي ٻارن جون آهن. اولهه طرف سيمنٽ جي نهيل وڏي قبر آهي هتي ڪل 9 قبرون آهن. تجر کي ڪنگرا ڏنل آهن.

| | |
|---|---|
| **ماڳ جو نالو:** | **شهيدن جو قبو/ حافظ شهيد جو مقبرو** |
| ماڳ جو قسم: | اڏاوت |
| ماڳ جو دور: | ڪلهوڙن جي صاحبي |

ماڳ جو هنڌ: ديهه ۽ ڳوٺ بلاول ماڙي، تعلقو سڪرنڊ ضلعو نواب شاهه. هي مقبرو شهيدن جي مقام جي وچ تي آهي. بلاول ماڙي جو ڳوٺ اوڀر ۾ اڌ ڪلو ميٽر، اتر ۾ بڏي ماڙيءَ جو ڳوٺ اڌ ڪلو ميٽر، نيشنل هائي وي هتان ڪان تي ڪلو ميٽر اتر ۾ آهي. جهنگلي ٻوٽا ۽ ڪنڊا هن مقبري کي ورائي ويا آهن. هي ماڳ اتر ويڪرائي ڦاڪ 26° 11' 55'' ڊگريون ۽ اوڀر ڊگهائي ڦاڪ 68° 9' 48'' ڊگرين ۾ واقع آهي. هي مقبرو 5 ميٽر ڊگهو، 5 ميٽر ويڪرو ۽ ست ميٽر اوچو آهي. پڪيون سرون (24x17x4 س_ م) ۽ (23x15x5 س_ م) گارو، ۽ بهه وغيره اڏاوت ۾ استعمال ٿيل آهن. لنگهه وارو دروازو سينگاريل ڪمانن سان اوڀر ۾ آهي. چئني پاسي ٻاهران سڌا ۽ اُڀا پانيل جوڙيل آهن. گنبذ وڏو ۽ ان جي مٿان ڪوٽيءَ جو ابتو گل ۽ ان جي مٿان ڪلس نهيل ڏنل آهي، جيڪا ٽٽي پئي آهي. گنبذ، گِچَ (Drum) جي مٿان نهيل آهي، جيڪو اٺڪندو آهي، جنهن ۾ چار روشندان نهيل آهن ۽ چن سان لنبيل آهي. چن جي لنب ڪن حصن تان اکڙي وئي آهي. اندر پيتين کي ڪڻ_ ونگون Recessed) (arch ۽ مستطيل پانيل نهيل آهن. هر ڪنڊ تي ڪنڊ جوڙ ناهي چوڪنڊي ڪمري کي اٺڪندو ڪري گچ ناهيو ويو آهي. گچ اندران لنبيل آهي ۽ ڪنڊ جوڙ به نقش ٿيل آهن. باقي مقبري جون سرون اندران ٽوڙي ٻاهران ظاهر ڀينيون آهن. هڪ قبر وچ مقبري ۾ نهيل آهي. هن وقت مهاڙي وٽ مقبري ۾ ڏار پئجي چڪا آهن. هينين حصي جون سرون سم ڪلر جي ڪري ڳري پيون آهن. مناسب مرمت جي ضرورت آهي.

More Books Visit : www.iqbalkalmati.blogspot.com



**ماڳ جو نالو:** **شهيدن جو مقام**

ماڳ جو قسم: قبرستان

ماڳ جو دور: ڪلهوڙا دور

ماڳ جو هنڌ: نئين ديري ضلعي لاڙڪاڻي جي اوڀر

احوال: هي مقام 60 کن جريبن تي پکڙيل وڏو قبرستان آهي. روايتون ٻڌائين ٿيون ته هتي ڪلهوڙن جي سپهه سالار شاهه بهاري هڪ جنگ وڙهي هئي ۽ گهڻو ڪوس ٿيو هو.

هتي غريب شاهه نالي بزرگ جي مزار آهي، جنهن بابت معلومات ڪانه ٿي ملي، پر هي مقام غريب شاهه جو مقام به سڏبو آهي.

**ماڳ جو نالو:** **شهيدن وارو نيڪرانو**

ماڳ جو قسم: قبرستان ۽ دڙو

ماڳ جو دور: اسلامي ۽ اڳ/ وچون تاريخي دور

ماڳ جو هنڌ: شيربيگ خان مري ۽ ڏيرهه ڳوٺن جي وچ تي تعلقو فيض گنج، ضلعو خيرپور ميرس

هي ماڳ ٻن ٽن ايڪڙن تي ڦهليل آهي، جيڪو قبرستان طور استعمال ٿي رهيو آهي. دڙي جي مٿاڇري تي نڪرانو اسلامي دور جو آهي، ممڪن آ هيٺ ڪوٽائيءَ سان سنڌو تهذيب جي ڪا وٿ ملي. سيد علي ۽ سيد محمد شفيع جون مزارون به هتي آهن. سندن باري ۾ ڪا به معلومات ميسر ڪونه آهي. ماڻهو زيارت لاءِ اچن ٿا. هن دڙي تي ڪجهه اڏاوتن جا نشان به ملن ٿا. ممڪن آ ويجهي دور جي ڪا بستي هجي. پرسان کوهه به کنيل آهي جيڪو کهنو معلوم ٿئي ٿو. ماڳ جي کوٽائي ٿيل ڪونه آهي.

**ماڳ جو نالو:** **شيخ ابو تراب جي مزار**

ماڳ جو قسم: مزار

ماڳ جو دور: سما دور

ماڳ جو هنڌ: گجي جي ڀڪ ۾، سٽڪ کان ڏيڍ ڪلو ميٽر سر ڏکڻ ٿيندو. روضو شاهي سڙڪ تان ڏسڻ ۾ پيو اچي. گجي کان ٺٽو 12 ميل آهي ۽ گجي کان ڪراچي 50 ميل ٿيندي. سٽڪ جي اتر ۾ گجو آهي ۽ ڏکڻ ۾ شيخ جو روضو (مڪلي نامون)

احوال: محمد بن قاسم کان پوءِ سنڌ تي ڌار ڌار گورنر مقرر ٿيندا آيا. بنو اميه جا نواب 93 هجري کان 132 هجري تائين رهيا. بنو اميه جي نوابن کان پوءِ بنو عباسين جي حڪومت شروع ٿي. عباسي خليفي 13 ربيع الثاني 133 هجري، بمطابق 25 ڊسمبر 749 ع تي پنهنجو لشڪر موڪلي بنو اميه جي آخري نواب کي شڪست ڏني. اهڙيءَ طرح بنو اميه جي نوابن چاليهه سال حڪومت ڪئي. عباسين جا نواب سنڌ ۾ 133 هه کان 255 هه هجريءَ تائين رهيا. خليفي هارون الرشيد جي زماني ۾ موسيٰ بن يحيٰ برمڪي سنڌ جو نواب مقرر ٿي آيو، جنهن کي جلد واپس گهرايو ويو ۽ علي بن عيسيٰ بن ماهان کي موڪليو ويو. هن جي ڏينهن ۾ ابوتراب "ترڙيءَ" جو قلعو هٿ ڪيو.

شيخ ابوتراب جو اصل نالو ربيع بن صبيح آهي. تاريخدانن هن کي تبع تابعي ڪري لکيو آهي. عام طور سنڌ ۾ شيخ حاجي ابوتراب جي نالي سان ڄاتو وڃي ٿو. سندس مزار گجي شهر کان ٽي ميل ڏکڻ ۾ ترڙيءَ جي پر ۾ آهي. ڪتبي تي وفات جي تاريخ 171هجري، 788 ع لکيل آهي. انهيءَ حساب سان هي سنڌ ۾ پراڻي ۾ پراڻي مزار تسليم ڪيل آهي. روضو ڄام جوڻي پنهنجي دور ۾ ٺهرايو. سندس مزار جو ڪتبو هن وقت سنڌ ميوزم ۾ پيل آهي. (سنن، تاريخن وغيره ۾ اختلاف نظر اچي ان کي تاريخدان ڏسندا. ليکڪ)

More Books Visit : www.iqbalkalmati.blogspot.com



شيخ ترابي جي مزار جي بلڪل سامهون اتر طرف ۽ ترڙيءَ واري قلعي جي سامهون اولهه طرف هڪ قديم دور جي تحرير ملي ٿي، جيڪا لسانيات جا ماهر چون ٿا ته موهن جي دڙي کان پراڻي آهي.

انهيءَ ڳوٺ کي جنهن ۾ مقبرو آهي، ڪچي ڳوٺ ڪري سڏيو وڃي ٿو، جو ناري ۽ لتي شهر جي برباد ٿيڻ بعد انهيءَ جاءِ تي آباد ٿيو. اِهو ڳوٺ ڪوڙي ڳوٺ (جيڪو رسول آباد يا محمد طور ثانيءَ جي بجاءِ وسيو) جي ويجهو آهي.

گنبذ 171هه ۾ تيار ٿي. (مڪلي نامون)

شيخ قندز راني، لال جوان، پيردادن، قبول حبشي، چتي مشائخ ۽ پير ڪپور جون قبرون شيخ ترابيءَ جي پڪ ۾ آهن.

**ماڳ جو نالو: شيخ ابڙو هالائي جي مزار**

ماڳ جو قسم: اڏاوت/مقبرو

ماڳ جو دور: ڪلهوڙا دور

ماڳ جو هنڌ: هي مقبرو جاتي شهر کان ڇهه ميل اولهه ۾ چوهڙ جمالي رستي کان ٽي ڪلو ميٽر اتر طرف واقع آهي.

هي بزرگ هالائين ۾ جائو ۽ شا جميل گرناريءَ کان فيض حاصل ٿيس. پاڻ سمن جي دور جو درويش ليکجي ٿو. هن صاحب هنگورجن جي ارباب آري سمي جي ڌيءُ سان شادي ڪئي. سندس مقبرو پوءِ ٺهيو ۽ ڪلهوڙن جي دور جي اڏاوت معلوم ٿئي ٿي.

**ماڳ جو نالو: شيخ جيو جي مزار**

ماڳ جو قسم: اڏاوت/ مقبرو 1494ع (ڪزنس)

ماڳ جو دور: سما دور / اسلامي دور

ماڳ جو هنڌ: مڪلي ضلعو ٺٽو

شيخ جيئي جو مقبرو 50x50 فوٽ پڪين سرن جو جڙيل سمن جي دور جو آهي. مقبري جو ٻاهريون ڏيک مڪلي جي جامع مسجد جهڙو آهي. ڇت مٿان گنبذ آهن، جيڪي ديوارن جي مقابلي ۾ ننڍا ۽ غيرمتوازي آهن. ڏکڻ کان ڪاٺ جو داخلي دروازو آهي. مقبري اندر ٻيون به قبرون آهن، جن ۾ ڏکڻ طرف، شيخ جي مزار ٻين کان ٿورو جدا آهي. مقبري جون ديوارون ايتريون بلند آهن جو ٿوري بلنديءَ تان نگاهه ڪرڻ سان، پري کان مقبرو پيو ڏسبو. پوراني ساداتن جو قبرستان مقبري جي اولهه _ ڏکڻ تي پنج سؤ قدمن تي آهي. ديوارون شڪسته ٿي ويون آهن. ديوارن ۾ سوراخ ٿيل آهن. ديوارن تي سڌا چوڪور پانيل ٺهيل آهن. هيٺ کان مٿي مهاڙي ۾ ڪُل اٺ پانيل آهن. خوبصورت پلستر هوندو جيڪو اکڙي ويو آهي. مقبرو اڳيان پويان پاسن کان پانيلن تي ۽ سڄو پڪ سرائون آهي. ڪٿي به ڪتبن ۾ مقبري ٺهڻ جي تاريخ لکيل ڪونه آهي.

شيخ جيئو ولد شيخ نعمت الله _ شيخ بهاءُ الدين ذڪريا ملتانيءَ جي اولاد مان هو. پاڻ چراخ مڪلي سڏجي ٿو. شيخ جيئو مڪليءَ جو ڏيئو ميان احمد ڪتابي جي درگاهه پنيان اتر ۾ _ ميان لال جي درگاهه اوڀر ۾ _ سندس والد شيخ نعمت الله جي درگاهه، سندس مقبري تي پنيان اتر ۾ آهي. شيخ جيئي جي گنبذ جي اندر جملي 41 قبرون آهن. ڏکڻ کان داخلي دروازي مان اندر ٿيندي ڪٻي هٿ تي هڪ قبر ممتاز نظر اچي ٿي، جنهن تي ڏئي ٻارڻ جي جاءِ ۽ چراغي جا نشان آهن. اها شيخ جيئي جي مزار آهي.

**ماڳ جو نالو: شيخ حماد جمالي جو مدرسو ۽ مقبرو**

ماڳ جو قسم: اڏاوت

ماڳ جو دور: 1438ع

ماڳ جو هنڌ: مڪلي جي اتر اولهه ۾ ڙبون مسجد مڪلي سان گڏ _ ڄام نظام الدين جي مقبري جي سامهون.

مسجد جي هڪ طرف ڄام نظام الدين جو مقبرو ۽ ٻئي طرف قاضي عبدالله جي مزار آهي.

More Books Visit : www.iqbalkalmati.blogspot.com



احوال: شيخ حماد جمالي، اچ جي مشهور درويش شيخ جمال جو ڏوهٽو هو. هو ساموئي جي دامن ۾ دفن ٿيل آهي. ڄام تماچي ۽ سندس پٽ ڄام صلاح الدين سندس گهڻي عزت ڪندا هئا. مدرسي واري حجري مٿان ڇتي جي ماپ 18.9x18.9 فوٽ آهي. ڪل ٻارنهن پيل پاوا اٿس. هرهڪ پيل پائو 12 انچن جو چوڪور آهي. چار پيل پاوا چئن ڪندن تي ۽ واڌو هڪ پيل پائو ٻن پاسن تي ۽ وچ ۾ هڪ پيل پائو بار جهلڻ لاءِ ڏنل آهي. پيل پاوا پٿر جا، اڪر جو بهترين ڪم ٿيل اٿن. جيڪو گجراتي نموني جو آهي. اسلام کان اڳ به اهو اڏاوت جو نمونو ۽ پٿر تي اڪر جو ڪم هتي رواج هيٺ هو. انهن ڇاٽايل پيل پاون جي مٿان گنبذ ٺهيل هيو. جيڪو ڪري پيو آهي. انهيءَ گنبذ جي هيٺان ٻه ٿلها ٺهيل آهن هڪ جي ماپ ست فوٽ ٻارنهن انچ ۽ ٻئي ٿلهي جي ماپ ست فوٽ 9 انچ آهي. انهن تي ٻه قبرون آهن.

مڪلي نامو لکي ٿو ته "ڄام تماچي تخت تي ويهڻ شرط شيخ جي خدمت ۾ وڏي رقم خانقاهه جوڙائڻ لاءِ پيش ڪئي. جنهن مان شيخ صاحب مڪليءَ تي هڪ عظيم الشان جامع مسجد ٺهرائي، جنهن جي چوڌيواري ڄام نظام الدين جي مقبري جي سامهون هن وقت خستہ حالت ۾ موجود آهي.

اهو مدرسو به ڄام تماچي جي دور ۾ ٺهيو هوندو، پر مقبرو پوءِ جو هوندو. شيخ حماد جمالي جي مقبري جي پرسان سبع حفاظ (ستن حافظن) مان ڇهه قبرون شيخ جي پير ۾ هڪ چبوتري تي آهن ۽ هڪ هيٺ آهي قاضي عبدالله بن تاجي جي مزار شيخ جي ڇتيءَ جي پويان آهي. سيد عبدالرزاق جي قبر شيخ جي مقبري جي پويان ۽ قاضي عبدالله جي چوڪنڊي جي اولهندي ۾ آهي.

مخدوم بلاول جي مزار شيخ جي مزار جي پرسان آهي. خانقاهه جي پرسان پاڻ ڄام تماچي جي چوڻ تي مڪليءَ واري جامع مسجد ٺهرائي هئي. مسجد جي هڪ طرف ڄام ننڍي جي رانڪ ۽ ان جي ٻئي طرف قاضي عبدالله جي مزار آهي. شيخ حماد جمالي سن 831 هجري 1438ع ۾ وفات ڪري ويو.

**ماڳ جو نالو:** **شيخ فريد جو مقبرو**
ماڳ جو دور: 963 هجري
ماڳ جو قسم: مقبرو
ماڳ جو هنڌ: مسجد غله بازار جي ويجهو ٺٽو شهر

هي بزرگ ميرزا عيسيٰ جي شروع وارن سالن 962 هجري ۾ پورچوگيز طرفان ٿيل ٺٽي واري حملي ۽ ڦرلٽ ۾ شهيد ٿي ويو هو. اڳين عمارت جي جاءِ تي هاڻي نئين ڪري ٺهرائي ويئي آهي. جنهن تي سن شهادت 658 هجري لکيو ويو آهي، جيڪو غلط آهي. تحفة الطاهرين لکي ٿو ته "شيخ فريد، جيڪو باطني ڪمالات کان سواءِ ظاهري علومن ۾ به يگانو هو ۽ 963 هجريءَ ۾ فرنگين هٿان شهيد ٿيو، سو به انهن محلي (يعني غله بازار محله) ۾ دفن ٿيل آهي (تحفه الطاهرين ص 102)

**ماڳ جو نالو:** **شيخ طيب جو قبرستان**
ماڳ جو قسم: مقام
ماڳ جو دور: 1046 هجري 1636ع
ماڳ جو هنڌ: لڳ ڪولاب جيئل ضلعو خيرپورميرس

هي قبرستان اٽڪل 110 جريبن ۾ ڦهليل آهي. هن قبرستان ۾ شيخ طيب جي مقبرو ٺهيل آهي جيڪو سن 2000 عيسويءَ کان پوءِ نئون ڪري جوڙايو ويو آهي. ان جي تاريخي حيثيت جي خبر ڪانہ ٿي آهي باقي لڳل ڪتبو هي اٿس.

الله اڪبر
يا غفور

More Books Visit : www.iqbalkalmati.blogspot.com



قرار نخل من دارالفنا
اليٰ دار الفنا حضرت
غوث صمداني محبوب
سبحاني ميان طيب شيخ
قريشي في ليلة النهس سن 1046 ھ ـ 1636 ع

1636ع ۾ مغل دور هو. هن قبرستان ۾ سومرا ۽ سما بہ پوريل آهن. هڪ قبر تي سن 1060 ھ لکيل آهي اها يونس بن للو جي آهي.

هن قبرستان ۾ حضرت پير صاحب پاڳاري جن جو وڏو ڏاڏو سيد محمد بقا شاھ جو مدفن بہ آهي، جنهن تي مقبرو تازو ٺهرايو ويو آهي. ڪتبہ الڳ رکيو ويو آهي جنهن تي سن 1198 ھ لکيل آهي. اهو سن 1782 ع ٿئي ٿو. ڪلهوڙن حاڪمن ٽالپرن کان شڪست کاڌي سيد محمد بقا سان گڏ مقبري ۾ ٻيون قبرون بہ آهن. مقامي روايتن موجب اهي قبرون سندس والد ۽ ڏاڏي محمد امام شاھ ۽ فتح محمد شاھ جون آهن. ان کان سواءِ مقبري لڳ 14 قبرون خستہ حال ٻيون بہ آهن جن جا در محرابي آهن ۽ ٽي وڏا قبا آهن. اهي ميرن ۽ نظاماڻين جا چيا وڃن ٿا. ان کان سواءِ عالم خان ٽالپر، علي خان ٽالپور سردار مير ڪرم علي خان نظاماڻي وغيره جا مدفن هتي ئي آهن. قبرستان کي سنڀال ۽ مرمت گهرجي.

**ماڳ جو نالو: شيخ عيسيٰ لنگوٽي جو مدرسو ۽ مقبرو.**

مڳا جو قسم: اڏاوت

ماڳ جو دور: چوڏهين صدي عيسوي

ماڳ جو هنڌ: شيخ عيسيٰ لنگوٽيءَ جو مقبرو ۽ حجرو پير مراد قبرستان کان اوڀر ـ اتر ڪنڊ ۾ اڌ فرلانگ جي وٿيءَ تي. ۽ سيد علي ثاني جي گنبذ جي اترين پٽ ۾ پنجاھ قدمن تي.

احوال: شيخ عيسيٰ لنگوٽي برهانپور مڌيہ پرديش هندوستان کان لڏي آيو. وڏي علمي لياقت رکندڙ هو. شيخ حماد جمالي جي دور جي شخصيت هو. جيڪو بہ چوڏهين صدي عيسوي جي مشهور مشائخن مان هو. هي علامہ نعمت الله عباسيءَ جو استاد هو. پاڻ 831 هجري، 1427ع ۾ وفات ڪيائين. هتي مڪلي تي سندس خانقاھ هئي. سندس مقبرو خانقاھ جي لڳ آهي. پير مراد جي ڏکڻ کان پٿر جي انڪندي چٽي آهي. جنهن جي ماپ 21.9x21.9 فوٽ ٿيندي. جنهن کي اٺ پيل پاوا آهن. وري اتر کان سامهون ٻن ڪمرن تي پٿر جي پيل پاون سان چٽائين عمارت حجري نموني آهي. ٻنهي اڏاوتن جي ساخت سما دور جي اڏاوتن جهڙي آهي. ڏکڻ واري چٽيءَ ۾ ٽن قبرن جا نشان آهن. پر قبرون ڊهي ويون آهن. روايت مطابق اهي قبرون ٻوبنا جرار جون آهن. اترين عمارت ۾ ڪابہ قبر ڪانہ آهي. اندرين ڪمرن جي ڇت پيل پاون تي بيٺل آهي. چوڌاري ديوار ساڳي پٿر جي آهي. اها عمارت شيخ عيسيٰ جي مدرسي جي آهي.

مقبرو: مقبرو بعد ۾ ٺهيو آهي جيڪو پڪين سرن جو آهي ۽ چوديواري مٿان گول گنبذ ۽ ڏکڻ کان دروازو اٿس. مقبرو مدرسي سان ملحق آهي. سڄي عمارت تي اڇو چن ڏنل آهي. اندر اڪيلي قبر شيخ عيسيٰ جي آهي. اوڀارين ديوار سان چار قبرون آهن. انهن بابت ڪو پتو ڪونهي تہ ڪنهن جون آهن. پيل پاون تي ٿيل نقش نگار گجراتي نموني جي آهي، جيڪا اسلام کان اڳ رواج ۾ هئي.

**ماڳ جو نالو: شيخ محمد الياس ڏنگراج جو مقبرو**

ماڳ جو دور: سمن جو دور

More Books Visit : www.iqbalkalmati.blogspot.com



ماڳ جو قسم: مقبرو

ماڳ جو هنڌ: ديهہ ڪوٽ چانڊڪا، تپو ڪنوري، تعلقو ڏوڪري، ضلعو لاڙڪاڻو. هي مقبرو ڪچي جي علائقي ۾ آهي.

تاريخ ۾ آدم شاهہ ڪلهوڙي ۽ ميران محمد جونپوي جي لاڳاپن جو ذڪر ٿيل آهي. ان لاءِ اجا ڪو فيصلو ٿيل ڪونہ آهي. الياس محمد ڏنگراج جو ذڪر بہ انهيءَ سلسلي ۾ ٿيل آهي. شايد ڏنگراج ميران محمد جونپوريءَ جو مريد هو يا سندس سلسلي جي تبليغين مان هو. پر محمد الياس ڏنگراج ۽ محمد الياس ڪلهوڙو الڳ شخصيتون آهن. انهن کي سڃاڻڻ ۾ ڪي غلطيون يا چڪون ٿي ويون آهن تہ اهي درست ٿيڻ ڪپن. الياس محمد ڪلهوڙي جو مقبرو ديهہ فتحپور تپي مڏ باهو ۾ موجود آهي (جنهن جو ذڪر الڳ سان ٿيل آهي) الياس محمد ڏنگراج جو مقبرو، هڪ قبرستان ۾ متاهين ميدان تي ٺهيل آهي، جنهن جي چوڌاري قبرون ۽ بہ سالم مقبرا آهن. روايت آهي تہ هتي 8_ 9 مقبرا هئا. هينئر صرف بہ مقبرا باقي آهن. جيڪي ڪلهوڙن جي عمارت سازيءَ سان گهٽي مشابهت رکن ٿا. اهي بہ مقبرا پرڪشش ۽ سنا ٺهيل هئا (جن جو ذڪر الڳ ڪيل آهي) جيڪي هاڻي زبون حال ۾ آهن. اسان هن قبرستان کي سال 1992ع ۾ ڏٺو هو.

مقبري جو لنگهہ اوڀر ۾ آهي. وچين ڪڙ ونگ (Recessed Arch) سان هڪ ننڍي ونگ جنهن جي ماپ 1.3x2.40 ميٽر ٿيندي ان ۾ دروازو نڪتل آهي. دروازي جي مٿان هڪ پانيل پاسن کان بہ پانيل ڏنل آهن. وچين (central) ونگ جي ٻانهين (Flanks) ۾ اڀن پانيلن ۾ هڪ سڌي پانيل سان سينگاريل آهي. مهاڙي تي گهڻ راسيون ونگون نڪتل آهن. ٻيڙ ٻني (Parapet) تي ڪنڊن وٽ برجيون ٺهيل آهن. عمارت / اڏاوت چورس آهي، جيڪا 10 . 8 ميٽر ڊگهي ۽ ويڪري آهي. مهاڙي، ڪنگرن کي ڇڏي، فرش کان وٺي ڪانس جي چوٽيءَ ۽ ميناري واري حصي تائين 7 ميٽر ٿئي ٿي. مقبري جو پويون حصو سادو آهي. ان ۾ مٿان کان هيٺ تائين اُڀيون ناليون پاڻيءَ جي نيڪال لاءِ ٺهيل آهن. اتر ۽ ڏکڻ وارا حصا پانيلن سان آهن. جيڪي ميان نورمحمد ڪلهوڙي جي مقبري جهڙا آهن. انهن تي ٽي عمودي پانيل پنجن قطارن ۾ ٺهيل آهن. هيٺين قطار جو هر پانيل 87x195 س_ م ماپ جو آهي. مقبري جون پٽيون 10 . 1 ميٽر ٿلهيون آهن. پيڙهہ جي ماپ 05 . 1 ميٽر آهي. هيٺ کان (Nadir) کان مٿي (zenith) تائين مقبرو 13 ميٽر ماپ جو آهي، جنهن ۾ حجري جي ڪوٺي جون پٽيون 6 ميٽر، گنبذ جو ڳچ 3 ميٽر ۽ گنبذ 4 ميٽر شامل آهي. مقبري جي گنبذ جو ڳچ (Neck) اٺڪنڊو، ان جي ٻيڙ ٻني تي ڪنڊن وٽ برجيون ٺهيل آهن. گنبذ تي اونڌي ڪنول گل جي مٿان ڪلس ٺهيل آهي. اندر، حجرو 52 . 5 ميٽر هر پاسي ماپ جو آهي. چئن ئي ڪنڊن تي وڏا ۽ گهرا جارا ٺهيل آهن. اولهہ تي محراب / جاري وانگر اڏاوت 30 . 2 ميٽر اوچي ۽ 30 . 1 ميٽر ويڪري آهي. تري کان وٺي گنبذ تائين ٿلهي ليکي ماپ 70 . 10 ميٽر ٿئي ٿي. حجري ۾ اندر وچ تي ٿلهو ٺهيل آهي، ان تي ٽي قبرون آهن. وچ واري وڏي قبر الياس محمد ڏنگراج جي ٿي سگهي ٿي. باقي ٻن قبرن لاءِ چئي سگهجي ٿو تہ انهن مان هڪ شيخ ابوبڪر جي ۽ ٻي عيسيٰ جي آهي. حجري ۾ ڪنڊن وٽ ڪنڊ جوڙون (squinches) ٺهيل آهن. جيڪي چورس ڪمري کي اٺڪنڊي ۾ تبديل ڪن ٿيون تہ جيئن ان تي ڳچ ناهي ان تي گنبذ اڏجي. اندران چٽ ڪاري ٿيل آهي.

**ماڳ جو نالو: شيخ نوتيءَ جو صحابو**

ماڳ جو قسم: ماڳ_ مزار ۽ ڪجهہ رهتون

ماڳ جو دور: اوڻوهين صدي جي شروعات

ماڳ جو هنڌ: تپو ماڏو، تعلقو خيرپورناٿن شاهہ، ضلعو دادو

نئين لڳل ڪتبي موجب هن بزرگ جو نالو فقير سلطان احمد چاڻايو ويو آهي ۽ وفات جو سن 1111 هجري لکيو ويو آهي. مقامي ماڻهو هن کي شيخ نوتيءَ جي نالي سان سڃاڻن ٿا، جيڪو ڳاڙهي جبل ۾، شاهہ گودڙئي کان 14 ڪلو ميٽر اتر تي

More Books Visit : www.iqbalkalmati.blogspot.com



آهي. هتي هيون به تاريخي وٿون ملن ٿيون. جيئن رانڪ، صحابو، ڪجهه پٿرن جي پيڙهن جا نشان، پراڻو ماڳ ۽ ڪيترين ئي قبرون. صحابي ڪي چوڏاري پٽ ڏنل آهي. جنهن کي دروازو ڏکڻ ۾ آهي. حاطي جي پٽ جي وچ تي پير نوتي جي قبر آهي. قبر جي مٿان سادي اڏاوت ٿيل آهي. مٿس ڪڙين جي ڇت، جنهن کي اٺ پيل پاوا ڏنل آهن. پيل پاوا پڪين سرن جا ٺهيل آهن. ڪي ماڻهو هن کي ليلان جي ماڙي ڪري به سڏين ٿا. هتي، رهتن جا، پٿر جي پيڙهين جا ڪي 11 نشان آهن. جيڪي هڪ ٽڪريءَ تي ساڍا ٽي فوٽ اوچا آهن. جن کي اوپر ۾ لنگهه ڏنل آهي. هن ماڳ جي اوس پاس ڪي "ماڙيءَ" جا نشان ڪونه آهن. پر پاسي وارو ڳوٺ برهمڻ جو ڳوٺ سڏجي ٿو. هن ڳوٺ سان به ليلان جو داستان وابسته آهي. هن قسم جا داستان ڪڇي ۽ ڪاڇي جي علائقي ۾ تمام گهڻا آهن جن تي تحقيق جي ضرورت آهي. هتي ميرواڻي قبيلي جي چانڊئي جي قبر مٿان رانڪ ٺهيل آهي. هن جي نالي جو پتو ڪونه ٿو پوي. رانڪ پڪ سري ۽ چن جي گاري سان لٽل هوندي، هن وقت گارو لهي ويو آهي. سرون ڏسجن پيون. پر پوءِ به گاري جا نشان ڪٿي ڪٿي آهن. هي عمارت 10x10 فوٽن جي مٿان انڪندو ڳچ (Neck) جنهن کي هوا جي گذر لاءِ دريون ڇڏيل آهن؛ ان ڳچ جي مٿان گنبذ ٺهيل آهي. هي رانڪ به 19 صدي عيسويءَ جي شروعاتي دور جو اڏاوتي ڍانچو آهي. شيخ نوتي جي مزار جي ويجهو 60 ايڪڙن تي ڦهليل ماڳ آهي. هن ماڳ تي ٺڪرائو موجود آهي، جيڪو اجان تپاسيو ڪونه ويو آهي. شاهه گودڙئي ۽ شيخ نوتي رستي تي وچ ۾ ڪي قبرون ملن ٿيون، جيڪي هڪ ٽڪريءَ تي ٺهيل آهن. اهي قبرون پڪ سريون آهن. سرون سنهيون ٺهيل آهن. انهن مان گهڻيون ڊهي ويون آهن. پر ڪن جا حصا سلامت آهن. اهي به 19 صدي عيسويءَ جي اوائل جون آهن.

**ماڳ جو نالو:** **شيخ هوتي لاکو**
ماڳ جو قسم: مزار
ماڳ جو دور: سما دور
ماڳ جو هنڌ: نصرپور شهر جي اوپر ۾ _ ٽنڊي الهيار جي اولهه ۾ سانگري واهه جي ڪپ تي ديهه مشائخ هوتي.

هن بزرگ جو احوال تحفة الڪرام، توڙي حديقة الاوليا ۾ ملي ٿو. سندس واسطو لاکا قبيلي سان هو. هو سما دور جو مشهور عالم ۽ اولياء هو. گهڻو ڪري سرخ لباس اوڍيندو هو. پاڻ سهروردي طريقي جو صاحب ڪمال بزرگ ۽ درويش ليکيو وڃي ٿو. سندس مزار سادي سودي آهي.

**ماڳ جو نالو:** **شير بيگ بن علي شير ارغون**
ماڳ جو قسم: مزار (تورڪي قبرستان)
ماڳ جو هنڌ: تورڪيءَ جو قبرستان
ماڳ جو دور: ارغون ترخان
احوال: مير ابوالقاسم سلطان جي پيراندي کان به مزارون آهن. جي پڻ زرد پٿر جون ٺهيل آهن. انهن مزارن تي پڻ قرآني آيتون ۽ شعر ڏنل آهن. مرزا شير بيگ، شاهه قاسم خان زمان جو نياڻو هو. پاڻ ڪنهن معرڪي ۾ سن 1030 هجريءَ ۾ شهيد ٿي ويو.

**ماڳ جو نالو:** **شيرشاهه جا مسافرخانه**
ماڳ جو قسم: دڙا
ماڳ جو دور: وچون تاريخي دور
ماڳ جو هنڌ: ديهه سينارجا، تعلقو ميرواهه

پنيرن جي ڳوٺ ڏانهن ويندي هڪ پراڻو پير نظر ايندو، جنهن متعلق چيو وڃي ٿو ته ان جي هيئنان نادرشاهه ايراني منزل ڪئي هئي. ان ڏينهن کان وٺي هن کي سماج وارو پير سڏين ٿا. ان پير جي اتر ۾ سڏ پنڌ تي هڪ دڙو آهي، جنهن کي شيرشاهه

More Books Visit : www.iqbalkalmati.blogspot.com



سوري جا مسافرخانہ سڏيو وڃي ٿو. اهو دڙو پراڻي شاهراھ عرف نار واري سڙڪ جي ڪناري تي آهي. دڙي تي ٺڪراٺو موجود آهي. جيڪو اسلامي دورجو آهي. شيرشاھ سوري ڪيترائي رستا ٺهرايا ۽ ٽپال جو بندوبست ڪيو. رستي تي پوڻ پاڙي ونڻ لاءِ يا امن قائم ڪرڻ لاءِ ڪي جايون بہ ٺهرايون. ممڪن آهي تہ اهي انهن جا آثار هجن. دڙو کوٽائيءَ هيٺ ڪونہ آيو آهي.

**ماڳ جو نالو: شيرڳڙھ**

ماڳ هنڌ: شيرڳڙھ رني ڪوٽ (اندر) اتر اولھ واري ڊگهي جابلو ديوار تي بيٺل آهي.

ماپون: سمنڊ جي سطح کان 1480 فوٽ بلند آهي. قلعي جي ٽن پاسن کان اڀڪپريون ٽڪريون آهن. داخل ٿيڻ لاءِ صرف دروازو اولھ ڏکڻ ۾ آهي. دروازي جي حفاظت لاءِ ٻہ برج آهن. جن جي زمين کان اوچائي 35 فوٽ آهي. درجي ساڄي پاسي هڪ ڏاڪڻ درجي اوپر وارن برجن تي چڙهڻ لاءِ آهي. برج تائين ديوار جي ماپ 80 فوٽ آهي. فصيل جي ويڪر 2 . 11 فوٽ آهي. ڪجھ فاصلي تي فصيل ڏاڪڻ وانگر 36 ڏاڪا ٺاهي ڪوٽ جي ڪنڊ واري اتر اوپر برج تائين پهچي ٿي. ساري ڪوٽ جي ديوار جي ڊيگھ 1255 فوٽ ڪوٽ ۾ ڪل 5 برج آهن.

ماڳ جو دور: جيئن رني ڪوٽ جي عمر بابت ڪجھ نٿو چئي سگهجي تيئن هن ڪوٽ جي عمر جو اندازو لڳائڻ مشڪل آهي.

**ماڳ جو نالو: صفہ وفا**

ماڳ جو قسم: ٽڪري تي ٺلهو

ماڳ جو دور: ابوالقاسم نمڪين جي ٺهرايل۔ ترخان دور

ماڳ جو هنڌ: سيوهڻ جي ريلوي اسٽيشن کان لهي بند ٽپي باجارن واري رستي تي هلبو. هي بند ۽ رستو هن وقت ختم ٿي ويا آهن. اڌ ميل تي يڪ ٿنڀي ۽ چوٿنڀيءَ جا آثار هڪڙي ٽڪريءَ تي.

احوال: چوٿنڀي هڪ ٺلهو ٺهيل آهي جيڪو يڪ۔ ٿنڀي سان گڏ آهي. جنهن کي چئني پاسن تي چار منارا۔ ساڳي "صفہ وفا" واري نموني تي ٺاهيا ويا آهن. اهو ٺلهو ٽڪريءَ جي بلڪل مٿاهين چوٽيءَ تي آهي. ان جو فرش چوني جي گچ سان لتل آهي ۽ ايڏو ڪشادو آهي جو پنجاهي ڪن سوَ ماڻهو ويهي سگهن ٿا. انهيءَ وسيع ٺلهي جي وچ تي هڪ فوٽ مٿي بيو نشست گاھ ٺاهيو ويو آهي؛ جنهن کي مرڪزي حيثيت حاصل آهي. ممڪن آهي تہ راڳيندڙن جي ٽوليءَ کي اتي ويهاريو ويندو هجي. يا خاص مخصوص ماڻهن جي مجلس چانڊوڪي رات ۾ ٿيندي هجي! وڏو ٺلهو ٽڪري جي سطح کان چار پنج فوٽ بلند ٿيندو. ڇھ ست ڏاڪا چڙهڻا پون ٿا. ديوارن کي چوني جو گچ لڳل آهي.

صفہَ صفا جي مقابلي ۽ نموني تي مير نمڪين سيوهڻ ۾ بہ هڪ پهاڙيءَ تي اهڙي عمارت ٺهرائي هئي؛ هُو جڏهن سيوهڻ ۾ صوبيدار ٿي ويو. ان وقت انهي صفہ تي ساڳي طرح چانڊوڪي راتين ۾ مجلس آرائي ڪندو هو ۽ گدرن کائڻ جو شوق ڪندو هو.

هاڻي هيءَ چوٿنڀي هڪ زيارت گاھ آهي. هر وقت ان کي رنگ روغن ٿيندو رهي ٿو. ان تي مينارن وٽ جهنڊا چڙهيل آهن. مٿي ٽڪريءَ تي آهي.

**ماڳ جو نالو: طاهر فقير**

ماڳ جو قسم: دڙو

ماڳ جو دور: سنڌو تهذيب

ماڳ جو هنڌ: ڳوٺ طاهر فقير تعلقو روهڙي ضلعو سکر. هي ماڳ ڳوٺ ممڙو جي ڏکڻ۔ اولھ 5 . 1 ڪلو ميٽرن تي ڳوٺ ڪارو پير جي اوپر ۾ ٽن ڪلو ميٽرن ۽ روهڙيءَ کان 57 ڪلو ميٽر پري آهي. هي ماڳ هڪ واريءَ جي دڙي تي

More Books Visit : www.iqbalkalmati.blogspot.com



آهي. لڏل وٽن ۾ ٺڪر جا اٺ، هاٿي ۽ ٻيا جانور آهن. ٺڪرانو ونڊيل ٺپيل، ڪرچيل ۽ اڀريل شڪلين سان آهي. ٺڪر جا ڪنا، ٿانون جا ڍڪ، گول ۽ ٽڪنڊا ٿانون جا ترا جن تي ڪارا پٽا نڪتل آهن.

**ماڳ جو نالو: طغرل بيگ جو مقبرو**

ماڳ جو قسم: اڏاوت / چٽي

ماڳ جو دور: ترخان دور

ماڳ جو هنڌ: جاني بيگ جي مقبري جي لڳ، مڪلي، ضلعو ٺٽو.

چٽي هڪ ٿلهي تي ٺهيل آهي. جنهن جي ماپ 27 فوٽ آهي، ان تي چڙهڻ لاءِ چار ڏاڪا ٺهيل آهن. سا زميني سطح کان 4 فوٽ اوچي ٿلهي تي ٺهيل آهي. اولهندي پاسي پراڻي مسجد جي پٽ جا آثار آهن. چٽيءَ جي ماپ سوا سورنهن فوٽ آهي، ڊول چوڪور اٿس. ڪل ٻارنهن پيل پاون تي بيٺل آهي. پيل پاون تي گلن جي پٽن ۽ وٽن، ٻوٽن جي اندرئين پاسي اڪر ٺيل آهي. مٿان گنبذ اڏيل اٿس جو گولائيءَ ۾ آهي. چٽيءَ ۾ صرف هڪ قبر اڏيل آهي، جنهن جي ڪتبي تي 1059 هه – 1649ع جو سن لکيل آهي.

**ماڳ جو نالو: عاملاٽو**

ماڳ جو هنڌ: مول ۽ ملير نئن جي سنگم تي ڪراچيءَ کان اٽڪل چاليهه ڪلو ميٽر اتر– اولهه، اٽڪل 91 ميٽرن اندر اهي آثار موجود آهن. اهڃاڻ تراڪڙا آهن. ماڳ والار هيٺ آهي.

ماڳ جو دور: هي آثار مڪمل هڙاپا دور جا آهن (فليم)

ماڳ جي سنڀال نه هئڻ ڪري ختم ٿي رهيو آهي.

**ماڳ جو نالو: عارب جو ٽاٽو**

ماڳ جو هنڌ: عارب جو ٽاٽو يا اربجو ماڳ 38′ 25° اتر ويڪرائي ڦاڪ ۽ 50′ 67° اوڀر ڊگهائي ڦاڪ تي، ماڳ شاهه جو ڪوٽيڙو کان اٽڪل پنج ڪلو ميٽر ڏکڻ طرف ناريٽڙو جبلن جي پيراندي ويجهو محال ڪوهستان جام شوري ۾ آهي.

تعارف ۽ ماپ: نئين بارڻ سان شامل ڪوٽڙي ڊوري تي پوليس چاڙي جي ڏکڻ ۾ اٽڪل 23 فوٽ اتاهون هڪ گول شڪل جو ماڳ آهي. جيڪو موجوده قبرستان ۽ ٻين ڪن سببن ڪري والارجي ويو آهي. هتي ڪوٽيل ٽن تجرباتي کڏن مان جيڪي وٿون مليون آهن، تن ۾ آمري ثقافت سان لاڳاپيل ٺڪرانو، مٽڪا، پٿرجو گولڙو، ٽامي جي چيٽي، پٿرجي روهي/ سيراڻ (Hone) پٿرجا پتا ۽ ڪرچڻا شامل آهن.

**ماڳ جو نالو: عبدالرحمان ڏاهريءَ جو مقبرو**

ماڳ جو قسم: مقبرو

ماڳ جو دور: ڪلهوڙا دور

ماڳ جو هنڌ: ديهه پنياٽي، ڳوٺ محمد خان رند، تعلقو دولتپور، ضلعو نوابشاهه. اسماعيل پند جو ڳوٺ 2 ڪلو ميٽر اتر ۾، بچاءُ بند 300 ميٽر ۽ بچل پور جو ڳوٺ 3 ڪلو ميٽر اوڀر ۾ اٿس. سنڌو درياءُ 4 ڪلو ميٽر اوڀر ۾ اٿس. اتر ويڪرائي ڦاڪ 0″ 59′ 67° ۽ اوڀر ڊگهائي ڦاڪ 42″ 21′ 26° ڊگرين تي موجود آهي.

مقبرو 45 . 5 ميٽر ڊگهو 45 . 5 ميٽر ويڪرو ۽ 50 . 7 ميٽر اوچو آهي. پڪيون سرون، چن جو گارو، گل گارو، ۽ چن جو گارو اڏاوت وقت استعمال ڪيا ويا آهن. مقبرو رٽا ۾ چوڪندو آهي. مک دروازو اوڀر ۾ اٿس، دروازي جي ٻنهي پاسي خصي ونگون جڙ ته دروازن جي نشان هئڻ جو ڏس ڏين ٿيون. پراڻي سرن جي اوساري ٿيل آهي. مٿي گنبذ جو ٻوتو بيٺل آهي؛ اصل گنبذ ڪري چڪو آهي پاڙ وٽ ڪجهه ميناريون ۽ برجون سينگار واريون بيٺل آهن. گنبذ ابتي ڪنول نموني جو ٺهيل هو. هن قسم جو گنبذ باره گنبذ دهلي مسجد تي رکيل آهي جيڪا 1494ع جي ٺهيل آهي. مقبرو ٻاهرين پاسي چن سان لنبيل آهي. پر

More Books Visit : www.iqbalkalmati.blogspot.com



هنڌان هنڌان اکڙي ويو آهي، جو سرون ظاهر پيون ڏسجن. اندر مقبرو چئن ئي پاسي ونگن سان سينگاريل آهي. ڪنڊن واريون محرابڙيون ۽ پانيل مٽي انڪندي ڳچ ڪي سهارو ڏين ٿا. گنبذ جي ڏکڻ ۽ اتر ۾ روشندان نهيل آهن. وچ مقبري ۾ ٻه قبرون آهن. هڪ قبر عبدالرحمان جي گهرواريءَ جي آهي. مقبرو ڪلهوڙن جي دور ۾ نهيو. ڪچي ۾ هئڻ ڪري مقبرو هنڌان هنڌان ڏريل آهي. ترت مرمت گهري ٿو.

**ماڳ جو نالو:** **عبدالله شاھہ حسيني المعروف اصحابي**

ماڳ جو دور: ارغون دور

ماڳ جو قسم: مزار

ماڳ جو هنڌ: مڪلي، ضلعو ٺٽو

عبدالله شاھ، شيخ عبدالقادر جيلاني جي پوين مان هو. جيڪو مرزا شاھ حسن ارغون جي دور ۾ گجرات کان ٺٽي آيو. آخري عرصي تائين مڪليءَ تي رهيو. اتي ئي وفات ڪيائين. اتي ئي سندس مزار آهي. مڪلي نامون لکي ٿو ته، ”گجرات مان شاھ بيگ ارغون جي دور (27ـ 928ھ) ۾ ٺٽي آيو. فوت ٿيڻ بعد ڪيترو وقت سندس مزار جو پتو ڪونه ٿي پيو. شاھ حافظ الله گجراتيءَ پنهنجا ٻه خليفا شيخ محمد يعقوب ۽ خليفو ابوالبرڪات ٺٽي موڪليا، جيڪي سيد علي ثاني وٽ پهتا. سيد سندن گذارش پنيان، مڪليءَ تي پهچي مراقبي ۾ وينو ۽ ڪشف جي ذريعي قبر جو موجوده هنڌ متعين ڪيائين. جنهن بعد ٻنهي خليفن پٽر ڊوئڻ شروع ڪيا ۽ سيد علي پنهنجي هٿن سان مزار تي رکندو ويو. اهڙي طرح مزار ڪي نروار ڪيو ويو.

موجوده درگاھ جي تعمير 1175 ھ کان اڳ ٿي (مقالات) درگاھ جي اولھ ۾ مسجد آهي، جنهن جي محراب مٿان هيٺيون ڪتبو ٻن سٽن ۽ پنجن حصن ۾ اڪريل آهي.

1ـ سرفراز شد احمد از مصطفیٰ

بنام کرد مسجد بنا م خدا

2ـ بغیر از عبادت نہ بَاشد درو

بود قبہ اش پر زنور وضیا

3ـ خدا این سر خداد وعزو قبول

کہ تاهست دوزاَن بما ند بجا

4ـ زهي فیض مسجد کہ ازیک دعا

شود حاجت مستمندان روا

5ـ بتاریخ هفد هم ماھ صفر

...... ختم بالخیر و ظفر

مسجد، مقبري جي اولھ ۾ ٿورو اتر طرف آهي. مسجد معمولي آهي. جنهن کي ننڍو ديوان ۽ ننڍو چتائون حجرو آهي.

عبدالله شاھ سان ڪيترين ڪرامتون منسوب آهن. بزرگ جي مقبري جي تجديد 1350 ھ 1931ع ۾ ٿي. سندس ٻارهو شعبان مهيني جي 15ـ 14ـ 13 تاريخ هرسال ملهايو وڃي ٿو.

**ماڳ جو نالو:** **عبدالرحيم گرهوڙي جو مقبرو**

ماڳ جو هنڌ: عمرڪوٽ کان 24 ميل گرهوڙ شريف

ماڳ جو دور: ارڙهين صدي جو وچ/ مسلم دور

ماڳ جي ماپ: 16x16 فوٽ، اوچائي 10 فوٽ

More Books Visit : www.iqbalkalmati.blogspot.com



احوال: مخدوم عبدالرحيم گرهوڙيءَ سنڌ جي وڏن شاعرن مان آهي. سندس ڪلام سنڌي ادبي بورڊ پاران ڇپايل آهي. پاڻ مسلمانن ۾ اجتهاد جو قائل هو ۽ غلط ريتن رسمن جي خلاف هو. پاڻ انهيءَ سلسلي سان وڙهندي شهيد ٿيو.

**ماڳ جو نالو: عثمان جي ٻني**

ماڳ جو دور: ڏاتو پاهڻي دور

ماڳ جو هنڌ: '29 $^0$95 اوتر ويڪرائي ڦاڪ '53 $^0$67 ڊگهائي ڦاڪ تي. عارب جو ٽاڻو کان ڇهن ميلن (ڏهن ڪلو ميٽرن) تي ڏکڻ طرف بارڻ نئن جي اوڀر واري ڪپ تي واهي ڳوٺ لڳ. هي ماڳ 50x800x1000 فوٽن جي ماپ جو آهي.

وٿون: پٿر جي پتين جون پيڙهون، ٺڪرائو ۽ مٽاڇري تي گول لسا پٿر، هتان مليل ٺڪرائو آمريءَ واري ٺڪر سان لاڳاپو رکي ٿو. کوٽائي ڇٺن هنڌن تي ٿيل آهي. ڪيترن ڪمرن جون پٿرائيون پيڙهون مليون آهن. چوڏهن پٿرن جا تيز اوزار، ساموندي گجي. تن وارا پيالا، ڏاراٽڻا (Feeding cups) ٺڪر جا مٽڪا، ٽامي جي چيٽي، پٿر جا پتا ۽ چلون پٿر جو ڪرڪرو، گرهون (Jar stands) وغيره شامل آهن.

**ماڳ جو نالو: عطرخان ڪلهوڙي جي قبر**

ماڳ جو قسم: قبر

ماڳ جو دور: ڪلهوڙن جي صاحبي

ماڳ جو هنڌ: گورنمنٽ زبيده ڪاليج حيدرآباد جي احاطي ۾.

محمد عطرخان ڪلهوڙي جي قبر اڀرندي طرف آهي. هن جي ڪيترا ڀيرا مرمت ٿي چڪي آهي. ان لاءِ هن جا اصل لڇڻ (Features) ڊهي ويا آهن. هي ڪلهوڙا دور جي حڪمرانن مان پهريون حڪمران آهي جنهن جي مٿان قبو اڏيل ڪونه آهي. صرف آدم شاهه ڪلهوڙي جي فرزند ميان داد خان جي مٿان قبو اڏيل نه آهي. الهندي طرف قبر سندس پٽ سرفراز خان جي آهي. عطر خان سرفراز خان جو ..... هو.

**ماڳ جو نالو: علمي ٽاور**

ماڳ جو قسم: اڏاوت

ماڳ جو دور: 1939ع

احوال: پير الاهي بخش 1939ع سنڌ جي تعليم جو وزير ٿيو ته هن جهالت ٽوڙ تحريڪ شروع ڪئي ته پيرصاحب کي خوش ڪرڻ لاءِ ڪليڪٽر ڪونا والا، عيدگاهه جي سامهون مئي 1939ع ۾ هن ٽاور جو بنياد پير الاهي بخش کان رکايو. 1940ع ٽاور جڙي راس ٿيو. ٽاور زمين جي سطح کان 110 فوٽ اوچو ۽ 88 فوٽ ويڪر ۾ آهي. چؤطرف گهڙيال لڳل اٿس.

**ماڳ جو نالو: عمرڪوٽ جو قلعو**

ماڳ جو پتو: هي قلعو 22 . 25 اتر ڊگهائي ڦاڪ ۽ '47 $^0$69 اوڀر ويڪرائي ڦاڪ. ريگستان جي ڇيڙي تي جوڌپور کان ايندڙ مکيه شاهراهه تي آهي. خاص ڪري راجپوتانا کان سنڌ ايندڙ ويندڙ قافلا ان سڙڪ تان گذرندا هئا.

ماڳ جي ماپ: قلعي جي فصيل تي هڪ مهل ٻه گهوڙي سوار لنگهي سگهن ٿا. اتر واري فصيل جي ويڪر 8 . 14 فوٽ آهي ۽ 922 فوٽ ڊگهي آهي. اولهه واري فصيل ۾ ڏيڍ فوٽ جون سرون استعمال ٿيل آهن. 505 فٽن تي هڪ دروازو لڳل آهي. ڏکڻ فصيل سڄي ڪچي نهيل آهي. ۽ 950 ڊگهي آهي. اوڀر واري فصيل 740 فوٽ ڊگهي آهي. پٽ جي اوچائي 40 فوٽ آهي. پڪ سرا 6 برج اڏيل آهن.

ماڳ جو دور: هن جي نهڻ جو دور جاٽايل ڪونه آهي. پر 1193ع تائين عمرڪوٽ جي هجڻ جا ثبوت ملن ٿا.

More Books Visit : www.iqbalkalmati.blogspot.com



تعارف: هي ڪوٽ هن وقت ڪجھ چڱيءَ حالت ۾ آهي. هن ۾ سرڪاري ميوزيم ۽ ڪجھ رهائشي عمارتون آهن. هن ڪوٽ سان سنڌ جو مشهور قصو عمر مارئي منسوب ٿيل آهي.

**ماڳ جو نالو: علي اصحابي وارو دڙو**

ماڳ جو قسم: دڙو

ماڳ جو دور: تاريخ وچون دور

ماڳ جو هنڌ: ديھ جاڪيري تعلقو فيض گنج

هي ماڳ سهڻ واري ويري ۾ آهي. هتي هڪ تربت بہ علي اصحابي جي نالي سان آهي. ڪچين جاين جي بنيادن جا نشان مليا آهن. اتي هڪ پٽ بہ ملي ٿي، جيڪا چڱي ڏگهي آهي. گمان آهي تہ اهو ڪو ڪهنو قلعو هو. انهيءَ پٽ وٽ ٺڪرائو جام ملي ٿو. مٿيون تھ اسلامي آهي باقي هيٺ کوٽائي ٿيل ڪونہ آهي. ڪي ٺڪريون ڳاڙهي تي ڪاري چٽ سان مليون آهن، جيڪي سنڌو سڀيتا جي دور جون ٿي سگهن ٿيون. ماڻهن ڪنهن دفيني جي ڳولا ۾ ڪافي هيٺ تائين کوٽايون ڪيون آهن. ان لاءِ هيٺين تهن جون ٺڪريون مٿي آيون آهن. ضروري آهي تہ هن ماڳ جي کوٽائي ٿئي. حامي صاحب انهيءَ پٽ جي ڪافي ڊيگھ لکي آهي. پر پاڻ شايد سرزمين تي ڪونہ ويو آهي. گهڻو ڪري روايتن تي آڌار اٿس. هي ماڳ علي اصحابي نالي بزرگ جي زيارت گاھ پڻ آهي. سندس باري ۾ ڪا معلومات نٿي ملي.

**ماڳ جو نالو: علي حسن ماڙي جو دڙو**

ماڳ جو قسم: دڙو

ماڳ جو دور: سترهين_ ارڙهين صدي عيسوي

ماڳ جو هنڌ: ڳوٺ علي حسن ماڙي، ديھ 111 سمون راهو تعلقو سڪرنڊ، ضلعو نوابشاھ.

هن ماڳ جي چوڌاري ڳوٺن جو تفصيل هي آهي تہ بهاول ڳوٺ هن جي اوپر ۾ هڪ ڪلو ميٽر تي، چتو عمر اتر ۾ _ اوپر تي هڪ ڪلو ميٽر، فتح علي ماڙيءَ جو ڳوٺ اولھ ۾ 500 ميٽرن تي، چنان ڪئنال 500 ميٽرن جي فاصلي تي اولھ ۾ وهي رهيو آهي. شهيدن جو مقام هن کان 2 ڪلو ميٽر اتر اولھ تي، سڪرنڊ جو شهر 18 ڪلو ميٽر هن کان پري اولھ ۾ آهي. اتر ويڪرائي ڦاڪ 26° 11' 18" ۽ اوڀر ڊگهائي ڦاڪ 68° 9' 6" ڊگرين تي موجود آهي. هي دڙو ڊيگھ ۾ 117 ميٽر اوڀر اولھ، ويڪر ۾ 97 ميٽر اتر ڏکڻ ۽ اوچائيءَ ۾ اٽڪل 2 ميٽر ٿيندو. مٿاڇري تان لڌل وٿن ۾ ڪَنا، ٺڪر جا ترا، ٿالهين پاٽين جا ٽڪرا ۽ ڍڪڻا مليا آهن. گهڻو ڪري ٺڪر سني مٽيءَ مان ٺهيل چڪ تي لٿل هلڪي ڳاڙهي ۽ ڪُجَسي ڳاڙهي (Dull Red) رنگ جو ملي ٿو. ڪَنن تي گهرا ٽڪ نشان (Cut Marks) جيڪي سڌين ليڪن ۾ آهن مليا آهن. رنگين ٺڪر ۾ جاري دار ڏارون، پور وچوٽ ليڪون ۽ ٻين قسمن جا نقش ملن ٿا. ڪن ٺڪرن تي ڪرڇيل ليڪون بہ ملن ٿيون. ٺڪرائي ۾ ٽي اسم اهڙا بہ مليا آهن جيڪي سڃاڻپ ۾ نٿا اچن.

**ماڳ جو نالو: علي مراد**

ماڳ جو پتو: هي ماڳ 32_26 اتر ويڪرائي ڦاڪ ۽ 27_67 ڊگهائي ڦاڪ تي پير غازي شاھ کان تيرنهن ڪلو ميٽر (اتر_ اتر_ اوڀر پاسي) جوهي شهر کان 24 ڪلو ميٽر ڏکڻ طرف هي بہ دڙا آهن.

ماڳ جو دور: سنڌ سڀيتا دور

غازي شاھ کان تيرنهن ڪلو ميٽر (اتر_ اتر اوڀر پاسي) بہ دڙا آهن. جن جي پاسن کان نئن انگئي لنگهي ٿي. 1847ع ۾ ڪيپٽن وڪاري بہ هتان مٿيو هو. جيڪو دڙو ڳوٺ جي ويجهو آهي، سو وڌيڪ اتاهون آهي. هن جون ماپون 110x100x27 فوٽن جيتريون آهن. ڏکڻ پاسي ترائيءَ ۾ هڪ ڦٽل کوھ بہ آهي: جو پٿرن جو ٺهيل آهي. کوھ جو قطر 8 فوٽ آهي. ٻيو دڙن جو ميڙ هن وقت قبرستان سان والارجي ويو آهي. مٿاڇري تي گهڻو ٺڪرائو پکڙيل آهي. ٺڪر جي چَڪين جي گهٽائي اچرج جهڙي

More Books Visit : www.iqbalkalmati.blogspot.com



آهي. ڪوهه جي پاسي ۾ کوٽائيءَ دوران 1x1x2 فوٽ ماپ وارن ڪجهه گهڙيل پٿرن مان نهيل هڪ پٽ جو 170 فوٽ ڊيگهه ۾ پنج فوٽ اوچائيءَ تائين بچيل ٽڪرو ظاهر ٿيو. هيٺي هنڌ وري 65 فوٽن جيترو وڏيڪ ٽڪرو نڪتو. جيڪو ڏسڻ ۾ اڳيئين ٽڪري جو حصو پئي ڄاتو. ان ڪري چئي سگهجي ٿو ته بستيءَ جو هڪ حصو قلعي اندر آباد هو. جاين جي اڏاوت ۾ گل (Mud_ Morter) ڪتب آندل آهي. هتان سنڌو تهذيب جي ڄاتل نڪرائي کان سواءِ پٿر جا پتا، چڪيون، ٽامي جي آر، پٿر جا مٽڪا، ٺڪر جا پتلڙا ۽ رانديڪا، ٽامي جون ونجهٽو (Celt) مهرون ۽ اوزار ۽ ونڌيل ٺڪر پڻ مليو آهي. ويدن ۾ ٺڪر جي ونڌيل ٽانوف کي ڪمپي (Kumbhi) ڪري سڏيو ويو آهي. هن جو ڪتب پاٽيٽ چاٽڻ ٻڌايل آهي. پر ڪن ماهرن جي خيال ۾ هي ڌوپ ٻارڻا (Incense burner) يا واسوڙا آهن. ويدن تي ويساهه ڪجي ته پوءِ هنن ۾ اندر ڏاس ۽ اُن وجهبي هوندي ۽ پوءِ مٿان پاٽيٽ پلتبو هوندو، جو چٽي صاف تي ٻلداني آڳ (Sacrificiat fire) يا ڏوٽي مٿان پيو ٺمندو هوندو. ڪن ته مورڳو هن کي آڳيني ڪري سمجهيو آهي. هن ماڳ جي باقاعدي کوٽائي ٿيڻ گهرجي.

**ماڳ جو نالو:** **عيدگاهه سيوهڻ**
ماڳ جو قسم: اڏاوت
ماڳ جو دور: مير ڪلان / مير معصوم بکري جو ٺهرايل
ماڳ جو هنڌ: سيوهڻ شهر

هي عيدگاهه چٽي عمراڻي جي مقبري کان ڏيڍ فرلانگ کن ڏکڻ اوڀر تي آهي. هي هڪ ميدان آهي جنهن تي دامن ۾ مٽي چڙهڻ لاءِ ڏاڪا آهن. چوڌاري ديوار ڪري پئي آهي. صرف اولاهين ديوار جنهن ۾ محراب ٺهيل آهي ثابت بيني آهي. هي عيدگاهه جڏهن مير معصوم سيوهڻ ۾ مغلن جو صوبيدار هو ته هن ٺهرائي. هن جون ٻيون اڏاوتون به سيوهڻ ۾ آهن. جيئن چٽي عمراڻي جي مزار وغيره.

**ماڳ جو نالو:** **علي ڳڙهه ڪوٽ**
ماڳ جو هنڌ: چيلهار شهر
ماڳ جو دور: ميرن جو دور_ مير فتح علي خان 1795ع
احوال: فتح علي خان ٽالپور مڙيوٽي ڪوٽ سرس ٺهرايا آهن. جسامت ۾ ڪي وڏا ڪونه آهن. هن ۾ 15 سپاهي ۽ هڪ قلعي دار رهي سگهي ٿو. اهي ڪيترا وڏا هوندا؟ چيلاسر يعني چيلهار تعلقو ڇاڇرو_ پڪين سرن جو ٺهيل هو. جنهن تي پڻ 8 لک خرچ آيو. هن جا نشان اڄاتائين ڇاڇري جي ڏاڪٽي سرحد وٽ موجود آهن.

**ماڳ جو نالو:** **عيدگاهه**
ماڳ جو قسم: اڏاوت_ عيدگاهه
ماڳ جو هنڌ: روهڙي جي اولهه ڏکڻ جي ڪنڊ طرف هڪ ٽڪريءَ تي.
احوال: هيءَ عيدگاهه مشهور عالم تاريخ معصوميءَ جي مصنف، اڪبري درٻار جي امير مير معصوم بکريءَ جوڙائي. عيدگاهه کي ٽي سهٽا گنبذ آهن.

**ماڳ جو نالو:** **عيسي خان اول جو مقبرو**
ماڳ جو قسم: مقبرو/ اڏاوت
ماڳ جو دور: ترخان دور
ماڳ جو هنڌ: عبدالله شاهه اصحابيءَ جي مزار جي اوڀر ۾ مڪلي ٽڪري جي ڪناري. ضلعو ٺٽو
احوال: عيسيٰ خان ترخان دور جو بنياد رکندڙ آهي. پاڻ 963 هجريءَ ۾ 1555ع ۾ ٺٽي جو گورنر ٿيو ۽

More Books Visit : www.iqbalkalmati.blogspot.com



973 هجري، 1565ع ۾ وفات ڪري ويو. نئي جي مڪلي ٽڪري تي سندس مقبرو موجود آهي، جيڪو پنهنجي نوعيت جو آهي. سڄو پٿرائون مقبرو نئين جدت واري اُڪر جو نئون نمونو پيش ڪري ٿو. سما دور جي طرز تعمير کان ڪجهه مختلف آهي. هي چوڪنڊو مقبرو 98.3x78.10 فوٽن جي ايراضيءَ تي ڦهيل آهي. اوپر واري پيٽ تي متي چڙهڻ لاءِ پنج ڏاڪا اٿس ۽ اولهه واري پيٽ ۾ اڌ اٺ ڪنڊي محراب جو وڏُووڙا ڏنل اٿس. انهيءَ وڏي مقبري ۾ ڪيترين قبرون آهن. وچ ۾ ننڍو پٿر جو احاطو آهي، جنهن کي خوبصورت محراب آهي. ڏکڻ_ اوپر ۽ اتر_ اولهه تي ٻه چوڪور احاطا آهن. هرهڪ جي ماپ 6 . 15 فوٽ هر پاسي کان ۽ 13 فوٽ هر پاسي کان ماپي وئي. اڏاوت جي خاص موهيندر شيءَ اهو احاطو آهي جنهن جي ماپ 5 . 29 فوٽ آهي جيڪو چوڪور آهي. جنهن ۾ ڇهه پٿرايون قبرون آهن. انهن مان وڏي قبر عيسيٰ خان اول جي آهي. ٻه ٻارن جون قبرون آهن. باقي سڃاڻڻ ۾ نٿيون اچن. هي مقبرو پنهنجي خاص طرزِ تعمير جو نمونو آهي.

**ماڳ جو نالو: غازي شاهه/ گاجي شاهه/ پياري جي ماڙي/ ماڙي ڪڙ**

ماڳ جو هنڌ: هي ماڳ 27_26 اتر ويڪرائي ڦاڪ 28_67 اوڀر ڊگهائي ڦاڪ تي، ٽنڊو رحيم خان کان ڏکڻ، ڏکڻ اوڀر ڇهن ڪلو ميٽرن تي غازي شاهه جي مزار کان هڪ ميل.

ماڳ جو قسم: دڙو

ماڳ جو دور: آمري ڪلچر ۽ هڙاپا ڪلچر.

ماپون: مجمدار ڇهه کڏا کوٽرايا. پهرين 15x15x42 فوٽ.

غازي شاهه جي مزار کان ميل کن جي مفاصلي تي واقع هن ماڳ کي ماڻهو "پياري جي ماڙي" ۽ "ماڙي ڪڙ" به ڪري ڪوٺين ٿا. هي دڙو زميني سطح کان 35 فوٽ اتاهون آهي. هي ماٿري جبل مان نڪرندڙ گرم پاڻيءَ جي چشمي تي ٻارهوئي آبادي هيٺ رهي ٿي. دڙي جي پاسي ۾ هڪ کاهيءَ جا آثار آهن/ هئا، جن کي ماڻهو ماڙي ڪڙ (ماڙي کڏ) کي ڪوٺيندا هئا. هتي مجمدار ڇهه کوجنائي کڏون کوٽرايون. پهرين 15x15x42 فوٽن ماپ جي کڏ مان ٽي تهه پڌرا ٿيا، جن ۾ ڪابه اڏاوتي رهت ڪانه ملي. کڏن مان ٻن قسمن جو ٺڪرائو مليو. ٻه رنگو ٺڪر جيڪو آمريءَ مان مليو آهي، سو گهٽو ڪري فرضي ليڪ (Detum tine) کان اٽڪل ٽيهه فوٽ چار انچ ۽ ٻائيتاليهه فوٽ پنج انچ هيٺ واري ڪٽي مان ملي ٿو. جڏهن ته سنڌو تهذيب وارو ڳاڙهي تي ڪارو ٺڪر اٺاويهه فوٽ اٺ انچ ۽ پنجٽيهه فوٽ ست انچ هيٺ واري ڪٽي ۾ عام آهي. هتان هٿ آيل ٺڪر تي نڪتل نرالين شڪلين ۾ ٻوٽا، جانور، پکي ۽ مهندسي چٽ نڪتل آهن. ان کان سواءِ ٺڪر جا رانديڪا، جانورن جا پتلا، چٽڪا، مٽڪا، ڪنگڻ، پٿر جا مٽڪا، ڌاتوءَ جا مٽڪا، منڊيون، چوڙيون، چانديءَ جي منڊي، پٿر ۽ ٽامي جا اوزار، پٿر جا پتا، ٽامي جي آر، چيٽي، ۽ ٻاڻ جو ڦر وغيره به مليا آهن. آمريڪي ماهر ڊاڪٽر لئس فليم هن دڙي حڪومت پاڪستان جي سهڪار سان کوٽائي ڪجهه ورهيه اڳ ٽن منڊن ۾ ڪئي هئي. کيس ٺڪرائي کان سواءِ مٽڪا جهجهي تعداد ۾ مليا هئا. ان مان اندازو ڪري سگهجي ٿو ته هتي گهڻن ٺاهڻ جو ڪارگاهه هوندو. يا مٽڪن ٺاهڻ جو مرڪز هوندو جو متان مڪاني طور مٽڪن ٺاهڻ جو پٿر هتي موجود هجي. لئس فليم جي ڪٽ موجب هي ماڳ 3500 ق_ م جو ٿي سگهي ٿو.

**ماڳ جو نالو: غلام حسين خان (ثالث) جو مقبرو ۽ ٻيا**

ماڳ جو قسم: مقبرو

ماڳ جو دور: ميرن جي صاحبي

هن مقبري کي هڪ ئي در آهي. فرش تي سائي رنگ جون ڪاشيءَ جون سرون لڳل آهن. مقبري تي قطع تاريخ لکيل آهي.

دو مير نکو نام فرخنده رائي

More Books Visit : www.iqbalkalmati.blogspot.com



سپردند جان را بحکمر خدائي
بتاريخ سان گتمر اين مصرعي
”دو ميراز قضا داده جان هائي هائي.“
1269 ھ.

سجو مقبرو مير بجار خان، مير فتح خان جي خاندان جي قبرن سان ڀريل آهي. ميرمحمد جي مقبري جي اولهه ۾ هڪ مقبرو آهي جنهن ۾ هيٺيون قبرون موجود آهن:

1- مير غلام حسين خان (ثالث) ولد مير عبدالله خان (ثالث). موصوف 1323 ھ ۾ ڄائو ۽ 1370 ھ، 1951ع ۾ وفات ڪري ويو. هن پنهنجي چاچي مير غلام شاهه (ثاني) جي ڌيءَ سان شادي ڪئي هئي. مٿس ڪتبو لڳل آهي.

وفات حسرت آيات مرحوم مغفور جنت مکان خلد آشيان

مير صاحب غلام حسين خان شهداداني تالپور عيلہ الرحمة والغفران بتاريخ 9 شعبان سن 1370 ھ برابر 16 مئي 1951ع روز چهار شنبہ.

2- مير غلام شاهه (اول) ولد مير بهرام خان ثاني. هن مير غلام حسين خان (اول جي ڌيءَ سان شادي ڪئي هئي. هن جي قبر تي ڪوبہ ڪتبو ڪونهي.

3- مير فضل علي خان (اول) ولد مير بهرام خان (ثاني) هن مري بلوچن مان شادي ڪئي هئي.

4- مير عبدالله خان (تيون) ولد مير غلام حسين خان (ٻيون) هن موصوف سال 1358هجري، 16 مئي 1939 ۾ وفات ڪئي. اهڙو ڪتبو فارسي ۾ لڳل آهي.

**ماڳ جو نالو: غلام علي جو مقبرو**

ماڳ جو قسم: مقبرو

ماڳ جو دور: ميرن جي صاحبيءَ ۾ (20- 1805ع) دوران اڏيل

ماڳ جو هنڌ: ميان نورمحمد ڪلهوڙي جو قبرستان. ديهه ۽ ڳوٺ ميان نورمحمد تعلقو دولتپور ضلعو نوابشاهه. هن ماڳ جي ڏکڻ ۾ اٽڪل هڪ ڪلو ميٽر جي پنڌ تي نِم جو ڳوٺ، اوڀر ۾ هڪ ڪلو ميٽر جي پنڌ تي لنڊڪي ڪئنال، مقيم ڏاهريءَ جو ڳوٺ هتان کان ٽي ڪلو ميٽر اولهه ۾ ۽ موري جو شهر هتان 16 ڪلو ميٽرن جي پنڌ تي آهي. هي ماڳ اتر ويڪرائي ڦاڪ 26° 32' 50" ڊگرين ۽ اوڀر ڊگهائي ڦاڪ 68° 48' ڊگرين تي واقع آهي. هي مقبرو غلام علي خان ولد ميان محمد عارف خان ولد ميان عبدالنبي ڪلهوڙي جو آهي. لنگهه ڏکڻ ۾ ڏنل اٿس، جنهن کي نوڪدار ڪمان ڏنل آهي. پاسن کان اندر تي پانيل مستطيل آهن. مستطيل پانيلن جي مٿان وري چورس پانيل پر ڪافي ننڍا آهن، ٺاهيا ويا آهن. انهيءَ نموني چئن پاسن کان پانيل جوڙيل آهن. اتر واري پاسي هوا جي لنگهه لاءِ دري نهيل آهي. بيٺ- ٻني تي چوڏاري ڪنگرا اڏيل آهن. ڇت جو نمونو محرابي آهي. جنهن جي مٿان چوٽيءَ وٽ ڪنول جو اونڌو گل ۽ ان جي مٿان ڪلس ڏنل آهي. نهيلَ حجري ۾ اندر بہ پانيل نهيل آهن. ونگون ۽ پانيل اتر ۽ اولهه وارين پٽين تي بہ نهيل آهن. اوڀر پاسي هڪ ونگ نهيل آهي. جيڪا ٻئي مقبري سان مليل آهي. مقبري کي اندران ڇت بہ محرابي آهي. اندر بہ قبرون آهن. مقبري جي حالت اهڙي سٺي ڪونہ آهي. هنڌان هنڌان چن جو پلستر اکڙي پيو اٿس. ڪجهه مرمت گهري ٿو.

**ماڳ جو نالو: غلام شاهه جي مقبري وارو ڪوٽ**

ماڳ جو قسم: ڪوٽ

ماڳ جو دور: ڪلهوڙا دور 1186 هجري

ماڳ جو هنڌ: جيل روڊ حيدرآباد- غلام شاهه ڪلهوڙي جو مقبرو

More Books Visit : www.iqbalkalmati.blogspot.com



احوال: هي ڪوٽ شڪل ۾ چوڪور آهي. هن جي ڊيگهه 252 فوٽ ۽ ويڪر 233 فوٽ آهي. ڪوٽ کي ڪل 11 برج آهن. جن مان چئن ڪنڊن وارن گول برجن جو گهيرو 100 فوٽ آهي. برجن جي وچ ۾ فاصلو 80 فوٽ کن آهي. ڪوٽ پڪين سرن ۽ گاري جو ٺهيل آهي. پٽ هيٺان بنيادن وٽ 14 فوٽ موڪري آهي. ان جي بلندي 25 فوٽ آهي. شاهي دروازو اوڀر واري پٽ جي وچ ۾ آهي. دروازو 4 . 8 فوٽ ويڪرو آهي. قلعي جي بلڪل مرڪز ۾ بلنديءَ تي 17.6x112 فوٽ ٿلهو آهي. ٿلهي تي 56x56 فوٽ غلام شاهه جو مقبرو آهي. هي سندس پٽ سرفراز خان ٺهرايو هو. انهيءَ ڪوٽ ٺهڻ جي تاريخ هن ڪتبي مان نڪري ٿي.

ناگه از تنزيل در دان اين ندا.

ها تفي جنات فيها خالدا.

1186 هجري

**ماڳ جو نالو: غلام نبي ڪلهوڙي جو مقبرو**

ماڳ جو قسم: اڏاوت

ماڳ جو دور: ڪلهوڙن جي صاحبي

ماڳ جو هنڌ: هي مقبرو 243 ميٽر غلام شاهه ڪلهوڙي جي مقبري کان دوريءَ تي حيدرآباد شهر ۾ آهي.

مبان غلام نبي، ميان نورمحمد جو فرزند هو. هن سنڌ تي هڪ سال (1776ـ 1775ع) حڪمراني ڪئي.

روضي کي ٻاهران پٽ ڏنل آهي. جيڪا چورس 245x249 فوٽ ۽ 8 فوٽن کان 5 . 8 فوٽ اوچي آهي. هي مقبرو قائم خان ڪلوئي جي مقبري وانگر آهي، جيڪو ميان جا قبا تعلقي دولتپور ۾ آهي. هن قسم جي اڏاوت سنڌ ۾ 16 صدي عيسويءَ کان نئي ۾ ملي ٿي. مقبرو پڪ سرو انڪندو، مهاڙي 8 . 37 فوٽ اوچي، 6 . 29 فوٽ ويڪري آهي. ٻاهران خوبصورت ونگن ۽ پانيلن سان مقبري کي سجايو ويو آهي. روضوا ندران اندر چورس 32x32 فوٽ آهي. حاشيه تائين ماربل جو پٿر ڏنل اٿس. ڪنڊن وٽ وڏيون ڪنڊ ـ جوڙون (squinches) ٺاهي، ان جي مٿان ڳچ (Neck) ٺاهي وئي آهي. گنبذ گول آهي. اولهه واري پٽ ۾ پٿر جو محراب ڏنل آهي. اندر ٿلهي تي ڪل ٽي قبرون آهن. ٿلهو 12x8 فوٽ آهي. اتر اولهه ڪنڊ تي ڏاڪڻ ٺهيل آهي. ٻاهران ڳچ سورنهن پاسو نظر اچي ٿو. اندر چٽ (Fresco) چٽيل آهن.

**ماڳ جو نالو: غفور شاهه جو دڙو**

ماڳ جو قسم: دڙو

ماڳ جو دور: 600 قبل مسيح

ماڳ جو هنڌ: لاڙڪاڻو شهدادڪوٽ

هي ماڳ اتر ڊگهائي ڦاڪ ۾ 27°53'02" ڊگرين ۽ اوڀر ويڪرائي ڦاڪ 67°50'01" ڊگرين تي موجود آهي. دڙو 450 ميٽر ڊگهو ۽ 250 ميٽر ويڪرو آهي. جڏهن تہ 7 ميٽر اوچو آهي. هتان مليل ٺڪراٺو سنڌوءَ جي پوئين دور سان پيٺڻ جهڙو مليو آهي؟ هي ڪا ويران ٿيل بستي آهي. دڙي تي خزاني ڳولينڌڙ کڏا کوٽي ڇڏيا آهن. ڪجهه اڏاوتن جا آثار بہ مليا آهن.

**ماڳ جو نالو: غيبي پير جو مقام**

ماڳ جو قسم: مقبرو ۽ قبرستان

ماڳ جو دور: چوڏهين صدي عيسوي

ماڳ جو هنڌ: ڪوهه تراش ـ تعلقو ٽاٽوبولاخان ضلعو جام شورو

هي ماڳ ٽاٽي بولاخان ڪرچات وچتي ـ ڪرچات کان 12 ڪلو ميٽر اول (ڏکڻ ۾) رستي جي اوڀر ۾ هڪ ڪلو ميٽر

More Books Visit : www.iqbalkalmati.blogspot.com



نئين باران جي اتر ۾ اڌ ڪلو ميٽر جي پنڌ تي آهي. هتي غيبي پير نالي ڪنهن بزرگ جي مزار ۽ قبرستان آهي. غيبي پير ذات جو باريجو هو. ان ڪان وڌيڪ معلوم ٿي نہ سگهيو آهي. قبرستان ۾ ڪي قبرون چوڪنڊي نموني جي پٿر جي اڪر سان موجود آهن. قبرون ٻن ٽن منزلن ۾ بہ موجود آهن. جيڪي پٿر جي چوڪور صليبن يا دوڳين جون ٺهيل آهن. ڪافي قبرون عام گچ گاري مان ٺهيل آهن. هي مقام ڏهن کن ايڪڙن تي ڦهليل آهي. مقبري ۾ اندر وڃڻ لاءِ اوپر کان لنگهہ اٿس. هن مقبري جي ڇت مندرنما پاسندي آهي.

**ماڳ جو نالو:** **ڦل ڍهو جو دڙو/ لُل ماڙي** PhulDaho_jo_Daro/LulMari

ماڳ جو هنڌ: 69°11'00" اوپر ۾ 27°37'00" اتر ۾ . ڳوٺ ڦل ڍهو جو ڳوٺ تعلقو روهڙي، ضلعو سکر.

ماڳ جو قسم: دڙو

ماڳ جو دور: قبل از تاريخ

احوال: ماڳ وارياسي پٽ تي آهي. چؤطرف ٻوٽا ٻروٽا آهن. ٺڪرائو ميدان تي پکڙيل آهي. ملندر وٿن ۾ پتا، رانديڪا، برتن، ٺڪرائو سادو توڙي چٽيل مليو ٿو. ڪٽي ڪٽي ٺڪر ڪرچيل، ٺنگر ۽ گهيربدار سنو پڪل مليو ٿو. چوڙين جا ٽڪرا جهجها ملن ٿا.

**ماڳ جو نالو:** **ڦولڙو دڙو**

ماڳ جو قسم: دڙو

ماڳ جو دور: ٻڌي دور/ 600 قبل مسيح

ماڳ جو هنڌ: شاهڪوٽ، ڦلڙو روڊ تعلقو ميروخان

هي ماڳ اتر ڊگهائي ڦاڪ 27°46'40" ڊگرين ۽ اوپر ويڪرائي ڦاڪ 67°47'20" ڊگرين تي موجود آهي. دڙو 65 ميٽر ڊگهو ۽ 50 ميٽر ويڪرو ۽ 4 ميٽر اوچو آهي. هي ماڳ ٻڌي دور جو چيو وڃي ٿو. هتان لڌل وٿن ۾ ٺڪرائو وغيره انهيءَ دور جو لڌو ويو آهي. هن دڙ ي جي کوٽائي ٿيل ڪونہ آهي.

**ماڳ جو نالو:** **ڦنگ**

ماڳ جو هنڌ: هي ماڳ 25°42" اتر ويڪرائي ڦاڪ ۽ 67°38" ڊگهائي ڦاڪ، بارڻ جي اتر اتر_ اولهہ موجود ماڳ دڙو. ڪوهتراش کان 300 ميٽر اتر_ اتر_ اولهہ.

احوال: بارڻ جي اتر واري (کبي) ڪنڌي تي ڪوهتراش کان اٽڪل 300 ڪلو ميٽر اتر_ اتر اولهہ ۾ موجود ماڳ تي پٿر جي پيڙهن سان پڳل ديوار جا نيشان آهن. پاسي ۾ کيرٿر تي گبر بند جا آثار بہ ڏسي سگهجن ٿا. هتان مليل ٺڪرائي کي ڪوٽڏجيءَ واري ٺڪر سان ڀيٽي سگهجي ٿو. هن ماڳ جي آس پاس گرد واري ڪرڻ جا ۽ ٻيا ماڳ ۽ گبر بندن جا آثار بہ ڏسي سگهجن ٿا.

**ماڳ جو نالو:** **ڦرينگ**

ماڳ جو قسم: گبر بند

ماڳ جو هنڌ: ڪوهہ تراش بٺي جي ڏکڻ_ اوپر ۾ تعلقو ٿاڻو بولاخان ضلعو ڄام شورو. اتر ويڪرائي ڦاڪ 25°42'9" اوپر ويڪرائي ڦاڪ 67°39'56"

هي ماڳ بہ پٿر ۽ مٽيءَ مان ٺهيل 100 کن ميٽرن جو ڊگهو گبر بند آهي. هن قسم جا گبر بند اوائلي انسان پوکي راهيءَ لاءِ ٺاهيا هئا. ۽ اڃا بہ اهي استعمال هيٺ آهن. هن علائقي ۾ اهي گبر بند جهجهي انداز ۾ ملن ٿا. ڪاڇي واري پاسي

More Books Visit : www.iqbalkalmati.blogspot.com



اهڙي قسم جا بند نئين ۽ يا مينهن جي پاڻي کي روڪي، پاڻي پوک لاءِ استعمال ڪن ٿا. اهي گور بند / گبر بند/ گور بندي وغيره جي مختلف نالن سان سڏيا وڃن ٿا.

**ماڳ جو نالو: فتح پور جو دڙو**

ماڳ جو قسم: دڙو

ماڳ جو دور: اسلامي دور

ماڳ جو هنڌ: قلجي اسٽيشن کان پنج ڪلو ميٽر اوڀر طرف ديهه پير ترهو تپو، پراڻو ديرو يونين ڪائونسل الهه آباد.

هي دڙو اوچائيءَ ۾ 5 کان اٺن فوٽن تائين اوچو آهي ۽ 12 ايڪڙن جي ايراضي واراي ٿو. هتي اڏاوتن جا آثار مليا آهن. سرون سنهيون ۽ سيبتيون نهيل آهن. هڪ وڏي ماڙي جا نشان ٻڌائين ٿا ته هتي ڪنهن سمي چڱي حڪومت هلندڙ هئي. هي ڳوٺ مير فتح خان ٽالپر جي نالي پويان سڏجي ٿو. جو ميرصاحب مذڪوره ماڙي جي مرمت ڪري، استعمال هيٺ آندي هئي. مٽيون ٺهه اسلامي دور جو آهي جيڪو نظر پيو اچي. ڪن ماڻهن کي چانديءَ جا سڪا به مليا آهن. هيئيون ٺهه اسلامي دور کان اڳ جو ٿي سگهي ٿو. هن شهر کي به پيرا دريا پاتو آهي روايت آهي ته هتي مشهور سينگار جو شاعر جلال ڪتي به رهندو هو؟

**ماڳ جو نالو: فتح خان جي پيڻ جو مقبرو**

ماڳ جو قسم: اڏاوت/ مقبرو

ماڳ جو دور: اسلامي دور 898 هجري 1492 ع

ماڳ جو هنڌ: اتر_ اوڀر ڪنڊ ملڪ راڄپال جي مقبري لڳ_ مڪلي ضلعو ٺٽو

احوال: اندر لکيل ڪتبي مان ظاهر ٿئي ٿو ته مقبرو هجري سال 98 جو ٺهيل آهي. هي فتح خان جي پيڻ جي ياد ۾ ٺهرايو ويو هو. فتح خان ڄام نظام الدين جو پٽ هو. اصلي عمارت يا قبو هڪ ٿلهي تي ٺهيل آهي، جنهن جي هر چورس ماپ 7 . 29 فوٽ ٿئي ٿي. واڌو اڏاوت 13 فوٽ هر چورس پوءِ جي ڪيل آهي. مقبري کي ٽن هنڌن کان داخلا لاءِ دروازو آهي يعني اتر_ اوڀر ۽ ڏکڻ طرف_ فقط ڏاکڻيون دروازو پٿرائين فريم جو ٺهيل ونگيل آهي. دروازي تي اڳيان سورج مکيءَ جو گل ٺهيل آهي جيڪو سما دور جي اڏاوت جو خاص نشان يا سجاٽپ آهي. اولهه ۾ وڏو محراب اٿس. اندر ڪيتريون ئي پٿر جون قبرون ٺهيل آهن. ڏکڻ اوڀر ۾ هڪ وڏي قبر جيڪا هڪ پيتي وانگر ڪٽهڙي ۾ ٺهيل آهي ان تي گلاب جي گلن جي اڪر ٽيل آهي. مٿان ونگائون پينل اٿس. جيڪا قبر فتح خان جي پيڻ جي قبر سمجهجي ٿي. فتح خان لاءِ مڪلي نامون لکي ٿو ته: ”مڪليءَ تي ڄام نظام الدين واري ايراضيءَ ۾ هڪ مقبرو آهي جنهن ۾ اندر اولهه طرف محراب کان سجي پاسي واري ديوار ۾ پٿر جو ڪتبو لڳل آهي، جنهن تي سال 878هجري لکيل آهي. داني صاحب ۽ آرڪيالاجيءَ وارن سال 898 ع ڄاڻايو آهي) راشدي صاحب لکي ٿو ته عبارت هيءَ آهي: (ب) ملڪه و سلطانه في سنه ثمان و بسبعين و ثمان ماته (ج) در ماه ربيع الاول روز پنجشنبه (ا) هي سجو مقبرو پڪسرو آهي.

**ماڳ جو نالو: فتح ڳڙهه**

ماڳ جو قسم: قلعو هو، پر هاڻي موجود ڪونه آهي. دڙي جي صورت ۾.

ماڳ جو هنڌ: مٺيءَ جي ڏکڻ الهندي طرف.

ماڳ جو دور: مير فتح علي خان 89_ 1788ع ۾ جوڙايو

ماپون: قلعي جي ڊيگهه به سَوَ ڏهه فوٽ ۽ ويڪر هڪ سؤ نوي فوٽ هئي. قلعي ۾ پڪيون سرون 18x1_1/2 جون استعمال ٿيل آهن. اتر طرف هڪ ئي دروازو 18 فوٽ ڊگهو ۽ 10 فوٽ ويڪرو. اندر سپاهين جي رهڻ لاءِ 18 ڪمرا ۽ عملدارن جي رهڻ لاءِ ٽي ڪمرا، هڪ لائبريري، ڪچهريءَ لاءِ ٿلهو، جنهن ۾ پٿر استعمال ٿيل هو. الهندي طرف مسجد

More Books Visit : www.iqbalkalmati.blogspot.com



جا نشان آهن. قلعو انگريزن فتح ڪرڻ کان پوءِ مڪمل تباهه ڪري ڇڏيو.

**ماڳ جو نالو:** **فتح علي شاهه جو قبو**

ماڳ جو هنڌ: شاهبندر

ماڳ جو دور: اسلامي دور

ماڳ جو احوال: هي قبو سڄو ڪاٺ جو ٺهيل آهي. مٿان مٽيءَ سان لنبي وري ان جي مٿان اڇي چن جي لنبائي ڪيل آهي.

**ماڳ جو نالو:** **فتوحل زرداري مسجد**

ماڳ جو قسم: اڏاوت

ماڳ جو دور: 19 صدي عيسوي

ماڳ جو هنڌ: ڳوٺ فتوحل زرداري، ديهه گهرام ماڙي، تعلقو سڪرنڊ ضلعو نوابشاهه. اوڀر ۾ ٻن ڪلو ميٽرن تي رمضان ڏاهريءَ جو ڳوٺ، ڏکڻ ۾ ٻن ڪلو ميٽرن تي سوني ڏاهري جو ڳوٺ، سخي ماڙي ڳوٺ 500 ميٽر اولهه ۾، قاضي احمد جو شهر ستن ڪلو ميٽرن تي اتر ۾ اٿس. هي ماڳ اتر ويڪرائي ڦاڪ 26° 12' 45" ڊگريون ۽ اوڀر ڊگهائي ڦاڪ 68° 7' 50" ڊگرين تي آهي. اڏاوت ۾ پڪيون سرون، چن ۽ گارو استعمال ٿيل آهي. مسجد ڊيگهه ۾ 15.25 ميٽر، ويڪر ۾ 7.50 ميٽر ۽ اوچائيءَ ۾ 13 ميٽر آهي. مسجد مستطيل رٿيل آهي. اڀرندي طرف ٽي دروازا نوڪدار ونگن سان، وچ ۾ سايون ڪاشيءَ جون سرون سينگاريل آهن. مسجد ڪي ڇهه روشن دانن وانگر چوٽيون اٺن درين سان آهن: جن مان چار مهاڙي ۾ ۽ ٻه پويان ٺهيل آهن. اٺڪندي ڳچ (Drum) تي ڪنگرا ٺهيل آهن. ٽئي ننڍا گنبذ، جيڪي لاهور واري وزيرخان مسجد جي طرز جا آهن. انهن تي ننڍو ڪنول گل ابتو ٺهيل ۽ ان جي مٿان ڪاشيءَ جو ڪلسو ڏنل آهي. وچون گنبذ ٻين ٻن کان وڏو آهي. ٻه دريون اتر ۽ ڏکڻ ۾ هوا جي گذر لاءِ ٺاهيون ويون آهن. اتر واري پٽ سان لڳ ڏاڪڻ ٺهيل آهي. اندر، نمازي حجرو ٽن ونگيل حجرن ۾ ورهايل آهي. وچون حصو ٻين ٻن کان وڏو ۽ چورس آهي. اوڀر ۽ اولهه وارين پٽين ۾ ٽي ڪڙ ونگا پانيل (Recessed panel) ٺهيل آهن. اٺڪندو ڳچ (Drum) ڪنڊ جوڙون ڪنڊن (squinched) ۽ چئن خصي ونگن تي ٺهيل آهي. اندر مهندسي چٽ ۽ گلڪاري ٿيل آهي. حاجي سجاول هن مسجد کي 19 صدي عيسيويءَ ۾ ٺهرايو. هن مسجد جي سال بسال مرمت ٿي رهي آهي. ان لاءِ سٺي حالت ۾ آهي.

**ماڳ جو نالو:** **فضل علي ڪلهوڙي جو مقبرو**

ماڳ جو قسم: اڏاوت/ مقبرو

ماڳ جو دور: ميرن جي صاحبي

ماڳ جو هنڌ: ميان نورمحمد ڪلهوڙي جو قبرستان_ ڳوٺ ۽ ديهه ميان نورمحمد تعلقو دولتپور ضلعو نوابشاهه. هن جي ڏکڻ ۾ اٽڪل هڪ ڪلو ميٽر جي پنڌ تي نم جو ڳوٺ، هن جي اوڀر ۾ هڪ ڪلو ميٽر پنڌ تي لنڊڪي ڪئنال وهي رهيو آهي. مقيم ڏاهريءَ جو ڳوٺ هتان کان اٽڪل ٽن ڪلو ميٽرن جي پنڌ تي آهي. جڏهن ته موري جو شهر هتان کان 16 ڪلو ميٽرن جي پنڌ تي آهي. هي ماڳ اتر ويڪرائي ڦاڪ ڦاڪ تي 26° 32' 50" ڊگريون ۽ اوڀر ڊگهائي ڦاڪ 68° 48' ڊگرين تي موجود آهي. اڏاوت ۾ پڪيون سرون، ڳچ گارو ۽ چن استعمال ٿيل آهي، هن مقبري جي ماپ ڊيگهه ۾ 6.50 ميٽر، ويڪر ۾ 5 ميٽر اوڀر اولهه ۽ اوچائيءَ ۾ 5 ميٽر آهي. رٿ ۾ هي مقبرو مستطيل آهي. مقبري ڪي نوڪدار ونگن وارو دروازو ڏکڻ ۾ آهي؛ جنهن کي چار عمودي يا اُڀا پانيل آهن. ٻه دروازي جي هيٺان ۽ ٻه پاسن کان، جڏهن ته پنج پانيل سڌا مهاڙيءَ ۾ ٺهيل آهن. اتر، اوڀر ۽ اولهه پاسي پنج پانيل اڀا ۽ مستطيل نمونى ٺهيل آهن، جيڪي هيٺين حصي ۾ آهن. جڏهن ته ٻيا پنج پانيل سڌي طرز جا مٿين حصي ۾ ٺهيل آهن. اڀرندي پاسي هڪ دري جنهن ۾ مهندسي جاريون آهن. سا هوا جي گذر لاءِ آهي. پلوڙن جي مٿان

More Books Visit : www.iqbalkalmati.blogspot.com



ڪنگرا آهن. مقبري ڪي محرابي ڇت ان جي مٿان بہ ڪنول جا ابتا گل ۽ ان جي مٿان ڪلس ٺهيل آهي. هتي مقام ۾ محرابي ڇت واري اڏاوت چڱي آهي. مقبرو گچ گاري سان لنبيل آهي. مقبرو هڪ ٿلهي تي اڏيل آهي. اندر مستطيل حجري ۾ هڪ وڏو جارو ۽ بہ اُپا پانيل ڏنل آهن. ڏاکڻي پٽ تي لنگهہ وٽ بہ عمودي مستطيل پانيل الڳ آهن. اوپر ۽ اولهہ وارين پٽين تي ٽي عدد جارا ٺهيل آهن. جن ۾ بہ مستطيل پانيل ڏنل آهن. حجري ۾ صرف هڪ قبر آهي جيڪا گچ گاري سان لتل آهي. هي مقبرو ميرن جي صاحبي ۾ ٺهيو. ميان فضل علي خان ميان عبدالنبي ڪلهوڙي جو فرزند هو. جيڪو ديره غازي خان ۾ وڃي رهيو. مقبري جي حالت خراب آهي. جتان ڪٿان ڏري پيو آهي. مقبرو تڪڙي مرمت گهري ٿو.

**ماڳ جو نالو:** **فيروز باريجو ڪوٽيرو**

ماڳ جو قسم: پٿرائون گهيرو

ماڳ جو دور: تاريخي

ماڳ جو هنڌ: ديهہ رڪ، تعلقو ٿاٽو بولاخان، ضلعو ڄامر شورو. اتر ويڪرائي ڦاڪ $25^{0}\,35'\,56''$ اوڀر ڊگهائي ڦاڪ $67^{0}\,36'\,77''$ ۾ موجود آهي.

هي ماڳ ڳوٺ فيروز باريجي وٽ هڪ اڻ سروي سرڪاري زمين ۾ موجود آهن. هٿ سان بنا گل گاري پٿر جي گول اڏاوت جنهن ۾ ننڍين وڏن پٿرن ڪي هڪٻئي مٿان سَٿي هڪ چوڪنڊي اڏاوت ڪئي وئي آهي، جنهن ڪي اتر ۾ لنگهہ ڇڏيو ويو آهي. هن اڏاوت جو هر پاسو اٽڪل 35 . 9 ميٽر، 200 ـ 85 . 1 ميٽر ويڪر ۽ 89 ميٽر اوچو آهي. هن اڏاوت جو ڪوبہ مصرف نظر نہ آيو. اهي اڏاوتون ضرور ڪنهن مذهبي يا ثقافتي اهڃاڻ جون نشامبر آهن. هن قسم جا ماڳ هلڪي ڪوٽائي گهرن ٿا. ڪوبہ ٺڪرائو يا ٻي وٿ ڪانہ ٿي ملي. دور جو اندازو نٿو ڪري سگهجي. مجمدار صاحب بہ ذڪر نہ ڪيو آهي.

**ماڳ جو نالو:** **فضل شاهہ جو مقبرو**

ماڳ جو هنڌ: بڪيراڻي شريف

ماڳ جو دور: 1267 هجري

ماڳ جي ماپ: 30x30 فوٽ

احوال: فضل شاهہ بابت تاريخ ۾ ڪو احوال ملي نہ سگهيو آهي. سندس وفات جي تاريخ مقبري تي لڳل ڪتبي مان ظاهر ٿئي ٿي. جيڪا 1266 ڇهرين ذوالحج آهي.

**ماڳ جو نالو:** **فريئر هال**

ماڳ جو قسم: عمارت

ماڳ جو دور: انگريز دور

ماڳ جو هنڌ: ڪراچي

فريئر هال، سر بارٽل فريئر سنڌ جي ڪمشنر هجڻ دوران، (59 ـ 1851ع) ٺهرايو هو. بارٽل فريئر سنڌ ڪي جديد ڏسڻ ٿي گهريو. هن عمارت تي ڪل هڪ لک اسي هزار روپيا خرچ ٿيو. جنهن مان 147000 روپيا ان وقت جي نئين قائم ٿيل ميونسپل طرفان ڏنا ويا، ڏهہ هزار سرڪار ۽ 22500 روپيا مختلف نمونن جي چندن ذريعي حاصل ڪيا ويا هئا. هن عمارت جو نقشو ڪرنل هينري ڪليئر والگن جو ناهيل هو. عمارت جي اڏاوت آگسٽ 1863ع ۾ شروع ٿي ۽ 1865ع جي آڪٽوبر مهيني ۾ هن هال ڪي عام لاءِ کوليو ويو. جڏهن تہ اڃا عمارت مڪمل ڪانہ ٿي هئي. هي ونيشن گوٿڪ طرز جي عمارت آهي. هن جي اڏاوت ۾ گذريءَ جو پيلو پٿر، گلن ڇٽن لاءِ ٻولهڙي جو اڇو پٿر ۽ جنگ شاهيءَ جو ڳاڙهو پٿر استعمال ٿيل آهي. ڇت ۾ سينگار لاءِ ڪاشيءَ جون سرون لڳل آهن. لوهہ انگلنڊ مان گهرايو ويو هو. برجين ۽ اٽڪنڊي مينار مٿان منز ڌاتو (Munts Metal) جو تهہ

More Books Visit : www.iqbalkalmati.blogspot.com



چاڙهيل آهي. اندر وڪٽوريا ۽ جارج ستين جو مجسمو نهيل آهي. فريئر هال جو هيٺئين طبقي ۾ ميوزم قائم ڪيو ويو، جنهن ۾ چارلس نيپير جون شيون رکيون ويون هيون. هي ڪراچيءَ جو جڙ پهريون ميوزم هو. مٿئين طبقي تي هڪ لائبريري جوڙي وئي جنهن کي ميونسپل سنپالينڊي هئي. ان کان سواءِ هن هال ۾ عام گڏجاڻيون، ليڪچر، رانديون، بحث مباحثا ۽ ڊراما ڪيا ويندا هئا.

**ماڳ جو نالو:** **فيض محل يا آرام گاهه**

ماڳ جو قسم: اڏاوت

ماڳ جو دور: مغل دور 1004 هجري

احوال: فيض محل هڪ جاءِ آهي، جيڪا مير معصوم 1004 هجريءَ ۾ نهرائي. اها جاءِ برج جي نموني 50 فوٽ اوچي، ونگن سان چار دروازا اٿس ۽ زمين کان 14 فوٽ مٿي، اندرئين پاسي ڏانهن هڪ گيلري اٿس. جنهن کي چار دريون آرپار آهن. عمارت سهنين پڪين سرن جي نهيل آهي. چوڌاري فارسيءَ ۾ رباعيون لکيل آهن.

**ماڳ جو نالو:** **قادربخش جو قبو / قبا**

ماڳ جو دور: ميرن جي صاحبي

ماڳ جو قسم: قبرستان

ماڳ جو هنڌ: خيرپورميرس، ميرن جو قبرستان

هي ميرن جو اباڻو قبرستان آهي. هيءَ زمين مير سهراب خان، قادربخش پنهور کان خريد ڪري، اتي قبرستان جي جاءِ ڪئي. قادربخش جي مرڻ تي مٿس عاليشان قبو جوڙايائين. هن قبرستان ۾ مير سهراب خان ۽ مير رستم کان پوءِ ٻين سڀني خيرپورميرس جي ميرن جون قبرون آهن.

**ماڳ جو نالو:** **قاسم باريجو پڙ**

ماڳ جو قسم: پٿرن جو پڙ يا گهيرو

ماڳ جو دور: تاريخي

ماڳ جو هنڌ: ديهه ريڪ تعلقو ٿاڻو بولاخان ضلعو ڄامشورو. اوپر ڊگهائي ڦاڪ "57 '36 °67 ۽ اتر ويڪرائي ڦاڪ "75 '34 °25 ڊگرين تي موجود آهي. هن ماڳ لاءِ ننڍين پٿرن کي گهيري يا دائري ۾ هڪ ٻئي مٿان سٿيو ويو آهي. اتي نڪو نڪرائو آهي نڪا ڪا اڏاوت. ضرور اهي ڪوٽيرا ڪنهن مقصد لاءِ ناهيا ويا هوندا، پر پوري معلومات نٿي ملي. هن پڙ جي حدن تي سٿيل پٿرن جي ويڪر 94. 0 اوچائي هڪ ميٽر آهي. هن ماڳ جو ذڪر مجمدار ڪونہ ڪيو آهي.

نوٽ: لفظ "ڪوٽيري" جو بنياد اصل ۾ ڪوٽ آهي، جنهن مان پوءِ ڪوٽڙي ۽ ڪوٽيرو ٿيا. پر هي اصل ۾ اهڙي ڪا اڏاوت نہ آهي، فقط ٿورا يا گهڻا پٿر گول دائري ۾ رکيل آهن. وچ بلڪل خالي آهي. جنهن ۾ ڪابہ ٻي وٿ يا ثقافتي نشاني نہ آهي، ان ڪري هنن کي سڃاڻپ خاطر "پڙ" چوڻ گهرجي.

**ماڳ جو نالو:** **قاسم ڪيريو**

ماڳ جو قسم: دڙو ۽ ٺلهه

ماڳ جو دور: ٻڌي دور/ اسلامي دور

ماڳ جو هنڌ: ڳوٺ قاسم ڪيريو، نوابشاهه سانگهڙ روڊ جي اپرندي پاسي 6 ميلن جي مفاصلي تي آهي.

احوال: ماڳ جي چوڌاري زمينون پوکيءَ هيٺ آهن. اصل ماڳ 1000 فوٽ ڊگهو 400 فوٽ ويڪرو ۽ زمين جي مٿاڇري کان 15 فوٽ اوچو دڙو آهي. جنهن تي پر وارا زميندار والار ڪري رهيا آهن. ملندڙ وٿن ۾ ڪچيون پڪيون

More Books Visit : www.iqbalkalmati.blogspot.com



سرون، ٽامي جا سڪا، سادو ۽ چٽيل ٺڪر، نقش ٿيل سرن جا ٽڪر، روغني ٺڪر، جيڪو ماڳ جي ٻڌي دور ڏي اشارو ڪري ٿو. ان کان پوءِ اسلامي دور جي والارجون وٿون ملن ٿيون. دڙي جي وچ تي ٺلهه جا نشان نظر اچن ٿا.

**ماڳ جو نالو: قاضي احمد جو مقبرو**

ماڳ جو قسم: اڏاوت/ مقبرو

ماڳ جو دور: 1223 هجري

ماڳ جو هنڌ: ديهه قاضي احمد، تعلقو دولتپور، ضلعو نوابشاهه. نيشنل هائي وي کان ڏکڻ ۾ چار سؤ ڪلو ميٽر_ قاضي احمد شهر ۾ . اتر ويڪرائي ڦاڪ 26°18'0" ۽ اوڀر ڊگهائي ڦاڪ 68°30'6" ڊگرين تي موجود آهي.

هي مقبرو 9.80 ميٽر ڊيگهه ۾ اتر ڏکڻ 9.80 ميٽر ويڪر ۾ 15 ميٽر اوچائيءَ ۾ ماپيو ويو. هن مقبري جي اڏاوت ۾ پڪيون سرون، گارو گل، چن گل، چن پلستر ۽ رنگين ٽائلس استعمال ٿيل آهن. مقبرو رٿ ۾ چوڪندو ٺهيل آهي. مک دروازو ڏکڻ طرف، ڪاٺ جو ٺهيل اٿس. جنهن جي مٿئين اڌ تي خصي ونگون ڏنل آهن. جن تي گهڻ – راسيون جهالرون ٺهيل آهن. پانيل تي بہ اهي گهڻ راسون ڪناريون ٺهيل آهن. چئني ڪنڊن تي ٺهيل پانيل بہ ٻيڙ ٻنن ۽ جهالرن سان سينگاريل آهن. وچ وارو ٻيڙ ٻنون، پاسي وارن ٻيڙ_ ٻنن کان وڏو آهي جيڪو ڪنگرن ۽ برجن سان مزين آهي. وڏو گول گنبذ اٿس. اندر ٽن طرف کان محراب ٺهيل جيڪي مستطيل پانيلن ۽ حصي ونگن سان ٺهيل آهن. اندر سجو مقبرو چٽيل ۽ روغن ٿيل آهي. اندر ڪل نوَ قبرون آهن، جيڪي ڪٽهڙي ۾ بند آهن. اهو ڪٽهڙو پوءِ جو ٺهيل آهي. اتي ئي هڪ قبر پير قاضي احمد جي آهي. هي مقبرو سندس پٽ پير ميان محمد صالح ٺهرايو هو. اهڙو ڪتبو فارسيءَ ۾ لکيل اهي. جيئن تہ هن مقبري جي مرمت ٿئي پئي ٿي، ان لاءِ بهتر حالت ۾ آهي.

**ماڳ جو نالو: قاضي احمد مسجد**

ماڳ جو قسم: مسجد

ماڳ جو دور: 1226 هجري

ماڳ جو هنڌ: ديهه قاضي احمد تعلقو دولتپور ضلعو نوابشاهه. مسجد جي ڏکڻ ۾ نيشنل هائي وي 400 ميٽرن جي پنڌ تي آهي، اولهه ۾ 400 ميٽرن تي ڪيڊٽ ڪاليج پيٽارو ۽ ڏکڻ ۾ گورنمنٽ هائي اسڪول قاضي احمد. اتر ويڪرائي ڦاڪ 26°18'0" ۽ اوڀر ڊگهائي ڦاڪ 68°31'6" ڊگرين تي آهي. مسجد ڊيگهه ۾ 17 ميٽر اتر ڏکڻ آهي ويڪر ۾ 6.75 ميٽر اوڀر اولهه ۽ وڌ ۾ وڌ اوچائي 10 ميٽر آهي. اڏاوت ۾ پڪيون سرون، ڪچيون سرون، گل گارو، چن گارو ۽ چن پلستر استعمال ٿيل اٿس. مسجد رٿ ۾ مستطيل آهي. اوڀر ۾ نوڪدار ڪمانن سان دروازو، جنهن ڪي مستطيل پاسن وارا جارا ڏنل آهن. مٿان ٽي گنبذ جڙيل آهن، جيڪي شاهجهاني مسجد ٺٽي وانگر سهٽا ٺهيل آهن. مهاڙي ۾ ٻيڙ ٻنا ۽ برجيون خوبصورت طرز ۾ ٺاهيون ويون آهن. مهاڙي روغن ٿيل آهي؛ جنهن ۾ مهندسي نقش آهن. وچ واري لنگهہ تي فارسي ۽ عربيءَ ۾ لکتون لکيل آهن. اندر نماز وارو حجرو ٽن حصن ۾ ورهايل آهي، وچون حجرو ٻين کان وڏو آهي. ٽي عدد طاقي ونگون اولهه ۽ اوڀر واري پٽ ۾ ٺهيل آهن. اولهه پاسي ٽي جارا ٺهيل آهن. وچين گنبذ کي چار ننڍا ٿنيا آهن. نمازي حجرو اندران روغن ٿيل، جاميٽري جا نقش نڪتل اٿس. وچين گنبذ کي چار ننڍڙيون ڪنڊ_ جوڙيون ڪنڊ ۽ چار خصي ونگون ڏنل آهن. ڏسڻ ۾ اٺ ڪنڊو اچي ٿو. هي مسجد 1226 هجريءَ ۾ ٺهرائي وئي هئي. هيءَ مسجد تمام سني سنڀاليل آهي، جو هن جي وقت بوقت مرمت ٿيندي اچي ٿي.

**ماڳ جو نالو: قاضي برهان الدين جو مقبرو**

ماڳ جو قسم: مقبرو

ماڳ جو دور: اسلامي دور

More Books Visit : www.iqbalkalmati.blogspot.com



ماڳ جو هنڌ: لڳ خانپور جوٽيجو، تعلقو خيرپور ناٿن، شاهه ضلعو دادو.

هي مقبرا پرياٽي قبن جي ڏکڻ ۾ ٽن فرلانگن جي پنڌ تي آهن. هڪ پڪو رستو هنن مقبرن تائين اچي ٿو، جيڪو خانپور وٽ انڊس هائي وي سان ڳنڍيل آهي. هي قبرستان ديهه ڪاٺ لشڪر، تپي ڪڪڙ ۾ آهي. هي مقبرو حاجي اميربخش جي سهائتا سان مرمت ڪرايو ويو آهي، جيڪو هن تڪ جو ايم پي اي رهيو آهي. هي مقبرو چورس آهي. دروازو اوڀر ۾ اٿس. هن مقبري جي اندر پيل، پاون تي چوٽيءَ جي هيٺان خوبصورت سرستون (capital) ٺهيل آهن. اهي پيل پاوا مقبري جي لنگهه وٽ ٺهيل آهن. ڪنڊن وٽ ٻيڙ ٻني تي برجيون اڏيل آهن. قبر جي مٿان خوبصورت ڪاٺ جي ڇتي ٺهيل آهي. سنڌ گزيٽيئر لکيو آهي ته قاضي برهان الدين 700 هجريءَ ۾ سنڌ ۾ آيو، پاڻ مديني جو رهاڪو هو. سندس مقبرو دولهه درياخان جو ٺهرايل ٻڌائين ٿا جيڪو سمن جي دور جي دلبر حاڪم ڄام نظام الدين جو پٽيلو هو. پاڻ به دلبر هو. مقبري کان اڌ ميل پري مسجد ۽ مسافر خانو ٺهيل آهي. بزرگ تي ساليانو ميلو 9 ذوالحج تي لڳندو آهي. پر چانڊوڪي رات ۾ هر مهيني تي هتي ميڙاڪو ٿئي ٿو.

**ماڳ جو نالو: قاضي عبدالله بن تاجي جي ڇتي**

ماڳ جو دور: سما دور

ماڳ جو قسم: ڇتي/ مقبرو

ماڳ جو هنڌ: هي مقبرو شيخ حماد جماليءَ جي مدرسي جي اتر اولهه واري ڪنڊ وٽ، مڪلي تي ضلعي ٺٽي ۾ واقع آهي.

احوال: روايت آهي ته سندس قبر پوءِ دريافت ٿي ۽ ڄام نظام الدين سندس جنازي نماز پڙهائي؛ چوڻ اشارو ٿيو هو ته جنازو اهو شخص پڙهائي جيڪو سڄي عمر وضوءَ ۾ رهيو هجي. پاڻ سيوهڻ جي قاضي خاندان مان هو. جيڪڏهن اهي روايتون درست آهن ته هي مقبرو چوڏهين صديءَ جو آهي. هي ڇهه ڪندو مقبرو (ڇتي) ماپ ۾ 8 فوٽ هر پاسي کان آهي جيڪو چڱي حالت ۾ آهي، جنهن جا ڇڄا ٻاهر نڪتل آهن. جن تي پڻ نفيس ڪم ٿيل آهي. هي ڇتي به حماد جمالي جي ڇتي يا شيخ عيسيٰ لنگوٽيءَ جي ڇتي وانگر سما دور جي خاص اڏاوت جو نمونو آهي. جيڪو گجرات کان سنڌ ۾ اسلامي دور کان اڳ ڪمايو پئي ويو آهي. پيل پاون جي مٿان ڇتي ۽ ان جي مٿان ڪلنگي آهي. ڇتيءَ جي پاسن کان خوبصورت ڪانسون ڏنل آهن. جن تي به اکر جو ڪم ڪيل آهي.

**ماڳ جو نالو: قائم شاهه جو مقبرو**

ماڳ جو هنڌ: بکيراٽي شريف

ماڳ جو دور: 1216 هجري

ماڳ جي ماپ: 22x22 فوٽ

احوال: ميان قائم قريشي 1215 هجريءَ ۾ وفات ڪئي. اهڙو ڪتبو لڳل آهي. مقبرو پڪين سرن جو ٺهيل آهي. اندر ڪاشيءَ جو ڪم سنو ٿيل آهي. مقبري جي پيڙهه پٿرائين آهي. اوڀر ۾ ڪليل، اولهه ۾ فضل شاهه جو مقبرو، اتر ۾ تجر ۽ ڏکڻ کليل. قائم قريشيءَ بابت احوال ڪونه مليو آهي.

**ماڳ جو نالو: قبرستان سکر**

ماڳ جو قسم: قبرستان

ماڳ جو دور: مغل دور

ماڳ جو هنڌ: معصومي مناري ۽ فيض محل جي اوڀر ۾ ـ سکر

احوال: پٿريلي زمين تي هڪ اوچي ٿلهي تي معصوم شاهه جو والد سيد صفائي ۽ معصوم شاهه کان سواءِ ڪي ٻيا ماڻهو به مدفون آهن. اها چوڪندي، ڪشادي، هشت پهلو ٿنين تي بهاريل آهي. تعمير سادي پٿر جي آهي. قبرن

More Books Visit : www.iqbalkalmati.blogspot.com



تي خواهہ عمارت جي ڇت تي ۽ ٽنهي تي ڪتبن جي جڙ هڪ چادر وڇايل آهي. چوڪنڊيءَ جي وچ تي بہ ننڍا گنبذ آهن. جن تي فارسي شعر لکيل آهن. تربتن جي پيراندي کان ڪتبہ آهن.

**ماڳ جو نالو: قبرستان مرزا باقي بيگ**

ماڳ جو قسم: قبرستان

ماڳ جو دور: ترخان دور

ماڳ جو هنڌ: مڪليءَ تي هي مقبرو عبدالله شاهہ اصحابيءَ جي مزار جي ڏکڻ ۾ آهي.

احوال: اندر داخل ٿيڻ لاءِ اوپر کان عالم پناهہ ۾ دروازو آهي. اها عالم پناهہ 130x138 فوٽن جي آهي. جنهن ۾ يارنهن قبرون آهن. اتان نڪري اولهہ کان متصل هڪ ٻئي احاطي ۾ داخل ٿبو. جنهن جي کليل ميدان ۾ 22 قبرون آهن. اهي سيئي قبرون هينئر ڪچيون آهن. جن تي ڪوبہ تاريخي ڪتبو لڳل ڪونہ آهي. انهيءَ ميدان مان اولاهين ديوار مان هڪ گهٽي نڪري ٿي، ڏسنڌڙ کي ڏاکڻي ديوار ۾ پهچائي ٿي. اولاهين ڪنڊ تي اٺ ڪنڊي چٽيءَ هيٺ قبر آهي. ان جي پڪ ۾ کليل ٿلهي تي هڪ ہي قبر آهي. اولاهين_ ڏکڻ واري ڪنڊ تي بہ هڪ قبر آهي يا سڌو ڏاکڻين ديوار سان گڏ ۽ ايوان ۾ وچ واري قبر_ اهي سپ ڏهي ڇڪيون آهن. رڳو نشان بيٺا آهن. انهيءَ ميدان ۾ اِها اٺ ڪنڊي ڇٽي هيٺ قبر بديع الزمان جي آهي. انهيءَ ميدان ۾ متئين بديع الزمان واري ڇٽيءَ جي سامهون چوڏيواريءَ ۾ پنج قبرون آهن. ميرزا باقي ۽ سندس ڪجهہ فرد انهيءَ ۾ دفن آهن. انهيءَ عالم پناهہ جي اندر خواهہ ٻاهر مهڙن ۾ قرآني آيات لکيل آهن. محراب تي پڻ آيتون اڪريل آهن. اندر آيتن کان سواءِ ديوار جا ڪنارا ۽ پيل پاوا نقشيدار آهن. ديوار ۾ هوا لاءِ جاريدار جاريون آهن. مٿان ڇت ڪانہ آهي. مرزا باقي جي قبر جو ڪتبو هن ريت آهي.

وفات يافت حضرت جنت

مکاني الواصل الي جوار الملک

الرحمان ميرزا محمد باقي بن ميرزا

محمد عيسيٰ ترخان در تاريخ

روز پنج شنبہ هشتم

شهر شوال سنہ 993 هہ.

لوڙهہ تي پاسن کان:

قال سبحانہ تبارک و تعاليٰ

شهد انہ لااله الاهو الملئکة .... بصير بالعباد

صدق الله .... النبي الکريم

ڪليل زنانو قبرستان: ميرزا باقي جي زناني قبرستان مان نڪري اولهہ واريءَ متصل ديوار جي در مان ڪشادي ايوان ۾ داخل ٿيڻ تي قبرن جا ٿي مجموعا ڏسڻ ۾ ايندا. انهن مان 15 قبرن جا ڪتبا هيٺ ڏجن ٿا:

1_ قبر... بيگہ ؟ سنہ 1013

سيراندي کان: هوالکريم — هوالفتاح

پيراندي کان: وفات يافتہ .... بيگہ .... بنت

شاهہ بيگ در تاريخ سنہ 1013 هہ.

آيات: هُوَ الکريم — يافتاح

More Books Visit : www.iqbalkalmati.blogspot.com



قال سبحانهُ و تعاليٰ: ياءِ ايهالذين آمنوا استعينو_ و اولئڪهم المهتدون (سورة البقر)

الله لااله الاهوالحي .... وهو العلي العظيم (سوره البقر)

ماڪان محمد ابا احد .... عليما (سوره الاحزاب)

2_ قبر– نالي جو ڪتبو ڪونہ آهي.

3_ قبر– چوچڪ بيگم 1001 ھ

وفات يافت چوچڪ (؟)

بيگم در تاريخ سنه 1001 ھ.

هوالڪريم

الله لااله الاهوالحي .... هو العلي العظيم

بسم الله تبارڪ الذي .... مغفرة واجر ڪبير

صدق الله

4_ قبر– ماهہ بيگم 1001

پرانديءَ ڪان: وفات ماهہ بيگم تاريخ 1001 ھ (؟)

آيات لوڙهہ تي: هوالباقي

الله لااله الاهوالحي .... هو العلي العظيم

5_ قبر تي نالو ڪونهي. آيات هي آهن:

قال الله تعاليٰ قل يا عبادي ... انه غفور الرحيم (سوره الزمل)

الله لااله الاهوالحي .... هو العلي العظيم

6_ قبر والده محمد علي 998 هجري (؟)

وفات يافت صالحہ ساجده والده ميرزا محمد علي ترخان

... (؟) در تاريخ سنہ 995 (؟)

آيات هي آهن. ايضاً

7_ قبر ارغون بيگه 1000 ھ

پيراندي ڪان: وفات ارغون بيگه بنت امير محمد علي ارغون

سنہ 1000 ھ

آيات: ايضاً

8_ نالي جو ڪتبو ڪونہ آهي

آيتون ساڳيون

ميرزا باقي جي والده سنڌي سيدن مان هئي. انهيءَ ڪري ارغون ۽ ترخان ڪيس طعني طور سنڌي ٻچہ سڏيندا هئا. مگر اهو سنڌي ٻچو مرندي گهڙيءَ تائين سنڌي ٿي نہ سگهيو.

9_ قبر بيگه (بيگي آغا) بنت ميرزا عيسيٰ ترخان. زوجہ يادگار مسڪين. مرزا باقي هن کي ٻن ٻارن سميت قتل ڪرايو (978 ھ)

10_ بيگه (بيگي بنت) ميرزا عيسيٰ خان 978 ھ ....

11_ بيگه جان بيگان؟ بنت ميرزا باقي متوفي پنجشنه رجب 1018 ھ

More Books Visit : www.iqbalkalmati.blogspot.com



12_ ترسون بيگه 13_ پسران بيگه بيگي 14_ قبر؟ 15_ قبر (؟)

**ماڳ جو نالو:** **قبي واري مسجد**

ماڳ جو دور: اسلامي دور

ماڳ جو قسم: مسجد جا کنڊر

ماڳ جو هنڌ: ڪراچيءَ کان ڏکڻ، ڏکڻ_ اوڀر اٽڪل 40 ميل – جانکي بندر

احوال: هي ماڳ اڪثر سامونڊي پاڻي هيٺ رهي ٿو. ڪڏهن ڪڏهن وير لهندي آهي ته هن ماڳ جا آثار ظاهر ٿيندا آهن. ڪڏي ڪريڪ تي جانکي بندر جا هيڪاندا آثار نظر اچن ٿا. اتر اوڀر واري ڪپر تي هڪ عمارت جا آثار وير لهڻ سان ظاهر ٿيندا آهن. مقامي ماڻهو چون ٿا ته اتي هڪ مسجد هئي جنهن تي قبي اڏيل هئي. هينئر اهو چوکنڊي سرن جو ڍير آهي، جنهن جي ڊيگهه 60x20 فوٽ آهي.

**ماڳ جو نالو:** **قبا مير شهداد خان ٽالپر**

ماڳ جو قسم: قبرستان

ماڳ جو دور: 12 صدي / ڪلهوڙا دور

ماڳ جو هنڌ: شهدادپور تعلقي ۾ شاهپور چاڪر کان چار ميل اتر اولهه طرف سدا واهه جي ساڄي ڪپ تي.

ماپ: هي قبرستان 16 ايڪڙن ۾ پکڙيل آهي.

هتي شهدادخان ولد هوتڪ خان جنهن شهدادپور جو بنياد رکيو، ان جو قبو، 3 مسجدون ۽ ٻيا ٻه ڪيترائي قبا آهن. مسجدن جي درن تي ٽهرائيندڙ سردارن جا نالا لکيل آهن. مسجدن ۾ اندر قرآني آيتون لکيل آهن. هي قبا نهايت خسته حال ۾ آهن.

**ماڳ جو نالو:** **قبا يڪان**

ماڳ جو قسم: ٻه مقبرا ۽ ٻه دڙا

ماڳ جو دور: ڪلهوڙا دور (؟)

ماڳ جو هنڌ: ٽنڊو آدم شهدادپور روڊ، شهدادپور کان 3 ميل ڏکڻ طرف ولهاڻي ڍوري جي ڪپ تي.

احوال: عام روايت آهي ته هتي ڪيترائي قبا، مسجد ۽ مقام هوندو هو. هن وقت هڪ قبي جا ڊٺل آثار ۽ دڙو موجود آهي. گهڻي جاءِ ڪانه ٿي ملي. قبي جي بناوت جو نمونو ڪلهوڙا دور جي لڳي ٿو، سڄي تي چوني جو پلستر ٿيل آهي. اندر نقش نگار جا ڪجهه نشان باقي آهن، اڀرندي حصي جا ڪجهه حصا پٽ پئجي چڪا آهن.

**ماڳ جو نالو:** **قديم غارون رني ڪوٽ**

ماڳ جو قسم: جابلو غارون

ماڳ جو دور: قبل از تاريخ

ماڳ جو هنڌ: رني ڪوٽ ۾ اندر

رني ڪوٽ ۾ ٽوڙي ڍوري ۾ سن گيٽ کان هڪ ڪلو ميٽر ڏکڻ ۾ هڪ غار جنهن جي ماپ 15x70 فوٽ آهي. اوچائيءَ ۾ 18 فوٽ آهي. ان جي بغل ۾ اندر وري هڪ غار آهي، جنهن جي ماپ 8x25 فوٽ آهي. اوچائي چار فوٽ اٿس.

2_ رني ڪوٽ جي اٿپوري ديوار جي ڏاکڻي حصي هنج ڍوري جي دهل گهاٽي وٽ هڪ غار آهي؛ جيڪا ٻن ڪمرن تي مشتمل آهي. جنهن جي ماپ 50x25 فوٽ جڏهن ته ڇت ڇهن کان اٺ فوٽ اوچائيءَ ۾ آهي. هتي ڪل ٽي غار آهن. ٻيو غار 50x60 فوٽ بيضوي صورت جو، اوچائيءَ 15 فوٽ اٿس. رني ڪوٽ ۾ هي وڏي ۾ وڏو غار آهي. هن کي ٻه دروازا آهن. هي غار قدرتي نه پر انساني هٿن سان ٺهيل ڏسجن ٿا. گهڻو ڪري غار 10 – 15 فوٽ اوچائيءَ تي ٺهيل آهي. غور ڪري ڏسبو ته هتي

More Books Visit : www.iqbalkalmati.blogspot.com



گھٽائي غار نھيل آهن جيڪي برسات ۾ سنڀال نہ ھجڻ ڪري ڪري پيا آھن. ھتان ھڪ پاھٽي چاقو بہ مليو آھي. ھي غار لس ٻيلي جي گونرا بدي غارن جھڙا آهن ھتان موھن توڙي آمري جي تھذيبن سان پيتڻ جھڙو ٺڪرانو ملي ٿو. اھو شڪ ڪري سگھجي ٿو ڳوٺن ۾ شھرن آباد ٿيڻ کان اڳ ھتي اوائلي انسان رھندا ھجن.

ھنج ڊوري کان ھزار ٻارنھن سؤ فوٽن جي بلندي تي بہ ان قسم جا قدرتي غار پھاڙين ۾ ملن ٿا. پر اھي ھاٽي ڊھي پيا آھن.

**ماڳ جو نالو: قلعہ حاڪم نشين**

ماڳ جو قسم: ڪوٽ

ماڳ جو دور: سما دور/ ارغون دور

ماڳ جو ھنڌ: ٺٽو شھر

جتي حاڪم رھندو آھي، ان جاءِ تي ظاھر آ تہ محل ماڙيون ھونديون، جيڪي قلعي بند ھونديون. ٺٽو بہ ڪنھن سمي حڪومت جي گادي وارو شھر ھجڻ ڪري ھتي وڏيون ماڙيون بنگلا ھئا. جيڪي ھاٽي نظر نٿا اچن. مطالعي مان اھو معلوم ٿيو آھي تہ 963 ھجريءَ کان اڳ اھي محل ماڙيون ھيون، جن کي عيسيٰ خان عالم پناھ ڊاھيو. قلعي ۾ ڪيترين محلاتون ھيون، انھن ۾ سمن جون ڪھڙيون ھيون، ارغونن ترخانن جون ڪھڙيون ھيون. ان جا ثبوت ڪونہ آھن. پر خبر پوي ٿي ميرزا باقي ھڪ عمارت ۾ پنھنجي معتقد ملا بھبود کي رھايو. ميرزا صالح اول جي آڪھہ. ميرزا عيسيٰ جون بيگمات يا انھن جي پٽن جون ماڙيون الڳ ھيون. ترخانن جون اھي محل ۽ ماڙيون 999 ھجري جي آخر ۾ ، ميرزا جاني بيگ جي چوڻ تي سندس پيءُ ميرزا پائنده بيگ ساڙائي ويران ڪرائي ڇڏيون. ميرزا غازي بيگ جو ذڪر ڪندي تاريخ طاھري وارو صاحب لکي ٿو تہ، ”ھن قلعي حاڪم نشين اندر پنھنجي رھڻ لاءِ ٻہ نوان محل ٺھرايا، جن جي اندر ديوارن تي نقس نگار ٿيل ھئي. ميرزا غازي بيگ کان پوءِ مغلن جا نواب آيا جيڪي بہ ھتي رھندا ھئا. شاھجھان ۾ دارا ھئي ٺٽي آيا، پر ڪن سببن جي ڪري قلعي حاڪم نشين ۾ رھي نہ سگھيا، جو ماڙيون زبون ٿي ويون ھيون. دارا کي قلعہ حاڪم نشين نہ وڻيو تہ ساڙائڻ جو حڪم ڏنائين. قلعي جي مرمت جو ڪم حفظ الله خان 1109 ھجريءَ ۾ ڪرايو. ھن صاحب قلعي لڳ ھڪ مسجد ٺھرائي. قلعي کي متعدد دروازن ھجڻ جو ذڪر بہ ٿيل آھي. ۽ ڪن پلين بابت بہ لکيو ويو آھي. 1138 ھجريءَ ۾ دھليءَ کان قلعي جي مرمت جو ذڪر بہ ڪتابن ۾ موجود آھي. قلعہ حاڪم نشين ڪٿي ھو؟ تحفہ الطاھرين ان جو ذڪر پائي خان محلہ ۾ ڪيو آ. روايت آھي تہ مسجد شاھجھاني جي داخلي دروازي جي ڏکڻ ۾ جيڪو ميدان پيل آھي، اتي قلعہ حاڪم نشين ھوندو ھو. مسجد شاھجھاني، ۽ مسجد امير خاني ٻئي مسجدون محلہ پائي خان ۾ ھيون. شيخ موسيٰ لانگاھہ، پير چتو، پير لال، ميان درگاھي جون قبرون قلعي جي پڪ ۾ ھيون جيڪي 1160 ھجريءَ تائين حيات ھئا.

**ماڳ جو نالو: قلندر لعل شھباز جو مقبرو**

ماڳ جو قسم: اڏاوت

ماڳ جو دور: 757 ھجري

ماڳ جو ھنڌ: سيوھڻ شھر ھاٽوڪو ضلعو ڄام شورو. وچ شھر ۾. اتر ويڪرائي ڦاڪ $26^{0}26''$ ۾ اوڀر ڊگھائي ڦاڪ $67^{0}54'$

ھي درگاھ اصل ۾ ڪنھن نھرائي. ان لاءِ پڪ سان چئي نٿو سگھجي، پر حضرت جن جي وصال کان ڇھہ سال پوءِ مٿس 1356ع ۾ ڇتي جوڙائي وئي جيڪا پوءِ روضي جي ٻاھران قلندر جي ڪشتيءَ جي نالي سان آخر تائين بيٺي رھي. روضو فيروزشاھ تغلق سن 757 ھجريءَ ۾ ٺھرايو. فرشبندي ديندار خان ۽ علم ۽ ٻاھريون دروازو غلام شاھ ڪلھوڙي پنھنجي عھد ۾ ٺھرايو. لڪتن موجب ھي درگاھ ڪنھن مندر جي مٿان ٺھيل آھي. ھزارين ھندو عقيدت مند ھن کي راجا ڀرتري سمجھن ٿا. اندر

More Books Visit : www.iqbalkalmati.blogspot.com



اولهه ۾ محراب آهي. چانديءَ جو ڪنهڙو محبوب خان وڳڻ جو جوڙايل آهي، جڏهن ته سونو دروازو ايران جي حڪومت طرفان پنهنجي حڪومت جي دور ۾ تحفي طور شاهه ايران ڏنو هو. اندر صرف قلندر لعل شهباز جي قبر آهي. باقي صحن ۾ ٽي قبرون آهن (2) سيد علي وزير جي قبر جيڪا دروازي وٽ آهي. سيد محب شاهه جي قبر جيڪا قلندر جي ڪشتيءَ پرسان آهي ۽ ٽين قبر ميان شيخ مگڻ ولد نوح جي آهي. جيڪا روضي جي ٻاهرين دروازي سان لڳ هڪ ڪوٺيءَ ۾ آهي. هي قلندر شهباز جو خزانچي هو. قلندر جي مرقد مٿان هڪ پٿر دل جي شڪل وانگر ٺنگيل آهي. ان لاءِ روايت آهي ته اهو پٿر امام زين العابدين کي قيد دوران ٻڌل هو. اهو پٿر حضرت لعل شهباز پنهنجي گلي ۾ پائيندو هو.

هر سال 20 — 19ـ 18 شعبان وڏو ميلو لڳندو آهي. هي درگاهه اوقاف کاتي جي نظرداريءَ هيٺ آهي. هن وقت اها پراڻي درگاهه ڊهي چڪي آهي. ان جي جاءِ تي جديد مقبرو جڙيو آهي.

**ماڳ جو نالو: قاسم جو ڪوهه**

ماڳ جو قسم: زير زمين دڙو

ماڳ جو دور: ڌاتو۔ پاهڻي دور

ماڳ جو هنڌ: راڄي ديري کان اٽڪل اڍائي ڪلو ميٽر اپرندي پاسي تعلقو خيرپورناٿن شاهه، ضلعو دادو

احوال: ڪوهه لاءِ کوٽايل کڏ جي ٻارنهن فوٽن جي گهرائيءَ تي ڏيڍ فوٽ کن ويڪرو ته آيو، جنهن ۾ بيشمار ٺڪرين سان گڏ ڪجهه روهڙيون به شامل هيون. اهو ثقافتي ته ڪوهه جي کڏي ۾ چوڌاري موجود هو. ڪوهه جي کڏي جو قطر 12 فوٽ کن ٿيندو. ٺڪريون گهڻو ڪري ميرڙي ميٽوڙي رنگ جي مٽيءَ مان ٺهيل آهن. پر ڪن ٺڪرين تي ڪاري رنگ سان مختلف نمونن جا نقش ٺهيل آهن. ڪي ٺڪريون پيازي يا هلڪي گلابي رنگ جون به ملن ٿيون. هن ماڳ جي چوڌاري ڪجهه ٻيا ماڳ به آهن هڪ ماڳ ته ڳوٺ جي اوپر سان گاجوني نالي سڪل وهڪري جي اوڀرندي ڪنڌي تي آهي. ٻيو ماڳ وانر پير نالي قبرستان ۾ ڪوهه کن پنڌ تي ڏکڻ اوپر ۾ آهي. هن ماڳ تي چوڌاري ٺڪرانو گهڻو آهي. اهي سڀ ماڳ سنڌو سڀيتا واري دور سان تعلق رکن ٿا. قاسم جو ڪوهه تان مليل ٺڪرانو راڄيديري جي پر ۾ ٻين ماڳن جو سهيوڳي ته ٿي سگهي ٿو. پر هڪ نئين ثقافت جو اهڃاڻ ڏسي ٿو جو ٺڪرانو ميرڙو ۽ ان تي ڪارو ڏداءُ آهي. هڪ ٺڪريءَ تي وڏي اک واري ڊگهي جي شڪل جي ڪري ڪلي ڪلچر سان پيٽي سگهجي ٿو. ڪلي ماڳ ڏکڻ بلوچستان ۾ آهي. ڪلي ڪلچر جا ڪي اهڃاڻ ماڙي ڪڙ وغيره مان مليا آهن. جن جو ذڪر مجمدار صاحب ڪيو آهي. هاڻي اها خبر نه ٿي پوي ته ماڳ ايترو ئي آهي يا وڌيڪ. چاڪاڻ ته ماڳ جي مٿان 12 فوٽ ته جو چڙهي وڃڻ ڪري ان جي پکيڙ، اوچائي يا گهرائي ڪيتري آهي سو کوٽائيءَ کان سواءِ پتو پئجي نه سگهندو.

**ماڳ جو نالو: قلندر جو مقام**

ماڳ جو قسم: قبرستان

ماڳ جو دور: 16ـ 17 صدي عيسوي

ماڳ جو هنڌ: ديهه بوٽرو ڪرچاٽ، تعلقو ٽاٽو بولاخان، ضلعو ڄامر شورو. اتر ويڪرائي ڦاڪ 25°41'59" اوڀر ڊگهائي ڦاڪ 67°46'87" تي آهي.

هي سورنهين سترهين صدي عيسويءَ جو مقام آهي، جتي عام قبرن کان سواءِ پيلي پٿر جون ڪجهه قبرون آهن، جيڪي گهڙيل آهن. مقام جي حالت سٺي ڪونه آهي. هي ماڳ هڪ اڌ سروي زمين ۾ آهي. قبرستان پنجن ايڪڙن جي ايراضيءَ ۾ پکڙيل آهي. ماڳ ٽاٽي عارب ڪرچات رستي تي واقع آهي.

**ماڳ جو نالو: قمري مسجد**

More Books Visit : www.iqbalkalmati.blogspot.com



ماڳ جو قسم: اڏاوت مسجد

ماڳ جو هنڌ: گدا بازار ٺٽو شهر

ماڳ جو دور: ترخان دور_ نئين مرمت 1970ع ڌاري

هن مسجد ۾ مخدوم محمد جو پوٽو ۽ مخدوم حامد جو پٽ، مخدوم صالح هر جمعي رات تي وعظ ڪندو هو. ممڪن آهي ته انهيءَ مسجد جي نسبت مخدوم علي احمد المعروف به قمري سان هجي. مخدوم موصوف ٺٽي جي مشهور صاحب نسبت بزرگ مخدوم آدم (وفات 1066) جو پاءُ هيو، ۽ وعظ جي فن ۾ يگانو هو. آواز ڏاڍو مٺڙو هيس پئي پائر هتي درس ڏيندا هئا. پنهنجي دور جي خوبصورت مسجد سڳوري هئي.

**ماڳ جو نالو: ڪاپٽ**

ماڳ جو هنڌ: ٽاٽو بولاخان کان ڪراچي ويندي ڌماچ کان ٿورو اڳتي. ڪوهستان ٽاٽو بولاخان تعلقو

ماڳ جو دور: تاريخ جو وچيون دور

وٿون: هتي پٿر جي ٺهيل ۾ هندن جي مندر جا نشان مليا آهن. هڪ اڏاوت ڪي چئن پاسي لنگهه آهي. ۽ چئن ٿنڀن جا نشان به موجود هئا. پٿيون اٽڪل 5 فوٽن جيڏيون رهيل هيون (1992) هن ماڳ بابت مجمدار، مسٽر ڪارٽر، مسٽر حسين، ڪيپٽن پريڊي، مسٽر ڪزنس ۽ مسٽر لمبرڪ پنهنجا پنهنجا رايا ڏنا آهن.

هڪ ٻي اڏاوت 110 فٽن جيتري فاصلي تي جنهن جون ماپون 45x168 فوٽن جيتريون آهن. ان ۾ چار ڪمرا هئا. هر ڪمري ڪي اوپر پاسي لنگهه آهي. ديوارون 5 کان 6 فوٽ ٿولهه ۾ آهن. هي اڏاوتون ٻنڌڙي ۽ پوکڻ جي اڏاوتن سان پيٽڻ جهڙيون آهن. هت هڪ مندر به مليو آهي(؟)

**ماڳ جو نالو: ڪاپٽ ڪوٽيرو (ب)**

ماڳ جو قسم: پٿرجون اڏاوتون

ماڳ جو دور: تاريخي

ماڳ جو هنڌ: ديهه ڪاپٽ تپو ڪلو ڪوهر تعلقو ٽاٽو بولاخان ضلعو ڄام شورو. اتر ويڪرائي ڦاڪ "64 '15 °25 اوڀر ڊگهائي ڦاڪ "08 '42 °67 تي موجود آهي.

هتي به اڏاوتون آهن، جيڪي پٿر جي ڪوٽيرن جون آهن. اهو ماڳ ڪاپٽ ڪوٽيري الف جي ڏکڻ اولهه واري ڪنڌ تي آهي. وڏي اڏاوت ۾ چار ڪمرا وڏين پٿر جي چپن جا ٺهيل آهن. اها اڏاوت 550 ميٽر ڊگهي 14 ميٽر ويڪري ۽ پٿين جي ورڪي 50 . 1 ميٽر واري آهي. ٿوري مفاصلي تي واقع پئي ڪمري جي ماپ مٿينءَ کان گهٽ آهي. ٿلهي ليکي ويڪر ۾ هرهڪ ڪمرو 14 ميٽر جو آهي. ۽ پٿين ويڪر 50 . 1 ميٽر ٿيندي. اهي پراچين لوڪن جا اجها آهن. جيڪي هنن سيءَ پاري، برسات جا حيواني حملن جي بچاءَ کان ٺاهيا هوندا. هن ماڳ جو ذڪر اڳ ۾ ٿيل ڪونه آهي. (ڊسمبر 2006ع)

**ماڳ جو نالو: ڪارو ڏڙو**

ماڳ جو قسم: ڏڙو

ماڳ جو دور: 16 صدي عيسويءَ کان 18 صدي عيسويءَ تائين

ماڳ جو هنڌ: ميروخان_ شاهه جو لئو لنڪ روڊ، هڪ نندي سمر شاخ جي پرسان.

هي ماڳ اتر ڊگهائي ڦاڪ ۾ "20 '04 °27 ڊگرين ۽ اوڀر ويڪرائي ڦاڪ "50 '02 °68 ڊگرين تي آهي. ڏڙو تمام ٿوري ايراضيءَ ۾ بچيل آهي. هڪ ته زرعي زمين ۾ تبديل ٿي ويو. ٻيو حصو امراڻي ڳوٺ جي والار ۾ اچي ويو. بچيل حصو ڪو جريب

More Books Visit : www.iqbalkalmati.blogspot.com



کن جيترو باقي بچيو آهي. هتان مليل وٿن ۾، ڪَنا، چوڙين جا ٽڪر، پاٽيون، ڏيئا وغيره مليا آهن. هي ٻڌ ڌرم جي دور جي بستي هئي، جيڪا هاٿي دڙي جي صورت ۾ آهي. دڙو 100 ميٽر ڊگهو 50 ميٽر ويڪرو ۽ زمين جي مٿاڇري کان 2 ميٽر اوچو آهي. هن جي کوٽائي ٿيل ڪونہ آهي.

**ماڳ جو نالو: ڪاروهر جو دڙو**

ماڳ جو قسم: دڙو

ماڳ جو هنڌ: قمبر جي اولهہ ۾ 50 ڪلو ميٽرن جي مفاصلي تي يونين ڪائونسل غيبي ديرو ضلعو قمبر شهدادڪوٽ.

ماڳ جو دور: مسلم دور

احوال: هتان وَسَ تي ٺڪر جا ٽانوَ مٽيا ۽ سڪا مليا آهن. جيڪي اسلامي طرز جا آهن.

**ماڳ جو نالو: ڪارا مندر- ننگرپارڪر -1**

ماڳ جو قسم: مذهبي اڏاوت/ مندر

ماڳ جو دور: نامعلوم

ماڳ جو هنڌ: ننگرپارڪر جي ڏکڻ اولهہ ۾ تقريباً هڪ فرلانگ جي فاصلي تي.

هي مندر ننگرپارڪر شهر جي ڏکڻ اولهہ ۾ ۽ چندن گڑهہ واري ماڳ جي وچ تي ٺهيل آهن. پر ۾ راڻا سر تلاءُ اٿن. پهريون مندر مستطيل رت جو 6-15 فوٽ ويڪرو ۽ 9-19 فوٽ ڊگهو آهي. سامهون پٿر جو ٺهيل ٿلهو آهي، جيڪو 27.6x30 فوٽ ۽ ويڪر ۾ 11 فوٽ ٿيندو. هن جو عبادت وارو ڪمرو جنهن کي ومانا سڏين ٿا، سو مستطيل 15x8 فوٽن جو آهي، جنهن کي هر ڪنڊ تي، چار پٽ پِرا (Pilasters) ڏنل آهن. اهي پٽ پرا زمين جي سطح کان 6-10 فوٽ اوچا آهن. مندر کي اندران بہ پٽ پرا اتر واري پٽ ۾ ڏنل آهن جيڪي 8-3 فوٽ ويڪرا 5-3 فوٽ اوچا ۽ 8-2 فوٽ اونها (Deep) آهن. ومان جو ٻاهريون ڏيک ۽ ڊزائين ۽ صليبي (Cruciform) آهي. هن وقت مندر جي مٿان ڇت ٺهيل ڪانہ آهي، پٿر جي ٺهيل ڇت جا ٽڪر هيٺ زمين تي ٽڙيل پکڙيل آهن.

ڪارو مندر-2: هي مندر ڪاري مندر-1 سان گڏ آهي. اهو مندر بہ رٽ ۾ پهرين ڪاري مندر جهڙو آهي. مندر هڪ پٿر جي ٿلهي تي ٺهيل آهي جيڪو زمين جي سطح کان 3 فوٽ کن مٿي آهي. لنگهہ وارو دروازو 4.1 فوٽ ويڪرو ۽ 6 فوٽ اوچو آهي. مندر جي عمارت تائين پهچڻ لاءِ ٿلهي کي چار ڏاڪا ڏنل آهين. هر هڪ ڏاڪو 5.6 فوٽ ڊگهو ۽ 2.6 فوٽ ويڪرو آهي. ومانو (Vimana) مستطيل رٽ جو 5.7x7.8 فوٽ ۽ زميني سطح کان 9.1 فوٽ اوچو آهي. اتر واري پٽ ۾ جارو ٺهيل آهي، جيڪو 2.6 فوٽ ويڪرو 3.6 فوٽ اوچو آهي. اهو جارو شايد ڏيئن ٻرڻ جي ڪم ايندو هو. ٻاهرين پاسي ومانو 10.6 فوٽ ۽ اوچائي ۾ 13 فوٽ آهي. هي مندر جين مذهب وارن جون اوائلي اڏاوتون سمجهجن ٿيون. جيڪي رٽ ۾ صفا ساديون آهن. ڪو گل، ڇٽ يا ڊزائين وغيره بہ ڪونہ آهي. جيئن تہ هنن مندرن جي اڏاوت ۾ استعمال ٿيل پٿر ڪاراڻجي ويو آهي. ان لاءِ هنن کي ڪارا مندر ڪري سڏين ٿا.

**ماڳ جو نالو: ڪالڪان ديويءَ جو مندر**

ٺٽي کان ڪراچي ويندڙ رستو جتي مڪلي ٽڪري کي تي چڙهي ٿو، اتي سڙڪ سان گڏ ڏکڻ طرف آهي. مندر جي حدن ۾ پوڄارين جي رهائش جو انتظام ٿيل آهي. ڪالڪان ديوي جي مورتي پٿر جي آهي، جنهن تي سندر جا تلڪ لڳل آهن. اتي جوت جلندي رهي ٿي. هنگلاج ۾ بہ هڪ غار ڪالڪا ديويءَ جو آستان آهي.

**ماڳ جو نالو: ڪالڪان مندر- اروڙ**

More Books Visit : www.iqbalkalmati.blogspot.com



ماڳ جو قسم: غار ۾ ڪالي ماتا جو مندر

ماڳ جو دور: برهمڻ دور

ماڳ جو هنڌ: اروڙ ضلعو سکر

هي ماڳ هڪ مندر آهي. هن مندر لاءِ روايت آهي ته چچ اتي پوڄا پاٺ جي بهاني راءِ گهراڻي جي بادشاهت جي حاصلات لاءِ سٽا سٽيندو هو. هن مندر جو ذڪر چچ نامي ۾ موجود آهي. قديم آثارن جي ماهرن جي راءِ آهي ته اها غار جنهن ۾ اهو مندر آهي نيوليٿڪ دور جي آهي. جنهن کي انساني هٿن ٺاهيو آهي. اتي ئي راءِ گهراڻي جي دور ۾ ڪالڪان ۾ مندر هو. ڪالڪان جي معنيٰ آهي ڪاليءَ ديوي. هن ۾ ٽي ڪمرا آهن ٻه ننڍا هڪ وڏو. ٽنهي ڪمرن کي مرڪزي هال جي حيثيت حاصل آهي. ان کان سواءِ پاسي ۾ ننڍيون غارون ملن ٿيون. جن کي چلا ڪشي يا ڌيان گيان لاءِ استعمال ڪيو ويو هو. غار جي ڇت ڪٽي انساني قد جيتري ته ڪٽي ان کان گهٽ آهي. هي غار رَٽ ۾ اڌ گول جهڙي آهي. جنهن کي ٻه لنگهه آهن. جن کي دروازا لڳل ڪونه آهن. وچين غار ۾ ڪاليءَ جي مورتي رکيل آهي. غار واري انهيءَ ٽڪريءَ تي شِوَ پوڄا لاءِ ٺهيل چبوتري ۽ ڪوٺيءَ جا نشان آهن. پرهتي هاڻي ڪابه اهڙي ڪهني وٽ ڪانه ٿي ملي.

**ماڳ جو نالو: ڪامرو قبرستان**

ماڳ جو قسم: قبرستان

ماڳ جو دور: نامعلوم

ماڳ جو هنڌ: هي قديم قبرستان سڪرنڊ کان ڏهه ڪلو ميٽر اوپر ڏکڻ جي ڪنڊ تي ۽ نوابشاهه کان 11 ڪلو ميٽر اولهه ۾ نوابشاهه روڊ جي داد واهه اسٽاپ کان هڪ ڪلو ميٽر ڏکڻ تي مين روهڙي ڪئنال جي الهندي ڪپ تي ڳوٺ امام بخش مگسي لڳ.

احوال: هن قديم قبرستان کي ٻن حصن ۾ ورهائي سگهجي ٿو. جيڪو اٽڪل ايڪڙن تي پکڙيل آهي. هڪ قديم قبرن وارو ۽ ٻيو هاڻوڪو. قديم قبرن واري حصي ۾ قبرون ترتيب سان ٽه ٽه گروپن ۾ ورهايل آهن. هر گروپ ۾ ٻن کان اٺن تائين قبرون آهن. گروپ هڪ ٻئي کان وٿيرڪا آهن. قبرون جيڪي چن جون اوساريل آهن. زمين کان ست فوٽ، سرن جي ٿلهن تي ٺهيل آهن. سرون پڪيون ۽ ڳاڙهيون استعمال ٿيل آهن.

**ماڳ جو نالو: ڪانڌڙن جو دڙو/ ڏامراهو دڙو**

ماڳ جو قسم: دڙو

ماڳ جو دور: سنڌو تهذيب؟ ۽ قديم تاريخ

ماڳ جو هنڌ: باڊهه کان پنج ڪلو ميٽر ڏکڻ ۾ ديهه ڏامراهه ضلعو لاڙڪاڻو.

ڪانڌڙن جو دڙو مکيه ٽن حصن ۾ ورهايل آهي. هتان ڪشان دور جا سڪا مليا آهن. وٽن ۾ اپريل چاپي واريون ٺڪريون، ٽامي جا ذرا، ڪچيون سرون ۽ سون شامل آهي. هتان 35 مٽن جون ڪنيون نڪتل نظر آيون. ممڪن آ ته ڪنهن خزانو ڳولي لڌو هجي. دڙي تي ڪوڙ مٽ پوريل نظر اچن ٿا. ٿي سگهي ٿو ته اهي مٽ شهر جي ڊرينيج جو حصو هجن. ماڳ آرڪيالاجي کاتي جي سنڀال هيٺ آهي. هي ماڳ ديگهه ۾ ڏيڍ ميل آهي.

**ماڳ جو نالو: ڪانڌي واهي بني**

ماڳ جو دور: ڌاتو پاهڻي دور

تعارف: ڪانڌي واهي دارا جنگ ۽ نئينگ جي وچ تي، نئينگ نئن ماتر جي اولهه طرف، ڪيرٿر جبل جي هيٺان، آمري دور جي هڪ رستي تي آهي. هي ماڳ 5" 32' 67$^0$ اوپر 50" 0' 26$^0$ ڊگرين تي آهي.

More Books Visit : www.iqbalkalmati.blogspot.com



وٿون: چوٿائي ميل ۾ اڏاوتون، چقمقي پٿر، ٺڪرانو

احوال: اهو ماڳ ڪيرٿر جبل جي هيٺان هڪ متاثين ماٿريءَ ۾ آهي. هتي جا شيءَ ڏيان ڇڪائي تي سا آهي مرڪزي رهائشي ايراضي اها هڪ قدرتي ماٿري تي ٻڌل آهي. سڄي ايراضي پڪل مٽيءَ جي ڊڪڙ ۽ ٺڪرين جي ڀور سان ڀاڙهي لڳي پئي آهي. چوٿائي ميل، مختلف طرفن ۾، اڪيلن گهرن يا گهرن جي ميڙن جا نشان آهن.

**ماڳ جو نالو: ڪارونجهر جبل وارا ماڳ**

ماڳ جو قسم: ڪارونجهر جبل ۾ پٿر جي دور جا ماڳ

ماڳ جو قسم: غارون ۽ پٿر جي ڪمائڻ جون فيڪٽريون

ماڳ جو هنڌ: ڪارونجهر جبل

ڪارونجهر جبل جي عمر 5 . 2 ارب سال آهي. اوڙي پاڙي ۾ ڪيرٿر ڪان ابو پهاڙ تائين يا ڪنيات ڪان، ڪڇ گجرات، راجستان تائين سيني جي مرڪز ۾ آهي. ڪارونجهر ۾ ڪجهه دلچسپ غارون مليون آهن، جن جو ذڪر ڪجي ٿو.

1. **انڌارو اجواڙو:** ڪارونجهر جي سپ ڪان مکيہ برساتي ندي، گوڙ ڌري واري وات ۾ موجود پيمر سر ڍوري جي ڏکڻ اوپر ۾ جبل جي ٻئي پاسي هڪ غار 100 فوٽ ڪن ڊگهي ملي آهي. ان غار ڪي انڌارو اجواڙو چون ٿا. چوتہ ان ۾ اونده ۽ اجالو آهي. غار ۾ اندرئين پاسي پاڻيءَ جو چشمو آهي؛ جنهن جي ديگهه 5 يا 6 فوٽ ۽ ويڪر 3 فوٽ آهي. غار جو مُنهن ننڍو آهي. غار ۾ 20 — 25 ماڻهو ويهي سگهن ٿا. سمهي ڪونہ سگهندا. غار جا ٻہ مُنهن آهن. هڪ اولهہ طرف ۽ ٻيو اوپر طرف. چشمو غار ۾ لڪل آهي.

**پيپريو:** هن غار ۾ وچڻ ڏاڍو ڏکيو آهي. اها 400 — 500 فوٽ ڊگهي غار آهي. ان غار ۾ سنهڙي ڌار جيترو پاڻي ٽمي ٿو.

**گوڙ ڌري جون غارون:** گوڙ دري جي هڪ ڏن پرو برساتي نالي، پيمر سرنديءَ (ڍوري) تي ٺهيل قديم بند آڏو، غار 17 فوٽ اونهي، 40 فوٽ ويڪري آهي. دروازي وارو لنگهہ 20 فوٽ اتس ۽ اوچائي گهٽ ۾ گهٽ 2 فوٽ ۽ وڌ ۾ وڌ 5 فوٽ اتس. هي غار انساني هٿن سان ويڪري ٿيل آهي. هتي ئي ست لکي تلاءَ وٽ پيمر سر، ساڪڙيو، ۽ گئو مکي ڍوري جي سنگم وٽ هڪ قديم بند جا نشان آهن. هي بند 100 فوٽ ڊگهو ۽ 8 فوٽ ويڪرو ۽ 15 فوٽ اوچو آهي. اهو بند تاريخي دور جو سڏبو، پر اڳ جو بہ هجي! هن بند جي تعمير ۾ ڪارونجهر جي گرينائيٽ جا ٻہ اڍائي فوٽ ڦٽا (slabs) استعمال ٿيل آهن.

**انچليا سر غار:** هي غار، انچليا سرچشمي جي پويان آهي، جنهن ۾ گهڙڻ جا ٻہ رستا آهن. هڪ وات چشمي جي پرينءَ پر پاڻيءَ ڪان ڏيڍ فوٽ مٿي لڪل آهي. ٻي وات سنهڙي ۽ اچي آهي، جنهن مان هيٺ لهجي ٿو. انچليا سر ننگر پارڪر ڪان اتر اولهہ ۾ اٽڪل ٽي چار ڪلو ميٽر پري زمين ڪان 500 فوٽ ڪن مٿي آهي. هيءُ هڪ تيرٿ آستان آهي. هتي تازا پٿرن جا ڏاڪا ٺاهيا ويا آهن. هن غار ۾ 8 ـ 10 ماڻهو آرام سان ويهي سگهن ٿا. (بدر ابڙو)

ڪاڪو پيرومل "قديم سنڌ" ۾ لکي ٿو تہ انچليشور مهاديو جي آستان ڪي چئبو آهي. هن جو پاڻي هندو پوتر سمجهندا آهن. ويجهو ئي سترام داس عامل جو ٺهرايل مسافرخانو آهي.

**گنگا ٻاڻ/ارجن ٻاڻ:** انچليا سر جي اتر ۾ جبل جي ٻئي پاسي، انچليا سر ڪان بہ سؤ فوٽ ڪن مٿي هڪ غار پٿر جي ڇپ سان ڍڪيل آهي. هن غار ۾ بہ ٻاروهي پاڻي وهي ٿو. غار ۾ اونداهي آهي. هي غار مهاڀارت جي هيرو ارجن سان منسوب ٿيل آهي.

**ڀُنگ:** هي غار ڀٽياڻي ندي جي ڀر ۾ اتر طرف آهي. هيءَ اونداهو ۽ ور وڪڙ غار 50 فوٽ ڪن ڊگهو، ۽ 4 ڪان 10 فوٽ ڪن ويڪرو آهي.

**چندن گڊ واري غار:** گئو مک ڪان فقط هڪ فرلانگ ڪن ڀهرين ڪاٻي پاسي ڪان هڪ غار آهي. پٿرن جي هيٺان هڪ ڏکيو مُنهن اتس. جتي غار جو چيڙو اچي ٿو. اتان هڪ ٻي غار مٿي نظر اچي ٿي. مٿين غار ۾ گهٽي اونداهي آهي. ڀهرين غار ۾ جُهڪي يا ڪُبو ٿي اندر داخل ٿبو. اِها چاليهارو ڪن فوٽ گهري آهي.

More Books Visit : www.iqbalkalmati.blogspot.com



**ڏک پڇڻ غار:** ويلڙيو چشمي واري هي غار گهر ٿياري نديءَ جي اولهه ۾ آهي. هي تمام خطرناڪ غار آهي. موت کي دعوت ڏيڻ برابر آهي. (بدر ابڙو)

**پونڙرو يا پڙو:** ننگرپارڪر شهر جي اولهه ۾، زمين اندر جبل ۾، هڪ ته خانو آهي، ان کي غار به چئي سگهجي ٿو سا خسته حال آهي. چون ٿا ته جڏهن اتي سوڍن جو راڄ هو، ته هو پنهنجو خزانو ۽ بارود انهيءَ ته خاني ۾ لڪائي رکندا هئا. اِهو به روايت آهي ته ته خانو، گوڙي مندر واري ته خاني سان مليل آهي. ٻنهي جي وچ وارو فاصلو 26 ڪوهه آهي. جڏهن انگريزن ننگر نڪرن ڪان فتح ڪيو ته انهن ته خاني جي کوٽائي ڪرائي، پر ته خانو خاص نموني جو ٺهيل هو ۽ انگريزان جي ته خاني تائين پهچي نه سگهيا. (پراڻو پارڪر_ اوجها)

**ماڳ جو نالو:** **ڪاٿوسس سلطاني جو مقبرو**

ماڳ جو قسم: اڏاوت/ مقبره

ماڳ جو دور: 1513 ع

ماڳ جو هنڌ: مڪلي، ضلعو ٺٽو

احوال: يڪ گنبذو 33 فوٽ هم چورسو مقبرو، جنهن جا 10 فوٽ ڇاڇا ٻاهر نڪتل آهن. اتر_ اوپر ڪنبذ وٽ ڏاڪٽين لاءِ جڳهه ڇڏيل آهي ته ڇت تي وڃي سگهجي. ديوارون سڌيون آهن. مهاڙي ڏکڻ منهن خوبصورت ڏيک ڏسي ٿي. مهاڙي عمودي طور پنجن سرن جي پانيل ۾ ورهائي وئي آهي. وچين ونگ ڪليل، پنجين پٿرائين فريم جي در سان آهي، جنهن مان وري ڇڄا نڪتل آهن. لنگهه جي ونگ جي مٿان ٽي ونگاوان پانيل جڙيل آهن. اندر قبر پٿرائين هڪ پليٽ فارم تي ٺهيل آهي. پليٽ فارم پٿر جو، زمين کان چار فوٽ ڪن اوچو ننڍڙن ننڍڙن پيل پاون جو ٺهيل آهي. ان تي گجراتي نموني جي اڪر ٿيل آهي. قبر جي مٿان کوبه تاج وغيره رکيل ڪونه آهي. مٿيون گنبذ ڪري پيو آهي. جو ان جا حصا جا بجاءِ پکڙيل ملن ٿا. قبر واري ٿلهي جي مهاڙي تي گلن جي اڪر ٿيل آهي. شاندار اڏاوت آهي. هي سما دور جو يادگار پنهنجي نوعيت جو آهي.

**ماڳ جو نالو:** **ڪاٿي بني**

ماڳ جو قسم: دڙا

ماڳ جو هنڌ: '20 °26 اتر ويڪرائي ڦاڪ '36 °67 اوڀر ڊگهائي ڦاڪ تي ست گهرين کان هڪ فرلانگ پري اوپر طرف، ڪاٿي ماتري جي ڏکڻ اولهه هڪ گول ٽڪري تي.

ماپ: 13200 چورس ميٽرن تي پکيڙ

وصف: ان ٽڪري تي اجڙيل بستي جي گهرن جا آثار ملن ٿا. گهرن جي پيتين جا آثار ڪٿي صاف ته ڪٿي لڪل حالت ۾ آهن. اها ڏکڻ طرف 500 فوٽ ۽ اولهه طرف 280 فوٽ آهي. اوچائيءَ ۾ بني 80 فوٽ آهي. هن ٽڪري تان جيڪو ٺڪرانو مليو ٿو، ان کي آمري ثقافت واري ٺڪراني سان ڀيٽي سگهجي ٿو. سنڌ ۾ آمري تهذيب چار هزار ق_ م کان ڪٿجي ٿي. لمبرڪ هن کي پنگار chalco_lithic دور جي ٺڪراني سان ڀيٽي ٿو. لمبرڪ چواڻي ته بني تي کو هتراش جيان هڪ کوٽ اڏيل هو. هي ماڳ 155x85 ميٽر ۽ 27 ميٽر اوچو آهي.

**ماڳ جو نالو:** **ڪاٿي ست گهريون**

ماڳ جو هنڌ: ڪاٿي ماتري منڇر ۽ بدي جي چاڙن ۾ واقع آهي. ماتري اٽڪل 500 هزار ايڪڙن تي ڦهليل آهي. ڪاٿي ۾ هڪ قدرتي چشمو آهي، جيڪو 400 ايڪڙ زمين آباد ڪري ٿو. هتي ٻن چڪي لڳل آهي ۽ نوحاڻي قبيلي جا ماڻهو رهن ٿا.

ماڳ جو دور: پٿر جو دور (12000 ق_ م)

More Books Visit : www.iqbalkalmati.blogspot.com



هتي پٿر دور جا انسان جي رهڻ، عمل جا اهڃاڻ ۽ آثار مليا آهن. جيڪي ست غارون آهن. يا انهن ڪي ست گهربون به چون ٿا. اهي اوپر منهيون آهن. ڪن غارن جي ڇت ڪري پئي آهي.

ماڳ جون ماپون: ماپون اتر ڪان شروع ڪجن ته غار نمبر 1 ڊيگهه اوڀر ڪان اولهه 23 فوٽ، اتر ڪان ڏکڻ ويڪر 9 فوٽ. اوچائي 6 فوٽ ـ اندر ٽن ڪوئنين جا آثار ملن ٿا. ۽ سالم آهن. غار ڪي هڪ لنگهه آهي. غار جو هڪ ٿنيو ٿنل آهي. غار جي مُنهن وٽ پٽيون 4 چار فوٽ ٿلهيون آهن. منهن واري لنگهه جي ماپ اوچائي 6 فوٽ ويڪر 2 فوٽ.

غار ـ2: ٻي غار فقط هڪ ڪمري جي آهي. ڊيگهه ساڍا يارهن فوٽ اوڀر ڪان اولهه، نوَ فوٽ ويڪري اتر ڪان ڏکڻ ـ اوچائيءَ ۾ پنج فوٽ آهي. غار جو دروازو ساڍا ڇهه فوٽ اوچو ۽ سوا ٻه فوٽ ويڪرو آهي. پٽيون اڍائي فوٽ ٿلهيون آهن.

غار ـ3: ٽين غار ٻه هڪ ڪمري واري اهي. اوپر ڪان اولهه 12 فوٽ اتر ڪان ڏکڻ 9 فوٽ ۽ اوچائي ۾ 6 فوٽ. لنگهه ساڍا پنج فوٽ ڊگهو ۽ اڍائي فوٽ موڪرو. ٻي ڪابه اڏاوت ڪانه آهي.

غار ـ4: هي غار وچ ۾ آهي، ان لاءِ ڪشادي آهي. داخل ٿيڻ لاءِ ٻه لنگهه اٿس. دروازن وارو ٿنيو ڪريل آهي. اوپر ڪان اولهه 23 فوٽ ڊگهي، اتر ڪان ڏکڻ 9 فوٽ موڪري، اوچائي ست فوٽ غار ڪجهه ڊنل حالت ۾ آهي.

غار ـ5: اوپر ڪان اولهه 16 فوٽ، اتر ڪان اولهه 20 فوٽ ۽ ست فوٽ اوچي. هن غار ۾ ٻه ٿنيا سلامت بيٺل آهن. هر هڪ ٿنيو گردي ۾ 5 فوٽ موڪرو آهي. ٿنيا ڪنڊن سان مستطيل شڪل ۾ گهڙيل آهن. اندر هڪ ڪمري جي ماپ 8_1/2x7 فوٽ آهي. اوچائي 5 فوٽ.

غار ـ6: اوپر ڪان اولهه ڊيگهه 14 فوٽ اتر ڪان ڏکڻ 10 فوٽ ۽ اوچائي 7 فوٽ. لنگهه چار فوٽ اوچو ۽ ٽي فوٽ موڪرو. پٽين جي ٿولهه 2 فوٽ. ٻي ڪابه اڏاوت ڪانه آهي.

غار ـ7: هي غار ڊنل آهي. صرف ڏکڻ ۾ هڪ ڪوٺڙي اوپر ڪان اولهه 5 فوٽ ۽ اتر ڪان ڏکڻ 3 فوٽ اوچائي 5 فوٽ اولهه ڪان ۽ اتر ڏکڻ ڪان ڏيڍ فوٽ ماپ واري آهي.

**ماڳ جو نالو: ڪتي جي قبر**

ماڳ جو قسم: قبر

ماڳ جو دور: نامعلوم

ماڳ جو هنڌ: ماڳ قمبر ڪان اولهه طرف 80 ڪلو ميٽرن جي فاصلي تي. هي ماڳ "ٽونڪ بارغ" ۽ ڏاهياڙي جبل جي دنگ تي آهي. اولهه ۾ "ڪندي جي گرگي" اتر ۾ ڏاڙهياري جبل جا پٽ اوپر ۾، ڪوڙي واري ۽ ڏکڻ ۾ بارغ، حرباب، پريڪي ڪچرڪ جون چوٽيون ضلعو قمبر، شهدادڪوٽ.

هن ماڳ تي پهچڻ لاءِ اترـ اوپر ڪان اٺ ـ پنيري چوٽي رستي پهچي سگهبو آهي. چوٽيءَ جي ويڪر لڳ ڀڳ هڪ سؤ فوٽ ٿيندي. قبر پٿرن جو چير آهي. جنهن جي ڊيگهه 7 فوٽ، ويڪر 4 فوٽ، ۽ اوچائي 3 فوٽ آهي. قبر جو رخ اولهه ۽ اوپر آهي. جنهن مان پڪ جهڙو گمان ٿئي ٿو ته هتي ڪتو پوريل آهي، جنهن لاءِ ڪي روايتون به ملن ٿيون.

**ماڳ جو نالو: ڪچو قلعو ـ حيدرآباد**

ماڳ جو پتو: حيدرآباد شهر جي ڏکڻ ۾ ريلوي اسٽيشن جي اترـ اولهه ۾.

ماڳ جو قسم: قلعو ڪچو ـ ڪچين سرن جو ٺهيل آهي.

ماڳ جو دور: ڪلهوڙن ڪان ڪجهه اڳ جو ٺهرايل آهي. لب تاريخ سند جي مصنف ان جو سال 1671 ٻيهاريو آهي.

تعارف: اڪثر تاريخدان متفق آهن ته هي قلعو غلام شاهه ڪلهوڙي واري قلعي ڪان اڳ جو آهي. هتي سيد محمد مڪي جي مزار به آهي. ان ڪان سواءِ ڪلهوڙن ۽ ٽالپرن جون ڪجهه قبرون آهن. هي نيرون ڪوٽ جو اصل هنڌ به چون ٿا.

More Books Visit : www.iqbalkalmati.blogspot.com



**ماڳ جو نالو:** **ڪچو ٻني**

ماڳ جو هنڌ: ماڳ پوکڻ لانڍي کان ڏيڍ ڪلو ميٽر ڪن ڏکڻ اوڀر ۾ ڏاڦڙو نئين ويجهو اٽڪل ٻه ميٽر مٿيرو ماڳ —دڙو

ماڳ جو دور: ڌاتو پاهڻي دور

هتي پوکڻ جي ڏکڻ۔ اوڀر ۾ ڪجهه آثار ملن ٿا، جي اٽڪل ڏيڍ ميل جي فاصلي تي نئين ڏاڦڙو جي ڪنڌيءَ تي آهن. هتي پٿر مان ٺهيل پٽين جي پيڙهه جا نشان ۽ معمولي ٺڪرانو ملي ٿو. هي ماڳ اوڀر 67° 0′ 40″ ڊگريون ۽ اتر 25° 46′ 50″ ڊگرين تي آهي.

**ماڳ جو نالو:** **ڪراچي**

ماڳ جو قسم: شهر

ماڳ جو دور: 18 هين صدي جي شروعات (1729ع)

ماڳ جو پتو: سنڌي سمنڊ جي ڪناري 22′ 26° ۽ 35′ 23° اتر 48′ 68° اوڀر.

شهر جو موجوده نالو ۽ بندرگاهه جو ڏس پتو ارڙهين صديءَ جي شروعات ۾ ملي ٿو. سيٺ نائومل لکي ٿو ته هڪ پاڻيءَ جو چشمو هو، جنهن کي ڪلاچيءَ جو ڪن سڏيندا هئا. ڪن جي معنيٰ آهي هڪ اونهي پاڻيءَ جي ڪڏ ۽ ڪلاچي هڪ ميربحر جو نالو پڻ هيو. ڪڏ جي چوڌاري تمر جا وڻ هئا. آخر جاءِ پسند ڪري، اتي گهر ٺهرايا ويا. ۽ ڪڙڪ بندر مان سڀ متحرڪ سامان منتقل ڪيو ويو. پوءِ سڀ ڪلاچيءَ جي ڳوٺ، جوان وقت ڪراچي سڏبو هو، اتي اچي ويناسين..... سنبت 1785 (1729ع) ڌاري ڪڙڪ بندر جا ماڻهو لڏي اچي وينا." ڊاڪٽر نبي بخش جي راءِ موجب هي شهر ڪلمتين جو آباد ڪيل آهي. اهو دور ڪلهوڙن جو آهي. ليڪن ان کان اڳ ٻه هي شهر ڪنهن نه نالي سان موجود هيو. ڪلهوڙن جي حڪومت جي ابتدا 1681ع ڌاري اتر اولهه سنڌ جي ڪجهه حصن کان ٿي. ميان نصير محمد ۽ ميان دين محمد جو دور ڪلهوڙن جو ابتدائي دور آهي، جيڪو 1700ع ۾ ختم ٿيو 1701ع ۾ ميان يارمحمد حاڪم بنيو، هن 18 سال راڄ ڪيو. هن جي حڪومت سبيءَ کان سيوهڻ تائين پکڙيل هئي. يارمحمد کان پوءِ نورمحمد 1719ع ۾ تخت تي وينو. 1729ع ۾ ڪراچيءَ جو بنياد پيو ته اهو دور ميان نورمحمد ڪلهوڙي جو هو. سيٺ نائون مل وڏيڪ لکي ٿو ته ڀوڄو مل جي مشوري سان ....... ڪراچيءَ ۾ حفاظت لاءِ قلعي جو مشورو ڪيو ويو...... ماڻهن تمر جو جهنگ صاف ڪري، ڪائين ۽ مٽيءَ جو قلعو ٺاهڻ شروع ڪيو. شهرواسين جي مدد لاءِ ٻاهريان مزدور ٻه گهرايا ويا. انهن کي مزوريءَ ۾ بحرين ۽ مسقط جا سڪا ۽ کجور ڏني ويندي هئي." ائين هو ته نورمحمد ڪلهوڙي جي پهرين دور ۾ ٺٽو مغلن جي هٿ هئو، مگر پوءِ 1737ع سڄي سنڌ نورمحمد ڪلهوڙي جي هٿ هيٺ اچي وئي، ته ان وقت کان ڪراچي ٻه سنڌي حاڪمن جي هٿ هيٺ اچي وئي. مير علي شير قانع نورمحمد ڪلهوڙي جي دور جو واقعو لکندي ذڪر ڪري ٿو ته 1742ع ۾ مظفر علي خان، انهن جهازن کي آڻڻ لاءِ جيڪي سورت بندر تي تيار ٿي رهيا هئا، ڪراچي بندر رستي آندو. نوابشاهه، قلي خان سان ملاقات لاءِ ٺٽي آيو ۽ اڍائي مهينا رهي واپس ويو. نورمحمد ڪلهوڙي 1753ع ۾ وفات ڪئي. ڪراچي بندر هر ايندڙ ڏينهن وڌندو ۽ اهميت اختيار ڪندو ويو. 326 ق۔ م سڪندراعظم جي فوج هتان گذري. هتي ممڪن آهي ته ڪي سچ ساهي ٻه پٽي هونداءون. چوته سندس سپهه سالار نيرڪس هتان جي وٽندڙ آبهوا جو ذڪر ڪيو آهي ۽ هن ڳوٺ يا ٻيٽ کي ڪورولا سڏيو آهي. ممڪن آ اُهو منهوڙو هجي. نيرڪس 15 ڏينهن هت رهيو. ٻيو حوالو محمد بن قاسم جڏهن 712ع ۾ سنڌ کي فتح ڪرڻ لاءِ ديبل تي حملو ڪيو ته ديبل ڪراچيءَ جي آس پاس هو. اهو سمجهيو وڃي ٿو ته ديبل بندر ڪراچي جي ڪنهن ساموندي ڪريڪ ۾ لڀي سگهي ٿو (بدر ابڙو) سن 326 ق۔ م کان 1700ع تائين ڪراچيءَ جو ڪوبه واضع مهاندو نظر نٿو اچي، پر جهازن جي اچ وڃ سمنڊ جي ڪري رهندي پئي آئي. سترهين صدي جي آخر ۾ لاڙي بندر مال جي ڏي وٺ لاءِ سودمند ثابت نه ٿيو جو ان جو مُنهن ساموندي مٽيءَ سان ڀرجي ويو هو. ان وقت 52۔ 1648ع ملتان جو گورنر اورنگزيب اورنگا جو بنياد

More Books Visit : www.iqbalkalmati.blogspot.com



رکيو. (سنڌ_ سورلي) ان کان پوءِ ارڙهين صديءَ ۾ نئي وٽ "شاهه بندر" بنيو جنهن جو بنياد غلام شاهه رکيو. اهو بہ ڪراچيءَ جي آسپاس ڳوليو پيو وڃي. غلام شاهه ڪلهوڙي جي دور ۾ افغان سرڪار ايسٽ انڊيا ڪمپني وسيلي گهٽو دباءُ وڌو تہ جيئن سنڌين کي تڙي ڪيڄي ڪسٽم ۽ ڊل وغيره نہ ڏجي. ڪراچي ڪلهوڙن جي دور ۾ ڪجهہ عرصو خان قلات وٽ خون بها طور رهي. 1795ع ۾ ميرن بندر جي اهميت کي محسوس ڪندي خان قلات کان ڪراچي کسي ورتي. ان وقت ڪراچيءَ جي آدم شماري 8000 هئي. 1818ع ۾ ڪراچيءَ جي آدمشماري پوٽنجر لکيو آهي تہ 13 هزار هئي. بيلي لکي ٿو تہ منهوڙي تي پهريون حملو سن 1839ع ۾ ٿيو ۽ 3 فيبوري 1839ع تي منهوڙي وارو قلعو ڊهي پيو. سنڌ جي فتح کان پوءِ چئن سالن تائين ڪراچي برطانوي سرڪار جي هٿ هيٺ رهيو. ان وقت ڪراچيءَ ۾ مٽيءَ جا گهر پڪين ڇتين سان ڍڪيل هئا. ان جي چئني طرفن کان مٽيءَ جو ٿلهو هو. جنهن کي ٻہ دروازا هئا. هڪ کاري در جي نالي سان ٻيو مني در جي نالي سان. سن 1842ع کان 1843ع تائين سرچارلس نيپئر جي قبضي کان پوءِ ڪراچي تمام گهٽي ترقي ڪئي. برطانوي سرڪار حيدرآباد ۾ قلعي هجڻ سبب پنهنجو ارادو بدلائي ڇڏيو ۽ فيصلو ڪيائون تہ ڪنهن بئي هنڌ گاديءَ جو هنڌ مقرر ڪيو وڃي. ان رٿا هيٺ سرچارلس نيپئر پنهنجي ڊپٽي ڪمشنر رچرڊ برٽن کي ڪراچي سروي لاءِ موڪليو. رچرڊ برٽن لکي ٿو تہ "ڪراچي ميربحرن جو ڳوٺڙو سمنڊ جي ڪناري تي آباد آهي. ڪراچي حيدرآباد کان ٿڌو علائقو آهي. هتي پرشين گلف تائين واپار هلي سگهي ٿو." ان رپورٽ تي عمل ڪندي چارلس نيپئر ڪراچيءَ کي گاديءَ جو هنڌ مقرر ڪيو. هتي جاين جي اڏاوت جو ڪم سن 1847ع ۾ شروع ٿيو. سن 1848ع ۾ ڪراچيءَ جي آدمشماري 50 هزار هئي. 1874ع جي آخر ۾ بي_ اي فريئر سنڌ جو ڪمشنر مقرر ٿيو. هن ڪراچيءَ جي صحت ۽ صفائيءَ لاءِ ميونسپالٽي ٺهرائي. ڪراچي ميونسپالٽيءَ جي پهرين سال جي آمدني 16000 هزار روپيا ۽ ٻئي سال جي آمدني 18000 هزار روپيا ۽ ٽئين سال جي آمدني 27000 هزار روپيا ٿي. سن 1850ع کان 1900ع تائين ڪراچي هڪ شهر جي صورت اختيار ڪئي. 1875ع تائين کارا در، مينا در، صدر، سول لائنز ۽ ڪنٽونمنٽ تائين ڦهلجي ويو.

**ماڳ جو نالو: ڪراچي ڪوٽ**

ماڳ جي بيهڪ: ڪراچيءَ جي بيهڪ 51' 24° اتر ويڪرائي ڦاڪ ۽ 4' 67° اوڀر ڊگهائي ڦاڪ تي آهي. ڪراچي شهر جو احوال توڙي بندر جو احوال سترهين صديءَ تائين نٿو ملي.

ماڳ جو دور: 1729ع _30

تعارف: سڪندراعظم جن جن هنڌن تان لنگهيو، اهي تمام ٿوريون جايون محققن کي هٿ آيون آهن. هيگ جو خيال آهي تہ جيئن تہ ڪراچي بندر کان سواءِ سنڌ جي ساحلن تي ڪوبہ ٻيو قدرتي بندر ڪونہ هو. جتي سڪندراعظم چوويهہ ڏينهن جو چوماسو ختم ٿيڻ جو انتظار ڪري. ڊاڪٽر وسنيٽ ۽ ڪننهام "ڪروڪالا" کي ڪياماڙي (ڪراچي) قرار ڏيندي ان کي سڪندر جو بندر سڏيو آهي. اڳ ۾ ڪڙڪ بندر، شاهه بندر، لاهري بندر مشهور هئا، پر انهن جا مُنهن قدرتي عمل جي ڪري لٽجي ويا تہ ڪلاچي ڪن (ڪراچي) وٽ 1729ع ڌاري ماڻهو اچي آباد ٿيا. سيٺ نائو مل لکي ٿو تہ پوڄومل جي صلاح سان آسودي مل نالي هڪ شخص ٻيبي مرادان سان مشورو ڪيو تہ ڪراچيءَ جي حفاظت لاءِ قلعو اڏارائجي. ماڻهن تمر جو جهنگ صاف ڪري ڪاٺين ۽ مٽيءَ جو قلعو ٺاهڻ شروع ڪيو. قلعي جي ايراضي اٽڪل ستر جريبن تي هئي. قلعي کي ٻہ دروازا هئا. هڪ اولهہ ڏانهن کارو در جيڪو سمنڊ پاسي کلندو هو ۽ ٻيو منو در جيڪو اوڀر ۾ مني پاٽيءَ ڏانهن کلندو هو. رچرڊ برٽن، ڪروناٽن 1799ع، هينري پاٽنجر 1809ع ۾ هي قلعو ڏٺو ۽ پنهنجين لکڻين ۾ احوال ڏنو اٿن.

**ماڳ جو نالو: ڪرڇاٽ/ معصوم جي بني**

ماڳ جو هنڌ: 34" 45' 25° اتر ويڪرائي ڦاڪ ۽ 7" 43' 67° اوڀر ڊگهائي ڦاڪ تي ۽ پوکڻ کان 4 ميل ڏکڻ ۾ ڪرڇاٽ نالي ڪوهستان جي ڳوٺ جي پير ۾، ۽ گنبڪ جبلن جي اتر ۾ آهي.

More Books Visit : www.iqbalkalmati.blogspot.com



ماڳ جو دور: ڏاتو پاھڻي دور

احوال: هن ماڳ کي مقامي ماڻهو ”معصوم جي بني“ ڪري سڏين ٿا. هن جي پير ۾ ٽي چشما آهن، جن جي پاڻيءَ تي هن جوءِ جي آباديءَ جو دارومدار آهي. هن ماڳ تي هڪ ڊڙو 750 فوٽ ڊگهو، 680 فوٽ ويڪرو ۽ 27 فوٽ اوچو آهي. هي ماڳ کيرٿر جابلو سلسلي جي اوپر ۾، ۽ ڪمپو ۽ ڏڦرو ٽڪرين جي اتر- اولهه ۾ آهي. هتي کوٽيل تجرباتي کڏن مان پٿر مان ٺهيل پتين جون پيڙهون، پٿر جا پنا، ڳاڙهي تي ڪارو نڪر وغيره مليا آهن. جيڪي هن هنڌ کي سنڌو تهذيب سان لاڳاپيل هنڌ ثابت ڪن ٿا. هتي نڪر تي ڪي نوان چٽ به ڏسڻ ۾ اچن ٿا، جن ۾ سنڌي سرهه ۽ ترڇيون ريکائون ڳڻائي سگهجن ٿيون. گهڻو نڪر رنگين چٽ وارو آهي. ان جهڙو نڪرائو هتان ئي شاهه- جو ڪوٽڙو ماڳ تان به مليو آهي. ڊڳي جي اڪ، پڪين جي ڳچين جا چٽ وغيره ٺهي ماڻن جي نڪرائي تي مليا آهن. جيئن ته هتي پهاڙن ۾ سرهه عام آهي، ان جو اثر به مقامي نڪرائي تي جام ڏسي سگهبو.

**ماڳ جو نالو: ڪرچات غار**

ماڳ جو قسم: قديم غار

ماڳ جو دور: ميسوليٿڪ ۽ نيوليٿڪ

ماڳ جو هنڌ: ڪرچات کان ٽي ڪلو ميٽر اولهه- کيرٿر جبل ۾. هي غار ڪوهتراش بٺيءَ کان اتر طرف چار پنج ڪلو ميٽر پري آهي.

هن غار جي مُنهن وٽان ناسي رنگ جا ننڍڙا ٽٽل پٿري چاقو ۽ ڪورون (cores) مليون آهن. هي ڪا وڏي غار ڪانهه آهي. غار جي مُنهن جي ويڪر 10 فوٽ، اندر اونهائي 20 فوٽ آهي. هي قدرتي غار آهي، ان کي ڪشادو ڪرڻ جي ڪوشش ڪيل ڪانه ٿي ڏسجي. غار جي مُنهن تي پٿري چاقن جو چڱو تعداد مليو آهي. هتي ماڻهن جي رهائش جا آثار ٽٽل ۽ ڀڳل ٺڪرين ۽ ٻين اوزارن جي صورت ۾ ملن ٿا. مقامي ماڻهو هن کي چمڙن جي غار سڏيندا آهن.

**ماڳ جو نالو: ڪلان ڪوٽ (قديم غارون)**

ماڳ جو قسم: غارون

ماڳ جو دور: قبل از تاريخ

ماڳ جو هنڌ: ڪلان ڪوٽ کان لڳ ڀڳ ڇهه ميل ڏکڻ ۾ مڪليءَ واري ٽڪريءَ تي سيمنٽ فيڪٽريءَ جي پويان.

احوال: هتي هڪڙي ڏيوري ٺهيل آهي، جيڪا ٽڪريءَ تي اڪيلي بيٺي آهي. آثار ٻڌائين ٿا ته هتي ڪنهن ڌرم جي مورتي رکيل هوندي، اتان قديم دور جو سڪو هٿ آيو آهي، جيڪو به سؤ سال ڪن پراڻو آهي. ان کان سواءِ هڪ ٻي غار آهي جنهن لاءِ مشهور آهي ته اهو ڪلان ڪوٽ جو ٻيو چيڙو آهي. هتي انساني هٿن جي ٺاهيل غارن جي وڏو سلسلو آهي، جيڪي ڳِٽپ ۾ ڏهه عدد آهن: جيڪي سڌي زمين تي هيٺ کوٽائي ڪري ٺاهيون ويون آهن. مُنهن ايترو ويڪرو اٿن جو هڪ وقت هڪ ماڻهو لنگهي/ لهي سگهي ٿو. ڏاکن جي ماپ چئن کان اٺن فوٽن تائين آهي. پنج غارون سني حالت ۾ آهن، ۽ پنج غارون لتجي ويون آهن. انهن کي کوٽي سگهجي ٿو. هتان ملندڙ نڪراٺو سنڌو تهذيب کان اڳ جو، سنڌو تهذيب وارو، اوائلي اسلامي ۽ پوئين اسلامي دور جو آهي.

**ماڳ جو نالو: ڪلان ڪوٽ**

ماڳ جو هنڌ: ڪوٽ، مڪلي ٽڪريءَ جي هڪ ڪنڊائتي هنڌ تي آهي. ان جي سمنڊ جي مٿاڇري کان بلندي 30 فوٽن کان 150 فوٽن تائين آهي. ڪوٽ ٽڪري جي شڪل مطابق ٻي ترتيب ڏنل آهي. ڪوٽ جي ڏکڻ ۾ ٿوري فاصلي تي سنڌو جي پراڻي وهڪري جا آثار آهن.

More Books Visit : www.iqbalkalmati.blogspot.com



ماڳ جي ماپ: ڪوٽ ڏيگهه ۾ وچان اتر کان ڏکڻ 2258 فوٽ آهي. ڪوٽ ڏکڻ واري پاسي تي ويڪر ۾ وڌ ۾ وڌ 1686 فوٽ ٿيندو. سندس اتريون پاسو وري ويڪر ۾ گهٽ 577 فوٽ آهي. ڪوٽ جو سڀ کان ڊگهو اوڀر پاسو آهي جيڪو 2615 فوٽ ۽ اولاهون پاسو 2086 فوٽ آهي. ڪوٽ جي ٻاهرين ديوارن جي ڪل ماپ 8416 فوٽ آهي، جيڪا ڏيڍ ميل کان به مٿي بيهي ٿي. ڪوٽ ڪي دروازو ۽ برج آهن. ڪوٽ اندر اڏاوتن جا نشان آهن.

ماڳ جو دور: اعجازالحق قدوسي لکي ٿو ته، هي ڪوٽ قديم دور جو آهي. ايم ايچ پنهور جو چوڻ آهي ته هي قلعو جام تغلق ٺهرايو. پر ڪوبه اهڙو ثبوت ڪونه ٿو ملي ته ڪهڙي دور ۾ ٺهيو. 71 _ 1770ع ۾ مير علي شير قانع هن ويران قلعي ڪي طغرل آباد جو قلعو سڏيندي هن جي گهڻي تعريف ڪئي آهي. ميرصاحب ان ڪي 1760ع ۾ اجڙيل ڏٺو. جڏهن ته مريد خان جي دور 89 _ 1687ع ۾ ڪوٽ وسيل هو. سنڌ گزيٽيئر ۾ ڄاڻايل آهي ته اتي سڙيل ان جا انبار پيل آهن." سمجهجهي ٿو ته شايد باهه لڳي هوندي.

**ماڳ جو نالو:** **ڪرنجڙي ڪوٽ**

ماڳ جو قسم: ڪوٽ جا نشان

ماڳ جو دور: نامعلوم

ماڳ جو هنڌ: "15,20 '69 ۽ "20 '19 027 ڳوٺ ڪرنجري ڪوٽ تعلقو روهڙي ضلعو سکر. روهڙيءَ کان ڏکڻ_ اوڀر 73 ڪلو ميٽر.

احوال: دڙي جي صورت ۾ ماڳ صاف طور قلعي جي ديوارن تي مشتمل آهي. جيڪو ڪرنجڙي ڪوٽ ڳوٺ کان 8 . 1 ڪلو ميٽر اتر اولهه ۽ اوڀر ۾ 6 ڪلو ميٽر ڳوٺ ساجن فقير وٽ آهي. دڙي جي ماپ 260 ميٽر اتر_ ڏکڻ 164 ميٽر اوڀر اولهه ڊيگهه ويڪر ۾ آهي. ماڳ ريٽي دريا جي پراڻي ڦاٽ جي ڪنڌي تي آهي. آثار قديمه وارن جي توجهه لهندڙ هي ماڳ پڪين سرن جي بهتر حالت ۾ پيڙهه تي بڌل آهي. پڪيون سرون چوڏاري ٽڙيل پکڙيل آهن. 100 ميٽرن جي قلعي جي ڏکڻ واري پٽ جا نشان موجود آهن. باقي سمورو ماڳ واري سان ڍڪيل ۽ ٻوٽن سان جهنجهيل آهي. قلعي جي مٿاڇري تي پٽين جي ماپ 176 ميٽر اوڀر کان اولهه، 110 ميٽر اتر کان ڏکڻ اجا ڪجهه سلامت آهن. مٿاڇري تي رانديڪا، جانورن جون مورتيون ۽ ٻيو چڪاسڻ جهڙو ٺڪراٺو موجود آهي. ٺڪراڻي ۾ به رنگو، سادو، چٽيل ليڪائون ڪرچيل، اڪريل، جنهن ۾ ٿانون جا ڪنا ٺپيل ٿانون جا ٽڪر گول ٿالهيون ۽ ٻونبين وارا ڍڪڻا ۽ ترا مليا آهن.

**ماڳ جو نالو:** **ڪرم علي خان ٽالپر جو مقبرو**

ماڳ جو قسم: اڏاوت

ماڳ جو دور: ميرن جو دور

ماڳ جو هنڌ: ميرن جو قبرستان حيدرآباد

مير ڪرم علي خان جو مقبرو رٽ ۾ چوڪور ۽ مٿان گنبذ اٿس. هي مقبرو ماپ ۾ ٻاهران ٻاهران 40x42 فوٽ جي ايراضيءَ ۾ آهي. چئن ئي ڪنڊن تي گنبذڙا به ٺهيل آهن، جيڪي ننڍا آهن. پٽين جو ٻاهريون پاسو ڪاشيءَ جي سرن سان مزين آهي. حاشيي تائين پيلو پٿر استعمال آهي. مقبري جي چيمبر هڪ پٿرائين بنياد تي ٺهيل آهي. پٽيون پڪ سرائون، چوني جي گاري سان ڪنيل آهن. ماربل جو تابوت هڪ چبوتري تي ٺهيل آهي، جيڪو هيٺ کان مٿي تائين خوبصورت نمونې سينگاريل آهي. اتي ماربل جي چٽي ٺهيل آهي، جيڪا اٺن گول پيل پاون تي بيٺل آهي. عمارت جو اندريون فرش مختلف نمونن جي نقشن سان سينگاريل آهي. فرش ماربل ۽ پيلي پٿر جو آهي. پٽ جي مٿئين حصي تي ننڍيون ونگون ٺهيل آهن. پٽ جي اولاهين پاسي ڪلمو شريف نهايت سهڻي خط ۾ لکيل آهي. قبر جي سيراندي کان ماربل جي پٿر تي هيٺيون ڪتبو لکيل آهي:

More Books Visit : www.iqbalkalmati.blogspot.com



تاريخ وفات

مرحوم جنت آرام گاهه مير ڪرم علي خان ٽالپر عليہ الرحمة

دوازدهم جمادي الثاني سن 1244ھ

مٿن کان هي ڪتبو ڪليل آهي.

قطعہ تاريخ 1244ع

مير ڪرم علي خان 1244هجريءَ ۾ وفات ڪئي ۽ هي مقبرو 1245هجريءَ دوران تهيل آهي. ڪرم علي خان پهريون ٽالپر حڪمران هو جيڪو حيدرآباد ۾ دفن ڪيو ويو. هي "چوياري" جو ٽيون يار هو. هي تمام سيبتو حڪمران هو. هن جي دور ۾ ڪابہ جنگ نہ لڳي. سندس وقت ۾ سائنس، ادب ۽ واپار ۾ تمام گهڻي ترقي ٿي. هي پاڻ اديب ۽ ادب پرور شخص هو. سندس دربار هر وقت عالمن ۽ شاعرن سان ڀريل هوندي هئي. سندس دور ۾ سنڌ جون بہ وڏيون شخصيتون پيدا ٿيون. هڪ سيد محمد راشد شاهه جيڪو ڪنگري وارن پير پاڳاري صاحب جو ڏاڏو هو. ٻيو سيد ثابت علي شاهه جيڪو مرثيہ جو وڏو شاعر ٿيو. سندس مدفن سيوهڻ ۾ آهي. مير ڪرم علي حيدرآباد شهر جون ڪجهه مسجدون بہ نهرايون. انهن مان هڪ مسجد سٽرن جي گهٽيءَ ۾ ٺهرائي هئائين، جيڪا 1977ع ۾ شهيد ٿي وئي، ان جي جاءِ تي جديد مسجد تعمير ٿي چڪي آهي، اها مسجد سٽي سروي 1489 وارڊ اي حيدرآباد شهر ۾ هئي. هڪ ٻي مسجد مخدوم جي مقبري لڳ 1222 هجريءَ ۾ ٺهرائي. ساڄي پاسي حاجي محمد بخش خان ٽالپر ولد مير مراد علي خان جيڪو مير ڪرم عليءَ جو ڀائيٽو ٿئي ان جي قبر آهي. جنهن تي هي ڪتبو لکيل آهي.

تاريخ وفات

مرحوم مير حاجي محمد بخش خان ٽالپر

22، ماه رمضان المبارڪ سن 1287 ھ.

**ماڳ جو نالو:** **ڪوٽ بجر**

ماڳ جو قسم: ڪوٽ

ماڳ جو دور: ڪلهوڙا دور

ماڳ جو هنڌ: تعلقي سنجهوري ۾ جهول کان بہ ميل ڏکڻ

احوال: ان جاءِ تي ڪوٽ جا ڪي اهم نشان نہ رهيا آهن. پر ڪوٽ جي بنيادن ۽ ٻين رهائشي يا گودامن طور استعمال ٿيندڙ جاين جا آثار موجود آهن. ان جاءِ تان ڪڏهن ڪڏهن نڪر جي ٽانوَن جا ٽڪرا ۽ سڙيل جوئر جا داڻا لڀندا آهن. ڪوٽ بجر جي پر ۾ لاٺياري جي تاريخي جنگ مير بجر خان ۽ تاجو ليکي جي وچ ۾ لڳي هئي. لاٺياري جهول کان پنج ميل پڪي روڊ جي ڏکڻ طرف ۽ شاهه ڪئنال جي اوپر طرف آهي، جنهن کي مارو چوندا آهن.

**ماڳ جو نالو:** **ڪوٽ چاڪر خان ٽالپر**

ماڳ جو قسم: ڪوٽ / قلعو

ماڳ جو دور: 12 صدي هجري

ماڳ جو هنڌ: شاهپورچاڪر ويجهو

ماڳ جي ماپ: هڪ ميل اندر

احوال: مير چاڪرخان ٽالپر ٻارهين صدي هجريءَ ۾ هي ڪوٽ ٺهرايو. هن وقت ان ڪوٽ جي ڏکڻ اولهہ جي پٽ جو ڪجهه حصو نظر اچي رهيو آهي. اڳتي اتر طرف ڪوٽ جي مورچي جا آثار بہ نظر اچن ٿا. باقي مٽيءَ جو دڙو آهي.

More Books Visit : www.iqbalkalmati.blogspot.com



**ماڳ جو نالو:** **ڪوٽڏجي جو قلعو (احمد آباد وارو قلعو)**

ماڳ جو هنڌ: ڪوٽڏجيءَ جو قلعو خيرپورميرس شهر کان ڏکڻ طرف ويهن ڪلو ميٽرن جي مفاصلي تي قومي شاهراهه تي واريا سي چن جي ٽڪرين تي ٺهيل آهي.

ماڳ جو دور: ڪوٽڏجيءَ جو قلعو 1797ع ۾ مير سهراب خان ٺهرايو. هن قلعي جي نگراني سندس وزير سرائي محمد صالح زهري بلوچ ڪئي. ان تي مزدوري جوڌپور، ٿر ۽ جيسلمير کان ڏڪر جي ستايل ماڻهن ڪئي.

ماپ:

تعارف: هي قلعو ترشول نموني ٺهيل آهي. قلعي ۾ سرن جو استعمال گهٽ ٿيل آهي. تعمير جو سال "قلعه محفوظ جي باڪ" مان برآمد ٿئي ٿو. قلعي جون ديوارون ويهه فوٽ اوچيون ۽ چار فوٽ ويڪريون آهن. قلعي جي ديوار پڪين سرن ۽ پٿرن تي بيٺل آهي. قلعي جي چئني طرفن کان پهاڙين تي مورچا بنائي ڪچو ڪوٽ اڏيل آهي. جنهن جي ديوار 25 فوٽ ڊگهي ۽ 12 فوٽ ويڪري اهي. هن قلعي جي خصوصيت اها ته جو دشمن قلعي فتح ڪرڻ لاءِ ڪنهن طرفان گولو باري ڪندو ته گولو اندر نه ايندو، پر اندران دشمن تي وار ڪري سگهبو. هن قلعي تي پنجهتر سپاهين جي دستي سان هڪ قلعه دار جنهن کي نواب سڏيندا هئا، رهندو هو. قلعي ۾ ڪافي بارود ۽ هڪ سؤ توبون رکيل هيون. جن مان مريم، صفن صفا، ۽ ملڪ ميران نالن سان مشهور هيون. هڪ توب جيڪا پورچوگيزن پنهنجي لاءِ ٺهرائي هئي، سا شاهه شجاع مير سهراب کي تحفي ۾ ڏني هئي. هن کي احمد قلعو به سڏيندا آهن.

**ماڳ جو نالو:** **ڪوٽڏجيءَ جو ماڳ**

ماڳ جو هنڌ: تعلقو ڪوٽڏجي ضلعو خيرپورميرس. ڪوٽڏجي قلعي جي پرسان قومي شاهراهه جي اولهه ۾. ماپ ڊيگهه ۾ ڇهه سؤ فوٽ ويڪر ۾ چار سؤ فوٽ ۽ زمين کان 40 فوٽ بلند (ڪنڊرات)

تعارف: ڪوٽڏجي جي ارد گرد ٽڪرين تي اوائلي پٿر جي دور جا ڪيترائي اهڃاڻ لڌا آهن. ان ٽڪريءَ تي ڪيترين غارن ۾ پٿر جي شروعاتي، وچين ۽ آخري دور جا وڏ تڪ ۽ شڪار لاءِ ڪتب ايندڙ اوزار لڀن ٿا. هتان وسيع عمارتن جا اهڃاڻ مليا آهن. اڏاوت ۾ سرون ڪتب آندل آهن. چتيون ڪانن سان ڍڪيل ۽ گاري سان لنبيل آهن. هي ماڳ 57– 1955 کوٽيو ويو هو. ماڳ ٻن حصن ۾ ورهايل آهي. هڪ ڪوٽ ٻيو هيٺاهون شهر. ڪنڊرن مان ظاهر ٿيل جاين جا بنياد پٿرن جا آهن. بنيادن جي ويڪر 5 فوٽن تائين، جن تي سرن جي اوساري ٿيل آهي. اتي هڪ ڪوٽ جا آثار به مليا آهن، جنهن جا بنياد اڻ گهڙيل پٿرن جا آهن. دفاع لاءِ برج به جڙيل آهن. هي ڪوٽ سڄي برصغير ۾ جهوني ۾ جهونو ڪوٽ آهي.

ڪوٽ جي ماپ: ڪوٽ جو هڪ حصو 108 فوٽ، باقي ڊنل. اندر رهائشي جاين جا نشان.

ڪوٽڏجي دڙي مان هڙاپا طرز جو ٺڪراڻو مليو آهي، جن تي سج، مڇي جو چلر ۽ پپر جو پن اڪريل آهي. ان کان سواءِ هڙاپا ته مان مهرون ۽ انساني مورتون (ٿي ٺڪر ۽ ٻارنهن ڍڳي جون) مليون. جڏهن ته ڌاتوءَ ۾ ڪهاڙي، نيزا، چيٽيون، ۽ بنگار جا چوڙا ۽ رڌپچاءَ جا مارنگ پڻ مليا آهن. ڪوٽڏجي ڪلچر جا اهڃاڻ چوٽين کان سورنهين طبق تائين کوٽيندي لڌا ويا آهن.

هتان لڌل ٿانوَن جو رنگ ڦڪو يا هلڪو ڳاڙهيڙو آهي. مجمدار کي کوٽائي ڪندي ڳاڙهي ٺڪرائي کان سواءِ چوڪور ۽ مستطيل ڪمرن جا نشان پڻ مليا.

**ماڳ جو نالو:** **ڪوٽڙي ڪبير**

ماڳ جو قسم: ڦٽل شهر جا دڙا

ماڳ جو دور: هندو دور

احوال: هن قديم شهر جا آثار ڪنڊرن جي صورت ۾ تعلقي ڪنڊياري ۾ ڀهلاٽي شهر کان اٽڪل 5 ميلن

More Books Visit : www.iqbalkalmati.blogspot.com



تي ڪراچيءَ کان لاهور ويندڙ رستي تي آهن. هي شهر ڪنهن صورت ۾ ديبل يا برهمڻ آباد کان گهٽ ڪونہ هو. دريائي بندر هو. جنهن رستي تي هن ڪنڊر جا آثار آهن ان کي ”راوڙ وارو رستو“ يا ”تار وارو رستو“ ڪري چوندا آهن. هن شهر جي اولهہ ۾ دريا وهندو هو. جنهن جا نشان موجود آهن. اهوئي دريا ساهتي ڳوٺن کي آباد ڪندو، شهدادپور مان ٿيندو ٺٽي ۾ پراڻ جي نالي سڏبو رحمڪي بازار کان ٿيندو، سمنڊ ۾ ڇوڙ ڪندو هو. هن جو تاريخ ۾ نالي نسبت ڪوبہ احوال ڪونہ آهي. تذڪره خاندان قريشي (قلمي) مان صرف ايتري خبر پوي ٿي تہ هي ڪشادو شهر قلعي بند هو. جنهن جا ٿورا نشان ملن ٿا. تذڪري جو لکندڙ ميان قاضي قطب الدين ڪلهوڙن جي آخري دور جو عالم هو. ان بہ هن شهر کي قتل ڏٺو.

**ماڳ جو نالو:** **ڪوٽڙي مغل**

ماڳ جو قسم: قتل ڳوٺ جا نشان

ماڳ جو دور: ارغون دور (آخري)

احوال: شاهہ حبيب، حضرت شاهہ عبداللطيف جو والد صاحب هالا حويلي کان لڏي اچي ڪوٽڙي مغل ۾ رهيو، جنهن ۾ گهڻو تڻو ارغون ۽ ترخان گهراڻن جا ماڻهو رهندا هئا. هي ڳوٺ هالا تعلقي ۾ ڀٽ شاهہ کان 5 ڪوهہ پري پراڻي سانگره واهہ جي ڪپ تي ٻڌل هو. روايت آهي تہ هتي شاهہ عبداللطيف کي مجازي چوٽ لڳي ۽ هي ڳوٺ پهريان ڪوٽڙي اپن شاهہ جي نالي سڏبو هئو. مرزا مغل سيد حبيب شاهہ جو مريد هو. دعا لاءِ سندس غيرحاضريءَ ۾ شاهہ لطيف کي وٺي ويو. جنهن نينگري جي آنگر وٽي چيو هو تہ، جنهن جي آڱر سيد هٿ ۾، تنهن کي لهر نہ ڪو لوڏو. اها ڳالهہ مغل مرزا کي نہ آئڙي ۽ سيدن کي تنگ ڪرڻ لڳو. بهرحال هن شهر ۾ لطيف سائين جي مجازي عشق نپنو. آخر ۾ دل قوم جي ماڻهن مرزا مغل کي ماري وڌو. سندس قبر تورڪي قبرستان ۾ آهي. لطيف پوءِ مرزا مغل جي نياڻيءَ سان شادي ڪئي. هاڻي هي ڳوٺ دڙن جي صورت ۾ آهي.

**ماڳ جو نالو:** **ڪوٽ گلان**

ماڳ جو قسم: ڪچو قلعو

ماڳ جو دور: ڪلهوڙا عهد

احوال: هي ڪوٽ $23'$ $68^{0}$ اوڀر ۽ $49'$ $25^{0}$ اتر حيدرآباد ضلعي جي تعلقي هالا ۾ آهي. هالا کان ٽي ڪلو ميٽر اتر پاسي، دريا جي ڪاٻي ڪپر تي ديهہ ڪيريا _ ڪنڊر 88 . 10 ايڪڙن جي ايراضي والارين ٿا.

ماپون: ٽوٽل گهيرو چئني ديوارن جو 2760 فوٽ. اتر واري ديوار 375 فوٽ ڊگهي. اوڀر پاسي واري ديوار 650 فوٽ. اولهہ واري ديوار 640 فوٽ. ڏکڻ پاسي واري ديوار ۾ چار برج سلامت آهن. ڪوٽ کي ڪل ويهہ برج آهن. برجن جو قطر 18 فوٽ آهي. برج جي ٻاهران زمين کان اوچائي 13 فوٽ ۽ اندرئين پاسي کان 8 فوٽ آهي. توڙي هن وقت دروازن جو نشان پتو ڪونہ آهي، پر سمجهجي ٿو تہ خداآباد (نئون) جو شهر قلعي جي اوڀر ۾ آهي. ان لاءِ دروازو اولاهين پٽ ۾ هوندو. مارا تمام گهٽا آهن. برج جو ٻاهريون گهيرو 84 فوٽ آهي. پهريون مارو برج نڪرڻ کان پوءِ 3 فوٽن تي آهي. ان بعد هر 6 . 1 فوٽ تي مارو آهي.

گلان ڪوٽ جي اڏاوت ڪچي آهي، ان ڪري برجن جي مارن جي چوڌاري پڪا پشتا ڏنا ويا آهن تہ جيئن پٽيون ۽ چٽيون ويهي نہ وڃن. هونئن بہ ڪٿي ڪٿي پڪي سر استعمال ٿيل آهي. ڪوٽ اندر گهڻو ڪري ساڏن نون انچن جون سرون هلايل آهن. هن ڪوٽ کي ميرن جي دور ۾ خاصي اهميت آهي.

**ماڳ جو نالو:** **ڪوٽ غلام شاهہ**

ماڳ جو قسم: دڙو

ماڳ جو هنڌ: هن ڪوٽ جا ڊٺل آثار قمبر کان اوڀر اتر جي ڪنڊ ۾ 7 ڪلو ميٽرن جي فاصلي تي. سرڪل رانوتي ديهہ هُليا يونين ڪائونسل رانوتي.

More Books Visit : www.iqbalkalmati.blogspot.com



احوال: مگسين جو چوڻ آهي تہ هي ڪوٽ سندن وڏي غلام شاهہ مگسيءَ جي مزار جي چوڌاري ڦريل هو. پر قدامت ٻڌائي ٿي تہ هي ڪلهوڙن جي دور ۾ ٺهيو هوندو. سيد امام راشدي بہ تہ ماهي مهراڻ ۾ 4_ 3 / 1998ع ۾ هن کي غلام شاهہ جو ٺهرايل ڪوٽ لکيو آهي.

**ماڳ جو نالو: ڪوڪلتاش جي قبر**

ماڳ جو هنڌ: سلطان محمود بکري ڪوڪلتاش جي قبر، معصوم شاهہ جي مناري کان اتر طرف شيخ عبدالرحمان وڪيل جي گهرن پٺيان، ملٽري ڪوارٽرس ۾ هڪ ٽلهي تي آهي. ٽلهو 10 فوٽ هم چورس آهي. سرون سنهيون ۽ ڪاشيءَ جون استعمال ٿيل آهن. پيراندي واري پاسي کان هڪ دري آهي، جنهن مان لاش اندر ٽپايو ويو هوندو، جيڪا بعد ۾ بند ڪئي وئي هوندي. انهيءَ دري تي "بابا سلطان شاهہ" جا اکر ڏيئي جي تيل جي اکرن سان لکيل آهن.

ماڳ جو دور: سلطان محمود ولد مير فاضل ڪوڪلتاش 898 هجريءَ ۾ مرزا شاهہ حسن سان گڏ سنڌ ۾ آيو. مرزا شاهہ حسن ارغون جي وقت بکر جو گورنر هو. سنڌين وٽ ظالم حڪمران طور معروف آهي. قبر تمام خستہ حالت ۾ آهي.

**ماڳ جو نالو: ڪوٽ ورائي جي پٽ**

ماڳ جو قسم: دڙو

ماڳ جو دور: هڙاپا دور

ماڳ جو هنڌ: 69° 11' 30" اوڀر 45" 41' 27° اتر_ ڳوٺ ڪوٽ ورائي جي پٽ تعلقو روهڙي ضلعو سکر. ڳوٺ روپهو کان ٻہ ڪلو ميٽر ڳوٺ ڦل ڍهو کان 1.6 ڪلو ميٽر ۽ روهڙيءَ کان 43 ڪلو ميٽر اتر_ اولهہ ۾.

احوال: هي ماڳ 238 ميٽر ڊيگهہ ۾ اتر ڏکڻ ۽ 121 ميٽر ويڪر ۾ اوڀر_ اولهہ آهي. ماڳ جي مٿاڇري تان پٿر جون ڪورون، سنڌو تهذيب وارو پڪل ٺڪرائو ۽ جانورن جا مجسما لڌا آهن. ٺڪرائو مختلف نمونن جو ونڊيل، ونگاسيل، جنهن تي گهرا ويجها ڪارا پٽا، ليڪون، جن تي مختلف رنگن جا عڪس ۽ انگڙ ونگڙ گولڙا نظر اچن ٿا. سادا، چٽيل ڪنا، منيا، ڪرچيل ۽ ٺپيل، سڌي توڙي گول تري وارا ٿانو ملن ٿا، جيڪي هتي رهندڙ ان سمي ماڻهو ڪتب آڻيندا هئا.

**ماڳ جو نالو: ڪوٽ واري پٽ**

ماڳ جو قسم: دڙو

ماڳ جو دور: 6 صدي عيسويءَ کان 12 صدي عيسويءَ تائين

ماڳ جو هنڌ: ڪوٽ واري پٽ جو قديم دڙو ڳوٺ حاجي ملوڪ ويجهو ديهہ گجرو تعلقو ۽ ضلعو نوابشاهہ. ڪانوٽ جو ڳوٺ هن جي اتر ۾ 3 ڪلو ميٽرن تي، ڄام صاحب جو ڳوٺ اٽڪل 6 ڪلو ميٽر اولهہ ۾، غلام ڏاهريءَ جو ڳوٺ هڪ ڪلو ميٽر تي اوڀر ۾، ۽ سم نالو هن جي اولهہ ۾ آهي. نواب شاهہ جو شهر هتان کان 30 ڪلو ميٽر اولهہ ۾ آهي. هي ماڳ اتر ڊگهائي ڦاڪ 100 26 ڊگريون ۽ اوڀر ويڪرائي ڦاڪ 12 42 68 ڊگرين تي آهي. دڙو 600 ميٽر اتر ڏکڻ ڊيگهہ ۾ 400 ميٽر اوڀر اولهہ ويڪر ۾ ۽ 9 ميٽر اوچو آهي. سڄي دڙي تي جهنگلي ٻوٽا ۽ وڻ ڦٽي ويا آهن. مٿاڇري تي وٿون عام جام آهن. پڳل ٿانون جا ٽڪرا چوڌاري پکڙيل آهن. سرن جا اڌڙ ٺڪرائي سان ملي ويا آهن. ملندڙ وٿن ۾ چٽيل ٺڪرائو، ڪُنا، ٿانون جا ٽڪرا، ۽ ڪجهہ ترا مليا آهن. ٺڪرائو گهٽو ڪري هلڪي ڳاڙهي رنگ جو آهي، سنو پڪل، ونڊيل سنهو ۽ چڪ تي لٺل آهي. ٺڪرائي تي چٽُ، ڪاري ليڪ سان، سڌا ٽپڪا ۽ انگڙ ونگڙ ليڪون ٺهيل آهن ۽ ٻيا ڪجهہ مهندسي چَٽ، ڄاري دار چٽ، ڪاري ليڪ سانَ ڪجسي ڳاڙهي مٿاڇري يا پيلي مٿاڇري تي ٺهيل آهن. ڪرچيل پيلو ٺڪر ڪارو ۽ چمڪندڙ رنگ جو آهي. هي ماڳ 6 صدي عيسويءَ کان 12 صدي عيسويءَ تائين وسندي هئي.

**ماڳ جو نالو: ڪوٽلو**

More Books Visit : www.iqbalkalmati.blogspot.com



ماڳ جو دور: اسلامي

ماڳ جو قسم: مقبرا

ماڳ جو هنڌ: تعلقو ڪوٽڙي

مير سهراب خان ڪوٽڙي تعلقي ۾ مخدوم سلام الله جي جانشين پير محمد شاڪر شاهه کي نئين درگاهه لاءِ هڪ وڏو ڪوٽ ۽ تجرون نهرائي ڏنيون هيون. جتي مريد ۽ خادم ڪافي انداز ۾ اچي رهيا؛ ۽ هڪ چڱو خاصو ڳوٺ ٻڌجي ويو: انهيءَ کي ڪوٽلو چوندا آهن. هتي مشهور شاعر مراد فقير زنگيجي جو مقبرو به آهي.

**ماڳ جو نالو: (مڪاني طور) ڪوٽيڙو**

ماڳ جو قسم: دڙو

ماڳ جو دور: پهرين سهسرق. م جو پويون اڌ

ماڳ جي ماپ: اتر_ ڏکڻ 700. اوڀر_ اولهه 375 ۽ اوچائي 17 فوٽ. (جڏهن 1928ع ۾ مجمدار هي ماڳ ڏٺو)

ماڳ هنڌ: ڳوٺ جهانگارا، تعلقي سيوهڻ کان 3 يا 4 ڪلو ميٽر ڏکڻ ۾ ڳوٺ پيرآري لڳ.

ماڳ جي حالت: چڱي، پر چوڌاري آباديءَ سبب گهٽو والارجي ويو آهي. نوادرات آباد زمينن ۾ پکڙيا پيا آهن.

جنوري 1928ع ۾ جڏهن مجمدار هن ماڳ تي آيو، تڏهن هن جي مٿاڇري تي سيڙهي واري پٿر جا مُٺڪا، (chert) بالوساڻ پٿر جون چلون (Flakes) ۽ خاڪي (Gray) رنگ جو ٺڪرانو پکڙيل ڏٺو. هن ماڳ تي ڪو گهٽو ڪم ڪونه ٿيو. ان ڪري هن بابت گهڻي ڄاڻ ڪانه ٿي ملي.

ٺڪر: ان وقت هتان جيڪو ٺڪرانو مليو سو سنڌ ۾ پنهنجي قسم جو هو. اڳ معلوم آمري، ڪوٽڏجي يا سنڌو تهذيب واري جاتل ٺڪر کان مختلف نموني جو هو. مجمدار هتي اتر واري پاسي ۽ ڏکڻ واري پاسي هڪ هڪ کڏو کوٽايو. ٻنهي هنڌن تان گهڻي تعداد ۾ ساڳي نموني جو ٺڪر مليو. خاڪي رنگ جي ٺڪر تي چَهڪيل (Incised) چٽ نڪتل هئا. هن ۾ ڪافي حصو (Polished) اُجاريل سطح وارو هو. ڇهڪن سان دائرن جون قطارون، ٽڪنڊن ۽ چونڪڙين جا نمونا، ترِڇا گهڪا، متبادل ترتيب ۾ اُڀا ۽ منڊيئڙي جي شڪل جا چٽ ۽ متوازي وروڪڙن واريون ليڪون يا پٽيون به ٺهيل هيون.

رنگدار ٺڪر بلڪل ناپيد نه هو، پر ان جا تمام ٿورا نمونا مليا، جن ۾ هلڪي ڳاڙهي رنگ واري ٺڪر تي (Chocolate) ڳوڙهي خاڪي يا ڳاڙهيرڙي رنگ سان ونگاس آهي. ڪن تي وري ميٺوڙي رنگ جي آرائش ٿيل آهي. نمونن ۾ چونڪڙي ۽ وراڙيل ليڪون شامل آهن.

ٿانون ۾ (Badher) گهريو (Bowl) ڪٽورو يا ڪاسو (vase) آرائشي چيزدان ۽ (Vessels) برتن يا ٿانو مٽڪا، وڏا برتن، ۽ ٿُن وارا ٿانو شامل آهن.

متفرقا: ٺڪرائي کان سواءِ هتان پٿر جون ٻي ڊوليون چلون، ٽامي جي چيٽي، ٽامي جي ٻن آرن جا ٽڪرا به مليا آهن.

بهرحال، مجمدار پنهنجي تحقيق جي نتيجي ۾ جيڪا راءِ ڏني آهي سا هيٺ ڏجي ٿي.

"at all events, it seems reasonable to suppose that Jhangar represents a culture which arose in Manchhar region, subsequent to that of the lake dwellers of Trihni and Shah Hasan."

بهرحال، مجمدار جي 1928ع واري ڪم کان پوءِ اهڙن گهڻن ماڳن تي ڪم ٿيو آهي، جن مان خاڪي رنگ جي ٺڪر جا مختلف نمونا مليا آهن. انهن جي عمر جو ڪاٿو 1300 ق. م ۽ 500 ق. م جي وچ وارو زمانو لڳايو ويو آهي. هن قسم جي ٺڪرائي کي لوهه جي استعمال سان لاڳاپيل سمجهيو وڃي ٿو. سنڌ جي موجوده سرحد جي اتر_ اولهه ۾ صوبي بلوچستان جي (Pirak) پيرڪ نالي ماڳ، جنهن تي گذريل صديءَ جي سٺ واري ڏهاڪي جي پڇاڙيءَ ۾ ڪم شروع ٿيو، اهڙي قسم جو ڪافي

More Books Visit : www.iqbalkalmati.blogspot.com



ٺڪر مليو آهي ۽ ان جو مکيہ دور 800 _ 1000 ق. م جي وچ ۾ ڪٿيو ويو آهي. ماڳ سنڌو تهذيب جي پوئين وقت جو آهي. سن 2007ع ۾ اسان کي ٽاٽي بولاخان ۾ ڪم ڪندي ”اڪپٽي“ نالي هڪ ماڳ ڏسڻ جو موقعو مليو. دڙي جي حالت خراب هئي. چاڪاڻ تہ مڪاني ماڻهن خزاني ۽ نوادرات جي تلاش ۾ ان کي بري طرح گڊيو آهي. هن هنڌ تي خاڪي ٺڪرجام آهي. هن ماڳ تي ڪم ڪرڻ جي وڏي گنجائش آهي.

ماڳ ڪوهستان جي مشهور ڳوٺ تونگ کان 5، 6 ڪلو ميٽر اتر طرف ڳوٺ مير حسن گبول ۽ جڙيو چنو جي پڙ ۾، ڳجهڙي ڍوري جي اوپر واري منهن وٽ هڪ ٽڪري جي اوڀارين لاهي وٽ واقع آهي.

**ماڳ جو نالو:** **ڪوهتراش**

ماڳ جو هنڌ: $25^{0}\,42'$ اتر ويڪرائي ڦاڪ $67^{0}\,38'$ ڊگهائي ڦاڪ. ڪرچاٽ کان اٽڪل 10 ڪلو ميٽر ڏکڻ اولهہ ۾ نئين باراڻ جي ڪنڌيءَ تي ٽاٽو عارب خان ۽ تونگ واري اٿن واري پيچري جي پاسي ۾ (ڪيرٿر ۽ ڪليرو رينج ڪنبوڪ جي اتر ۾)

ماڳ جو قسم: قبل از تاريخ جا ڪوٽ ۽ گبربند

ماڳ بابت ڄاڻ: ٽڪريءَ تي چڙهندي پهريان هڪ پناهہ جي پٽ يا ٻانهين آهي. ٿورو اڳتي اجا ڪرڙي ڪوٽ جا آثار آهن. ٻئي ڪوٽ لسن پٿرن سان بنا گچ اوساريل آهن. ٻئي ڪوٽ وڏن لسن پٿرن سان بنا گچ اوساريل آهن. ٻئي ڪوٽ چپ _ اوساري (cyclopean masonry) جو سٺو مثال آهن. هن ۾ چئن برجن ۽ ڏکڻ اوپر ۾ لنگهہ جا نشان آهن. اندر هڪ وڏي چوڪنڊي ايراضيءَ ۾ پٿر مان ٺهيل انيڪ گهرن جا بنياد نظر ايندا؛ جن جي اڳيان هڪ وڏو اڱڻ/ ميدان آهي. ڪوٺيون ننڍيون بہ آهن تہ وڏيون بہ. رٿا ويڙهن وانگر. ويڙها وري گهٽين رستي الڳ ٿيل آهن. بستيءَ جا بہ حصا آهن. جن جي وچ تي اتر ڏکڻ پاسي پڪڙيل هڪ ٻنو آهي. جنهن جي ٻنهي پاسي گهرن جا نشان آهن. هتي هڪ گهر جي ڪوٺائيءَ مان مٿين ماڙيءَ تي چڙهڻ لاءِ پوڙيون ۽ دروازي جي پڙ ۾ 3x5/2 ڪشادو غسل خانو بہ مليو. هتي گهرن جون پٽيون پٿر جي پيڙهن مٿان چا جون ٺهيل آهن. اها پرولي آهي؟ چاڪاڻ تہ ڪمرن جي اندر يا ٻاهر، گهٽين وغيره ۾ ڪوبہ ملبو وغيره نہ مليو آهي. هن ٻن ڪوٺڙين جو هئڻ اهم آهي. خود بستيءَ جو هڪ پاسي لاهاندي تي هجڻ بہ ڪنهن رٿا سان لڳي ٿو. هتان بيهي پري پري تائين نظر وجهي سگهجي ٿي. ٻنو ڪوٽ ۽ لاهاندي واري ٽڪريءَ تي ڳوٺ آباد ڪرڻ هتان جي بدامني يا جنگي حالتن ڏانهن اشارو ٿي سگهي ٿو. تنهن کان سواءِ هڪ گمان اهو بہ آهي تہ هي بستي ڪو انتظامي مرڪز هجي. هن ٻنهي جي اولهہ ۾ لڳ ڪير ٿر جبل جي پڇاڙيءَ وٽ ڪن هنڌن تي وٿين کي وڏن پٿرن جي اڏاوتن سان پريو ويو آهي. هي اڏاوتون ڪنهن ڪوٽ جون پٽيون يا وري پاڻي روڪڻ لاءِ بند پاسن ٿيون. اهي هن علائقي ۾ ڪافي آهن. اهڙن بندن مان هڪ جي ڊيگهہ 400 فوٽ، 35 فوٽ ويڪر ۽ 20 فوٽ اوچائي آهي. هي بند جبل جي لانگهن کي پري ان وقت جي حالتن موجب رنڊڪ ڪڙي ڪئي وئي آهي. ائين بہ چئي سگهجي ٿو تہ هي بند آباديءَ ۽ روزانو ڪتب لاءِ پاڻي کي روڪڻ جي هڪ ڪوشش آهي. ماهرن هنن بندن کي ”گبر بند“ ڪري سڏيو آهي. هتان جا ماڻهو اڄ بہ پاڻي روڪڻ لاءِ ائين ڪن ٿا. هن هنڌ مليل ٺڪرائي تي اثر آمري ثقافت جو پڌرو آهي. هي ماڳ سنڌو تهذيب سان لاڳاپيل ڏاتو پاهڻي دور جي مڙني ماڳن ۾ عجيب ۽ نرالو آهي.

**ماڳ جو نالو:** **ڪمال فقير جو مقبرو**

ماڳ جو هنڌ: ڪيهو ڳوٺ ضلعو سانگهڙ

ماڳ جو دور: ميرن جو دور

ماڳ جي ماپ: 16x16x16 فوٽ

احوال: پسڪرو، چن جو اوساريل مقبرو.

**ماڳ جو نالو:** **ڪنگرائي ڳوٺ وارو ٿل**

More Books Visit : www.iqbalkalmati.blogspot.com



ماڳ جو قسم: ٿل / اڏاوت

ماڳ جو دور: ٻڌي دور

ماڳ جو هنڌ: ڳوٺ گل محمد گنڍ جيڪو جوهيءَ کان ڏکڻ ۾ ٻن ڪلو ميٽرن تي آهي. جو هي پان روڊ جي لڳ اولهه طرف.

هي ٻڌي دور جو يادگار اوچائي ۾ ٽيهه _ چاليهه فوٽ هو ۽ گولائيءَ واري اٽڪل ڏهن ٻارنهن فوٽن جي نيم قطر جي گهيري ۾ ٺهيل آهي. مٿيءَ جي ٺهيل ٿل جي چوٽيءَ اٽڪل ڇهه ست فوٽ ڪٽهڙو هئي. چوٽيءَ تي ڪمري جي اڏاوت جا نشان جنهن جي ڪنارن سان به فوٽ کن ڪوٽ آيل هو.

هينئر ٿل ڊهي ويو آهي.

**ماڳ جو نالو: ڪنب ليمون مسجد**

ماڳ جو قسم: اڏاوت

ماڳ جو دور: 1226 هجري

ماڳ جو هنڌ: ديهه ڪنب ليمون، تعلقو سڪرنڊ ضلعو نوابشاهه. مسجد جي اولهه ۾ ٻن ڪلو ميٽرن تي روهڙي ڪئنال، سڪرنڊ جو شهر هتان کان 14 ڪلو ميٽر اتر ۾، نوابشاهه جو شهر هتان کان 16 ڪلو ميٽر اتر ۾، اوڀر ۾ ڳوٺ شاهه آباد ٽن ڪلو ميٽرن تي، جڏهن ته ڏکڻ ۾ ڳوٺ بلوچ خان اٿس. هي ماڳ اتر ويڪرائي ڦاڪ "08 '06 $^{0}$26 ڊگريون ۽ اوڀر ڊگهائي ڦاڪ "36 '23 $^{0}$68 ڊگرين تي واقع آهي. هن مسجد جي اڏاوت ۾ پڪيون سرون، گل ۽ چن جو استعمال ٿيل آهي. مسجد ڊيگهه ۾ 50 . 15 ميٽر، ويڪر ۾ 80 . 5 ميٽر ۽ اوچائيءَ ۾ 9 ميٽر آهي. مسجد سڱوري مستطيل آهي. لنگهه اپرندي طرف ٽن دروازن سان اٿس. وچون دروازو ٻين ٻن کان وڏو آهي. ٽنهي دروازن ڪي ونگاوان پانيل ڏنل آهن. وچين ونگ تي تيرن جي مُنهن جهڙيون جهالرون جڙيل آهن. مهاڙي تي ٻيڙ ٻني تي برجنين جون قطارون ٺهيل آهن. پنج برجيون اڳيان ۽ ٻه برجيون اولهه پاسي ٺهيل آهن. مهاڙي کان سواءِ باقي پٽيون ساديون ۽ چن سان پلستر ٿيل آهن. مقبري ڪي اندران پانيلن واري ڇت ڏنل آهي. نمازي حجري ۾ 4 ڪنڊ_ جوڙون (squinches) هرهڪ ڪنڊ تي هڪ ۽ 16 ڪڻ ونگا (Recessed Arch) پانيل ڪنڊ_ جوڙن جي وچ ۾ ٺهيل آهن. حجري ۾ ٻه دريون اٺن جارن سان اتر ۽ ڏکڻ طرف ٺهيل آهن. ٻه ننڍا ڪمرا ڏکڻ اوڀر پاسي اعتڪاف لاءِ ٺهيل آهن. سخي اميد علي هي مسجد پنهنجي حياتيءَ ۾ 1226 هه ۾ ٺهرائي. اهڙو ڪتبو لڳل آهي. مقامي ماڻهو هن مسجد جي مرمت ڪرائيندا اچن ٿا، ان لاءِ سٺي حالت ۾ آهي.

**ماڳ جو نالو: ڪنب ليمون دڙو (الف)**

ماڳ جو قسم: دڙو

ماڳ جو دور: سورنهين_ سترنهين صدي عيسوي

ماڳ جو هنڌ: ديهه ۽ ڳوٺ ڪنب ليمون تعلقو سڪرنڊ ضلعو نوابشاهه. روهڙي ڪئنال دڙي جي اولهه ۾ ٻن ڪلو ميٽرن تي وهي ٿو. ڳوٺ شاهه عابد اوڀر ۾ ٽن ڪلو ميٽرن تي. حاجي بلوچ خان ڏکڻ ۾ ۽ سخي اميد علي جي مسجد دڙي کان 130 ميٽر اولهه ۾، جڏهن ته هي دڙو سڪرنڊ کان اتر ۾ 14 ڪلو ميٽر ۽ نوابشاهه شهر اتر_ اوڀر ۾ 16 ڪلو ميٽرن تي آهي. اتر ويڪرائي ڦاڪ "08 '06 $^{0}$26 اوڀر ڊگهائي ڦاڪ "36 '23 $^{0}$68 تي واقع آهي.

دڙي جو ڪجهه حصو مقامي ماڻهن والار هيٺ آڻي پنهنجا گهر ناهيا آهن. باقي ڪجهه حصو بچيل آهي، جيڪو پڙ خزاني جي تلاش ڪندڙ ماڻهن جو کوٽيل آهي. ڪجهه اڏاوتون ظاهر نظر اچن ٿيون. مٿاڇري تي، سرن جا اڏڙ ۽ ٺڪرانو پکڙيل آهي. دڙو 125 ميٽر اوڀر_ اولهه ۽ ڊيگهه ۾ 120 ميٽر اتر_ ڏکڻ ويڪر ۾ ۽ 40 . 2 ميٽر اوچائيءَ ۾ آهي. چڪ تي لٽل آهي. جن تي هلڪي ڳاڙهي رنگ جا پٽا آهن. ٺڪرانو سنو پڪل ۽ ڪجهه ٿلهو آهي. ٺڪر تي نقش ڪاري ڏار سان نڪتل آهن. ڪن

More Books Visit : www.iqbalkalmati.blogspot.com



ٽڪرن تي ڳاڙهيون ڏاريون آهن. چٽيل ٺوڙي اپٽيل ٺڪرائو موجود آهي. ان ڪان علاوه پٿر جي جندن جا ٽڪرا، منيا ۽ ڳچيون مليون آهن. هي ماڳ سورنهين يا سترهين صديءَ جو لڳي ٿو. کوٽائي ٿيل ڪونه آهي.

**ماڳ جو نالو:** **ڪنب سبزو ڊرهه**

ماڳ جو قسم: چٽن واري لکت

ماڳ جو دور: پراڻي پٿر جي دور کان وچين پٿر جي دور تائين.

ماڳ جو هنڌ: هي ماڳ ڪافر يا ڪوٽ، ميان جو ڪوٽ ۽ پيراسر ڏانهن ويندڙ رستي، سبزو ڊرهه و ٽڪري ۽ چاڪر گهٽ جي ويجهو_ تعلقو جوهي، ضلعو دادو.

احوال: هن ماڳ جي پرسان چشمو پڻ آهي. هتي اکر يا چٽسالي سرمائي مائل ڳاڙهي ناسي پٿر تي ٿيل آهي. شاهي گهوڙي جي تصوير جي وڪر. گهوڙي جي اڳين ۽ پوئين جنگهه تي سج جي علامت چڪري جهڙو نقش نڪتل آهي. اهو چڪرو هندومت وارو سوريه يا ٻڌمت وارن جو ٻڌ جو چڪرو آهي. پٿر جي ساڄي پاسي به تصويرون آهن. جيڪي سواستيڪا جون آهن. وچ ۾ عورت جي تصوير ائين چٽي وئي آهي، ڄڻ اها ناچ ڪري رهي آهي. عورت ۽ سواستيڪا جون تصويرون شڪتي پوڄا ڏانهن اشارو ڪن ٿيون. هتي ٿوهي واري ڊگهيءَ جون تصويرون گهٽيون آهن. جيڪو ڪنهن ٻئي جانور ڪي ڏسي پيرن هيٺان ڪيو بيٺو آهي ۽ ڏاڍو مچريل آهي. ماڻهوءَ کي هڪ سنگي جانور تي سواري ڪندي ڏيکاريو ويو آهي. هتي جنگ جي ديوتا يا مرد لاءِ گول مٿان تير واري علامت به اڪريل آهي. (عزيز ڪنگراڻي)

**ماڳ جو نالو:** **ڪنب ننهن جهڏو**

ماڳ جو قسم: چٽن واري لکت

ماڳ جو دور: پٿر جي قديم دور کان پٿر جي وچين دور تائين

ماڳ جو هنڌ: ڪيرٿر سلسلي ۾ ڪلري گبربند جي اتر طرف نئين ڏانهن وهي ايندڙ زئپتي ڊوري جي ڪناري تي ٽڪرين ۾ گهيريل_ تعلقو جوهي ضلعو دادو.

احوال: هن ماڳ تي پٿر مٿان سرهه (Ibex) جانورن جون اپريل نموني تصويرون اڪريل آهن. اهي تصويرون خوبصورت ۽ اکر جو عاليشان نمونو آهن. هڪ مَنظر ۾ سرهه جي شڪار جو منظر چٽيل آهي. شڪاري ڪمان مان تير ڪشي سرهه کي هڻيون آهي. پر زخمي تير لڳل سرهه چال ڏئي سگهه سان ڊوڙي رهيو آهي. هن ماڳ تي تجريدي لکت جو نمونو پڻ موجود آهي. نقش نگاري پوري پٿر تي ڪيل آهي. ٻگهڙن جي هڪ ٽولي جو فطري منظر به چٽيل آهي. آس پاس مٿي ڳاڏڙ پٿرن تي لڪيرن جي صورت ۾ ڪن جانورن جون شڪليون نڪتل آهن. ڪي شڪليون هاٿوڪن ماڻهن جون به نظر اچن ٿيون. (عزيز ڪنگراڻي)

**ماڳ جو نالو:** **ڪنب ليمون دڙو (ب)**

ماڳ جو قسم: دڙو

ماڳ جو دور: ٻڌي دور

ماڳ جو هنڌ: ديهه ڳوٺ ڪنب ليمون، تعلقو سڪرنڊ، ضلعو نوابشاهه. دڙي جي اوپر ۾ ٻن ڪلو ميٽرن تي روهڙي ڪئنال، ڳوٺ شاهه عابد 3 ڪلو ميٽر روهڙي ڪئنال جي اوپر ۾. سرهاري ريلوي اسٽيشن دڙي جي اوپر ۾ 5 ڪلو ميٽرن تي. سڪرنڊ شهر سندس اتر ۾ 14 ڪلو ميٽرن تي، جڏهن ته نواب شاهه شهر اوپر ۾ 16 ڪلو ميٽرن تي آهي. هي دڙو اتر ويڪرائي ڦاڪ 26° 6' 17" اوپر ڊگهائي ڦاڪ 68° 24' 23" تي موجود آهي. هي دڙو گرلس پرائمري اسڪول جي پويان آهي. چوڌاري زرعي ۽ آباد

زمينون اٿس. دڙي تي جهنگلي ٻوٽا، ننڍا وڻ ۽ ڪنڊيرا آهن. ڪنهن به اڏاوت جا نشان بظاهر مٿاڇري تي ڪونه آهن. رڳو ڳاڙهو ٺڪرائو ٿوري گهڻي تعداد ۾ ملي ٿو. جنهن سان ڏنڏلو ڳاڙهو ٺڪر گڏيل آهي. ڪنا ۽ ٿانون جا ٽوٽا ملن ٿا. ڪن ڪنن تي ڪاري ڌار ڳوڙهي ڳاڙهي ڌار ۽ ڪرچيل ليڪون نڪتل آهن. ڪن ڪنن تي هيٺان ۽ مٿان ڪاريون ڌارون اهن. ڪن تي ٽڪنڊا نشان ٺهيل آهن. جيڪي ڳاڙهي تي ڪارو پٽو. سنڌوءَ ٺڪر جو نمونو آهي. چاريدار ڪاريون لڪيرون ڳاڙهي ترواري ٺڪر تي نوٽ ڪيون ويون آهن. ٺڪرائو چڪ تي لٿل ۽ سنو پڪل آهي. هي ماڳ ٻڌ جي دور جو آهي. کوٽائي ٿيل ڪونه آهي.

ماپ ۾ هي دڙو 170 ميٽر اتر ڏکڻ 155 ميٽر اوڀر اولهه ۽ اوچائي چار ميٽر بچي اٿس.

**ماڳ جو نالو:** **ڪنڊي ترائي ڪوٽيڙو _ الف**

ماڳ جو قسم: اوائلي اڏاوت

ماڳ جو دور: تاريخي دور

ماڳ جو هنڌ: ديهه ڪنڊي ترائي تعلقو ٿاڻو بولاخان اتر ويڪرائي ڦاڪ 25°27'11" اوڀر ڊگهائي ڦاڪ 67°51'95" ۾ موجود آهي.

هي ماڳ هڪ هيٺاهين ٽڪريءَ تي آهي. هتي اڏاوت جا نشان ملن ٿا. هي وڏن پٿرن جي اڏاوت آهي، جنهن ۾ هڪ سڌ ۾ 4 ڪمرا ٺهيل آهن. هرهڪ ڪمري ڪي اتر ۾ لنگهه ڇڏيل آهي. ڪمرن جي ويڪر 16 ميٽر کن ٿيندي. پٽيون 15 . 2 ميٽر ويڪريون آهن. هتان پراڻي دور جي ڪابه وٽ ڪونه آهي. هي ڪو اڃهو آهي. ماڳ اڳ ۾ ذڪر ٿيل ڪونه آهي (2006ع)

**ماڳ جو نالو:** **ڪنڊي ترائي ڪوٽيرو (ب)**

ماڳ جو قسم: پٿرائين اڏاوت

ماڳ جو دور: تاريخي دور

ماڳ جو هنڌ: ديهه ڪنڊي ترائي تعلقو ٿاڻو بولاخان ضلعو ڄامشورو. اتر ويڪرائي ڦاڪ 25°27'79" اوڀر ڊگهائي ڦاڪ 67°50'35" ۾ موجود آهي.

هي ماڳ ڪوهستان ۾ ڳوٺ خاصخيليءَ جي پرسان آهي. هي به ڪنهن سمي شايد پٿرائون اڃهو هوندو جنهن جي ماپ ڊيگهه ۾ 32 ميٽر ۽ ويڪر ۾ 60 . 17 ميٽر آهي. جنهن ڪي اتر ۾ لنگهه آهي. هي ٻن ڪمرن تي مشتمل پٿرائون آثار اوائلي انسان ڪتب آندو يا ناهيو. ماڳ اڳ ۾ ڄاڻايل ڪونه آهي. (Dec: 2006)

**ماڳ جو نالو:** **ڪيرٿي ڳڙ / ڪوٽ**

ماڳ جو قسم: ڪوٽ جا آثار

ماڳ جو هنڌ: مني تعلقي ۾ مني شهر کان ست ڪوهه ڏکڻ ۾

ماڳ جو دور: سومرن جي دور ۾ موجود هو.

احوال: يارهين صديءَ جي پهرين چوٿ کان پوءِ هتي راجا ويرو ياس راڄ ڪندو هو. جيڪو همير سومري جو هم عصر هو. پر ٻئي هڪٻئي جا مخالف هئا. وياس کان پوءِ قيصر مڪواڻو گادي نشين ٿيو. تاريخ ۾ قيصر ۽ ڄام فيروز جو گڏجي سيوهڻ ۾ مغلن طرفان مقرر مغل گورنر رتن ڪي مارڻ جو ذڪر اچي ٿو. ساڳي وقت ڄام فيروز ۽ همير سومري جو به ذڪر آهي ته ڄام همير کان حڪومت کسي سمن جي حڪومت جو بنياد وڌو. يارهين صدي عيسويءَ جي پڇاڙيءَ ۾ ڪيرٿي ڳڙ تي روڙ پارسنگ جو راڄ هو. ڪيئن به؟ پر هن ڪوٽ جا نشان بينا آهن(1) ڪيرٿي جا ڪنڊر8 ميلن تي منيءَ کان آهن. جيڪي قيصر مڪواڻي جي گاڏيءَ واري شهر جا آهن. هي شهر سومرن جي شروعاتي دور ۾ ميٺي ندي جي ڪناري تي آباد هيو.(2)

More Books Visit : www.iqbalkalmati.blogspot.com



**ماڳ جو نالو:** **ڪيرٿيءَ جا ڪنڊر**
ماڳ جو قسم: دڙا
ماڳ جو دور: سومرا دور
ماڳ جو هنڌ: تعلقي مٺيءَ ۾ نئين ڪوٽ رستي تي ضلعو ٿرپارڪر.
احوال: هي دڙا 8 ميلن جي ايراضيءَ ۾ پکڙيل آهن. هي قيصر مڪواڻي جي گاديءَ جي هنڌ واري شهر ڪيرٿي جا آثار آهن. هي شهر ميٺي ندي جي ڪناري تي آباد هو. جنهن جا نشان پسجن ٿا. دڙن تي، ٺڪرائو، سرون، چوڙيون، سڪا ۽ ہيون وٿون ملن ٿيون. قيصر مڪواڻي لاءِ لوڪ ادب ۾ ڪيترين ئي روايتون موجود آهن. دڙا زمين کان 10 — 15 فوٽ اوچا آهن. کوٽائي ٿيل ڪانہ آهي.

**ماڳ جو نالو:** **ڪيهرن جو مقام**
ماڳ جو قسم: قبرستان
ماڳ جو هنڌ: تعلقو شاهبندر ديهہ لڏاڻي پٽو ضلعو ٺٽو.
ماڳ جو دور: هن کي ڪتسڙين وارو مقام بہ سڏيندا آهن. حاجي ابراهيم جي مزار جي اولهہ ڏکڻ ڪنڊ تي واڙي واري دريا جي ڪُستڙين واري جزيري ۾ واقع آهي. هن قبرستان ۾ پٿر جون تمام ڊگهيون قبرون موجود آهن. جن تي تحريرون بہ آهن ۽ انتهائي خوبصورت نقش بہ ٺهيل آهن. هتي جيڪڏهن ڪا قبر ڪنهن سپهہ سالار جي آهي تہ ان تي ڍال، تلوار ۽ گهوڙي سوار جو نقش ٺهيل آهي. جيڪڏهن ڪنهن پيادي جي قبر آهي تہ ان تي تير يا تلوار جو نقش نڪتل آهي. هتي هڪ يڪي پٿر مان ٺهيل ڪٽ جيڪا عام ڪٽ کان ڪجهہ وڏي آهي بہ ٺهيل آهي. جنهن کي خوبصورت نقش نگر ٿيل آهي. قبرن مٿان ڇٽريون بہ ٺهيل هيون، جيڪي ڪري پيون آهن.

**ماڳ جو نالو:** **ڪاهان جو دڙو**
ماڳ جو قسم: دڙو
ماڳ جو دور: سنڌو تهذيب جو دور
ماڳ جو هنڌ: ڳوٺ ساوڙو تعلقو جوهي ضلعو دادو

هي دڙو بهليل شاهہ جي ڏکڻ ۽ ڳوٺ ساوڙو جي اولهہ ۽ ڏکڻ طرف آهي. دڙو اٽڪل ڇئن ايڪڙن جي ايراضيءَ تي ڦهليل آهي. زمين جي سطح کان چار فوٽ مٿي آهي؛ ڪٿي پندرهن فوٽ اوچو آهي. دڙي جي چوڌاري چار فوٽ ويڪري پيڙهہ واري ڪوٽ جا نشان ملن ٿا. پيڙهہ پٿرائين آهي. ڪوٽ کي دروازي جا نشان اتر طرف آهن. نشان ٻڌائين ٿا تہ ڪوٽ گول طرز جو ٺهيل هو. هن قسم جا ڪوٽ سنڌ ۾ ٿورا آهن. اندر ڦٽل کوهہ آهي. جنهن جي گولائيءَ واري ماپ ڏهہ فوٽ آهي. اونهائي پنج فوٽ. باقي پٿر پيل آهن. دڙي جي مٿان هلڪي ڦڪي ۽ هلڪي ڳاڙهي رنگ جو ٺڪرائو ڦهليل آهي. سنهي ڌار واريون ٺڪريون تمام گهٽيون آهن. سرڪاري يا ڪنهن اداري طرفان کوٽائي ٿيل ڪونہ آهي. پر دولت ڳوليندڙ جتان ڪٿان دڙي کي کوٽيو آهي. کوٽائيءَ سبب نڪتل وٿن ۾ سڙيل ڪاٺ، گهڙيل پٿر، ٺڪر جي ٿانون جا ٽڪر، پڪيون سرون، سپ، اڇي پٿر جي چوڙين جا ٽڪرا، ۽ ٺڪر جي روشندانن جا ٽڪر مليا آهن. دڙي جي اوپر ۽ اتر طرف هڪ ٽڪريءَ تي وڏو قبرستان آهي، جيڪو ”ڪرڙيءَ جو قبرستان“ جي نالي مشهور آهي. ڪاهان نالو ڇو پيو. ان لاءِ بہ دليل آهن. هڪ هي ڳاها پرڳڻي ۾ هو. جيڪو ڦري ڪاهان ٿيو هوندو. هن دڙي جي پرسان هڪ وڏي نئن وهي ٿي جنهن کي ڪاهان ڪور چوندا آهن. ڪور جي معنيٰ آهي ۽ ورو. ممڪن آ تہ ان ڦٽل ڍوري تان دڙي تي نالو پيو هجي.

**ماڳ جو نالو:** **ڪڏو بندر**

More Books Visit : www.iqbalkalmati.blogspot.com



ماڳ جو قسم: ڦٽل بندر جي دڙن جا آثار

ماڳ جو دور: اسلامي دور

ماڳ جو هنڌ: تعلقي جاتيءَ ۾ عربي سمنڊ مان نڪرندڙ سيرڪاري جي مُنهن تي

هي دڙا ڪڏو بندر جا آهن. جيڪو سنڌي سمنڊ جي سير ڪاري جي مُنهن وٽ ڪنهن سمي آباد هو. اها سير لاڪا جي رڻ مان نڪري مغليين جي ڏکڻ "پير" شهر کان ٽي ڪلو ميٽرن تي ختم ٿئي ٿي. آثارن ۾ دڙا ۽ پڪين سرن سان ٺهيل جاين جي بنيادن جا نشان ملن ٿا. هن بندر تان گهڻو ڪري اناج ٻاهر اماڻيو ويندو هو. اهو بندر سيندو بندر کان اڳ آباد هو. سيندو بندر جي ٺهڻ کان پوءِ هي بندر ويران ٿيڻ شروع ٿيو. چڱي ايراضيءَ ۾ بندر جا آثار محفوظ آهن. کوٽائي نہ ٿي آهي.

**ماڳ جو نالو: ڪڏي چڪلي (الف)**

ماڳ جو دور: قبل از تاريخ

ماڳ جو قسم: پٿرايون ڪٽل لئيون

ماڳ جو هنڌ: ٽاٽو بولاخان_ ڪرچات رستي تي. اتر ويڪرائي ڦاڪ 25° 37' 11" اوڀر ڊگهائي ڦاڪ 67° 37' 58" تي موجود آهي.

هي ماڳ ٽاٽي بولاخان_ ڪرچات رستي تي اڻ سروي سرڪاري زمين ۾ موجود آهي. هي ڪل 22 عدد پٿر جون چاڙهون (slabs) هڪ گول دائري ۾ ڪٽل آهن. اندر ڪاٻہ وٽ ڪانہ آهي. پٿراين چاڙهن جي گهيري جي ماپ 180 ميٽر آهي. هڪ پٿر کان ٻئي پٿر تائين وچ وارو مفاصلو 1.80 ميٽر وڌ ۾ وڌ اوچائي 2.42 ميٽر بنياد وٽ ماپ 0.66 ميٽر ۽ مٿي 0.48 ميٽر جڏهن تہ پٿر 0.32 ميٽر ٿلهو آهي. ماڳ جي حالت تمام خراب آهي. ڪاٻہ ثقافتي وٽ نظر نٿي اچي. ڪاٻہ خبر ناهي تہ اهڙي قسم جي اڏاوت ڇو ۽ ڇالاءِ ڪئي وئي آهي. ماڳ تي مٿاڇري کوٽائيءَ مان بہ ڪجهہ اندازو ٿي سگهي ٿو. ٿي سگهي ٿو تہ ڪو مذهبي يا ثقافتي اهڃاڻ هجي.

**ماڳ جو نالو: ڪڏي چڪلي (ب)**

ماڳ جو قسم: وڏين پٿراين چاپڙين جي اڏاوت

ماڳ جو دور: قبل از تاريخ (؟)

ماڳ جو هنڌ: ديهہ ريڳ تعلقو ٽاٽو بولاخان ضلعو ڄامشورو. اتر ويڪرائي ڦاڪ 25° 37' 06" اوڀر ڊگهائي ڦاڪ 67° 37' 86" تي موجود آهي.

هي ماڳ بہ ڪرچات_ ٽاٽي بولاخان رستي تي ڪڏي چڪلي الف کان ٿورو اڳتي اتر_ اوڀر واري ڪنڊ تي آهي. هتي بہ وڏا وڏا پٿر زمين ۾ گول دائري واري انداز ۾ سٿيل آهن. هن قسم جي ڪاٻہ اڏاوت نيم مذهبي آثار ٿي سگهي ٿو. جنهن تي اڃا تحقيق جي ضرورت آهي.

**ماڳ جو نالو: ڪجور لانڊي**

ماڳ جو قسم: قديم ماڳ

ماڳ جو دور: ڏاتو پاهڻي دور

ماڳ جو هنڌ: ديهہ ڪجور، تعلقو ٽاٽوبولاخان. ضلعو ڄامشورو. اتر ويڪرائي ڦاڪ 25° 40' 87" اوڀر ڊگهائي ڦاڪ 67° 47' 03" ۾ تي موجود آهي.

ڪرچات کان ڇهہ ميل ڏکڻ_ اوڀر ۾ ڪليرو ٽڪريءَ کان لنگهڻ بعد هڪ مينڊرو لانڊيءَ وٽ اٽڪل اڌ ميل کن جيتري ايراضيءَ تائين ڪٽي ڪٽي پکڙيل آثار ڏسبا. پڊ جي پاسي ۾ ڪجور نالي واهي بہ وهي ٿي. نئن بارڻ جي ٻئي ڪپ تي

More Books Visit : www.iqbalkalmati.blogspot.com



ڪراچي_ ٺونگ رستي سان قتل لاڏيءَ جا نشان آهن. ڪجور ويجهو رستو ٻارڻ مان لنگهي ٿو_ واٽيءَ ۾ تبديل ٿئي ٿو. هي ماڳ ڪن هنڌن تي 12 فوٽ اوچو آهي. ڏاتو_ پاهڻي آثارن جهڙوڪ پٿر جا پنا، ۽ پٿر جي پيڙهين جي ڪري ڇاٽل آهي. عام ٺڪرائي ڪان سواءِ ٺڪر جون گول ۽ بيضوي وٽون، مٽيا، پٿر جا پنا، ۽ ڪورون به مليون آهن.

**ماڳ جو نالو: ڪکر وارو ڍورو ۽ گوربند**

ماڳ جو قسم: بند

ماڳ جو دور: قبل از تاريخ

ماڳ جو هنڌ: ديهه تؤنگ تعلقو ٽاڻوبولاخان ضلعو ڄامشورو. اتر ويڪرائي ڦاڪ 25° 47' 52" اوڀر ڊگهائي ڦاڪ 67° 32' 79" ۾ موجود آهي.

هي بند قادربخش لهراٽي جي زمين جي اوڀر ۾ آهي. هن بند جي ڊيگهه 120 ميٽر اتر_ ڏکڻ ويڪر 30 فوٽ بنياد ۽ ٽاپ 7 ميٽر اوچائي، اوڀر ۾ 19 ميٽر ۽ اولهه ۾ يارنهن ميٽر اٿس. اتي ئي هڪ دڙو آهي، جنهن تان ڪيترين ثقافتي وٿون ملن ٿيون. جيڪي ڪنجهي جي دور سان پيٽڻ جهڙيون آهن. هن دڙي جي کوٽائي ٿيل ڪونه آهي. گوربند يا گبر بند پاڻي کي جهلي ان کي استعمال هيٺ آڻڻ لاءِ هي بند اوائلي انسان جا ٺاهيل آهن. جيڪي هن ڪوهستاني خطي ۾ جام آهن. هاڻوڪا سڄي ڪاڇي ۾ لٿين جي صورت تعمير ڪيل بند شايد قديم گبربندن جو سادو ۽ سولو نمونو آهي.

**ماڳ جو نالو: ڪوڪر قبو**

ماڳ جو قسم: مقبرو

ماڳ جو دور: ڪلهوڙن جي صاحبي

ماڳ جو هنڌ: هي مقبرو اِپو شهيد جي قبرستان ۾، ڳوٺ ڪُور، ديهه الهه ڪاٽي، تعلقو دولتپور ضلعو نوابشاهه ۾ آهي. هن جي اوڀر ۾ بحر جي ڪور ڳوٺ، اتر ۾ ڳوٺ چاڪر لغاري هڪ ڪلو ميٽر ۽ ڏکڻ ۾ 400 ميٽرن تي آچر جو ڳوٺ، نيشنل هائي وي هڪ ڪلو ميٽر اولهه ۾، دولتپور جو شهر اولهه ۾ 2 ڪلو ميٽرن جي پنڌ تي آهي. هي ماڳ اتر ويڪرائي ڦاڪ 26° 30' 38" ڊگريون ۽ اوڀر ڊگهائي ڦاڪ 67° 59' 10" ڊگرين تي موجود آهي. هن جي تعمير ۾ ڪچيون سرون، پڪيون سرون، گارو، گچ پلستر وغيره استعمال ٿيل آهن. هي مقبرو ڊيگهه ۾ 6 ميٽر، ويڪر ۾ 6 ميٽر ۽ اوچائيءَ ۾ 9 ميٽر آهي. مقبرو چورس رٿيل آهي. پهريان لنگهه وٽ هڪ ونگ ڏنل آهي، جنهن ڪان اندر دروازو اوڀر ۾ ونگائون آهي. پاسن ڪان جارا ٺهيل آهن. مقبرو ڪري پيو آهي. مقبري ۾ ڪچيون سرون استعمال ٿيل آهن. اتر ۽ اولهه پاسي به ونگدار پانيل ۽ هڪ جارو ٺهيل آهي. گنبذ سڌو حجري جي پٽين تي ڪنيل آهي. جنهن ڪي ڪوبه گنبذ ڳچ ڪونه آهي. اهو سڌو اُمرين (lintels) تي ڪنيل آهي. اهو گنبذ جو نمونو چوٽا خان جي گنبذ جهڙو آهي، جيڪو دهليءَ ۾ آهي ۽ سال 1494ع ۾ ٺهيو هو. گنبذ اڌ گول وانگر آهي. اندر حجرو چورس آهي جيڪو مختلف جارن ۽ پانيلن سان سجايل آهي. اولهه ۾ محراب ٺهيل اٿس جيڪو چٽيل آهي. هن وقت ڇَتَ ڏنڊلا ٿي ويا آهن. اتر ۽ ڏکڻ ۾ چٽيل وڏا جارا ٺهيل آهن. مقبري ۾ ٽي قبرون آهن. هن وقت مقبري جي حالت خراب آهي. چورس حجري جو وڏو حصو ڪري پيو آهي. گارو هنڌان هنڌان اکڙي پيو آهي. ڪچيون سرون جيڪي پٽين ۾ استعمال ڪيو ويون آهن، اهي ظاهر ٿي پيون آهن. مقبرو تڪڙي مرمت گهري ٿو.

**ماڳ جو نالو: ڪوڪر قبو خير جو ڳوٺ**

ماڳ جو قسم: مقبرو

ماڳ جو دور: ڪلهوڙن جي صاحبي

ماڳ جو هنڌ: ڳوٺ ۽ ديهه خير، تعلقو دولتپور، ضلعو نوابشاهه. هن جي اولهه ۾ بهار جي ڪور نالي ڳوٺ ٻن

More Books Visit : www.iqbalkalmati.blogspot.com



ڪلو ميٽرن جي فاصلي تي، اوير ۾ بدر مائينر ٻن ڪلو ميٽرن جي فاصلي تي، ايو شهيد جو مقام اولهہ ۾، ۽ دولتپور جو شهر اولهہ ۾ چئن ڪلو ميٽرن جي پنڌ تي آهي. هي ماڳ اتر ويڪرائي ڦاڪ 26° 31' 55" ۽ اوير ڊگهائي ڦاڪ 68° 0' 25" ڊگرين تي واقع آهي. هن مقبري جي ڊيگهہ 8 ميٽر، ويڪر 8 ميٽر، اوچائي 12 ميٽر آهي. هن جي اڏاوت ۾ پڪيون سرون، گل گارو، گچ گارو ۽ بهہ وغيره استعمال ٿيل آهن. مقبرو رٽ ۾ چورس آهي. مقبرو تلهي تي ٺهيل آهي. لنگهہ اوير ۾ اٿس. مهاڙي ڪماندار ونگن ۽ مستطيل پانيلن سان سينگاريل اٿس. مهاڙي جي چوٽي تي بيڙــ ٻني تي ڪنگرا ٺهيل آهن. ٻہ برجيون ڪنڊن تي ٺهيل آهن جيڪي ڊهي پيون آهن اهڙيون ٻہ برجيون اولهہ پاسي بہ ٺهيل آهن. ڇت ۽ گنبذ جي وچ تي گنبذ گڄ (Drum) ٺهيل آهي، جنهن جي مٿان اڌ گول نموني گنبذ ٺهيل آهي. جنهن جي مٿان ڪنول جو گل ابتو ٺهيل ۽ ان جي مٿان ڪلس ڏنل آهي. هن قسم جو گنبذ آدم خان جي مقبري دهلي ۾ ملي ٿو، جيڪو 1561ع جو ٺهيل آهي. مهاڙي چٽيل آهي جيڪا هاٿي ڏنڌلي تي وئي آهي. اندر بہ حجري ۾ بہ گلڪاري ٿيل آهي، پٽين تي گهڻ راسيا ۽ پانيل ٺهيل آهن. چوڌاري قرآني آيتون لکيل آهن. گنبذ گڄ ۾ چار هوا جا روشندان ٺهيل آهن. اندر هڪ ئي قبر آهي جيڪا گچ گاري سان لٽل آهي. هن وقت مقبري جي حالت خراب آهي. هنڌان هنڌان ڏري پيو آهي. ٽڪڙي مرمت گهري ٿو. هي ڪنهن خدا واري جو مقبرو آهي.

**ماڳ جو نالو:** **ڪنيري جا ڪنڊر**
ماڳ جو قسم: ڊڙا
ماڳ جو دور: اسلامي دور
ماڳ جو هنڌ: پٿوري اسٽيشن کان 7 _ 8 ڪلو ميٽر اولهہ ۾.

هتي قتل شهر جا آثار آهن. هتي پراڻي دور جي هڪ مسجد شريف بيٺل آهي، جنهن جي مرمت بہ ڪو سؤ سال کن اڳ ۾ ٿي آهي. هتي چنہ قوم جا ماڻهو رهندا هئا. ڪنڊرن جي اولهہ ۾ هڪ قديم وهڪري جا نشان ملن ٿا. اهو وهڪرو ڇاجو آهي، ان جي خبر نٿي پوي.

**ماڳ جو نالو:** **ڪنڊر يٽ**
ماڳ جو دور: هڙاپا دور
ماڳ جو هنڌ: ميرپورماٿيلي کان کهي ڪينجهي ۽ بزار لنڊ جي وچ ۾ هڪ پٽ تي آهي.
وصف: هي ماڳ 1946ع ۾ لمبرڪ ڏٺو. هي ماڳ هڪ هيڪٽر تي پکڙيل آهي.
وٿون: هتان چقمقي پرد، ٺامي جا ٽڪر، پٿر جا مٽيا مليا آهن.

**ماڳ جو نالو:** **ڪيرٿر نيشنل پارڪ**
ماڳ جو قسم: پارڪ
ماڳ جو دور: نامعلوم
ماڳ جو هنڌ: ڪراچيءَ کان 80 ڪلو ميٽر اتر ۾، ملير ۽ ڄامشوري ضلعي ۾ بہ حدون لڳن ٿيون.

هن پارڪ کي آءِ يو سي اين (IUCN) نالي هڪ بين الاقوامي اداري سنڀاليو آهي. هي پارڪ پاڪستان ۾ وڏي ۾ وڏو پارڪ آهي، جيڪو يونائيٽيڊ نيشن طرفان 1975ع کان سنڀاليل آهي. هن پارڪ ۾ نباتاتي، حيواناتي ۽ جبلن بابت ايترو مواد آهي جو سائنسدان ان تي تحقيق ڪري سگهن ٿا. هن ۾ جهنگلي جانورن، وڻن، ٻوٽن کي تحفظ ڏنئي، ان جي واڌ ويجهہ کي بين الاقوامي معيار تي رکيو ويو آهي. هتي جهنگل جيوت، ان جا نشان، دنيا جو وڏو قلعو رني ڪوٽ، ٽونگ وارو قبرستان، وڻن جا قسم، پنڊ پاهڻ، جانور، جبل ٽڪريون ۽ معدنيات موجود آهي. بڇاڙي، ڪرچاٽ ڪڙماڙي ۽ ٻيا ڪيترائي قديم آثار تحقيق لاءِ موجود آهن.

هي پارڪ ڪراچيءَ کان 80 ڪلو ميٽر اتر ۾ آهي. هن جو هيڊڪوارٽر ڪرچاٽ ۾ آهي، جيڪو ڪراچيءَ کان 160 ڪلو ميٽرن جي پنڌ تي آهي. هن جي ڪل ايراضي 308733 هيڪٽرن ۾ پکڙيل آهي. محال ڪوهستان وائيلڊ لائيف

More Books Visit : www.iqbalkalmati.blogspot.com



سينڪچُوئري هن جي ڏکڻ ۾ آهي، حب ڊيم وائلڊ لائيف سينڪچوئري ڏکڻ اولهه ۾، سورجاٽو، سمبڪ آري، هوتياٽو شڪار گاهه اوپر ۾ ـ انگريزن کان اڳ ۾ هي علائقو ميرن جو شڪارگاهه هو. آزاديءَ کان پوءِ ملڪ سردارن وٽ به شڪارگاهه هو. 1974ع ۾ هن کي نيشنل پارڪ ۾ تبديل ڪيو ويو. سياحن لاءِ ڪرچات ۽ کڙ ۾ به سينٽر قائم ٿيل آهن.

**ماڳ جو نالو: ڪيرين جو ڪوٽ**

ماڳ جو قسم: دڙا

ماڳ جو دور: سومرا دور

احوال: ڪوٽ جا نشان، شاهڪپور کان نَوَ ڪلو ميٽر اوپر ۾ آهن. ڪوٽ جا آثار ارڙهن ايڪڙن ۾ ڦهليل آهن. قلعي جون پِتيون 9 فوٽ ٿلهيون آهن. 24 فوٽ اوچيون آهن. جڏهن ته اتر ڏکڻ پٽ 857 فوٽ ۽ اتر ـ اولهه واري پٽ 781 فوٽ ڊگهي آهي. قلعي کي 28 برج آهن. جنهن مان چئن جو گهيرو 60 فوٽ ۽ 36 فوٽ ويڪرا آهن. جڏهن ته 6 برجن جو گهيرو 62 فوٽ ۽ ويڪر 40 فوٽ آهي. اتر پٽ جي وچ ۾ 15x12 فوٽن جو ڪمرو ٻن حصن ۾ ورهايل آهي. جنهن مان هڪ جي ماپ 9x12 فوٽ آهي ۽ ٻئي ڪمري جي ماپ 6x12 فوٽ آهي. اهي پڪسرا آهن.

هاڻي هن ڪوٽ واري 18 ايڪڙ زمين هڪ هاري جي نالي آهي. جيڪو پئسن هٿ ڪرڻ ۾ لڳو پيو آهي ته ڪوٽ جا نشان ڊاهي سنوت ڪري اتي پوکي راهي ڪري. هي ماڳ سومرن جي دور جي اڏاوت تي روشني وجهي ٿو.

**ماڳ جو نالو: ڪين جو دڙو**

ماڳ جو قسم: دڙو

ماڳ جو دور: نامعلوم

ماڳ جو هنڌ: "53 °69 اوپر "30 '25 °27 اتر، ڳوٺ ڪين جو ضلعو سکر.

احوال: هي تمام وڏو سنڌ سيپتا جو ماڳ گوپاس (Gopas) قبيلي جو اڏيل آهي. هن تي ڪوبه ثقافتي ورثو ڪونه لڌو آهي. هي دڙو 815x657 فوٽ ڊيگهه ۽ ويڪر ۾ جڏهن ته 37 فوٽ اوچائي ۾ آهي.

**ماڳ جو نالو: گِٽن واري پٽ**

ماڳ جو هنڌ: "00 '08 °69 اوپر "30 '37 °27 اتر. ڳوٺ گٽن واري ڪِنهاري، تعلقو روهڙي ضلعو سکر. ڳوٺ ڪنهاري کان 500 ميٽر اولهه ۾.

ماڳ جو دور: هڙاپا دور

احوال: ماڳ 150x1.75 ميٽر ڊيگهه ۾ 100x1.7 ميٽر ويڪرو واريءَ جو دڙو آهي. هن ماڳ تان خاڪي ٺڪرائون ڪنا، ٺڪرائو گهڙو ڪري سڌو سنئون، پر ڪٿي ڪٿي نشانين وارو به ملي ٿو ۽ ڪو ڪو نپيل به مليو آهي. ڍڪڻا ۽ چلمون ۽ پٿر جون ڪورون به ملن ٿيون. ڪمايل پٿر هن ماڳ کي اجا به ڪهنو ڏسي ٿو.

**ماڳ جو نالو: گيڙو ڪوٽ**

ماڳ جو قسم: قلعي جا نشان

ماڳ جو هنڌ: تعلقي ڇاڇري جي اترين ۽ اپرندي ڪنڌ ـ ڳوٺ گيڙو جيڪو هندستاني سرحد تي پاڪستاني شهر آهي.

ماڳ جو دور: 1878ع ۾ راڻي ٺڪر راوت سنگهه ٺهرايو.

1971ع واري جنگ ۾ هي قلعو ڀارت جي قبضي ۾ رهي چڪو آهي. هتي ملٽري چانوٽي آهي. ڪوٽ ڪجهه سالم حالت ۾ آهي.

**ماڳ جو نالو: گجو**

More Books Visit : www.iqbalkalmati.blogspot.com



ماڳ جو قسم: دڙا_ مقبرا/ لکتون

ماڳ جو دور: ڌاتو_ پاھڻي

ماڳ جو هنڌ: ٺٽي کان ڏھ ڪراچيءَ طرف يا ڪراچيءَ کان اوڀر ۾ 42 ميل ڪراچي_ حيدرآباد روڊ تي.

احوال: ڪراچي حيدرآباد روڊ کان ميل کن ڏکڻ_ اولھ گجو ڳوٺ، جتي شيخ حاجي تراب جو مقبرو ڏکڻ_ اوڀر ۾ آهي. ان جي پير ۾ 35_ 30 فوٽ مٿاهون ٽاڪرو پٽ آهي. اتي ڪجھ گول قلعي جا آثار ملن ٿا. ان کان سواءِ هتي ڪجھ ننڍا ننڍا دڙا به ڏسجن ٿا. دڙن جي مٿاڇري تان چقمقي پھڻن جا اوزار، کوپن جا ٽڪرا، ۽ ٺڪرائو ملي ٿو. ان سان گڏوگڏ ڪجھ پٿرايون قبرون به بيٺل آهن. جيڪي چوکنڊي واري قبرستان وانگر ڏک ڏين ٿيون. جانچڻ کان پوءِ ڏسي سگھبو ته هتي قبل از تاريخ پھريون دور، ٻڌ ڌرم وارن جو دور ۽ اسلامي دور جون وٿون ملن ٿيون. ٺڪرائو ڳاڙهي رنگ جو آهي، جنهن تي سادي چٽسالي ٿيل آهي.

**ماڳ جو نالو: گرهر جو ڪوٽ**

ماڳ جو قسم: دڙا

ماڳ جو دور: اوائلي تاريخي دور؟

ماڳ جو هنڌ: تعلقو نارو ضلعو خيرپورميرس

هي ماڳ هڪ دڙو آهي ان جي مٿان ڦٽل قلعي جا نشان ملن ٿا. هن ڪوٽ لاءِ هڪ شعر مقامي راوي پنھنجي وڏن کان ٻڌندا اچن ٿا.

ماڻھن جي مٿي سرنھن جو گارو.
هي ڪوٽ تڏهن نهيو جڏهن سڪندر جو وارو.

اهو ضروري ناهي ته اهو ڪو سڪندراعظم هجي چوته ان کي سنڌ ۾ قلعن ٺهرائڻ جي ضرورت ڪانه هئي. هُو ته ڦورو هو ڪو حڪومت ڪرڻ ڪونه آيو. پر دور اهو ٿي سگھي ٿو. ان لاءِ هن جي کوٽائي ڪجي.

**ماڳ جو نالو: گرا قبا**

ماڳ جو هنڌ: ٽپو ڇڇ جهان ديهه بابلي تعلقو شاهبندر.

ماڳ جو دور: نامعلوم

هي خواجه قوم جي مرشدن جو قبرستان آهي. هتي خواجن جي پيرن پير اسماعيل شاهه ۽ نور علي شاهه جا مقبرا ڊٺل حالت ۾ موجود آهن. لاش مبارڪ کنهن نامعلوم هنڌ کڻائي ويا آهن. قبا خسته حالت ۾ آهن.

**شخصيت: گريگوري پوزيل**(Gregory Possell)

پاڻ پينسلوينيا يونيورسٽيءَ ۾ انٿروپالاجيءَ جو پروفيسر آهي. دنيا کيس وڏي آرڪيالاجسٽ طور سڃاڻي ٿي، جنھن سنڌو تهذيب تي شاندار ڪم ڪيو آهي. سندس خاص موضوع آهي، ته دنيا ۾ ڳوٺ ڪيئن ٻڌا ويا، ڇو ٻڌا ويا ۽ ڳوٺن جي کاڌ خوراڪ جو انتظام ڪيئن هو. سندس تحقيق جو دائرو ڏکڻ ايشيا جا ملڪ آهن ۽ خاص طور موهين جو دڙو ۽ هڙاپا ۾ سندس گھڻي دلچسپي رهي آهي ۽ خاصو ڪم به ڪيو اٿائين. هن هڙاپا ۽ سنڌو کان پوءِ سنڌ جي انتظامي حدن سان لڳندڙن سنڌو تهذيب جي ماڳن تي گھڻو ڪم ڪيو آهي. 1979ع کان پاڻ هندوستان جي گجرات واري حصي ۾ کوٽايون ڪيون. سندس گجرات جي ڪوٽيل ماڳن ۾ روجڙي (Rojri) جتي ڇھه مندون کوٽائي ڪيائين. اوريو Oriyo Tumbo جتي به مندون کوٽائي ڪيائين ۽ ٻبر ڪوٽ / بابر ڪوٽ Babar kot جتي هڪ مند جي کوٽائي ڪيائين. هي سنڌو تهذيب جي سرحدي علائقن ۾ ثقافتي چرپر ۽ تاريخ Chronology ۾ گھڻي دلچسپي رکي ٿو. پاڻ ڪيترائي ڪتاب ۽ مضمون لکيا اٿس. ڪن جو وچور هتي

More Books Visit : www.iqbalkalmati.blogspot.com



ڏجي ٿو.

1_ Indus Age (1996ع)، هي ڇٺن واليمن ۾ لکيل ڪتاب هڙاپا تي آهي. جنهن جو پهريون حصو نومبر 1996ع ۾ شايع ٿيو. هي يونيورسٽي آف پيفسائين وينيا پريس طرفان ڇپيو ويو.

2_ Third Minnium B.C Climate 1996ع، Changes and Old World of Collapse هن ڪتاب لکڻ ۾ سندس ساٿي ليڪ جارج ڪُڪلا، هاروي ۽ ٻيا آهن. هن ۾ پراڻي دنيا جي آبهوا بابت انگ اکر ڏنل آهن. هن ۾ ڏکڻ ايشيا جي پوسٽ اربن فيز بابت ريڊيو ڪاربان ي تاريخن جو وچور 1900 ق_ م تائين ڏنو ويو آهي.

3_ The Indian Ocean in Antiquity — هن ڪتاب ۾ هڙاپا ۽ ميسوپوٽيميا جي واپار بابت انگ اکر ڏنل آهن. هي بحري تجارت تي سندس پهرين لکڻي هئي، جيڪا ڪيگان پائول انٽرنيشنل ۽ برٽش ميوزم جي سهڪار سان شايع ڪئي وئي هئي.

4_ Harappan Civilization, 1996، هي هڙاپا تهذيب تي لکيل ڪتاب آهي هن جو پهريون ايڊيشن 1979ع واري هڙاپا تهذيب جو مونوگراف آهي. جيڪو هندستان ۾ گهرايل هڪ ڪانفرنس ۾ پڙهيو ويو هو. جنهن ۾ 50 دنيا جا عالم شريڪ ٿيا هئا.

5_ Chronologies in Old World Archeaology, 1992،

6_ South

**ماڳ جو نالو: گز گبربند**

ماڳ جو قسم: گبربند

ماڳ جو دور: تعلقو ٽاڙبو لاخان ضلعو ڄامشورو

ٽڪو باراڻ ۾ ٽوئنگ واري پراڻي وهڪري تي، حاجي شربت سهتاڻي جي ڳوٺ کان 2 ڪلو ميٽر اولهه تي چار گوربنديون آهن: جيڪي هڪ ٻئي کي نزديڪ پون ٿيون. هڪ گز گوربندي ڊيگهه ۾ 100 ميٽر پرهاڻي 15 ميٽر گهارو پيل اٿس. بنياد ۾ 50 ميٽر ۽ اوچائيءَ ۾ 5 . 6 ميٽر جڏهن ته ٽاپ تي 6 ميٽر آهي. هن ۾ هڪ طبعي ٻني کي پٿرن سان پڪو ڪيو ويو آهي. هرهڪ گوربندي مختلف ماپ جي آهي. هي گوربنديون پاڻيءَ جي جهل لاءِ اوائلي انسان جون ٺاهيل آهن. بند پٿرن ۽ گاري سان ٺهيل آهي. اهي بند پاڻي کي جهلي، ان کي پوکي راهي لاءِ ڪتب آڻڻ لاءِ ٺاهيا ويا.

**ماڳ جو نالو: گز وارو ڪوٽيڙو**

ماڳ جو قسم: پٿرن جي اڏاوت

ماڳ جو دور: تاريخي

ماڳ جو هنڌ: تعلقو ٽاڙبو لاخان، ضلعو ڄامشورو

هن قسم جا ڪوٽيرا ڪوهستان ۾ جام آهن. هي وڏن پٿرن جي چوڪور اڏاوت آهي جنهن کي اتر ۾ ننڍڙو لنگهه آهي. اونچائي 4 فوٽ اٿس. هي ڪو تاريخي دور جو ماڳ آهي ڪوٺائي ٿيل ڪونه آهي.

**ماڳ جو نالو: گلان جي قبر**

ماڳ جو قسم: قبر_ غلام شاهه ڪلهوڙي جي ماءُ جي.

ماڳ جو دور: ڪلهوڙا عهد

ماڳ جو هنڌ: نورمحمد ڪلهوڙي وارو قبرستان.

احوال: ميان نورمحمد عشق ۾ پئي گلان سان شادي ڪئي. جنهن مان سنڌ جو ناميارو حاڪم غلام شاهه ڪلهوڙو

More Books Visit : www.iqbalkalmati.blogspot.com



هو. روايت آهي تہ اهو پٽ ڏٽيءَ جي دعا جو اثر هو.

گلان ڪوٽ جي 64 ايڪڙن ۾ ڦهليل قبرستان ۾ ميان نورمحمد جي زال مائي گلان جي قبر هڪ تجر اندر ميان نورمحمد جي مقبري کان اتر_ اولهہ ڪنڊ تي آهي. تجر جي ڊيگهہ 16 فوٽ، ويڪر 20 فوٽ ۽ اوچائي 13 فوٽ ڪن ٿيندي. تجر کي اوپر ۾ محرابي در ٺهيل آهي. تجر جي پيتين جي ٿولهہ 3 فوٽ آهي. تجر مٿان چئن ڪنڊن تي ۽ تجر جي ڇت جي وچين ڪنڊ تي بہ بہ نيلون بيهاريون ويون آهن. تجر جي اندر فرش کان ڏيڍ فوٽ ڪن مٿي بيگم گلان جي اڪيلي قبر آهي.

**ماڳ جو نالو: گنبذ وارو ڪمرو رني ڪوٽ**

ماڳ جو قسم: اڏاوت

ماڳ جو دور: نامعلوم

ماڳ جو هنڌ: رني ڪوٽ سن دروازي وٽ.

سن درواي جي اندرئين ميدان ۾ 10x10 فوٽن جو هڪ ڪمرو ٺهيل آهي. جنهن تي ڇت گنبذي آهي. قلعي ۾ هيءَ واحد اڏاوت آهي، جنهن جي ڇت اصل حالت ۾ موجود آهي. ڪمري کي فقط هڪ دروازو اوپر کان آهي. ڪمري ۾ اندر ٻاهر ڪابہ اهڙي لکت، نشان يا نقش ڪونہ آهي، جنهن کي بنياد بنائي وقت جو تعين ڪيو وڃي. ڪرنل رشيد، هن جي گنبذ ۽ ونگن جي نموني کي ساساني دور سان پٽيندي لکيو آهي تہ تغلق گهراڻي وارا بہ اهڙا، گنبذ ٺهرائيندا هئا. ڪن محققن هن کي ٻڌ ڌرم جي عبادت گاهہ لکيو آهي، پر ڪنهن وٽ بہ ڪجهہ چوڻ لاءِ پڪو ثبوت ڪونہ آهي. گنبذ جو ساڳيو نمونو نئون ڪوٽ ۾ ملي ٿو. جيڪو ميرن جي دور ۾ اڏيو ويو. تازو هن جي مرمت ڪندڙن سيمنٽ جي ڪم سان عمارت جي اصليت کي ختم ڪري ڇڏيو آهي.

**ماڳ جو نالو: گنهور جو مقام**

ماڳ جو قسم: قبرستان

ماڳ جو دور: اسلامي

ماڳ جو هنڌ: شاهن جي مقام کان اتر_ اولهہ ۾ هڪ ميٽر پنڌ تي. تعلقو جوهي ضلعو دادو ديهہ ٿل

گنهور جو مقام، شاهن جي مقام سان لڳ آهي. هتي بہ رانڪون، هڪ ڇتي / اٺ دري ملن ٿيون. اهي هڪ ٿلهي تي ٺهيل آهن. رانڪن جي مٿان گنبذ ٺهيل آهي، جيڪو اٺڪندي گچ جي مٿان ٺاهيو ويو آهي. گنبذ جي مٿان چوٽي تي ڪنول جو ابتو گل ٺهيل آهي ۽ ان جي مٿان ڪلسو پڻ ٺهيل آهي. هي مقبرو هن علائقي ۾ خاص نموني جو ٺهيل آهن. ونگن تي راسون نڪتل آهن. هڪ رانڪ جو ٿلهو ونگن سان جنهن کي سوراخ نڪتل آهن. هن قسم جو ٿلهو هن هنڌ ئي ملي ٿو. هن قسم جي اڏاوت تي تحقيق ٿيڻ گهرجي. رانڪن جي ڪندن تي برجيون ٺهيل آهن. اهي برجيون خود چڻ Monumentآهن. هي مقام اٽڪل 20 . 4 ايڪڙن ۾ پکڙيل آهي.

**ماڳ جو نالو: رني ڪوٽ گوربندي**

ماڳ جو قسم: گبربند

ماڳ جو دور: ڌاتو پاهڻي دور

ماڳ جو هنڌ: موهن ڪوٽ کان چار ڪلو ميٽر اولهہ ۾.

هي هڪ عاليشان ۽ قديم بند آهي، جيڪو اڄ بہ بند يا ڊيم جو ڪم ڏئي رهيو آهي. هتان هڪ پاهڻي چاقو بہ مليو آهي، جيڪو هن کي قبل از تاريخ جو ماڳ ثابت ڪرڻ لاءِ ڪافي آهي. ڏسڻ سان ائين لڳندو جڻ قديم زماني ۾ هي بند برساتي نئن جي پاڻيءَ جو رخ موڙڻ لاءِ اڏيو ويو آهي. پاڻي جي وهڪري کي روڪي ان جو رُخ هڪ ٻي نئن "گٽ" ڍوري سان ملايو ويو آهي. اهو گٽ ڍورو، گوربندي گذرگاهہ کان چند فرلانگن تي موجود آهي. هي پاڻي آخرڪار موهن پٽ کان ٿيندو نئن موهن ۾

More Books Visit : www.iqbalkalmati.blogspot.com



شامل ٿي وڃي ٿو ۽ رني ڪوٽ مان لنگهي، سنڌو درياءَ ۾ پوي ٿو. هي گوربندي ڪلول لڪ ۽ رني ڪوٽ جي وچ تي آهي. ڪلول لڪ ڏاڦڙو جبل جي اتر ۾ آهي. هي گوربند 50 فوٽ اوچو 130 فوٽ ڊگهو، بنيادن وٽ 70 فوٽ ۽ ٽاپ وٽ 13 فوٽ ويڪرو آهي. هاڻي اهو بند برسات جي وقت، آمد و رفت لاءِ استعمال ٿئي ٿو، ڪن هنڌن وٽان ٽٽي پيو آهي، پوءِ بہ ساڳو ڪم ڏئي ٿو. يقين سان چئي سگهجي ٿو تہ انهن گوربندي جي اڏيندڙ جي بستي اتي ڪٿي موجود هوندي. گوربندي (قديم ڊيم) پاڻي بلاڪن سان ڪجهہ اهڙي نموني ٺاهي وئي آهي جو بنيادن وٽ 70 فوٽ ويڪري ۽ 50 فوٽ اوچي آهي. اوچائي گهٽبي پوءِ 13 فوٽن تي بيهي ٿي. ائين ڊيم جا بنياد پاڻيءَ جو تيز وهڪرو جهلڻ جي سگهہ رکن ٿا. اهو محض بلاڪن جو ڍير ڪونهي، پر بلاڪن جي هڪ ٻئي مٿان تعمير جو پلوڙ نمونو آهي.

**ماڳ جو نالو:** **گورمير**

ماڳ جو قسم: گبرَبند

ماڳ جو دور: قبل از تاريخ

ماڳ جو هنڌ: رني ڪوٽ جي موهن گيٽ وٽ.

گورسير اصل ۾ گبر جي بگڙيل صورت آهي. گبر ۽ گور لاسي، سنڌي ۽ بلوچي ٻولين ۾ ڪافر ۽ هندو کي چوندا آهن. گبر جي ٻي معنيٰ زردشتي_ آڳ جو پوڄارو. گبر جو واسطو قديم_ زدشيتن وغيره سان بہ ٿي سگهي ٿو. وچولي ۾ گبر لفظ جي معنيٰ شاهوڪار يا وڏو بہ آهي. اهو ڪم تحقيق ڪندڙن جو آهي تہ اهي گبر بند ڪي تاريخ ۾ ڪهڙي هنڌ تا بيهارين. هي بند موهن گيٽ ۽ اڪيلي برج جي وچ تي آهي. وِچ هڪ سوڙهي ۽ تيز وهڪري واري نئن تي مشتمل آهي. انهي نئن جي پاڻيءَ کي 75 فوٽ ڊگهي بند سان روڪڻ جي ڪوشش ڪئي وئي. پر تيز پاڻيءَ ان ۾ 25 فوٽن جو وڏو گهارو وجهي ڇڏيو آهي، جڏهن تہ بنياد بہ 75 فوٽ ويڪرو آهي. جڏهن تہ ٽاپ 13 فوٽ اٿس. هن قسم جا گبربند سڄي ڪوهستان ۾ آهن.

**ماڳ جو نالو:** **گوري گبربند**

ماڳ جو هنڌ: هي گبربند رني ڪوٽ جي موهن دروازي کان پنج ميل اولهہ ڏاڦري جبل کان اتر ۾ هڪ جابلو لنگهہ تي آهي.

ماڳ جي ماپ: بند جي اوچائي 50 فوٽ، ڊيگهہ 130 فوٽ ۽ ويڪر 70 فوٽ آهي. هي بند اوائلي ماڻهن پاڻيءَ کي ذخيري ڪرڻ لاءِ ٺاهيو.

**ماڳ جو نالو:** **گوراندي**

ماڳ جو هنڌ: غازي شاهہ کان ست يا اٺ ميل ڏکڻ طرف

ماڳ جو قسم: ٻہ عدد دڙا

ماڳ جو دور: هراپا ۽ آمري ثقافت

احوال: غازي شاهہ کان اٽڪل ست اٺ ميل ڏکڻ طرف ٻہ دڙا آهن. جن مان پهريون دڙو اٽڪل 15 فوٽ اوچو آهي. دڙي جي مٿان اسلامي دور جون اڏاوتون ۽ پٿر جي پٽ اندر جنداهہ جا آثار ملن ٿا. غازي شاهہ ڪلهوڙن جو جرنيل هو ۽ عام ماڻهن کي ڪارائڻ لاءِ لنگر هلائيندو هو. ان لاءِ جنداهہ جو ملڻ اچرج جي ڳالهہ ڪانهي. ماڻهو هن ماڳ کي غازي شاهہ جو ٺلهہ ڪري بہ ڪوٺين ٿا. روايتن موجب هتي هڪ قلعو بہ هو. ٺپاس مان پتو پيو تہ اسلامي دور جي آثارن هيٺان ٻيون بہ قديم رهتون هيون، جيڪي آمدي ثقافت سان واسطو رکن ٿيون. ٻيو دڙو وري اڌ ميل کن ڏکڻ_ اولهہ پاسي وٿيرڪو آهي. جتان کوٽائيءَ مان جاتل ڳاڙهي تي ڪارو ٺڪر مليو آهي. ٻين وٿن ۾ پٿر جا پتا، ڪرچڻا، مٽڪا، سامونڊي ساهوارن جي کوپن جا ٽڪرا، ڪنگڻ، ٺڪر جو ڪرل، ونڌيل ٺڪر ۽ ٽامي جي منڊي وغيره شامل آهن.

**ماڳ جو نالو:** **گورستان؟**

More Books Visit : www.iqbalkalmati.blogspot.com



ماڳ جو هنڌ: ٺاٺو بولاخان کان اتر_ اوڀر ويندي اٽڪل 23 ڪلو ميٽر تونگ کان اڳ ۾، ڳوٺ حاجي نبو باريجو، ديهه ريڪ تعلقو ٺاٺو بولاخان ضلعو ڄامشورو.

ماڳ جو دور: ڏاتو پاهڻي دور؟

وٿون: پٿر سان ٺهيل اڏاوتن جو هڪ ميڙ، جنهن ۾ هڪ ڀتو دائرو ڪجهه قبر_ نما پٿرن جا ڍڳ ۽ پٿر جي پٽ پيڙهه جا آثار اڏاوتن ۾ گهڻي ڀاڱي وڏا پٿر ڪم آندل آهن. جن مان ڀن جون ماپون 4x1_1/2x11/4 فوٽ ۽ 1/2_3 فوٽ. آثارن جي پکيڙ اولهه کان اوڀر 138 فوٽ ۽ اتر کان ڏکڻ 106 فوٽ. دائري جو ٻاهريون قطر 63 فوٽ ۽ اندريون 53 فوٽ ۽ ويڪر ٻاهران ٻاهر 6 فوٽ ۽ اندران اندر 4 فوٽ. داخل ٿيڻ جو لنگهه اوڀر پاسي آهي. دائري ۾ اندر 5 قبرن جهڙا نشان آهن. مرڪزي قبر جڙ ته پٿر جي هڪ رستي سان ڳنڍيل آهي جو اولهه دائري جي اندرئين ڪناري کي ڇهي ٿو. جي هن کي قبر نه سمجهجي ته مرڪزي اڏاوت يا چبوترو چئبو.

**ماڳ جو نالو: گوڙي مندر**

ماڳ جو قسم: مذهبي اڏاوت/ جين ڌرم وارن جو مندر

ماڳ جو دور: 1376ع ۾ ٺهيو. ان جي مرمت 1715ع ۾ ٿي (تاريخ ريگستان)

ماڳ جو هنڌ: مندر نئون ڪوٽ کان 135 ڪو ميٽر_ ننگرپارڪر جي اتر ۾ 40 ڪلو ميٽر_ پالوا (مارئي جو ڳوٺ) کان 8 ڪلو ميٽرن جي پنڌ تي آهي.

هن مندر جو تعلق جين ڌرم وارن سان آهي. هي مندر گوڙي ماريچي جو ٺهرايل ٻڌ جي ٿو، تنهن ڪري نالو به گوڙي مندر اٿس. هن کي گوڙيءَ جا ڏهرا به سڏيندا آهن. هي مندر 49.9x48.6 فوٽ ماپ جو آهي. مندر واري حاطي جي مٿان ڇتي ٺهيل اٿس. هن جي اڏاوت ۾ ڪوٺيون (cells) منڊپ (artha mandapa) ۽ وهانو (vimana) شامل آهي. وهاني جو نمونو صيلبي (cruciform) آهي. سندس ٻاهران ٻاهر ماپ 49.6 اوڀر_ اولهه ۽ 47.6 فوٽ ڏکڻ_ اتر آهي. حاطو 49.6 فوٽ، جنهن کي اوڀر ۾ 4 فوٽ ويڪرو لنگهه ڏنل آهي. مهڙ ۾ ڇتي، ان جي مٿان گنبذ. ان پيل پاون (Pillars) ۽ ڇهن پٽ ڀرن تي بيٺل آهي. اِهي چن گاري سان لتل آهن. پيل پاوا، کي ماربل جا ته کي چن جي پٿر مان گهڙي ناهيا ويا آهن. اهي زمين جي مٿاڇري کان 8 فوٽ مٿي آهن. ڇتي 16.6 فوٽ، اندران چٽيل آهي. چٽن (Paint) ۾، جانور، مرد، عورتون، گل پٽيون، گهوڙيسوار، موسيقار ۽ هاٿي وغيره نڪتل آهن. اِها ڇتي 11.4 فوٽ ڊگهي آهي. اتي هڪ گيلري سوڙهي رستي سان ٺهيل آهي، جيڪا 11.4 فوٽ ڊگهي ۽ 4.3 ويڪري آهي. ان کي به پيل پاوا ڏنل آهن. ان گيلري جي مٿان اٺڪنڊو (octagonal) گنبذ (Dome) ٺهيل آهي، جنهن جو قطر 19.2 فوٽ آهي. گنبذ جي هيٺان گيلريءَ جي ٻئي پاسي اتر کان ڏکڻ طرف ويهڻ جون بينچون ٺهيل آهن. اها ڇتي لنگهه وٽ حاطي تي ٺهيل آهي. منڊپ ۽ وهانو (vimana) الڳ ٺهيل آهن. منڊپ جو در اتر ۾ آهي، جيڪو 6.8 فوٽ اوچو ۽ 3.4 فوٽ ويڪرو آهي. منڊپ وارو هال 33.4x31.4 فوٽ ماپ جو آهي، چوٽيءَ تائين اوچائي 16.4 فوٽ اٿس. ان جي مٿان گنبذ ٺهيل آهي. جنهن کي 28 پيل پاوا (Pillars) ۽ 24 پٽ_ پرا (Pillaslers) ڏنل آهن. منڊپ ۾ چوڌاري 12 ڪوٺيون ٺهيل آهن. اندر ڏيئن ٻارڻ لاءِ جارا ٺهيل آهن. وچ تي منڊپ ٺهيل آهي. جيڪو 11.7x10.3 فوٽ ماپ جو آهي. ڏيئن ٻارڻ وارن جارن جي هيٺان گفيا (Ghufia) ٺهيل آهي، جنهن ۾ پريسٽ ديوتائن جي تپسيا ڪندو آهي. پٽين تي چٽ نڪتل آهن. پر وقت گذرڻ سان ڊنڌلائجي ويا آهن. مندر جو آخري حصو وهانو (vinana) آهي. جيڪو چورس 6.2x6.2 فوٽن جو آهي. ان جي مٿان شڪارو ٺهيل آهي، جيڪو گوگڙو (cruciform) نموني جو آهي. مٿيون حصو گهڻو ڊهي ويو آهي، پر 14 فوٽن جي اوچائيءَ وارو ڪجهه حصو بيٺل آهي. ڪل 27 ڪوٺيون (cells) ٺهيل آهن. جيڪي گهڻو ڪري مستطيل 6.8x4.2 فوٽن جي ماپ جون آهن. مندر جي ڇت تي گنبذ (Dome) گنبذيون (Capula) ۽ شڪارو الڳ ٺهيل آهن. اِتي 48 عدد گنبذيون (cupola) مختلف نموني جون ٺهيل آهن.

More Books Visit : www.iqbalkalmati.blogspot.com



ڪي گول آهن تہ ڪي سڌيون: انهن مان هڪ گنبذ (cupola) جو گهير 13.9 فوٽ ماپيو ويو.

ٻاهرين پيل پائين چٽيءَ جو گهيرو 47.4 فوٽ ۽ اوچائي 6.7 فوٽ آهي. ائڪندي گنبذ جو گهيرو 6.7 فوٽ ان جي اوچائي 19.12 فوٽ آهي. منڊپ جي مٿان ٺهيل گنبذ جو گهيرو 47 فوٽ ۽ اوچائي 7.7 فوٽ، جڏهن تہ وهاني جي مٿان ٺهيل گنبذ جو گهيرو 39.9 فوٽ ۽ اوچائي 4.11 فوٽ آهي. سڄي مهاڙي ڪانس تائين 11 فوٽ آهي. مهاڙي برجين سان سينگاريل آهي. اڏاوت ۾ چيرولي، ماربل، پٿر ۽ آلوچٽ (Fresco) استعمال ڪيو ويو آهي. ڪن عالمن هن جي ماپ 90x60 فوٽ ڏسي آهي، اها ماپ غلط آهي. هي ماپ اسان پاڻ ڪئي آهي.

**ماڳ جو نالو: گولي شاهہ جو قبو**

ماڳ جو دور: ميرن جي صابي (34_ 1833ع)

ماڳ جو هنڌ: قادربخش جا قبا _ خيرپورميرس

ماڳ جو قسم: قبرستان / اڏاوت

هي قبو ميرن جي قبرستان ۾ قادربخش فقير جي قبي سان گڏ آهي. جنهن ۾ ميرن جي فوجي سالارن گولي شاهہ ۽ ان جي فرزند غلام مرتضيٰ جون تربتون آهن. غلام مرتضيٰ شاهہ ڪرڙي جي ميدان ۾ شاهہ شجاع جي لشڪر هٿان مارجي ويو هو. ڪرڙي واري جنگ ۾ ميرن شاهہ شجاع کي اٺ لک روپيا ڏئي جان ڇڏائي هئي. شاهہ شجاع وٽن مهمان ٿي رهيو هو، پوءِ سنڌ ۾ اکيون وڌائين. ايڏو زبرو ٿي ويو جو مقامي فوجي سپهہ سالار بہ پاڻ ڪهائي ويٺا. هي مقبرو ڪاشيءَ جي رنگين سرن سان مزين آهي. ڪاشيءَ جو ڪم نقاش محمد عالم جو ڪيل آهي.

**ماڳ جو نالو: گولي ڪوسي جي قبر**

ماڳ جو قسم: قبر

ماڳ جو دور: ڪلهوڙا دور

ماڳ جو هنڌ: ڳوٺ علي مراد شاهاڻي تعلقو جوهي کان سڌ پنڌ تي.

گولو فقير ميان نصيرمحمد جي هلايل تحريڪ ميان وال ۾ ساڙهي وال هو، هن تحريڪ ۾ اهي ڪارڪن شريڪ ٿيندا هئا، جيڪي جان جي پرواهہ نہ ڪندا هئا. سدائين ڪفن ويڙهي هلندا هئا. هي ڪلهوڙن جو فوجي ڪارڪن هو، جيڪو مغلن جي راڄ جي حامين قبيلن تي اوچتو راتاها هڻندو هو. هڪ ڏينهن پان سيد آباد پرسان راتاهو هڻي مال ماري لوهيءَ ڏانهن پئي ويو تہ مغلن سان مقابلو ٿي پيس ۽ مارجي ويو. ميان نصيرمحمد ڪاوڙ ۾ اچي پنهور ڪان زمينون کسي ڪوسن کي ڏئي ڇڏيون. هي ميان نصيرمحمد ڪلهوڙي جو خاص ماڻهو هو.

**ماڳ جو نالو: ڳاڙهي تختگاهہ**

ماڳ جو قسم: دڙا_ تخت گاهہ

ماڳ جو دور: ڪلهوڙا — 1699_ 1657ع

ماڳ جو هنڌ: ڪڪڙ کان اتر اولهہ ۾ نون ميلن جي فاصلي تي، تعلقو خيرپورناٿن شاهہ

احوال: ميان نصيرمحمد ڪلهوڙي، مغلن جي قيد مان آزاد ٿيڻ کانپوءِ ڪاڇي ۾ پنهنجو الڳ تخت گاهہ ڳاڙهي نالي سان قائم ڪيو. جيڪو خيرپورناٿن شاهہ کان 30 ميلن جي فاصلي تي اولهہ طرف ڪاڇي جي ڪنڌي تي آهي. هتي ميان نصيرمحمد جا مريد جيڪي ميان وال سڏجن ٿا. رهندا هئا. ميان نصيرمحمد جي وفات کان پوءِ ميان دين محمد 1692ع ۾ تخت تي ويٺو.

هن وقت اتي ميان نصيرمحمد جو قبو ۽ هڪ وڏو قبرستان آهن. ڪن ليکڪن جو چوڻ آهي تہ هن شهر کي اصل ۾

More Books Visit : www.iqbalkalmati.blogspot.com



پنهورن آباد ڪيو. ميان دين محمد جو مقبرو بہ هتي آهي. ميان نصيرمحمد جي مسجد (2006ع) شهيد ٿي چڪي آهي. جنهن کي بيهر ٺاهيو ويو آهي.

هن جي ماڳ جي توڙي مسجد جي گهٽي سنپال ڪلهوڙا ويلفيئر ايسوسيئيشن ڪري ٿي.

**ماڳ جو نالو:** **ڳاڙهو پڙو**

ماڳ جو هنڌ: 24° 59' اتر ويڪرائي ڦاڪ، 69° 34' اوڀر ڊگهائي ڦاڪ تي، نهتو ڳوٺ جي ڏکڻ ۾ نارا نديءَ جي ويجهو ٿرجي اولاهين ڪناري ضلعي ٿرپارڪر ۾ آهي. (تنويرجوڻيجو) نارا ماتريءَ جي ڏکڻ ۾ مني تعلقي ۾ نهتي ڳوٺ پرسان.

آثار: ڪوٽ جا آثار ۽ دڙا

ماپ: زمين جي سنوت کان 25 فوٽ کن اتاهون ۽ ڇهن ايڪڙن ۾ پکڙيل.

ماڳ جو دور: سنڌو تهذيب، آمري ڪلچر_ جهانگر ڪلچر

لڌل وٿون: ٺِنگر ٺانون، ٺڪر جا ڪنگڻ، چقمقي پهڻ جي ڌار وارا تيز اوزار_ نيم قيمتي پهڻن جي چل، ٺامي جي ڪانٽن جا ٽوٽا. چٽيل ٺڪرائو_ چٽسالي ٿيل ٺڪرين تي جيڪي شڪليون ٺهيل آهن، تن ۾ هڪڙي ڪجهي جي پن جهڙي آهي. ۽ اڪريل ٺانون بہ چڱي تعداد ۾ آهن. اهڙا ٺانون پڻ واري اپهيٽ جهڙي دڙي تي بہ نمايان آهن. انهن جو رنگ گهاٽو خاڪي آهي، جيڪو جهانگر وارن ٺانون سان ميل کائي ٿو.

**ماڳ جو نالو:** **ڳاڙهو پڙو_2**

ماڳ جو قسم: دڙو

ماڳ جو دور: موهن جي دڙي وارو دور/ قبل از تاريخ

ماڳ جو هنڌ: هي ماڳ 500 ميٽر، ڳوٺ خيرمحمد ٻهڻ جي اوڀر ۾، تعلقو فيض گنج ضلعو خيرپورميرس_ اتر 26° 49' ڊگريون اوڀر 68° 29' ڊگريون.

هي ماڳ اوڀر اولهہ 162 ميٽر اتر ڏکڻ 85 ميٽر ماپ جو آهي. ماڳ تي چوڌاري چٽيل توڙي اڻ چٽيل ٺڪرائو موجود آهي. ٽڪڙيل پکڙيل ٺڪرائي جي وٿن مان لڳي ٿو تہ هيءَ ڪا رهائشي بستي هوندي. هن جي چوڌاري هن وقت زرعي زمين آهي. هي ماڳ روهڙيءَ وارن پاهڻي ماڳن کان 35 ڪلو ميٽر ڏکڻ_ اوڀر ۾ آهي. هتي جي آبهوا خشڪ آهي. سياري ۾ سخت ٿڌ ۽ اونهاري ۾ سخت گرمي رهي ٿي. هتان لڌل وٿن ۾ خاص ٺڪرائو آهي، جنهن ۾ پارن ۽ ڪُنن جا ٽڪرا، ڍڪڻا، پيالن جا ٽڪر، وغيره ملن ٿا. ٺڪر گهڻو ڪري ڳاڙهي تي ڪارو پٽي وارو سنڌو تهذيب جو سجاتل آهي. ٺڪر جا رانديڪا، چوڙين جا ٽڪر بہ مليا آهن. هي ماڳ تلور جي پٽ، نارو وارو دڙو ۽ موهين جي دڙي جو سهيوڳي آهي. هتان هڪ آويءَ (kiln) جا آثار بہ دڙي جي چوٽيءَ وٽ مليا آهن، جيڪا 1.75 ميٽر ڊگهي ۽ 1.20 ميٽر ويڪري آهي، جيڪا اندران توڙي ٻاهران ڳِلَ سان لتل آهي. هن آويءَ جي چوڌاري ٽڙيل پکڙيل ٺڪرائو ملي ٿو. هن قسم جون آويون (kiln) هڙاپا (ڊيلس ۽ ڪناير 1990) چولستان (مغل 1988ع) چانهون دڙو ۽ ٽرڙي ابن اوڊو (قاضي ۽ ملاح 1991ع) ۾ بہ مليون آهن. هتان مليل ٺڪرائو شاهہ لطيف يونيورسٽي خيرپور جي آرڪيالاجي جي ڊپارٽمينٽ ۾ رکيل آهي. هي ماڳ ڊاڪٽر عطامحمد حامي ڳوليو هو، جنهن تي محمد حنيف لغاري خيرپور يونيورسٽيءَ جي آرڪيالاجي ڊپارٽمينٽ جي استاد ڪم ڪيو آهي.

**ماڳ جو نالو:** **ڳاڙهي پڙي**

ماڳ جو قسم: دڙو

ماڳ جو دور: ڪلهوڙا دور (نورمحمد ڪلهوڙو)

ماڳ جو هنڌ: نئين ڪوٽ ۽ ڪلوئي شهر جي وچ تي ٻنهي شهرن کان 10 ميلن جي فاصلي تي.

More Books Visit : www.iqbalkalmati.blogspot.com



احوال: دڙي جي اولهہ ۾ هاڪڙي ڍوري جا نشان آهن. هن ماڳ کي ڳاڙهيار بہ چوندا آهن. هي پڙو اصل ۾ ڄام ڳاهي جو محلات هو. جيڪو ڪلهوڙن جي دور جو مشهور سورهيہ ۽ ميان نورمحمد ڪلهوڙي جو مخالف هو. ارباب توڳاچي، ڄام ٺارو، ڄام سيلهو، آسو سومرو، سندس دوست هئا. ميان نورمحمد ڪلهوڙي هنن جو زور پيچڻ لاءِ متائنن ڪافي حملا ڪرايا. مگر هنن ڪيس پنهنجو حاڪم نہ قبوليو. هتي ملندڙ وٿن ۾ ٺڪرائو، سرن جا ٽڪر، چوڙيون، سڪا وغيره ملن ٿا.

**ماڳ جو نالو: ڳجهڙي ڍورو**

ماڳ جو قسم: گبر بند

ماڳ جو دور: قبل از تاريخ

ماڳ جو هنڌ: ديهہ تڙنگ تعلقو ٽاڻو بولاخان ضلعو ڄام شورو. اتر ويڪرائي ڦاڪ 25° 48' 40" اوپر ڊگهائي ڦاڪ 67° 33' 18" تي موجود آهي.

هي وڏن پٿرن جو ٺهيل گبر بند ڪڪر واري ڍوري جي ويجهو آهي. هتي وڏا وڏا پٿر ٽڙيل پکڙيل حالت ۾ پيا آهن. هي ڇڻ تہ ڊيم ٺهيل آهي. جيڪو 48.5 ميٽر ڊگهو ۽ بنياد وٽ 6.8 ميٽر مٿي ٽاپ تي 3.8 ميٽر ويڪرو آهي. هي پاڻي جهلڻ جو بند آهي، جيڪو اوائلي انسانن هتي انهيءَ لاءِ ٺاهيو تہ جيئن برسات جي پاڻيءَ کي روڪي، زمين کي ريجائجي. توڙي جو هي گبر بند هاڻي ٽٽي پيو آهي. پرڏسڻ ۾ اڏيندڙن جي ذهني اپچ جو وڏو آثار آهي.

**ماڳ جو نالو: ڳهٽي خان جو مقبرو**

ماڳ جو قسم: مقبرو

ماڳ جو دور: ڪلهوڙن جي صاحبي

ماڳ جو هنڌ: ميان نورمحمد ڪلهوڙي جو قبرستان_ ديهہ ۽ ڳوٺ نورمحمد ڪلهوڙ تعلقو دولتپور ضلعو نوابشاهہ. هن ماڳ جي ڏکڻ ۾ اٽڪل هڪ ڪلو ميٽر جي پنڌ تي نم جو ڳوٺ، اوڀر ۾ هڪ ڪلو ميٽر پنڌ تي لنڊڪي ڪئنال، مقيم ڏاهري جو ڳوٺ هتان کان 3 ڪلو ميٽر اولهہ ۾ ، ۽ مورو شهر هتان کان 16 ڪلو ميٽر پري آهي. هي ماڳ اتر ويڪرائي ڦاڪ 26° 32' 50" ڊگرين ۽ اوپر ڊگهائي ڦاڪ 68° 48" ڊگرين تي موجود آهي. اڏاوت ۾ پڪيون سرون، ڪاشيءَ جون سرون، گل گارو ۽ گچ گارو استعمال ٿيل آهي. هن مقبري جي ڊيگهہ 7.70 ميٽر اتر_ ڏکڻ ويڪر 7.70 ميٽر اوپر اولهہ ۽ اوچائي 16 ميٽر ٿيندي. هي مقبرو رٽ ۾ چورس آهي. هن جو لنگهہ هڪ نوڪدار ونگ واري دروازي سان ڏکڻ ۾ آهي، جنهن جي ڪنارين سان راسيون آهن. اهو دروازو وڏي فريم ۾ ڪتل آهي. مهاڙي گهڻ راسين (Matli cusps)، مستطيل پانيلن سان، مُهندسي ڏارائن سان سجيل آهن. ڏاکڻين ديوار کي ڇڏي باقي ديوارون مهاڙي جيان سينگاريل آهن. ٻيڙ_ بني تي ڪنگرن جي قطار ٺهيل آهي. ڪنگرن تي ڪاشيءَ جون سرون لڳل آهن. ڇت ۽ گنبذ جي وچ تي گنبذ — گچ اٽ ڪندو آهي. جنهن تي روغني ڇٽ ڇٽيل آهن. گنبذ ننڍو ٺهيل آهي. ان تي چوٽي وٽ فانوس ٺهيل آهي. چورس حجرو آهي، جنهن تي اندر ونگاوان طاق ٺهيل آهن، جن تي راسيون (cusp) نڪتل آهن. هيٺ فرس ڪاشيءَ جي سرن سان مزين آهي. حاشيہ ڪان مٿي تصويرون ۽ گلڪاري ٿيل آهي. مقبرو سني حالت ۾ ڪونہ آهي جو ڏکڻ پاسي گنبذ ڳچ (Drum) ۽ حجري جا ڪجهہ حصا ڏري پيا آهن. ٻيڙ بنيءَ تي ٺهيل برجيون ڪري پيون آهن. پلستر اکڙي ويو آهي، توڙي جو هي مقام آرڪيالاجي کاتي وارن جي سنڀال هيٺ آهي.

**ماڳ جو نالو: گهڻ گهري اصحابي جو مقبرو**

ماڳ جو قسم: روضو

ماڳ جو دور: اسلامي دور

ماڳ جو هنڌ: سيراني لڳ ريڻ جي ڪناري

More Books Visit : www.iqbalkalmati.blogspot.com



هن بزرگ بابت ڪو احوال ڪونہ ٿو ملي. روايتون آهن تہ برهمڻ دور ۾ جيڪي اصحابي هتي اسلام جي دعوت ڏيڻ آيا انهن ۾ هي اصحابي بہ شامل هو. سندس مزار سيراڻي لڳ آهي. هن کي ڪي ماڻهو ڪن ڪارو اصحابي بہ چوندا آهن.

**ماڳ جو نالو: گهوگهاري جو ڪوٽ**

ماڳ جو قسم: ڪوٽ جا ڊٺل آثار

ماڳ جو هنڌ: قمبر کان 12 ڪلو ميٽر ڏکڻ طرف سرڪل رانوتي يونين ڪائونسل خيرپور جوسو_ ڳوٺ جي اتر ۾ آثار.

ماڳ جو دور: ميرن جو دور_ سهراب خان ٽالپر جوڙايو.

احوال: هي ڪوٽ اتر سنڌ جي والي مير سهراب خان (1811_ 1783ع) جي ڏينهن ۾ ٺهيو. گهوگهاري خان جو مقبرو بہ هتي آهي، جنهن کي ميرن جي فوج ۾ ڪو عهدو هو. هن وقت ڦٽل ڪوٽ جي چوڌاري قبرستان آهي.

**ماڳ جو نالو: گهوگهاري جو مقبرو**

ماڳ جو قسم: اڏاوت_ مقبرو

ماڳ جو هنڌ: سرڪل رانوتي يونين ڪائونسل خيرپور جوسو_ گهوگهاري ڪوٽ ۾ اندر.

ماپ: هن مقبري جي اوچائي 30 فوٽ آهي. ۽ گول چبوترو 8 فوٽ کن ٿيندو. سندس قبر سان سندس والد ڏڳاڻي خان جي قبر بہ موجود آهي. گهوگهاري جا وڏا ڪلهوڙن جي ڏينهن ۾ ضلعي جهنگ جي ڪنهن ڳوٺ مان لڏي هتي ويٺا. گهوگهارو خود بہ ڪلهوڙن وٽ ڪنهن اهم عهدي تي هو.

**ماڳ جو نالو: گهوڙي ٽپ_ ماڳ**

ماڳ جو قسم: پٿر جي هٽرادو اڏاوت

ماڳ جو دور: تاريخي

ماڳ جو هنڊ: ديهہ سري، تعلقو ٽاٽو بولاخان ضلعو ڄامشورو اتر ويڪرائي ڦاڪ 25° 16' 89" اوڀر ڊگهائي ڦاڪ 67° 31' 68" واقع موجود آهي.

هي ماڳ ڳوٺ محمد خاصخيلي لڳ سرڪي کان اٽڪل چار ڪلو ميٽر پري آهي. هي قدرتي پٿرن جي هڪ سڌي قطار جيڪا 212 ميٽر ڊگهي آهي، هر پٿر جي وچ وارو فاصلو اٽڪل 3 ميٽر آهي. هي هٽ سان ڪٽل پٿر جون چاڙهون آهن. ۽ مقامي طور ان کي گهوڙي جا ٽپ يا ماهيون سڏين ٿا. شايد مقامي تاريخ جو واقعو ان سان وابستہ هجي. تحقيق هلي رهي آهي.

**ماڳ جو قسم: گهوريٺي گهوٽ جو قبو**

ماڳ جو قسم: مقبرو

ماڳ جو دور: ڪلهوڙا دور

ماڳ جو هنڌ: ديهہ ۽ ڳوٺ لاڪاٽ، تعلقو سڪرنڊ ضلعو نوابشاهہ. ڳوٺ علي حسن ۽ ڳوٺ مهرو کان چار ڪلو ميٽر اوڀر ۾، مقبري کان 100 ڪلو ميٽر اولهہ ۾ بچاءُ بند اٿس. قاضي احمد جو شهر مقبري کان 11 ڪلو ميٽر اتر اوڀر ۾ آهي. ماڳ اتر ويڪرائي ڦاڪ 26° 16' 37" ڊگريون ۽ اوڀر ڊگهائي ڦاڪ 68° 20' ڊگرين تي آهي. مقبرو ڊيگهہ ۽ ويڪر ۾ 6 ميٽر ۽ اوچائيءَ ۾ پنج ميٽر آهي. اڏاوت ۾ پڪيون سرون گچ گارو ۽ گل گارو استعمال ٿيل آهن. رٽ ۾ مقبرو چوڪندو آهي. لنگهہ اوڀر ۾ ونگدار اٿس. مهاڙي پانيلن تي گهڻ راسين ونگن سان سينگاريل آهي. مقبري ۾ ڪل اٺ خصي_ ونگون (Blind arches) جن مان ٽي اتر پاسي ٽي ڏکڻ پاسي ۽ بہ اولهہ پاسي ٺهيل آهن. چئني پاسي ڇجهرين جا نشان بيٺا آهن. گنبذ گول، جنهن جو ٿورو حصو وڃي بچيو آهي. اندر طاق ونگون (Recessed arches) ٺهيل آهن. اترئين ۽ اولاهين طرف محراب وانگر جارا ٺهيل آهن. ڪنڊ_جوڙون (squinches) جي جاءِ تي اُمريا (lintels) ٺهيل آهن. گنبذ سڌوسنئون پٽين تي ڪنيل آهي. اندر صرف هڪ

More Books Visit : www.iqbalkalmati.blogspot.com



قبر آهي. قبروارن متعلق تاريخ ۾ ڪوبہ مواد ڪونہ ٿو ملي.

مقبرو ڪڇي جي علائقي ۾ آهي ۽ هر وقت ٻوڏ جي خطري هيٺ آهي. گنبذ ڊهي چڪو آهي. ڪوبہ سار سنڀال لهڻ وارو ڪونہ آهي. ٽڪرا ڊيان ڳهري ٿو.

**ماڳ جو نالو:** **لاڪرند**

ماڳ جو قسم: دڙو

ماڳ جو دور: تاريخ کان اڳ جو دور

ماڳ جو هنڌ: ديهہ گتيرو، تعلقو فيض گنج

هي ڳاڙهي واري سان ڍڪيل اڃڙي ٿر ۾ هڪ دڙو آهي، جيڪو "مامترجي بنگلي" جي پرسان ديهہ گتيرو ۾ آهي. ميل کن جي ايراضيءَ ۾ هن پڙي جا نشان آهن. ٺڪرائو، پڪل مٽيءَ جي ٿانون جا ٽڪر، پٿر جا رانديڪا ملن ٿا. هن ماڳ جي کوٽائي ٿيل ڪونہ آهي.

**ماڳ جو نالو:** **لاڪيو**

ماڳ جو هنڌ: لوهڙي کان چار ميل اتر اوڀر ۾ منڇر ڍنڍ وٽ لاڪيو پير ماڳ. جيڪو الهندي ناري کي بہ ويجهو آهي. 31' 26° اتر ويڪرائي ڦاڪ 35' 67° اوڀر ڊگهائي ڦاڪ. شاهہ حسڻ کان نوَ ڪلو ميٽر. جوهي برانچ کان ٽي ڪلو ميٽر اولهہ ديهہ سڪرو، تپو سڪرو تعلقو جوهي ضلعو دادو.

ماپون: هتي بہ تجرباتي کڏا کوٽيا ويا آهن. هڪڙو 10x5 فوٽ ۽ ٻيو 10x10 فوٽ.

ماڳ جو دور: سنڌو تهذيب، ڌاتو پاهڻي دور

تعارف: تر تائين نہ پهچڻ جي باوجود بہ گهڻي تعداد ۾ ٺڪرائو مليو آهي. ان کي سنڌو تهذيب واري ٺڪرائي سان ڀيٽي سگهجي ٿو.

احوال: هتان سادي رنگ جو ٺڪرائو، ونڊيل ٺڪر، ماتا ديوي جا پتلڙا ٺڪر جا مٽيا، گاڏي (رانديڪو) جو منجو، ڪنگڻ، چڪيون، پٿر جون چلون، تور جا وٽ، هڏي جي آرَ وغيره. وٺون موهين جي دڙي سان ڀيٽڻ جهڙيون آهن. لاڪيو پير قبرستان اٽڪل 12 ايڪڙن تي مشتمل آهي.

**ماڳ جو نالو:** **لاڪين جو دڙو**

ماڳ جو قسم: دڙو

ماڳ جو دور: موهن جي دڙي واري تهذيب

ماڳ جو هنڌ: 54_68 اوڀر ۽ 43_27 اتر_ سڪر شهر اتر پاسي سنڌ سمال انڊسٽريز جي پلاٽ پاڪولا لڳ.

احوال: هي ماڳ پهريان 7 جولاءِ 1985ع تي سڪر جي هلال پاڪستان اخبار جي نمائندي ۽ 1989ع ۾ چيئرمين آرڪيالاجي ڊپارٽمنٽ شاهہ لطيف يونيورسٽي جن رپورٽ ڪيو. هي ماڳ اوچتو ان مهل ظاهر ٿيو، جڏهن سائيٽ تي ترقياتي ڪم جي سلسلي ۾ کوٽائي ٿي. هي دڙو ترقياتي ڪمن جي سلسلي ۾ تمام ڏکيو کوٽيو ويو آهي. دڙو 50 هيڪٽرن جي ايراضيءَ ۾ پکڙيل آهي ۽ زميني سطح کان 13 فوٽ کن اوچو آهي. جڏهن هن جي کوٽائي شروع ڪئي ويئي تہ هن دڙي کي چئن حصن اي، بي، سي ۽ ڊي حصن ۾ ورهايو ويو. اي حصو 200x200x13 فوٽ جو آهي کوٽائيءَ دوران مليل شيون موهن جي دڙي، چانهون ۽ هڙاپا تهذيب سان واسطو ڏسين ٿيون. هي هڪ چڱو شهر هوندو جيڪو سنڌونديءَ جي ڪناري تي ٻڌل هو. هي بندر بہ ٿي سگهي ٿو. جيئن تہ هتان پٿر جا پتا ۽ ٻيو بہ پٿر جي دور سان واسطيدار سامان مليو آهي. ان لاءِ چئي سگهجي ٿو تہ هي شهر روهڙي جي ويجهو هئڻ ڪري ان جي اثر هيٺ رهيو يا مورڳو پٿر جي دور کان ئي پنهنجي الڳ حيثيت ۾ رهندو آيو.

More Books Visit : www.iqbalkalmati.blogspot.com



Ancient sindh جي واليوم ۾ ڪوآرڊينيس ۾ هي ماڳ ڏنل آهن. اتر $24^0\ 27'$ اوڀر $55'\ 68^0$ هي ماڳ موهن جي دڙي کان 75 ڪلو ميٽر ڏکڻ اولهه ۾ آهي.

**ماڳ جو نالو: لال باغ (سيوهڻ)**

ماڳ جو قسم: باغ ۽ ماڳ

ماڳ جو دور: نامعلوم

ماڳ جو هنڌ: سيوهڻ کان ٽي ڪلو ميٽر ڏکڻ ۾، جهانگارا باجارا ويندڙ رستي سان نيوڪٽ کان ٿورو اڳتي.

روايت آهي ته قلندر لعل شهباز هتي چلو ڪيو هو. هتي هڪ پراڻو وڻ به بيٺل آهي. هونئن هي باغ آهي، جتي ڪيترن ئي قسمن جا وڻ ٻوٽا پوکيل آهن. قلندر لعل جي نسبت جي ڪري هتي ماڻهو/ زيارتي جهجهي تعداد ۾ اچن ٿا. ڪجهه جديد دور جون لانڍيون ٺهيل آهن، جن ۾ زيارتي ويهن ٿا. لاهوت ڏانهن ويندر به هتي هڪ رات ضرور ڏاهو ڪندا آهن. اڳي سيوهڻ دريائي اتي ئي ڪٽي هو جنهن جا نشان ڪونه آهن. اتي ڪاڇي ۽ منڇر جا قافلا ايندا هئا. اهڙو اشارو آئين اڪبري ۾ ملي ٿو ته هن جاءِ تي (بندر تي) چار هزار غوراب لنگر انداز ٿي سگهيا پئي.

**ماڳ جو نالو: لال چتو**

ماڳ جو هنڌ: منڇر ڍنڍ ۾ ـ ٿهٽي کان هڪ ڪلو ميٽر

ماڳ جو دور: قبل از تاريخ/ سنڌو تهذيب جو آخري دور

احوال: منڇر جي ڪنڌيءَ تي، ٿهٽي کان اٽڪل ڏيڍ ميل جي مفاصلي تي اوڀر ۾ ـ بعضي منڇر ۾ هڪ ٻيٽ جيان پاسندڙ ته سوڪهڙي ۾ وري سُڪي رستي ڳنڍيل هي ڪهنو ماڳ پير لال چتو جي مزار جي ڪري مشهور آهي. مجمدار هتي کوٽائي ڪندي هڪ ڪڏو 42x10 ۽ 30x10 فوٽن جو کوٽايو. هتان جيڪي شيون نڪتيون تن ۾ پٿر جون ڪورون، ۽ پتا، ونڌيل ٺڪر، ٺڪر جي رنگين ٿانون جا ٽڪر، ڳنايون ٿالهيون Dish_on_stond، گهٽ ملهي پٿر جا مٽڪا، ٺڪر جي پوڙين جا ٽڪر وغيره مليا آهن. هتان کوٽائيءَ مان مليل ٺڪرائو ڪن لڇڻن جي ڪري ڪجهه لهم جي دڙي ۽ ڪجهه جهڪڙ واري ٺڪرائي سان پيٽي سگهجي ٿو. رنگن جي ڪري آمريءَ واري ٺڪرائي سان به گهڻو ملي ٿو. تنهن هوندي به هتان جيڪو ٺڪر جو هڪ نئون نمونو مليو آهي، تنهن کي سنڌ جي رنگدار ٺڪرائي واري روايتي سمڪالي ٿانون کان نيارو سمجهي "منڇر ٿانو" (Manchhur ware) جي نالي سان سڏي سگهجي ٿو. هي ٿانو ڪاريگري ۽ آرائش جي لحاظ کان آمري4 ٿانو سان پيٽڻ به اوکو آهي. هن ٺڪر جي انوکن ڳڻن ۾ بنيادي ڳاڙهي رنگ جي ٿانوَ تي ٻن رنگن جي موجودگي آهي. تنهن کان سواءِ چٽن ۾ گل ٻوٽن جي گهٽائي هن جي هڪ خصوصيت ڳڻائي سگهجي ٿي. انهن ۾ وڏيڪ اهم ڪنول يا ڪوٽيءَ گل جو نمونو آهي، جيڪو منڇر جو خاص اهڃاڻ سمجهي سگهجي ٿو. هي ٺڪر جو نمونو هن ئي خطي جي سرج آهي. ۽ چار نمونا اهڙا به ملن ٿا جن جو سلسلو سنڌو سڀيتا جي آثارن سان ڳنڍيو سگهجي ٿو.

**ماڳ جو نالو: لالاٽي مقام**

ماڳ جو قسم: قبرستان

ماڳ جو دور: سترهين ارڙهين صدي عيسوي

ماڳ جو هنڌ: ديهه ڀال تعلقو ٽاٽو بولاخان ضلعو ڄامشورو. اتر — ڏکڻ $25^0\ 23'\ 65''$ اوڀر — اولهه $67^0\ 41'\ 43''$

هي مقام ٽاٽي بولاخان جي ڀالپوري آستان کان 3 ڪلو ميٽر اوڀر تي آهي، جيڪو ٻن ايڪڙن جي ايراضيءَ ۾ ڦهليل آهي. هي لالاٽي قبيلي جو مقام آهي. جنهن ۾ ڪجهه قبرون پٿر جون گهڙيل آهن. ۽ گهڻيون قبرون عام رواجي گاري گل سان ٺهيل آهن.

More Books Visit : www.iqbalkalmati.blogspot.com



پٿرايون قبرون اڪر ٿيل آهن ۽ طبقن سان آهن. پٿر وارين قبرن جا پاسا ڪري پيا آهن. مقام زبون حال آهي. اندازو آهي تہ هي مقام سترهين ارڙهين صدي عيسويءَ جو آهي. ڪنهن بہ قبر تي ڪتبو لڳل ڪونہ آهي. ان لاءِ زماني جي پوري خبر نٿي پوي.

**ماڳ جو نالو: لاهري بندر**

پتو: گمشده ماڳ. انومان آهي تہ "11 '22 67 اوڀر ۽ "37 '24 0 49 اتر ۾. البيروني 10 صدي عيسويءَ ۾ مهراڻ جي الهندي ڪناري ديول بندر کان 36 ميل پري ڏسيو آهي. ڪراچيءَ کان هي بندر 60 ڪلو ميٽر ساڪري تعلقي ۾ تي سگهي ٿو.

ماڳ جو دور: نهڻ جو دور چاٿايل ڪونہ آهي. ناٿن ڪرو جي هڪ خط مان جيڪو هن 1799ع ۾ لکيو آهي ظاهر ٿئي ٿو تہ بندر جو مُنهن مٽي جي ڪري بند ٿي ويو آهي.

تعارف: هي تمام مصروف بندر هو. يمن ۽ فارس جا تمام گهڻا واپاري هت ايندا هئا. بندر جو محصول سٺ لک دينار هو. امير علاءُ الملڪ کي ان مان ويهون حصو ملندو هو. لاهري بندر جي پيدائش مغلن کي ملندي هئي.

**ماڳ جو نالو: لٽ بٽي**

ماڳ جو قسم: قدرتي ٽڪريءَ جو ٽڪر

ماڳ جو دور: اوائلي تاريخ

ماڳ جو هنڌ: ديهہ سَري تعلقو ٿاڻول بولاخان ضلعو ڄام شورو. اتر ويڪرائي ڦاڪ "31 '20 0 25 اوڀر ڊگهائي ڦاڪ "23 '30 0 67 تي واقع موجود آهي.

هي ماڳ ڳوٺ صالح پالاريءَ جي ڏکڻ ۾، سري ۽ مول کي ڳنڍيندڙ رستي تي آهي. هي هڪ قدرتي ٽڪري آهي، جنهن جي چوٽيءَ تي 40 . 2 ميٽر اونچي، بنيادن وٽ 57 . 0 ميٽر ۽ چوٽيءَ تي 55 . 0 ميٽر ويڪري پٿر جي چاپڙي ڪتل آهي. ٽڪريءَ جو هيٺان پٿر جا ڪيترائي تُودا پيل آهن.

**ماڳ جو نالو: لڪت وارو مقبرو (اڻ سڃاتل)**

ماڳ جو قسم: مزار

ماڳ جو دور: ؟ سما؟

ماڳ جو هنڌ: ملڪ راڄپال جي مقبري جي اوڀر ۾

هي انڪندي ڇتي آهي، جيڪا ڪليل ميدان تي ڪڙي ٿيل آهي. ان جي اوڀر ۾ ملڪ راڄپال جي مزار آهي. هي ڄام تماچي جي ڇتيءَ جون خصوصيتون رکي ٿي. هن ۾ سردرن جي مٿان قطار ۾ اڌ هيري ڪٽيون اڪريل آهن. جڏهن تہ پانيل تي فارسي زبان ۾ هي لکت ملي ٿي.

1_ بسم الله الرحمان الرحيم حصار کردم بقول لا الله الله مهرندم

2_ بنام محمد رسول الله

سمن جي قبن ۽ يادگارن تي فارسي لکت، گهڻي سڄاپجي ٿي. ٻيو ڪوبہ ڪتبو وغيره ڪونہ آهي.

**ماڳ جو نالو: لکمير جي ماڙي**

ماڳ جو هنڌ: بدي جبل ۽ پٽ جبل جي وچ ۾ نئيگ نالي ڳوٺ جي پرسان_ ڪاچو ضلعو ڄام شورو. 97 '0 26 اتر ويڪرائي ڦاڪ '31 0 67 اوڀر ڊگهائي ڦاڪ.

More Books Visit : www.iqbalkalmati.blogspot.com



ماڳ جو دور: ڌاتو پاهڻي دور، سنڌو تهذيب

احوال: بدي ۽ پٽ جبل جي وچ ۾ - نئينگ واري پوليس جي بلڪل سامهون 100 فوٽن جي اوچي ٽڪريءَ تي هي ماڳ آهي. سڀ کان اول هي ماڳ ڪيپٽن پريڊي 1851ع ۾ ڏٺو هو. پر ان تي ڪو نہ ڌيان ڏنو ويو. پر 1927ع ۾ هن ماڳ کي مجمدار ڏٺو. ٽڪريءَ جي چوٽيءَ کان هيٺ تائين ڌاتو پاهني دور جو ٺڪرانو پکڙيل هو. ان کان سواءِ ڪيترن هنڌن تي پاهڻن جا وڏا ڍوڪ پيل هئا. جيڪي ڪنهن سمي اڏاوت ۾ ڪم آيا هوندا. ائين بہ آهي تہ اهي پراڻا نہ هجن جو ڪنهن زماني مير صاحبن اتان وڏا پٿر قلعي جي اڏاوت لاءِ ڪنايا هئا. پر ماٿهن جو چوڻ آهي تہ اتي هڪ قلعو هوندو هو. ٽڪري جي پاڙ وٽ اڳ - تاريخي قلعي جي اڏاوت جا ڪجهہ آثار نظر آيا. جيڪڏهن غور سان چڪاسبو تہ اتي ڪيترن ڪمرن ۽ بين اڏاوتن جا نشان بہ نظر ايندا. هتان ڳاڙهي تي ڪارن پٽين وارو ٺڪرانو ۽ پٿرن جون چلون مليون. (مجمدار)

**ماڳ جو نالو: لڪي شاهہ صدر جو مقبرو**

ماڳ جو قسم: روضو

ماڳ جو دور: هينئر اڏاوت نئين آهي.

ماڳ جو هنڌ: ديهہ ۽ تپو لڪي انبس هاءِ وي سان لڳ اولهہ پاسي

لڪي شاهہ صدر جو مقبرو لڪي شهر لڳ آهي. ڪنهن سمي متس عاليشان قبول ٺهيل هو. تحفة الكرام واري صاحب شاهہ صاحب جو تفصيل سان ذڪر ڪيو آهي. هن مقبري جي ڊاهڻ کان پوءِ نئون مقبرو سيد عبدالله شاهہ ٺڏهوڪي وزير اعلىٰ سنڌ ٺهرايو. پر پوءِ بہ مڪمل تي نہ سگهيو آهي. پير صاحب پاڳارو هر سال هتي ايندو آهي. جو هي بزرگ سندن وڏن مان آهي. هي قبو ثقافتي طور گهٽيون وٽون رڪندڙ هو. پر ڊاهڻ مهل ان جو خيال نہ ڪيو ويو ۽ از سر نو ان جي تعمير عمل ۾ آئي. هاڻي هن مقبري جي اها افاديت نہ رهي آهي، بزرگ پنهنجي جاءِ تمام وڏي هستي آهي. جيڪو قلندر شهباز، سيد جلال شاهہ شرخ پوش ۽ بين جو همعصر آهي. بزرگ لڪياري سيدن جو ڏاڏو آهي.

**ماڳ جو نالو: لعل هندي**

ماڳ جو هنڌ: دادو شهر ۾ - پائلٽ اسڪول جي سامهون

ماڳ جو قسم: قبرستان

ماڳ جو دور: ڪلهوڙن جو پويون دور

هي قبرستان دادو شهر جي وڏي ۾ وڏو قبرستان آهي. لعل هندي جي نالي سان مشهور آهي. مگر لعل هندي نالي ڪنهن بہ بزرگ جي مزار ڪانهي. هي 30 ڪن ايڪڙن تي پکڙيل آهي. وڏا وڏا عالم، قاري ۽ استاد دفن آهن.

**ماڳ جو نالو: لندرو جو دڙو**

ماڳ جو قسم: دڙو

ماڳ جو دور: سنڌو تهذيب

ماڳ جو هنڌ: 05" 13' 69° اوڀر 25" 35' 27° اتر. ڳوٺ لندرو جو دڙو تعلقو روهڙي ضلعو سکر.

احوال: هي ماڳ اتر - ڏکڻ 24 ميٽر ويڪر ۾ ۽ اوڀر - اولهہ 280 ميٽر ڊيگهہ ۾ ڳوٺ لندرو کان 1.45 ڪلو ميٽر ڏکڻ اولهہ تي آهي. هي ماڳ واريءَ سان ڍڪيل آهي. ڪٿي ڪٿي ٻوٽن جي پرسان پيل ٺڪرانو نظر اچي ٿو. مليل وٿن مان ٺڪر جون ٿالهيون، سڌيون جن تي استعمال ٿيل آهن. ڪي نشان ۽ لڪيرون بہ ڏسڻ ۾ اچن ٿيون. منهن ويڪرا ٿانون ۽ ٻيو ٺڪرانو جنهن تيڳاڙهي تي ڪارو پٽو آهي. ٺڪرانو سادو توڙي چٽيل ملي ٿو. جيڪو ڪاريگريءَ ۾ سنو آهي. ٺڪرائي تي نشانيون، ٺپيل، ڪرچ ٿيل آهي، جيڪا سنڌو تهذيب جي ٿانون جي سڃاڻپ آهي.

More Books Visit : www.iqbalkalmati.blogspot.com



**ماڳ جو نالو:** **لنڊي ٻٺي**

ماڳ جو هنڌ: هي ماڳ نيئگ کان ڏيڍ ميل ڏکڻ اوپر تعلقو سيوهڻ.

ماڳ جو دور: هي آمري ڪلچر جي دور جو دڙو آهي. جيڪو اوپر 67° 32' 20" ڊگريون جڏهن ته اتر 26° 16' 20" ڊگرين تي موجود آهي.

وصفون: هن ماڳ جي اصلوڪي بناوت گهٽي چٽي آهي. اهو مخطروطي دڙو هڪ ٻئي مٿان ٽن پٽراين چٽين يا ٿلهن سان وڪوڙيل آهي. ۽ چوٽيءَ تي ماڙيءَ جا نشان اٿس. ان مان لڳي ٿو ته ان تي ڪو ڪوٽ ڪونه هو. رهائشي جاين جا آثار، پڳل ٺانون، ٺڪرانو، چقمقي مليا آهن. ڏسڻ ۾ بناوت ۾ دمب ٻني جهڙو لڳي ٿو.

**ماڳ جو نالو:** **لوهڙي / لهڙي**

ماڳ جو هنڌ: پير لوهڙي کان چار ميل اتر ۾ جوهي چني رستي تي، منڇر جي ڪنڌي تي. هي ماڳ 67° 34' 10" اوپر ۾ ۽ اتر 26° 29' 30" ڊگرين تي موجود آهي، ديهه لهڙي، تپو شاهه حسن تعلقو جوهي ضلعو دادو.

ماڳ جو دور: آمري — ڏاتو پاهڻي

احوال: هي ماڳ منڇر جي گهٽي چاڙهه سبب ٻڏي ويندو آهي. هتي ڪوٽيل ڪڏن مان ڪيترن ئي ڪمرن جون پيڙهون مليون آهن. بنهه هيٺئن رهائشي سطح جي مٿان ٻه ٻيا رهائشي تهه مليا آهن. جن جونپيڙهون پٿر جون هيون. هتان 60x80 فوٽ واري گهر جي رهت ۾ ساڍا چار فوٽ x ساڍا ڇهه فوٽن جي ماپ جون ڪوٺڙيون هيون. هتان لڌل ٺڪر جو رنگ ميٽوڙو يا هوائي ڳاڙهو هو. هي ٻه رنگو ٺڪر سنهي پت سان آهي. مٿان چٽن ڪيڻ لاءِ ڳاڙهيرو_ پورو، چاڪليٽي يا خاڪي رنگ، سنهي ميٽوڙي هٿ تي لڳايو ويو آهي. چٽ مهندسي آهن. هن ٺڪر کي آمري ٺڪر جو ٽيو ڪوٺي سگهجي ٿو. آمري وانگر هت به ڪي سنڌو تهذيب سان لاڳاپيل نمونن جهڙا آثار مٿين تهن مان ملن ٿا. ٺڪر کان سواءِ مٽيا، جانورن جا پتلڙا، ٽامي جا ٽڪر، پٿر جون ڪورون ۽ پتا، پٿر جو ڪرل وغيره مليا آهن.

**ماڳ جو نالو:** **لهم جو دڙو**

ماڳ جو هنڌ: هي ماڳ پياري ڳوٺ استيشن ضلعو دادوءَ کان هڪ ڪلو ميٽر اتر_ اوپر ۾ _ اوپر ۾ 67° 49' ڊگريون ۽ اتر 26° 58' ڊگرين تي.

ماڳ جو دور: سنڌو سڀيتا جو دور_ جهڪر جو دور/ ڪوٽڏجي ڪلچر

ماپ: اوپر کان اولهه دڙا ٽڙيل پکڙيل آهن. اتر ڏکڻ ڊيگهه 900 فوٽ، 600 فوٽ ويڪر ۽ زمين جي سنوت کان 23 فوٽ اوچو آهي. مجمدار دڙي جي اتر واري پاڳي ۾ ٻه وڏا تجرباتي کڏا کوٽيا. هڪ اولهه کان اوڀر ۾ ٻيوا تر کان ڏکڻ. ڪيس 229 نوادارات مليا. ان کان سواءِ پڪين سرن جون اڏاتون به هيون. جن ۾ 2x4.1/2x9.3/4, 2.1/2x10.3/4x2.3/4 جون سرون ڪتب آندو هيون. ڪل پکيڙ 234340 چورس ميٽر.

احوال: موهن جي دڙي سان پيٽڻ جهڙو ٺڪرانو، پڪين سرن جون اڏاوتون، سڄا ٺانو جيڪي جهڪرجهڙا آهن. رنگدار ۽ ٻي رنگي ٺڪرن جا سڄا ٺانون، رانديڪا، مٽڪا، ڳهٽا، ٺڪر جا گولا، شيشايل مادي مان ٺهيل شيون، پٽر، هڏي ۽ ساموندي ساهوارن ڪوپن مان ٺهيل سامان. (حاڪم علي شاهه بخاري)

(هن وقت هتي پنجابين جو ڳوٺ آهي. شايد ئي ڪو ذرو پرزو نظر اچي)

**ماڳ جو نالو:** **لهيري وارو دڙو**

More Books Visit : www.iqbalkalmati.blogspot.com



ماڳ جو قسم: دڙو

ماڳ جو دور: وچون تاريخي دور

ماڳ جو هنڌ: ديهه نئون لهيرو تعلقو فيض گنج ضلعو خيرپورميرس

هي دڙو ايراضيءَ ۾ هڪ ميل کن ٿيندو. هتي اڏاوتن جا نشان مليا آهن. هتان سرون ڪڍي ڪن ماڻهن پنهنجي جاين ۾ ڪتب آنديون. سرن جي گهاڙ اسلامي دور جي آهي. ٺڪرانو اسلامي دور جو آهي. ملندڙ سڪا ٽامي جا آهن. جن تي گهٽي ڪٽ چڙهيل آهي. هن جي کوٽائي ٿيل ڪانه آهي. هي دڙو زميني سطح کان 5 کان ڏهه فوٽ مٿي آهي.

**ماڳ جو نالو: لئنسڊائون پل**

ماڳ جو قسم: پل

ماڳ جو دور: 1888ع

ماڳ جو هنڌ: سنڌو درياهه سکر.

انگريزن ملڪ ۾ ريلوي سرشتو قائم ڪرڻ لاءِ پليون ٺاهڻ جو ڪم پهريان ڪيو. اهو ڏکيو ڪم هو جو درياهه تي 12 پليون وجهڻيون هيون. هي پل 1888ع ۾ نهي پوري ٿي ۽ بئي سال 27 مارچ 1889ع ۾ اچ وڃ لاءِ کولي وئي. پل جو نالو تڏهوڪي وائسراءِ لارڊ لئسنڊائون جي پويان رکيو ويو. ان جو افتتاح بمبئيءَ جي گورنر لارڊ ري (Lord Ray) ڪيو. هي پل ڏهن سالن جي عرصي ۾ جڙي راس ٿي. ان پل ٺهڻ کان اڳ ريلوي جا مسافر ۽ گاڏا آگبوٽن جي ذريعي ٽپايا ويندا هئا. ان وقت هن پل تي 28 لک روپيا خرچ ٿيا. سڄي ڍانچي جو وزن 3300 ٽن آهي. گهڻو ڪري هن پل جا حصا لنڊن ۾ ٺهيا. هن پل جي ڊزائين سر اليگزنڊر ٽنڊال تيار ڪئي. اها پل پنهنجي وقت جي دنيا ۾ وڏي ۾ وڏي پل هئي.

**ماڳ جو نالو: ليلا جا آتڻ**

ماڳ جو قسم: دڙو

ماڳ جو دور: اسلامي دور/ هندو دور

ماڳ جو هنڌ: ديهه اڪڙي تعلقو فيض گنج ضلعو خيرپورميرس.

هي تمام وڏو دڙو خيرپور کان نوابشاهه ضلعي تائين ڦهليل آهي. ڳوٺ اڪڙي کان ٽن ميلن جي مفاصلي تي آهي. دڙا ٻن ميلن جي ايراضيءَ ۾ آهن. جن جي مٿان ٺڪرانو اسلامي دور سان پيٽڻ جهڙو ملي ٿو. ٺڪر جي مليل مورتي مان لڳي ٿو ته ماڳ اسلامي دور کان اڳ جو به ٿي سگهي ٿو. جو مقامي ماڻهو ان کي برهمڻ آباد جي نالي سان ڄاڻن ۽ سڃاڻن ٿا. مليل وٿون سنڌ لاجي ميوزم محفوظ آهن.

**ماڳ جو نالو: ليلان چنيسر جو ڪوٽ**

ماڳ جو هنڌ: ڳوٺ غيبي ديري_ قمبر جي پرسان

ماڳ جو قسم: دڙا

احوال: سردار ڏيهه پال ۽ سردار سريمڻ خان جي قبرستان سان متصل هڪ ڪلو ميٽر اتر طرف ليلان چنيسر جي نالي تي پٿر جا گهر ٺهيل آهن. سنڌس ويڪر 4 فوٽ ۽ اوچائي 5 فوٽ ٿيندي. مقامي ماڻهو چون ٿا ته اهي گهر چنيسر ۽ ليلان جا آهن. ڪونئرو جو دڙو به ملي ٿو. جيڪو ڪجهه پرپرو آهي. چيو وڃي ٿو ته ليلان چنيسر جو شهر دريا سيحون تي ٻڌل هو. چئبو ته سنڌو دريا اڳ ۾ هتان وهندو هو. هن ماڳ جي نالي ضلعي عمرڪوٽ ۾ به هڪ ماڳ سڏجي ٿو.

More Books Visit : www.iqbalkalmati.blogspot.com



هن دڙي جي نالي ليلان جو دڙو تعلقو وارهه ۾ ڳوٺ دوست علي جي پرسان ب آهي، چون ٿا ته هن دڙي تي ليلان جي ماڙي هئي.

**ماڳ جو نالو: ليمي جو دڙو**

ماڳ جو هنڌ: ڳڙهي خيرو ڪڇي ميدان جي هيٺاهين حصي ۾ سنڌوءَ جي هڪ وهڪري وٽ.

ماڳ جو دور: هڙاپا دور

احوال ۽ وٿون: هي دڙو ڪي اين دڪشت ڳولي لڌو هو. 1976ع ۾ ڊاڪٽر لوئيس فليم ب هن دڙي کي چڪاسيو. کيس ڪاب قبل از تاريخ وٿ نظر ن آئي.

**ماڳ جو نالو: لغارين جو قبرستان**

ماڳ جو قسم: قبرستان

ماڳ جو دور: اسلامي

ماڳ جو هنڌ: ديهه حاجي خان تپو حاجي خان تعلقو جوهي ضلعو دادو

هي قبرستان 4 ايڪڙن تي ڦهليل آهي. هي قبرستان جوهي- حاجي خان روڊ تي آهي. انهيءَ قبرستان ۾ ب چٽيون آهن. ڏسڻ ۾ ڪافي ڪمزور آهن، پر پوءِ ب پاڻ ڏي متوجهه ڪن ٿيون. ٻئي چٽيون الڳ الڳ ٿلهي تي ٺهيل آهن. هيٺان پيل پاوا ڏنل آهن: مٿان گنبذ ٺهيل آهي، ٻنهي جي وچ تي ڇجهري ڇڏيل آهي. گنبذ ڦارائون/ پردار (Fluted) آهي، مٿان ڪنول جو ابتو گل نڪتل اٿس، ان جي مٿان ڪلنگي (spire) ٺهيل آهي. ٻنهي چٽين ۾ ڪتبو لڳل آهي. هونئن ڪتبي جو گهٽو رواج ڪون آهي. اوپر واري چٽيءَ ۾ علڻ خان لغاري پوريل آهي. جيڪو اڪبر خان لغاريءَ جو والد ٿئي. 1980 ع کان پوءِ وفات ڪئي اٿس. ٻيءَ ۾ احمد خانۡ گاجي خان پوريل آهن. اها چٽي قبرستان جي اولهه طرف آهي. ٻنهي چٽين جي سنڀال ڪان تي ٿئي.

**ماڳ جو نالو: لول ماڙي**

ماڳ جو قسم: دڙو

ماڳ جو دور: 2600 — 2800 ق- م. ڪوٽڏجي ڪلچر

ماڳ جو هنڌ: تعلقو روهڙي لڳ امام علي شاهه جو ڳوٺ

هي ماڳ ڪوٽڏجيءَ واري ثقافت سان لاڳاپيل آهي. ڪورو، چلها، هڏن جا ٽوٽا ٽڪر، ڌاتن جو ڳارُ ۽ نيم شفاف پٿر وغيره مليا آهن. مٿاڇري تي ڪمايل ۽ اڻ ڪمايل پٿر جا ٽڪر ٽوٽا مليا آهن. جيڪي ڏسين ٿا ته هي ڌاتو- پاهڻي دور واري انسان جي پٿرن ڪمائڻ لاءِ ڪو ڪارخانو هو. هتان عقيق، زمرد ۽ ٻيا ڳهڻ ڳٺن لاءِ ڪم ايندڙ پٿر مليا آهن. چٽساليءَ وارن ٿانون جا ڀڳل ٽڪر ۽ ٻيو ٺڪرانو عام جام آهي. هي دڙو زمين جي مٿاڇري کان هڪ ميٽر مٿي آهي.

**ماڳ جو نالو: ماجي راءِ جي ماڙي**

ماڳ جو قسم: دڙو

ماڳ جو دور: ٻڌ دور

ماڳ جو هنڌ: جهرڪ شهر کان ڇهه ڪلو ميٽر ڏکڻ- اولهه طرف قومي شاهراهه تي واقع هڪ ٽڪري تي- ديهه شيخاڻي

احوال: اتان جا رهواسي هن ماڳ کي ماجيراءِ جي ماڙي جي نالي سان سڏين ٿا. سپ محقق هن راءِ جا آهن ته اهو ماڳ ٻڌ ڌرم وارن جو آهي. ٽڪريءَ تي ڪوٽ جي ديوار، ڪمرن جون اڏاوتون ۽ بنياد پڌرا آهن. هڪ اسٽوپا جا ڪنڊر

More Books Visit : www.iqbalkalmati.blogspot.com



ٻه ڏسڻ ۾ اچن ٿا. ڪتب آيل سرون نلهه ميررڪن ۽ ڪاهوءَ جي دڙي ۾ استعمال ٿيل سرن جهڙيون آهن. هتي مليل هڪ سر تي راڪسي شبيهه آهي. ڪي سرون اهڙيون به لڌيون آهن جن تي ٻڌ ديوتا جي تصوير اڪريل آهي. اهي سرون ميوزم (لاڙ ميوزم) ۾ رکيون ويون هيون. جتان گم ٿي ويون. جهرڪن جي شهر لڳ سامهون دريا جي ٻي پر ٻڌڪا ٽڪر نالي ماڳ آهي. جيڪو پڻ هن دور سان واسطو رکي ٿو.

**ماڳ جو نالو:** **مارئي جو کوهه**

ماڳ جو قسم: کوهه

ماڳ جو دور: سومرا دور (؟)

ماڳ جو هنڌ: لڳ ڳوٺ ڀالوا، ننگرپارڪر کان هڪ فرلانگ اتر طرف.

روايتن موجب هي اهو تاريخي کوهه آهي، جتان عمر سومري بادشاهه، پاڻي ڀريندي مارئيءَ کي کنيو هو؛ ۽ کيس قلعي ۾ ان لاءِ بند ڪيو هو ته هُوءَ ساڻس شادي ڪري. پر مارئي ساڻس شاديءَ کان انڪار ڪيو. پوءِ جي چارڻن هن ڪردار کي گهڻو ڳايو ۽ ساراهيو بعد ۾ شاهه عبداللطيف هن ڪردار کي ڪٽي حب الوطني، ڌرتي سان پيار ۽ پاڀوهه جا گيت لکي هن ڪردار کي هميشه لاءِ امر ڪري ڇڏيو. جنهن کوهه تان مارئي کڄي وئي هئي، ان جو ٻاهريون گهيرو 20.4 فوٽ، ان جو قطر5.3 فوٽ ان جي اونهائي 31.00 فوٽ آهي. کوهه جي پڳ 6 .2 فوٽن جي ٺهيل آهي، ساڳي پڳ اندران اندر 4. 2 فوٽ ماپي وئي. ان جي مٿان ٻه پيل پاوا ٺهيل آهن، جيڪي 6 فوٽ اوچا آهن. ٻنهي پيل پاون جي وچ وارو فاصلو 5.3 آهي. کوهه جي ڏکڻ ۾ هڪ ٽئنڪي ٺهيل آهي، جيڪا 3.4 فوٽ ۽ اندان اندر2.4 فوٽ آهي. اُن جي اونهائي 1.6 فوٽ آهي. هن کي پاڻيءَ سان ڀري ڇڏيندا هئا ته جيئن جانور وغيره ان مان پاڻي پيئن. کوهه سادو ٺهيل آهي. هن تي ڪل پٿرن جا 38 بار لڳل آهن. هر بند پٿر جو، تختي وانگر يا سر آهي. هن تي محمد بخش ٽالپر طرفان لڳايل تختي لڳل آهي.

**مارٽيمير ويلر (شخصيت)**

سر رابرٽ ارڪ مارٽيمير ويلر 1890ع ۾ گليسو ۾ ڄائو. پاڻ ويهين صديءَ ۾ برطانيا جو تمام وڏو آرڪيالاجسٽ ليکيو وڃي ٿو. هي لنڊن يونيورسٽيءَ ۾ پڙهيو ۽ کيس آگسٽس واليسن فرينڪ جي آرڪيالاجيءَ لاءِ اسڪالرشپ ملي. 1913ع جي سرءُ ۾ هن رايل ڪميشن ان هسٽاريڪل مانومينٽس (انگلنڊ) ۾ ڪم ڪرڻ شروع ڪيو. بعد ۾ کيس نيشنل ميوزم آف والس جو ڊائريڪٽر مقرر ڪيو ويو ۽ ساڳي وقت لنڊن ميوزم جو انچارج پڻ رهيو. جتي هن 1926ع کان 1944ع تائين ڪم ڪيو. نوڪريءَ دوران هن برطانيا ۾ ڪافي کوٽايون ڪيون. 1944ع ۾ کيس هندوستان جي آرڪيالاجي کاتي جو ڊائريڪٽر جنرل مقرر ڪيو ويو. هن انڊس ويلي تي تمام گهڻو ڪم ڪيو. 1948ع ۾ واپس انگلنڊ هليو ويو. جتي هن انسٽيٽيوٽ آف آرڪيالاجي ۾ پروفيسر طور ڪم ڪيو. جيڪو پاڻ ۽ سندس زال قائم ڪيو هو. 1976ع ۾ هي گذاري ويو. سنڌو تهذيب تي ڪيل ڪم ۾ لکيل ڪتاب اسان لاءِ وڏي وٿ آهن. پاڻ ان خيال جو هو ته آرڪيالاجيءَ جو علم ڪنهن نموني عام رسائي حاصل ڪري، ان لاءِ هن ٽيليوزن تي ليڪچر ڏنا. هن ٽن پروگرامن ذريعي آرڪيالاجي علم کي ٻين تائين پهچايو. اهي هي آهن:

1_Animal, Vegetable, Minrals (1952_60)

2_ Buried Treasure (1954_59)

3_ Chronicle 1966

هن سال 1914ع ۾ ٽيساورني Tessa verney نالي هڪ عورت سان شادي ڪئي، جنهن مان کيس مائيڪل نالي پٽ

More Books Visit : www.iqbalkalmati.blogspot.com



جائو. سندس پهرين زال 1936ع ۾ گذاري وئي. هن ٻي شادي 1946ع ۾ ڪئي. هن جا لکيل ڪتاب هي آهن:

1_ The Excavation of Maiden Castle (1936)
2_ Archaeology from the Earth (1954)
3_ Five Thousand Years of Pakistan (1950)
4_ Roman Art and Architecture (1964)
5_ Civilizations of Indus Valley and Beyond (1966)

**ماڳ جو نالو: ماڙو ٺلهه**
ماڳ جو قسم: ٺلهه ۽ دڙو
ماڳ جو دور: نامعلوم
ماڳ جو هنڌ: سروي نمبر 2، 1/ 656 ديهه ۽ تپو فريدآباد تعلقو ميهڙ ضلعو دادو.

هي ماڳ گاجي کهاوڙ کان 24 ڪلو ميٽر ۽ موهن جي دڙي کان 63 ڪلو ميٽر وايا باڍهه، نصير آباد، گاجي کهاوڙ واري ڪچي رستي تي آهي. هي ماڳ 2 ڪلو ميٽر علي بند جي اوپر ۾ ۽ هڪ ڪلو ميٽر قادربخش رند جي اوپر ۾ آهي. هي ٺلهه به سنڌ ۾ موجود ٺلهن ۾ اهميت وارو ٺلهه آهي. هڪ ثقافتي دڙي تي، جيڪو 15 فوٽ اوچو آهي، هي ٺلهه ٺهيل آهي. پاسن تي توڙي ڪجهه حصي تي قبرون ناهيون ويون آهن. هي ٺلهه نهرو ۽ اڏاوت ۾ ڪلدار (shelled) آهي. ٺلهه جا ٽي حصا آهن: وچون حصو ويلڻي نهرو (solid cylindrical) هو، جنهن جو قطر 120 س_ م، اوچائي 4 ميٽر آهي. ان جي مٿان ٽوپيءَ وانگر گنبذ ٺهيل آهي. (گنبذ هن وقت ڊهي ويو آهي، پر مون کي گوناٽن مهرباني ڪري پراڻو فوٽو ڏنو، جنهن ۾ اِهو گنبذ ٺهيل آهي). اهو حصو چڱيءَ حالت ۾ پڪ سرو، گاري سان اوساريل ۽ لٽل آهي. ان حصي کي وري 60 ميٽرن جي پڪ سري اوساريءَ سان بند ڪيو ويو آهي. ٺلهه تي ڏاڪڻين جا نشان ٺهيل آهن. ٺلهه جي ويڪر اٽڪل 6 ميٽر آهي. ڪي به ڪڻ يا جارا نظر ڪونه ٿا اچن. ٽي سگهي ٿو ته انهي ڍڪيل حصي ۾ ٺهيل هجن. جڏهن وڏيڪ غور سان ڏٺو ويو ته محسوس ٿيو ته رڳو نليدار وچون حصو اصلي پراچين ٺهيل آهي. شايد ان ڪري ان کي ڍڪيو به ويو آهي. ڪچيون سرون 12x6x3 انچن جون جڏهن ته پڪيون سرون 26x18x7 س_ ميٽرن جون استعمال ٿيل آهن.

**ماڳ جو نالو: ماڙي ڪڙ گبر بند/ غازي شاهه گبر بند**
ماڳ جو هنڌ: پير گاجي شاهه جي ڏکڻ ۾ تعلقو جوهي
ماڳ جو قسم: گبر بند
ماڳ جو دور: قبل از تاريخ
احوال: گاجي شاهه جي مقبري کان ڪجهه حصو اتر اولهه کان باقي حصو ڏکڻ اوپر ۾ پڌل آهي. اهو گبر بند ڪل 610 فوٽ ڊگهو آهي؛ جنهن مان 210 فوٽ نئن بند لوڙهي وئي آهي. هي بند ٻين ٺهيل بندن کان مختلف آهي، جيڪو مٽي، واري ۽ پٿراتي مان ٺهيل آهي. هتي آڳاٽي زماني ۾ پٽ جبل کان وهي ايندڙ پاڻيءَ کي روڪي پوک لاءِ استعمال ڪيو ويندو هو. هن گبر بند کي به ڪانسون آهن. جن مان هڪ مٿين ڪانس 15 فوٽ ۽ هيٺين ڪانس 30 فوٽ موڪريون آهن. هي بند تري ۾ 140 فوٽ موڪرو آهي.

**ماڳ جو نالو: ماڙي سبڙ/ ماري صابر**
ماڳ جو دور: پڌي دور/ سنڌو سيپتا

More Books Visit : www.iqbalkalmati.blogspot.com



ماڳ جو قسم: دڙو

ماڳ جو هنڌ: ريلوي اسٽيشن نواز ڏاهري ضلعو نوابشاهه جي اتر اولهه ۾ ٻن ميلن تي ماڙي صابر نالي ماڳ آهي.

احوال: هي دڙو اوڀر۔ اولهه ماپ ۾ 400x15 فوٽ ۽ زمين جي مٿاڇري کان 15 فوٽ اوچو آهي. لڏل وڻن مان هي ماڳ ٻڌي دور جو وسجي ٿو. چوٽ وچ دڙي ۾ سرن جا ڍير پيل آهن ۽ ٺلهه جا چٽا نشان ڏسڻ ۾ اچن ٿا. سرن جو نمونو ميرپورخاص ٺلهه جي سرن سان ملندڙ آهي. ٺڪرائي ۾ ڳاڙهو ٿانءُ سنهي پٽ سان جنهن تي ڳاڙهي تي ڪارو چٽ سنڌو سيپتا جو سجاتل نمونو آهي.

پري هسٽارڪ سائيٽس جي سري هيٺ هن ماڳ جو ڪوآرڊينٽس هي ڏنل آهن:

هن ڪتاب ۾ دڙي جي ماپ 92x61 ميٽر ۽ اوچائي 1.5 ميٽر ۽ دور هڙاپا ڄاڻايو ويو آهي. A supplement to H. cousens نالي ڇپيل ڪتاب ۾ سنڌ جي ماڳن جا ڪوآرڊينيٽ ماپ، ۽ دور ڄاڻايل آهن. هي ڪتاب Antiquity of sindh ۾ واڌارو ٿيل آهي. جنهن جو ترجمو نہ ٿي سگهيو آهي.

**ماڳ جو نالو: ماڙي دڙو**

ماڳ جو قسم: دڙو

ماڳ جو دور: ٻڌ ڌرم

ماڳ جو هنڌ: تعلقو ميروخان ضلعو

هي ماڳ اتر ڊگهائي ڦاڪ ۾ $27^{0}$ 48,20 ڊگرين ۽ اوڀر ويڪرائي ڦاڪ ۾ $67^{0}$ 48,20 ڊگرين تي موجود آهي. دڙو 65 ميٽر ڊگهو، 50 ميٽر ويڪرو ۽ 5 ميٽر اوچو آهي. هتان لڌل وٿون ٻڌائين ٿيون تہ اهو ٻڌ ڌرم جي دور جو آهي. هتي کوٽائي ٿيل ڪونہ آهي. ماڳ سرڪاري زمين ۾ آهي.

**ماڳ جو نالو: ماڙيءَ وارو شهر**

ماڳ جو قسم: دڙو

ماڳ جو دور: اسلامي

ماڳ جو هنڌ: ديهہ هيتمان، تعلقو جاتي، ضلعو ٺٽو

74 ۔ 1973ع ۾ هڪ ماڙيءَ جا نشان مليا آهن. جيڪي هاڻي بہ بينا آهن. اها ماڙي ڪاجهڙ نهر جي اورئين پر يعني اوير ڪناري آهي. عربي سمنڊ تي سٽيل شهر موجود هو، جنهن جا آثار گهٽي ايراضيءَ ۾ پکڙيل آهن. سرن جا ٽڪرا، ٺڪرائو، چوڙين جا پڱل ٽڪرا، ۽ ٻيون اسلامي دورجون وٿون لڌيون ٿيون. هن دڙي جي کوٽائي ٿيل ڪونہ آهي.

**ماڳ جو نالو: ماڪيارو پير**

ماڳ جو قسم: دڙو ۽ مقبرو

ماڳ جو دور: اسلامي

ماڳ جو هنڌ: سيراڻي شهر جي اتر۔ اولهہ ۾ ضلعو بدين ديهہ جڪراڻو تپو سيراڻي.

وير ٽري جي اڀرندي تان ماڪيارو پير جو دڙو ڏسبو آهي، جيڪو زمين جي سطح کان 8 فوٽ کن اوچو آهي. هن شهر جي اولهہ ۾ دريائي وهڪري جا نشان ڏسجن ٿا. دڙي تان اسلامي دور جو ٺڪرائو، سرن جا اڌڙ وغيره ملن ٿا. هيٺ کوٽائي ٿيل ڪونہ آهي. هي شهر وير ٽري کان اڳ ۾ آباد ٿيو هو. هن دڙي تي ماڪياري پير جو ٺهيل مقبرو موجود آهي. جنهن بابت سواءِ ان جي تہ هو ريڻ جي بزرگن مان آهي. وڌيڪ معلومات نہ ملي.

More Books Visit : www.iqbalkalmati.blogspot.com



**ماڳ جو نالو: مالھين جو دڙو**

ماڳ جو قسم: دڙو / ڪوٽ

ماڳ جو دور: اسلامي

ماڳ جو هنڌ: ديھہ مالڪي، تپو ننگر ڪيٽ ضلعو بدين

هي منڌرا قوم جي نالي پويان سڏجي ٿو. هتي ڪوٽ جا نشان ملن ٿا. هي ريڻ، دريا جي ڪناري آباد هو. ريڻ، سنڌو دريا جو ڦاٽ هو. هن دڙي تي پهچڻ لاءِ بدين سيراڻي روڊ وٺي اولھ قاضيا واهہ چڙهي ٻہ ميل ڏکڻ اوڀر پنڌ ڪري محمد صديق مالهي جي ڳوٺ پهچبو؛ ٻيو رستو بدين کان سمر نالو وٺي رام ٻاراهي جي درگاهہ وٽان الهندي ۾ ٻہ ڪلو ميٽر پنڌ تي. هي دڙو زمين کان 20 فوٽ مٿي آهي ۽ اڌ ميل کن پکيڙ رکي ٿو. هتان ملندڙ وٿن ۾ ٺڪرائو جيڪو اسلامي دور جو آهي. اورنگزيب جي دور جا سڪا، ۽ اهڙا سڪا ملن ٿا جن جي لکت ڪنهن سمي سنڌ ۾ لکي وئي هوندي، پر هاڻي پڙهڻ ۾ نٿي اچي، مليا آهن. هي شهر مدد خان جي لٽ ۾ لٽجي ويو. هن دڙي جي وچ تي مسجد جا ڊٺل آثار ملن ٿا. ڪاشيءَ جا ٽڪر بہ جام آهن. سرون هم چورس ۽ سنهيون آهن.

**ماڳ جو نالو: مامري ۽ ڪرنجڙي جو ڪوٽ**

ماڳ جو قسم: دڙو

ماڳ جو دور: وچون تاريخي دور

ماڳ جو هنڌ: تعلقي ناري ضلعي خيرپورميرس ۾

هن ماڳ نالي تعلقي ناري ۾ وڏا ڀڙا آهن. مٿان ٺڪرائو پکڙيل آهي. ڪنهن قلعي جا آثار لڳن ٿا. کوٽائي ٿيل ڪانہ آهي، جو دور جو تعين ڪري سگهجي. هيٺيون بيت مقامي ماڻهو روايت طور ٻڌائين ٿا:

گرهڙ ڪئي گوڙ مامڙي ڏني مام،

وچئون پئي سام ڪرنجڙي ڪوٽ اڏايو.

**ماڳ جو نالو: ماٽڪاٽي ٽالپرن جا مقبرا**

ماڳ جو قسم: قبرستان / مقبرا

ماڳ جو دور: ڪلهوڙا دور

ماڳ جو هنڌ: جوهي تعلقي جي ڳوٺ ڊرگهہ بالا کان ٽن ميلن جي مفاصلي تي

احوال: هي قبرستان اٽڪل چئن ميلن جي ايراضيءَ ۾ پکڙيل آهي ۽ نئين گاج مان وهندڙ هڪ واهہ "سجڻ جي پئي" جي ڪنڌيءَ تي آهي. هتي ماٽڪاٽي ٽالپرن جا مقبرا آهن. جن ۾ مير الهيار خان، مير ماٽڪ خان، مير چتو خان وغيره مدفون آهن. قبرستان جي ڪابہ سارسنڀال ڪانہ آهي. ان لاءِ زبون حاليءَ جو شڪار آهي. هن قبرستان ڪي الهيار جا قبا بہ چوندا آهن. 1922ع ۾ مير محمد بخش آيو هو. هن مقام تي مصطفيٰ ڪينس هڪ مقالو عربيءَ ۾ لکيو آهي. مقالي ۾ مقبرن بابت گهڻو تہ نہ پر احوال ملي ٿو، خاص طور مقبرن تي ٿيل نقش نگار بابت ليکڪ جا رايا پڙهڻ جهڙا آهن. جن تي مهراڻ رسالي 1ـ 2 سال 1973ع تي ميرمحمد بخش ٽالپر جا اعتراض شايع ٿيل آهن. بهرحال قبرستان پنهنجي وجود ۾ وقت جي تمام وڏن ماڻهن جا مدفن رکي ٿو. هتي ڪل 14 مقبرا آهن. جن مان ٻن جي ماپ 50x40 فوٽ ۽ 60x50 فوٽ آهي. پري کان اهي مقبرا گيڙائو رنگ جا نظر اچن ٿا. انهن جي آس پاس قبرون ئي قبرون آهن. جيڪي زيب کان عاري آهن.

**ماڳ جو نالو: ماٽڪنارو**

ماڳ جو قسم: دڙو

More Books Visit : www.iqbalkalmati.blogspot.com



ماڳ جو پتو: لڳ قلجي اسٽيشن، تعلقو ۽ ضلعو دادو

ماڳ جو دور: تاريخ جو وچيون زمانو

احوال: ڪوٽڙي – حبيب ڪوٽ ريل جي رستي سان قلجي ريلوي اسٽيشن کان هڪ ڪلو ميٽر اوڀر پاسي گولي فقير ڳهيڙ ڏانهن ويندڙ پڪي روڊ کان اٽڪل ٻن فرلانگن جي مفاصلي تي اتر ۾ زمين جي هڪ ڪلرائي ويري سان دڙن جو سلسلو آهي. هي دڙا ويهارو ايڪڙن تي پکيڙيل آهن. جن جي ڪٽي ڪٽي اوچائي 15 فوٽ ٿيندي. ماڳ جي ٽن طرفن کان آباديون ٿيڻ لڳيون آهن. اولهه ڇيڙي وٽ اراڏڻ پير جي مزار آهي ۽ اوڀر پاسي هڪ ڪلو ميٽر کن ڏور قاضي پيرمحمد جو ڳوٺ آهي. هن ماڳ کي مڪاني ماڻهو "ماڻڪتارو" سڏين ٿا. هڪ روايت موجب مخدوم بلاول رحه جي دور ۾ هي شهر آباد هو ۽ مخدوم صاحب کن ساٿين سان وقفي وقفي ملڻ ايندو هو.

گهڻن حوالن مان اندازو ٿئي ٿو ته تاريخ ۾ ذڪر ڪيل "ڪوٽ ماڇي" شايد هن هنڌ هو، جنهن کي ارغونن تباهه ڪيو. سنڌ جا سولنگي هن هنڌ کي پنهنجي گاديءَ جا آثار سمجهن ٿا. هنن ان سلسلي ۾ به ڪتاب به ڇپرايا آهن. تحفة الڪرام جي حوالي موجب، سلطان آرام شاهه جي وقت ۾ سنڌ جا ستر راڻا ناصرالدين قباچه جي حڪم هيٺ هئا. انهن مان 3 نمبر تي راجا جيسر ولد جج (ججو) ماڇي_ سولنگيءَ جو نالو آهي ۽ اهو مانگتارو (ماڻڪتارو) جو راڄ ڌڻي هو.

هن ماڳ جي ڦٽڻ ۽ تباهيءَ بابت تاريخ ۾ گهڻا سڌا يا اڻ سڌا اشارا نه ملن ٿا. پر ان جي آباد ٿيڻ جو وقت معلوم نه آهي. مناسب ۽ محدود کوٽائيءَ مان هن هنڌ جي تاريخ بابت گهڻي ۽ مستند ڄاڻ حاصل ٿي سگهي ٿي. هن وقت دڙن تي قبرون نهڻ لڳيون آهن. ايندڙ ڏهاڪي سالن ۾ هي هنڌ قبرستان هوندو، جنهن جي کوٽائي ڪرڻ به ممڪن نه هوندي. ماڳ سرڪاري تحويل ۾ ورتل نه آهي. آس پاس جي ماڻهن وٽ هتان هٿ آيل ٽانوَ، ٺڪر، مٽڪا، سڪا وغيره ڏسڻ لاءِ ملن ٿا.

**ماڳ جو نالو: ماهوٽا**

ماڳ جو قسم: قديم ڳوٺ

ماڳ جو دور: سڪندر يوناني کان اڳ جو

ماڳ جو هنڌ: هي شهر لاڙڪاڻو، سکر وايا نئون ديرو شاهراهه سان. لاڙڪاڻي کان 8 ڪلو ميٽر جي پنڌ تي هو. شهر جي اتر ۾ ريلوي اسٽيشن ۽ رائيس ڪئنال، ڏکڻ ۾ پراڻو گهاڙ واهه، دادو ڪئنال، اولهه ۾ زيتونن جا باغ ۽ ضلعو لاڙڪاڻو.

يونانين جي ڪاهه وقت درياهه ماهوٽا جي ويجهو وهندو هو ۽ اڄ به ٻن ميلن جي فاصلي تي وهي ٿو. هي ڳوٺ/ شهر ٻن شاهران تي آباد آهي، هڪ آبي شاهراهه جنهن جو نالو گهاڙ واهه آهي ٻي خشڪي جنهن سان هي ڳوٺ وچ ايشيا ۽ اولهه ايشيا سان ڳنڍيل رهيو. آبي شاهراهه وڏو پتڻ / بندر هو. 327 ق_ م ۾ جڏهن سڪندر ڪاهي آيو ته هي شهر آباد هو، جو يونانين هن شهر کي "مائوٽا" ڪري لکيو آهي. هينري ڪزنس لکيو آهي ته ماهوٽا جو وڏو دڙو گهاڙ واهه جي ڪناري تي واقع آهي، جيڪو لاڙڪاڻي کان ڏهاڪو کن ميل پري آهي. ڪننگهام قديم جاگرافي نالي ڪتاب ۾، ميسن پنهنجي ڪتاب ميسن جا سفر ناما ۽ استرابو پنهنجي ڪتاب ۾ هن شهر بابت لکيو آهي. ميسن جو خيال آهي اهو دڙو ڪو قلعو ٿي سگهي ٿو. راورٽي پنهنجي ڪتاب "مهراڻ آف سنڌ" ۾ لکيو آهي ته لاڙڪاڻي ويجهو گهاڙ واهه ڪناري هڪ وڏي دڙي مٿان هڪ قلعي بند شهر جا آثار مليا آهن. هي شهر قديم دورن ۾ ڪنهن خاص اهميت وارو شهر رهيو آهي. سڪندر جي دور جا هن وقت صرف به شهر زنده آهن. هڪ ماهوٽا ۽ ٻيو سيوهڻ. اڍائي هزارن سالن کان مٿي جي تاريخ رکندڙ هن شهر جي نه کوٽائي ٿي نه وري ڪنهن جوڳو ڌيان ڏنو آهي.

**ماڳ جو نالو: مائي خيري جي قبر**

ماڳ جو دور: ڪلهوڙا دور (پويون)

ماڳ جو هنڌ: گلان ڪوٽ، تعلقو هالا، ضلعو مٽياري

More Books Visit : www.iqbalkalmati.blogspot.com



احوال: گلان ڪوٽ ۾ مير فتح خان جي مقبري جي اتر ۾ هڪ تجر آهي. جنهن ۾ مائي خيري پوريل آهي. مائي خيري فتح علي خان ٽالپر جي ماءُ هئي. حيدرآباد فقير جي پڙ ۾ هڪ، مسجد ”مائي خيري“ جي نالي سان منسوب آهي.

**ماڳ جو نالو: مائي روهي/ شاهه روهي**

ماڳ جو قسم: روهي / ڪتل پٿر

ماڳ جو دور: تاريخي دور

ماڳ جو هنڌ: نينگ شهر جي اتر ۾ هڪ سنڌي ٽڪري تي.

هن ماڳ لاءِ ڪوڙ روايتون آهن. اصل ۾ هي هڪ ڪٽو پٿر آهي، جيڪو زمين ۾ ڪتل آهي، جيڪو اٽڪل 190 س_ م اوچو، 75 س_ م ويڪرو ۽ 25 س_ م ٿلهو آهي. اڳيان هڪ قبر وانگر اڏاوت ٺهيل آهي؛ ۽ ماڻهن جي روايتن سبب ان ماڳ کي عزت جي نگاهن سان ڏسن ٿا. هن جي مٿان ٺهيل رانڪ پٿرن جي بلاڪن جي ٺهيل آهي، جيڪا چن سان اوساريل آهي. رانڪ يا مقبرو رٽ ۾ چوڪندو آهي. ڪنهن زماني ۾ چت تي گنبذ ٺهيل هوندو، جيڪو هاڻي ڪري پيو آهي. سنڌ ۾ هن قسم جا آثار جابلو علائقن ۾ پکڙيا پيا آهن (حاڪم علي شاهه) تاج صحرائيءَ هن کي حمو رابي جي قانون وارين تختين سان پيٽي ٿو جيڪي لڳ ڀڳ ساڳي ماپ جون آهن.، گادي نشين جي مقبرن جي آڏو هڪ ٻي روهي بہ موجود آهي جيڪا شو لنگ جهڙي آهي. اها ساڍا چار فوٽ اوچي آهي. هن تي رت هاريل آهي، هن روهيءَ تي زيارتي ڪنهن جانور جي قرباني ڪنداً آهن. نينگ لاهوتين جي اهم منزل آهي.

**ماڳ جو نالو: مائي جامان جون مسجدون**

ماڳ جو دور: ڪلهوڙا دور

ماڳ جو قسم: مسجدون

احوال: مائي جامان، سنڌ جي والي ميان نورمحمد ڪلهوڙي جي گهرواري ۽ منا خان جوٽيجي جي ڌيءُ هئي. سنڌ جي هن خاتون اول مان ميان نورمحمد ڪلهوڙي کي ميان عبدالنبي ۽ ميان غلام نبي پٽ هئا. هي ڪلهوڙا دور جي سماج سڌارڪ عورت هئي، جنهن مسجدون، کوهه ۽ مسافر خانا ٺهرايا. مسجدون هي آهن: 1_ چوٽياريون جامع مسجد 2_ ٽنڊو آدم پٽ شاهه روڊ تي قبرستان وٽ سوئي ڪندر مسجد 3_ جوڳين واري پٽ تي مسجد 4_ پوپي ٻيلي واري مسجد ڪپري تعلقي ۾ 5_ ٽلاشاهه واري مسجد جام نواز علي تعلقي ۾ 6_ منا خان واري مسجد وغيره.

چوٽيارين واري مسجد کان سواءِ باقي سڀ مسجدون خستہ حال ۾ آهن. ڪن جون پيتيون سلامت آهن. ڪن جا منارا، ڪاشيءَ جون سرون ڪي ماڻهو ڪٽي ويا تہ ڪي رڻ ۾ رلن پيون. مائي جامان جي آخري آرام گاهه دولتپور پرسان ميان نورمحمد ڪلهوڙي جي قبرستان ۾ آهي.

**ماڳ جو نالو: مائي ڳاڙهي**

ماڳ جو قسم: ڪوٽ

ماڳ جو دور: چالڪو ليٿڪ دور(؟)

ماڳ جو هنڌ: مهمير جبل وٽ_ حب نديءَ جي ڪاہي ڪپ تي

هيءُ ماڳ ڇُن جي پٿري ٽڪري تي نديءَ طرف مُنهن ڪيل هڪ ننڍڙي ڪوٽ واري آبادي آهي. آباديءَ کي ٽن پاسن کان پٿريلي ديوار سان محفوظ ڪيو ويو آهي. اتر واري ديوار شايد درياهي ڪٽاءُ ۽ ٽڪري جي ڀڪَ ڪرڻ سبب ڊهي پئي آهي. ”مائي ڳاڙهي“ ماڳ وٽ نہ رڳو پور وچوٽ پٿري بليڊ ملن ٿا، جيڪي چالڪو ليٿڪ دور جي خاَص نشاني آهي، پر هتان هلالي

More Books Visit : www.iqbalkalmati.blogspot.com



گولائي ۾ گھڙيل مائڪرو ليٿس (پٿر) بہ ملن ٿا. تازو ئي اهڙا مخصوص گھڙائيءَ وارا اوزار انجيره دڙي وٽان بہ مليا آهن. جيڪو نيوليٿڪ ماڳ آهي. آرڪيالاجسٽ ان تسلسل ۾ ٻيا ماڳ بہ شامل ڪن ٿا. جيئن ڪديجي آبشارن مٿان ٻيٺل سپ ڪان اوچي ٻُنيءَ وارو ماڳ، جنهن کي ننڍڙي پٿري ديوار ڏنل آهي ۽ مقامي ماڻهو ان کي "ڪوٽاري ٻُني" چون ٿا. ٻيو ماڳ ديھہ ڪونڪر ۾ سنڌو نديءَ لڳ ڪاري جبل وٽ آهي. اها هڪ الڳ ٿلهُ ۽ ڪانگلو ميرٽ بڻي آهي. اهڙي ئي هڪ ڪوٽاري دادو ضلعي ۾ ان هنڌ آهي. جتان گاجي شاهہ وارو گرم چشمو ريري جبل جي ڇاڙ مان ڦٽي نڪري ٿو. معائني مان پتو پوي ٿو تہ پراڻن لوڪن ان چشمي کي زراعت لاءِ استعمال ڪيو هوندو. شايد هي سنڌ جو پهريون ڪئنال آهي.

**ماڳ جو نالو:** **مبارڪ خان جو مقبرو**

ماڳ جو دور: سما دور 1490 ع

ماڳ جو هنڌ: ڄام نظام الدين جي مقبري جي ويجهو ڏکڻ اولهہ پاسي مڪلي ضلعو ٺٽو

ماڳ جو قسم: اڏاوت / مقبرو

احوال: دريا خان جو مقبرو، ڄام نظام الدين جي مقبري جي ويجهو آهي. پٿر جي محڪم ديوار، اوڀر ۽ ڏکڻ کان بہ دروازا جن تي ڪتبا اڪريل آهن. اولاهين ديوار ۾ محراب ۽ ان جي پرسان سندس قبر آهي. سيراندي کان ڪتبو هن ريت آهي:

ياالله

هذا مرقد المعطر

للخان الاعظم

شهيد مبارک خان

ابن سلطان نظام الدين

چوديواريءَ اندر درياخان جي مزار کان سواءِ ستاويھہ ٻيون قبرون آهن. جنهن مان ڪنهن تي ڪوبہ نالو لکيل ڪونہ آهي (راشدي) قبر پٿرائين جا هڪ پڪ سري ٿلهي تي نهيل آهي ۽ ان جا ست ڏاڪا آهن. ديوار سادي سودي آهي، جنهن کي ڏکڻ ۽ اوڀر تي الڳ دروازا آهن. اوڀر واري دروازي تي هڪ ڪتبو لڳل آهي، جنهن تي هن مقبري جي تڪميل جو سال لڳل آهي. 1490 ع

درياخان جو اصل نالو قبوليو هو. پهرين ڄام نظام الدين جي ديوان لکمير جو غلام هو. جتان ڄام نظام الدين ڪيس پاڻ وٽ آندو ۽ پٽ ڪري سڏيائينس. هن بہ سنڌ سان نڀاهيو ۽ پر ٿلتيءَ واري جنگ ۾ سندس پٽن محمود مٺڻ بہ ارغون ۽ ترخانن سان وڙهندي شهادت پاتي. ڄام نظام الدين ڪيس مبارڪ خان ۽ خان اعظم جا لقب عطا ڪيا.

**ماڳ جو نالو:** **مٺو زنگيجو دڙو**

ماڳ جو قسم: دڙو

ماڳ جو دور: 19 صدي عيسوي جي اوائل

ماڳ جو هنڌ: ديهہ مٺو زنگيجو، تپو ميرمحمد، تعلقو خيرپورناٿن شاهہ، ضلعو دادو.

ڳوٺ مٺو زنگيجو، هن ماڳ تي ٺهيل آهي. دڙو زمين جي سطح کان 8 فوٽ ڪن مٿي آهي. پکيڙ ۾ 5 ايڪڙن تي ڦهليل آهي. ماڳ بچاءَ بند کان 100 والن تي ۽ ميان نصير محمد ڪلهوڙي واري مسجد (ڳاڙهيءَ ۾) کان ٽن ڪلو ميٽرن جي پنڌ تي آهي. هتي ٺڪراڻي کان سواءِ ڪچين پٽين جي رهتن جا نشان ملن ٿا. ٺڪرائو ۽ اڏاوتن جو نمونو اسلامي دور جهڙو آهي. باقي هينئين تهن مان ڪوٺڻ سان ڪي وٿون ملي سگھن ٿيون.

**ماڳ جو نالو:** **مٺي فقير جو مقبرو**

ماڳ جو هنڌ: ڏهر مٺو فقير ڪپرو

More Books Visit : www.iqbalkalmati.blogspot.com



ماڳ جو دور: مسلم دور_ ميرن جو دور
ماڳ جي ماپ: 70 فوٽ اوچي ٽڪري تي اڏيل
احوال: وڌيڪ احوال ملي نہ سگھيو آهي.

**ماڳ جو نالو: محراب مسجد هالاڻي**
ماڳ جو قسم: مسجد
ماڳ جو دور: اسلامي/ ڪلهوڙا دور
ماڳ جو هنڌ: هالاڻي

مسجد ڏسڻ ۾ تمام وڏي اچي ٿي. پهريان چار ڏاڪا چڙهڻ لاءِ آهن. جيڪي لنگهہ واري ونگائتي دروازي وٽ پهچائين ٿا. مهاڙي سني سينگاريل آهي. دروازي وٽ ونگ 298 س_ م آهي. جيڪا متي نوڪدار ڏسجي ٿي. ونگن ۾ چوڪندا پانيل نهيل آهن. انهن پانيلن ۾ 4 . 4 انچ جو دروازو لڳل آهي. مسجد چوڪندي رٿيل آهي. مهاڙي 9 . 17 فوٽ چورس ماپ رکي ٿي. مهاڙيءَ ۾ ، تري کان وٺي متي تائين بيڙ بني وٽ ماپ اوچائيءَ ۾ 6 . 15 فوٽ اٿس. لنگهہ وارين پيتين جي ٿولھ 4 فوٽ آهي. گنبذ اڪنبو نهيل آهي. گنبذ جا پاسا گهٽو ڪري سڌا آهن. صحن ٿن حصن ۾ ورهايل آهي. جيڪو ٽن پاسن کان بند آهي. چوڌاري پيتيون ڏنل آهن. صحن 6 . 56 فوٽ ويڪرو ۽ 9 . 58 فوٽ ڊگهو آهي. جيڪو پڪين سرن سان فرشيل آهي. صحن کان پوءِ مسجد جي حجرن واري مهاڙي وٽ اچبو. انهي مهاڙي ۾ ونگون آهن. مهاڙي خوبصورت اٿس. وچ وارو حصو ٻين حصن کان وڏو آهي. جنهن جي اوچائي 6 . 31 فوٽ ۽ ويڪر 6 . 14 فوٽ آهي. پاسن وارا حصا 9 . 24 فوٽ اوچا ۽ 10 فوٽ ويڪرا اٿس. ٽنهي حصن تي ننڍڙا ڪنگرڙا ۽ ٻيون شيون سونهن لاءِ رکيل آهن. اندر مسجد ٽن حصن ۾ ورهايل آهي. متي چڙهڻ لاءِ ڏاڪڻ نهيل آهي. جنهن کي 18 ڏاڪا آهن. هي مسجد محراب خان جتوئي جيڪو ڪلهوڙن جو جرنيل هو. ان نهرائي. 1975ع ۾ مسجد هنڌان هنڌان ڏري پيئي آهي. جنهن ڪري ان جي مرمت ڪرائي وئي. ان مرمت ۾ اصل روپ ضايع ٿي ويو آهي. پر اصل اڏاوت باقي آهي.

**ماڳ جو نالو: محمد آباد**
ماڳ جو قسم: تخت گاهہ / قبرستان
ماڳ جو دور: ڪلهوڙا دور / نورمحمد ڪلهوڙو
ماڳ جو هنڌ: تعلقو مورو، ضلعو نوشهروفيروز

احوال: ميان نورمحمد ڪلهوڙو، 1681ع ۾ پيدا ٿيو، 1719ع ۾ خدا آباد ۾ يارمحمد جي وفات کان پوءِ تخت نشين ٿيو. هي ڪلهوڙن جو چوٿون حڪمران هو. هن جي وقت ۾ سنڌ جي وحدت بحال ٿي جو لاڙ واري حصي جو حڪمران بہ ميان صاحب هو. 1740ع ۾ نادرشاهہ جي حملي کان پوءِ دريا جي اوپر پاسي خدا آباد جي سامهون محمد آباد نالي شهر ٻڌايو ويو تہ جيئن وقت سر ڪم اچي. مراڊياب خان،ايران کان واپس اچڻ بعد محمد آباد (1750ع) مان ئي حڪمراني ڪئي، جيڪا 1753ع تائين جاري رهي، جڏهن ميان نورمحمد جيسلمير ۾ وفات ڪئي ۽ کيس محمد آباد ۾ آڻي (1753ع) دفن ڪيو ويو. تڏهن کان وٺي محمد آباد قبرستان ٿي ويو. جتي نورمحمد ڪلهوڙي جي مقبري کان سواءِ ميان خداداد خان ڪلهوڙو جو مقبرو، راڄي ليکي جو مقبرو(؟) پائي خان ڪلهوڙ جي رانڪ، رانڪ رشيد خان ڪلهوڙو، رانڪ ميان قبول محمد ڪلهوڙو، رانڪ ميان غلام علي ڪلهوڙو، مقبرو جلال خان ۽ صحبت خان ڏنگراچ، مقبرو قائم خان ڪورائي، مقبرو گهٽو خان ڪليري، مقبرو آڍو ٻڍو، ميان فضل علي، مائي گلان، وغيره آهن. هتي هڪ وڏي ڪچي مسجد بہ نهيل آهي، جنهن ۾ 500 ماڻهن جي نماز پڙهڻ جي گنجائش آهي.

More Books Visit : www.iqbalkalmati.blogspot.com



**ماڳ جو نالو:** **محمد بن قاسم مسجد پير پٺو**
ماڳ جو دور: 1597 (؟)/ سورهين صدي جي آخري ڏهاڪي ۾ (؟)
ماڳ جو قسم: مسجد
ماڳ جو هنڌ: ٽڪريءَ جي ڪناري پير پٺوري جي مزار جي بلڪل سامهون

هي مسجد محمد بن قاسم نالي سڏجي ٿي، پر ان تي اهڙي ڪابہ لکت ڪتبو وغيره ڪونہ آهي. اصل ۾ هتي بہ مسجدون هڪ حاطي اندر ٺهيل آهن، حاطو اوپر اولهہ 180 فوٽ ۽ ڏکڻ اتر 160 فوٽ ماپ جو آهي. پراڻي مسجد اتر پاسي آهي. ٻئي مسجدون بلڪل گڏ آهن. ائين لڳندو جڻ هڪڙي ئي دور جي هڪ ئي عمارت آهي، پر غور ڪبو تہ تعميراتي نڪتہ نگاهہ کان ٻنهي ۾ واضع فرق نظر ايندو. ٻي جوڙيل مسجد شريف انهيءَ سان محلق ڏکڻ ۾ آهي. اتر واري مسجد ۾ ٽي ونگاوان دروازا آهن. وچون دروازو جنهن کي وڏي ونگ ڏنل آهي، اهو ٻين ٻن کان وڏو آهي. ٻئي پاسي اتر واري مسجد جا لنگهہ ننڍا آهن. ڪين ونگن وٽ پانيل جوڙيل آهن. دروازو چوڪور چوڪٺ ۾ نسب ٿيل آهن. ڏکڻ واري مسجد تي ٽي گنبذ تعمير ٿيل آهن. ٻنهي مسجدن جي جوڙجڪ خضري مسجد جهڙي آهي. جيئن ان ۾ نمازي حجرو ٽن حصن ۾ ورهايل آهي، وچون حجرو وڏو ۽ بہ ننڍا حجرا آهن. وچين حجري ۾ ڪمانن سان محراب ٺهيل آهي. بلڪل ساڳي طرز هتي ملي ٿي. هتي پراڻي مسجد جو محراب ونگن سان آهي، جڏهن تہ پوئين دور جي مسجد جو محراب سادو آهي. ٻئي مسجدون جنهن جاءِ تي گڏجن ٿيون اتي ڏاڪڻ ٺهيل آهي، جيڪا مٿي ڇت ڏانهن وڃي ٿي. اتر ڏکڻ جي ڪنڊ وٽ، اڳوڻي مسجد جي حاطي جي، لنگهہ وٽ گول منارو ٺهيل آهي، جيڪو بہ ـــماڙ آهي. هيٺ اندران ڏاڪا ٺهيل آهن، جيڪي ٻي ماڙ تائين وڃن ٿا. مينار جو بنياد گچ گاري سان لنبيل آهي. ميناري جي ٻي منزل تي پلوپڙا لنبيل آهن. صفا چوٽي تي هڪ گول ابتي چٽيءَ وانگر گنبذ ٺهيل آهي. مسجد جي اندران ٻاهر وڃڻ لاءِ ونگائون دروازو نڪري ٿو. انهيءَ دروازي جي مٿان ڪاٺ جي بالڪوني ٺهيل هئي، جيڪا هاڻي ڪانهي، صرف بالڪوني جي جهلن جا نشان ملن ٿا. ايڏي وڏي مناري سان هن تر ۾ ڪابہ مسجد ڪانہ آهي. توڙي جو هاڻي زبون حاليءَ جو شڪار ٿي وئي آهي. ڪاشيءَ جون سرون لهي ويون آهن. جيڪي آهن اهي بہ لهسجي ويون آهن. هن جي جهڙي مسجد مير معصوم 1003 هجري، 1594ع ۾ سکر ۾ جوڙائي هئي.

**ماڳ جو نالو:** **محمد بن قاسم مسجد**
ماڳ جو قسم: مسجد / اڏاوت
ماڳ جو دور: 712ع
ماڳ جو هنڌ: اروڙ تعلقو روهڙي ضلعو سکر

هي سنڌوءَ جي ڪناري تي ٺهيل آهي. مسجد محمد بن قاسم جي ٺهرايل چئي وڃي ٿي، جنهن لاءِ بهرحال پڪي ثبوت جي ضرورت آهي. مسجد ڊنل حالت ۾ آهي. (1988ع) مسجد جي اتربون ۽ ڏاکڻيون پٽيون ڪجهہ سلامت آهن. ڇت ۽ ٻن اوپر ۽ اولهہ پاسن واريون پٽيون ڊهي چڪيون آهن. مسجد 40 فوٽ ڊگهي ۽ 5 . 34 فوٽ ويڪري آهي. جڏهن تہ اتر پاسي واري پٽ 8 . 18 فوٽ اوچي آهي. رهيل پٽيون پڪ سريون آهن. سرون ٻن قسمن جون استعمال ٿيل آهن. ڪي 9x9 انچ تہ ڪي 4. 9 انچ. اتر ۽ ڏکڻ وارين پٽين ۾ اجا بہ بہ ونگون سلامت آهن (مستور فاطمہ بخاري)

هن وقت اتي نئين مسجد جڙي چڪي آهي، پراڻي مسجد جا ڪي بہ نشان ڪونہ آهن. هي مسجد محترمہ مستور فاطمہ فوٽن سان Ancient sindh رسالي سال 1997ع ۾ رپورٽ ڪئي آهي.

**ماڳ جو نالو:** **مخدوم ابوالحسن جو مقبرو**
ماڳ جو قسم: اڏاوت

More Books Visit : www.iqbalkalmati.blogspot.com



ماڳ جو دور: 1165 ھ، 1751ع

ماڳ جو هنڌ: مخدوم ابوالحسن جو قبرستان_ ديھ اين_ 69، تعلقو ۽ ضلعو نواب شاھ.

هن جي اوڀر ۾ ڏيڍ ڪلو ميٽر پنڌ تي حاجي عمر سيٺار جو ڳوٺ_ هن جي اتر ۾ 300 ميٽرن تي غلام حسين ڏاهري ڳوٺ، هن جي اولهھ ۾ اڌ ڪلو ميٽر پنڌ تي دوست محمد پنهيرو ڳوٺ، نواب شاھ جو شهر هتان کان 35 ڪلو ميٽر ڏکڻ ۾ آهي. ڏکڻ ۾ ابوالحسن مائينر بہ آهي. هي ماڳ اتر ويڪرائي ڦاڪ 26°30'20" ڊگريون ۽ اوڀر ڊگهائي ڦاڪ 68°16'50" ڊگرين تي آهي. هن مقبري جي ڊيگهہ ويڪر 6.90x6.90 ميٽر ۽ اوچائي 8.50 ميٽر آهي. هن جي اڏاوت ۾ پڪيون سرون، گل، چن، ۽ سيمنٽ استعمال ڪيو ويو آهي. مقبرو چورس آهي. مقبري کي ڪاٺ جو دروازو اوپر ۾ هڪ مستطيل چوڪاٺ ذريعي ڏنل آهي. مهاڙي ۾ ٻيڙ ٻني تي چوٽي وارا (Pinnacles) بہ ڪنگرا ۽ بہ برجيون ڏنل آهن. اهڙيون بہ برجيون اولهہ پاسي بہ ٺهيل آهن. وچ مهاڙيءَ تي درجي مٿان بہ هڪ شاندار برجي ٺهيل آهي. سيني برجين تي ڪلسا ٺهيل آهن. پٽيون سيمنٽ سان لنبيل آهن. مقبري جي اٺڪندي ڳچ (Drum) تي بہ ڪنگرا اڏيل آهن. ڳچ جي مٿان گنبذ ۽ گنبذ جي مٿان ڪلسو بيٺل آهي. اندر هڪ چورس حجرو آهي، جنهن جي پٽين تي طاقي ونگن سان (Recessed Arch) پانيل ٺهيل آهن. اتر ۽ ڏکڻ ۾ دريون آهن. اولهہ ۾ محراب وانگر هڪ جارو ٺهيل آهي. هرهڪ پٽ ۾ 7 مستطيل پانيل ٺاهيا ويا آهن. اندر ڪٽهڙي ۾ ٽي قبرون آهن. ڪٽهڙو سيمنٽ جو ٺهيل آهي. اندر گهاٽو ڳاڙهو روغن ٿيل آهي. ابوالحسن ڏاهري سن 1073 ھ (1661ع) ۾ ڄائو ۽ 1665ھ (1751ع) وفات ڪئي. ابوالحس پهريون ماڻهو هو جنهن سنڌي الفابيٽ ٺاهي. هي وقت جو وڏو شاعر هو. هن وقت مقبرو سٺي حالت ۾ آهي، چوتہ مقامي ماڻهو هن جي مرمت ڪرائيندا رهن ٿا.

**ماڳ جو نالو: مخدوم بلاول پل**

ماڳ جو قسم: پُل

ماڳ جو دور: ويهين صدي

ماڳ جو هنڌ: موري کان 6 ڪلو ميٽر ۽ دادوءَ شهر کان 9 ڪلو ميٽر

هن جاءِ تي پهريان ٻيڙين جي پل هوندي هئي ۽ پوءِ هڪ اسٽيمر رکيو ويو. ماڻهو ۽ جانور انهيءَ اسٽيمر تي چاڙهي ٽپايا ويندا هئا. پر پُٺي صاحب جي دور ۾ هن پل جو ڪم هڪ جرمن فرم کي ڏنو ويو ۽ 1980ع ڌاري ضياءُ الحق صدر پاڪستان هن جو افتتاح ڪيو. هن پل جي ٺهڻ ڪري وچين سنڌ ۾ رابطو پيدا ٿيو ۽ دادو، نوشهرو ۽ نوابشاھ ضلعا پاڻ ۾ ڳنڍجي ويا. هيءَ پل 3950 فوٽ ڊگهي ۽ 368 فوٽ ويڪري آهي. هن جي مٿان ٺهيل ڏامر جو رستو 28 فوٽ ويڪرو آهي، ٻنهي پاسي فوٽ پاٿ 3، 6 ويڪر ۽ 9.0 فوٽ اوچو آهي. هن پل کي ڪل 30 اسپان (span) ڏنل آهن. هر اسپان 223.4 فوٽ وڏو آهي. دريائي پيٽ ۾ پاوا 151 فوٽ اندر لٽل آهن. پاون جو گهيرو 14 فوٽ آهي. هتي چوڌهن لک ڪيوسڪ پاڻيءَ جو وهڪرو لنگهي سگهي ٿو.

**ماڳ جو نالو: مخدوم بلاولي مزار**

ماڳ جو قسم: اڏاوت / قبر

ماڳ جو دور: 1031ھ/ اسلامي دور

ماڳ جو هنڌ: بلاولي قبرستان جيڪو سڪرنڊ کان پنج ميل اوڀر طرف ڪڏهر روڊ سان مين روهڙي ڪئنال جي ڪنڌيءَ تي ڳوٺ ملو ساند.

احوال: بلاولي قبرستان جي وچ تي قبر ڊيگهہ ۾ اٺ فوٽ ۽ ويڪر ۾ چار فوٽ کن ٿيندي، قبر پڪي آهي. ڪتبو: الله اڪبر وفات مخدوم ساند في التاريخ شهر مبارڪ 19 رجب 1031 ھ.

More Books Visit : www.iqbalkalmati.blogspot.com



ممڪن آهي ته قبرستان اجا به قديمي هجي. سنڌس قبر جي ٻاهران پڪين ۽ ٿلهين سرن ساڻ چوديواري ڏنل آهي. پر مٿان ڪجهه اڏيل ڪونه آهي.

**ماڳ جو نالو:** **مخدوم بلاول مسجد**

ماڳ جو دور: 1345 هه

ماڳ جو قسم: مسجد

ماڳ جو هنڌ: ديهه ٽپو باغبان، تعلقو دادو، ضلعو دادو

مسجد ڪي 6 خاص اهڃاڻ آهن. وڏي پاٿيءَ جي ٽانڪي اوپر ۾ -2 مسجد جو وڏو صحن 3- مسجد جو شاهي دروازو 4- مسجد جي ٻاهرين پٽ. 5- خود مسجد 6- مسافرخانو ۽ مڪتب. هي مسجد وارهه جي رهاڪو زميندار محبوب علي خان وڳڻ 1345 هه ۾ ٺهرائي، جنهن تي ان وقت هڪ لک روپيا خرچ ٿيو. دروازو ته- ونگون اڱڻ جي اڳيان ٺهيل آهي. اڳيان پيل پاون سان وراندو ٺهيل آهي. مسجد جي مهاڙي ته ونگائين آهي. ڏاڪڻ ڇتيل آهي. مسجد تي اعليٰ درجي جو ڪاشيءَ جو ڪم ۽ ڇٽ نڪتل آهن. مخدوم بلاول ذات جو سمو هو. ارغونن، سنڌي عوام سان سچائي ۽ قوم پرستيءَ جي ڪري ڪيس شهيد ڪرائي ڇڏيو. هي مسجد پوءِ جي ٺهيل آهي.

**ماڳ جو نالو:** **مخدوم محمد يوسف جو مقبرو**

ماڳ جو قسم: مقبرو

ماڳ جو دور: 1265 هه

ماڳ جو هنڌ: ڳوٺ خيري- ديهه جمال ڪيريو، تعلقو سڪرنڊ ضلعو نوابشاهه. هن جي اتر ڏکڻ ۾ مغيري ڳوٺ، هن جي اولهه پاسي اٽڪل ٻن ڪلو ميٽرن تي لاکو آباد ۽ سڪرنڊ جو شهر هڪ ۽ 11 ڪلو ميٽرن جي پنڌ تي ڏکڻ ۾ آهن. نوابشاهه جو شهر مقبري ڪان اتر ۾ 8 ڪلو ميٽرن جي پنڌ تي آهي. هي ماڳ اتر ويڪرائي ڦاڪ 26° 10' 55" ڊگريون ۽ اوپر ڊگهائي ڦاڪ 68° 21' 50" ڊگرين تي آهي. اڏاوت ۾ گل، چن، گارو ۽ ڪاشيءَ جون سرون استعمال ٿيل آهن. مقبري جو لنگهه هڪ نوڪدار ڪمان وارو دَرُ، جيڪو اوپر طرف آهي، اهو هاٺي مستطيل فريم ۾ تبديل ٿي چڪو آهي. ڪٽن وارا ونگاوان پانيل دروازي جي مٿان آهي. چارئي پاسا مستطيل ۽ ونگاون پانيلن سان سينگاريل آهن. ٻيڙ- ٻني جي مٿان ڪنگرا ٺهيل آهن، جن تي برجيون پويان ۽ اڳيان ٺهيل آهن. مهاڙي وٽ چار برجيون ۽ پويان 2 برجيون اٿس. اڌ گول گنبذ، جنهن تي ابتو ڪَنول جو گل ٺهيل. ان جي مٿان ڪاشيءَ جو ڪلسو ٺهيل آهي. اهو اڌ گول گنبذ اٺڪنڊي ڳچَ (Drum) جي مٿان ٺهيل آهي. گنبذ جو نمونو جامع مسجد جونپور هندوستان واري نموني جو ٺهيل آهي، جيڪو 1470ع ۾ ٺاهيو ويو هو. مقبرو سڄو ئي چن سان لنبيل آهي. اندر، حجرو گل بوٽن ۽ مهندسي چٽن سان چٽيل آهي. پٽين ۽ گنبذ ڪي اندران سڪو ڇٽ آهي. اندر ٽي جارا (Niches) اتر طرف، ڏکڻ طرف ۽ اوپر طرف ٺهيل آهن، جڏهن ته 4 ڪنڊ- جوڙون (squinches) ونگون ڪنڊن ۾ ٺهيل آهن. ڪنڊ- جوڙ ٺاهڻ سان مقبرو اٺڪنڊو ٿي بيهي ٿو، جنهن جي مٿان اٺڪنڊو ڳچ ٺهيل ۽ ان جي مٿان گنبذ ٺهيل آهي. ڳچ وٽ اٺ خصي ونگون ۽ اٺ روشن دان ٺهيل آهن. اندر اٺ قبرون آهن، جيڪا هڪ ڪاٺ جي ڪٺهڙي ۾ بند آهي، سا بزرگ محمد يوسف جي قبر آهي. هن وقت مقبرو سني حالت ۾ آهي. پر گنبذ ٻاهران سني حالت ۾ ڪونه آهي. مقبري جي ڊيگهه 8.70 ميٽر ويڪر 8.70 ميٽر ۽ اوچائي 10 ميٽر آهي.

**ماڳ جو نالو:** **مخدوم نوح جو مقبرو**

ماڳ جو قسم: مقبرو

More Books Visit : www.iqbalkalmati.blogspot.com



ماڳ جو هنڌ: هالا
ماڳ جو دور: 1205 هه.
ماپ: 30x30 فوٽ
احوال: مخدوم نوح، هاٽوڪن هالا وارن مخدومن جو وڏو آهي، جيڪو پهريائين بوبڪن ۾ اچي ويٺو ۽ پوءِ هالن ڏانهن لڏي ويو. مخدوم جعفر سندس ويجهو مائٽ ٿئي. پاڻ مخدوم بلاول جو همعصر هو. مهدي جونپوري جي اثر هيٺ آيو هو. پر چون ٿا ته مخدوم جعفر ان تحريڪ ۾ وڃڻ کان ڪيس جهليو هو. پاڻ وڏو عالم، علم تفسر جو ڄاڻو ۽ اڪابر هو. مقبري جي اڏاوت بعد جي آهي.

**ماڳ جو نالو: مخدومن جي مسجد**
ماڳ جو قسم: مسجد اڏاوت
ماڳ جو دور: 1222 هجري
ماڳ جي ماپ: 36/2x20 فوٽ
احوال: هالن ۾ هيءَ مسجد 1222 هجريءَ ۾ مير ڪرم علي خان ٽالپر جوڙائي. هي مسجد مخدوم نوح جي مقبري جي ڏکڻ ۾ آهي.

**ماڳ جو نالو: مقبرو مخدوم محمد اسماعيل سومرو**
ماڳ جو قسم: اڏاوت_ مقبرو
ماڳ جو هنڌ: اگهم ڪوٽ قبرستان ماتلي، ٽنڊو غلام علي روڊ کان 3 فرلانگ اولهه
ماڳ جو دور: سمن جي اوسر
احوال: مقبرو خسته حالت ۾ آهي. مقبرو 27x27 ٻاهران ٻاهر آهي. ان دور جي تعمير جو بهترين نمونو هوندو جو اهڃاڻ ڏسين ٿا. اڳيان صدر دروازو آهي، جنهن تي گنبذ ٺهيل آهي. ان دروازي جي مهاڙي تي بزرگ جي تاريخ وفات 996 هجري لکيل آهي. پاڻ مخدوم نوح جا همعصر هئا. صدر دروازي کان اڳتي وڃڻ لاءِ گذرگاهه آهي، جيڪا ڊيگهه ۾ 80 . 90 فوٽ ٿيندي. ان جي چيڙي تي شهه ونگ ٺهيل هئي، جيڪا ڊهي وئي آهي. سندس فرزندن مخدوم حامد الله ۽ مخدوم يحيٰ جون تربتون به هڪ مقبري سان ملحق آهن.

**ماڳ جو نالو: مڏا ڳڙهه**
ماڳ جو قسم: دڙو
ماڳ جو دور: قبل از تاريخ/ هڙاپا ڪلچر
ماڳ جو هنڌ: اوپر 30" 48' 27° ۽ ڏکڻ 30" 47' 69° سکر.
احوال: مٺاچري تان چقمقي پٿر ۽ اهڙو ٺڪراٺو لڌو آهي، جنهن کي هڙاپا واري ٺڪراڻي سان ڀيٽي سگهجي ٿو. هن مان معلوم ٿئي ٿو ته سنڌو تهذيب رڻ ڪڇ تائين ڦهليل آهي. ماڳ 815x657 فوٽ ڊيگهه ويڪر ۽ زمين جي مٺاچري کان 37 فوٽ اوچو آهي.

**ماڳ جو نالو: مراد ياب خان ڪلهوڙي جو مقبرو**
ماڳ جو دور: ڪلهوڙن جي صاحبي
ماڳ جو قسم: اڏاوت/ تجر
ماڳ جو هنڌ: ميان يارمحمد جي مقبري لڳ خدا آباد وارو مقام، ضلعو دادو

More Books Visit : www.iqbalkalmati.blogspot.com



هي تجر وانگر مقبرو ميان مرادياب خان جو آهي، جيڪو ميان نورمحمد ڪلهوڙي جو تمام پيارو پٽ هو، جيڪو پنهنجي طور ڪلهوڙن جي حڪمراني دوران وڏو اثر رکندر هو. هن سنڌ تي تقريباً ٽي سال حڪومت ڪئي. (باقي تاريخ ڪلهوڙا دور ۾ پڙهندا) تجر اتر کان ڏکڻ ٻاهران ٻاهر 859 س۔ م ۽ اندران اندر 470 س۔ م ويڪري آهي. ان کي ونگن سان دروازو يا لنگهه 168 س۔ م اوچو ۽ 105 س۔ م ويڪرو ڏنل آهي. تجر جي اوچائي برجين کي چڏي 364 س۔ م، ان ۾ حاشيه 30 س۔ م شامل آهي. وچ تي ٿهيل ٿلهو 308 س۔ م وڏو ۽ 174 س۔ م ويڪرو ۽ 45 س۔ م اوچو آهي. اتر ڏکڻ ۽ اولهه ۾ دريون آهن، جن کي امريا (latticed) ڏنل آهن. مٿان محرابي ڇت ٺهيل آهي. لنگهه وارو دروازو ونگن سان آهي. محرابي ڇت کي ڪلسو ڏنل آهي. هي اڏاوت چڱي حالت ۾ آهي.

**ماڳ جو نالو:** **مرزا سليمان جو مقبرو**

ماڳ جو دور: اسلامي دور/ 1557 ع

ماڳ جو هنڌ: مڪلي، ضلعو ٺٽو

ماڳ جو قسم: مقبرو

احوال: هن مقبري جي ماپ 94.7 x 68.4 فوٽ آهي، جيڪو هڪ ٿلهي تي اڏيل آهي. ٿلهو زميني سنوت کان 4 فوٽ کن مٿي ٿيندو، سڄو پٿرائون آهي. مُهاڙي ۾ دروازي تي اڪر جو پلو ڪم ٿيل آهي، ٻيو دروازو ڏکڻ ۾ اٿس. محراب اولاهين پاسي جيڪو اڻ سينگاريل آهي. صرف محراب سان گڏ ننڍا پيل پاوا سنڌي نموني جي اُڪر سان سينگاريل آهن. وچين احاطي ۾ هڪ ٿلهو 48.10x36.4 ماپ جو ٺهيل آهي، جيڪو مٿاڇري کان ساڍا چار فوٽ اوچو آهي، جنهن کي ڏکڻ ۾ ڏاڪا ٺهيل آهن. انهيءَ ٿلهي تي تيرنهن پٿر جون قبرون ٺهيل آهن. انهن ۾ هڪ قبر وڏي تاج سان آهي، جنهن تي عربيءَ ۾ ڪتبو لکيل آهي، جيڪا مرزا سلمان بن عيسيٰ خان اول جي آهي، جنهن سال 964 هجري، 1557 ع ۾ وفات ڪئي. باقي ٻارنهن قبرون به هن قبر جهڙيون آهن، صرف انهن جي مٿان تاج ڪونہ آهي. (داني) مڪلي نامي ۾ مرزا سليمان مرزا عيسيٰ ترخان جو چوٿون نمبر پٽ ڄاڻايل آهي.

**ماڳ جو نالو:** **مرزا مغل بيگ بن مرزا جان بيگ جي مزار**

ماڳ جو قسم: مزار

ماڳ جو دور: 1713 ع

احوال: مرزا مغل بيگ سنڌ جي سدا حيات شاعر شاهه عبداللطيف ڀٽائيءَ جو سهرو هو. مرزا ڪوٽڙي ڪبير جو رهندڙ هو. دل قوم جي ڌاڙيلن هٿان مارجي ويو. توڙکي جو قبرستان مرزا مغل جو خانداني قبرستان هو. ڪيس ابوالقاسم جي پرسان دفنايو ويو. مزار پيلي رنگ جي خوبصورت چٽساليءَ سان آهي. مزار جي ٿنهي پاسن کان آيت ”تبارک الذي“ نفيس خط ۾ لکيل آهي. ان کان سواءِ سندس قبر جي ڏاڪڻي پاسي لڳل ڪتبو هي آهي.

روز جمع بتاريخ بيست و چهارم صفر

مرزا بيگ مرحوم ابن مرزا جان بيگ ارغون

وفات يافت 1124 هجري

**ماڳ جو نالو:** **مرزا باقي بيگ جو احاطو (قبر)**

ماڳ جو قسم: اڏاوت

ماڳ جو دور: اسلامي/ ترخان دور/ 1585 ع

ماڳ جو هنڌ: عبدالله شاهه اصحابي جي مزار جي ڏکڻ ۾، مڪلي ضلعو ٺٽو

احوال: مرزا باقي بيگ جو مدفن هڪ احاطي اندر آهي، جيڪو اتر۔ کان ڏکڻ 138 فوٽ ۽ اوپر کان اولهه

More Books Visit : www.iqbalkalmati.blogspot.com



130 فوٽ ماپ جي هڪ پٿرائين پٽ سان آهي، جنهن کي ڏکڻ ۾ لنگهه آهي. انهيءَ وڏي پٽ کي به محراب اولهه طرف جڙيل آهن. انهي وڏي احاطي ۾ ڪجهه ننڍا احاطا به آهن. هڪ ٿلهو جيڪو 1/2_25.7x1/2_25.5 فوٽن جو آهي، ان ۾ باقي جي قبر جاٽائي وجي ٿي. اهو پليٽ فارم زمين کان چار فوٽ مٿي آهي. چڙهڻ لاءِ ڏاڪا نهيل اٿس. ٿلهي کي چوڌاري پٽ ڏنل آهي. مٿان ڪتبو لکيل اٿس، جنهن تي وفات جي تاريخ اربع 8 شوال 1585ع لکيل آهي. اصل ۾ هي وڏو مقام آهي، جيڪو ڇئن حصن ۾ ورهايل آهي، جنهن ۾ هڪ حصو زناني قبرستان جو آهي. وچ ۾ چوديواريون به ڏنل آهن. زناني قبرستان ۾ جيڪو ان حاطي جي ڏکڻ ۾ آهي، ان ۾ "ماهه بيگم" جي قبر به آهي، جيڪا عيسيٰ خان اول جي گهرواري هئي.

هن وقت ڪوبه ڪتبو وغيره لڳل ڪونه آهي. مقبرو آثار قديمه حڪومت پاڪستان جي نگراني هيٺ آهن. باقي بيگ جي گورنري جو دور 1566ع کان 1584ع تائين آهي. پاڻ تاريخ ۾َ هڪ ظالم حڪمران جي حيثيت ۾ ڄاتو وڃي ٿو. پاڻ عيسيٰ خان اول جو پٽ هو. مرزا شاهه رخ جيڪو سندس پٽ هو، ان جي مرڻ کان پوءِ مرزا باقي چريو ٿي پيو ۽ خودڪشي ڪري ڇڏيائين.

**ماڳ جو نالو:** **مرزا صالح ترخان جو مقبرو (رانڪ)**

ماڳ جو قسم: مقبرو / اڏاوت

ماڳ جو دور: ترخان دور

ماڳ جو هنڌ: مڪلي، ضلعو ٺٽو

احوال: هي مقبرو عيسيٰ خان اول ۽ باقي بيگ ترخان جي مقبرن جي وچ تي ۽ عبدالله شاهه اصحابيءَ جي مزار جي اوڀر ۾ آهي. هي مقبرو 72x61.7 فوٽن جو آهي. هڪ ٿلهي تي نهيل آهي. اولهه واري پٽ ۾ محراب اٿس. وچ ۾ وري هڪ ٿلهو 44.5x29.0 فوٽ جو آهي، جنهن تي وري هڪ ٿلهو 44.5x20.00 فوٽن جو آهي، جنهن تي مر هيات جي قبر نهيل آهي. ان ٿلهي تي ڪل ٿي قبرون آهن. جن مان وچين قبر مرزا صالح ترخان جي آهي. مٿان ڪتبو اٿس، جنهن تي وفات جي تاريخ 970 هه، 1565ع لکيل آهي. مرزا کي انهيءَ سال قتل ڪيو ويو هو، تڏهن مرزا عيسيٰ خان حيات هو. پير ۾ مرزا امير زاهد محمد خان جي قبر آهي، جيڪو 1559ع ۾ وفات ڪري ويو هو. مرزا صالح جي سراندي ۽ پيراندي کان سنگ يادگار نهيل آهن. (داني) مرزا صالح کي سندس پيءُ عيسيٰ خان اول جي حياتيءَ ۾ ئي شاهجهان امير جو مصنب عطا ڪيو هو. پاڻ عيسيٰ خان جو ٻيو نمبر پٽ هو. مرزا کي ٻهريون پٽ به صالح هو ان جي وفات کان پوءِ هن پٽ تي ساڳو نالو رکيائين. مرزا کي ٻهريون منصب 1052 هجريءَ ۾ هڪ هزاري منصب جي شاهجهان وٽان مليو. 1061 هجريءَ ۾ سورٺ ۾ فوجدار مقرر ٿيو. 1065 ۾ عيسيٰ خان اول جو جانشين يعني ٺٽي جو گورنر مقرر ٿيو. مرزا صالح جي وفات جو مذڪور ڪنهن به ڪتاب ۾ ڪونهي.

**ماڳ جو نالو:** **ميرزا عيسيٰ جي رانڪ**

ماڳ جو قسم: مقبرو/ اڏاوت

ماڳ جو دور: 1038 هجريءَ ۾ بنياد رکيو ويو، 18 سال ڪم هليو.

ماڳ جو هنڌ: جان بابا جي مقبري جي ويجهو، مڪلي ضلعو ٺٽو

احوال: هي ستر فوٽ چورس مقبرو آهي. 1627ع کان هن مقبري جو ڪم عيسيٰ خان ترخان شروع ڪرايو جيڪو 1644ع تائين هلندو رهيو. هي به ماڙ مقبرو، جنهن جو خرچ "موزه نورائي" مان هلندو هو، موزه نورائيءَ جي آمدني هن مقبري تي خرچ ڪرڻ لاءِ رکي وئي هئي. جهانگير جي وقت پاڻ ٺٽي جو نواب مقرر ٿيو هو. هي واحد به ماڙ مقبرو آهي، جيڪو روضي جو ڏيک ڏئي ٿو. مک لنگهه اوڀر طرف اٿس_ اولهه ۾ محراب اٿس. مقبري جي ٻاهران با غ آهي، جيئن تاج محل، همايون وغيره جي مقبري ۾ آهي. بعد ۾ انهيءَ با غ واري ايراضيءَ کي قبرستان لاءِ استعمال ڪيو ويو آهي. اندر اتر_ اولهه ۽ ڏکڻ اولهه ڪندن تي به ٿلهن تي قبرون آهن. مقبرو هڪ وڏي ٿلهي تي نهيل آهي، جنهن کي چڙهڻ لاءِ ٽي پوڙيون آهن. مقبري کي چوڌاري پيل پاوا آهن. جيڪي ڳٽبا ته چاليهه آهن. انهن پيل پاون تي سڄي مقبري جو زور آهي. مقبري جون ٻاهريون پٽيون نقش ٿيل

More Books Visit : www.iqbalkalmati.blogspot.com



آهن. پٿين جي اندران بہ نقش اڪريل آهي. هن مقبري جو پٿر جهوناڳڙھ مان آندو ويو آهي. جيڪو پيلي رنگ جو آهي. ان تي قرآن شريف جون آيتون ۽ فارسيءَ جا شعر اڪريل آهن. پرسان سندس خاندان جي عورتن جون قبرون آهن.

شاھ حسن 12 ربيع الاول 962 هجريءَ ۾ بنا اولاد جي مري ويو. جنهن ڪري سنڌ کي ارغونن جي ٻن اميرن پاڻ ۾ ورهائي ڪنيو. اپر سنڌ تي سلطان محمود ڪوڪلتاش قبضو ڪيو ۽ لوئر سنڌ ميرزا عيسيٰ جي تسلط هيٺ آئي. عمارت مڪمل ٿيڻ کان اڳ پاڻ وفات (1062هجري) ڪري ويو. هي عمارت گجراتي – هندو مسلم فنِ تعمير جو بهترين عڪس آهي. مٿس اڪر جو ڪم عاليشان آهي.

**ماڳ جو نالو:** **مسجد قائم شاھ پير**
ماڳ جو هنڌ: بڪيراٽي
ماڳ جو دور: 1274 هجري
ماپ: 30x48 فوٽ
احوال: مسجد جي ٻاهران توڙي اندران عربيءَ ۾ مختلف عبارتون خط نستعليق ۾ لکيل آهن. چوڌاري ڪمپائونڊ وال ڏنل هئي، جنهن جا آثار اولهہ پاسي ملن ٿا. مسجد رٽ ۾ چورس آهي. هرسال مسجد جي مرمت ٿي رهي آهي جنهن ڪري اصل آثار ميسارجي ويا آهن. لنگهہ اوڀر ۾ ڏنل اٿس.

**ماڳ جو نالو:** **مسڻ وارا مندر**
ماڳ جو قسم: اڏاوت/ مندر
ماڳ جو دور: 19 صدي عيسويءَ جي پڇاڙيءَ کان 20 صدي عيسويءَ جي شروعات تائين
ماڳ جو هنڌ: ڳوٺ لقمان_ خيرپورميرس

مساڻ /مسڻ سنڌيءَ ۾ مُردن ساڙڻ واري هنڌ کي چئبو آهي، يعني اهي مندر جيڪي ڪريا ڪرم واري جاءِ تي هجن. هنن مندرن جي خرچ لاءِ سوين ايڪڙ زرعي زمين بخشش طور ڏنل آهي. هي مندر عدد ۾ چار آهن؛ جيڪي سک مذهب وارن سان تعلق رکن ٿا. سکن جي مندرن مٿان گنبذ نهيل هوندو آهي، جڏهن تہ هندو مذهب جي مندرن مٿان شڪارو نهيل هوندو آهي. هن وقت هي مندر تمام خراب حالت ۾ آهن. اسان هي مندر سال 1995_ 1996ع ۾ ڏٺا هئا. هتي هندو جاتي سج لهڻ ويل وڏي تعداد ۾ پوڄا پاٺ لاءِ ايندا آهن. ڪجهہ سال اڳ تائين هتي ميلو بہ لڳندو هو. عجيب ڳالهہ آهي جو هن ميلي کي "شو" جو ميلو ڪري سڏيو ويندو هو، جڏهن تہ هت هندو مندر هڪ آهي. باقي سکن جا. سک ڌرمي اڏاوتن جو خاص انگ گردوارا، سماڌيون، درٻارون، وڌاڙا (Projection) ڇڄهريون (eaves) ڪماندار ورانڊا، ٻاهر نڪتل دريون (oriels) حاطي_ ڪمرا، گول گنبذ ۽ ڇٽيون آهن. سڄي پاڪستان ۾ 130 سکن جي اڏاوتن جو ذڪر هڪ ڪتاب نالي اولهہ پاڪستان ۾ سکن جا مندر" جي نالي سان 1962ع ۾ لکيو ويو هو، جنهن ۾ ڄاڻايل آهي تہ سنڌ ۾ بہ سکن جا اٺ مندر آهن، جن مان روهڙي ۾ ہ، ٿي جهڏي ۾ هڪ ٽنڊي جان محمد، هڪ ڏگڙي ۾، هڪ ننگرپارڪر يا شايد ميرپورخاص ۾ ڄاڻايل هئا ۽ انهن لاءِ بہ فرض ڪيو ويو هو تہ اهي ايتر سٺا نهيل ڪونہ آهن جو انهن جو احوال تفصيل سان ڏجي. سکن جا گردوارا گهڻ ڪما آهن. اهي عبادت ۽ سماجي ڪمن لاءِ ساڳئي وقت ڪم اچن ٿا. انهن جي اڏاوت عام عمارتن جهڙي بہ آهي. هتي ذڪر ڪيل مندر لقمان ڳوٺ ضلعي خيرپورميرس کان هڪ ڪلو ميٽر اولهہ ۾ آهن؛ جن جي چوڌاري زرعي زمين آهي. ڏاڪڻين ميڙ جي اولهہ ۾ اٽڪل 40 فوٽن جي فاصلي تي هڪ پڪ سرائون کوھ آهي، جنهن جي پڳ جي هڪ پاسي (Free Arch) نهيل آهي. کوھ بہ ساڳي وقت جو نهيل ٿو ڏسجي، هن جو پاڻي هن وقت واپرائڻ لائق ڪونہ آهي. هنن مندر ۾ اندر ڪن چٽيل تصويرن تي انهن جا نالا بہ ڪنهن ٻوليءَ ۾ لکيل آهن. ۽ ٻيون ڪم جون لکتون بہ سالم آهن. پر ٻوليءَ جي ڄاڻ نہ هئڻ ڪري في الحال پڙهجي نہ سگهيا آهن. جيڪڏهن اهي پڙهجي

More Books Visit : www.iqbalkalmati.blogspot.com



وجن ته سنڌ ۾ سکن جي تاريخ سمجهڻ ۾ چڱي مدد ملندي. سک _ پنٿي 18 صدي عيسويءَ تائين مذهبي توڙي سياسي طور ڏولي ۾ رهيا ۽ اوڻهين صدي عيسويءَ جي آخر ۽ ويهين صدي عيسويءَ جي شروعات ۾ ڪجھ ٽانڪا ٽيا ۽ اڏاوتون ڪيون. مندر سادا ۽ ننڍا آهن. گرونانڪ مسلمان صوفين ۽ هندو پڳتي وارن جي خيالن کي ملائي، هي مذهب جوڙيو، جنهن ڪري سنڌن آرٽ مان به هندو_ مسلم ثقافت اجاگر ٿئي ٿي. سنڌ ۾ ٻيا به سکن جا گردوارا آهن، جيئن هالاڻي وارو مندر، يا ننڍي ۾ "سريچند جي دربار" جيڪا فقير جي ڳوٺ ۾ آهي. سريچند صاحب، گرونانڪ جو فرزند هو. مرزا باقي جي وقت ۾ سنڌ ۾ آيو ۽ انهيءَ جاءِ تي تپسيا ڪيائين. هن جي پوئلڳ کي "اداسي" چون ٿا. اداسين جي هن مندر جهڙو سڄي هندستان ۾ ڪوبه ٻيو مندر ڪونه آهي. سڄيءَ دنيا جا اداسي پوڄاپاٺ لاءِ هتي ايندا آهن. سڄي سنڌ ۾ اداسي رهن ٿا جي بنيادي طور هندو آهن.

**مندرنمبر** _1: هي مندر رٽ ۾ چورس آهي، جنهن جي ڊيگهه ويڪر 13x13.10 فوٽ آهي. اندران اندر ماپ 10.2x10.6 آهي. پيتيون 45 س_ م ٿلهيون آهن. مندر کي دروازو اولهه تي ونگ سان آهي. اندر پيتين تي تراڪڙيون طاقي_ ونگون (Recessed Arches) ٺهيل آهن، جيڪي ويڪر ۾ 130 س_ م کان 134 س_ م آهي. چورس ڪمرو ڪنڊن تي ڪنڊ جوڙن (squinches) ناهي، انڪنڊي ۾ تبديل ڪيو ويو آهي، فرش کان 278 س_ م مٿي طاقي_ ونگ جي مٿان ڪانس (Cornice) ٺهيل آهي. ڪانس جي مٿان 12.10 فوٽن تي ڪنڊ جوڙ (squinch) ڏنل آهي، جيڪا چوٽيءَ تائين وڃي ٿي. گنبذ، فرش کان 458 س_ م مٿي ٺهيل آهي. گنبذ جون پيتيون فرش کان 5 . 22 فوٽ مٿي آهن، جن ۾ پڪيون سرون _11x5 1/2_1/2x2 انچن جون استعمال ٿيل آهن. اندر ڪمري ۾ آلو چٽ (Fresco Painting) گل ٻوٽا، مُهندسي ڊارون ۽ انساني شڪليون ٺهيل آهن. هر ڪنڊ جوڙ وٽ هڪ ماڻهو ڊگهي ڏاڙهي ۽ پٽڪي سان قالين تي ويٺل ڏيکاريو ويو آهي، جيڪو تپسيا ۾ مصروف آهي. ڪنڊ جوڙ وٽ ٺهيل پانيلن تي اهڙيون تصويرون آهن، ڪن ۾ ڪو شخص تپسيا پيو ڪري ۽ ٻيو بيٺل آهي. مندر جو گنبذ چٽيل آهي، ڪوبه ذرو ڇڏيل ڪونه آهي. چٽ گنبذائين آهي، جيڪا گول (Bulbous) نموني جي آهي، جيڪا پڻ ٻاهران چٽيل آهي. گنبذ جي ڳچ وٽ ٻٽي ڪانس (Double cornice) ڏنل آهي، جنهن تي 20 پاسيريون (Ribs) ٺهيل آهن. انهن جي وچ تي نانگ جي ڪل جهڙا چٽ نڪتل آهن. گنبذ جي مٿان ابتو ڪنول گل، ان مان بونبي نما (Knobby) ڪلس ڦٽي نڪري ٿي. ٻاهرئين پاسي 13 پانيل ڏنل آهن، جيڪي خوبصورتيءَ سان منقش (Painted) آهن.

**مندر نمبر** _2: اهو مندر اڏاوت ۾ پهرين مندر جهڙو آهي. چٽسالي به ساڳي نموني جي ٿيل اٿس. هي چورس نموني جو، هڪ پاسي 13.11 فوٽ ۽ ٻيي پاسي 10.6 فوٽ آهي. پيتيون 45 س_ م ٿلهيون آهن. مڪعب نموني جي ڪمري ۾ 103 س_ م ويڪريون ٽي عدد طاقي_ ونگون (Recessed Arches) هرهڪ پٽ تي 200 س_ م تائين مٿي وڃن ٿيون. اولهه واري پٽ ۾ هڪ ونگ ڏئي دروازو ناهيو ويو آهي. ڪانس (Cornice) جنهن تي ڪنڊ_ جوڙن (squinches) ناهيل آهن سي 222 س_ م فرش کان مٿي آهن. سڄو ڪمرو انساني، حيواني، گل ٻوٽن وغيره سان چٽيل آهي. هر ڪنڊ تي مردن توڙي زالن جون شڪليون ٺهيل آهن. اهي جڻ تپسيا ۾ مصروف آهن. پس پرده جهنگ جو منظر چٽيل آهي. هر ماڻهوءَ جي تصوير جي هيٺان نالو لکيل آهي. ٻوليءَ جي اڻ ڄاڻائيءَ سبب لکت پڙهي نٿي سگهجي. اندر راسيون (Cusps) ۽ آلو چٽ (Fresco) گهٽو چٽيل آهي. ائين جيئن مندر نمبر_1 ۾ لکي آيا آهيون.

**مندر نمبر**_3: هي مندر، مندر نمبر ٻئي جي پرسان آهي. اڏاوت چورس آهي، ٻاهران ٻاهر 13.00x13.9 فوٽ ۽ اندران اندر 10x10 فوٽن جي ماپ جو آهي. گنبذ غلط اڏاوت جي ڪري، ڪري پيو آهي. هن جو نمونو ساڳيو ٻين جهڙي اندر پيتين تي 4.7 فوٽ ويڪرا ۽ 7.6 فوٽ ڊگها پانيل ٺهيل آهن. اهي پانيل ٽنهي پيتين جي وچ تي ناهيا ويا آهن. اهي پانيل ٻين مندرن جي پانيلن کان ڪجھ ننڍا آهن. اهي چٽيل آهن. انهن تي چوڏاري راس ونگون ٺهيل آهن ۽ هڪ بزرگ ماڻهوءَ کي وڏي طول وهاڻي تي ٽيڪ ڏئي ويٺل ڏيکاريل آهي. ملازم پرسان حڪم جو منتظر ڏيکاريو ويو آهي. ان ويٺل بزرگ جو نالو (؟)

More Books Visit : www.iqbalkalmati.blogspot.com



سندس مٿي جي مٿان يا ڪلهي وٽ لڪيل آهي. (جيڪو پڙهڻ ۾ نٿو اچي) ڪمري ۾ 9 فوٽن جي اوچائيءَ تي ڪانس (Cornice) ٺهيل آهي. هيٺ فرش اکڙيل ۽ خراب هو. اسان جڏهن هن جو معائنو ڪيو ته گنبذ جو ملبو فرش تي پکڙيل هو. هڪ ہي ڪانس، جيڪا چٽيل ڪانس جي مٿان ٺهيل آهي، اها ڪل 400 س_ م فرش کان مٿي ٺهيل آهي. ڪمري جي ديوارن جون پٽيون اٽڪل 48 س_ م ٿلهيون آهن. سيني پٽين جي وچ تي ٻاهران 7 فوٽ اوچا ۽ 133 س_ م ويڪرا مستطيل ڪڙ (Reccess) ٺهيل آهن. اتي بہ هڪ مستطيل پانيل ٺهيل آهي. انهيءَ وچين پانيل جي مٿان، سڄي پٽ جي چواڌري پنج مستطيل پانيل ڏنل آهن. ٿنڀ (Pillar) وانگر اڏاوت هرڪنڊ تي ٺهيل آهي. پٽ جي مٿان چوٽيءَ تي ڪانس ٺهيل آهي، جيڪا ڪيترن هنڌان پڳل آهي. پٽين جي باقي حصي تي ڏارون پئجي ويون آهن. پٽ جو هيٺيون حصو ڪيترن هنڌن وٽان ٽٽي پيو آهي، جيڪو لڳي ٿو تہ ترت ڊهي پوندو. هتي استعمال ٿيل سرجي ماپ 1/2x5.1/2x1.1/2_8 انچ آهي.

**مندر نمبر**_4: هي مندر سکن واري گرد وارن يا مندرن جي زمري ۾ نٿو اچي. هي خالص هندو مندر آهي. مندر اندران ٻاهران چوڪور آهي، جنهن جو هر پاسو 360 کان 250 س_ م ٿئي ٿو. ان جي چئن ئي پاسن ۾ 132_ 130 س_ م ويڪرا ۽ 232 س_ م ڊگها ونگن وارا لنگهہ ڏنل آهن. اندر فرش کان 272 س_ م مٿي ڪانس (Cornice) ٺهيل آهي. فرش ٽٽل آهي. ڪنڊ جوڙ (Squinch) چوٽيءَ وارين ڪنڊن وٽ 352 س_ م اوچائيءَ تي آهي. فرش کان ڇت 18.10 فوٽ مٿي آهي. هي مندر اندران منعقش ۽ سينگاريل آهي، پر ٻاهران بہ ڪيترائي سينگار جا سامان ۽ کوٽيل نقش (Intaglio) آهن. مٿي چوٽيءَ وٽ تصوير ڪشي بهترين ٿيل، رنگ هلڪا، گهٽو ڪري ہوڻن ۽ گلن جا چٽ نڪتل آهن. انساني تصويرون ڪونہ آهن. اهي چترڪنڊ_ جوڙن ۽ پانيلن تي بہ نڪتل آهن. لنگهہ وٽ بدان (Piers) ڏنل آهن. ٿنڀن وانگر اڏاوت ڪنڊن تي ٿيل آهي. مندر جي مک شڪار مخروطي مُناري (Pyramid) وانگر ٺهيل آهي. ان جي سطح تي گل ٻوٽا چٽيل آهن. مندر جي مهاڙي اتر ۾ آهي. اتي ڪانس جي مٿان ۽ مرڪزي پٿر جي (key stone) ونگ هينان نانگ جي ڪل وانگر ڪي جز (Element) ٺهيل آهن. ٻاهر نڪتل دري (Oriel) وانگر خصي پانيل برجي جي وچ تي ٺهيل آهي. جنهن تي ڪجهہ لکت آهي. ان تي شايد ٺهڻ جي تاريخ (ماده تاريخ) لکيل آهي. هن مندر کي لال جو مندر ڪري سڏين ٿا. ٿي سگهي ٿو تہ مندر جي شومت سان ڪا نسبت هجي، جو نانگ پوڄا (Cult) جو رواج ڏکڻ هندوستان ۾ عام آهي، جيڪو سڪندا جي نالي ڄاتو وڃي ٿو، جڏهن تہ سڪندا شوَ جو پٽ آهي. شايد اهوئي سبب هجي جو هتي لڳندڙ ميلو ”شوَ“ جي نالي پويان سڏجي ٿو. مندر هڪ ننڍي ٿلهي تي ٺهيل آهي، جيڪو پڪ_ سرائون ۽ چورس آهي. ماپ ۾ 18.8 فوٽ هر پاسي ۽ اوچائي 3 . 1 فوٽ ٿيندي، جنهن ۾ سرن جا چار بند لڳل آهن. هتي جيڪي سرون استعمال ٿيل آهن، انهن جي ماپ 11x5.1/2x2 انچ آهي.

**ماڳ جو نالو: مسجد محلو ڪشمشيان**

ماڳ جو دور: اسلامي دور

ماڳ جو قسم: مسجد

ماڳ جو هنڌ: ٺٽو شهر

هي مسجد شريف درياهہ ڏانهن ويندڙ رستي تي دابگير مسجد جي اورئين پاسي يعني شهر طرف آهي. هن وقت مسجد جي چوڌاري ايترو تہ جهنگ آهي، جو مسجد تائين پهچڻ محال آهي. فقط پير چارو آهي. مسجد تي نالو لکيل آهي ”مسجد ڪشمشي“. انهيءَ مان پائنجي ٿو تہ اهو محلو ڪشمشن جو هو.

**ماڳ جو نالو: مسجد حاجي سليمان**

More Books Visit : www.iqbalkalmati.blogspot.com



ماڳ جو قسم: اڏاوت / مسجد

ماڳ جو دور: اسلامي/ ترخان ارغون

ماڳ جو هنڌ: تندسر محلہ ٺٽو شهر

هن مسجد کي ٽڪاٽي واري مسجد ڪري بہ سڏين ٿا. هيءَ مسجد چندن جي پاڙي تندسر محلي ۾ واقع موجود آهي. هيءَ مسجد ان ڪري تاريخي مسجد آهي جو اتي حاجي سليمان نالي عالم، فقيهہ ۽ صاحبِ دل بزرگ مدفون آهي. اهڙو حوالو تاريخ طاهريءَ ۾ بہ ڏنل آهي.

**ماڳ جو نالو: مصري شاهہ جو مقبرو ۽ مسجد**

ماڳ جو قسم: اسلامي اڏاوتون

ماڳ جو دور: اسلامي

ماڳ جو هنڌ: مصري شاهہ محلو_ خيرپورناٿن شاهہ ضلعو دادو. هي مقبرو ۽ مسجد مصري شاهہ محلي ۾ آهي.

**مصري شاهہ مسجد:** مصري شاهہ جي روضي پرسان مسجد اڏيل آهي، جيڪا شهر جي وڏي ۾ وڏي مسجد ليکي وڃي ٿي. مسجد کي اڱڻ ۾ بہ ڪمرا ٺهيل آهن. دروازو ڏکڻ کان، ڇت پيمن تي بيٺل آهي. پيم پڪين سرن ۽ سيمنٽ سان اوساريل آهن. مسجد جي مهاڙي ڪاشيءَ جي سرن سان سينگاريل آهي. مسجد جي مرمت ٿيندي رهي ٿي.

**مقبرو:** هي مقبرو مسجد جي ڏکڻ ۾ آهي. مقبرو ٻن حصن ۾ ورهايل آهي. پهرين ڪوٺي (Antichamber) کي دروازو اوڀر ۾ آهي. هن ڪمري جي اتر ۾ هڪ قبر ٺهيل آهي. هي حصو جديد نموني واري اڏاوت آهي، جنهن کي گارڊر ۽ ٽيئر ڏنل آهن. اصل مقبرو پهرين ڪوٺيءَ کان پوءِ آهي، جيڪو رٽ ۾ چورس آهي. پر ڪانس (Cornice) وٽ ان کي ڪنڊ_ جوڙون ڏئي اٺڪنڊيءَ ۾ تبديل ڪيو ويو آهي. ان جي مٿان ڳچ (Neck) ان تي گنبذ اڏيو ويو آهي. هن ڪمري ۾ ٿلهي تي ٽي قبرون ٺهيل آهن. انهن جي مٿان ڪاٺ جي ڇتي ٺهيل آهي، جنهن تي اڪر جو ڪم سنو ٿيل آهي. اندر مقبرو چٽيل آهي.

**ماڳ جو نالو: مسجد رني ڪوٽ (سائيٽ هڪ)**

ماڳ جو قسم: مسجد

ماڳ جو دور: اسلامي

ماڳ جو هنڌ: ميري ۽ شير ڳڙهہ واري رستي تي_ رني ڪوٽ

ميري کان شيرڳڙهہ واري ٽڪريءَ تي چڙهندي اڌ چڙهائيءَ تي هڪ کليل ميدان آهي. اتي آباديءَ جا ڪجهہ نشان ملن ٿا، اتي سڀ کان نمايان اڏاوت هڪ مسجد آهي. ان مسجد جي سڃاڻ مقامي گبول قبيلي جا ماڻهو ڪن ٿا. اڪثر ڪري عيد نماز هتي ئي پڙهي ويندي آهي. محراب پراڻو ڪونہ اٿس، اهو مقامي ماڻهن جو ٺهيل آهي. مسجد ٻن حصن ۾ آهي. هڪ ڪمرو ۽ ٻيو اڱڻ. ڪمري ۽ اڱڻ جي وچ تي دروازو آهي. مسجد سان گڏ ئي ٽي مستطيل ڪمرن جا نشان ملن ٿا. چئني پاسي ٺڪراٺو عام مليو ٿو. ٽئي ڪمرا الڳ الڳ آهن. بہ ڪمرا اتر مُنهان آهن. ٽيون ڪمرو اوڀر مُنهون آهي.

**ماڳ جو نالو: مسجد وار مبارڪ**

ماڳ جو قسم: اڏاوت_ مسجد

ماڳ جو هنڌ: اڪبري مسجد جي پر ۾ _ شهر روهڙي

ماڳ جو دور: سن 954 هہ/ 1545

More Books Visit : www.iqbalkalmati.blogspot.com



ماپ: مسجد 25x25 هم چورس فوٽن ۾ آهي.

احوال: عام اعتبار آهي ته ان ۾ حضرت محمد صلعم جن جي سونهاري جو وار مبارڪ رکيل آهي، جيڪو مخدوم عبدالباقي پوراني سن 952 هه ۾ استنبول مان پنهنجي سهري شيخ نظام الدين وٽان آندو هو. اهو وار مبارڪ سوني قلمدان ۾ رکيل آهي ۽ هر سال ذوالحج جي 9 تاريخ ان جي زيارت ڪرائي ويندي آهي.

**ماڳ جو نالو: مسجد ميان نورمحمد ڪلهوڙو**

ماڳ جو قسم: اڏاوت

ماڳ جو دور: ڪلهوڙن جي صاحبي

ماڳ جو هنڌ: ميان نورمحمد ڪلهوڙي جو قبرستان. ڳوٺ ۽ ديهه ميان نورمحمد تعلقو دولتپور ضلعو نوابشاهه. هن جي ڏکڻ ۾ اٽڪل هڪ ڪلو ميٽرن جي پنڌ تي نم جو ڳوٺ، هن جي اوڀر ۾ هڪ ڪلو ميٽر پنڌ تي لنڊڪي ڪئنال موجود آهي. مقيم ڏاهريءَ جو ڳوٺ اٽڪل ٽي ڪلو ميٽرن جي پنڌ تي آهي، جڏهن ته موري جو شهر هتان 16 ڪلو ميٽرن جي پنڌ تي آهي. هي ماڳ اتر ويڪرائي ڦاڪ تي 26° 32' 50" ۽ اوڀر ڊگهائي ڦاڪ تي 68° 4' 8" ڊگرين تي واقع آهي. مسجد سڳوري ماپ ۾ 40 . 16 ميٽر اتر ڏکڻ ۽ ويڪر 20 . 7 ميٽر اولهه اوڀر ۽ اوچائي اٽڪل 8 ميٽر ٿيندي. اڏاوت ۾ پڪيون سرون، ڪچيون سرون، ٺنگر ڪاشيءَ جا روشندان، گچ گارو وغيره استعمال ڪيل آهن. مسجد جي مهاڙي ۾ ٽي دروازا اوپر مُنهان ٺهيل آهن. وچيون دروازو ٻين ٻن کان وڏو آهي. دروازي کي نمازي حجري طرف ونگيل گوشو (arched alcove) آهي. وچين ڪوٺيءَ جو مٿيون حصو ۽ گنبذ ڪري پيا آهن، پر انڪنڊي گنبذ گچ (Drum) جا نشان بيٺا آهن. جيڪي وچين حجري جي بلڪل مٿان آهن. جڏهن ته ٻين ٻن نمازي حجرن جي مٿان وارن گنبذن جو ڪوبه نشان باقي نه رهيو آهي. گنبذ موتي مسجد لاهور جي طرز تي ٺهيل آهي. اندر، نمازي حجرو ٽن حصن ۾ ورهايل آهي. نمازي حجري ۾ اٺ عدد ونگاوان پانيل ٺهيل آهن، جن مان ٽي اولهه پاسي تي ٽي اوڀر پاسي تي ۽ هڪ هڪ ڏکڻ ۽ اتر پاسي جڙيل آهن. اولاهين پٽ تي به جارا، اترين ۽ ڏاکڻين پٽ تي، سر درن سان دريون وڌل آهن. وچ واري حجري جي ڪنڊن تي چار ڪنڊ جوڙون (squinches) مٿي وچي گنبذ گچ کي انڪنڊو ڪن ٿيون. هوادار چاريون جيڪي ڪاشيءَ جون ٺهيل آهن، سي ڳچ گنبذ وٽ نظر اچن ٿيون. ٽنهي حجرن تي گنبذ ٺهيل هئا، جيڪي هاڻي ڪري پيا آهن. محراب اولهه ۾ ٺهيل آهي، جنهن ۾ اپريل گلڪاري ٿيل آهي، پٽيون بنهه ڪچيون آهن، جيڪي گاري سان لنبيل آهن. مسجد جي ٻاهران مسجد جو ڪريل ملبو وڏي تعداد ۾ پکڙيل آهي.

**ماڳ جو نالو: مسجد منزل گاهه**

ماڳ جو قسم: عمارت/ اڏاوت

ماڳ جو هنڌ: مسجد منزل گاهه ساڌ ٻيلي جي سامهون سنڌو ڪناري _ ضلعو سکر

هي مسجد ان هنڌ واقع آهي، جتان ساڌ ٻيلي جا ياتري ٻيڙي تي چڙهن ٿا. ڪنڌيءَ تي چوديواري ڏنل آهي، جنهن ۾ ٻه ننديون گنبذ دار جايون آهن. ان کي "مسجد منزل گاهه" سڏيو وڃي ٿو. مسجد ۾ هڪ قديم فارسي ڪتبو ۽ بچيل آثار اجا آهن. انگريزن ان کي ڪيمپنگ گرائونڊ ڪري ٿي سڏيو. ڪتبي موجب اها عبارت 1006 هه ڌاري مير معصوم جوڙائي. سن 1943ع ۾ انگريزن انهن گنبذ وارين جاين مان هڪ ۾ پوسٽ آفيس ۽ ٻي ۾ گهتو کوليو. 1928ع ۾ ڪرم علي شاهه (سيد پرويز علي شاهه جي ڏاڏي) انگريزن کان اجازت وٺي ان کي چوديواري ڏياري. ان تان تڪرار وڌيو. مسلمانن ۽ هندن پنهنجو پنهنجو حق ڏيکاريو. هندن ستياگرهه جي تحريڪ هلائي جيل ۾ ويا، پر مسلمانن 1939ع ڌاري ان تي زوريءَ قبضو ڪيو، جنهن ۾ سوين هندو مئا. انگريزن هڪ انڪوائري ڪورٽ جسٽس اي ويسٽن جي هٺ هيٺ ويهاري، جنهن فيصلو ڪيو ته گنبذ واريون عمارتون مسجد طور ٺاهيون ويون هيون، جن جو استعمال 1882ع کان پوءِ نٿو ملي.

More Books Visit : www.iqbalkalmati.blogspot.com



**ماڳ جو نالو:** **معصوم شاهه جو منارو**

ماڳ جو قسم: اڏاوت/ منارو

ماڳ جو دور: مغل دور 1027 ھ

احوال: تاريخ معصوميءَ جو مصنف سيد نظام الدين محمد معصوم 1538 ع ۾ ڄائو. سندس والد جو نالو سيد صفائي ترمذي هو. معصوم شاهه جي ٻين اڏاوتن مان اهم اڏاوت سکر وارو منارو جيڪو هن اڪبر جي دور ۾ گورنر طور 1006 ھ ۾ ٺهرائڻ شروع ڪيو ۽ سندس وفات کان پوءِ سندس پٽ مير بزرگ 1027ھ (1618 ع) ۾ مڪمل ڪرايو. منارو اوچي ٽڪريءَ تي ٺهيل آهي. پيڙهه وٽ منارو 84 فوٽ ويڪرو آهي ۽ ڊگهائي ۾ 84 فوٽ آهي. ڏاڪڻ ڦيريدار اندران ئي اندران 84 ڏاڪا آهي. مناري جي چوٽي گنبذ نما آهي.

**ماڳ جو نالو:** **معصوم جي بٺي**

ماڳ جو قسم: دڙو

ماڳ جو دور: ڏاتو پاهڻي دور

ماڳ جو هنڌ: ڪرچاٽ جي ريسٽ هائوس کان ڏيڍ ڪلو ميٽر اتر ۾ ـ ڪرچات ڳوٺ کان هڪ ڪلو ميٽر اولهه ۾ ـ پوکڻ واري رستي تي. اتر ويڪرائي ڦاڪ 25° 45' 34" اوڀر ڊگهائي ڦاڪ 67° 43' 74"

هي دڙو 750 فوٽ ڊگهو 680 فوٽ ويڪرو ۽ 27 فوٽ اوچو آهي. هن ماڳ کي اين مجمدار ڳولي لڌو. هتي ٽي چشما وهن ٿا. ٽي کڏا هنيا ويا، پٿر جي پيتين جا بنياد، پٿر جا پتا، ڳاڙهي تي ڪارو نڪر وغيره مليا (مجمدار)

مسٽر لوئيس فليم جي خيال ۾ هي مڪمل هڙاپا دور جو ماڳ آهي. پر صفا هيٺين تهه ۾ آمريءَ جي وٿن جون همعصر شيون مليون آهن. هي ڏاتو پاهڻي دور وارو ماڳ محڪمه آثار قديمه جي سنڀال هيٺ هوندي به نئين قبرستان هيٺ اچي ويو آهي. ڪنهن سمي دڙي تي رڳو قبرستان هوندو.

**ماڳ جو نالو:** **مغلبين جو روضو**

ماڳ جو قسم: مزار/ روضو

ماڳ جو دور: عرب ـ سومرا دور

ماڳ جو هنڌ: جاتي شهر

چون ٿا ته محمد بن قاسم سان جيڪو تميمي قبيلو سنڌ ۾ آيو سي هاڻي ٿهيم سڏجن ٿا، هي بزرگ انهن مان آهي. ڪڏهن آيو؟ ڇو آيو؟ وفات جي تاريخ وغيره نامعلوم آهي. سندس اصل نالو مگر+ بين يعني مگر پٽ بينءَ جو. روايت ٿا ڪن ته سيدن کي پناهه ڏيڻ جي ڏوهه ۾ هندو راجا سان جنگ ۾ مارجي ويو. خبر ناهي عجيب روايتون آهن. ايڏي مسلمان جا ايڏي وڏي تعداد ۾ هندو مريد ـ جڏهن ته قاتل به هندو هجي. اصل ۾ ڪيترين ئي مزارن جي اصل تاريخ هٿ نٿي اچي، پوءِ روايتن تي ڀاڙڻو ٿو پوي. سندس تربت مٿان گاري گچ سان مقبرو اڏيل آهي. پرسان مسجد اٿس. جنهن تي سن 1308 ھ لکيل آهي، جيڪا خميسي خان ٿهيم جي ٺهرايل آهي. سندس مريدن جو حلقو ڪڇ، هندوستان ۽ راجستان تائين پکڙيل آهي. هن جو مقبرو ڪيهر قوم جي ڪنهن مخير عورت جوڙايو هو. سندس ڏاڏي ۽ پوٽي تاجي جا مقبرا به اتي ئي آهن. سندس شهادت جو سن 27 رجب 610 هجري چون ٿا، جنهن ۾ سموري عيال سميت شهيد ٿيل آهي.

More Books Visit : www.iqbalkalmati.blogspot.com



**مڪليءَ تي مقبرا، هديرا ۽ رانڪون وغيره**

1ـ شيخ عيسيٰ لنگوٽيءَ جو مدرسو
2ـ حماد جماليءَ جو مقبرو ۽ مدرسو
3ـ حماد جمالي مدرسي لڳ پراڻي مسجد
4ـ ڇهه ڪنڊي ڇتي ـ لڳ عيسيٰ لنگوٽيءَ جي مقبري جي اوڀر ۾ (هالا درويش)
5ـ ڇهه ڪنڊي ڇتي قاضي عبدالله بن تاجو، اتر ـ اولهه پراڻي مسجد لڳ
6ـ اٺ ڪنڊي ڇتي لڳ مقبرو عيسيٰ لنگوٽي
7ـ اٺ ڪنڊي ڇتي ڄام نظام الدين جي مقبري جي اتر ۾
8ـ اٺ ڪنڊي ڇتي ڄام تغلق جي زماني جي
9ـ اٺ ڪنڊي ڇتي لڳ ڄام تغلق شاهه جي ڏکڻ ۾.
10ـ مبارڪ خان جو مقبرو
11ـ اڻ سڃاتل مقبري جو احاطو ڄام نظام الدين جي مقبري جي ڏکڻ ۾ (ڄام تماچي)
12ـ پراڻي مسجد مڪلي
13ـ اڻ سڃاتل سلطان جو مقبرو
14ـ پڪين سرن سان ٺهيل فتح خان جي پيڻ جو مقبرو
15ـ مقبرو ملڪ راڃپال
16ـ اڻ سڃاتل سلطان جو مقبرو ـ ڊٺل قبرستان
17ـ مقبرو ملڪ قائوسس سلطاني
18ـ چوڪور مقبري جا ڊٺل آثار
19ـ چوڪور پٿرائون نظام الدين ڄام جو مقبرو
20ـ يڪ ـ گنبذ چوڪور مقبرو
21ـ عيسيٰ خان اول جو مقبرو
22ـ امير سلطان محمد جو مقبرو
23ـ مرزا سليمان جو مقبرو
24ـ مرزا صالح جو مقبرو
25ـ مرزا باقي ترخان جو مقبرو
26ـ مقبرو هسبند پائي / هبشاد بائي
27ـ بديع الزمان جي لڳ اٺ ڪنڊو مقبرو
28ـ بديع الزمان جو مقبرو
29ـ مرزا باقي بيگ ترخان جو مقبرو
30ـ عيسيٰ اول جي احاطي اندر مقبرو
31ـ سلطان ابراهيم خان جي مقبري جي اولهه وارو مقبرو

More Books Visit : www.iqbalkalmati.blogspot.com



32_ چوڪور مقبرو سلطان ابراهيم جي اولهه ۾
33_ چوڪور مقبرو عبدالله شاهه اصحابيءَ جي اولهه ۾
34_ اڻ سجاتل مقبرو لڳ ڄام بيگ مقبري جي ڏکڻ ۾
35_ طغرل بيگ جو مقبرو
36_ چوڪنڊي نموني قبر
37_ مقبرو جان بابا
38_ مقبرو عيسيٰ خان (پيو)
39_ شيخ جيئي جو مقبرو
40_ اڻ سجاتل مقبرو شيخ جيئي جي اتر ۾
41_ سچارٽي
42_ باقي بيگ ازبڪ جو احاطو
43_ مقبرو سلطان ابراهيم خان
44_ مقبرو مرزا جاني بيگ
45_ مقبرو ديوان شرفاءِ خان
46_ پير آسات جي مزار
47_ رانڪ خسرو خان
48_ معبد ڪالڪان
49_ جلوه گاهه امامين
50_ ارض پاڪ معليٰ
51_ سيد محمد رضويءَ جي قبر
52_ پير شيخ عاليءَ جي مزار
53_ گنبذ سر ڪوهه
54_ پير غيب جي مزار
55_ ملا احمد جي رانڪ
56_ شيخ ابوبڪر
57_ ميان منو جي مزار
58_ شيخ اسحاق پوتڙي جي مزار
59_ شيخ شڪرالله شيرازي
60_ شيخ ابوتراب
61_ شيخ قند زراني
62_ لال جوان جي مزار
63_ پير رادن

More Books Visit : www.iqbalkalmati.blogspot.com



64_ پير ڪپور
65_ شيخ احمد ۽ محمد بغداديءَ جي مزار
66_ سادات پوراڻي_ مزار
67_ سيد شڪرالله مزار
68_ سيد جمال_ مزار
69_ سيد ابراهيم – مزار
70_ دائود درس
71_ درويش دادرس
72_ درويش سيد حليم
73_ پير پنو
74_ شيخ جميل گرناري
75_ سيد عبدالهاديءَ جي مزار
76_ شاهه وجيهه الدين
77_ شيخ ڪرم
78_ شاهه آري
79_ درس علاءُالدين سومرو
80_ ميان پنجن شاهه
81_ سيد حاجي شاهه
82_ سيد محمد هاشم
83_ شيخ جاڙي جي ٽڪري
84_ سيد حسين سلطان جاڙيو
85_ شاهه جنيد ۽ شيخ جيشند جي مزار
86_ ميان لال جي مزار
87_ شيخ نعمت الله
88_ مخدوم بلاول جي مزار
89_ سبع حفاظ
90_ قاضي عبدالله
91_ سيد عبدالرزاق جي مزار
92_ جام تماچي
93_ شاهه درويش ۽ جمن جتي
94_ پير مراد
95_ ست ستيون سومريون

More Books Visit : www.iqbalkalmati.blogspot.com



96_ ساموئي
97_ سهسه لنگ
98_ درويش ميرڪي
99_ شيرازي سيدن جو قبرستان
100_ قاضي صدو بن حماد
101_ سيد ملوڪ شاهه
102_ شيخ عبدالعلي
103_ شيخ عاليءَ جو قبرستان
104_ ميان لاڪو
105_ موسيٰ مهربان
106_ شيخ محمد غوث
107_ شيخ عالي
108_ شيخ ابو مصطفيٰ مخدوم
109_ عبدالله شاهه اصحابيءَ جو مرقد
110_ شاهه حافظ الله گجراتي
111_ خليفو محمد يعقوب ۽ خليفو ابوالبرڪات
112_ سيد علي ثاني
113_ باغائي
114_ شيخ محمد يعقوب جي مزار
115_ قبرستان
116_ طاهر محمد نسياني
117_ درس بنيو
118_ سيد قاسم شاهه پنجابي
119_ سيد نيرن ڪوٽي
120_ مراد پليجو
121_ رضوي ساداتن جو قبرستان
122_ پير غيب
123_ فتحي ٽڪري
124_ يوسف خان نواب
125_ سيد احمد غوث
126_ مير ڪمال ابو اسحاق
127_ ميان ابوبڪر

More Books Visit : www.iqbalkalmati.blogspot.com



128_ خواجه ڪمال الدين هراتي
129_ ڪالڪان_ مورتي ۽ مندر
130_ ميان محمد حفيظ ٺٽوي
131_ مڪليءَ جو دروازو
132_ پير مراد شيرازي
133_ شيخ حسين صفاتي
134_ پير مراد شيرازيءَ جو قبرستان
135_ سيد محمد انجوي
136_ سيد احمد
137_ درس امين
138_ مسجد لکي
139_ يوسف رضويءَ جو قبرستان
140_ ميان بودلو
141_ سيد محمد قسم ۽ سيد لطف الله
142_ سيد اسحاق
143_ سيد ميران محمد جونپوري
144_ ڪلهوڙن جي شادمانيءَ واري جاءِ
145_ سلطان سامٽيو
146_ تجر ڪريم ڏنو شاهه صوفي
147_ رانڪ ملڪ عنبر
148_ قبه مدرسو
149_ گورستان شاهه مراد
150_ قاضي نعمت الله جو قبرستان
151_ خطاب خانو بيبي فاطمه
152_ شاهه عبدالصمد
153_ شيخ ٽالو
154_ سيد احمد
155_ حاجي محمد حسين صفاتي
156_ سيد منصور
157_ سيد حماد
158_ گل حسن شاهه
159_ سيد منصور

More Books Visit : www.iqbalkalmati.blogspot.com



160_ خدا ڏنو شاهه
161_ چاند مير
162_ ٻوٻنا جراڙ جو حجرو
163_ تاجو دل
164_ ملڪ تاج الدين
165_ نواب سيف الله جي قبر
166_ شاهه پريون
167_ دريا خان
168_ صدرالدين ڄام پاپينو
169_ علاؤالدين ڄام جوڻو اول
170_ رڪن الدين شاهه ڄام تماچي
171_ سلطان صلاح الدين ڄام انڙ ثاني
172_ بي بي راڻي
173_ ناصرالدين ابوالفتح سلطان فيروز
174_ سلطان صدرالدين ڄام سنجر عرف راوَ ڏنو
175_ بي بي مغلي ۽ بي بي مرڪي
176_ ڄام خيرالدين ۽ ڄام صلاح الدين
177_ ملڪ راڄپال
178_ مرزا خسرو چرڪس
179_ رانڪ خسرو
180_ فتح الله بمعروف ميرزا فتحي
181_ ميرزا عنايت الله جي قبر
182_ ولي نعمت ميرزا مظفر جي قبر
183_ عصمت پناهه مقبرو
184_ مقبرو مرزا ابراهيم خليل خان
185_ باقي ميرزا ۽ سندس قبرستان
186_ چوچڪ بيگم جي قبر
(بشڪريه مڪلي نامو)

More Books Visit : www.iqbalkalmati.blogspot.com



**ماڳ جو نالو:** **مڪليءَ جو قبرستان**

ماڳ جو هنڌ: ٺٽو ضلعو ويڪرائي ڦاڪ 24° 44' 41" اوڀر ڊگهائي ڦاڪ 67° 53' 33" ڪراچيءَ کان 90 ڪلو ميٽر اوڀر ڏانهن، نيشنل هاءِ وي تي، ٺٽي کان ٻه ڪلو ميٽر الهندي، ڏکڻ طرف پير پٺي جي مزار کان اتر ڏانهن سامونڊي تائين.

ماڳ جو دور: سما دور کان

ماڳ جو قسم: مقبرا ۽ قبرون

احوال: اسلامي دنيا جو وڏو قبرستان مڪليءَ ۾ آهي. مڪلي هڪ ٽڪريءَ جي چاڙهه آهي، جيڪا ڪيرٿر جبل جو ڏورانهون حصو آهي، جيڪا اتر کان سامونڊي وٽان شروع ٿي ڏکڻ طرف ٻارنهن ميل هلي، ڪلان ڪوٽ وٽان ٿيندي، پير پٺي تي ختم ٿئي ٿي. ٺٽي وٽان مڪليءَ جي پهاڙيءَ کي ڪراچي ڏانهن ويندڙ پڪو رستو ڪٽي ٻه اڌ ڪري ٿو. ڏکڻ کان اتر طرف هن قبرستان کي ٽن گروپن ۾ ورهايو ويو آهي. پهريون گروپ ڏکڻ کان اتر ايندي مغل دور جي مقبرن ۽ اڏاوتن جو ايندو، جتي جاني بيگ جو مقبرو، غازي بيگ ترخان جو مقبرو، باقي بيگ ازبيڪ جو مقبرو، عيسيٰ ثانيءَ جو مقبرو، جان بابا جو مقبرو، ديوان شرفا جو مقبرو ۽ نواب امير خان جو قبرستان اچي وڃن ٿا. ٻئي حصي ۾ ترخان حڪمرانن ۽ مغل حڪمرانن جا مقبرا ۽ هديرا اچي وڃن ٿا، جن ۾ عيسيٰ خان ترخان اول، باقي بيگ ترخان، آهنسا ٻائيءَ جو مقبرو، سلطان ابراهيم، مير سليمان ۽ ٻيا ـ ٽيون گروپ تمام چيڙي تي آهي، جنهن ۾ سمن سلطانن جا مقبرا، هديرا ۽ قبرون آهن. جن ۾ ڄام نظام الدين، مبارڪ خان، ملڪ راج پال ۽ ڪجهه اڻ ڄاتيون ڄڃيون اچي وڃن ٿيون. اسان مڪليءَ تي موجود سيني اڏاوتن جو وچور ڏنو آهي (ڏسو ضميمو الف). مقبرا پٿرن يا سرن جا ٺهيل آهن. پٿر جي ٺهيل مقبرن تي تمام سهڻي اُڪر ڪري چٽساليءَ ڪئي وئي آهي ۽ مختلف خط استعمال ڪري لڪتون لکيون ويون آهن. جن ۾ گهڻو ڪري عربي ۽ فارسيءَ زبان استعمال ڪئي وئي. ٺٽي وٽان جيئن ته مڪليءَ کي ڪراچيءَ وارو رستو ٻه اڌ ڪري ٿو ته ڏاکڻي اڌ ۾ عيدگاهه، مخدوم هاشم، مخدوم ابوالقاسم نقشبندي، مخدوم آدو، پير عالي، سيد محمد يوسف بکري ۽ جلوه گاهه امامين وغيره آهن ۽ ان جي چيڙي تي ڪلان ڪوٽ ۽ ڦٽل عمارتن جا آثار موجود آهن. اترئين حصي ۾ چئجي ته ترخانن جا مقبرا، مغلن جون رانڪون ۽ هديرا آهن ۽ سڌو اتر تي سمن سلطانن جا روضا، جامع مسجد مڪلي، پير مراد شڪر الاهي ساداتن جو قبرستان آهن. شيخ جيئو، حماد جمالي، عيسيٰ لنگوٽي وغيره جا مقبرا ۽ مدرسا ٻه اتي آهن. ٽڪري جي آخري چيڙي تي سامونڊي جو ڦٽل شهر آهي. هيءُ قبرستان پکيڙ ۾ 12 ميل آهي. روايت آهي ته هتي سوا لک اوليا الله مدفون آهن. نه صرف اهو پر سنڌ جي ڇهن سؤ ورهين جي تاريخ ٻه انهيءَ ٽڪريءَ تي محو خواب آهي. بادشاهه، حاڪم، وزير، امير، شاهه ۽ گدا اتي مدفون آهن. (مختلف قبرن تي لکيل ڪتبن جو ضميمو ڏسندا) جن جو سلسلو 12 ميل اتر کان ڏکڻ تائين مسلسل نظر اچي ٿو. مقبرن جي عجيب و غريب ساخت، پٿرن تي خطاطي ۽ گلڪاريءَ جي نادر نمونن ۽ رانڪن، خواهه قبرن جي مختلف نمونن ۽ فني ڪمال سبب، اهڙي مدفن گاهه جو مثال دنيا اندر ملڻ مشڪل آهي. مقام اڄ به استعمال ٿئي ٿو.

مڪلي نامي ۾ پير حسام الدين صاحب (صفحي 731) تي لکيو آهي ته جناب جي ايم سيد مڪليءَ متعلق هيٺيون نوٽ موڪليو آهي، جيڪو مائي، مڪلي جي مقابلي وڌيڪ درست آهي.

1ـ اسلام جي اچڻ کان اڳ سنڌ ٻڌ، جين ۽ شوَ جي پوڄارين جو مرڪز هئي. سيوهڻ شوَ جي پرستارن جو اهم شهر هو. شوَ پرستي جو باني گورکناٿ (گورک هلِ اسٽيشن جو نالو گورک ڪجهه ڏيان ڇڪائي ٿو. مرتب) هو جنهن جا پوئلڳ جوڳي يا اجوڳي ٿيا.

2ـ گورک نٿا جو ٻيو اهم مرڪز هنگلاج هو، جو مڪران ۾ هنگلو / هنگول نديءَ جي ڀر واري ٽڪر تي آهي. جنهن جي چوٽيءَ مٿان نانيءَ جو آستان آهي. هنگلاج جين ۽ شو ڌرم وارن جو وڏو تيرٿ گاهه رهيو آهي، جنهن جي زيارت لاءِ ڪڇ، ڪوڪن، بنگال ۽ گڏيل علائقن مان زائرين ايندا هئا. انهن زيارتين جي آمد ٺٽي رستي ٿيندي هئي. ۽ خود ٺٽي ۾ پڻ انهيءَ فرقي جي گرن جو شاهي آستان ۽ مرڪز هو. زيارتي جڏهن هنگلاج تان موٽ ڪائيندا هئا، تڏهن ٺٽي جي آستان تي ڪين مالها پاتي ويندي هئي. جيڪا ننڍن پٿرن جي ٺهيل هوندي هئي. جين مذهب جا ڪيترا فرقا آهن جن ۾ گوسائين ۽ اجيوڪا زياده اهم آهن. اجيوڪا فرقي

More Books Visit : www.iqbalkalmati.blogspot.com



جو باني گوسالو مڪلي پوتو هو. مڪلي جي پڙهڻي جدا جدا هئي مثلاً مڪلي، منگلي، منڪلي. گوسائين جي هڪ شاخ ڊيگامبر آهي. ڊيگامبر پاڪستان ٺهڻ تائين مڪلي، گنجي ٽڪر ۽ هنگلاج ۾ رهندا هئا. منچا مائيءَ جو آستان اجاتائين مڪليءَ تي موجود آهي. جنهن جي سامهون مسجد اسلام آهي. انهيءَ ۾ هڪ کوهه آهي، روايتن موجب ان جا نار گنگا سان مليل آهن.

مٿين ڳالهين کي ڌيان ۾ رکندي گمان پڪو آهي ته مذڪوره عقيدي وارن جي آستانن، غفائن ۽ آمد رفت سببان ڊيگامبر قبيلي جي فرقي جي باني منڪلي جي نالي پنيان ٽڪريءَ جو نالو مڪلي پيو هوندو.

**ماڳ جو نالو:** **مڱرين جو دڙو**

ماڳ جو دور: اسلامي

ماڳ جو قسم: دڙو

ماڳ جو هنڌ: ديهه شيخاڻو پير، تپو ترائي، تعلقو گولاڙچي، ضلعو بدين

هي دڙو ڪڙئي گهنور کان ڏکڻ اوپر ڪنڊ تي ستن ميلن جي فاصلي تي واقع آهي. زمين جي سطح کان 20 فوٽ مٿاهون دڙو ٻن حصن ۾ ورهايل آهي، هڪ حصي تي جاريون ۽ جهنگ ٿي ويو آهي. اهو حصو اجا به 30 فوٽ مٿي ٿيندو. ٻيو حصو اتر ۾ آهي. اتي هڪ پٿر جي قبر آهي، جنهن تي ڪتبو لکيل آهي. اها قبر چٽيل آهي، نالو حاجي محمد ڪتي 1180 هجري. مٽاچري تان ملندڙ وٿن ۾ ٺڪرائو، سرن جا اڏڙ ۽ سڪا ملن ٿا. هيءَ ڪنهن سمي شهر هو جنهن کي باهه ڏئي ساڙيو ويو آهي. اتان ٻڌ ڌرم جو هڪ پتلو به مليو آهي، جيڪو اجا ڪاٻي ڪتا ٻڌائي ٿو. ڪوٽائي ٿيل ڪونه آهي.

**ماڳ جو نالو:** **مڱڻ پنهور جو ماڳ**

ماڳ جو قسم: دڙو

ماڳ جو دور: قبل از تاريخ

ماڳ جو هنڌ: اتر ويڪرائي ڦاڪ $25^0 39' 88''$ اوپر ڊگهائي ڦاڪ $67^0 49' 67''$ تي ڪريم ڏني ڳوٺ وٽ بس اسٽاپ وٽان تي، ٽاٽي عارب خان کان ڪراچي ويندڙ رستي جي اوپر پاسي آهي.

اتر ڏکڻ تي پکڙيل ماڳ جي ڊيگهه 260 ميٽر ڪي قدر ۽ ويڪر 110 ميٽر. آسا پاس واري آباد زمين کان مشڪل ڏيڍ، به فوٽ مٿي هوندي، ان ڪري ولار جي منهن ۾ آهي. اڳيئي گهڻو حصو زرعي زمين ۾ وارجي ويو آهي.

**ماڳ جو نالو:** **مقبرو مير غلام حسين خان ٽالپر ۽ ٻيا**

ماڳ جو قسم: مقبرو

ماڳ جو دور: ميرن جي صاحبي

ماڳ جو هنڌ: مير ڪرم علي خان جي مقبري ڏکڻ اولهه طرف، حيدرآباد

هيءَ پيلي پٿر جو ٺهيل آهي، هن ۾ ٽي قبرون آهن. اندر گهڙندي پهرين قبر تي هي ڪتبو لکيل آهي:

تاريخ ملت مير مرحوم دواز دهم

شهر جمادي الثاني شنبه سن 1279 ه

ٻيون به قبرون (1) مير بهرام خان ولد مير عبدالله خان (2) غلام حسين ولد مير بهرام خان جون آهن. مير بهرام خان، مير غلام حسين خان جي ڏيءَ سان شادي ڪئي هئي. هي چوڪندو مقبرو آهي جيڪو 26x26 فوٽن جو آهي.

**ماڳ جو نالو:** **مقبرو شاهه عبداللطيف**

ماڳ جو قسم: مقبرو

ماڳ جو دور: 1167 هجري

ماڳ جو هنڌ: ڀٽ شاهه

More Books Visit : www.iqbalkalmati.blogspot.com



ماڳ جي ماپ: 36x36.1/2 فوٽ

احوال: شاهه عبداللطيف سنڌ جو عظيم شاعر آهي. هيءُ ڪلهوڙن جي دور جو عالم، مفڪر ۽ اڪابر هو. سندس مقبرو ڪلهوڙي حاڪم غلام شاهه ٺهرايو هو. غلام شاهه، ميان نورمحمد جو پٽ هو. جيڪو شاهه عبداللطيف جي دعا سان ڪيس ڄائو هو. اوڀر ۾ ڪليل ميدان آهي، جتي روز رات جو شاهه جا راڳي راڳ ڪندا آهن. اولهه ۾ خيرالدين شاهه ۽ لطيف جا مقبرا آهن. اتر ۾ مسجد ۽ سندس والد حبيب شاهه جو مقبرو آهي. مقبري تي اندران توڙي ٻاهران عاليشان ڪاشيءَ جو ڪم ٿيل آهي.

هيءُ ماڳ اوقاف کاتي ۽ ڪلچر ڊپارٽمينٽ جي سنڀال هيٺ آهي.

**ماڳ جو نالو: مقبرو ميان سرفراز خان ڪلهوڙو**

ماڳ جو هنڌ: حيدرآباد شهر جي اتر ۾ _ مقبره غلام نبي ڪلهوڙي جي ڏکڻ ۾ اڌ ميل تي.

ماڳ جو دور: مسلم _ ڪلهوڙا دور 80 _ 1777ع

ماڳ جو قسم: اڏاوت – مقبرو، ايراضي 0.28 ايڪڙ

احوال: هي مقبرو، ميان صاحب جي والده ۽ اهليه ٻنهي گڏجي جوڙايو هو. مقبرو مضبوط چوڪور سرن سان اڏيو ويو آهي. اٺ ڪندو گنبذ هن اڏاوت جي خاص خاصيت آهي. ڪنهن پليٽ فارم تي ٺهيل ڪونہ آهي. مقبري جي ڪن حصن ۾ ميناڪاري ۽ پڇي ڪاري جو ڪم ٿيل آهي. مقبري جي اندر ٽي قبرون آهن. هڪ قبر جي مٿان ڪاٺ جو ڪم ٿيل آهي، ٻي قبر جي مٿان هڪ ڇتي ٺهيل آهي. ٽين قبر هڪ پليٽ فارم تي ٺهيل آهي: اها قبر ميان سرفراز خان جي آهي. مقبري جي ٻاهران ونگون ۽ محرابون ٺهيل آهن، جن تي چمڪيلي ڪاشيءَ جون سرون لڳل آهن، جيڪي وقت گذرڻ سان اکڙي پيون آهن. پر ڏاکڻئي پاسي اهي سرون چڱي حالت ۾ آهن. چوديواريءَ کي اونچي رکڻ بدران هيٺ رکيو ويو آهي. ڏاکڻئي پاسي کان ديوار کي هيٺاهون مٿاهون رکيو ويو آهي تہ جيئن مهاڙي نظر اچي. ميان سرفراز، غلام شاهه ڪلهوڙي جو فرزند 1772ع ۾ تخت تي ويٺو ۽ 1776ع ۾ قتل ڪيو ويو.

محڪمہ آثار قديم پاڪستان جي سنڀال هيٺ آهي.

**ماڳ جو نالوَ: مقبرو ميان غلام شاهه ڪلهوڙو**

ماڳ جو دور: ڪلهوڙا دور

ماڳ جو هنڌ: مقبرو حيدرآباد شهر جي اتر ۾ هاٽوڪي سينٽرل جيل جي پر ۾ آهي.

احوال: هيءُ مقبرو ٽڪنڊي پليٽ فارم تي ٺهيل آهي. جنهن جي ڊيگهه 8 . 118 فوٽ ۽ موڪر 6 . 112 فوٽ ٿيندي. اوچائي 36 فوٽ ٿيندي. مقبري کي ٻن پاسن کان ٻہ مينار جنهن جي اوچائي 56 فوٽ ٿيندي. ٻاهريون حصو ٽن اپن حصن ۾ ورهايل آهي. ٽئي حصا خوبصورت ڪاشيءَ جي سرن، جن تي سهڻا چٽ چٽيل آهن، جن جو رنگ گهٽو ڪري نيرو آهي، پر پوري، سائي، پيلي رنگ جون سرون بہ استعمال ٿيل آهن. پارسي ۽ عربيءَ ۾ تحريرون اڪريل آهن. هڪ ديوار مان اندران ٿي اندران ڇت تي وڃي سگهجي ٿو. ڪنگرن واري ديوار گنبذ جي چوڌاري آهي. پليٽ فارم پٿر جي چبوترن سان مزين آهي ۽ ٿوري ٿوري مفاصلي تي پيل پاوا آهن. جيڪي سڄي مقبري جو بار ڪنيو بيٺا آهن. پٿر تي اڪر جو ڪم اسان کي فتح پور سڪري ۽ مرزا عيسيٰ خان ترخان دوئم جي مزار تي ٿيل ڪم جي يادگيري ڏياري ٿو. مقبرو اندر چورس آهي. هڪ ڪنڊ کان ٻي ڪنڊ تائين 6 . 33 فوٽ ماپ آهي. اولهه ۾ محراب ٺهيل اٿس. ٿلهو ماربل جي پٿر جو ٺهيل آهي. جيڪو 4 . 14 فوٽ ڊگهو ۽ 6 . 11 فوٽ ويڪرو آهي. اندر بہ قبرون آهن. هڪ قبر تي فضل علي جو نالو لکيل آهي، جيڪو سرفراز ڪلهوڙي جو فرزند هو ۽ سال 1776ع لکيل آهي. گنبذ جي چوڌاري گيلري ڏنل آهي. هي گيلري خداآباد واري مسجد ۾ ٺهيل آهي ۽ ميان نورمحمد جي مقبري کي ڏنل آهي. ڳچ (Neck) سورنهن پاسو آهي. ان جي مٿان گنبذ اڏيل آهي. هي نهايت خوبصورت اڏاوت آهي.

More Books Visit : www.iqbalkalmati.blogspot.com



**ماڳ جو نالو:** **مقبرو مخدوم هنگورو**
ماڳ جو قسم: مزار
ماڳ جو دور: ارغون ترخان دور
ماڳ جو هنڌ: گچيرو تعلقو مورو ضلعو نوشهروفيروز
احوال: مخدوم هنگورو بلاولي تحريڪ جو اهم رڪن هو. جڏهن مخدوم بلاول کي ڦاسي پئي ڏنائون ته مخدوم هنگورو اتي موجود هو. سندس نالي جو پورو پتو ڪونہ آهي. سندس مقبرو ترخاني دور جي تعمير جو بهترين نمونو آهي. قبي جي گنبذ تي چٽسالي ۽ نقاشيءَ جو بهترين ڪم ٿيل آهي. مقبري ۾ اندر ڪاشيءَ جي پڪسرائين ڏيڍ فوٽ جي تلهي تي الهندي طرف ٽئين نمبر تي قبر مخدوم صاحب جي آهي.

**ماڳ جو نالو:** **مقبرو فتح خان ٽالپر**
ماڳ جو قسم: اڏاوت
ماڳ جو دور: ڪلهوڙا دور (پويون) 1210 ھ
ماڳ جو هنڌ: گلان ڪوٽ تعلقو هالا ضلعو حيدرآباد
ماپ: 26x27
احوال: ڪنهن زماني ۾ اهو مقبرو ڪچي ڪوٽ جي ديوار سان گهيريل هو. پر هاڻي ڪوٽ جا آثار ڪونہ ٿا لڀن. چوڪور مقبري جي مٿان چئن ڪندن تي چار گنبذڙيون ۽ وچ تي هڪ گول ڳورو گنبذ رکيل آهي. جن مٿان ڪاشيءَ جون نيلون نظر اچن ٿيون. مکيہ دروازي تي سندس شهادت جو سال 1227ھ فارسي ۾ لکيل آهي.
(مير فتح خان ولد صوبيدار خان ولد مير بهرام خان)

**ماڳ جو نالو:** **مقبرو مير ماڻڪ خان**
ماڳ جو قسم: مقبرو/ اڏاوت
ماڳ جو هنڌ: ڊرگهہ بالا، تعلقو جوهي، ضلعو دادوءَ، ماڻڪاڻي ٽالپرن جو قبرستان
ماڳ جو دور: ٽالپور عهد
مير ماڻڪ خان ولد مير سليمان خان، ڊرگهہ جو سردار هو. سندس وڏي هلندي پڄندي هئي. کيس چار پٽ هئا. مير الهيار خان، مير ٿاروخان، مير چٽل خان ۽ مير سائينداد خان. مير ماڻڪ جي هن وقت قبر باقي بچي آهي. قبي جو نشان باقي ڪونہ آهي. مٿان مقبرو بہ هوندو، اهڙو ڪوبہ نشان نظر ڪونہ ٿو اچي. هيءَ قبر مير الهيار خان (سندس پٽ) جي مقبري جي پرسان آهي.

**ماڳ نالو:** **مقبرو مير محمد**
ماڳ جو قسم: مقبرو
ماڳ جو هنڌ: هالا شهر
ماڳ جي ماپ: 25x25.1/2 فوٽ
ماڳ جو دور: 1210 هجري
احوال: هيءَ مقبرو مير فتح علي خان جو جوڙايل آهي.

**ماڳ جو نالو:** **ملا رحماني جو مقبرو**
ماڳ جو قسم: مقبرو
ماڳ جو دور: انگريز دؤر
ماڳ جو هنڌ: سيتا ريلوي اسٽيشن جي اڀرندي ۾، ديهہ ڏنگر، تپو ڏنگر، تعلقو خيرپورناٿن شاهہ، ضلعو دادو.

More Books Visit : www.iqbalkalmati.blogspot.com



اڄ ڪلهه هن بزرگ جي نالي پويان سيتا جو شهر رحماني نگر سڏجي ٿو. هڪ ننڍي ڳوٺ ڪي پاڙيءَ جي ڊنڊ اوڀر ۽ ڏکڻ ۾ آهي. پڇرڊ ڪئنال الهندي پاسي وهندڙ آهي. مقبرو هڪ وڏي ٿلهي تي ٺهيل آهي. روضو چورس آهي. پر مٿس ٺهيل گنبذ ڪمري جي مناسبت سان ڪونه آهي. ڪمري جي اوپر طرف ورانڊو ٺهيل آهي. مقبري اندر ٻه قبرون آهن. اولهه واري قبر عبدالله جي ۽ اوڀر واري قبر سندس والد ملان رحماني جي سڏجي ٿي. هن جي مٿان خوبصورت ڇتي ٺهيل آهي. ملان رحمانيءَ جو اصل نالو مقامي طور "خميسو" چون ٿا. هرسال ميلو لڳندو آهي.

**ماڳ جو نالو: ملير ڙي لانڊي**

ماڳ جو هنڌ: هيءُ ماڳ 59 . 25 اتر ويڪرائي ڦاڪ ۽ 47 . 67 اوڀر ڊگهائي ڦاڪ_ ڏلهه ماڳ جي ڏکڻ ۾ ڏهن ڪلو ميٽرن تي ڏاڙو جبلن جي اتر اولهه پيراندي_ ڏاڙو ٽڪريءَ جي پرسان وهندڙ مليرڙي چشمي تي.

ماڳ جو دور: قبل از تاريخ يا نئين پٿر جو دور

احوال: ڇهه ميل ڏلهه جي ڏکڻ ۾ ملير لانڊي نالي ماڳ آهي. هن جي پر ۾ هڪڙي ٽڪريءَ جي پاڙ ۾ مليري نالي چشمو وهي ٿو. چشمي ۽ لانڊيءَ جي وچ واري پاڳي ۾ اٽڪٽ چقمق، پٿرن جون گهڙيل ۽ اڻ گهڙيل (Flakes) ۽ ڪورون پکڙيل ڏسبيون. هن هنڌ تي نه ته اڏاوتن جا نشان، نه وري ڪو ٺڪرانو مليو آهي. چقمقي پٿر پاسي وارين پهاڙن ۾ جام آهي. سمجهجي ٿو ته هي هنڌ ٻه ٻنڌڙي ماڳ وانگر پٿرن مان اوزارن ٺاهڻ جو ڪارگاهه هو. هيءُ وادي پاڙيءَ جي اٽاٽ سبب رهائش لائق ناهي. ڪرنس هن کي آمري دور جو ماڳ ليکيو آهي.

**ماڳ جو نالو: ملڪ عزت خان جي رانڪ**

ماڳ جو قسم: مذهبي اڏاوت

ماڳ جو دور: اسلامي دور

ماڳ جو هنڌ: حيدرآباد ٺٽي روڊ جي ڏکڻ ۾ مقام _ تعلقو ڪوٽڙي، ضلعو جام شورو.

اتي ڪجهه مقبرا ۽ قبرون آهن. جيڪي خسته حال آهن. هتي هڪ پراڻي مسجد به آهي. ملڪ عزت خان جي قبر هڪ وڏي ٿلهي تي ٺهيل آهي. مقبرو چوڪندو آهي. قبر پٿرائين ۽ ان تي اڪر جو ڪم سنو ٿيل آهي. رانڪ جا پاسا سينگاريل آهن. مهاڙي به سٺي اٿس. گنبذ ڏارائن وارو اٿس. گنبذ جي چوٽيءَ تي لڳندو ته ڇڻ ڪنول جو گل انڊو رکيل آهي. ان قسم جا گنبذ بين سنڌ جي مقبرن تي به ملن ٿا. هن قبر جي ڪتبي تي وفات جو سال 1190 هه لکيل آهي.

هن سان گڏ پراڻي دور جي مسجد به ٺهيل آهي. جنهن جي مهاڙي وڏي ۽ مٿس گنبذ ٺهيل آهي. مسجد به خسته حال آهي.

ملڪ عزت خان جي مقام ۾ بيون به قبرون ٽڙيل پکڙيل آهن. ملڪ پهريان انهيءَ قبرستان ۾ مرد دفن ڪندا هئا، پر ملڪ سڪندر جي اڳواڻ ٿيڻ کان پوءِ هاڻي عورتن کي به هتي پورين ٿا. هيءُ مقام 1940 ع تائين ڪتب آيو ۽ آخري شيردل خان ملڪ پوريو ويو. مستورات جي ڪن قبرن جي مٿان ڇتيون ٺهيل آهن. جيڪي ديوارون ڏئي بند ڪيل آهن. هڪ قبر جي ڇتيءَ کي ديوارون ڏئي بند ڪري دروازي کي تالو هنيو ويو آهي. تازو ڪن مقبرن جي مرمت ڪرائي وئي آهي.

**ماڳ جو نالو: ملڪ راڄپال جو مقبرو**

ماڳ جو قسم: اڏاوت/ مقبرو

ماڳ جو دور: پندرهين صدي عيسوي/ نائين صدي هه

ماڳ جو هنڌ: جام نظام الدين جي مقبري جي آس پاس_ مڪلي ضلعو ٺٽو

احوال: اندر لکيل ڪتبي مان پتو پوي ٿو ته هيءُ مقبرو ملڪ راڄپال جو آهي. جيڪو فيروز الدين جام انڙ جو پٽ هو. پر ڪوبه سال يا سن لکيل ڪونه آهي. اڏاوت کي ڏسي اندازو ڪجي ٿو ته هيءَ اڏاوت پندرهين صديءَ جي هوندي. هيءُ چوڪور عمارت 7 . 20 فوٽ هم چورس آهي. هر پاسي کان داخل لاءِ ونگون ٺهيل آهن. اولهه ۾ محراب اٿس. پٿيون گچ گاري سان لنبيل آهن.

More Books Visit : www.iqbalkalmati.blogspot.com



گنبذ جي مٿان ويڪرو تاج ڪريل حالت ۾ هيٺ پيل آهي. ان سان گڏ ٻيا ڪتبہ وغيره هيٺ ڪريل حالت ۾ ٻاهر پيل آهن.

ڪتبو:

1_ هذا المقام الراجي الي رحمة الله تعاليٰ ملک راج بال بن ....

2_ ملک انر بن ملک راهو بن ملک رايدهن بن ملک راهو بن فيروز

3_ شاه سلطان. الهم برد مجمعہُ ونور قبر وانس وحشه

انهيءَ عبارت مان نتيجو نڪري ٿو تہ ملڪ راج پال سلطان فيروز شاهہ ڄام انڑ اول (37_ 753هہ) جي اولاد مان هو. فيروز شاهہ کي ڄام ڀاڀيني کان سواءِ ڄام تماچي ۽ ٽيون پٽ ڄام راهو هو.

| | |
|---|---|
| **ماڳ جو نالو:** | **منصوره** |
| ماڳ جو قسم: | ڦٽل شهر جا دڙا |
| ماڳ جو دور: | اسلامي دور 730 ع |
| ماڳ جو هنڌ: | ڪي دڙا $23^{"}$ $25^{0}$ 25 اتر ويڪرائي ڦاڪ ۽ $49^{"}$ $68^{0}$ 68 ڊگهائي ڦاڪ شهدادپور کان اٺ ميل اوڀر طرف سانگهڙ ضلعو |

هيءُ شهر سنڌونديءَ جي هڪ وهڪري تي واقع هو. هن شهر جو بنياد 730 ع کان 732 ع تائين پيو. اوائلي اسلامي دور جو هيءُ وڏي ۾ وڏو شهر هو. جنهن جا 275 هيڪٽرن ۽ 3 . 6 ڪلو ميٽرن تي آثار پکڙيل آهن. شهر جي حفاظت لاءِ نهيل ڪوٽ پڪين ۽ ڪچين سرن جو نهيل آهي. قلعي جي ديوارن سان نهيل اڌ گول برجن ۾ جيتوڻيڪ مختلف خام مال استعمال ڪيو ويو آهي، پر جنهن نمونی قطار سان اهي بيٺل نظر اچن ٿا، تنهن مان پنيور وانگر منصوره جي ماضيءَ جي ياد تازي ٿئي ٿي. شهر جو هڪڙو دروازو اوڀر طرف دريا ڏانهن کلي ٿو.

کوٽائيءَ کان پوءِ ڪيترين شيون مليون آهن. شهر جي ڏکڻ اوڀر طرف ڪاريگرن جا دڪان يا صنعتي علائقو هو. جتي اڄ بہ قيمتي ڌاتن ۽ پٿرن جا ٽڪرا، ٻنيءَ پڪل ٿانوَن. بيڪار شيشي جا ٽڪرا، سکن جا سانچا، جن تي مورتون اڪريل آهن. ڪوڏيون، ڪنگڻ، رديءَ جا ڍير، هڪ ٿانو جنهن ۾ چار هزار کن ٽامي جا سڪا پيل آهن. هڪ ترقي يافتہ ڌاتوءَ جو ڪارخانو، جيڪو ڏيهي توڙي پرڏيهي ضرورتون پوريون ڪندو هو. منصوره جي تازي کوٽائي مان لوهہ ۽ ڪنجهي جي مختلف نمونن کان سواءِ ڊاڪٽر شريف کي چار وڏا ۽ ڳرا دروازن جا ڪڙا هٿ آيا آهن. ان مان هن شهر جي ڪاريگرن جي ڌاتوءَ کي ڳارڻ جي مهارت جي خبر پوي ٿي. هرهڪ ڪڙي جو قطر 56 س_ م آهي. جنهن تي ڪوفي خطَ ۾ ڪتبو اڪريل آهي. ڪتبي تي بسم الله، ڪلمو شريف قرآن پاڪ جون آيتون ۽ "عبدالله بن عمر" نقش ڪيل آهي. شهر جي عام خاڪي ۾ گهٽو ڪري وڏا رستا ۽ گهٽيون گوني ڪنڊ تي ٺهيل نظر اچن ٿيون. شهر جي اتر اولهہ طرف هڪ ڄٽيل آباديءَ واري حصي مان هڪ ڊگهي گهٽي گذري ٿي. آخر ۾، اپرندي حصي جي وچ ۾ هڪ جامع مسجد واقع آهي. جيڪا مستطيل شڪل ۾ آهي. جيڪا 45.7x76.2 ميٽرن ماپ جي آهي.

قبلي طرف يا الهندي وارو حصو، اصل ۾ سادي ڇت سان ڍڪيل هو. ۽ ڪاٺ جي ٿنين جي ڇهن قطارن تي بيٺل هو. (مغل)

جيستائين عرب دارالسلطنت منصوره جو تعلق آهي تہ اها مسلمانن جي پهرين آباڪاري نہ هئي. سندن پهرين آباڪاري محفوظہ هئي. بلاذري اسان کي ٻڌائي ٿو تہ سنڌ جي امير حڪم، منصوره جو بنياد 120 هجريءَ ۾ رکيو. عمرو (بن قاسم) جيڪو سندس نائب هو، ان منصوره جو بنياد رکيو. مصنوره جو بنياد خليفي منصور جي شروعاتي ڏينهن ۾ رکيو ويو هو. ابن حوقل ۽ ادريسي ڏسين ٿا تہ مهراڻ جي هڪڙي شاخ منصوره جي چوڌاري وکڙ ڏئي وهي رهي هئي. ابن خردازبہ جي لکت موجب پکيڙ هر چورس هڪ ميل آهي. المسعودي 13_ 912هہ ۾ منصوره کي ڏٺو. بلاذري چوي ٿو تہ منصوره هندوستان جي طرف ڍنڍ جي ڪناري تي آباد محفوظہ جي ٻئي طرف هو. ڪزنس لکي ٿو تہ سڀ غلط آهن تہ ڪو برهمڻ آباد الڳ ۽ منصوره الڳ شهر آهن. منصوره، برهمڻ آباد جي ڪنڊرن جي مٿان اڏيو ويو هو.

More Books Visit : www.iqbalkalmati.blogspot.com



بهرحال منصوره اسلامي اوائلي شهرن ۾ وڏي اهميت وارو شهر هو، جنهن جا کنڊر موجود آهن. محمد بخش ٽالپر لکي ٿو ته ”افسوس جو عربن جو تعلق ٽٽڻ سبب، تاريخ ۾ منصوره جو ذڪر ختم ٿي ويو.

**ماڳ جو نالو: ممڙ ٽيڙ/ ممڙو**

ماڳ جو قسم: دڙو

ماڳ جو دور: سنڌو تهذيب/ هڙاپا دور

ماڳ جو هنڌ: ڳوٺ ممڙو، تعلقي روهڙي ۾ شهر کان ٿي ميل اوڀر ۾ هڪڙي واهي نالي ٽيڙ جي پرسان.

احوال: ماڳ جي پکيڙ ايڪڙ کن ۾ ٿيندي. هن جو مٿاڇرو ڪيترين ئي وٿن سان ڀريل آهي. جن ۾ چقمقي ڌار وارا اوزار ۽ ٺڪر جا ونڌيل (ٽنگر) ٺانو مليا آهن. ڪوٺائيءَ وقت هڪ جاءِ جي پڪ ــ سري ڀت ملي آهي.

هيءُ ماڳ اتر ويڪرائي ڦاڪ 27° 25' 10" ڊگريون ۽ اوڀر ۾ 69° 7' 25" ڊگرين تي آهي. هي هڙاپا دور جو ماڳ رپورٽ ڪيو ويو آهي.

**ماڳ جو نالو: ممڙو ڀٽ**

ماڳ جو قسم: کنڊر

ماڳ جو دور: سنڌو سڀيتا

ماڳ جو هنڌ: 27° 25' 00" اتر. ڳوٺ ممڙ، تعلقو روهڙي، ضلعو سکر. ڳوٺ ممڙي کان 500 ميٽر اتر، ڳوٺ ڪاري پير کان 3 ڪلو ميٽر اتر اوڀر، خود پير ڪارو ڳوٺ روهڙيءَ کان 58 ڪلو ميٽر اوڀر ۾ آهي. ماڳ 361 ميٽر اتر ــ ڏکڻ 260 ميٽر اوڀر اولهه ڊيگهه ويڪر ۾ آهي. ماڳ ڏسڻ ۾ جهونو لڳي ٿو ۽ لڏل وٿون: ٺڪر جا مٽيا، ٺڪر وارن ٺانوَن کي ڪنن تي نشان آهن. لڏل پيالن جي ٽڪرن تي ڦڏيون لڪيرون نڪتل آهن. ٺڪراڻي تي ڪاري تي ڳاڙهو پٽو سنڌو سڃاڻپ وارو عام آهي. 60° 07' 25" اوڀر

هيءُ ماڳ ممڙو ٽيڙ ماڳ جي اتر ۾ آهي، جيڪو پڻ سنڌو تهذيب جو سڃاتل ماڳ آهي.

**ماڳ جو نالو: منگهو پير**

ماڳ جو قسم: کنڊر/ رهتون

ماڳ جو دور: قبل از تاريخ

ماڳ جو هنڌ: ڪراچيءَ کان ڏهه ميل اتر ۾ هڪ ننڍڙي ٽڪريءَ تي. منگهي پير جي مقبري جي اوڀر ۾.

احوال: قبل از تاريخ جون ڪجهه رهتون منگهي پير جي ٽڪريءَ وٽ ملن ٿيون. ملندڙ وٿن ۾ ٺڪراٺو، چقمقي اوزارن جا ٽڪرا، ٺڪراڻي تي نقش نڪتل آهن. ماڳ تي وسنديءَ جا نشان ملن ٿا، پٿرائين ڀت جا آثار نظر اچن ٿا. هن وقت اتي منگهي پير جي مقبري کان سواءِ ٻيون قبرون جڙي رهيون آهن.

**ماڳ جو نالو: منڇر ڍنڍ**

ماڳ جو دور: 6000 سال ق ــ م

ماڳ جو هنڌ: بوبڪ شهر جي اولهه ۾ ٻه ڪلو ميٽر، ضلعو ڄام شورو، دادو تعلقو جوهي ۽ سيوهڻ

ماڳ جو قسم: ڍنڍ

احوال: منڇر جو وجود گهٽ ۾ گهٽ ڇهه هزار سال ق ــ م کان ثابت آهي. تاريخ کان اڳ واري دور ۾ ڪنهن وقت منڇر ڍنڍ پاڻ سنڌوءَ جو پيٽ هئي. سنڌو منڇر جي الهندين ٽڪرين سان گسندو لڪيءَ وٽان اوڀر ڏکڻ رُخ ڏوڪيندو وڃي ريگستان ڪٽندو هو. پٿر جي پڇاڙڪي دور ۽ وچئين دور جا ماڳ منڇر کان گهڻو پري ڪونه آهن. ڊاڪٽر لوئيس فليم ڪي 150 کن ماڳ منڇر جي آس پاس ڳولي لڌا آهن. ڍنڍ جي پکيڙ 64800 ايڪڙ آهي. ڏکڻ ــ ايشيا ۾ مٺي پاڻي جي وڏي ڍنڍ آهي.

More Books Visit : www.iqbalkalmati.blogspot.com



منڇر ۾ ان جي پرپاسي ووٽر لسٽن مطابق 50_ 60 هزار ماڻهو رهن ٿا. اڄ صدي اڳ منڇر جو اوج هو. منڇر هن وقت به سنڌ ۾ پنهنجي الڳ ثقافت رکي ٿي. ڍنڍ جو ڪل گهيرو 360 ڪلو ميٽر آهي. منڇر ڪي اڙل واهه ڪان سواءِ نئن گاج، نئن ڪڪڙاٽي، نئن تَڪي، شول، نئن ڪارو ۾ نئن لوٽي پرين ٿيون. ڍنڍ 1962ع، 72_ 1971ع، 86_1985ع ۾ خشڪ ٿيندي رهي، جنهن ڪري هتي مڇيءَ جون 400 کن جاتون هيون، اهي وجي درجن کن بچيون آهن. 1942ع، 1956ع، 1976ع ۽ 1995ع ۾ وڏيون ٻوڏون آيون، جن منڇر جو حدون ئي بدلائي ڇڏيون. سوين پرديسي پکي اچن ٿا، جن مان نيرڳ، ٿوراندو، ٻوٽڙ، لنگهو، ڏگهوش، هنج، ڪرڙو، گاجرو، ڦولارو، بدڪ، پيڻ، جانجي لاکو، ڪونج، سائين، رت ٻوهو، ڪائنرو، ٻگهه، ٽتيهر، ڳنوائي، مَتلو، ڦدي، ڪٽياڻ، ڍِڍهه، ڪينو، ٻهوڙي، ٻرڻو، رونجهارو، توهڙ، آڙي، ڪيٽائي، ٽيٽي، ٽينگلو، ڪهنگ وغيره مشهور آهن.

ڍنڍ هينئر مني ناهي رهي نڪو مڇي، ٻه، لوڙهه، پبڻ، ونيارا، ڏانجورا لپن ٿا. لوٽياٽ جو مقدار 500 . 2 (پارٽس پر ملين) رهي ٿو، جيڪو منڇرجي جيوت لاءِ هاڃيڪار آهي.

**ماڳ جو نالو: منگل گِر**

ماڳ جو قسم: مندر

ماڳ جو دور: اٺوهين صديءَ جو وچ

ماڳ جو هنڌ: ديهه ڏيسوئي، تعلقو ٽاٽو بولاخان، ضلعو ڄامر شورو. اتر_ ڏکڻ $25^0 19' 72''$ اوڀر اولهه $67^0 50' 65''$ اٽڪل 4 ڪلو ميٽر ٽاٽي بولاخان جي ڏکڻ ۾.

هيءُ مندر هڪ پڪي چٽيل عمارت آهي. سيمينٽ سان اوساريل، چٽين ۾ ڪاٺ استعمال ڪيو ويو آهي. پٽيون خاصيون مٽي ڪنيل آهن. هيءُ هڪ شيوالو/ مندر آهي، جنهن ۾ اندر مورتيون رکيل آهن. ڪيتريون لکتون لکيل آهن. اندر ديوين ۽ ديوتائن جا مجسما رکيل آهن. پر ۾ ڪجهه رهائشي ڪوارٽر ٺهيل آهن، جيڪي هرسال ميلي دوران ياترين جي استعمال هيٺ ايندا آهن. اندر ڪابه چٽسالي وغيره ٿيل ڪونه آهي. ديوارونساديون آهن. ديوارن تي مذهبي نقش نڪتل آهن. هيءُ مندر اڄ ڪان 160 سال اڳي جو ٺهيل آهي. جنهن جي هروقت مرمت پئي ٿي آهي. ان لاءِ ان جا اصل نقش متجي ويا آهن. خاص حصو چڱو سنڀاليل آهي. باقي ڪنڊن پاسن ڏي ڌيان ڪونه ڏنو ويو آهي. هيءُ مندر ڇئن ايڪڙن جي ايراضيءَ ۾ آهي.

**ماڳ جو نالو: منگي فقير جتوئيءَ جو مقبرو**

ماڳ جو قسم: اڏاوت

ماڳ جو دور: ڪلهوڙن جي صاحبي

ماڳ جو هنڌ: ميان يارمحمد ڪلهوڙي وارو قبرستان_ خداآباد ضلعو دادو.

منگو فقيرجتوئي، ميان يارمحمد جي حرم سراءِ تي ڪير پهچائيندو هو. سندس مقبرو ميان يارمحمد جي مقبري ڪان ڪجهه قدم ڏکڻ_ اولهه تي آهي. مقبرو ڪچين سرن جو چورس 31x31 فوٽ ماپ جو آهي. مهاڙي اتر طرف ٽن حصن ۾ ورهايل آهي. وچ وارو حصو پاسن وارن ٻن ڪان وڏو آهي. هر حصي تي مستطيل پانيل ٺهيل آهي، جيڪو 158 س_ م ويڪرو آهي، پانيل جي مٿان ٺهيل ونگ 276 س_ م وڏي آهي. دروازو 106 س_ م ويڪرو آهي، ٻاهريون حاشيه زمين ڪان 140 س_ م اوچو آهي. پٽين جي دروازي وٽ ٿولهه 92 س_ م ٿيندي. ڇئني پاسي ٻاهريون پٽيون ساڳين پانيلن سان سينگاريل آهن. اتر ۽ ڏکڻ ۾ ڪاٺ جون دريون لڳل آهن. ڪاٺ جي درين واري ونگ اٽڪل 106 س_ م ۽ 278 س_ م اوچي آهي. هينئر ٻيڙ ٻنو ٽٽل حالت ۾ آهي، ان لاءِ ڇئي نٿو سگهجي ته برجيون يا ڪنگرا ٺهيل هئا يا نه. مگر اڏاوت جي ڊول مان لڳي ٿو ته ٻيڙ ٻني تي ڪنگرا ۽ برجيون هونديون. سڄي روضي جون سرون بنا لنب جي آهن. چوڌاري ٽڙيل پکڙيل ڪاشيءَ جون سرون ٻڌائن ٿيون ته مقبري تي ڪاشيءَ جو پلو ڪم ٿيل هوندو. روضو چورس آهي، ڪنڊن تي ڪنڊ جوڙون ناهي، ان ڪي اٽڪندو ڪيو ويو آهي.

More Books Visit : www.iqbalkalmati.blogspot.com



روضي ۾ اندر به قبرون ٺهيل آهن. وڏي قبر منگي فقير جتوئيءَ جي آهي. اندران ڪنڌ کان ڪنڌ تائين ماپ 3 . 13 هرپاسي آهي. هر ڪنڌ ــ جوڙ (squinch) 9 فوٽ ويڪري آهي. ڪنڌ ــ جوڙ وارين پٽين تي طاقي ونگون ڏنل آهن. ونگن جي مٿان ڪانس (cornice)، ڪانس جي مٿان گِچ ٺهيل آهي. (Drum) جي مٿان 16 جارا طاقي ونگن (Recessed) سان. جن مان 8 جارا ڪليل ۽ اٺ جارا بند آهن. انهن جارن جو بنياد ڇت جي سطح کان 21 فوٽن تي رکيل آهي. هرهڪ جارو 9 . 4 فوٽ اوچو، 9 . 2 فوٽ ويڪرو آهي. اتر پاسي ڏاڪڻ ٺهيل آهي. ڇت وٽ ٺهيل بيڙ ــ ٻنو ڊنل آهي. گنبذ جو گِچ (Neck of Drum) اٺڪنڊو آهي. گِچ جو هر پاسو برجين ۽ ڪنگرن سان سينگاريل آهي. گِچ تي ڇن جو پلستر ٿيل آهي. گِچ جي مٿان نوڪدار گنبذ ٺهيل آهي. اصل ۾ ان گنبذ جي مٿان فانوس به ٺهيل هو، جنهن جا ڪجهه حصا اڃا نشانيءَ خاطر بيٺل آهن. گنبذ ۽ گِچ تي ڪجهه چترڪاري اڃا بيٺي آهي. توڙي اهي لوساٽجي ڪارا ٿي ويا آهن. پوءِ به تحقيق ڪندڙن لاءِ دلچسپيءَ جو باعث آهن. هيءُ مقبرو ڪلهوڙن جو يادگار سڄو ڪچو هوندي به ڪي خوبصورت لڇڻ ڏسي ٿو.

**ماڳ جو نالو:** **منهوڙي جو قلعو**

ماڳ جي بيهڪ: قلعو 24° 47' 17" اتر ڦاڪ ۽ 67° 00' 51" اوڀر ڊگهائي ڦاڪ تي آهي.

بناوت: ٽڪريءَ تي ان ننڍي قلعي پرسان گول منارو آهي، اهي ٻئي پٿرن جا ٺهيل آهن. جيڪي بندر جي حفاظت ڪن ٿا. قلعو چوڪنڊو آهي. ان جي ڪنڊن تي برج آهن. خشڪي طرف جيڪو پاسو آهي. ان کي مضبوط ڪرڻ لاءِ اڌ گول جا مورچا ٺاهيا ويا آهن. ڪوٽ جي چوڌاري ديوار ڏنل آهي. جنهن ۾ ڪيترائي بندوق بازيءَ لاءِ مارا آهن. ان ۾ اٺ يا ڏهه توبون رکيل آهن، پر اهي پراڻيون آهن.

عظيم شان پنهنجي ڪتاب "ڪراچيءَ جي تاريخ" ۾ ان قلعي جي تصوير چوڪور ڏني آهي، جنهن کي ديوار ڏنل آهي. ان ديوار ۾ بندوق ــ مارا آهن. قلعي جي شڪل اڌ قمري آهي. ان جي گول جي حفاظت ڏکڻ ــ اوڀر، ڏکڻ اولهه، ۽ اولهه اتر سمنڊ ڪري ٿو. اترئين قطر جي حفاظت هڪ ڪاهي ڪري ٿي. ڪاهي ڊيگهه ۾ 600 فوٽ اوڀر اولهه وڃي ٿي. ڪاهي 20 فوٽن کان 25 فوٽن تائين ويڪري ۽ 30 فوٽ گهري آهي.

انگريز 1839ع ۾ منهوڙي جي ويجهو پهتا. ٽي فيبروري 1839ع تي ان تي قابض ٿيا. انگريزن منهوڙي تي تمام آسانيءَ سان قبضو ڪيو. مرزا قليچ بيگ لکي ٿو ته منهوڙي مان سنڌي توپچين به يا ٽي گولا اڇلايا. سيٺ نائومل لکي ٿو ته برطانيوي بحريه وارن منهوڙي قلعي تي ٽي ڪلاڪ گولا وسايا جو ٽن ڪلان جي قليل عرصي ۾ قلعي جو اولاهون پاسو ڪري پيو. ڊيوڊراس قلعي جي نگهباني جو ذڪر پنهنجي ڪتاب Land of Five Rivers and sindh ۾ ڪيو آهي ته: منهوڙي قلعي لاءِ 1797ع ۾ 100 ماڻهو حفاظت لاءِ مقرر هئا. پر جڏهن انگريزن حملو ڪيو ته ايترا ماڻهو موجود ڪونه هئا. اسان صرف ٽيهه ماڻهو گرفتار ڪيا. قلعي ۾ ٻارنهن توبون هيون ۽ پاڻنجر قلعي ۾ صرف 16 ماڻهن جي هجڻ جو ذڪر ڪيو آهي.

**ماڳ جو نالو:** **موسن شاهه جي مزار**

ماڳ جو قسم: مقبرو/ قبرستان

ماڳ جو دور: ڪلهوڙا دور

ماڳ جو هنڌ: دادو ريلوي ڦاٽڪ انڊس هاءِ وي لڱ ڳوٺ/ محلہ چاٽو شاهه آباد ــ دادو شهر

موسن شاهه ولد سيد فضل شاهه، ڪلهوڙن جي دور جو شاعر ۽ اهل الله چون ٿا. جلال ڪٽي سنڌ جي مشهور سينگار جي شاعر جو همعصر ۽ دوست ٻڌائين ٿا. سندس مزار دادوءَ جي محلہ شاهه آباد چاٽي ۾ آهي. مزار چوڪنڊي سادڙي آهي. سندس مرمت ٿيندي رهي ٿي، ان لاءِ مزار الائي ڪيترا پيرا ٺهي ڊهي هوندي. باقي قبر ڪهني آهي. چوڌاري وڏو قبرستان اٿس. جيڪو ويهن کن ايڪڙن ۾ ڦهليل آهي. دروازي وٽ هڪ ڪچي قبر تي "محمد وريل سومر" لکيل آهي. محمد وريل وڏو آرٽسٽ هو. دادوءَ ۾ استاد هو. عبدالفتاح، چندر لال ۽ ٻين انيڪ آرٽسٽن جو استاد هو.

More Books Visit : www.iqbalkalmati.blogspot.com



**ماڳ جو نالو:** **مومل جي ماڙي**

ماڳ جو دور: سومرا دور

ماڳ جو هنڌ: جاتيءَ کان ساڍا چار ميل اوڀر اتر طرف، جاتي کور واهه روڊ تي، نند ڪوٽ ۾ اندر.

احوال: نندڪوٽ جي الهندي حصي ۾ هڪ شاندار عمارت جو ملبو آهي. مقامي ماڻهو ان کي مومل جي ماڙي سڏين ٿا. عمارت 95 فوٽ هم چورس آهي. محلات ۾ ڪافي ڪمرن جا نشان ملن ٿا. هي نند گجر راجپوت جي ڏيءَ سان منسوب ٿيل محل آهي. مومل جي ماڙي ميرپور ماٿيلي ۾ به ڏسجي ٿي. مومل جي ماڙي انهن آثارن کي به چون ٿا، جيڪي عمرڪوٽ شهر کان وڏ ۾ وڏ هڪ ميل ڏکڻ طرف آهن.

**ماڳ جو نالو:** **موکي متارن جون قبرون**

ماڳ جو قسم: قبرون

ماڳ جو دور: نامعلوم

ماڳ جو هنڌ: سپرهائي وي تي ٽول پلازه کان ارڙهن ميل اتر ۾ ، نارجبل تي. ڪراچيءَ کان گڏاپ روزانو بسون هلن ٿيون.

موکي حضرت شاهه عبداللطيف ڀٽائي جو ڪردار جنهن کي ڀٽائي سُر يمن ڪلياڻ ۾ ڳاتو آهي. موکي اصل ۾ مومل جي خاص ٻانهي ناترجي ڌيءُ هئي. ناتر مومل جي چڪيا چڙهڻ کان پوءِ هن جاءِ تي اچي ويٺي. ڪيس اٺ ڏيئرون هيون، جن جا نالا هئا: سونگل_ دوزان، ٻائل، سورجاٽي، الله ڦائي، منان، سفوران ۽ موکي. اهي سيئي ڪراچيءَ جي ديهن جا نالا آهن. جن نالن تي هاٽي ته ڳوٺ ٻڌجي ويا آهن. سفوران ڳوٺ وغيره. موکي کي نارا ٿر ۾ ڪلالڪو هَٽُ هو، وٽس پري پري کان ماڻهو شراب پيئڻ ايندا هئا. ناراٿر ۾ هڪ ننڍڙي چوديواريءَ ۾ ڇهن جون قبرون اندر ۽ هڪ پٽ کان ٻاهر آهي. هڪ قبر حاجي هالار ٻي قبر محمد سماعيل، ٽين اسحاق خان چوٿين روستم خان پنجين تي ”يادگار محمد اسماعيل“ لکيل آهي. ٻن قبرن تي نالا ڪونه آهن. قبرون سڀ هڪجهڙيون آهن. هڪ پٿر کي ديوار اندر تراشي رکيو ويو آهي جيڪو پيالي وانگر لڳي ٿو. اڄڪلهه اهو به ٽڪر ٿي پيو آهي. متارن بابت چون ٿا ته به سما، به سومرا، به چنا ۽ به چوهاڻ هئا. اهي اٺ قبرون هجڻ ڪپن. ملڪ طوطا خان جي قبر به هتي آهي. متارا ۽ موکي شاهه عبداللطيف پنهنجي شاعريءَ ۾ ڳاتا آهن. هيءَ هڪ لوڪ ڪتاجا ڪردار آهن.

**ماڳ جو نالو:** **مومل جي ماڙي_ II**

ماڳ جو قسم: دڙو

ماڳ جو هنڌ: گهوٽڪي شهر کان ڏکڻ اتر ۾ اٺن ميلن جي فاصلي تي ڳوٺ ماٿيلو

ماپ: هيءُ دڙو 15 ايڪڙن تي ڦهليل آهي. 12 ايڪڙن تي ڳوٺاڻن گهر اڏيا آهن. باقي ڏکڻ_ اولهه ۾ 3 ايڪڙ والار کان بچيل آهن. هيءُ دڙو زميني سطح کان 50 فوٽ اوچو آهي.

مليل وٿون: بچيل پٽين ۾ هندڪي دور جون سرون استعمال ٿيل آهن. ٺڪرائي ۾ روغني ۽ غير روغني ٻئي قسم ملن ٿا. ڪجهه ٺڪرانو کهرو روغني به آهي.

ماڳ جو دور: هي سترهين صديءَ جي آخري دور جو ماڳ آهي.

**ماڳ جو نالو:** **ميان جو قبرستان**

ماڳ جو قسم: قبرستان

ماڳ جو هنڌ: لاڙڪاڻي کان 15 ڪلو ميٽر اتر اوڀر لڳ فريد آباد.

ماڳ جو دور: ڪلهوڙا دور

هيءُ قبرستان ڏيڍ ڪلو ميٽر چورس ايراضيءَ ۾ پکڙيل آهي. سنڌ جي ڪلهوڙا تاجدار ميان الياس ڪلهوڙي جي مزار پڻ هتي آهي. چون ٿا ته هيءُ سنڌ جو ٽيون نمبر وڏو قبرستان آهي. هن قبرستان جو سجو علائقو وارياسو آهي. هن قبرستان ۾ ٻين ڪلهوڙن جون قبرون به آهن. ڪن تي ڪتبا آهن ڪن تي ڪونه آهي. 50 ڪن ڳوٺن جا ماڻهو هتي دفن ٿين ٿا.

More Books Visit : www.iqbalkalmati.blogspot.com



**ماڳ جو نالو:** **ميان سرفراز خان ڪلهوڙي جو مقبرو**
ماڳ جو قسم: اڏاوت
ماڳ جو دور: ڪلهوڙن جي صاحبي
ماڳ جو هنڌ: حيدرآباد شهر، سرفراز ڪالوني حيدرآباد

هيءُ مقبرو ميان سرفراز خان جي والده ۽ اهليه بيبي جان (بيگم سون ٻائي) ڌيءُ نورنگ خان جسڪاڻي، ٺهرايو. مقبرو مستطيل، اوڀر_ اولهه 40.2.1/2 فوٽ ۽ اتر_ ڏکڻ 31.11 فوٽ آهي. نوڪدار ونگ سان دروازو اتر ۾ ڏنل اٿس. انهيءَ ونگ جي مٿان جديد ڪنگرن جو ڪم ٿيل آهي. شاندار وڏي مهاڙي جي ٻيڙ_ ٻني (Marlon) ۽ ڪندڻ وٽ برجيون ٺهيل آهن. مهاڙيءَ ۾ حاشيه ڪان مٿي 2x2 فوٽن جا نوڪدار ونگن سان جارا ٺهيل آهن. وچ واري ونگ 15 فوٽ اوچي ۽ 11 فوٽ ويڪري ۽ 9 . 1 فوٽ اونهي آهي. ٻاهريون حاشيه (Dado) 6 . 3 فوٽ، در واري ونگ 6 . 8 فوٽ اوچي 11. 4 فوٽ ويڪري ۽ 9 . 3 فوٽ اونهي آهي. مقبري جا پاسا، مهاڙيءَ ڪان ننڍا آهن، جن ڪي بعد ۾ نيرو ۽ پوچي ڪئي وئي آهي. پاسن تي حاشيه ڪان مٿي ٻن قطارن ۾ پنج نوڪدار ونگون ٺهيل آهن. ٻيڙ ٻني تي پاسن ڪان برجيون ٺهيل آهن. اندر، حجرو مستطيل، اتر ڏکڻ 10 . 21 فوٽ اوڀر اولهه 3 . 33 فوٽ آهي. روضي جي وچ تي ٿلهو 16.10x9.11 فوٽن جو ٺهيل آهي ان جي مٿان ٽي قبرون ٺهيل آهن. وچ واري قبر ميان سرفراز خان جي، ان جي اولهه ۾ ميان ميرمحمد ولد سرفراز خان، ۽ اوڀر ۾ قبر ميان محمد خان، ميان سرفراز خان جي پاءُ جي آهي. فرش جديد دور جي chips جو ٺهيل آهي. محراب جهڙي اڏاوت اولهه ۾ آهي، جيڪا 6 . 17 فوٽ اوچي، 6 . 16 فوٽ ويڪري ۽ 2 . 3 فوٽ اونهي آهي. اندريون حاشيو 3 فوٽن تي ڏنل آهي. روضي ۾ ٽي دريون، جن تي ٺڪرجون جاريون ڏنل آهن. انهن درين جي پاسن ۾ هوا جي گذر لاءِ جارا ٺهيل آهن. حاشيه اندران توڙي ٻاهران چن سان لتل آهي. ڪندڻ وٽ، فرش ڪان چوٽيءَ تائين پاوا ٺهيل آهن، جن تي گنبذ بيهاريو ويو آهي. ميان سرفراز ڪان پوءِ ڪجهه عرصي لاءِ ميان محمد خان تخت تي ويٺو هو. هيءُ ڪلهوڙن جو پهريون مقبرو آهي، جنهن ۾ وقت جا ٻه حاڪم گڏ دفن ٿيل آهن. ڇت تي نوڪدار گنبذ، جنهن تي ڪوٽيءَ جو ابتو گل ان گل جي مٿان خوبصورت ڪلسو ڏنل آهي. مقبري جي هرڪنڊ تي اٺڪنڊا برج ٺهيل آهن. اهڙي طرح گچ (Drum) تي ٻه برجيون، گچ (Neck) تي ٻه ڪنگرا ٺهيل آهن. ڇت تي ٻيا ٻه چار گنبذڙا ٺهيل آهن. جيڪي وڏي گنبذ جي چوڌاري ڦريل آهن. انهن ڪي ٻه چوٽيءَ تي ڪلسو ڏنل آهي. ان ڪري ڇت تي گنبذ جو جهنگ نظر اچي ٿو. گنبذ جي ڳچي خاصي وڏي آهي.

**ماڳ جو نالو:** **ميل پٿر** 101
ماڳ جو قسم: پٿر ڪمائڻ جو ڪارخانو
ماڳ جو دور: ميسوليٿڪ پري هڙاپن دور
ماڳ جو هنڌ: قومي شاهراهه حيدرآباد_ ٺٽو ڪراچي سنگ ميل 101

ڏکڻ سنڌ ۾ انساني سرگرميءَ جي حوالي سان هن مهل تائين دريافت ٿيل هيءُ قديم ترين ماڳ آهي. جيڪو سنڌوءَ جي ساڄي ڪپ تي ٺٽي ضلعي ۾ جهرڪن جي ويجهو اونگر پوليس اسٽيشن کي ويجهو آهي. هيءُ ماڳ 1965ع ۾ آرڪيالاجيءَ کاتي جي هڪ آفيسر ڳوليو لڌو هو. هيءُ ماڳ هڪ ٽڪريءَ تي آهي، جيڪا گهوڙي جي نعل وانگر اڌ گول آهي. جنهن جي ڇت پڻ اروڙ جي ٽڪرين وانگر سڌي يا تراڪڙي آهي. هن جي پکيڙ اٽڪل ٻه ڪلو ميٽر آهي. هتي ملندڙ چقمقي پٿر جو رنگ گهرو ناسي آهي. ساڳئي نموني جو پٿر روهڙي وارين ٽڪرين ۾ استعمال ٿيل سَنگي اوزارن ۾ ڏٺو ويو آهي. هتي موجود اوزارن ۽ فئڪٽريءَ جا ڍير هيٺين، وچين ۽ پيليوليٿڪ دور جا آهن. هتان هٿ آيل اوزارن ۾ وڍڻ جا اوزار، ڪاٽ، هٿ ڪهاڙيون ۽ ڪورون شامل آهن. هن پٿري صنعت ۾ اهي نمونا آهن، جيڪي هڙپائي صنعت ۾ نتا ملن. هن ماڳ جو ذڪر ڊاڪٽر آلچن صاحبه به ڪيو آهي.

More Books Visit : www.iqbalkalmati.blogspot.com



**ماڳ جو نالو: ميان دين محمد ڪلهوڙي جو مقبرو**

ماڳ جو دور: ڪلهوڙن جي صاحبي

ماڳ جو قسم: اڏاوت/ مقبرو

ماڳ جو هنڌ: ديهه راڏي، تپو ميان نصيرمحمد، سرڪل ماڏو، تعلقو خيرپورناٿن شاهه، ضلعو دادو _ ڳاڙهي قبرستان ۾.

ميان دين محمد ڪلهوڙو، ميان نصيرمحمد کان پوءِ تخت تي ويٺو (1692ع) اورنگزيب جي پوٽي معزالدين کيس قيد ڪرائي ملتان ۾ رکيو. جتي 1699ع ۾ کيس شهيد ڪيو ويو. سندس لاش ملتان مان آڻي ڳاڙهي ۾ دفن ڪيو ويو. سندس مقبرو، ميان نصيرمحمد ڪلهوڙي (جيڪو سندس پيءُ هو) جي اولهه واري پٽ سان لڳ آهي. مقبري جي پرسان حاطي اندر ٻيون به ڪيترين ئي قبرون آهن. مقبرو مستطيل آهي، جنهن جي مٿان "مندسر" نموني محرابي ڇت (vaulted Roof) ٺهيل آهي. حاشيو (Dado) کان مٿي مستطيل پانيل سينگار لاءِ جوڙيل آهن. ٻاهريون حاشيو به ڪنهن زماني ۾ مستطيل پانيلن سان سينگاريل هو. ۽ ان تي ڇٽ نڪتل هئا. هن کي ڪنگرن سان، ٻيڙ_ ٻنو ۽ ڪنڊن وٽ برجيون ڏنل آهن. روضي کي هڪ سوڙهو، پر خوبصورت دروازو ڏنل آهي. اڏاوت خوبصورت ڏسڻ ۾ اچي ٿي. روضي جي وچ تي ميان دين محمد ڪلهوڙي جي قبر آهي. مقبري جي اندر گلڪاري ٿيل آهي، جيڪا وقت گذرڻ سان گڏ اسانجي وئي آهي، پر ان جا نشان چٽا ٻيٺا آهن. ڪجهه فاصلي تي ٻيا به ڪي ڪلهوڙن جي دور جا اهم ماڻهو دفن ٿيل آهن. انهن مان ڪجهه جو احوال ڏجي ٿو.

فتح محمد: ميان نصيرمحمد جي قبرستان ۾ ٻن ميلن تي اوڀر ۾ به يادگار آهن. هڪ فتح فقير جو "صحابو" جيڪو 4.5 فوٽ ڪچين پٽين جي اندر آهي جنهن کي ڏکڻ کان لنگهه آهي. ٻي فتح فقير جي قبر جيڪا وچ تي آهي. قبر ٿنين تي ٺهيل ڪاٺ جي ڇپرائين اڏاوت اندر آهي. انهيءَ اڏاوت جي سامهون خاص نموني جا ڳرا پٿر پيل آهن. سندس مزار ويجهو مٽيءَ جو هڪ ننڍو دڙو به موجود آهي. هي فقير بنگلاڻي پاڙي مان هو، ميان نصيرمحمد جي حرم سراءِ جو پاڻي پريندو هو. هن سان گڏ سلطان فقير ساند، گلاب فقير لغاري پڻ ساڳيو ڪم سرانجام ڏيندا هئا.

عنايت شاهه: هن جي مزار ڳوٺ باغو ديرو، ديهه ڪُورَ پور، تپو ميرمحمد تعلقو خيرپورناٿن شاهه ضلعي دادوءَ ۾ موجود آهي. پاڻ ذات جو تگڙ هو. ميان نصيرمحمد جڏهن ڳاڙهي ۾ پنهنجي عبوري حڪومت قائم ڪئي ته هن نئين گاج ۽ گاجي شاهه جو علائقو عنايت شاهه جي انتظام هيٺ رکيو. علائقي جي زمين کي آباد ڪرڻ لاءِ هن گاج نئن کي بند ٻڌي هڪ "ڪاري" نالي ڪئنال جوڙيو. هن سڄي عمر شادي نه ڪئي. هن مغلن سان به ڪيترين جنگيون ڪيون. هن جو مقبرو 1972ع ۾ حاجي اميربخش جوڻيجي جي تعاون سان ٺهرايو ويو آهي. مزار جي اندر به قبرون آهن.

حامد شاهه جو روضو: هن جو روضو ديهه ڪورپور، تپي ميرمحمد، تعلقي خيرپورناٿن شاهه ۾ آهي. هيءُ هڪ دڙي تي ٺهيل آهي. فرش سيمينٽ جو ٺهيل آهي. مٿان ڇت پڪين سرن جي آهي. ٻيڙ ٻني تي برجيون ٺهيل آهن. حامد شاهه ميان نصيرمحمد جو اهم صلاحڪار هو. سندس مقبرو عنايت شاهه جي اتر ۾ اڌ فرلانگ ۽ ميان نصيرمحمد جي مسجد کان اتر ڏکڻ ۾ هڪ ڪلو ميٽر جي فاصلي تي آهي.

تاجو فقير اوٺو: اصل نالو تاج محمد هوس. ميان نصير محمد جي خاص مريدن ۽ معتقدن مان هو. ميان نصيرمحمد جي وفات کان پوءِ ميان دين محمد کيس پنهنجي اميرن ۾ داخل ڪيو. هن مغل فوج سان ڪيترائي ڀيرا مهاڏو اٽڪايو. سندس مزار ميان نصيرمحمد جي قبرستان ۾ آهي. ان کان سواءِ باجي فقير_ درياخان برهماڻي_ تاجو ليڪي ۽ ٻيا به هتي پوريل ڇپيا وڃن ٿا.

**ماڳ جو نالو: ميان شوري واري مسجد**

ماڳ جو قسم: مسجد /اڏاوت

ماڳ جو دور: 1644ع

ماڳ جو هنڌ: ڳوٺ ميان شورو، ديهه جمال ڪيريو، تعلقو سڪرنڊ، ضلعو نوابشاهه. هيءُ ماڳ اتر ويڪرائي

More Books Visit : www.iqbalkalmati.blogspot.com



قاڪ 26°10'52" ڊگريون، اوڀر ڊگهائي قاڪ 68°21'45" ڊگرين ۾ آهي. مسجد جي ڊيگهه اتر_ ڏکڻ 30. 14 ميٽر ويڪر اوڀر اولهه 6 ميٽر ۽ وڌ ۾ وڌ اوچائي 50 . 10 ميٽر آهي. هن جي اڏاوت ۾ گل، چن ۽ پڪيون سرون استعمال ٿيل آهن. مسجد مستطيل رٿيل آهي. لنگهه اوڀر طرف ڏنل اٿس، جيڪو مستطيل آهي. مهڙ ۾ مادرن ٽائيلز ۽ سيمينٽ جا لنبيل پانيل ڏنل آهن. ڀيڙ ڀني تي ڪنگرن جي قطار آهي، ڪندن وٽ برجيون ٺهيل آهن؛ جن جو تعداد هرڪنڊ تي هڪ هڪ آهي. مسجد تي ٽي گنبذ جن تي ابتي ڪنول جو گل ۽ ان جي مٿان ڪلسو ڪاشيءَ جو آهي. وچ وارو گنبذ ٻين ٻن کان وڏو آهي. گنبذ شڪل ۾ شاهجهان مسجد ٺٽي واري گنبذ سان هڪجهڙائي رکن ٿا. اندر حجرو ٽن حصن ۾ ورهايل آهي. هرهڪ حصي جي مٿان گنبذ لاءِ ڪنڊ_ جوڙون ٺاهي ان کي ائڪندو ڳچ ڏنو ويو آهي، جيڪو گهڻ راسي ونگن ۽ پانيلن سان سجايل آهي. چارئي ڪنڊ_ جوڙون (squinches) ماڪيءَ جي ماناري واري شڪل واري اڏاوت سان سينگاريل آهن. هڪ دري اتر طرف، هڪ دري ڏکڻ طرف ٺهيل آهي. محراب اولهه طرف ٺهيل آهي، ان ۾ ٻه جارا هرهڪ پاسي ۽ هڪ روشندان ٺهيل آهي. وچ ۾ هڪ لٽڪٽو ٺهيل آهي. اولهه واري پٽ تي ڪتبو لڳل آهي، جنهن تي اڏاوت جو سال 1267 هه لکيل آهي. مقامي ماڻهو ان جي مرمت ڪرائيندا رهن ٿا، جنهن ڪري مسجد سٺي حالت ۾ آهي.

**ماڳ جو نالو:** **ميان نصير محمد جو قبرستان**

ماڳ جو قسم: قبرستان

ماڳ جو دور: ڪلهوڙن جي صاحبيءَ جي شروعات

ماڳ جو هنڌ: ديهه راڏي نمبر 2، تپو ميان نصير، تعلقو خيرپورناٿن شاهه، ضلعو دادو.

مڪليءَ کان پوءِ هيءُ سنڌ ۾ اهم ۽ وڏو قبرستان آهي، جنهن ۾ اجا به اٽڪل 60 مقبرا موجود آهن. مقبرن ۾ صابا، هديرا، رانڪون، چٽيون، مصلىٰ ۽ هزارين قبرون موجود آهن. اهي مقبرا ڪلهوڙا دور جي اهم شخصيتن جا آهن، جن ۾ نواب، رئيس، عالم، شاعر، شهيد ۽ عام لوڪ اچي وڃن ٿا. هيءُ قبرستان اٽڪل 140 ايڪڙن تي ڦهليل آهي. هن جي مقبرن ۽ هديرن تي سنڌ جي انهيءَ دور جي عمارتسازيءَ جا نمونا ملن ٿا. آلو چٽ ۽ سڪو چٽ ٿيئي آهن. ٻن ڪلهوڙا حڪمرانن جا مقبرا به هن قبرستان ۾ موجود آهن. گنبذ جا سڀ نمونا هتي مقبرن تي ٺهيل آهن. هيءُ قبرستان ڪلهوڙا حڪمرانن جو پهرئين عبوري مرڪز ڳاڙهيءَ ۾ آهي. هيءُ ماڳ سن 1699_ 1657ع تائين تخت گاهه رهيو. هيءُ قبرستان اجا استعمال هيٺ آهي. هيءُ قبرستان تحقيق ڪندڙن لاءِ وڏي ڪشش جو سبب آهي. هن قبرستان کي به مڪليءَ وانگر حڪومت پنهنجي تحويل ۾ وٺي، ان جي سنڀال ڪري. وقت جي تمام اهم شخصيتن جا هتي مدفن آهن. جن مان بيگو چانڊيو، مير صوبدار خان، خيرو ولاٽو، يارو رند، فوجو فقير (جيڪو هٽڙي سنڀاليندو هو) ننڊو ڪوسو، تاجو فقير اوٺوال، باجو خان، گل محمد خان لغاري، درياخان برهماڻي، تاجو ليڪي، اعواڻ فقير، گاجي ڪهاوڙ وغيره پڌايا وڃن ٿا. هي سڀ ڪلهوڙن جا جرنيل ۽ منصبدار هئا. هن قبرستان تي تحقيقي ڪم به ڪونه ٿيو آهي. لطيف خيرپور يونيورسٽي به ڌيان ڏئي.

**ماڳ جو نالو:** **ميان نصير محمد ڪلهوڙي واري مسجد يا ڳاڙهي واري مسجد**

ماڳ جو قسم: اڏاوت

ماڳ جو دور: ڪلهوڙن جي صاحبي

ماڳ جو هنڌ: سروي نمبر 208، ديهه ڪُورَ پڊو، تپو ميرمحمد، تعلقو خيرپورناٿن شاهه ضلعو دادو.

ميان نصيرمحمد ڪلهوڙو، پنهنجي چاچي شاهه محمد ڪلهوڙي کان پوءِ 1657ع ۾ تخت نشين ٿيو. هن ڳاڙهيءَ کي پنهنجو تخت گاهه ڪيو. مسجد جي ٺهڻ جو قطعي سال ڪونه ٿو ملي، پر پڪ سان اِها مسجد ميان نصير محمد ڪلهوڙي پنهنجي ماڻهن لاءِ نئين تخت گاهه ڳاڙهيءَ ۾ ٺهرائي هوندي. اها مسجد 1657ع کان 1692ع جي وچ ۾ ٺهي هوندي. تخت

More Books Visit : www.iqbalkalmati.blogspot.com



گاهه ڳاڙهيءَ جا آثار اڃا موجود آهن. ڪلهوڙن جي هيءُ دادو ضلعي ۾ پهرين اڏاوت سمجهڻ گهرجي، جيڪا ميان نصيرمحمد ڪلهوڙي جي حڪم تحت ٺهي. توڙي هن وقت حاطي جا آثار بلڪل بہ ڪونہ آهن. پر ائين نٿو سمجهي سگهجي تہ حاطو ڪونہ هوندو. ڪنهن ٿلهي جا آثار ڪونہ آهن. پر مسجد زمين جي مٿاڇري کان ڪي قدر مٿي آهي. رٽ ۾ هيءُ مسجد مستطيل آهي. هن جي ڊيگهہ 67 فوٽ ۽ ويڪر 56 فوٽ آهي. مهاڙي ۾ ونگن سان ٽي دروازا آهن. وچون در ٻين درن کان ڪجهہ وڏو آهي. سامهون پنج اُڀا پانيل جڙيل آهن. جيڪي حاشيہ کان مٿي آهن. مهاڙي تي چار مُنارا ٺهيل آهن جن مان بہ پڳل آهن. مسجد جون پٺيون ساديون آهن. پوياں هڪ محراب ٺهيل آهي. اوپر واري ڪنڊ تي مٿان کان 60 س_ م ٽائين ڪنڊ مٿان (alveolate) ۽ هيٺيان (Truncated) ماريل آهي. هيءُ نمونو سنڌ ۾ ٻئي هنڌ نٿو ملي. دروازن وٽ پنج اڀا پانيل آهن. جيڪي حاشيي کان مٿي آهن. مٿي مهاڙيءَ ۾ چار منارا ٺهيل آهن. جن مان بہ ڊهي پيا آهن. مسجد جي ڪانس ڇئن طبقن ۾ ٺهيل آهي. رنگدار ڪانس تي ٻيڙ_ ٻنو (Parapet) ٻيڙ_ ٻني تي ڏندا (crenel) نڪتل/ ٺهيل آهن. پاڙيءَ جي نيڪال لاءِ ٻيڙ ٻني هيٺان سوراخ ۽ پٽ ۾ هيٺان کان مٿي ٽائين ناليون ٺهيل آهن. دروازو هڪ وڏي هال ۾ کلي ٿو. جيڪو وڏي وايي سبب ڪري چڪو آهي ۽ آسمان پيو ڏسجي. اتر ۾ ٽي دروازا ٺهيل آهن. جيڪي 7 . 2 فوٽ ويڪرا آهن. انهن کي پانيل ڏنل آهن. نماز وارو حجرو ٽن ونگيل دروازن سان آهي. اهي دروازا مهاڙي وارن دروازن کان ننڍا آهن. اندر ٽي محرابي جارا ٺهيل آهن. ڪندن تي گنبذ جوڙڻ لاءِ ڪنڊ جوڙ (squinches) ٺهيل آهن. گنبذ ۽ ڪنڊ جوڙ ڇٽيل آهن. اتر ۽ ڏکڻ ۾ دريون ٺهيل آهن. جيڪي 8 . 5 فوٽ ماپ جون آهن. اهي اڃا بہ وڏيون هيون. پر بعد ۾ انهن کي بند ڪري ننڍو ڪيو ويو آهي. غور سان ڏسبو تہ اندر پٺيون ڇٽيل آهن. فرش پڪين سرن جو ٻڌل آهي. حجرو اندران اندر 9 . 59 فوٽ ڊيگهہ ۾ 17 فوٽ ويڪرو آهي. محراب ۾ ڪا لکت آهي. پر پڙهي نٿي سگهجي. ڇت تي مٿي چڙهڻ لاءِ ڪا ڏاڪڻ وغيره ڪانہ آهي جو چڙهي ان جو مطالعو ڪجي. اولهہ واري حجري جي ڇت مٿان ٽي گنبذ ٺهيل آهن. جن جي چوٽي ڊگهي ۽ ڪلنگي دار آهي. وچون گنبذ ٻين ٻن کان ڪجهہ وڏو آهي. گنبذ ۾ استعمال ٿيل سرون سنهيون آهن. هي مسجد 1992ع کان پوءِ برساتن وغيره جي سٽ سهي نہ سگهي ۽ مڪمل ڪري پئي. سال 2006ع جي نومبر مهيني ۾ عباسي_ ڪلهوڙا تنظيم ان کي نئين سر اڏايو آهي. هن وقت نئين مسجد بيٺل آهي. اسان هن مسجد تي سال 1982ع ۽ 1992ع ۾ ڪم ڪيو هو. نئين ڪم ۾ رهيل پراڻن حصن کي محفوظ ڪيو ويو آهي.

**ماڳ جو نالو:** **ميان نورمحمد ڪلهوڙي جو مقبرو**

ماڳ جو قسم: مقبرو/ اڏاوت

ماڳ جو دور: 1757_ 1753ع

ماڳ جو هنڌ: نورمحمد ڪلهوڙو قبرستان تعلقو دولتپور ضلعو نوابشاهہ_ ڳوٺ مقيم ڏاهريءَ کان 2 ڪلو ميٽر اولهہ_ موري شهر کان 16 ڪلو ميٽر اتر_ 26° 32' 5" اتر 68° 4' 8" اوڀر.

مقبرو چورس 14.45x14.45 ميٽر، جڏهن تہ اوچائي 18 ميٽر اٿس. هڪ پليٽ فارم تي ٺهيل مقبري کي ٻاهران پٽ (Courtyard) ڏنل آهي، جنهن جي ماپ 44.90x67.10 ميٽر آهي. مقبرو پڪين سرن جو ٺهيل آهي. سرن جي ماپ 26x18.4 سينٽي ميٽر آهي. گچ گاري، چيرولي ۽ پٿر جي سليبن سان اڏيل هن مقبري کي شايد اوڀر ۾ لنگهہ جو دروازو آهي. دروازو ڪاٺ جو ٺهيل آهي، جنهن تي گل ڪاري کان سواءِ قرآني آيتون اڪريل آهن. مقبري جي مهاڙي خوبصورت گل ٻوٽن سان سينگاريل آهي. ميان نورمحمد ڪلهوڙو ميان يارمحمد جو فرزند سال 1719ع ۾ تخت نشين ٿيو. سال 9 ڊسمبر 1753ع تي وفات ڪيائين. سندس قبو ميان مراداياب خان جي ڏينهن ۾ ٺهيو، هن قبي کي ٺٽي جي مشهور ڪاريگر ابوبڪر ڊزائين ڪيو.

هيءُ ماڳ آرڪيالاجيءَ کاتي جي نگرانيءَ ۾ آهي. 1947ع کان اڳ قبي کي ڪيترائي ڀيرا مرمت ٿي آهي. هن وقت مقبري جي حالت ڪا سني ڪونہ آهي. مٿيون گنبذ ٽٽي پيو آهي، جيڪو ڪنهن بہ وقت ڪري سگهي ٿو. سني سنڀال نہ هئڻ ڪري چمڙن ۽ ڀاريهرن جو آماجگاهہ آهي.

More Books Visit : www.iqbalkalmati.blogspot.com



**ماڳ جو نالو:** **ميان يارمحمد جو مقبرو**

ماڳ جو هنڌ: دادوءَ کان ڏکڻ 7 ميل خدا آباد ڳوٺ کان اولھ هڪ ميل جي فاصلي تي تعلقو دادو ضلعو دادو.

ماڳ جو دور: ڪلهوڙا دور جي اڏاوت

ماڳ جو احوال: مقبري جي عمارت ڪاريگريءَ سان جڙيل آهي. سڄي قبي اندر ڪاشيءَ جو نفيس ڪم ٿيل آهي. چون ٿا تہ هيءُ مقبرو ميان يارمحمد پنهنجي ايام ڪاريءَ ۾ جوڙائڻ شروع ڪيو. (1701ع کان) ان جو ڪم غلام شاهہ ڪلهوڙي مڪمل ڪرايو. مقبري وارو مقام 12 ايڪڙ زمين والاري ٿو. هن مقبري ۾ اندر تي تربتون آهن. هڪ تربت ميان يارمحمد جي، ان جي اولهہ ۾ سندس پٽ محمد خان جي ۽ پيرانديءَ کان سندس پوٽي سخي محمد جي. مقبري جي پٺ ۾ مراياب خان جي تربت آهي. ان کان اڳيان واري مقبري ۾ ميان دائود ۽ ميان ميرمحمد مدفون آهن. يارمحمد جو مقبرو هڪ ٿلهي تي اڏيل آهي، جنهن جي ڊيگهہ 214 فوٽ ۽ موڪر 105 فوٽ آهي. جنهن ڪي ٻاهران 5 فوٽ اوچي ديوار ڏني وئي آهي.اندر وڃڻ لاءِ اوپر پاسي اڌ گول ۾ ڏاڪڻ ٺهيل آهي. مقبري جي اڏاوت اهڙي نموني رٿيل آهي جو ٽن طرفن کان ان کي مٽي رکيو ويو آهي. گنبذ جي چوڌاري، اندران، چاريدار گيلري رکي وئي آهي. ان گيلريءَ کي محراب دار دريون لڳل آهن. جيڪي پڻ نفيس چاري دار ڪم سان ڊڪيون ويون آهن. هتي نقش نگار ۽ روغني چمڪ واريون سرون ڪم آندل آهن. داخلي دروازي جي پاسي وارا حاشيہ رنگين ۽ نفيس سرن جا جوڙيا ويا آهن. هرهڪ حاشيو 10 فوٽ هم چورس آهي. قبر هڪ پليٽ فارم تي ٺهيل آهي. ان جي چوڌاري ڪاٺ جي ٺهيل ڇتي آهي.

هتي هڪ وڏو قبرستان آهي. 1701ع کان 1781ع تائين هتي امير ڪبير ۽ غريب مدفون آهن. مقبري جي ڏکڻ ۾ منگي فقير جو بہ قبو آهي.

**ماڳ جو نالو:** **مير الهيار خان جو مقبرو**

ماڳ جو دور: 1731ع

ماڳ جو قسم: مقبرو

ماڳ جو هنڌ: ڊرگهہ بالا تعلقو جوهي لڳ ماڻڪاڻي ٽالپرن جو مقام ضلعو دادو

مير الهيار جو مقبرو 1731ع ۾ جڙي راس ٿيو. هن مقبري جي ماپ 11x11 ميٽر آهي. انهيءَ کي اوپر ڏانهن دروازو آهي ۽ ديوارون طاقن واريون آهن، جن کي خوبصورت نقش و نگار ٿيل آهي. افسوس آهي جو ميرن جي ڪاڇي ڇڏڻ ۽ قبرستان سان واسطو نہ رکڻ ڪري ماڻهن انهيءَ نقش نگار کي تمام گهڻو نقصان رسايو آهي. در دريون پٽجي چڪيون آهن، پر پوءِ بہ قبرستان ۾ هيءُ مقبرو سٺيءَ حالت ۾ موجود آهي.

**ماڳ جو نالو:** **ميرپور ۾ پٽن جا يادگار**

ماڳ جو قسم: قبا ۽ مسجد

ماڳ جو دور: نامعلوم

ماڳ جو هنڌ: ميرپور پٽو، تعلقو رتوديرو ضلعو لاڙڪاڻو

هي پٽن سردارن جو ڳوٺ آهي. سردار دوداخان، نواب نبي بخش خان، خان بهادر احمد خان پٽو ۽ ٻين معتبر ماڻهن جا عاليشان قبا ٺهيل آهن. جيڪي فن تعمير جو اعليٰ نمونو آهن. ان کان سواءِ هتي سردار پيربخش پٽي صاحب جي جوڙايل ٽن گنبذن واري مسجد جيڪا پوڻا بہ سؤ سالَ پراڻي آهي، يادگار جي حيثيت رکي ٿي. هن مسجد ۾ هڪ فارسي ڪتبو بہ لڪيل آهي.

**ماڳ جو نالو:** **ميرپورخاص وارو ٿل**

ماڳ جو هنڌ: ميرپورخاص شهر کان اڌ ميل جي پنڌ تي

ماڳ جو دور: ٻوڌي دور، چوٿين پنجين صدي عيسوي

More Books Visit : www.iqbalkalmati.blogspot.com



احوال: هيءُ ماڳ اٽڪل اڌ ميل جي پکيڙ ۾ آهي. کوٽائي ڪرڻ سان پراڻين جڳهين جا نشان ملن ٿا. 1892ع ڌاري هينري ڪزنس هتي 6 فوٽن جو گول ٿل ڏٺو هو. ان ۾ نڪر جو ٿانءُ رکيل هو. اتي چوڏن جهڙي شيءِ ڏسڻ ۾ آئي. پر رَکَ وغيره ڪانہ هئي. هتي مليل وٿن مان سائي رنگ جي پٿر جو ٽڪرو، رنگين ۽ چريل سرون، رانديڪا ٻڌ جا مجسما وغيره مليا آهن. ٿلهہ جي کوٽائيءَ کان پوءِ هتان ٻڌ جو عبادت خانو جنهن کي وهارو چئبو آهي، چڱي حالت ۾ مليو آهي، جنهن ۾ ٻڌ جون مورتيون رکيل آهن. ٿل مٿي کان هيٺ 25 فوٽ، هيٺ 4 فوٽ پڪين سرن جي جاءِ، ننڍڙي ڪوٺي جنهن ۾ 15 انچ جو خانو ٺهيل هو. ان ۾ اندر هڪ بلور جي شيشي رکيل آهي، جنهن جي چوڌاري رک هاريل هئي. ان کان سواءِ مرجان جا 63 مڻڪا، بلور جا 17 مڻڪا، موتي، مٽيءَ جا گول چڪرا جنهن تي ٻڌ جون تصويرون اڪريل آهن. هتي اتر، اوڀر ۽ ڏکڻ پاسي پيڙهہ وٽ گوتم جا نوَ مجسما مليا آهن، جيڪي ماٺهوءَ جي اڌ ماپ جيترا آهن.

**ماڳ جو نالو:** **ميرشاهنواز ٽالپر جي ديري جي تجر**

ماڳ جو قسم: تجر

ماڳ جو هنڌ: ميرمحمد خان جي مقبري سان لڳ _ ميرن جو قبرستان، حيدرآباد

هن مقبري ۾ ڪل ٽي قبرون آهن: هڪ وچ تي، هڪ اولهہ پاسي ۽ ٽين اڀرندي پاسي. انهن مان هڪ قبر مير شاهنواز جي زال ۽ ٻہ سندس ڌيئرن جون آهن. هي تجر مير محمد خان جي ديرن واري تجر جي اوڀر طرف آهي. ڇت ۾ لوهي گارڊر لڳل آهن. هن تجر کي ٻہ دروازا آهن. هڪ ڏکڻ پاسي ۽ ٻيو اتر پاسي.

**ماڳ جو نالو:** **مير شهداد خان جا قبا**

ماڳ جو قسم: اڏاوتون/ قبرستان

ماڳ جو هنڌ: شاهپور چاڪر شهر جي اترئين ۽ اولاهين ڪنڊ تي، شهر جي پرسان وهندڙ سدا واهہ جي پڪ سان اٽڪل ٽن ميلن جي فاصلي تي قديم قبرستان.

ماڳ جو دور: 12 صدي هجريءَ جي شروعات.

هي قديم قبرستان اٽڪل ڇئن پنجن ايڪڙن جي ايراضيءَ تي ڦهليل آهي. چوڌاري هڪ ديوار بہ ڏنل هئي، جيڪا ڊهي وئي آهي. قبرستان جي ويجهو مجاورن لاشارين جا گهر آهن. ڪين ميرن سنپال جي عيوض ڪجهہ زمين بہ ڏني آهي. تازو 1976ع ۾ ميرن ڪن مزارن جي مرمت ڪرائي آهي. پر پوءِ بہ سجو قبرستان ڊٺل آهي. ڪيترين مسجدون، عمارتون، خانقاهون مزارون مٽيءَ جو ڍير ٿي ويون آهن، جيڪي سڃاڃجي سگهيون آهن انهن جو احوال ڏيون ٿا.

1_ مير شهداد بن جام نندي واري مسجد: جيئن قبرستان ۾ داخل ٿبو تہ سڀ کان پهريان هي مسجد شريف ڏکڻ طرف نظر ايندي. سندس حالت ڪا سٺي ڪانہ آهي. مٿس ٽي گنبذ آهن. اڇي گچ جي اوساري، ڪاراٽجي وئي آهي. ديوارون پٽ پئجي ويون آهن. مسجد جي اندرين ديوارن تي سنڌي، پارسي، عربيءَ ۾ ڪافي شعر ۽ رباعيون لکيل آهن. اندر مسجد شريف چڱي ڪشادي آهي جو سؤ کن نمازي نماز ادا ڪري سگهن ٿا. ڪتبو لڳل آهي، مگر ان تي سن وغيره لکيل ڪونہ آهي. نهرائيندڙ جو نالو فارسي ۾ مير شهداد بن جام نندو لکيل آهي. مير شهداد 1210 هجريءَ ۾ وفات ڪئي. ان لاءِ ائين چئي سگهجي ٿو تہ هيءَ مسجد شريف 1210هہ کان بهرحال اڳ جي ٺهيل آهي.

2_ مير شهداد خان جي مزاري مير شهداد خان واري مسجد جي بلڪل پنيان اولهندي ۾ ميرصاحب جي مزار آهي. مزار پيلي رنگ جي پٿر جي وڏي ٿلهي تي ٺهيل آهي. ٿلهو اٽڪل چار فوٽ کن اوچو آهي. مزار سهڻي ٺهيل آهي. مزار واري ٿلهي جي ٽئين طبقي تي هڪ مخروطي صورت ۾ مزار جو تعويذ آهي. پيراندي کان هيءُ ڪتبو نقش ٿيل آهي.

”هوالغفور، اين تربت مرحوم مير شهداد فقير ٽالپر بن جام نندہ فقير ٽالپر تاريخ نوز دهم سن 1210 هہ رمضان وفات يافت“ مزار جي ٻنهي پاسي قرآني آيتون اڪريل آهن.

More Books Visit : www.iqbalkalmati.blogspot.com



3_ مير نصير محمد چام نندي جي تربت: مير شهداد خان جي تربت کان پنجن_ ستن قدمن تي سندس والد مير نصير محمد خان چام نندي جي مزار آهي. هيءَ پيلي پٿر جي جڙيل آهي. مٿس نقش نگار ٺيل آهي. مزار وڏي پڪي ٿلهي تي آهي، جيڪو ٽي فوٽ اوچو آهي. تربت جي تعويذ تي قرآني آيتون لکيل آهن. پيراندي کان ”ميان نصير محمد چام نندہ بن فيروز فقير ٽالپر“ لکيل آهي. وفات جو سن لکيل ڪونہ اٿس.

4_ مائي حوا بنت مير چاڪر جي مزار: چام نندي واري مزار جي ساڄئي ٿلهي تي الهندي طرف هڪ زناني تربت جيڪا پيلي رنگ جي پٿر جي ٺهيل آهي. اتي لڳل ڪتبي تي ”ميان نصير محمد مائي حوا بنت مير چاڪر فقير ٽالپر“ لکيل آهي. تربت جي الهندي طرف ”نادعلي“ سهڻن اکرن ۾ لکيل آهي.

اهي مزارون مير شهداد خان واري مسجد جي اترين_ اولاهين ڪنڊ تي ٿورو اڳيرو آهن. قبرستان اندر جيڪي پيلي رنگ جي پٿرن جون قبرون آهن اهي سڀ ميرصاحبن جون آهن. باقي ڪچي مٽيءَ واريون قبرون عام ماڻهن جون آهن.

5_ چام نندي واري مسجد: مير نصير محمد چام نندہ جي مزار جي سامهون اترئين طرف هڪ وڏي مسجد آهي. هي مسجد چام نندي جي پيءُ سندس يادگيريءَ ۾ ٺهرائي هئي. مسجد جي ٻاهران پٿر جي سر جو ڪتبو لڳل آهي.

”مير نصير جام نندہ فقير بن جام فيروز قوم ٽالپر بتاريخ بيست وششم ماھ رمضان 1217 ھ وفات يافت“

مسجد ڪشادي، ديوارن تي نقش نگار، محراب جي ٻنهي پاسن کان امامن جي روضن جون تصويرون نڪتل آهن. مسجد جي ٻاهران ديوار ڊهي وئي آهي. صرف اوپر وارو دروازو قائم آهي.

6_ تڳئي فقير جي تربت: مير نصير محمد چام نندي جي مسجد شريف جي اوڀر ۾ ٻہ سؤ قدمن تي، پڪين سرن جو چبوترو ٺهيل آهي. جتي ڪلهوڙا دور جي ٺهيل سرن جهڙيون سنهيون سرون ڪتب آندل آهن. مٿان گچ گارو استعمال ٿيل آهي. چبوتري ۾ اندر تڳئي فقير مگسيءَ جي تربت آهي. چون ٿا تہ ميرصاحب سندس معتقد هئا ۽ اهو چبوترو مير صاحبن ٺهرايو. تربت پرسان ہي اڻ چاتل تربت آهي.

7_ عبدالله شاھ شهيد جو چبوترو: قبرستان کان ٿورو ٻاهر اترئين طرف هڪ پڪين سرن جي ٺهيل چبوتري اندر سيد عبدالله شاھ جي تربت آهي. تربت جي تعويذ تي آيت الڪرسي اڪريل آهي. ڪيس ڪڏهن ۽ ڪنهن شهيد ڪيو، ڪابہ تاريخ ڪانہ ٿي ملي.

8_ وڏي ٿلهي واري مزار عبدالله شاھ شهيد جي اوڀر ۾ هڪ ڇهہ ست فوٽ اوچو ٿلهو آهي، جنهن تي هڪ پيلي پٿر جي وڏي مزار آهي. مزار جي چؤطرف آيت الڪرسي نقش ٿيل آهي. ٿلهي جي چوڌاري قبو آهي، جنهن کي ٻارنهن ٿنڀا آهن. هن تي ڪوبہ ڪتبو لڳل ڪونہ آهي.

9_ مراد فقير: قبرستان جي اُترئين طرف کان چار پٿر جون مزارون آهن. جن مان اپرندي طرف ٽئين نمبر واري تربت تي آيت الڪرسي لکيل آهي. چوٿين مزار جي تعويذ تي هيءُ ڪتبو_ وفات مراد فقير قوم بلوچ لگاري في التاريخ 19_ شهر رجب سنہ 1102 ھ“ فقير مراد ڪير هو؟ ان بابت ڪابہ معلومات ڪانہ ٿي ملي.

10_ پراڻي مسجد: مير نصير محمد چام نندي واري مسجد جي اتر_ اولهہ تي پنجاھ کن والن جي مفاصلي تي هڪ پراڻي شهيد ٿيل مسجد آهي. مسجد کي ٽي گنبذ آهن. جن مان وچون شهيد ٿيل آهي. مسجد جي پوئتان اولهہ ۾ ٽي قبن نما چبوترا آهن. پهرئين چبوتري تي هڪ قبر آهي، ڪتبو لکيل ڪونہ اٿس. ٻئي چبوتري تي بہ مزارون آهن، جيڪي چٽيل آهن. جن تي بہ ڪو ڪتبو لکيل ڪونہ آهي. ٽئين نمبر چبوتري تي ٽي قبرون آهن. ٻاهران چوڌاري پڪ سري ۽ ٻاهرين دروازي تي هي اکر لکيل اٿس.

”ميان نصيرمحمد مير شهداد خان ولد خان تنک ٽالپور بلوچ فقير وصال کرد ماھ رجب سنہ 1147ھ“

اها مزار وڏي شهداد خان جي آهي، جنهن جي پنيان شهدادپور جو شهر ٻڌل آهي. هي سيني کان اڳ جي قبر آهي. سندس نالي سان هي قبرستان آهي. باقي قبرون ديره جات جون آهن. انهن چبوترن جي ڏکڻ ۾ هڪ زبون حالت ۾ پٿربلو چبوترو آهي، جنهن کي

More Books Visit : www.iqbalkalmati.blogspot.com



ٻاهران ديوار ڊٺل هئي. سو هن وقت ڊهي ويو آهي. صرف دروازو نشانيءَ طور باقي آهي، جنهن تي هي ڪتبو لڪيل آهي.

”ميان نصيرمحمد مير فتح علي ولد هوتڪ ٽالپر قوم بلوچ فقير بقاشد بتاريخ 7 صفر سنه 1101ھ“

هن چبوتري ڪان هيٺ ٽي مزارون آهن. ڪوبه ڪتبو وغيره لڪيل ڪونه آهي. عام طور قبرستان ۾ مسجد نه ٺاهبي آهي، پر هن قبرستان ۾ اينٽريون مسجدون نئين ڳالهه آهي.

**ماڳ جو نالو:** **مير غلام محمد خان ولد مير غلام حسين ٽالپر ۽ ٻيا**

ماڳ جو قسم: اڏاوت_ مقبرو

ماڳ جو دور: ميرن جي صاحبي

ماڳ جو هنڌ: مقبري جي اوپر ۾ ميربجار خان جو مقبرو آهي. ماپ اتر ڏکڻ 27 فوٽ اوپر اولهه 38 فوٽ.

هن عمارت کي به دروازا اتر ۾، هڪ اوپر ۾، ۽ هڪ اولهه ۾ آهي. به عدد دريون ڏکڻ پاسي، پٽ کي سائو رنگ ڏنل. اندريون پٽيون اڇي چن گاري سان لتل آهن. هن ۾ ڪل پنج قبرون آهن.

1_ مير غلام محمد ولد مير غلام حسين خان (اول) مير موصوف جي شادي خدا آبادي مري بلوچن مان ٿيل هئي. جيڪي ڳوٺ ڪاهي ضلعي ميرپورخاص جا وينل هئا. پاڻ 1841ع ۾ وفات ڪيائين. سندس قبر ماربل جي پٿر جي ٺهيل آهي، ان تي وفات جو ڪتبو موجود آهي.

2_ مير بهرام خان (ٽيون) ولد مير عبدالله خان (ٽيون) سال 1316ھ ۾ ڄائو، 21 سالن جي ڄمار ۾ سال 1337ھ/ 1919ع ۾ وفات ڪيائين. باقي ٽن قبرن مان هڪ ۾ مير غلام محمد خان جي گهرواري، سندس ڌي ۽ ٽين ۾ مير غلام حسين (ثاني) جي گهرواري مدفون آهن.

اوپر— ڏکڻ ۾ 30 کن قبرن جو ميڙ آهي جن ۾ ڪجهه عورتن ۽ مردن جون قبرون آهن. اهي قبرون کليل ميدان ۾ آهن. ڪنهن تي لکت ڪونه آهي.

**ماڳ جو نالو:** **مير ڪلان قبرستان ۽ روضا**

ماڳ جو دور: نامعلوم

ماڳ جو قسم: قبرستان ۽ روضا

ماڳ جو هنڌ: سيوهڻ شهر ۾.

هيءَ قبرستان جنهن ۾ ڪافي روضا ٺهيل آهن، سو سبزواري سيدن جو آهي. هن ۾ هڪ روضو پورو شير بادل جو روضو آهي، جيڪو درگاهه قلندر جو سجاده نشين هو. اهي روضا ڪاشيءَ جي سرن سان سينگاريل آهن. جيڪو روضو اپرندي قطار وارن روضن جي اتر ۾ آهي تنهن ۾، 12 تربتون ٺهيل آهن. اهي سڀ سبزواري سيدن جون قبرون آهن. هي مير معصوم بکريءَ جا پونير آهن، جيڪي سجادهه نشين رهندا آيا آهن. مير ڪلان جي سادڙي قبر هڪ وڏي دڙي تي انهيءَ ئي قبرستان ۾ سبزوارين جي مقبري جي اتر اولهه ۾ آهي. اتي ٻيا به ڇهه روضا آهن.

**ماڳ جو نالو:** **مير مبارڪ جو مقبرو**

ماڳ جو قسم: اڏاوت/ مقبرو

ماڳ جو دور: ميرن جو دور

ماڳ جو هنڌ: عمرڪوٽ کان 24 ميل رام جاڳو ڳوٺ

احوال: مقبرو سڄو چانهين رنگ جي پٿر سان ٺهيل آهي. اندر خوبصورت نقاشي ۽ گلڪاري ٿيل آهي.

**ماڳ جو نالو:** **ميرمحمد بخش خان ۽ ٻين ٽالپرن جون قبرون**

ماڳ جو قسم: قبرون / اڏاوت

More Books Visit : www.iqbalkalmati.blogspot.com



ماڳ جو دور: 1957ع ۾ پوءِ

ماڳ جو هنڌ: حيدرآباد

ميرمحمد نصيرخان واري مقبري جي اولهه طرف هڪ دروازو هڪ ننڍي ڪمري ۾ کلندو، جنهن ۾ هيٺين ميرصاحبن جون قبرون آهن.

1_ مرقد مير محمد بخش خان ولد هز هائينيس حاجي نورمحمد خان (ثاني) قبر تي هيٺيون ڪتبو لڳل اٿس.

تاريخ وفات مير محمد بخش خان ابن هز هائينيس مير حاجي نورمحمد خان (ثاني) ٽالپر تاريخ 11 جمادي الثاني سن 1377ھ مطابق 13 جنوري سن 1957ع مير محمد بخش خان ميرن جي آخري حڪمران مير نورمحمد خان جو وڏو پٽ هو.

2_ مرقد مير غلام علي خان ولد مير محمد بخش خان. هن قبر تي هيٺيون ڪتبو لڳل آهي:

تاريخ وفات

مير غلام علي خان ابن مير محمد بخش خان ٽالپر عليہ الرحمة

تاريخ 18 جون سنہ 1971ع رات جا 9 بجہ

مير غلام علي خان مير محمد بخش جو ٻيو نمبر پٽ هو. پيءُ جي وفات کان پوءِ کيس سياسي قيدي طور رکيو ويو.

3_ مرقد ڊاڪٽر مير نورمحمد خان ولد مير علي بخش خان ٽالپر هن تي ڪوبہ ڪتبو لڳل ڪونہ آهي. موصوف سنڌ يونيورسٽيءَ جي ميٿيميٽڪ ڊپارٽمينٽ ۾ پروفيسر هو. پاڻ اٽليءَ سيمينار ۾ شرڪت لاءِ ويو. پاڻ مئي 1973ع ۾ وفات ڪيائين. کيس پنهنجي اباڻي قبرستان ۾ دفنايو ويو.

4_ مرقد مير امير علي خان ولد مير علي بخش خان ٽالپر. هن قبر تي هيٺين عبارت لکيل آهي.

تاريخ وفات

مير امير علي خان ابن مير علي بخش خان ٽالپر عليہ الرحمة

تاريخ ماھ جنوري سن 1981 مطابق 27 صفر سن 1101ھ

ميرصاحب جڊيشري کاتي ۾ ايڊيشنل جج طور مقرر هو. پاڻ راجپوتانہ اسپتال حيدرآباد ۾ 1981ع ۾ وفات ڪيائين. کيس پنهنجي اباڻي قبرستان ۾ دفن ڪيو ويو.

**ماڳ جو نالو: ميرمحمد خان ۽ مير شاهنواز خان جو مقبرو**

ماڳ جو قسم: اڏاوت

ماڳ جو دور: ميرن جي صاحبي

ماڳ جو هنڌ: مير ڪرم خان جي مدفن جي ڏکڻ طرف_ ميرن جا مقبرا، حيدرآباد

هيءُ مقبرو، مير ڪرم علي خان ٽالپر جي مقبري جي ڏکڻ ۾ آهي. هن مقبري جون پٽيون اڇي، سائي، نيري ۽ ناسي رنگ جي ڪاشيءَ جي سرن سان سينگاريل آهن. اندر پٽين تي قرآني آيتون لکيل آهن. ڏکڻ واري پٽ تي فارسيءَ ۾ 7 بندن تي مشتمل فارسيءَ جو شعر لکيل آهي. جنهن مان ميرمحمد خان جي وفات جو سال نڪري ٿو. هن مقبري ۾ ڪل ٻہ قبرون آهن. هڪ ميرمحمد خان جي ۽ ٻي سندس پٽ مير شاهنواز خان جي. ڪتبي مان ميرميرمحمد جي وفات جو سال 1271ھ ملي ٿو ۽ مير شاهنواز جي قبر تي ڪوبہ ڪتبو ڪونہ آهي، جنهن مان خبر پوي تہ ڪهڙي سال دفن ٿيو. چون ٿا تہ، ميرمحمد خان ڪلڪتي ۾ وفات ڪئي ۽ اتي امانت ۾ رکيل هو ۽ سندس گهرواريءَ سندس قبو جوڙائڻ شروع ڪيو، جيڪو پنجن سالن ۾ جڙي راس ٿيو ۽ 15000 هزار روپيا ان وقت مٿس لاڳت آئي. سندس ميت پوءِ آڻي هتي دفنايو ويو هو. ميرصاحب پوئين چوياري ۾ چوٿين حيثيت رکندو هو. ان سان گڏ ئي اتر_ اولہ ۾ سندس گهرواريءَ جي تجر آهي. حاشيہ ۽ پيڙھ پيلي پٿر جي اٿس. پٽيون ڪاشيءَ جي سرن سان ڍڪيل آهن. ڇت سادي، پٿرائين، تابوت ماربل جي پٿر مان ٺهيل آهي. ڪاشيءَ جي سرن تي قرآني آيتون لکيل آهن.

More Books Visit : www.iqbalkalmati.blogspot.com



انهيءَ تجر کي ٻه دروازا آهن. هڪ ڏکڻ ۾ ٻيو اتر ۾. اولهه ۾ خوبصورت ڪاشيءَ جي جاري دار دري لڳل اٿس. هن ۾ ڪل 14 جارا آهن. اولهه ۾ 3، اوڀر ۾ 2، اتر ۾ 5 ۽ ڏکڻ ۾ 4. انهن جارن جي مٿان وري ٻيا 16 عدد چوڪور جارا ٺهيل آهن.

**ماڳ جو نالو: ميرمحمد نصير خان ۽ ٻين حاڪمن جا مقبرا**

ماڳ جو قسم: اڏاوت

ماڳ جو دور: ميرن جو دور

ماڳ جو هنڌ: حيدرآباد_ مير ڪرم علي خان جي مقبري جي اتر ۾.

هي چوڪور اڏاوت آهي (مقبري جي) جنهن ۾ اولهه کان اوڀر هي قبرون آهن.

1_ مير علي بخش خان ولد هزهائينيس مير حاجي نورمحمد خان (ٻيو) هن قبر تي هيٺيون ڪتبو لڳل آهي:

مير علي بخش خان ابن هز هائينيس مير حاجي نورمحمد خان (ثاني) تاريخ وفات 22 جولاءِ سن 1952 ع مطابق 29 شوال سن 1372ھ ڏينهن ڇنڇر صبح جا 7 بجہ

2_ هزهائينيس مير حسين خان ولد مير نورمحمد خان (اول) جي قبر تي هيٺيون ڪتبو لکيل آهي:

حضرت بندگان سرڪار دولت مدار

مير صاحب ميرمحمد حسين علي خان ٽالپر

والغفران تاريخ بيست ششم ماه ربيع الاول

سن 1295ھ شب يک شنبہ بوقت هفت ڪلاڪ

اها قبر هڪ ننڍيَ ماربل جي ٿلهي تي ٺهيل آهي. چوڌاري ڪٽهڙو ڏنل اٿس. جنهن کي خوبصورت قسم جون جاريون ڏنل آهن. مير حسين علي خان، چاچس مير نصير خان ۽ ٻين ميرصاحبن کي انگريزن مياڻيءَ جي شڪست کان پوءِ گرفتار ڪري پهريائين بنگال، پوءِ بمبئي ۽ پوءِ ڪلڪتہ ۾ قيدي ڪري رکيو هو. 1859 ع ۾ ميرصاحب حيدرآباد واپس وريو. پاڻ پنجاھ ورهين جي ڄمار ۾ ٽنڊي نورمحمد ۾ وفات ڪيائين. پاڻ سنڌي، اردو ۽ فارسيءَ جو پلوڙ شاعر هو. سانگي تخلص استعمال ڪندو هو.

3_ ٽين قبر مير مراد علي خان جي آهي، جنهن تي هيٺيون ڪتبو لڳل آهي:

تاريخ وصال

مرحوم مغفور ميرصاحب مير مراد علي خان ٽالپر

ششم ماه جمادالثاني سن 1249ھ

هي عمامي سان، ماربل جي ٺهيل قبر آهي، جيڪا هڪ ننڍي ٿلهي تي ٺهيل آهي. چوڌاري ڪٽهڙو ڏنل اٿس. ڪٽهڙي ۾ جاريون لڳل آهن. هي ميرصاحب ”ميرن جي چوياري“ جو چوٿون يار هو. هن پهريون ڀيرو ضرب خانو قائم ڪيو ۽ پنهنجي نالي تي سڪا جاري ڪيا. ضرب خانو هڪ ماهر ڪاريگر لوهر فتح محمد جي نگرانيءَ هيٺ هو. پاڻ 1833 ع ۾ وفات ڪري ويو.

4_ مير شهداد خان ولد مير نورمحمد خان ٽالپر. هن مير صاحب جي قبر تي هيٺيون ڪتبو لڳل آهي:

”مرحوم مير صاحب مير شهدادخان ٽالپر

7_ هفتم ماه محرم سن 1273ھ.“

ميرصاحب جيَ قبر ماربل جي هڪ ننڍي ٿلهي تي ٺهيل آهي. چوڌار ڪٽهڙو ڏنل اٿس. ڪٽهڙي ۾ ماربل جون جاريون لڳل آهن. مير شهداد خان ٻين ميرصاحبن جهڙوڪ مير نصيرخان وغيره سان گڏ گرفتار ٿي بنگال ۽ ڪلڪتي ويو. بحري اسٽيمر ذريعي کين گرفتار ڪري نيو ويو هو. سر چارلس نيپيئر مٿس الزام هنيو هو تہ هن گولي هٽي ڪيپٽن انس کي ماريو آهي؛ تنهن ڪري ڪيس قتل جي الزام ۾ انگريزن ٻين ميرصاحبن کان الڳ ڪري سورت ۾ رکيو. گهڻي جاچ جوچ کان پوءِ گورنر جنرل لارڊ ڊلهائو سي ڪيس بيقصور قرار ڏنو ۽ ڪيس ٻين ميرصاحبن سان گڏ رکيو ويو. ميرصاحب ڪلڪتي ۾ 28 آگسٽ 1857 ع تي

More Books Visit : www.iqbalkalmati.blogspot.com



وفات ڪري ويو. سندس مڙهه آٽي ميرن جي قبرستان ۾ دفنايو ويو.

5_ مير نورمحمد ولد مير مراد علي خان ٽالپر. مير نورمحمد جي قبر تي هيٺيون ڪتبو لڳل آهي.

تاريخ وصال

مرحوم و مغفور ميرصاحب مير نورمحمد خان ٽالپر

دهم شوال 1256هه.

هي ٻي چوياري مان پهريون مير هو. ٻيا ميرصاحب، مير محمد نصير خان (پاڻ) مير صوبدار خان ولد مير فتح علي خان (سوٽ) ۽ ميرمحمد خان ولد غلام حسين خان (سوٽ) ٻي چوياري ۾ شامل هئا. هي ميرن جي صاحبيءَ جو پنجون حڪمران هو. سندس قبر اڇي ماربل مان ٺهيل آهي. جيڪا هڪ ننڍي ٿلهي تي آهي. ٿلهو ڪارين ريڪائن ۽ ٻئي نفيس ڪم سان سينگاريل آهي. نمونو شاهجهان جي قبر جهڙو اٿس. مٿان عمامو ڏنل اٿس. توڙي جو اهو ڪم سنڌي ثقافت جو اهڃاڻي ناهي، پر سنڌي فن عمارت ۾ نئون اضافو ضرور چئبو. مير نورمحمد خان، مير مراد خان وڏو پٽ نهايت سمجهو ۽ ڄاڻو حڪمران هو. مير مراد عليَ خان جي وفات کان پوءِ پڳ هن تي آئي. هي عام توڙي خاص ۾ خاصو مقبول هو. 1840ع ۾ پاڻ بيمار ٿي پيو. سندس علاج ڏيهي توڙي انگريز معالجن ڪيو، پر بچي نہ سگهيو. اربع، 10 شوال 1256هه ۾ وفات ڪيائين. کيس پنهنجي پيءُ مراد علي خان جي پير ۾ دفن ڪيو ويو.

6_ مير نصيرخان ولد مير مراد علي خان ٽالپر. هن قبر تي هيٺيون ڪتبو لڳل آهي.

وفات حضرت ميرصاحب

مغفرت رضوان مير محمد نصيرخان

بتاريخ هفتم ماه ربيع الثاني سن 1261هه

مير نصيرخان ميرن جي صاحبيءَ جو آخري حڪمران هو. سيپٽمبر 1842ع ۾ سرچارلس نيپيئر کي سنڌ جو ريزيڊنٽ مقرر ڪيو ويو. نيپئر ڪراچيءَ کان حيدرآباد پهتو تہ سندس گرمجوشيءَ سان استقبال ڪيو ويو، هن ميرن کي نئين صلح نامي تي صحيح ڪرڻ لاءِ چيو جيڪو ميرصاحب نہ مڃيو. جنهن ڪري انگريزن 1843ع ۾ ميرن سان مياڻيءَ جي ميدان تي معرڪو ڪيو. انگريزن ڪٽيو تہ مير نصيرخان کي ٻين سان گڏ قيد ڪري بمبئي موڪليو ويو. 1846ع ۾ ميرصاحب ڪلڪتي ۾ وفات ڪري ويو. سندس آخري خواهش هئي تہ کيس ڪربلا معلىٰ ۾ دفن ڪيو وڃي، پر ائين ڪونہ ٿيو. کيس امانت طور پهريائين پوني ۾ دفنايو ويو بعد ۾ سندس لاش ڪڍي 1855ع ڌاري حيدرآباد آڻي. اباڻي قبرستان ۾ دفنايو ويو. سندس قبر اڇي ماربل جي آهي، جنهن تي ڪارين ڌارين نقش نڪتل آهن. اها قبر بہ شاهجهان جي قبرواري طرز تي ٺهيل آهي. قبر جي مٿان عمامو ٺهيل آهي. هن کي ٻہ ذالون هيون. هڪ مان مير حسن علي خان ۽ هڪ ڌي هيس، ٻي ذال ڳوٺ حسن علي خان ماڙي ٽنڊي آدم مان پرڻيو هو. جيڪا ڪريم داد خان ماڙيءَ جي ڌي هئي. سندس نالو بيبي شهربانو هو. جنهن مان مير عباس علي خان ڄائو. ميرصاحب ميرن جي صاحبيءَ ۾ حاڪم طور عدل ۽ انصاف وارو هو. شڪل شباهت ۾ ڏسڻ جهڙو هو، عادتون شاهاڻيون هيس. انگريزن کان سخت نفرت ڪندو هو. هن هڪ مسجد شاهہ پٽائي جي مقبري لڳ ٺهرائي.

7_ مير صوبدار خان ولد مير محمد بخش خان ٽالپر جي قبر تي هيٺيون ڪتبو اڪريل آهي.

تاريخ وفات حسرت آيات صاحبزاده نوجوان خلد آشيان مير صوبدار خان تاريخ هشتم ماه ربيع الاول روز شنبہ سن 1350هه ساعت دونيم ڪلاڪ.

هن سڄي مقبري جي عمارت تي ڪاشيءَ جو تمام خوبصورت ڪم ٿيل آهي. سرون اڇيون، سايون ۽ نيريون ناسي رنگ جون لڳل آهن، جن تي گل ٻوٽا نڪتل آهن. اندر پٽيون سڌيون آهن. ڇت سنئين رٽيل، جنهن تي ڪاٺ جون ڪامون ۽ شهتير ڏنل آهن. جيڪي پيلي، سائي ۽ ڳاڙهي رنگ سان مزين آهن. فرش تي ماربل جون سرون لڳل آهن. پٽين تي ڪن هنڌن

More Books Visit : www.iqbalkalmati.blogspot.com



تان سرون اڪري پيون آهن. نہ تہ سجو مقبرو ٺيڪ ٺاڪ آهي. عمارت کي ڏکڻ طرف ہڪ دروازه آهن. ٻن درن جي وچ ۾ هڪ پانيل تي قطع تاريخ لکيل آهي، جنهن مان سال 1256ھ نڪري ٿو. جيڪو مقبري جي ٺهڻ جو سال آهي.

**ماڳ جو نالو: ميرن جو مورچو**

ماڳ جو هنڌ: تعلقو خيرپورناٿن شاهہ، ڪوهستان

ماڳ جو دور: ٽالپر دور

ماڳ جو قسم: رني ڪوٽ جهڙو ڪوٽ

خيرپورناٿن شاهہ کان 65 ڪلو ميٽر اولهہ ۾ هڪ ڪوٽ جا نشان آهن. هن ماڳ تي پهچڻ لاءِ خيرپورناٿن شاهہ کان اولهہ طرف 35 ڪلو ميٽرن تي جيپ ۾ چڙهي راڄي کوهہ ڳوٺ وٽ پهچبو اتان اٽڪل 30 ميل ڏمرو لڪ تائين پنڌ ڪبو. اهو ڪيرٿر جو "ڪارو جبل" سڏجي ٿو. هي ڪيرٿر جو حصو ڪافي وڏو آهي، جيڪو رني ڪوٽ وارن جبلن کان مختلف آهي. اهو جبل سنڌ ۽ بلوچستان جي وچ ۾ قدرتي سرحد آهي. ڏمرو لڪ 4300 فوٽ بلنديءَ تي آهي، اتي هڪ مضبوط ديوار ٺاهي رستو بند ڪيو ويو آهي. اتي نيڪال لاءِ موري ٺهيل آهي. ديوار جي ٻنهي چيڙن تي گول برج ٺاهيا ويا آهن. موريءَ وٽ ماڻهن ۽ جانورن لاءِ دروازو ٺهيل آهي. دروازي جي ٻنهي طرف پيل پاون جي ماپ 13 فوٽ آهي. دروازو 12 فوٽ ويڪرو آهي. سرن/ چيڙن تي موجود برجن جو قطر 17 فوٽ، جن ۾ توپن چوڙڻ لاءِ ٽي مارا ٺهيل آهن. برج جي اندروني اوچائي 5 فوٽ آهي. برجن جي ديوار جي ويڪر 3 فوٽ آهي. ديوار جي مجموعي ڊيگهہ 200 فوٽ آهي. ڪير ٿر ۾ هن چوڪي متعلق هر نشان کي ميرن ڏانهن منسوب ڪيل آهي. هراڙ وادي جيڪا ڏمرو لڪ جي اولهہ ۾ آهي اتي بہ هن قسم جي اڌ پوري قلعي جا نشان ملن ٿا. اهو ڪوٽ بہ ميرن ڏانهن منسوب آهي.

**ماڳ جو نالو: ميون عثمان قبن وارو**

ماڳ جو قسم: مزار

ماڳ جو دور: اسلامي

ماڳ جو هنڌ: رياست ڪڪرالي جي گاديءَ واري هنڌ ڦتل ديري لڳ سمنڊ کان اٺ ڏهہ ڪلو ميٽر پري موجوده چڇ جهان خان کان چار ڪلو ميٽر ڏکڻ طرف.

سندس ولادت 1151ھ ۾ ٿي. سندس روحاني نسبت شيخ سلامت مغلپين سان رهي. هيءُ بزرگ مٿو ڪوڙائيندو هو. سندس والد تي بہ مقبرو اڏيل آهي. ان کان سواءِ هڪ ٻيو قبو ميين صديق جو سڏجي ٿو. ڪجهہ ٻيا مقبرا بہ آهن. پر انهن متعلق خبر ناهي تہ ڪنهن جا آهن. هتي هڪ پراڻي مسجد بہ اڏيل آهي. هتان جا متولي پير سڏائين ٿا. جن جو تعلق لس ٻيلي سان آهي.

**ماڳ جو نالو: ميون ونهيب جو مقبرو**

ماڳ جو قسم: اڏاوت/ مقبرو

ماڳ جو دور: اڏاوت ميرن جي دور جي آهي.

ماڳ جو هنڌ: توڪي قبرستان (ٽنڊي الهيار کان ٽنڊي آدم روڊ)

احوال: ميون ونهيون ڏهين صديءَ جي وچ ڌاري وڏو عالم ۽ فقيهہ ٿي گذريو. ميين ونهيين جي توڪي جي قبرستان ۾ مزار آهي. بزرگ ذات جو چانيهو هو. سندس مزار عام ۽ خاص لاءِ زيارت گاهہ آهي. قبي کي ٻاهران اڇي چن جو ليپو ڏنل آهي. مزار، پڪين سرن جي ٿلهي تي ٻڌل آهي. لنگهہ واري دروازي جي چوڪنڊي زرد پٿر جي آهي. مزار سفيد پٿر جي آهي، جنهن تي عمدي چٽساليءَ جو ڪم ٿيل آهي. ميون ونهيين جي وفات 1001ھ ۾ ٿي. (2) ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ سندس وفات جو سال 1011ھ ماده "مات في عشق" مان ڪڍيو آهي. سندس هڪ شعر بہ ڏنو اٿس جو ڪيس ولهاري بزرگن جي ڪتب خاني مان مليو. بيت:

ڏکن سين (مر) گهار، نيباهُو نہ سگڙا،
جهڙي تهڙي حال، لنگهي ويندا ڏينهڙا.

More Books Visit : www.iqbalkalmati.blogspot.com



**ماڳ جو نالو:** **ميين هاشم همدانيءَ جي قبر**

ماڳ جو قسم: چيرائون قبو

ماڳ جو دور: يارهين صدي هجري

ماڳ جو هنڌ: بلڙي شاهه ڪريم کان ڏيڍ ڪلو ميٽر، ديهه پڪياڙڪي، تپو بلڙي سروي نمبر 212 ڳوٺ صديق رند. بلڙيءَ کان اولهه طرف نڪرندڙ ابڙال روڊ جي ڏکڻ ۾.

مولانا وفائي هن بزرگ لاءِ لکيو آهي ته هيءُ حضرت مخدوم نوح جو خليفو ۽ مريد هو. هميشه ذڪر اذڪار ۾ رهندو هو. سندس مقبرو ڪاتيار ۽ بلڙيءَ جي وچ تي آهي. هر سال 25 جمادي الثاني واري رات هن بزرگ جو ڏهاڙو لڳندو آهي. هن تي ڪوبه مقبرو وغيره ڪونه آهي، پر قبر جي مٿان هڪ ڇپرو ڪکن جو ٺهيل آهي.

**ماڳ جو نالو:** **ميين عثمان جا قبا**

ماڳ جو دور: اسلامي

ماڳ جو هنڌ: تعلقو شاهبندر

احوال: روايت آهي ته هي عباسي خاندان جا عالم سڳورا آهن. قبن جو تعداد چار آهي. تعمير جي لحاظ کان بهترين اڏاوتون آهن. هي قبا سڄا ڪاٺ جا ٺهيل آهن. زمين کان چار پنج فوٽ مٿي ٿلهو ٺهيل آهي، باقي پٿين ۽ گنبذ سميت اڏاوت ڪاٺ جي آهي. ڪاٺ جو ڪم سهڻو ٿيل آهي. هتي هڪ مسجد به ٺهيل آهي. هتي به کوهه مٺي پاڻيءَ جا به آهن.

**ماڳ جو نالو:** **ميرن جو ٺلهه**

ڪير ٿر جي مکي نئن جي سڄي ڪناري تي گز کني کان ڪجهه فاصلي تي ڪافي تعداد ۾ گهڙيل ۽ اڻ گهڙيل پٿر ڏسجن ٿا. مسالي ناهڻ جا چلها به ملندا. انهن پٿرن ۾ چُلهن کان هڪ سؤ فوٽ ڪن مٿي هڪ ٽڪريءَ تي گول مورچو ٺهيل آهي، جنهن کي ميرن جو ٺلهه سڏيو وڃي ٿو. هي چاليهارو ڪن فوٽن جو هڪ گول ٿلهو آهي، جنهن جي سراسري بلندي ٽڪريءَ کان ڏهه فوٽ ڪن ٿيندي. مورچي تي چڙهڻ لاءِ ٿي فٽ ڪن وڪڙدار ڏاڪڻ آهي. ان گهڙيل پٿرن جي ٺلهه جي اوساري چن سان ٿيل آهي.

دفاعي نقطہ نگاهه کان جيڪو ماڻهو ڪيرٿر جي ان حصي ڏانهن ايندو، اهو اهوئي ٺل وارو رستو اختيار ڪندو. مکي نئن مورچي جي پيرن وٽ اڌ گول جهڙو وڪڙ ناهي ٿي. هي دفاعي ٺلهه آهي. چوته ڪاڇي ۾ ٻڌ وارن جا به ڪيترائي ٺلهه آهن.

**ماڳ جو نالو:** **ميرن جو ڪوٽ**

ماڳ جو قسم: دڙو

ماڳ جو دور: ميرن جو دور

ماڳ جو هنڌ: سکر $50''$ $50'$ $27^0$ اتر $6''$ $69^0$ اوڀر

احوال: هي ميرن جو ٺهرايل قلعو کنڊرن جي صورت ۾ آهي. هيءُ قلعو ماپ ۾ 600x500 فوٽ، اوچائيءَ ۾ 17 فوٽ ۽ پٽ جي ٿولهه يا ويڪر 5 فوٽ آهي. ڪل 16 برجن جا نشان بيٺل آهن. هيءُ قلعو پڪين سرن جو جڙيل آهي.

**ماڳ جو نالو:** **ميرن جو قلعو ڪاڇو**

ڪيرٿر ۾ ان قلعي لاءِ به چيو وڃي ٿو ته اهو ميرن جو قلعو آهي. هي مڪمل قلعو ڪونهي. هي ڏمرو لڪ جي چوٽيءَ تي، لڪ جي حفاظت لاءِ به وڏا برج ۽ ٽي سؤ فوٽ ديوار ڳنڍي قلعو جوڙيو ويو آهي. ٻنهي برجن جي وچ ۾ دروازو آهي. اصل ۾ هي فوجي ۽ دفاعي چوڪي سمجهجي. قلعي جي دروازي جي ويڪر 12 فوٽ آهي. دروازي جون پٿيون مٿان 13 فوٽ ۽ هيٺان سوا تيرهن فوٽ ٿلهيون آهن. دروازو هاڻي (2005) موجود ڪونه آهي. البت دروازي ڦاسائڻ لاءِ سوراخ موجود آهن. ماڻهن جي چوڻ موجب اڳ ۾ اتي ٿلهو دروازو لڳل هو. ڏکڻ وارو مورچو دروازي کان 100 فوٽ بلنديءَ تي آهي. هي برج جي گولائيءَ جو 6 . 20 فوٽ قطر آهي. ان ۾ داخل ٿيڻ لاءِ ڏاڪڻ بجاءِ هڪ چاڙهي وارو رستو 8 . 4 فوٽ ويڪرو ناهيو ويو آهي. برج جو لنگهه 3 فوٽ

More Books Visit : www.iqbalkalmati.blogspot.com



موڪرو ۽ چوڏاري پٽ جي اوچائي 5 فوٽ ۽ موڪر 3 فوٽ آهي. ڏکڻ ۽ اتر وارن برجن کان ڏاکڻ وانگر ديوار هوريان هوريان هيٺ لهندي اچي ٿي ۽ دروازي وٽ پوري ٿئي ٿي. ديوار جي اترئين توڙي ڏاکڻي ديوار جي ماپ 100x100 فوٽ ٿيندي سراسري ٿولهه 2 فوٽ ٿيندي.

هي به دفاعي ۽ فوجي قلعو آهي. جيڪو جابلو سرحدن تي نظر رکڻ لاءِ ٺهرايل ڏسجي ٿو.

**ماڳ جو نالو: ميري بني (ٽونگ)**

ماڳ جو قسم: دڙو

ماڳ جو دور: قبل از تاريخ

ماڳ جو هنڌ: تعلقو ٿاڻو بولاخان ضلعو ڄام شورو، اتر ويڪرائي ڦاڪ $25^{0}\,46'\,50''$ ۽ اوڀر ڊگهائي ڦاڪ $67^{0}\,33'\,11''$ تي موجود آهي. ٽونگ جي اتر ولهه ڪنڌ تي.

هي گنبذ نما دڙو ٽونگ لڳ آهي. جنهن تي ڄام ٺڪرانو مليو ٿو. هن وقت ماڳ تمام خراب حال ۾ آهي جو مقامي ماڻهن دولت ڳولڻ لاءِ جتي ڪٿي کڏا هنيا آهن. هن ماڳ جو ذڪر به مجمدار ڪونه ڪيو آهي، حاڪم علي شاهه هن ماڳ تي ڪم ڪيو آهي. هتي ٺڪرانو آمري توڙي سنڌو تهذيب سان پيٽڻ جهڙو مليو ٿو. اهو دڙو رتن ناٿ يا درگاهه رتن شاهه کان هڪ ڪلو ميٽر تي آهي. رتن ناٿ هن ماڳ جي اولهه ڏکڻ ۾ آهي. ڏاتو پاهڻي دور جون اوڏاوتون ۽ گهر مليا آهن. هي آثار ڪوهستان جي مشهور ڳوٺ ٽونگ جي اتر اولهه ۾ آهن. هن وقت اوڀر ڏکڻ وٽ آبادي/ پوک آهي.

**ماڳ جو نالو: ميروجهه**

ماڳ جو هنڌ: ميرپور ماٿيلي ضلعي گهوٽڪيءَ ۾ ڳوٺ کهي ڪينجي جي ڏکڻ اوڀر ۾.

ماڳ جو دور: سنڌو تهذيب وارو دور/ آمري دور

مليل وٿون: چقمقي پرد ٺڪرانو وغيره هن ماڳ جو ذڪر لوئس فليم ۽ ليمبرڪ ڪيو آهي.

هي ماڳ اتر ويڪرائي ڦاڪ $26^{0}\,25'\,40''$ ڊگرين ۽ اوڀر ڊگهائي ڦاڪ $67^{0}\,34'\,10''$ ڊگرين تي آهي.

**ماڳ جو نالو: ميري ڪوٽ**

ماڳ جو هنڌ: ميري ڪوٽ، رني ڪوٽ جي مرڪز تي قائم آهي. هي به هڪ ٽڪريءَ تي ٺهيل آهي.

ماپون: ڪوٽ کي ڏنل ديوار جي ڊيگهه 1434 فوٽ آهي ۽ شير ڳڙهه کان ڪجهه وڏو آهي. مکيه دروازي جي ٻاهران برج جو قطر 5 . 22 ڪوٽ جي مکيه دروازي جي برج کان ڏکڻ ڪنڌ تائين ديوار 379 فوٽ آهي.

ماڳ جو دور: ڪجهه به چئي نٿو سگهجي.

تعارفي لفظ: ميري ڪوٽ ڏسڻ کان پوءِ محسوس ٿئي ٿو ته هي بعد جي اڏاوت آهي. ميري ڪوٽ جي پٽ هيٺان 11 فوٽ ۽ مٿان اٺ فوٽ موڪري آهي. ديوارن کي درزون ٿيل آهن. اندر رهائشي طرز جون عمارتون آهن. جيڪي ڇتيل آهن.

ڪجهه عرصو اڳي ڊسٽرڪٽ ڪائونسل روڊ ۽ رستو ٺهرايو. پڻ قلعي جي پٽين تي نئين طرز جو ڪم ڪرائي اصل شيون وڃائي ڇڏيون آهن.

**ماڳ جو نالو: ناٿن شاهه عرف نٿو شاهه بخاريءَ جو مقبرو**

ماڳ جو قسم: مقبرو

ماڳ جو دور: اسلامي

ماڳ جو هنڌ: ريلوي اسٽيشن ڪوٽڙيءَ سان لڳ.

هي مقبرو ريلوي اسٽيشن ڪوٽڙي جي دادو لاڙڪاڻي واري ٽريڪ جي پهرئين سگنل وٽ آهي. ڪنهن زماني ۾

More Books Visit : www.iqbalkalmati.blogspot.com



هتي قوالي ٿيندي هئي. روضو چوڪندو آهي. متس سهڻو گنبذ اڏيل آهي. گنبذ تي گول گول ڏاريون نڪتل آهن. مقبري جي مهاڙي خوبصورت ڪاشيءَ جي سرن جي ٺهيل آهي. اندر ٻي قبر سندس پاءُ فتح محمد شاهه جي چئي وڃي ٿي.

شهيد سومرو لکي ٿو ته، "اسان جهونن کان ٻڌو ته اتي صرف هڪ قبر هئي. جنهن تي پڙ پيل هئا. انگريزن جي دور ۾ هن قبر کي مسمار ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي وئي ته ڪيتريون ڳاڏيون حادثن جو شڪار ٿي پيون. چون ٿا ته سندس مٿان اهو روضو ۽ مسجد انگريزن جي وچ واري دور ۾ ناهي وئي آهي." درگاهه اتان جا بخاري سادات سنڀالين ٿا.

**ماڳ جو نالو:** **ناٿن شاهه لڪياريءَ جو مقبرو**

ماڳ جو قسم: مقبرو

ماڳ جو دور: اسلامي

ماڳ جو هنڌ: خيرپور ناٿن شاهه شهر

هن بزرگ جي نالي پويان هي شهر سڏجي ٿو نه ته ميرن جي دور ۾ رڳو خيرپور سڏبو هو. هن وقت مقبرو نئون آهي. پر پراڻا سڀ لڇڻ قائم رکيا ويا آهن. فرش، حاشيه، ڇتي ۽ ٿلهو ٻيهر ساڳئي پٿر سان اڏيا ويا آهن. مرقد جي مٿان ڇتي ٺهيل آهي، جيڪا ڪاٺ ۽ لوهه جي ٺهيل آهي. ڪاٺ تي اکر جو ڪم خوبصورت ٿيل اٿس. اندر ٽي قبرون آهن. هڪ بزرگ ناٿن شاهه جي، هڪ دينل شاهه جي ۽ ٻي مصري شاهه جي. پر اسان کي خبر آهي ته مصري جو قبو انهيءَ ئي شهر ۾ الڳ به ٺهيل آهي. اتي ڪو ٻيو ساڳئي نالي وارو بزرگ شخص دفن ٿيل آهي. روضو اصل ۾ چورس آهي. مٿان ڇت تي گنبذ ٺهيل آهي. روضي جو لنگهه اوڀر ۾ ڏنل آهي. اندر روضو مختلف رنگن سان چٽيل آهي.

**ماڳ جو نالو:** **ناري وارو دڙو**

ماڳ جو قسم: دڙو

بيهڪ: هيءُ دڙو خيرپورميرس جي ڏکڻ اولهه ۾ 12 ميلن تي، ڪوٽڏجيءَ جي اتر ۾ 6 ميلن تي. هيءُ ماڳ اوڀر 41' 68° ڊگريون ۽ اتر 25' 27° ڊگرين تي آهي.

ماپ: هيءُ دڙو ماپ ۾ 2500x1500 فوٽ آهي. اوچائي 25 فوٽ کن اٿس.

ماڳ جو دور: سنڌو تهذيب

وصف: ماڳ ڏيڍ ايڪڙ تي ڦهليل آهي. ويهن فوٽن جي اونهائيءَ تائين ٺڪرانو مليو. ڪنهن به اڏاوت جا نشان ڪونه مليا. ٺڪرانو سنڌو تهذيب سان ڀيٽي سگهجي ٿو. ماڳ آثار قديمه جي سنڀال هيٺ آهي.

**ماڳ جو نالو:** **نانگي شاهه جو مقبرو**

ماڳ جو قسم: مقبرو

ماڳ جو دور: ڪلهوڙن جي صاحبي

ماڳ جو هنڌ: ڳوٺ نانگو شاهه، ديهه جرڪرو، تعلقو دولتپور ضلعو نوابشاهه. هن جي اوڀر ۾، هڪ ڪلو ميٽر جي فاصلي تي ڪتڻ ڏاهريءَ جو ڳوٺ، اولهه ۾ هڪ ڪلو ميٽر پنڌ تي نيشنل هاءِ وي، اتر ۾ هڪ ڪلو ميٽر جي پنڌ تي ڳهند جو ڳوٺ، ڏکڻ ۾ هڪ ڪلو ميٽر جي پنڌ تي بدر واهه، ۽ اٽڪل ٻه ڪلو ميٽر اتر ۾ دولتپور جو شهر اٿس. هيءُ ماڳ اتر ويڪرائي ڦاڪ 35" 28' 26° ڊگريون ۽ اوڀر ڊگهائي ڦاڪ 20" 1' 68° ڊگرين تي موجود آهي. هن جي اڏاوت ۾ پڪيون سرون، گل گارو، گچ گارو ۽ ٻه وغيره استعمال ٿيل آهي. هن جي ڊيگهه ۽ ويڪر 6.10x6.10 ميٽر جڏهن ته اوچائي 10 ميٽر آهي. مقبرو چورس نموني جوڙيل آهي. جنهن کي نوڪدار ونگائون لنگهه اوپر پاسي ڏنل آهي. مهاڙيءَ وٽ مستطيل ۽ چورس پانيل ٺهيل آهن. اهڙا پانيل چئن ئي پاسي ٺاهيا ويا آهن. مهاڙيءَ جي چوٽيءَ وٽ ٻه ننڍا برج ٺهيل آهن. ننڍو گنبذ ڳچ (Drum) مهاڙيءَ وٽان ڏسي

More Books Visit : www.iqbalkalmati.blogspot.com



نٿو سگهجي. صرف گول گنبذ، جنهن جي مٿان ڪاشيءَ جو ڪلسو ڏنل آهي. ٻهه گاري جي لنب ٻاهران ٿيل آهي. اندر به پانيل ٺهيل آهن، جن کي ونگون ڏنيون ويون آهن. اتر ۽ ڏکڻ ۾ محراب وانگر اندر تي وڏا جارا ٺهيل آهن. اولهه تي وڏو محراب اٿس، جنهن جو ڏيڍ ٻاهر نڪتل آهي. اندر هڪڙي قبر آهي. مقبرو سٺي حالت ۾ آهي جو مقامي ماڻهو ان جي مرمت ڪرائيندا اچن ٿا.

**ماڳ جو نالو: نزگاٽي ڪنڊ**

ماڳ جو هنڌ: نئن گاج جي گهاٽي ۾، ڪاٻي ڪنڌيءَ تي روهيل جي ڪنڊ ڪان اٽڪل ڏيڍ ڪلو ميٽر جي فاصلي تي واقع آهي.

ماڳ جو قسم: دڙو

ماڳ جو دور: آمري ڪلچر

نڪرانو آهي، جيڪو آمري نڪراني جهڙو آهي. هي ماڳ اتر 67° 16' 40" ڊگريون ۽ اوڀر 26° 52' 5" ڊگرين تي موجود آهي. هي 56 ميٽرن جي ايراضيءَ ۾ ڦهليل هڪ دڙو آهي.

**ماڳ جو نالو: نظام الدين ڄام جو مقبرو**

ماڳ جو قسم: اڏاوت/ مقبرو

ماڳ جو دور: پندرهين سورهين صدي عيسوي

ماڳ جو هنڌ: مڪلي_ سيد علي شيرازيءَ جي مقبري واري ميڙ ۾. اترئين پاسي مڪليءَ ۾. ضلعو ٺٽو

احوال: مقبرو وڏين پٿر جي پٽين سان ڪنيل آهي. مقبري جي ماپ 37 فوٽ هر چورس آهي. ٽن پاسن کان دروازا اٿس، جيڪي اتر، ڏکڻ ۽ اولهه ۾ آهن، محراب هيڏو سارو 9 . 10 فوٽ اوچو ۽ 3 . 4 فوٽ ويڪرو آهي، ساڍا ڇهه فوٽ اونهو آهي. موجوده وقت ۾ صرف اولاهون لنگهه، جيڪو ڏاڪڻي واڌواڙي سان جڙيل آهي، اهو کليل آهي. باقي اتر وارو لنگهه پٿر جي ڪم سان بند ڪيو ويو آهي ۽ پڻ ڏکڻ وارو لنگهه يا دروازي جو اڌ پڻ پٿر ڪمائي بند ڪيو ويو آهي. پٽيون مٿي ٿولهه ۾ گهٽبيون وجن ٿيون. ۽ وچ ۾ هڪ وڏو هال يا حجرو، جنهن جي وچ ۾ چار قبرون آهن جن مان ٽي قبرون ٻارن جون آهن. باقي هڪ ڪٽهڙي ۽ اوپر واري لنگهه وٽ ڄام نظام الدين جي قبر آهي (داني). تعمير ۾ مختلف طرزن کي هڪ ٻئي سان ملائي، اهڙي طرح پيوست ڪيو ويو آهي، جو تعمير جي تاريخ ۾ مقبرو هڪ يگانو نمونو ۽ هڪ غيرمعمولي مثال تي پيو آهي. بناوت ۾ گجراتي، هندو، اسلامي ۽ خالص سنڌي طرزن کي گڏي انهن جي وٽندڙ امتزاج مان، هڪ غيرمعمولي شاهڪار تخليق ڪيو ويو آهي. مهاڙي واري ديوار ۾ بدڪن جي قطار، سورج مکي ۽ ڪنول گل جي سٽا، جهروڪن جا وڌواڙا، ۽ انهن جا پاوا، آڳر واري ٻاهر نڪتل حصي جي سموري سنجٽ ۽ ٻانهيون، توڙي داخلي دروازي جي چوڪور ساخت گجراتي، خواهه هندي فن عمارت سازي جي اثرهيٺ آهي.

ڄام نظام الدين جي مقبري تي يا ٻين سمن جي چوڪنڊين ۽ مقبرن تي انهن جي گنبذن ۽ پيلپاون تي، گجراتي ۽ هندي اثرجو نمايان سبب گجرات ۽ سنڌ جي پاڙ ۾ همسايگي آمد ورفت، ۽ سمن جي مٽي مائٽي به آهي. جنهن ڪري سنڌ تي نه صرف گجراتي ثقافت جو اثر رهيو، پر مٽي مائٽي جي ڪري ناتا به ڏاڍا مضبوط رهيا.

سلطان نظام الدين جي روضي جي اترئين طرف بند ٿيل دروازي جي مٿين سر در تي جيڪو ڪتبو اڪريل آهي، انهيءَ مان معلوم ٿئي ٿو ته سلطان جي وفات بعد، ڄام فيروز سن 915 هه ۾ اهو مقبرو ٺهرائڻ شروع ڪيو. ظاهر آهي ته تعمير مڪمل تي نه سگهي. ڇاڪاڻ ته سنت ئي تخت ۽ تاج تان خانداني وگوڙ شروع ٿي ويا، جنهن ڪري سڀ ڪم بند ٿي ويا. اهو سبب ٿيو، جو نه گنبذ ٺهيو نه عمارت جو رٿيل نقشو مڪمل ٿيو. ڄام فيروز الهڙ جوان هو. ان لاءِ اهو گمان غالب آهي ته درياخان عرف مبارڪ خان جو عقل ۽ فهم هن مقبري تي عامل رهيو هوندو.

ڄام نظام الدين سمن جي خانوادي جو آخري ۽ آزاد سنڌ جو پويون تاجدار هو، جنهن 25 ربيع الاول 866هه کان 915هه

More Books Visit : www.iqbalkalmati.blogspot.com



تائين نہ رڳو ملڪ مٿان بادشاهي ڪئي، پر ماڻهن جي دلين ۾ رهيو. ڪانئس پوءِ پٽس ڄام فيروز ۽ خاندان جي هڪ ٻئي شهزادي ڄام صلاح الدين جي وچ ۾ تخت تان اڻ بڻت ٿي. صلاح الدين گجرات کان ۽ فيروز ارغون جا ڪٽڪ قنڌار کان وٺي آيو. جنهن ڪري سمن جو دور 927ھ ۾ دولهہ درياخان ۽ سندس پٽن جي شهادت کان پوءِ انت تي پهتو. وري سنڌ ڪلهوڙن جي دور ۾ سوبہ ميان يارمحمد ۽ ميان نورمحمد ڪلهوڙي جي وقت ۾ چار چڱا ڏينهن ڏٺا نہ تہ خير.

**ماڳ جو نالو: نڪو بني**

ماڳ جو هنڌ: هي ماڳ 18 0 26 اتر ويڪرائي ڦاڪ ۽ 37 ' 0 67 اوڀر ڊگهائي ڦاڪ تي ڪائي بني کان اٽڪل 5 ڪلو ميٽر اتر-اوڀر ۾ ڳمڙاچ ٽڪري تي.

ماڳ جو قسم: دڙو

ماڳ جو دور: هڙاپا_ ڏاتو پاهڻي دور

وصف: نڪو بني اتر کان ڏکڻ 500 فوٽ ڊگهي، اوڀر کان اولهہ 300 فوٽ ويڪري. شهر يا قلعي جا آثار ۽ بازار جا آثار وغيره.

هڙاپا دور جو ٺڪراڻو ملي ٿو. ڳمڙاچ ۽ بدي جبل جي وچ تي گبر بند جي رهت آهي. نڪو بني ٻن حصن ۾ ورهايل آهي. سپيسر جي ڊوري مٿان جيڪو حصو آهي سو وڏو ۽ وڏيڪ اڏاوتن وارو آهي. اهو موهن جي دڙي جي پوئين دور ٻہ هزار سال ق_ م سان تعلق رکي ٿو. هي دڙو 170x100 ميٽر جي ايراضيءَ ۾ آهي.

**ماڳ جو نالو: نمگو ڏاٽ گبر بند**

ماڳ جو قسم: گبر بند

ماڳ جو دور: قبل از تاريخ

ماڳ جو هنڌ: ديهہ سري، تعلقو ٿاڻو بولاخان، ضلعو ڄام شورو. اتر ويڪرائي ڦاڪ ' 18 ' 19 0 25 اوڀر ڊگهائي ڦاڪ ' 85 ' 31 0 67 ۾ واقع آهي.

هي گبر بند سري ۽ مول واري پراڻي رستي تي آهي. ڪيترن هنڌن کان ٽٽي پيو آهي، هن وقت 43 ميٽر ڊگهو باقي حصو بيٺو آهي، جنهن جا بنياد 20 ميٽر، ٽاپ 11 ميٽر، ۽ اوچائي 10 ميٽر ماپي وئي. هي بند اوائلي انسان پاڻيءَ جي ”جهل“ لاءِ ناهيا هئا تہ جيئن برسات يا نئن جو پاڻي روڪي، ان کي زراعت لاءِ استعمال ڪجي. اهڙن بندن جو تفصيلي جائزو محترم تاج صحرائي صاحب ۽ ٻين ڪيترن ماهرن پنهنجي ڪتابن ۾ لکتن ۾ ڏنو آهي. هيءُ ماڳ اڳ ذڪر ڪيل ڪونہ آهي.

**ماڳ جو نالو: ننڊل شاهہ جو دڙو**

ماڳ جو قسم: دڙو

ماڳ جو دور: اٺين صدي عيسوي

ماڳ جو هنڌ: آريجا ماهي مڪول کان ڏيڍ ڪلو ميٽر، تعلقو ۽ ضلعو لاڙڪاڻو.

ماڳ اتر ڊگهائي ڦاڪ ۾ " 50 ' 36 0 27 اوڀر ويڪرائي ڦاڪ ۾ " 30 ' 08 0 68 ڊگرين تي موجود آهي. دڙو 9 ميٽر اوچو آهي. جڏهن تہ ديگهہ ويڪر 178x214 ميٽر آهي. هتان زمين جي مٿاڇري تان مليل ٺڪراڻو ڏسيل اٺين صدي عيسويءَ کان 19 صدي عيسويءَ جو ملي ٿو. دڙي تي جهنگلي ٻوٽن جو قبضو آهي. هتان لڌل وٿن ۾ اسلامي دور جو ٺڪراڻو مليو آهي. ماڳ ڪوٽيل ڪونہ آهي. ان لاءِ وڌيڪ ڪجهہ چئي نٿو سگهجي.

**ماڳ جو نالو: نند ڪوٽ**

ماڳ جو هنڌ: نندڪوٽ 22 . 24 اتر ۽ 16 . 86 اوڀر ٺٽي ضلعي جي جاتي تعلقي ۾ آهي. هن کي مغليين

More Books Visit : www.iqbalkalmati.blogspot.com



ڪري سڏيندا آهن. ديهه ڪاڙڪ ۾ آهي.

موجوده ڪندر: نند ڪوٽ جا ڪندر جاتي شهر کان اتر_ اوڀر 9 ڪلو ميٽرن تي ڪور واهه رستي جي ڏکڻ بيگنا واهه جي ساڄي ڪپ تي آهن. ڪوٽ ديهه ڪاڙڪ تپي هاساڻي جي سروي نمبرن 290,289,276,275 تي پکڙيل آهي. سندس اتر ۾ ميرپور بٺورو، اولهه ۾ لاڏيون ڏکڻ ۾ سير ڪريڪ ۽ اوڀر ۾ سيراڻي ۽ ڪيڻ شهر آهي.

ماپ: مستطيل شڪل جو آهي. ڪوٽ جي ڏاکڻي ديوار جيڪا درياهه طرف آهي، تنهن جي ڊيگهه 1710 فوٽ آهي، اُن ۾ 18 برج ٻڌل آهن. پٽ اٺ فوٽ ٿلهي آهي. اوڀر واري پٽ جي ڪل ڊيگهه 717 فوٽ آهي. ويڪر 8 فوٽ اولهه پاسي واري ديوار 1377 فوٽ پنڌ ڪري وڪڙ کائي اندر 54 فوٽ وڃي وري سڌي ٿئي ٿي. ان وڪڙ کان آخري چيڙو 216 فوٽ آهي. برج سڀ بيضوي آهن، جي ديوار جي سڌ کان نڪتل آهن. سيني برجن جو قطر ساڍا ٻارنهن فوٽ آهي. برج هڪ ٻئي کان ستر فوٽ پري آهن. 30 برج سالم آهن. ڪوٽ کي چار دروازا هئا.

ماڳ جو دور: هن قلعي جي اڏاوت ڪنهن ڪرائي، معلوم ٿي نہ سگهيو آهي. پر سمجهجي ٿو تہ مومل جي پيءُ نند سان قلعو منسوب آهي. هيءُ قلعو سمن سومرن ۽ ڪلهوڙن جي دور ۾ وڏي اهميت رکندڙ هو.

نند ڪوٽ جي ڪابہ مالڪي ڪانہ آهي. اڄ نہ سڀاڻي اهو رهيل حصو بہ اسان جي بي ڌيانيءَ جي نظر ٿي ويندو.

**ماڳ جو نالو: نڪو گبر بند**

ماڳ جو هنڌ: جهانگارن کان اٽڪل 8 ميل، ڪائي، نئينگ، شاهه بلاول نوراني واري واٽ.

ماڳ جو قسم: گبر بند

احوال: نڪو گبر بند اٽڪل 1500 فوٽ ڊگهو، چاليهه فوٽ موڪرو ۽ ويهه فوٽ اونهون آهي. بند ٻن حصن ۾ ورهايل آهي، ٻنهي حصن جي وچ مان سپيسر ڍوري جو سڪل پيٽ آهي، جيڪو 180 فوٽ ويڪرو آهي. اهو ڍورو وهي نئن ڳمڙاڄ ۾ پوي ٿو. بند کي پشتن سان مضبوط ڪيو ويو آهي. پشتن جو تعداد ست آهي. بند جي مٿان هڪ ديوار جا آثار بہ ڏسڻ ۾ اچن ٿا. اها پٽ هن وقت ست اٺ فوٽ موڪري آهي. اهو مورچو آهي، جنهن جي ڊيگهه 50 فوٽ ۽ ويڪر چاليهه فوٽ آهي. ساڳي ديوار اڳتي هلندي نظر اچي ٿي ۽ نڪو بني جي شهر پناهه جو ڪم ڏئي ٿي.

**ماڳ جو نالو: ننڊا آتڻ**

ماڳ جو قسم: دڙا

ماڳ جو دور: هندو/ اسلامي دور

ماڳ جو هنڌ: ڳوٺ اڪڙي تعلقو ضلعو خيرپورميرس

هيءُ ماڳ ديهه تيلاهو تعلقي ميرواهه ۾ آهي. ٻن ويسن جي ايراضيءَ ۾ پکڙيل هن ماڳ تان ڀڳل سرون، ٺڪريون، ڪاشيءَ جي سرن جا ڀڳل ٽڪرا مليا آهن. سطح تان يا ٿورو هيٺ کوٽڻ سان ٺڪرائو هندو دور ۽ اسلامي دور جو گڏيل ملي ٿو. هتان ملندڙ مورتون ٽٽل حالت ۾ سجاڻي نٿيون سگهجن. اندازو آهي تہ هينيون تهہ الائي ڪيترو پراڻو آهي، پر مٿيون تهہ هندو دور ۽ اسلامي دور جو گڏيل ڏيکاري ٿو. هن جي کوٽائي ڪانہ ٿي آهي.

**ماڳ جو نالو: نوابن جون رانڪون**

ماڳ جو قسم: قبرستان

ماڳ جو هنڌ: غيبي ديري جو تاريخي مقام _ قمبر کان 35 ڪلو ميٽر غيبي ديري کان 4 ڪلو ميٽر ڏکڻ اوڀر جي ڪنڊ تي

ماڳ جو دور: مغل دور کان

احوال: هن قبرستان ۾ چانڊين نوابن ۽ سردارن جون قبرون ۽ مقبرا آهن. مقبرا پڪين سرن جا ۽ چٽسالي

More Books Visit : www.iqbalkalmati.blogspot.com



تيل. مگر ڪنهن بہ قبر يا مقبري تي ڪو ڪتبو وغيره ڪونہ آهي. ان لاءِ جانشينن جي خبر نٿي پوي.

**ماڳ جو نالو: نورمحمد ٽالپر جي ديرن جون قبرون**

ماڳ جو قسم: تجر/ اڏاوت

ماڳ جو دور: ميرن جي صاحبي

ماڳ جو هنڌ: مير عباسي علي خان جي مقبري جي اوڀر ۾

هن تجر جي ماپ اتر ڏکڻ 26 فوٽ ۽ اوڀر اولهہ 25 فوٽ. (2) اتر_ ڏکڻ 26 فوٽ ۽ اوڀر اولهہ 34 فوٽ.

هن جا بنياد پيلي پٿر جا آهن ۽ پٽيون ڪاشيءَ جي سرن سان مزين آهن. اندر 4 قبرون آهن 2 وڏن جون ۽ بہ ٻارن جون. صرف فرش، حاشيو ۽ ڪانس سائي نيري ۽ اڇي ڪاشيءَ جون آهن. باقي حصو سادو آهي. هڪ قبر تي هيءُ ڪتبو لکيل آهي.

تاريخ وفات

مرحومہ ديره ڪلان مير نورمحمد خان بنت مير فتح علي خان

بتاريخ 16 ماهہ صفر سن 1287 ھ.

دروازي تي لفظ صابو ۽ احمد لکيل آهن. هي عمارت مير نورمحمد، مير صوبدار خان، مير نصير محمد خان، مير مراد علي خان، ۽ مير حسن علي خان جي قبرن جي اوڀر ۾ آهي. انهيءَ سان محلق هڪ ڪمرو آهي ۽ اپرندي پاسي هڪ مسجد ٺهيل آهي.

**ماڳ جو نالو: نوح هوٿياڻي جو مقبرو**

ماڳ جو قسم: مقبرو

ماڳ جو دور: 1092ھ

ماڳ جي ماپ: 25x24 فوٽ

ماڳ جو هنڌ: مٽياري

پڪين سرن جي قبر_ مخدوم نوح هوٿياڻي پنهنجي وقت جو وڏو درويش هو. سندس احوال ”تذڪره اوليا سنڌ“، توڙي ”تذڪره مشاهير سنڌ“ ۾ موجود آهي.

**ماڳ جو نالو: نورجن واري مسجد**

ماڳ جو قسم: اڏاوت/ مسجد

ماڳ جو دور: ڪلهوڙا دور

احوال: ميان نورمحمد ڪلهوڙي جي دؤر ۾ ٺهرايل مسجد ديهہ ٽپي نور جام موجود آهي. جيڪا ڪچين سرن جي ٺهيل آهي، هيءُ مسجد بہ خدا آباد واري مسجد وانگر ٺهيل آهي. ٽہ قبائين مسجد جو هڪ قبو سلامت آهي.

**ماڳ جو نالو: نوزمان جو دڙو**

ماڳ جو قسم: دڙو

ماڳ جو هنڌ: قمبر جي اولهہ ۾ 45 ڪلو ميٽرن جي فاصلي تي چانڊين جي جاگير ۾.

ماڳ جو دور: راءِ گهراڻو (؟)

احوال: هتان ملندڙ وٿن مان معلوم ٿئي ٿو تہ هيءُ شهر اسلام جي اچڻ کان اڳ ميسار جي چڪو هو.

**ماڳ جو نالو: نهتو**

ماڳ جو قسم: دڙو

ماڳ جو دور: سومرا دور (؟)

احوال: هيءُ ڳوٺ تعلقي مٺي ۾ ڊوري پراڻ لڳ اوڀر طرف ۽ نبي سر روڊ اسٽيشن کان اوڀر ڏکڻ طرف

More Books Visit : www.iqbalkalmati.blogspot.com



آهي. هن ماڳ سان مهر راڻي جو داستان ڳنڍيل آهي. هن جي کوٽائي ڪانه ٿي آهي. هتان ليجنڊرَ وٿن ۾ ٺڪراڻو، مٽڪا ۽ سڪا شامل آهن.

**ماڳ جو نالو:** **نئنگ غار جبل**

ماڳ جو دور: تاريخ کان اڳ_ سنڌو تهذيب وارو

ماڳ جو هنڌ: هي ماڳ 18' $26^{0}$ اتر ويڪرائي ڦاڪ 71' $67^{0}$ اوڀر ڊگهائي ڦاڪ تي ڳوٺ نئنگ جي اتر ۾ آهي. ملندڙ وٿن ۾ ٺڪراڻو آمري ۽ لکمير جي ماڙي سان پيٽڻ جهڙو آهي. هن ماڳ جو ذڪر لوئس فليم ڪيو آهي.

**ماڳ جو نالو:** **نئين ڪوٽ جو قلعو**

ماڳ جو دور: مير ڪرم 1814ع ۾ جوڙايو

ماڳ جو هنڌ: نئون ڪوٽ 0' $24^{0}$ اتر ڊگهائي ڦاڪ ۽ 9' $69^{0}$ اوڀر ويڪرائي ڦاڪ، ميرپورخاص کان 63 ڪلو ميٽر ڏکڻ اوڀر طرف. قلعو آڳاٽي سنڌوءَ جي وهڪري بهادري ڍوري تي ٻڌل آهي.

ماپون: ڪوٽ چورس آهي. ڪوٽ جي اتر ڏکڻ ٻانهين 368 فوٽ، اوڀر اولهه ٻانهين 318 فوٽ. اڳين مورخن قلعي جي ماپ 640x600 فوٽ ٻڌائي آهي. پر هتي گهٽ‌ۡو فرق آهي. هن وڏي چوڪور جي اوڀر ڏکڻ ڪنڊ ٻاهران هڪ ٻيو چوڪور ٺهيل آهي. جنهن جي اندران اندر ماپ 48x40 فوٽ بيهي ٿي. سرون ٻن ماپن جون استعمال ٿيل آهن. هڪڙيون 96x6.6x1 ۽ ٻيون 8.6x6.6x1 ڪوٽ ٽر جي اولهه يا سراتيءَ تي اڏيل آهي.

ڪوٽ ڪي قدر سلامت آهي. پٽيون برج ۽ دروازن جا برج، سني حالت ۾ آهن. شاهي دروازي وٽ ٻه برج آهن. مکيه برج 30 فوٽ اوچو آهي. 48x40 جي دمدما جنهن جي چوڦير 20 فوٽ ڪن جو تلهو آهي. سلامت آهي (2005ع) قلعي ۾ ڪجهه ڪوئيون آهن. جيڪي اتر اوڀر ديوار ۾ آهن. پهريدارن لاءِ 12 فوٽ ويڪري فصيل ڏنل آهي. ڪوٽ ۾ ڪل 9 برج آهن. ٻه برج مکيه دروازي ۽ دمدما جي نگهباني ڪن ٿا. ٽي برج اتر، ڏکڻ، اولهه ڪوٽ جي ديوار جي وچ ۾ لڳل آهن. ان کان علاوه شاهه برج مکيه دروازي وٽ آهي، جنهن جو قطر 6 . 44 ۽ ٻاهران ٿولهه 139 فوٽ آهي. بارود خانو ٻه ٺهيل آهي ۽ رهائشي جاين جا نشان ٻه موجود آهن.

**ماڳ جو نالو:** **نئون پند سکر**

ماڳ جو قسم: دڙا

ماڳ جو دور: ڌاتو پاهڻي دور

ماڳ جو هنڌ: سکر جي ريلوي ٽانڪيءَ پرسان

احوال: هتي ڪي پٿر جي اوزارن جا ٽڪرا لڌا آهن. هنن تي رنگدار نشان آهن. اهڙو ٻيو هنڌ ويجهو ٽڪرين ۾ ٻه لڌو آهي، جتان پٿر جو ڪورون، چلڪا، چقمقي پهڻ جا ٽڪرا ۽ ڪمايل پٿر جون وٿون مليون آهن.

**ماڳ جو نالو:** **نل / نيل بازار**

ماڳ جو قسم: رهتون/ آثار

ماڳ جو هنڌ: ڊملوٽي واٽر ورڪس، کان 20 ميل اتر اوڀر ڪراچي ملير ڊملوٽي روڊ.

ماڳ جو دور: هڙاپا ڪلچر

احوال: هتي اڻ گهڙيل پٿر جون وٿون مليون آهن. دڙي جي ماپ 200x200 آهي. ڌاتو پاهڻي دور جا آثار ٻه ملن ٿا. ٺڪراڻو، چوڙين جا ڀڳل ٽڪر، سادو ۽ ليڪائون ٺڪراڻو، ٽنگر ٽانوَ قيمتي پٿرن جا ٽڪر وغيره ملن ٿا. هتان موهن جي دڙي واري بيل گاڏي ٻه ملي آهي. ان کان سواءِ ڪجهه ٽامي جون شيون ٻه هٿ لڳيون آهن.

More Books Visit : www.iqbalkalmati.blogspot.com



**ماڳ جو نالو: واچ ٽاور**

ماڳ جو قسم: ٽاور

ماڳ جو دور: ڪلهوڙا دور

ماڳ جو هنڌ: پڪو قلعو_ حيدرآباد

هي وڏو ٿلهہ حيدرآباد واري پڪي قلعي واري وڏي دروازي جي سامهون ٺهيل هو. هي ٽن طبقن ۾ هو. هيٺ وارو حصو وڏيڪ وڏو ۽ گول ٺهيل هو. ماپ ۾ باقي ٻن طبقن کان وڏو هو. جيئن مٿي وڃي ٿو تہ نيسارن جي نشان وانگر مٿان کان هيٺ کي ناليون ٺهيل آهن. انهن ۾ وقفي سان وڌاڙا (corbels) هنيل آهن. جيڪي مٿان کان هيٺ پاڻيءَ جي نيڪال لاءِ يا اهي مٿي چڙهڻ جو ڪم بہ ڏئي سگهن ٿا. اهي رڳو سينگار لاءِ ٺاهيا ڪونہ ويا هوندا.

ٽاور جي قلعي کان ٻاهر اڏاوت ٻڌائي ٿي تہ اهو ٽاور اوسي پاسي نظر رکڻ لاءِ ٺاهيو ويو هوندو. ٽاور جي چوڌاري کاهي کوٽيل هئي. ان تي هڪ پل ٺهيل هئي. ٻي ماڙ ٿلهہ جي گچي طور استعمال ٿيندي هئي. اتي برجيون ٺهيل آهن. جن جي مٿان بہ هڪ گل وانگر سينگار لاءِ ڪا اڏاوت هئي. انهيءَ حصي تي غالباً چوڪيدار ويهندا هوندا ۽ شهر کان سواءِ پري پري تائين نظر رکندا هوندا. اهو حصو بہ گول آهي. جتي ماڻهو ڦري گري سگهي ٿو. ان حصي جي مٿان هڪ چوڪنڊي اڏاوت آهي. جيڪا چئن ئي پاسن کان کليل آهي. هينان کان مٿي محرابي ونگن سان جڻ تہ دريون ٺهيل آهن. انهيءَ ٽين ماڙ جي مٿان پلويڙو ٺهيل آهي. جنهن جو ڪجهہ حصو ٻاهر نڪتل نظر ايندو هو. ٽاور هن وقت موجود ڪونہ آهي. نڪو ڪو نشان باقي اٿس. چون ٿا تہ 1906ع واري زلزلي ۾ ڪري پيو. هي بہ قلعي سان گڏ (ڪلهوڙن جو آثار) ٺهيو هوندو. افسوس جو هيڏي ساري اڏاوت جو هن وقت ڪو بہ نشان ڪونہ آهي. سواءِ هڪ تصوري تصوير جي.

**ماڳ جو نالو: واس**

ماڳ جو قسم: دڙو

ماڳ جو دور: قبل از تاريخ/ سنڌو تهذيب

ماڳ جو هنڌ: $69^0\ 11'\ 35''$ ۽ $27^0\ 33'\ 40''$ اتر ڳوٺ واس تعلقو روهڙي ضلعو سکر. هيءُ ماڳ ڳوٺ واس جي ڏکڻ ۾ 100 ميٽرن جي پنڌ تي آهي ۽ روهڙيءَ کان 43 ڪلو ميٽر ڏکڻ_ اوڀر ۾ آهي.

احوال: ماڳ جي ماپ اوڀر_ اولهہ 464 ميٽر ۽ اتر_ ڏکڻ 268 ميٽر. ماڳ وٽ نوان پڪا گهر ٺهي چڪا آهن. ۽ والار جو سلسلو جاري آهي. ملنڌڙ وٿن مان ٺڪر جون وٿون مليون آهن. جيڪي عجيب آهن. اهو جديد قسم جي ٺڪراڻي جو نمونو مليو آهي. ڪم نهايت نفيس ۽ سهڻو ٿيل آهي. ٿانوَن تي ماڻهن جون تصويرون اڪريل آهن. جن مان ڪن تي لڳي ٿو تہ هي تصوير يا تہ ٻڌ جي آهي يا ڪنهن راهب جي. ان کان سواءِ پٿر جون ڪورون، ٺٺل ٿانوءَ، پڳل چوڙيون، پٿر جا سليب، مٽيا ۽ ڍڪڻا وغيره. ٺڪراڻي تي گهريون ڪاريون لڪيرون ٺپيل آهن.

**ماڳ جو نالو: واڳو ڏر**

ماڳ جو قسم: چشمو ۽ رهتون

ماڳ جو هنڌ: ڪراچي سمنڊ ڪناري

ماڳ جو دور: نامعلوم

احوال: سامونڊي ڪنڌيءَ تي ٽڪريءَ جي پاڙ مان هڪ چشمو ڦٽي ٿو. جتي چون ٿا تہ واڳون رهندو هو. جنهن ڪري ان ماڳ تي واڳو ڏر جو نالو پيو. قديم آثارن جا ماهر چون ٿا تہ ڪونڪر جي ڍورن، لانڍي جي ٽڪرين ۽ واڳو ڏر جي پرپاسي مان برفاني دور (آخري) جي پڇاڙي جا اوزار لڌا آهن. ڍرگ روڊ جي هڪ ڍوري مان پٿر جي وچئين دور جا اهڙا اوزار بہ لڌا آهن جيڪي مڇي جهلڻ جي ڪم ايندا هئا.

More Books Visit : www.iqbalkalmati.blogspot.com



**ماڳ جو نالو:** **واهيءَ وارو ٿل**
ماڳ جو قسم: ٿل/ اڏاوت
ماڳ جو دور: ٻوڌي دور
ماڳ جو هنڌ: جوهيءَ کان اولهه –ڏکڻ پٽ جبل گرانڊي ماتري تعلقو سيوهڻ
احوال: هيءُ ٿل هڪ متاهين سطح تي اٽڪل 30– 40 فوٽ اوچو ٽيندو. ٿل مڪمل طرح پٿرن جي وڏين سرن سان جڙيل آهي. ٿل جي چوٽيءَ تي وچڻ لاءِ اولهه پاسي ڏاڪڻ ٺهيل آهي. چوٽيءَ وارو گهيرو اٽڪل ست+ ڏهه ماپ جو، اٽڪل 5 فوٽ نيم قطر جي گهيري تي مشتمل آهي. ٿل کي ڏکڻ پاسي هڪ دري آهي، جيڪا اندر کوٺيءَ وانگر آهي، جيڪا 4x4 فوٽ ڪن ٽيندي، جنهن ۾ گمان آهي تہ ڪي مذهبي وٿون رکيل هونديون.

**ماڳ جو نالو:** **وسترُن جي پٽ**
ماڳ جو قسم: دڙو
ماڳ جو دور: نامعلوم
ماڳ جو هنڌ: ديهہ حسن پاتو تعلقو فيض گنج ضلعو خيرپورميرس

هيءُ ماڳ بہ هاڪڙي جي ڪناري معلوم ٿئي ٿو. ٺڪراٺي جو مٽيون تهہ اسلامي آهي، پر هيٺ پڪ سان سنڌو تهذيب وارو ٺڪراٺو ملندو، چون ٿا تہ هتي ڪٽ جيڏيون سرون مليون. معنيٰ اهو شهر هو، جنهن جي گٽرن جو ڍڪ هٿ آيو آهي. ماڳ جي کوٽائي ٿيل ڪونہ آهي. اڏاوتن جا نشان ملن ٿا. جتان مقامي ماڻهن سرون ڪڍي پنهنجي ذاتي ڪتب آنديون آهن. هاڪڙي تي اها سنڌوءَ سيبتا جي ڪا بستي ڦٽل ٿي سگهي ٿي. کوٽائي ٿيل ڪونہ آهي.

**ماڳ جو نالو:** **وسٽي جي پٽ**
ماڳ جو قسم: دڙو
ماڳ جو دور: ستين صدي کان ڏهين صدي عيسوي
ماڳ جو هنڌ: هيءُ قديم ماڳ ڳوٺ وسٽي ۾ آهي. ديهہ نصر سهتو 105، تعلقو ۽ ضلعو نوابشاهہ. هيءُ دڙو واريا سين پٽن ۾ آهي، جنهن جي چوڌاري زرعي زمينون آهن. ماڳ ٻن حصن ۾ ورهايل آهي. جيڪي هڪ ٻئي کان 200 ميٽر پري آهن. ماڳ يا دڙو 500 ميٽر ماپ سان اتر ڏکڻ ۽ 400 ميٽر ويڪر اوپر اولهہ ۽ اوچائي اٽڪل 11 ميٽر آهي. دڙي تي ٺڪراٺو چوڌاري پکڙيل آهي. مليل وٿن ۾ ٺڪر سادو، چٽيل، ٺپيل، ۽ ڪرچيل مليو آهي. ٺڪر ونڊيل، چڪ تي لٿل، سنو پڪل، هلڪي ڳاڙهي، پيلي ۽ ڳاڙهي رنگ جو ملي ٿو. مختلف ڏارون جن ۾ پور وچوٽ ليڪون، جاريدار ليڪون، اپيون ليڪون، سڌيون ليڪون ۽ ٽڪنڊا ٺهيل آهن. پيلا ٺڪر گهٽو ڪري ڪرچيل آهن. ان تي مختلف نشان آهن. جهڪي ڳاڙهي ٺڪراٺي تي پور وچوٽ ڪرچيل ليڪون ۽ انهن جي وچ ۾ گولڙا پاتل آهن. ٺڪراٺي کان سواءِ ٺوس ترا، چوڙين جا ٽڪر هڪ گول ٽامي جو سڪو مليو آهي. وٿن کي ڏسي اندازو ڪيو ويو آهي تہ ماڳ ستين صديءَ کان وٺي ڏهين صديءَ تائين وسيل هنڌ هو.

**ماڳ جو نالو:** **ولبداد ناڙي جو مقبرو**
ماڳ جو هنڌ: جوڙيسر_ عمرڪوٽ کان 25 ميل
ماڳ جو دور: ميرن جو درو
ماپ: 16x16x16 فوٽ
احوال: ڪو مقامي سردار آهي. جنهن بابت معلومات ڪانہ ٿي ملي. خوبصورت مقبرو ڳچ سان اوساريل آهي.

**ماڳ جو نالو:** **ونجهورو دڙو**
ماڳ جو قسم: دڙو / ماڳ

More Books Visit : www.iqbalkalmati.blogspot.com



ماڳ جو دور: سترهين_ ارڙهين صدي

ماڳ جو هنڌ: ڳوٺ ونجهورو ديهه گولو ڏاهري تعلقو سڪرنڊ، ضلعو نوابشاهه.

هيءُ ماڳ اتر ويڪرائي ڦاڪ $26^0\ 12'\ 35''$ ۽ اوڀر ڊگهائي ڦاڪ $68^0\ 8'\ 10''$ ڊگرين ۾ موجود آهي.

هي دڙو زمين جي سطح کان 2.5 ميٽر اوچو آهي. دڙي تي جهنگلي ٻوٽا ۽ جهاڙيون ڦٽل آهن. مقامي ماڻهن دڙي تي والار ڪري ان جو وڏو حصو زرعي زمين هيٺ آڻي ڇڏيو آهي. باقي حصي تي قبرستان ناهيو ويو آهي. چوڌاري سرن جا اڌڙ ٽوٽا ۽ ٺڪرانو پکڙيل آهي. دڙو اتر_ ڏکڻ 180 ميٽر ڊگهو 130 ميٽر اوڀر اولهه ويڪرو ۽ اٽڪل 2.5 ميٽر اوچو ٿيندو. گهڻي قدر مليل ٺڪريون ڳاڙهي رنگ ۽ ڪجسي (Dull) ڳاڙهي رنگ جون آهن. ڳاڙهي تي ڪارو سجاتل سنڌو وارو ٺڪرانو ملي ٿو. جنهن تي ڄاريدار لڪيرون، ٽڪنڊا، ۽ ٻيون ليڪون، مهندي (geometry) ڪارا چٽ، زنجير وانگر ڏارون، نڪتل آهن. هلڪي ڳاڙهي تي پيلي رنگ ۽ ڪريم ڪلر جا تهدار ٺڪر ٽورا گهڻا مليا آهن. ڪٽ چڙهيل سڪا، جي سجاٽپ ۾ نتا اچن، اڪثر ٽوري ڪوٽڻ سان لبن ٿا.

**ماڳ جو نالو: ونجهڙوٽ**

ماڳ جو قسم: دڙا

ماڳ جو دور: نامعلوم

ماڳ جو هنڌ: ريلوي اسٽيشن ريتي کان پنج ميل ڏکڻ ۽ روهڙيءَ کان 63 ميل اتر هڪ بيابان ۾

احوال: زمين جي مٿاڇري کان 16 کان ويهه فوٽ اوچا، رنگ جا ڪارا دڙا، جن جي مٿاڇري تي سرن جا ڍير پيل آهن. سرون ٻن قسمن جي ماپن جون آهن. هڪڙيون 15x10x2/2 انچ ۽ ٻوريون وڏيون 18x12x4انچ. دڙن جي چوطرف ماپ ڏيڍ ميل کن ٿيندي. اولهه اوڀر اڌ ميل ۽ اتر ڏکڻ ۾ دڙا چوٿائي ميل جي ماپ جا ٿيندا. سرن جو رنگ ڳاڙهو آهي. ڪارب چسو آهي. دڙن جي ڏکڻ اولهه ۾ قبرستان آهي. اولاهين پاسي هڪ وڏو دڙو آهي. انومان آهي ته اهو شهر جو مکيه حصو هوندو. ڪوٽڻ تي چٽو ٿيو ته اهو مندر وارو حصو هو. پراڻين سرن مان لڳي ٿو ته اهي سرون برهمڻ آباد جهڙيون آهن. لڌل وٿن ۾ سڪا جن جو وزن 30 کان 60 گرام، ماپ اڌ انچ قطر، 1/10 انچ ٿولهه. ننڍا سڪا به ملن ٿا. مٽڪا شڪل ۾ گول چپترا به ۽ بيضوي به، جيڪي عقيق جا آهن. مٽڪي تي اچا ليڪا آهن. سائي، اڇي، نيري رنگ جا شيشا، پتل ۽ ٽامي جي زيورن جا ٽڪرا. مٽيءَ جون پڪل ۽ سنگ مرمر جون مورتون. ڳهن تي گهيٽي جي شڪل اڪريل آهي.

هيءُ سنڌوءَ جو ماڳ هاڪڙي جي ڪپ تي آباد هو. مهراڻ جي وهڪري مٽائڻ ڪري برباد ٿي ويو.

2_ ونجهڙوٽ هينئر مڪمل تباهه آهي. هيءُ ماڳ ديهه ونجڙ وٽ اڻ سروي نمبر 106 تعلقي ٻاوڙي ۾ 122 ايڪڙن تي ڦهليل آهي. هن جي تاريخ بابت پتو نٿو پوي، پر آثار ٻڌائن ٿا ته هتي ڪو وڏو شهر هو. ٺڪرانو، برهمڻ آباد سان پيٽڻ جهڙو آهي.

**ماڳ جو نالو: ونگ وارو ڪوٽيرو**

ماڳ جو قسم: اڏاوت جون پٿرائون پيڙهو

ماڳ جو دور: قديم تاريخي دور

ماڳ جو هنڌ: ديهه مول، تعلقو ٿاڻو بولاخان ضلعو ڄامشورو. اتر ويڪرائي ڦاڪ $25^0\ 22'\ 97''$ اوڀر ڊگهائي ڦاڪ $67^0\ 23'\ 90''$ تي موجود آهي.

اٽڪل مول ڳوٺ جي ڏکڻ اولهه ۾ 10 ڪلو ميٽرن جي فاصلي تي هيءُ ماڳ واقع آهي. هتي پٿر جون ننڍيون وڏيون چاڙهون پکڙيل نظر آيون. هڪ ڪوٽيرو چوڪنبو پر اتر کان ڏکڻ ڏانهن ڪجهه وڌيل وڏو آهي. هيءُ ماڳ بدر ابڙي سان گڏجي ڏٺو ويو. هنن ڪوٽيرن جي اصليت تي تحقيق ٿي رهي آهي. هن جي پرسان ڪابه بي ثقافتي وٿ ڪانه ملي آهي. هي سيني

More Books Visit : www.iqbalkalmati.blogspot.com



ڪوٺيرن کان مختلف قسم جو آهي. چوٽہ هن کي اولهہ کان اڌ گول ۾ پٿرائين پٽ ڏنل آهي. جنهن ۾ اتر کان لنگهہ آهي.

**ماڳ جو نالو:** **ونهيي واري جامع مسجد**

ماڳ جو قسم: اڏاوت/ مسجد

ماڳ جو دور: مغل دور

احوال: هيءَ مسجد چبوتري وانگر گنبذ نما آهي. مسجد ڪافي ڪشادي آهي. مسجد جي ٻاهرئين پاسي محراب جو رنگ ڪارو ٿي ويو آهي. مسجد جي ٻاهرئين احاطي ۾ مدرسو قائم هو. مسجد جي اندرئين پاسي پوري وچ تي پارسيءَ ۾ هڪ شعر لکيل آهي. مسجد جي اندرين چٺني ڪنڊن ۽ ديوار تي عربي پارسي ۾ شعر، خط نسخ ۽ خط شڪستہ ۾ لکيل آهن. ميون ونهيون سن 1001 هہ ۾ وفات ڪري ويو. مگر مسجد گهٽو اڳي جي آهي. هن ۾ اٽڪل 50 نمازي نماز ادا ڪري سگهن ٿا.

**ماڳ جو نالو:** **ويرا واهہ واري مسجد**

ماڳ جو قسم: اڏاوت/ مسجد

ماڳ جو دور: ارڙهين صدي جو وچ/ مسلم دور

ماڳ جي ماپ: 40x12 فوٽ، اوچائي 16 فوٽ

احوال: پڪين سرن جي ٺهيل مسجد، تاج محمد نالي ڪنهن بزرگ ٺهرائي.

**ماڳ جو نالو:** **ويرا واهہ وارا مندر/ پاري ننگر وارا مندر**

ماڳ جو قسم: مذهبي اڏاوتون/ مندر

ماڳ جو دور: جين ڌرم

ماڳ جو هنڌ: پاري ننگر جي اولهہ ۾، ننگرپارڪر کان اتر ۾ 21 ڪلو ميٽرن تي.

هي جيني مذهب وارن جو مندر آهي، جيڪو سڄو ماربل جي پٿر سان ٺهيل آهي. هن مندر جي اڏاوت ننگر پارڪر وارن مندرن جهڙي آهي. مندر کي مک لنگهہ اوڀر ۾ ڏنل آهي، جتي 8 ڏاڪن واري ڏاڪڻ ٺهيل آهي، ڏاڪا 5_4 فوٽ ويڪرا آهن. ڏاڪن کي ٻنهي پاسي 2_3 فوٽن جو ٽيڪو ڏنل آهي. مندر ٿلهي تي ٺهيل آهي. سامهون ڏيڍي يا اڌ منڊپ (Portico) پيل پاون تي ٺهيل آهي. انهن پيل پاون جي اوچائيءَ 8_5 فوٽ آهي. انهن پيل پاون تي ڇت ڇتيل آهن. منڊپ جي ٽن پاسن تي ٿلهو ٺهيل آهي، جيڪو 17_x17 9_20 فوٽ ماپ جو آهي. ٿلهو منڊپ جي چيڙي وٽ شڪاري سان ڳنڍيل آهي. منڊپ جي سامهون بہ پيل پاوا ٺهيل آهن، جن جي مٿان ننڍڙو گنبذ اڏيو ويو آهي، جيڪو اٺڪندي (Octogonal) رٿ جو آهي. اِتي 12 پٽ_ پرا (Pilasters) ٺهيل آهن. جن مان بہ لنگهہ جي ٻنهي پاسي ٺهيل آهن. جتي عورت جو مجسمو ٺهيل آهي.ا ها عورت ويٺل حالت ۾ اڪريل آهي، پر هن وقت سندس چهرو ٽٽي پيو آهي. ساڄي پاسي واري اڪريل عورت جي مجسمي جي ساڄي ٻانهن ۽ مُنهن پڻ ٽٽل آهي. منڊپ کي چار ڪليل دروازا ڏنل آهن. جن مان بہ جلوسي گيلري طرف شڪاري جي اتر ڏکڻ ۾، جيڪي 4.11 فوٽ ڊگها ۽ 1.10 فوٽ ويڪرا آهن. بہ دروازا منڊپ کي، هڪ اتر طرف ۽ ٻيو ڏکڻ طرف ڏنل آهن. منڊپ جي مٿان 10. 14 فوٽ اوچائي تي شڪارا ٺهيل آهي. پٿين تي خوبصورت شڪليون ڇٽيل آهن. انهن ڇٽن تي مختلف رنگ استعمال ڪيا ويا آهن. تصويرن ۾ جانور، پکي، ماڻهو، گل ٻوٽا وغيره آهن. ٺهيل تصويرن ۾ اٺ، گهوڙو هاٿي، ڍڳو، مور، ڪبوتر ۽ ڪجي وغيره نڪتل آهن. ان کان علاوه گهوڙيسوار، اٺ سوار، نچندڙ جوڙو، موسيقار ۽ ٻيا ڇٽ جيڪي ننگرپارڪر واري مندر ۾ ڏنا ويا هئا، هتي بہ آهن. شڪارا (Shikara) ۽ منڊپ جي وچ ۾ هڪ گهٽي ڇڏيل آهي. آخر ۾ وهانو (Vimana) آهي جيڪو شڪاري وانگر گوگڙو نموني جو آهي. جنهن جي دروازي جي ماپ 5.11x2.11 فوٽ آهي، اتي بينچ رکيل آهي. اتي هڪ جارو 1.7x1.4 فوٽن جو ٺهيل آهي. وهاني جي مٿان گنبذ ٺهيل آهي، جنهن کي چار طبقا آهن. هن ڪمري جي فرش کان چوٽيءَ

More Books Visit : www.iqbalkalmati.blogspot.com



تائين ماپ 9.6 فوٽ آهي. جلوسي رستو (Processional Passage) يا گيلري، شڪاري جي چوڌاري ٺهيل آهي. جنهن کي حاطو ڏنل آهي. مندر جي مهاڙيءَ ۾ هٿيار بند ماڻهن جون تصويرون اڪريل آهن.

**ماڳ جو نالو: ويرنات**

ماڳ جو قسم: شو مندر

ماڳ جو دور: نامعلوم

ماڳ جو هنڌ: ڳوٺ ٻورڙي_ تعلقو خيرپورناٿن شاھ_ ضلعو دادو

مندر جي اوپر_ ڏکڻ ۾ ٻن ڪلو ميٽرن جي پنڌ تي ڳوٺ ٻورڙي آهي اوپر ۾ خيرپور ناٿن شاھ پڪو روڊ اٿس. هي ويرنات جو مندر آهي، جيڪو سڄي سنڌ ۾ تمام گهڻو ڄاتل هو. هي سنڌ ۾ شوي مذهب وارن جي ريتن رسمن ادا ڪرڻ لاءِ پوئين دور ۾ ڪم ڪندڙ واحد مندر بچيو هو. هتي سياري ۾ شو جو ميلو لڳندو هو. جنهن ۾ هر عمر ۽ ذات جا شوي هندو شريڪ ٿيندا هئا ۽ مسلمان بہ جهجهي تعداد ۾ ايندا هئا. هن جا چار لڇڻ (Feature) باقي بچيل آهن.

1_ مندر جي عمارت 2_ وڏو تلاءُ جيڪو هاڻي دبي جي صورت ۾ آهي. 3_ پپر جو وڏو وڻ ۽ 4_ ڪجھ اڏاوتن جي پٿر جون پيڙهون ۽ پراڻو کوھ. مندر، ڏاکڻ واري ٽلهي تي ٺهيل آهي، جنهن کي چوڌاري ديوار ڏنل هئي، اها ديوار چار فوٽ اوچي هئي. ان جا باقي ڪي حصا وڃي رهيا آهن. مندر چورس رٿيل ۽ پڪ_ سرو آهي. ڪنهن زماني ۾ مندر سڄو چن گاري سان لتل هوندو. مندر اندران ٻاهران چٽيل آهي. چٽن جا ڪجھ نشان بيٺا آهن. لنگهہ وارو دروازو اوپر ۾ ڏنل اٿس، جيڪو پٽين ڪان ٽورو اڳتي نڪتل آهي. دروازي واريون پٽيون چار فوٽ باقي پٽيون 2 فوٽ ٿلهيون آهن. مندر وارو ڪمرو چورس آهي، پر ان کي ڪنڊ_ جوڙون (squinched) وسيلي گول ڪيو ويو آهي. اِهي ڪنڊ_جوڙون (squinches) هيٺ فرش ڪان هلي مٿي وڃن ٿيون. اندر هڪ قبر ٺهيل آهي، اهو دلچسپ ۽ حيرت انگيز لڇڻ رکيو هتي ڏنو ويو آهي. قبر سيمنٽ جي آهي، جيڪا مرمت ٿيل آهي يا مورڳو نئين ٺاهي وئي آهي. پٽين تي ڳچ (Neck) وغيره ٺهيل ڪونہ آهي. گنبذ سڌو چئن پٽين مٿان اڏيو ويو آهي. فرش تي رنگين ڪاشي لڳل آهي. سرون چڱيون وڏيون آهن ساڳيون چوڻڪ واريون ڪاشيءَ جون سرون مهاڙيءَ ۾ ٻيڙ ٻني وٽ لڳل آهن، پر اهي هڪ ٻئي سان ميل نٿيون کائين. هي مندر ويرنات جي نالي پويان آهي. تحقيق لاءِ دروازا کليل آهن. ويرنات، گورکنات جو شش هو. چون ٿا تہ گورک ٽڪري هن جي نالي پويان سڏجي ٿي.

**ماڳ جو نالو: ويسر ماٿري ماڳ**

ماڳ جو قسم: اوائلي انساني اڏاوتن جا آثار

ماڳ جو دور: قديم حجري دور

ماڳ جو هنڌ: نارا ٿر خيرپورميرس ضلعو

ٿر ٻن حصن ۾ ورهايل آهي. هڪ پارڪر وارو ٿر ۽ ٻيو نارا ٿر. خيرپور يونيورسٽي نارا ٿر جي ويسر ويلي ۾ تحقيقي ڪم ڪري رهي آهي. ويسر ويلي ٿري ۽ ڪٽڙ ڳوٺن جي وچ ۾، خيرپورميرس کان 50 ڪلو ميٽر ڏکڻ ۾ آهي. واريءَ جون وڏيون ڊبون 20 کان 40 ميٽر اوچيون آهن. اتي قديم حجري ۽ وچولي حجري دور جون وٿون ملن ٿيون. وردار يمني ساخت جا بلور وانگر پٿر جيڪي رنگدار آهن. رکيو ٻن هنڌن تي ملن ٿا. هڪڙا روهڙي فلنٽ سائيٽ ۽ ٻيا هتي ويسر ويلي ۾. هن قسم جي پٿر مان سنڌ جا ماڻهو وَٽَ ناهيندا هئا. هتي ڪمايل ۽ اڻ ڪمايل پٿر جا ٽڪرا جن ۾ منيا، پتا، ڪورون، ڪترڻا، ڪپٽا وغيره، ٻن ڪلو ميٽرن جي ايراضيءَ ۾ مليا آهن. هتي 153 کن ماڳ مليا آهن. جيڪي ٻڌائين ٿا تہ اهي هنڌ قديم حجري کان وچولي حجري دور جي انسانن لاءِ پٿر ناهڻ جي ڪارخاني طور ڪم ايندا هئا. اهڙا نشان بيٺا آهن. وچولي پاهڻي دور جا 50 ڪارخانا مليا آهن، جن ۾ مقامي پٿر مان اوزار ناهيا ويا آهن. هتي قديم پٿر جي انسان جي رهائش گاھ تي ڪم ڪيو ويو. پر ڏٺو ويو تہ روهڙي وانگر هتي شايد ٽنپ ٽوٽي ڏئي، مٿان ٽوئو ڪک يا ڪانا ڏئي وقت گذاريو ويو هوندو. اڏاوتن جا نشان اڃا نہ مليا آهن. تحقيق جاري.

More Books Visit : www.iqbalkalmati.blogspot.com



**ماڳ جو نالو:** **وينجهڙو ڊڙو**
ماڳ جو قسم: ڊڙو_ قلعو
ماڳ جو دور: 1009 هجري يا 1013 ھ
ماڳ جو هنڌ: نوابشاھ ضلعي ۾ سڪرنڊ شهر کان قاضي احمد ويندڙ قومي شاهراھ جي ڏکڻ ۾ شاخ مشائخ جي وڻ سان اپرندي طرف.
احوال: وينجهڙي جو قلعو مغلن کان بہ اڳ جو چون ٿا. مير ابو قاسم ان جي مرمت ڪرائي ٿي ڏسجي. ڪچي قلعي جا آثار ساڍن ٽن ايڪڙن ۾ ڦهليل آهن. چئن دروازن جا نشان ڏسجن ٿا. اندر ٽن قبرن جا نشان ملن ٿا، جيڪي پڪين سرن سان ٺهيل آهن. هڪ قبر يا مزار "تڪو پير" جي آهي. مظهر شاهجهاني موجب تڪو فوجي عملدار هو ۽ مقامي ماڻهن هٿان قتل ٿي ويو هو.

**ماڳ جو نالو:** **هالادرويش جو مقبرو**
ماڳ جو قسم: اڏاوت/ مقبرو
ماڳ جو دور: نامعلوم
ماڳ جو هنڌ: هالا دوريش جو مقبرو عيسيٰ لنگوٽي جي مقبري کان اوڀر ۾ ڪجھ فاصلي تي آهي.
احوال: هي چھ ڪنڊي ڇتي آهي. اندران اندر 2 . 17 قطر اٿس. ڪنڊن تي پٿراوان پيل پاوا ڏنل اٿس. پيل پاون ڪي مٿان تاج ڏنل آهي ۽ انهن جي مٿان پٿرائون گنبذ اڏيل آهي. پيل پاون تي گجراتي نموني جي اڪر ٺيل آهي، جيڪا سمن جي دور جي خاص نشاني آهي. ان قسم جون اڏاوتون اسلامي دور کان اڳ رواج ۾ هيون. ڇتي نموني گنبذ جي مٿان ڪلاشا لڳل آهن. ڇتي پترائين هڪ ٻئي مٿان چڙهيل سنهن پٿرن ڪي رکي جوڙي وئي آهي. اهي ڇتي وارا هڪ ٻئي مٿان رکيل پٿر ڪل ست عدد آهن، جيڪي ڇتيل ۽ گلن جي پنکڙين وانگر هڪ ٻئي سان لاڳاپيل آهن. اهي پيل پاوا حماد جماليءَ جي پيل پاون کان مختلف نموني جا آهن. اهي ان کان بهتر طرز جا آهن.

**ماڳ جو نالو:** **هتي مشائخ**
ماڳ جو قسم: اڏاوت/ مقبرو
ماڳ جو دور: 984ھ
ماڳ جي ماپ: 20x20 فوٽ
ماڳ جو هنڌ: نوراني
احوال: هن مقبري جي اولھ ۾ احمد شاھ جو مقبرو بيئنل نظر اچي ٿو. باقي بزرگ بابت احوال نہ مليو آهي.

**ماڳ جو نالو:** **هتيل ٻَٽ وارو ڪوٽيڙو**
ماڳ جو قسم: گول رکيل پٿرن جو دائرو
ماڳ جو دور: تاريخي دور
ماڳ جو هنڌ: ديھ هتيل ٻٽ، تعلقو ٽاڻو بولاخان، ضلعو ڄامشورو، اتر ويڪرائي ڦاڪ $25^0 13' 20''$ اوڀر ڊگهائي ڦاڪ $67^0 37' 27''$ تي واقع موجود آهي.

هي ماڳ سري روڊ جي اتر ۾ 150 ميٽرن جي فاصلي تي آهي. جنهن جو قطر 50 . 12 ميٽر ۽ دائرو ٺاهيندڙ پٿرن جي حد جي ويڪر 50 . 3 ميٽر ڪن آهي. پٿرن جا مختلف نمونا هڪ دائري ۾ ٺاهي رکيا ويا آهن. جن بابت خبر نٿي پوي تہ اهي ڇو ٺاهيا ويا آهن. ٿي سگهي ٿو تہ هي ڪي ثقافتي يا مذهبي علامتي اهڃاڻ هجن. ڪوٺائي ٺيل ڪونہ آهي. هيءُ ماڳ بدر ابڙي

More Books Visit : www.iqbalkalmati.blogspot.com



سان گڏ ڏنو ويو آهي.

**ماڳ جو نالو: هراڙ وادي وارو قلعو**

هراڙ وادي (ڪيرٿر) ۾ هڪ وڏو ميرن جو قلعو ٺهرايل آهي. هم چورس قلعي جون ديوارون پٿر جون آهن. قلعي جي اولهه واري ديوار جي اوچائي ست فوٽ ۽ اتر پاسي واري ديوار جي اوچائي 3 فوٽ کن بچي آهي. اولهه پاسي واري پٽ جي ڊيگهه ڀ سؤ فوٽ ۽ ڏکڻ واري ديوار جي ڊيگهه 225 فوٽ کن ٿيندي. قلعي جي اولهه ڏکڻ واري ڪنڊ تي قلعي ۾ اندر هڪ برج جا آثار آهن. ڏکڻ اوڀر واري ڪنڊ جي ٻاهرئين پاسي هڪ مسجد ٺهيل آهي. قلعي جي سڄي اوساري چيرولي ۽ چن سان ٿيل آهي. جيڪا جابجا ڊهي پئي آهي. واديءَ جو اڪيلو چشمو اولهه پاسي کان پٽ جي هيٺان قلعي اندر داخل ٿئي ٿو ۽ اوڀر کان ٻاهر نڪري ٿو. واديءَ جي سموري زمين شاداب آهي.

**ماڳ جو نالو: هوٿياٽو فلنٽ**

ماڳ جو هنڌ: لکي جبل جي هڪ چاڙهه هوٿياٽو. ماڳ شاهه جي ڪوٺيڙي ويجهو هڪ چشمي جي پر ۾. هي ماڳ اوڀر ۾ $67^{0}\,29'\,40''$ ڊگريون ۽ اتر ۾ $25^{0}\,39'\,15''$ ڊگرين تي واقع آهي.

تعارف: هيءُ ماڳ هڪ ٽڪريءَ تي آهي. پراڻين عمارتن جي پيڙهه جا پٿر اجا بيٺا آهن. هت چقمقي پٿر ۽ بلوري پٿر ڪمايل توڙي اڻ ڪمايل پکڙيل نظر اچي ٿو.

ماڳ جو دور: ٻنڌڻي ۽ مليري وانگر پٿر ڪمائڻ جي ڪارگاهه طور ڪتب ايندو هو.

ماڳ جو دور: هي ماڳ آمري/ هڙاپا دور جو پاسي ٿو.

**ماڳ جو نالو: هيم ڪوٽ**

ماڳ جو قسم: ڪوٽ جا نشان

ماڳ جو دور: هندو دور راءِ سهيرس (؟)

ماڳ جو احوال: جهمپير(ضلعي ٺٽي) کان اٽڪل هڪ ڪلو ميٽر ڏکڻ طرف هڪ قلعي جا نشان آهن. اٽڪل ڏيڍ فرلانگ جي ايراضيءَ تي قلعي جا نشان آهن. ڏکڻ طرف شاهي دروازي جا نشان نظر اچن ٿا. اوساري ٿيل سرون ۽ پٿر ملن ٿا. پٿر تمام سٺي نموني گهڙيل ۽ گهٽو ڪري انهن ۾ ڪانچا نڪتل آهن. جيڪي هڪ ٻئي سان پچايا ويا آهن. اوساري ۾ گچ استعمال ٿيل آهي. اجتماعي قبرون ڪوٽيندي ملن ٿيون. هڪ سسي لٽل سنگ مرمر جي گڻيش ديوتا جي مورتي ملي آهي. هيم ڪوٽ کي جهم ڀ چوندا آهن. جنهن جو ذڪر ”چچ نامي“، ”جنت السنڌ“ ۽ ”تحفة الڪرام“ ۾ ٿيل آهي. هاڻي هتي هندن جو مندر آهي، پر گهڻي ايراضي قبرستان جي والار هيٺ اچي وئي آهي.

ماڳ تي ڪاٻه کوٽائي ٿيل ڪانه آهي.

**ماڳ جو نالو: همير سومري جو دڙو**

ماڳ جو هنڌ: (33 . 69 اوڀر ۽ 21 . 25 اتر) ضلعي ٿرپارڪر ۾ ڳوٺ صوفي فقير جي ڏکڻ ۾ ٽئن ميلن جي مفاصلي تي دڙا.

ماڳ جو دور: اسلامي دور_ سومرن جو دور

ماپون: ماڳ زمين کان 20 فوٽ مٿي آهي. هڪ پٽ اولهه ڏکڻ ۾ ملي ٿي، جنهن جي ٿولهه 6 . 4 آهي. ان ۾ ڪتب آيل سرون 14x9x1.1/2 جي استعمال ٿيل آهن.

وصف ۽ وٿون: سومرن جي آخري حڪمران (1332ع) جي نالي پويان ماڳ سڏجي ٿو. قلعي يا شهر پناهه جي پٽ کان سواءِ متاچري تان ٺامي جا سڪا، لوهه ۽ ٺامي جا ٽڪر ۽ شيشي جي چوڙين جا ٽڪر مليا آهن.

**ماڳ جو نالو: هيرو خان وارو ٿل**

More Books Visit : www.iqbalkalmati.blogspot.com



ماڳ جو قسم: ٿل

ماڳ جو دور: ٻوڌي دور

ماڳ جو هنڌ: هيءُ ٿل جوهي ضلعي دادو کان چوڏهن پندرنهن ڪلو ميٽر اتر اولهه ڪاڇي جي ڳوٺ هيروخان ۾ آهي. هيءُ ٿل زمين جي سطح کان اٽڪل 25 يا 30 فوٽ اوچو آهي. پيڙهه پڪ سري آهي. لڳي ٿو ته ڪنهن ونگ تي بيٺل آهي. ٿل تي مٿي چڙهڻ لاءِ اتر پاسي پڪ سري ڏاڪڻ آهي. ٿل کي ڏکڻ پاسي 5x4 فوٽ ماپ جي دري نما ڪوٺي آهي، جنهن ۾ شايد ڪو ڀڪشو عبادت لاءِ ويهندو هجي. ٿل جي پڪي پيڙهه کان پوءِ ڪچي اڏاوت چوٽيءَ تائين ٺيل آهي. جيڪا مينار وانگر آهي. ٿل جي چوٽيءَ تي هڪ ڪمري نما اڏاوت جنهن جي ماپ 10x6 فوٽ ڪن ٺيندي جڙيل آهي. جنهن جي وچ ۾ پڪ سري، ٽي چار فوٽ جي قطر سان گول اڏاوت آهي، جيڪا ڪنهن قسم جي مسالي سان تعمير ڪيل آهي. ٿل جو ٻاهريون گهيرو اٽڪل ڏهه فوٽ نيم قطر ٺيندو. هي ٻڌ ڌرم جي يادگار اڏاوت آهي.

**ماڳ جو نالو: هيروخان**

ماڳ جو قسم: ڳوٺ/ قبرستان/ ٿلهه

ماڳ جو دور: ٻوڌي/ اسلامي

ماڳ جو هنڌ: ديهه مريد ديرو، تپو هيروخان، تعلقو جوهي، ضلعو دادو.

هيروخان ڪاڇي جو مشهور ڳوٺ آهي، ڳوٺ جي اتر اولهه ۾ قبرستان ۽ ٿلهه آهي، جڏهن ته اتر ۾ ڪجهه مقبرا آهن.

رانڪون: هتي ٻه رانڪون آهن. هڪڙي چورس آهي، جنهن جو مُنهن اوڀر طرف آهي، ٽيئي پاسا مستطيل پانيلن سان سينگاريل اٿس. ڪانس ٻاهر نڪتل آهي، بيڙ_ ٻني تي برجيون ٺهيل آهن. برجيون وڏيون آهن. انڪندو ڳچ ٺهيل آهي. ڳچ جي بيڙ ٻني تي ننڍيون ننڍيون برجيون ڏنل آهن.

ٻي رانڪ: اٺ دري وانگر آهي، جنهن جي هر ڪنڊ تي ونگون ٺهيل آهن. ڳچ اٺ ڪندو آهي. ان جي مٿان گنبذ ٺهيل آهي. گنبذ جي مٿان اونڌو ڪنول گل ٺهيل آهي، جنهن جي مٿان ڪلسو ڏنل آهي. رانڪ جي چوڌاري گهٽي تعداد ۾ قبرون ٺهيل آهن.

ٿلهه: هتي ٻي اڏاوت ٿلهه آهي، جيڪو هونئن ته ڪچين سرن جو ٺهيل آهي پر پيڙهه ۾ پڪيون سرون ۽ پٿر ڏنل اٿس. ڏاڪڻ جا رڳو آثار آهن. هن ٿلهه جو خاص لڇڻ (Feature) ونگن سان سرنگهه نما لنگهه آهي، جيڪو اتر کان ڏکڻ آرپار آهي، جيڪو زميني مٿاڇري تي ٿلهه کان ٿورو مٿي اڀرندي حصي تي ٺهيل آهي. هي نمونو اڳ ۾ ڪنهن به ٿلهه ۾ نه ڏٺو ويو آهي. ان لاءِ اتي تحقيق جي ضرورت آهي. ٿاور جو نمونو ديهه ٿلهه واري ٿلهه وانگر آهي. ٿلهه پيڙهه وٽ چورس رٿيل آهي.

**هينري ڪزنس (آرڪيالاجسٽ)**

هينري ڪزنس (Henry cousens) آرڪيالاجيڪل سروي آف انڊيا ويسٽرن سرڪل بمبئي جو سپرنٽينڊنٽ هو. هن 1895ع کان 1910ع تائين سنڌ ۾ قديم آثارن جي ڳولا ڪئي ۽ انهن کي لکت ۾ محفوظ ڪرڻ جو ڪم ڪيو. ان ئي سال هن رٽائر ڪيو ۽ انگلينڊ هليو. هن پنهنجو مشهور ڪتاب "سنڌ جا قديم آثار" (Antiquities of Sindh) سن 1907ع ۾ لکي پورو ڪيو. هن جون تيار ڪيل رپورٽون هي آهن.

1_ "آرڪيالاجيڪل سروي آف انڊيا" ويسٽرن سرڪل (بمبئي) جون سال وار ترقياتي رپورٽون 1896_95، 1897_96، جون 1897، 02_ 1903، 03_ 1904 وغيره.

2_ آرڪيالاجيڪل سروي آف انڊيا (ڪلڪتو) جون رپورٽون سال 1903، 1904، 1907، 1908، 1909، 1910، ۽ 1911ع هي رپورٽون ٻه سؤ صفحن تي پکڙيل آهن. جن ۾ مختلف جاين جو تمام دلچسپ احوال تفصيل سان، نقشن، خاڪن، ۽ تصويرن سميت ڏنل آهي.

آرڪيالاجيڪل سروي آف انڊيا وارو ادارو سن 1861ع ۾ قائم ٿيو هو. ان جي پهرئين دور ۾ حڪومت جي اِها

More Books Visit : www.iqbalkalmati.blogspot.com



پاليسي هئي تہ جهونا يادگار محفوظ ڪيا وڃن. ان پاليسيءَ هيٺ جيڪو ڪم ٿيو، ان کي "يادگار قديم آثار" چئي سگهجي ٿو. هينري انهيءَ دور ۾ سنڌ تي ڪم هٿ ۾ ڪنيو ۽ 1907ع ۾ مڪمل ڪيو ۽ 1929ع ۾ ڇپجي پڌرو ٿيو. هن سنڌ ۾ مختلف شهرن جي کنڊرن کي ڳولي هٿ ڪيو. انهيءَ ڪتاب ۾ نہ رڳو کنڊرن تي پر تاريخ تي بحث ڪري، تحقيق ڪندڙن لاءِ نيون راهون کوليون. سندس خيال هو تہ سنڌو دريا جي رُخ مٽائڻ سبب سنڌ جا شهر تباهہ ٿيا هئا. هن موجود اڏاوتن جي نمونن، ڪتبن تي بہ ڪم ڪيو. هن جو ٻيو قابلِ قدر ڪم Portfolio of Illustrations of sindh جيڪو سنڌ جي ڪاشيءَ تي تمام اهم ڪتاب آهي. هن سنڌ جي ڪاشيءَ جي ڪم جي سرن جا نقشا ڏنا ۽ انهن کي سمجهايو. هيءُ ڪتاب 1906ع ۾ ڇپجي پڌرو ٿيو. هن ڪتاب جون صرف 500 ڪاپيون ڇپيون جي جلد ئي ناياب ٿي ويون. هن ڪتاب ۾ 72 مختلف ڪاشيءَ جي سرن جي نمونن تي بحث ڪيل آهن، جن جا نقشا بہ ڏنا ويا آهن.

**ماڳ جو نالو:** **يارو سائين مقبرو**

ماڳ جو قسم: مزار

ماڳ جو دور: اسلامي دور

ماڳ جو هنڌ: ديهہ سڪرهاليجو، تپو ڊرگهہ بالا، تعلقو جوهي، ضلعو دادو.

هي نئن تڪي (Takki) جي ڪناري ڳاڙهي جبل جي لڪ وٽ آهي. ياري سائين جي مزار/ رانڪ نديءَ ۽ چورس ٺهيل آهي. هن وقت موجود رانڪ پوءِ جي ٺهيل آهي. جڏهن تہ اصل رانڪ ياري سائين پنهنجي جيئري ٺهرائي هئي. مزار جي چوڌاري قبرون پکڙيل آهن. قبرستان ۾ چار قبرون پٿر جي اکر جون ملن ٿيون. ياري سائين جي مقبري جي مٿان گنبذ ڳچ جي مٿان گنبذ ٺهيل آهي. ڳچ، چوڪنڊي ڪمري کي پاسن ۾ ڪنڊ- جوڙون (squinches) ڏئي اٺ ڪنڊو ڪري ڳچ ٺاهيو ويو آهي. الهندي طرف محراب وانگر جارو ڏنل اٿس. فرش چيرولي سان لتل آهي. رانڪ هڪ تلهي تي اڏيل آهي. تلهي جو ڪجهہ حصو اگهڙ طور ڪم اچي ٿو. ٻاهران ديوارون ونگن وارن پانيلن سان سينگاريل آهن. لنگهہ اوپر ۾ ڏنل اٿس. مقبري جي ڪنڊن ۾ ڳچ وٽ برجيون ٺهيل آهن. روايتن موجب يارو سائين ميان نصيرمحمد جو مال چاريندو هو، پر مقامي طور کيس پير جو درجو مليل آهي.

**ماڳ جو نالو:** **يارمحمد ٽالپر ۽ ٻين جو قبرون**

ماڳ جو قسم: اڏاوت

ماڳ جو دور: ميرن جي صاحبي/ 1951- 1943 وغيره پويون دور

ماڳ جو هنڌ: ميرن جو قبرستان مير نصيرخان جي مقبري لڳ حيدرآباد.

هي چوڪندو، بنا گنبذ جي مقبرو آهي. عمارت جون پٽيون ڪاشيءَ جي سرن سان سينگاريل آهن. جيڪڏهن هن مقبري ۾ اولهہ پاسي کان داخل ٿبو تہ پهرين مرقد خدا يارخان ولد ميرعبدالحسين سانگي جي آهي. جيڪا ماربل جي پٿر جي ٺهيل آهي. مٿس هيٺيون ڪتبو لکيل آهي:

تاريخ وفات

ميرخدايار خان ٽالپر شهداداني

تاريخ 10 سيپٽمبر سن 1953ع مطابق عزه محرالحرام سن 1371هہ يوم جمع

2- اڀرندي پاسي بہ پٿرايون قبرون آهن. پهرين قبر مير يارمحمد خان ولد مراد علي خان. جنهن 21 رمضان 1297هہ تي وفات ڪئي ۽ ٻي مير عباس علي خان (اول) ولد مير محمد نصيرخان جي جنهن سندر بن جي ٻيلي ۾ (ڪلڪتہ) شڪار ڪندي وفات ڪئي، کيس اتي دفنايو ويو.ا ڀرندي طرف (انهي قبر جي) پنج ٻارن جون قبرون آهن، جيڪي ڳچ چوني سان پڪين سرن جون ٺهيل آهن. انهن سان گڏ مير احمد يارخان ولد مير عبدالحسين خان سانگي جي قبر آهي، جنهن تي هيٺيون ڪتبو لڳل آهي.

More Books Visit : www.iqbalkalmati.blogspot.com



بگوش هوش نويد رسيد زهاتف سليم

وفات مرحوم مير احمد يار خان ولد هز هائينيس مير عبدالحسين خان ٽالپر شهداداني 21 صفر سن 1362ھ 27 فيبروري سن 1943ع ڏينهن چنڇر بوقت 2 بجي. هيءَ قبر چن گاري سان لٽل آهي.

3_ خدايارخان جي قبر جي پويان اولهه طرف مير عباس علي خان ثانيءَ جي قبر آهي. جيڪو خدايارخان جو فرزند ٿئي. جنهن تي هيٺين عبارت لکيل آهي.

وفات حسرت آبادت.

مرحوم و مغفور مير عباس علي خان (ثاني) ولد مير خدايار خان ٽالپر 15 مارچ سن 1976ع 21 ربيع الاول سن 1356ھ.

مير خدايارخان "فتح نامي" نالي ڪتاب لکيو، جيڪو بارٽل فريئر ڏانهن منسوب ٿيل آهي.

**ماڳ جو نالو: يارمحمد ڪلهوڙي لڳ مسجد**

ماڳ جو قسم: مسجد

ماڳ جو دور: ڪلهوڙن جي صاحبي

ماڳ جو هنڌ: ميان يارمحمد جا قبا_ خداآباد ضلعو دادو

هيءَ مسجد ميان يارمحمد ڪلهوڙي جي روضي سان گڏ آهي، هن جو دروازو ڏسڻ ۾ سادو پر حاطي واري ديوار کان ٻاهر نڪتل آهي. دروازي واري ڪُنج (Alcove) 3 . 4 فوٽ، هڪ وڏي ونگ 10 . 8 جي ٺهيل اٿس. ونگ هن وقت ڊهي چڪي آهي، پر نشان موجود آهن. دروازي واري ڪونيءَ جي پويان ۾ نماز واري حجري جي آڏو صحن ڪچو، اوپر اولهه 9 . 40 فوٽ، اتر ڏکڻ 59 فوٽ آهي. صحن جون ديوارون 140 کان 150 س_ ميٽر اوچيون آهن. مسجد جي مهاڙي ونگن ۾ پانيلن سان، ٽن حصن ۾ ورهايل آهي. وچ وارو حصو ٻين ٻن کان وڏو 8 . 29 فوٽ اوچو آهي. وچين ونگ 281 س_ م اوچي ۾ 173 س_ م ويڪري ۾ 38 س_ م اونهي آهي. پاسن وارين پٽين جي ٻاهران ست طاقي ونگون (Recessed Arch) ڏنل آهن. نماز وارو حجرو ٽن حصن (Bays) ۾ ورهايل آهي. وچون حصو وڏو آهي، جنهن ڪي ڪنڊ_جوڙون (squinches) ڏئي ائڪنڊو ڪيو ويو آهي. هر ڪنڊ جوڙ فرش کان چوٽيءَ تائين 16 فوٽ اوچي آهي. هرهڪ ڪڙ (Bay) جي مٿان گنبذ ٺهيل آهي. مسجد ڪي اولهه ۾ سهڻو محراب ڏنل آهي. وچون گنبذ 6 . 29 اوچائي تي، ۾ پاسن وارا گنبذ 21 فوٽ اوچا آهن. حاشيه (Dado) اندرئين پاسي مڪمل چن گاري سان لٽل آهي. اتر ۾ ڏکڻ ۾ هوا جي لنگهه لاءِ دريون ڏنل آهن. مسجد سڳوري ڪي مٿي چڙهڻ لاءِ ڏاڪڻ ڏنل آهي. جنهن ۾ 22 ڏاڪا آهن. وچئين گنبذ جو گهيرو 55 فوٽ آهي ۾ پاسن وارن گنبذن جو گهيرو 48_ 49 فوٽ آهي. ائڪنڊي ڳچ (Neck) جي مٿان گنبذ ٺهيل آهي. مسجد جو ٻيڙ ٻنو ڪمزور ٿي ويل آهي. اتي ئي پاٽيءَ جي نيڪال لاءِ وٿيون ڇڏيون ويون آهن. هيءُ مسجد چورس آهي.

**ماڳ جو نالو: ياغي ڍوري وارو دڙو**

ماڳ جو قسم: دڙو

ماڳ جو دور: هندو/ مسلم دور

ماڳ جو هنڌ: ديهه ياغو ڍورو تعلقو ميرواهه

هيءُ دڙو نري شهر کان پنجن ميلن جي مفاصلي تي آهي. دڙو ڪهنو آهي. مٿس ڪافي ٺڪرائو اسلامي دور سان ٻيٺڻ جهڙو ملي ٿو. دڙي جو گهڻو حصو آباديءَ هيٺ اچي ويو آهي. باقي ڪو ايڪڙ سوا تي دڙو بيٺل آهي. ڪيڻ وهائيندي هينان 3 ڪوهه مليا آهن. اهو دڙو شرف الدين پنجابيءَ جي ڳوٺ جي پرسان آهي. شل خير سان بچي. گهڻو حصو انهيءَ ڳوٺ وارن ڪاهي ڇڏيو آهي.

**ماڳ جو نالو: يختيار خان لغاري جو مقبرو**

ماڳ جو قسم: اڏاوت

More Books Visit : www.iqbalkalmati.blogspot.com



ماڳ جو دور: 1750ع

ماڳ جو هنڌ: ڳوٺ ميرخان لغاري ديھ يختيار خان تعقلو سڪرنڊ ضلعو نوابشاھ. اتر ويڪرائي ڦاڪ 0 ' " 26 60 اوڀر ڊگهائي ڦاڪ " ' 0 68 196 ۾ واقع موجود آهي.

مقبرو چوڪنڊو آهي. ڊيگهہ ۾ 80 . 6 ميٽر، ويڪر ۾ 80 . 6 ميٽر ۽ اوچائيءَ ۾ 11 ميٽر آهي. اڏاوت ۾ پڪل سرون، مٽيءَ جو گارو، ڪچيون سرون، چن جو گارو ۽ چن جو پلستر استعمال ٿيل آهي. ڏکڻ ۾ مُک دروازو اٿس. جنهن جي ماپ هڪ ميٽر آهي. ان کان علاوه بہ چار دريون آهن. جيڪي هڪ ٻئي مٿان ٺهيل آهن. اهي دريون مک دروازي سان لڳ آهن. اهي دريون ونگن ۽ پانيلن سان سينگاريل آهن. مُک دروازي وٽ هڪ ٻئي جي مٿان پانيل ٺهيل آهن. ان جي مٿان ننديون ننديون برجيون پلويڙن جي مٿان ٺهيل آهن. گنبذ ڍهي پيو آهي. ان جو اٺ ڪنڊو ڳچ اپو بيٺو آهي. مقبرو اندران توڙي ٻاهران لنبيل آهي. گنبذ جو نمونو سهاڳڻ ڏهاڳڻ جا مقبرا اروڙ ۾ رئيس پنهي خان جي مقبري سان ملندڙ آهي. جي اڏاوتون مغل دور جون آهن. مقبرو چوڪور آهي، جنهن ۾ اندر 5 قبرون آهن. هر ديوار سان ونگيل پانيل ڏنل آهي. اهي مٿي وڃي گنبذ سان ملن ٿا. گنبذ جي رهيل وٽ ۾ چار روشندان ٺهيل آهن.

هي مقبرو 1750ع ڌاري جو ٺهيل چيو وڃي ٿو. پر اهڙو ڪتبو وغيره ڪونہ اٿس. مقبرو هن وقت اڌ ڳري چڪو آهي. مٿيون گنبذ بہ ڍهي ويو اٿس. چوڌار ڏارون ڏارون ٿيل آهي. هن جي ترت مرمت نہ ڪرائي وئي تہ ڪري پوندو. (2002ع)

**ماڳ جو نالو: يڪ - ٿنڀي**

ماڳ جو قسم: جبل ۾ غار

ماڳ جو دور: انساني رهائش جو اوائلي دور

ماڳ جو هنڌ: سيوهڻ ريلوي اسٽيشن جي ڏکڻ، ڏکڻ اولهہ ۾ اسٽيشن کان ٿوري فاصلي تي. سيوهڻ.

هيءُ هڪ غار آهي، جيڪا هڪ ٽڪريءَ تي آهي. پر ۾ چوٿنڀي اٿس. غار جو مخف ٿورو گهڻو گهڙيل ۽ اندر هڪ ٿنڀو آهي. غار جي اندر ٻي بہ هڪڙي ننڍڙي غار آهي ۽ پٺين ۾ بہ ننڍڙيون ننڍڙيون ڏارن وانگر دريون کوٽيل آهن. اها غار شايد غارن واري انسان سان تعلق رکي ٿي. ۽ غارن واري انسان متعلق محققن جو چوڻ آهي تہ ان جي عمر پراڻي پٿر واري دور کان ڪٿي وئي آهي. جيڪا 50 هزار سالن کان هڪ لک سالن کان بہ مٿي بيهي ٿي. ان وقت انسان طوفانن ۽ برساتن مهل، يا جهنگلي جانورن کان بچاءَ خاطر ان قسم جي غارن ۾ پناھ وٺندو يا رهندو هو. انهيءَ ساڳئي قسم جا غار ڪائي ۽ لڪيءَ جي چشمن وٽ ملن ٿا.